رسالو

شاهه عبداللطيف ڀٽائي جو

عرف

# شاهه جو رسالو

(سنڌي ٻوليءَ جي موجوده صورتخطيءَ ۾ سنواريل )


مؤلف

غلام محمد محمد ابراهيم شاهواڻي

سنواريندڙ

ممتاز مرزا

عبدالرحمان نقاش



Sindhica

سنڌيڪا




ڪتاب نمبر

15



ڪتاب جو نالو: شاھ جو رسالو
مؤلف: غلام محمد محمد ابراهيم شاهواڻي
ڇپجڻ جو سال: 1993ع
ڪمپوزنگ: طارق حسن هيسباڻي
ڪمپيوٽر لي آئوٽ: نياز حسين گبول
ڇپيندڙ: آزاد ڪميونيڪيشنز، ڪراچي
فون نمبر7737290
ڇپائيندڙ: سنڌيڪا اڪيڊمي
ملھ: 250رپيا



SHAH JO RESALO
(Poetry of Shah Abdul Latif Bhitai)
Compiled by: Ghulam Muhammad Muhammad Ibrahim Shahwani
Published by: Sindhica Academy, Karachi. 74400
Price: Rs 250

لکيڙھ لاءِ:
سنڌيڪا اڪيڊمي
پوسٽ باڪس نمبر 7363
ڪراچي 74400

# فهرست

# پبلشر نوٽ

شاهه عبداللطيف ڀٽائي رح جي ڪلام جا رسالا گھٽ ۾ گھٽ 50 کان 100 سال اڳ جا ترتيب ڏنل آهن. انهن رسالن جي مرتب ڪرڻ وقت مرتبن انوقت رواج ۾ آيل صورتخطي استعمال ڪئي. ان وقت تائين ٽيڪسٽ جي ڪتابن وانگر صورتخطيءَ جو ڪوبه اسٽينڊرڊ مقرر ڪونه هو، بلڪ عالمن ۽ اديبن پنهنجي وقت جي رائج يا پنهنجي علميت ۽ ادارڪ جي بنياد تي صورتخطيءَ کي پئي لکيو. مثلاً 'ء' کي ڪن ساڳي شڪل ۾ ته ڪن وري 'ائين' ۽ ايئن ڪري پيو لکيو. ۽ منهنجي کي ڪن ساڳي شڪل ته ڪن وري 'مهجي'، 'منه جي' ۽ 'منهن جي' ڪري پئي لکيو. اهو سمورو فرق سنڌي ٻوليءَ جي مختلف لاڙن جي ڪري به پئي ٿيو. ڇاڪاڻ جو ٻوليءَ جا مختلف لاڙا ڳالهائڻ ۽ اچارڻ ۾ ان فرق کي قبول ڪندڙ هئا.

شاهه جي رسالي جي صورتخطي جي حوالي سان هي ڳالهه اهم هي هئي ته ان جي مرتبن رسالي کي ترتيب ڏيڻ وقت شاهه جي رسالي جا قلمي نسخا سامهون رکيا، جيڪي به سئو کان وٺي ٽي سئو سال اڳ جا لکيل هئا. انهن قلمي نسخن ۾ جيڪي لکٽيون آيل هيون، تن کي ڀيٽي گھٽ ۾ گھٽ ڪري ساڳي صورت ۾ قائم رکيو ويو. ان جو هڪ سبب جيئن اڳ ڄاڻايو ويو ته صورتخطيءَ جي ڪنهن به اسٽينڊرڊ جو موجود نه هئڻ هو ۽ ٻيو سبب مرتبن جي شاهه لطيف سان اها عقيدت به هئي ته ان جو ڪلام پوين تائين جيئن جو تيئن نقل ڪري پهچائجي، جيئن فقيرن ان کي نوٽ ڪيو آهي.

علامه آءِ-آءِ قاضي پهريون عالم هو، جنهن رسالي جي صورتخطي کي امڪاني حد تائين پنهنجي وقت جي مروج صورتخطيءَ ۾ مرتب ڪيو. اهوئي سبب آهي جو شاهه جي رسالن ۾ سڀ کان وڌيڪ سولي پڙهٽي هيستائين ان رسالي جي سمجهي وڃي ٿي آهي.

غلام محمد شاهواڻي جي رسالي کي جيئن ته سيني رسالن کان وڌيڪ عام قبوليت حاصل آهي، ان ڪري ضرورت هئي ته ان رسالي کي موجوده صورتخطيءَ ۾ شايع ڪيو وڃي. شاهه جي رسالي لاءِ عام پڙهندڙن جو تاثر رهيو آهي ته سمجهڻ ۾ ڏکيو آهي، ان جو هڪ سبب هي به آهي جو اهي رسالا موجوده صورتخطيءَ ۾ لکيل ناهن، جنهن ڪري عالم ۽ اديب ته انهيءَ پراڻي لکٽي جي صورت کي سمجهي ۽ پڙهي وڃن ٿا، پر عام سنڌي پڙهندڙن لاءِ شاهه جو رسالو سمجهڻ سان گڏوگڏ ان کي پڙهڻ ۽ اچارڻ به ڏکيو مسئلو آهي.

سنڌيڪا اڪيڊمي هي ڪم سنڌ جي موجوده ۽ ايندڙ نسلن لاءِ ڪيو آهي، انهن لاءِ ڪيو آهي، جيڪي موجوده ٽيڪسٽ جي سنڌيءَ جا پنج ۽ ڏهه درجا پاس ڪري رسالي کي پڙهڻ شروع ڪن ٿا، ۽ يقيناً رسالي جي موجوده صورتخطيءَ ۾

شايع ٿيڻ سان موجوده نسلن جو ان کي پڙهڻ ۽ اچارڻ ۾ تہ پڪ سان سولائي ٿيندي، بلڪ صورتخطيءَ جي سمجهڻ ڪري ان جي مفهوم ۽ معنائن کي سمجهڻ ۾ بہ آساني ٿئي ٿي.

غلام محمد شاهوائي هر صفحي تي آيل بيتن ۾ ڏکين لفظن جي معنيٰ هيٺيان حاشيي ۾ ڏني آهي. جيڪا نہ صرف پنهنجي جاءِ تي برقرار آهي، بلڪ هن رسالي جي سنوارينڌڙن انهن حاشين ۾ بريڪيٽ جي اندر معنائن ۾ واڌارو ڪيو آهي تہ جيئن وڌ کان وڌيڪ لفظن جي معنيٰ سامهون رکي پڙهندڙ شاهہ جي رسالي جو ڀرپور حظ حاصل ڪن.

رسالي کي سنوارڻ جو ڪم سنڌي ٻوليءَ جي ڄاڻوئن ۽ شاهہ جي پارکوئن جناب ممتاز مرزا ۽ جناب عبدالرحمان نقاش سرانجام ڏنو آهي، جن نئين صورتخطي ۾ لکڻ وقت انهيءَ ڳالهہ جو پورو خيال رکيو آهي تہ رسالي جو اصل روح پنهنجي جاءِ تي قائم رهي، لفظن جي معنيٰ ۽ مطلب ۾ فرق نہ اچي، رسالي جو ماترائون نہ ٽٽن ۽ ان جي موسيقي بہ پنهنجي جاءِ تي برقرار رهي. ڪيترين جاين تي اهڙا لفظ جيئن جو تيئن قائم رکيا ويا آهن، جيڪي عام طرح موجوده صورتخطيءَ کان ڪجهہ گهٽ وڌ آهن. ان ڪري جو جيڪڏهن انهن لفظن کي سڄو سارو موجوده صورتخطيءَ ۾ آندو وڃي ها تہ، يا تہ ان جي ماترا ٽٽيٰ ها يا وري ان جي موسيقيءَ واري لئي قائم نہ رهي ها. اهڙن هنڌن تي هيٺ فوٽ نوٽ ۾ انهن لفظن جي اصل موجوده صورتخطي واضح ڪئي وئي آهي.

رسالي جي متن کي موجوده صورتخطيءَ ۾ سنوارڻ جو ڪم محض ان جي پڙهڻي کي سولو بنائڻ جي نيت سان ڪيو ويو آهي. اُن ڪم ۾ پورو پورو احتياط ڪيو ويو آهي تہ اُن جي معنائن، ماترائن ۽ ترتيب ۾ ردو بدل نہ ٿئي. اُن هوندي بہ جيڪڏهن ڪٿي پڙهندڙ سَهوَ محسوس ڪن تہ اصلاح خاطر اُن جي نشاندهي ڪري اداري کي ڏياري موڪلين تہ جيئن هِن رسالي جي آئنده اشاعتن ۾ اُن جو واقعي تدارڪ ڪيو وڃي.

اسان جناب ممتاز مرزا ۽ جناب عبدالرحمان نقاش جا ٿورائتا آهيون جن رسالي کي نئين صورتخطي ۾ آڻڻ جي ڪم کي وقت سر سرانجام ڏنو. جناب بدرالدين هيسباڻي خاص هن رسالي جي ڪمپوزنگ جي لاءِ هڪ نئون ۽ خوبصورت فاؤنٽ ٺاهي ڏنو ۽ جناب اقبال احمد جاکرو دل ۽ دماغ جي حضور سان پروف پڙهيا، ان کان سواءِ سنڌيڪا جي سٽ مان جناب علي حسن چانديو، جناب نياز حسين گبول، جناب قمرالدين گهانگهرو ۽ جناب طارق حسن هيسباڻي هن رسالي کي خوبصورت ڪري ڇاپڻ لاءِ فراخدلانہ خدمتون سرانجام ڏنيون جنهن لاءِ هنن سڀني جس لهڻي.

**نور احمد ميمڻ**

چيئرمين

سنڌيڪا اڪيڊمي

# گذارش

سوين سلام، سنڌ جي صوفين، شاعرن، عارفن ۽ عالمن توڙي دل وارن درويشن تي، جن اسان جهڙن ابوجهن کي سنڌ جي ساڃهه ڏني، اهڙن عالمن جو سَرموڙ، سردار ۽ سرواڻ، اسان جو اصل رسالي- ڏڻي، پٽ جو شاهه، ۽ سنڌ جو سائين شاهه لطيف آهي، جنهن تي ڪيل عالمن جي تحقيق بي مثال ۽ بي بها آهي. هر عالم پنهنجي فهم ۽ ادراڪ سان، رسالي جي تدوين ۽ ترتيب ۾ پنهنجو نور نچويو، ۽ اسان کي پٽ- ڌڻي بادشاهه جي فهم جي اوڏو ڪيو، جيڪي حال حيات آهن، ڌڻي تن کي اڃان ڏينهن ڏئي ته هو علم جون راهون اڃان وڌيڪ روشن ڪن، ۽ جيڪي اسان کان وڇڙي ويا آهن تن تي مالڪ جا ڪوڙين ڪرم هوندا، جو هنن جي عشق جو پورهيو، سڄي هڪ سماج لاءِ، جڻ اونداهيءَ ۾ جرڪندڙ جوت آهي. ڪنهن جا نالا ڳڻي، ڪنهن جا ڳڻجن، سڀ سرواڻ ۽ حرف جا اصليت جا پارکو، رسالي جي گهرائي جا غواص ۽ موتين ميڙڻ وارا، تن سان برميچڻ، جڻ سچ ڏانهن نهارڻ، ۽ جيڪي سچ ڏي نهاريندا آهن، انهن جون اکيون سوجهري جي باوجود اونداهيون ٿي وينديون آهن.

رسالي جي طالب علم جي حيثيت ۾، اکيون ادب سان جُهڪائي، نهايت عقيدت ۽ احترام سان، انهن عالمن جي محنت کي جَسُ ڏيندي، هتي رسالي جي انهيءَ محنت جو ذڪر گهربل آهي، جيڪو محترم غلام محمد شاهواڻيءَ صاحب شايع ڪرايو، ۽ اهو ٽيون ڀيرو، موجوده صورتخطيءَ ۾، اوهان جي هٿن ۾ موجود آهي.

ڊاڪٽر هوتچند گربخشاڻي پنهنجي رسالي جو آخري جلد سنه ١٩٢٤ع ۾ شايع ڪرايو، ۽ ان کان پوءِ وڏي وٿي پئجي وئي. لڏپلاڻ ۽ نئين ملڪ ۾ نيون ذميواريون، تن اسان جي اُن دور جي عالمن کي اصل

وجھ ٿي تہ ڏنو جو ان ڏس ۾ ڪو علمي قدم ڪڻن. باوجود انھيءَ جي جو اسان جي ڪيترن عالمن ۽ صاحبن جو دلي چاھ ۽ سعيو ھو تہ لطيفي لات کي عام ڪجي، ۽ اُھي وٿون جي ڀھراڙي جي سگھڙن ۽ سالڪن جي دلين ۾ لڪل آھن، ۽ جيڪي اُن سچي ماحول جا، مالڪ آھن، جن جو بي بھا بيان ڀٽائي بادشاھ پاڻ پنھنجي بيتن ۾ فرمايو آھي، تن کان ڪي حاصل ڪري، لطيفي وکر کي عام ڪجي.

ڀٽائي سان عشق رکڻ وارن محض سندس رسالا ويھي لکيا، ۽ اڄ تائين بہ اسان جي آڏو ڪيئي نوان نوان قلمي رسالا اچن پيا جو سنڌين محبت ۽ عقيدت وچان، قرآن پاڪ سان گڏ ٿيي ويڙھي رکي ڇڏيا. نئين دور جي روشنيءَ ۾ جڏھن اسان عقل جي ڏيئي پار ڪري، فڪر جي محلات ۾ پيرڙا ڏريا آھن، تڏھن اھڙا ڪيئي قلمي نسخا اسان جي عالمن جي آڏو اچي، چڪا آھن، ۽ ايندا رھن ٿا، ايستائين جو بمبئي مان ڇپيل رسالا بہ ان ريت پيا ملن، جو صورتخطي اھڙي جو ڀانءِ تہ قرآن پيو پڙھجي. پر آڳاٽو جن اھي رسالا ايئن قرآن سان تاڪن تي رکيا، تن جي دل ۾ اھو ئي دور ھو تہ:

جي تو بيت ڀانئيا، سي آيتون آھين
نيون من لائين، پريان سندي پار ڏي.

اھڙي محبت ۽ عقيدت، منھنجي ڄاڻ ۾ ،عالمي ادب جي شاعرن مان ڪنھن کي ورلي مَلي ھوندي. فالون ڪڏڻ ۽ شعر پڙھي چريي ٿيڻ جا قصا تہ انيڪ، پر ھيءَ پنڌ اجان ڪنھن اونھي اسرار وارو. قلم لکڻ کان قاصر آھي تہ ڪيئن ھڪ شاعر، سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ تائين پنھنجو ڪلام پھچايو، شايد جڏھن رڳون رباب ٿينديون آھن تہ اھي ھر ويل وڄنديون آھن ۽ وحدت واري وائي جو ھل ھلاچو اھڙو تہ جھر جھنگ تونھين تون جي پچار، وڻ ٽڻ وايون ساڳيون.

## غلام محمد شاھواڻي جو سوانحي خاڪو

خانداني روايتن موجب، سورھين صدي عيسوي جي آخر ڌاري، ھندستان جي رياست گجرات جي شھر موروي مان ٻہ نوجوان ڀائر، ماڻڪ

سنگھ جي جاڙيجو ۽ ويڏا سنگھ جي جاڙيجو، خانداني اٽبٽ ڪري، پنهنجي جاگير ڇڏي، سنڌ ۾ آيا ۽ موجوده ٽنڊي الهيار تعلقي جي اگهم ڪوٽ ۾، مشهور درويش ۽ ولي الله مخدوم محمد اسماعيل سومري (وفات ٩٩٦هجري) وٽ اچي ٽڪيا، ۽ اُتي ئي هنن اسلام قبول ڪيو، ۽ مخدوم صاحب جي حڪم موجب، پَٽ جو ڪاروبار شروع ڪيائون. مرشد جي مهر واري نظر، ۽ زمين تي پير کُپائڻ جي خيال سان، هنن ٻن ڀائرن پنهنجي ڪرت کي وڌايو، ۽ جلد ئي علائقي جي سرند ماڻهن ۾ ڳڻجڻ لڳا. ڪاروبار سان گڏوگڏ، زمينداري ڏي بہ رخ رکيائون. ٿوري ئي عرصي ۾ سندن ڀاڳ وڌيو، پنهنجو پڪوسرو ڪوٽ ٺهرائي، اُن ۾ رهڻ لڳا، ۽ ان لحاظ کان پوءِ هيءُ گهراڻو "ڪوٽائي" بہ ڪوٺجڻ لڳو. مدد خان پٺاڻ جي جڏهن سنڌ تي گهل چڙهي، تڏهن هيءُ خاندان بہ ٽڙي پکڙي ويو، ۽ لاڙ جي مختلف شهرن ۽ ڳوٺن، حيدرآباد، ٽنڊي الهيار، ٽنڊي باگي، ماتلي ۽ ملان ڪاتيار ۾ وڃي آباد ٿيا. اُنهيءَ خاندان مان، هن "شاهہ جي رسالي" جو مانائتو محقق، شارح ۽ مرتب مرحوم غلام محمد شاهواڻي بہ ٿيو.

مرحوم غلام محمد شاهواڻي بن حڪيم محمد ابراهيم بن محمد يعقوب شاهواڻي، حيدرآباد شهر جي ڪورين جي پڙ ۾، شاهواڻي گهٽيءَ ۾، سنہ ١٩١٢ع ۾ پيدا ٿيو. سندس والد، پنهنجي وقت جو وڏو حڪيم ۽ ڏاهو ماڻهو هو. شهر ۾ هن بزرگ جو مان ۽ مرتبو مٿانهون هو، ان لحاظ کان شهر جي ميونسپل واري سياست ۾ سندس تمام گهڻو عمل دخل هو، ۽ سڄي عمر، ميونسپل جي ميمبر جي حيثيت ۾ شهر جي خدمت ڪيائين، ۽ ڪجھ وقت لاءِ حيدرآباد ميونسپل جو قائم مقام صدر بہ ٿي رهيو. هيءُ زمانو، ان لحاظ کان اهم هو، جو ماڻهن ۾ روايتي محبت ۽ خلوص جي گهڻائي هئي، اوطاقون آباد هيون، علمي ۽ ادبي ڪچهريون قائم هيون. ننڍڙي غلام محمد شاهواڻي جي ذهني ۽ فڪري تربيت انهيءَ ماحول ۾ ٿي. فارسي، عربي ۽ سنڌي زبانن جو چالامان هو. مولانا رومي جي مثنوي ۽ سعدي جي گلستان جون ڪچهريون عام هيون. ننڍڙي غلام محمد، انهن رهاڻين مان گهڻو ڪِي پرايو، علم ۽ ادب سان سندس عشق وڃي انبرين چڙهيو. جيئن تہ هو ننڍي هوندي کان نهايت ذهين ۽

هوشيار هو، تنهنڪري انهن ڪچهرين هن جي عقل کي اجان گهڻيون مهميزون ڏنيون، ۽ پوءِ جڏهن ٻاراڻي تعليم کان، تعليم جي مٿانهين ڏاڪي تي پير پاتائين تہ هو اعزازن سان ويو، علم جون وڏيون منزلون ماڻيندو. حيدرآباد جي نورمحمد هاءِ اسڪول، ڪراچي جي سنڌ مدرسه الاسلام مان ميٽرڪ ڏنائين، جيڪي بمبئي يونيورسٽي طرفان ورتا ويندا هئا. انهيءَ يونيورسٽي مان ايم- اي ۽ بي- ٽي جا امتحان ڏئي، ڪامياب ٿيو، ۽ تعليم جو پيشو اختيار ڪيائين. تعليم سان سندس دلي رغبت رهي، جو پاڪستان جي قائم ٿيڻ کان پوءِ، سنڌ جي پهرين گورنر سر غلام حسين هدايت الله، جيڪو سندس ذاتي دوست هو، کيس ڪيئي انتظامي عهدا آڇيا، پر نوجوان غلام محمد شاهواڻي، انهن عهدن قبولڻ کان انڪار ڪيو، ۽ تعليم کاتي سان پنهنجي وابستگي کي مان ڏيندي چيو تہ "مون لاءِ تعليم اِن لحاظ کان اهم آهي جو آئون سمجهان ٿو تہ، منهنجي هٿان سان، مون جهڙا ۽ پڻ مون کان وڌيڪ ذهين ٻار پڙهائي تيار ڪري، عملي ميدان ۾ آڻيندس. جيڪي سنڌ لاءِ جڻ تہ هڪ اهم اثاثو بنجي ڪم ڪندا."

مرحوم غلام محمد شاهواڻي تعليم جي تڪميل کان پوءِ، پهرين حيدرآباد سنڌ جي مسلمانن جي مکيہ تعليمي اداري، نورمحمد هاءِ اسڪول جو هيڊماستر مقرر ٿيو. انهيءَ اسڪول سان سندس محبت اهڙي ٻڌجي وئي جو اباڻا ڪک، جيڪي ڪورين جي پڙ ۾ هئا. ڇڏي، بنهہ نورمحمد هاءِ اسڪول جي آڏو پنهنجو گهر آباد ڪيائين. انهيءَ دوران سنڌ جي مسلمانن جي تعليمي سجاڳيءَ لاءِ، پنهنجي نهايت پياري دوست ۽ سنڌ مدرسه الاسلام جي هم مڪتب ساٿي آخوند الهہ بچائي مرحوم جي مدد سان، "مسلم ايڊيوڪيشن فائونڊيشن" قائم ڪيائين، جنهن ۾ ڪانئس سواءِ، مرحوم ميرزا سڪندر بيگ، سيٺ ڪمال الدين ميمڻ مرحوم، جميل شاهہ اُستراڻي مرحوم ۽ ڪي ٻيا رفيق شامل هئا. انهيءَ فائونڊيشن جي زيراهتمام، مسلم هاءِ اسڪول قائم ڪيو ويو، ۽ بعد ۾ مسلم لا ڪاليج بہ قائم ٿيو، جنهن جو باني سربراهہ مرحوم آخوند الله بچايو صاحب ٿيو. بعد ۾ شاهواڻي مرحوم، نور محمد هاءِ اسڪول مان تبديل

ٿي، موجوده گورنمينٽ هاءِ اسڪول جو پرنسپال مقرر ٿيو، جنهن جي احاطي ۾ مسلم لا ڪاليج پڻ هو.

علمي ادبي لحاظ کان، حيدرآباد شهر سنڌ جو جڻ مرڪزي ماڳ هو، ۽ خانبهادر محمد صديق ميمڻ جي سربراهي ۾، سنڌ مسلم ادبي سوسائٽي، ادب جي ميدان ۾ ڪيئي ڪارناما سرانجام ڏئي رهي هئي. مرحوم غلام محمد شاهواڻي، پنهنجي تحريري ۽ علمي پورهئي جي اشاعت جي ابتدا، اِنهيءَ اداري طرفان سن ١٩٤٠ع ۾ ڪئي. سندس پهريون ڪتاب، چاليھ حديثون شايع ٿيو. ان کان پوءِ سندس علمي ڪارنامن جو هڪ ڊگهو سلسلو شروع ٿيو، جن جي فهرست هيٺينءَ ريت آهي:

١- چاليھ حديثون
٢- رسولِ پاڪ (سيرت)
٣- ترڪن جي بهادري (تاريخ)
٤- گلشنِ بهار (گلستانِ سعدي جو نثر ۾ سنڌي ترجمو)
٥- راز ۽ رمزون (نفسيات: ڊيل ڪارنگي جي ڪتاب جو ترجمو)
٦- علمي خزانو (مولانا رومي جي مثنوي جو نثر ۾ ترجمو، ٽن جلدن ۾)
٧- ادبي خزانو (علم ادب)
٨- ادبي اصول (تنقيد جي فن تي، سنڌيءَ ۾ پهريون ڪتاب، جيڪو ٻن جلدن تي مشتمل هو)
٩- گلدسته اقوال (مشاهير جا قول: اخلاقيات)
١٠- سر سارنگ (شاهه جي سر جي شرح)
١١- سر سامونڊي (شاهه جي سر جي شرح)
١٢- سر سسئي آبري (شاهه جي سر جي شرح)
١٣- جاگرافي (چوٿين درجي جي نصاب لاءِ)
١٤- خليفو پهريون (سوانح حيات)
١٥- خليفو ٻيو (سوانح حيات)
١٦- خليفو ٽيو (سوانح حيات)
١٧- خليفو چوٿون (سوانح حيات)
١٨- نظري ۽ علمي تعليم (اُستادن جي نصاب بابت: هن ڪتاب جا ست

ڇاپا شايع ٿيا)

١٩- روحاني راز (اخلاقيات: هن تصنيف جو فقط پهريون ڀاڱو شايع ٿيو)

٢٠- فتوح الغيب (اسلاميات: ترجمو- ٻه جلد)

٢١- چونڊ نثر ۽ نظم (علم و ادب)

٢٢- خلفاءِ راشدين (شخصيات)

٢٣- جوهرِ اسلام: اسلامي افسانا (اسلاميات)

٢٤- انتخاب نثر (مضمون)

٢٥- فلسفہ روزه (اسلاميات)

٢٦- سنڌي گرامر (لسانيات: پهريون جلد)

٢٧- شاهہ جو رسالو

تقريباً اناويهن سالن جي عمر ۾، شاهواڻي صاحب جو پهريون ڪتاب شايع ٿيو، ۽ وفات تائين، ستاويهہ ڪتاب تصنيف ۽ ترجمو ڪري چڪو هو. سنہ ١٩٥٠ع ۾، ذيابيطس جي عارضي ۾ بيمار ٿي پيو، ڪيس پهرين ڪراچي ۽ پوءِ لاهور نيو ويو، جتي هڪ آپريشن دوران سندس انتقال ٿيو. سندس آخري آرامگاهہ، خانداني قبرستان ٽنڊي يوسف، حيدرآباد ۾ آهي.

## رسالي جو موجوده نئون ڇاپو

غلام محمد شاهواڻي صاحب جو مرتب ڪيل رسالو پنهنجي نوعيت ۾ نهايت منفرد آهي، منهنجو ذاتي خيال آهي تہ سنڌ ۾ اڄ ٻہ جيڪي رسالا شايع ٿيل آهن ۽ اسان جي آڏو آهن، انهن مڙني کان مقبول ۽ دل گهريو رسالو، شاهواڻي صاحب جو ئي آهي، ڇاڪاڻ تہ اهو پهريون رسالو هو، جو مڪمل هڪ ئي جلد ۾، معنائن سان، پهريون دفعو شايع ٿيو هو.

هيءُ رسالو آر- ايچ احمد برادرس جي اڳواڻ مرحوم حاجي قاسم ڪاٺياواڙي ميمڻ جي عشق سان شايع ٿيو. رسالي جي تزئين ۽ آرائش توڙي پروف ريڊنگ مرحوم ع- ق- شيخ ڪئي ۽ پڪي جلد سان، پهريون ڀيرو رنگين پاٺي جي پوش ۾ بند ٿي بازار ۾ آيو، جنهن جي تصوير ۽ خطاطي پڻ ع. ق. شيخ مرحوم جي ڪيل هئي. پنو نهايت اعليٰ درجي

جو، ان جي دور جي لحاظ کان ڇڻ آرٽ پيپر. ڇپائي تي خاص نظر هئي، جيئن ڇڪن جو ڪو احتمال نہ رهي. رسالي جي رونق وڌائڻ لاءِ ان ۾، شاهہ جي پڪي جهلڻ، واري تصوير بہ شايع ڪئي وئي، جيڪا برٽش ميوزم لنڊن مان حاصل ڪئي وئي، جا دراصل هڪ سنڌي صوفي جي سري سان اتي محفوظ هئي، ۽ جنهن تي ڊاڪٽر دائودپوٽي مرحوم هڪ اختلافي مضمون بہ لکيو هو تہ اها ڀٽ ڌڻي جي تصوير نہ آهي.

هي اهو زمانو هو جنهن ۾ سنڌي ڪتاب جي خريداري ڇڻ ٿيندي ئي مشڪل سان هئي، پر رسالي جو هيءُ ڇاپو هٿوهٿ وڪامي ويو. راتورات هن رسالي جي تعريف ۽ توصيف توڙي تنقيدن جا سلسلا هليا، پر جيڪي ڪارنامو ٿيڻو هو سو ٿي ويو. ماڻهن محبت واري پورهيي کي دل سان قبوليو، ۽ اها قبوليت اڄ بہ قائم آهي. انهيءَ پهرين ايڊيشن ۾ پروفن جون چُڪون ڇڻ تہ هيون ئي ڪين، اهو ڪمپازيٽر صاحبن جو ڪمال هو جو زير زبر هر حرف جي مٿان ۽ مناسب جاءِ تي. اهي ڪهڙا ڪمپازيٽر هئا، تن مان فقط هڪ جو نالو منهنجي دل ۾ هُري پيو: استاد واحد بخش ڀٽيءُ. اهو سندس پيار جو پورهيو هو، جو اڄ جو ڪمپيوٽر بہ ان انداز جون اعرابون نٿو ڏئي سگهي، جيڪي هن پورهيت ڏنيون هيون.

رسالي جو موجوده ڇاپو، جيڪو سنڌيڪا جي سرواڻ محترم نور احمد ميمڻ جي محنتن سان شايع ڪيو پيو وڃي، تنهن کي موجوده صورتخطيءَ ۾، محض ان لاءِ مٽايو ويو آهي جو اڳاٽن قلمي نسخن توڙي ڇاپي نسخن جي اشاعت وقت، سنڌيءَ زبان جي موجوده صورتخطي جي پوريءَ طرح سان تشڪيل نہ ٿي هئي، انهيءَ ڪري گربخشاڻي صاحب توڙي شاهواڻي صاحب اڳين اصولن پٽاندر، رسالي ۾ سنڌي صورتخطي قائم رکي. اڄ جڏهن سنڌي صورتخطي ڪنهن نہ ڪنهن لحاظ سان پنهنجي تڪميل تي پهچي وئي آهي، تنهنڪري، هن دور جي پڙهندڙن لاءِ، موجوده صورتخطي اختيار ڪئي وئي آهي. ان ڪوششُ جو بنيادي مقصد فقط اهو آهي تہ اسان جا هن دور جا پڙهندڙ، اڳين قلمي توڙي ڇاپي نسخن جي ڏکي صورتخطي پڙهڻ ۾ جيڪا ڏکيائي محسوس ڪن ٿا، اُن کان آجا ٿي، آساني سان لطيفي پيغام توڙي زبان کان لاڀ پرائي سگهن.

منهنجو ذاتي خيال آهي ته شاهوائي صاحب جو هيءُ ڇاپو، اسان جي پڙهندڙن ۾ تمام گهڻو مقبول ٿيندو. گڏوگڏ، هن ڇاپي ۾ چند جاين تي معنيٰ توڙي داستانن جي اعتبار کان ڪي واڌارا ڪيا ويا آهن، جيڪي سنڌ ۾ ٿيل موجوده تحقيق تي آڌار رکن ٿا. اُميد ته اهي اضافا پڻ پڙهندڙن لاءِ سودمند ثابت ٿيندا.

جَسُ جڳائي سنڌيڪا اڪيڊمي کي، جنهن هيءُ ڳرو بار پنهنجن ڪلهن تي کنيو، ۽ آئنده پڻ هن رسالي جو هڪ مصور ايڊيشن شايع ڪرڻ جو شوق ۽ اُتساهه رکي ٿي. ڌڻي کين پنهنجي ارادن ۾ ڪامياب ڪندو.

هن رسالي کي نئين صورتخطي ۾ سنوارڻ ۽ حاشين جي اضافي ۾ سنڌيڪا وارن جي گذارش تي محترم عبدالرحمان نقاش مون سان برابر جو ساٿ ڏنو ۽ نهايت عرق ريزيءَ سان انهيءَ ڪم کي سرانجام ڏنو جنهن لاءِ هُن کيرون لهڻيون. لطيفي لاٽ لاءِ سنڌس اهو پورهيو هميشه يادگار رهندو.

ڪراچي
٢٢ جولاءِ ١٩٩٣ع

**ممتاز مرزا**

# مهاڳ
## (ٻهريون ڇاپو)

شاهه جي رسالي جا، ٻه چار مختلف ڇاپا نڪتل هئا، جن کي ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ واري نسخي شهه ڏيئي ڇڏي، پر افسوس جو ان جا فقط ٽي جلد نڪتا، جن ۾ شاهه جي مستند ٣٠ سرن مان فقط ١٨ سر اچي سگهيا. هاڻ مادري زبان کي، ترقي وٺائڻ جي منڙي هير لڳي آهي ۽ شاهه جي ڪلام جي، قدر شناسي زياده ٿيڻ لڳي آهي، پر شاهه جو رسالو مارڪيٽ ۾ ملي ڪو نه ٿو سگهي. شاهه عبداللطيف جهڙي عاليشان شاعر جي ڪلام جو دستياب نه ٿيڻ افسوس جهڙي ڳالهه سمجهي، بنده، ڊاڪٽر گربخشاڻي واري نسخي جون پڙهڻيون عموماً قائم رکي، باقي حصي کي پڻ حتي المقدور لاڙي تلفظ ۾ پيش ڪيو آهي. چند عمدا بيت، جيڪي ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ واري نسخي ۾ نه آهن ۽ تفحص بعد شاهه جا معلوم ٿيا آهن، سي هن نسخي ۾ اضافو ڪيا ويا آهن. سر ۾ بيت، جيڪي باقي حصي ۾، تحقيقات بعد معلوم ٿيا آهن ته شاهه جو ڪلام نه آهن، سي رد ڪيا ويا آهن. پڙهندڙن جي سهوليت لاءِ، هر هڪ لفظ تي اعرابون ڏنيون ويون آهن.

ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ جي ڏنل شرح تي ڪئين چمگويون ٿيون، تنهن ڪري مفصل شرح کان پاسو ڪيو ويو آهي ۽ فقط ڏکين لفظن جي معنيٰ ڏني وئي آهي، جيئن سيڪو پڙهندڙ پنهنجي استعداد ۽ حال آهر، رسالي مان روحاني موتي چونڊي پنهنجو دامن ڀري.

پڙهندڙن کي سرن سمجهڻ ۾ سهوليت پيدا ڪري ڏيڻ جي خيال کان، سر جي شروع ۾ سر بابت احوال، سر جو مضمون، سر ۾ آيل آڪاڻي يا تلميح يا حوالا ۽ سر جو روحاني راز، مختصر طور نثر ۾ ڏنو ويو آهي. جيڪڏهن ڪٿي فرض ڪجي ته شاهه جو هر هڪ بيت آيت نه آهي، ته به سرن ۾ آيل بيتن مان اهڙا مسلسل روحاني راز ۽ رمزون پيدا ٿين ٿيون، جو صوفي ته ٺهيو، پر عامي ماڻهن لاءِ به ڪارائتيون ٿين ٿيون ۽ شاهه جي فرمودي کي ثابت ڪن ٿيون ته:

”جي تو بيت ڀائِيا، سي آيتُون آهِينِ،
وِجهُون مَنُ لائِينِ، پِريان سَندي پارَ ڏي.“

جيتوڻيڪ ڪتاب کي سهڻي ۽ صحيح بنائڻ جي، هر ممڪن ڪوشش ڪئي

ويئي آهي ۽ ان جي ڇپائيءَ تي ڪافي توجه ۾ خرچ ڪيو ويو آهي، تڏهن بہ ممڪن آهي تہ منجهس ڪي خاميون رهجي ويون هجن، جي اميد تہ معاف ڪري، بندي کي ورتل تڪليف لاءِ دعا سان ياد ڪندا.

ڇاپي جون چڪون، ورلي نظر اينديون ۽ جيڪڏهن ڪي آيون تہ اهڙيون خسيس هونديون، جو پڙهندڙ کي ڪا بہ مونجهہ نہ ٿيندي. موجوده سنڌي ٽائيپ جي ناقص بناوت سبب ءَ مٿان زبر لڳي پيئي آهي جنهن ڪري 'ڇَئِنِ" بدران "ڇَئِنِ" ڏسڻ ۾ ايندو. 'ڏ' جي مٿان ڏار آهي جنهن ڪري ڪن هنڌان مشن تي ڪري پيا آهن جنهن ڪري پلنامو ڏجي ٿو.

ڇپائيءَ جي صحت ۽ صفائي لاءِ، محترم علي بخش احمد زئيءَ ڪيرون لهڻيون– انهيءَ ڪري آءٌ سندس نهايت شڪر گذار آهيان.

هن وڏي ڪم ۾ هٿ وجهڻ لاءِ، ڪيترن دوستن همت افزائي ڪئي آهي، جنهن لاءِ مان هنن جو شڪر گذار آهيان.

هر هڪ ڏکئي لفظن پٺيان انگ ڏنل آهي ۽ انهيءَ ساڳئي انگ سان هيٺ حاشيءَ ۾ ان لفظ جي معنيٰ ڏني ويئي آهي. جتي نشانيون ڏنل آهن، اتي اصطلاح يا ساري سٽ جي معنيٰ ۽ مفهوم ڏنل آهي.

**غلام محمد محمد ابراهيم شاهواڻي**

حيدرآباد سنڌ

٦ آڪتوبر ١٩٥٠ع

بسم الله الرحمٰن الرحيم

# مقدمہ

## فصل ا

## شاهہ عبداللطيف جي سوانح حيات

شاهہ عبداللطيف ڀٽائي، جنهن کي ڀٽائي گهوٽ، ڀٽ ڌڻي، لال لطيف ۽ لاکيڻو لال ڪري پڻ سڏيندا آهن، تنهن جي زندگيءَ جو مفصل احوال ڪنهن به قلم بند ڪين ڪيو آهي؛ پر سندس حياتيءَ جو ڪجهہ قدر احوال هيٺين ڪتابن مان دستياب ٿي سگهي ٿو:

١- پارسي ۾ ڪتاب، "تحفة الڪرام" جو مير علي شير قانع ٺٽويءَ سن١٧٦٧ عيسوي ۾ لکيو.

٢- انگريزيءَ ۾ ڪتاب "سنڌ ۽ سنڌ ماٿريءَ ۾ رهندڙ قومون"، جو سر رچرڊ برٽن، سن ١٨٥١ عيسوي ۾ شايع ڪرايو.

٣- شاهہ جي سوانح عمري جا سر بارٽل فريئر سن ١٨٥١ع کان ١٨٥٩ع ۾ لکارائي، جا خطي حالت ۾ ڪمشنر جي ڪتب خاني ۾ سنڌي توڙي انگريزيءَ ۾ رکيل آهي.

٤- انگريزيءَ ۾ ڪتاب "سنڌ بابت ٿورو ذڪر" جو ديوان ڏيارام گدومل، "سگما" جي تخلص سان سن ١٨٨٢ع ۾ شايع ڪرايو.

٥- سنڌيءَ ۾ ڪتاب، "احوال شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ جو"، جو مرزا قليچ بيگ، سن ١٨٨٧ع ۾ ڇپايو.

٦- انگريزيءَ ۾ ڪتاب، "شاهہ لطيف جي حياتي، مذهب ۽ شعر"، جو ديوان ليلارام سنگ وطنمل لعلواڻيءَ سن ١٨٩٠ع ۾ شايع ڪرايو.

٧- شاهہ جي رسالي جو "مقدمہ" جو ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ سن ١٩٢٣ع ۾ ڇپايو.

٨- سنڌيءَ ۾ "لطيفي سير" جو ڀيرومل مهرچند آڏواڻيءَ، سن ١٩٢٨ع ۾

شايع ڪرايو.

٩- انگريزيءَ ۾ ڪتاب، "شاه عبداللطيف ڀٽائي" جو مسٽر سورلي سن ١٩٤٠ع ۾ ڇپايو.

ڊاڪٽر گربخشاڻي واري "مقدمہ" ۾ ذڪر احوال کان سواءِ، ٻين سيني تذڪرن ۾، آکاڻين ۽ افسانن ۽ ڪرامتن ۽ معجزن جو گھڻو احوال درج ٿيل آهي. انهن سيني نسخن کي مقابل رکي، ڇنڊ ڇاڻ ڪري، مختصر احوال هيٺ ڏجي ٿو.

شاه عبداللطيف جي شجري ڏسڻ مان معلوم ٿئي ٿو، ته سندس عالي نسب، حضرت محمدﷺ جن سان وڃيو ملي. سندن وڏا اصل هرات جا رهاڪو هئا، جي نہ فقط زهد ۽ تقويٰ ڪري مشهور هئا، پر جججهي دنيوي مال متاع جا پڻ مالڪ هئا. منجهائن مير حيدر شاه، سير ۽ سياحت سانگي هالن مانِ اچي نڪتو، جتي هن جي شاه محمد هاليءَ جي نياڻيءَ سان شادي ٿي. ٽن سالن ۽ اٺن مهينن بعد، پنهنجي والد جي وفات جي خبر پڌي، ڪيس وطن واپس وڃڻو پيو. سندس اسهڻ بعد، ڪيس پٽ ڄائو، جنهن جي اولاد مان سنڌ جو ناميارو اولياءُ، شاه عبدالڪريم بلڙي وارو، ٿي گذريو آهي.

شاه عبداللطيف ڀٽائي، سيد حبيب الله شاه جو پٽ، سيد عبدالقدوس شاه جو پوٽو، سيد جمال شاه جو پڙ پوٽو ۽ شاه ڪريم جو تڙ پوٽو هو. شاه عبداللطيف، حيدرآباد ضلعي جي هالا تعلقي ۾، حويليءَ جي ڳوٺ ۾ ڄائو هو، جو ڀٽ کان ٩ ڪوهہ پري آهي. سندس والد، وقت جو وڏو بزرگ اهلبيت هو ۽ ڪيس گھڻائي مريد هئا. سندس والده هڪ مجذوب درويش، شاه دياني جي نياڻي هئي. شاه ديانيءَ کي مخدوم عربي پڻ ڪري ڪوٺيندا هئا ۽ گھڻن ماڻهن جو منجهس اعتقاد هوندو هو.

شاه جي ولادت جي تاريخ جي پوري خبر نہ هي. ڊاڪٽر ٽرمپ، شاه جي رساليِ جي ديباچي ۾، شاه جي ولادت جو سال سن ١٦٨٠ع ڄاڻايو آهي، پر 'سگما' جو چوڻ آهي تہ شاه سن ١٦٩٠ع ۾ ڄائو هو. انهي اختلاف سبب سندس وفات جي تاريخ ۽ سندس ڄمار مان، سندس ولادت جي تاريخ ڳولڻ ۾ گھڻي هٿي ملي سگهندي. ڊاڪٽر ٽرمپ جي چوڻ

موجب، شاه صاحب سن ١٦١١ هجري مطابق سن ١٧٤٧ع ۾، يعني ٦٧ ورهن جي ڄمار ۾ وفات ڪئي؛ پر 'سگما' جي چوڻ موجب شاه سن ١١٦٥ هجري مطابق سن ١٧٥١ع ۾ ٦٣ ورهن جي عمر ۾ چولو بدلايو.

مسٽر ليلارام شاه جي روضي تي اڪريل ابيات مان، ابجد جي حساب لڳائڻ ۽ ٻين دليلن مان ثابت ڪيو آهي ته، شاه ١۴ صفر سن ١١٦٥ هجري مطابق ١٧٥١ع ۾ وفات ڪئي. درگاه جي فقيرن، مريدن ۽ معتقدن جو متفق رايو آهي، ته شاه جي عمر، حضرت محمد ﷺ ۽ حضرت علي (ڪرم الله وجهه) جي عمر جيتري، يعني ٦٣ سال هئي. انهي حساب سان شاه صاحب سن ١١٠٢ هجري مطابق ١٦٨٩ـ ١٦٩٠ عيسوي سن ۾ متولد ٿيو.

شاه عبداللطيف جي ولادت باسعادت بعد، شاه حبيب هالا حويليءَ مان لڏي، اچي ڪوٽڙيءَ ۾ مقيم ٿيو، جا ڀٽ کان ٻن ڪوهن جي مفاصلي تي آهي. انهي وقت جي رواج موجب، شاه عبداللطيف کي، آخوند نور محمد ڀٽيءَ، وائيءَ واري وٽ ختتاب ۾ وهاريو ويو. آخوند صاحب جڏهن الف- بي شروع ڪرايس، تڏهن شاه 'الف' ته چيو پر 'ب' چوڻ کان بنهه پڙ ڪري بيٺو؛ چي: 'الف کان پوءِ ڇا آهي، جو پڙهان؟' جڏهن شاه حبيب کي خبر پڏائي ويئي، تڏهن هن پٽ جي روحاني رمز پروڙي ورتي ۽ ڏاڍو خوش ٿيو: پر سمجهايئينس ته جيئن لباس جي پهرڻ جو رواج آهي، تيئن ظاهري علم حاصل ڪرڻ جو پڻ ضرور آهي.

هن ڳالهه ڪري ئي شايد تحفة الڪرام ۾ ڄاڻايل آهي ته، شاه بلڪل اُمي يا اڻ پڙهيل هو، پر سندس رسالي جي سرسري مطالعي مان ئي معلوم ڪري سگهبو، ته ائين بلڪل ڪين هو. جي ائين هجي ها، ته ميان نور محمد ڪلهوڙو ڪيس جلال الدين رومي جي مثنويءَ جو سونهري اکرن ۾ لکيل قلمي نسخو تحفي طور ڪيئن ڏئي ها؟ ڊاڪٽر ٽرمپ جو چوڻ آهي ته "اهڙي دعوي کي رد ڪرڻ لاءِ شاه جو ديوان ئي ڪافي ثبوت آهي، جنهن ۾ هن عربي ۽ فارسي زبانن جو اونهو محاورو ڏيکاريو آهي." مطلب ته شاه هڪ فاضل ۽ عالم شخص هو، جنهن ڪجهه تعليم درسگاه مان ۽ ڪجهه تعليم دنيا جي تجربي گاه مان حاصل ڪئي هئي.

ڊاڪٽر گربخشاڻي، رسالي جي مقدمي ۾ چوي ٿو، ته شاهه "عربي ۽ فارسيءَ جو عالم هو ۽ پنهنجي مادري زبان تي ڪيس ڪُلي ضابطو هو. نه فقط ائين، پر ٻين ٻولين سان پڻ ڪي قدر واقفيت هيس، جهڙوڪ بلوچي، سرائڪي، هندي ۽ پنجابي وغيره. ازانسواءِ سندس تاريخي معلومات به وسيع هئي. سنڌ توڙي هندستان جي ٻين ڀاڱن جي قصن ۽ ڪهاڻين وغيره جو به گهڻو اڀياس ڪيو ٿو ڏسجيس. قرآن شريف، مثنوي مولانا روم ۽ شاهه ڪريم جو رسالو اڪثر ساڻس همراهه هوندا هئا." هو عام ملن وانگر ڪين هو، جن لاءِ پاڻ چيو اٿس ته:

'پڙهيو ٿا پڙهن، ڪڙهن ڪين قلوب ۾.'

هن لاءِ فطرت هڪ وڏو درسگاهه هو، جنهن جي وهندڙ نهرن ۾ هن لاءِ ڪتاب، ته پنن ۽ پٿرن ۾ معرفت ڪردگار جا دفتر موجود هئا.

شاهه جي ننڍيءَ ٿهيءَ جا، ڪئين قصا ۽ ڪرامتون بيان ڪيون وڃن ٿيون، جي شايد سندس معتقد مريدن جون رائج ڪيل ٿيون ڀانئجن؛ پر ڪين ڪا به تاريخي تصديق ڪانه ٿي ملي؛ تنهن ڪري ويهن ورهن تائين سندس وڌيڪ احوال ڪونه ٿو ملي. شاهه صاحب جڏهن ويهن ورهين جو ٿيو، تڏهن ڪيس جيڪو مجازي عشق ٿيو هو، تنهن جو احوال هن ريت ڏين ٿا، ته انهيءَ ساڳيءَ ڪوٽڙيءَ ۾، جتي شاهه صاحب جن رهندا هئا، مرزا مغل بيگ نالي، هڪ سڪر ماڻهو رهندو هو، جنهن جو خانداني شجرو وڃيو چنگيز خان سان لڳي ٿو. مغل بيگ ۽ سندس سڄي ڪٽنب ۽ قبيلي جو؛ شاهه حبيب ۾ ڏاڍو اعتقاد هوندو هو ۽ سندس تمام گهڻي عزت ڪندا هئا. هڪڙي ڀيري مرزا مغل بيگ جي نياڻي، بيمار ٿي پيئي ۽ دستور موجب تعويذ ڦلُ ۽ دعا ڦيڻي لاءِ شاهه حبيب کي سڏايو ويو. اتفاقاً شاهه حبيب، انهي ڏينهن عليل هئڻ سبب نه وڃي سگهيو، تنهن ڪري شاهه عبداللطيف کي اوڏهين روانو ڪيائين. مغل نهايت سخت پردو ڪندا هئا ۽ حويليءَ ۾ ڪنهن به مرد ماڻهو کي، اچڻ ڪونه ڏيندا هئا؛ سو ڇوڪريءَ کي چادر ۾ ويڙهي سيڙهي کٽي وهاريائون. جيئن شاهه کي، ڇوڪريءَ جي آڱر ڦيڻي وجهڻ لاءِ هٿ ۾ ملي، تيئن عشق ڇيون ڏيڻ لڳو. شاهه امالڪ، ڇوڪريءَ تي اکن ڇڪن تي چوڻ لڳو، ته

"جنهنجي آڳ سيد هڻ ۾، تنهن کي نڪو لهر، نڪو لوڏو." مغل پرولي پڇي ويا؛ پر اوڏيءَ مهل، منٽي بہ مانٽ ۽ منٽي بہ مانٽ ڪري، سور پي ويا؛ پر پوءِ تہ اڇي ساداتن کي اچائي کنيائون. پيري مريديءَ واري واٽ تہ چڻي، پر هاڻي خصومت وجهي ويٺا ۽ تيسين ساہ نہ پٽيائون، جيسين ساداتن کي تنگ ڪري ڇنا نہ ڇڏايائون. هنن جي مظالمن ڪري سيدن کي لاچار ڪوٽڙيءَ مان لڏي وڃڻو پيو.

شاہ صاحب ويو هو مسيحا ٿي، پر موٽيو خود ڪنهن مرض ۾ مبتلا ٿي .لونءَلونءَ ۾، لالن جي لغار لڳي ويس. اتي اندر جي اُڌمن ڪيڻ ۽ بخارن چنڊڻ لاءِ، سندس لڪل شاعراڻو شعور پلٽجي پيو. ڪئين پيو بيت ڏيندو هو. ڳوٺ جي ماڻهن کي خبر پئجي ويئي ۽ سڄي شهر ۾ هر هنڌ اهو چرچو هلڻ لڳو. جتي چار ماڻهو گڏبا هئا، اتي اها پچار ڪندا هئا. مغل جڏهن اهي ڳالهيون ٻڌندا هئا، تڏهن هيڪاري پيا پچندا هئا، ڇو اسان کي ڪٿي بدنام ڪيو اٿس. شاہ جي نينهن جا نعرا، (سندس بيت) مغلن لاءِ نوڪدار نيزن جو ڪم ڪندا هئا . ٻئي ڌريون، پنهنجي پنهنجي نقطي نگاہ کان مجبور هيون: هڪڙي ڌر کي عميق عشق هو، تہ ٻئي کي اڻ لڀ عزت جو خيال. هرڪو مجبور ۽ لاچار هو. مغلن شاہ کي عشق جي راہ کان هٽائڻ لاءِ جيڪي ڪي حيلا ڪيا، سي بيڪار ثابت ٿيا . هنن جي ظلمن، شاہ کي عشق جي اڙانگي راہ کان هڪ قدم بہ پٺتي تہ ڪونہ هٽايو، بلڪل اٽلو بره جي باہ کي زيادہ ڀڙڪو ڪارايو. تن، من، دنيا ۽ ماسوا جو سماءُ نہ رهيس. جهنگلن ۽ برن ۾ ڏينهن جا ڏينهن پيو ڀٽڪندو هو ۽ بيت ڏئي دل ٺاريندو هو. هڪڙي لڳا، ڪنهن وڻ کي ٽيڪ ڏيو ويٺو هو ۽ محبوب جي خيال ۾ ايترو تہ محو ٿي ويو، جو ٿي ڏينهن لنگهي ويس ۽ اڌامندڙ واري ڪلهن تائين ڍڪي ڇڏيس. سندس والد، ڪيس ڳولي ڳولي اچي ڏسي، تہ اکيون پوريون پيون اٿس ۽ ڌڙ واريءَ ۾ دٻيو پيو اٿس. نهايت درد ڀريءَ آوز سان پڪاريائين، تہ:

"لڳي لڳي واءُ، ويا انگڙا لتجي."

شاہ عبداللطيف، پيءُ جو آواز سڃاڻي اُتر ڏنس تہ:

"پيئي ڪٿي پساہ، پسڻ ڪارڻ پرينءَ جي."

هڪ طرف جواني ديواني، ته ٻئي طرف عشق آرانپا ڪيا؛ سو شاه بره جي باه ۾ پچي لعل ٿي پيو. ڪڏهن قمر ڪي پرينءَ ڏي، قاصد ڪري اماڻيندو هو، ته ڪڏهن ڪانگل ڪي- سر ڪنيات ۾، جيڪي بيت آيل آهن، سي شايد هن وقت جا چيل ٿا ڏسجن. مطلب ته قوه جواني جي تيزاب تي، جيڪي عشق جا الا اچي پيا هئا، تن هڪ اهڙو ڀنيٽ ڀاريو جو ساري سنڌ روشن ٿي ويئي ۽ سنڌي ادب جو بهترين حصو پيدا ٿي پيو.

پٽ ڪي بيقرار ڏسي، شاه حبيب مغلن مان سڱ ڇڪيو، پر سندس سعيا سجايا نه ٿيا، تنهن ڪري شاه عبداللطيف ناميدي جي حالت ۾، جهنگ منهن ڏئي اٿي هليو. سچا سارا ٽي سال گم هو. ڪيڏانهن ويو هوندو، تنهن جو پرو سندن رسالي جي بيتن مان پئجي سگهي ٿو. شاه جو وطن جا وڻ ڇڏي، پرديس جا ڏک ڏاکڙا بر سر ڪنيا، تنهن جو ڪارڻ بيان ڪندي ٿو چوي، ته:

"بره مٿايس بر، نت سکي! ڪير سڏون ڪري؟"

جڏهن شاه ڳوٺان نڪتو هوندو، ته ضرور هالن ڪان شاهي سڙڪ وٺي، حيدرآباد ڏي رخ رکيو هوندائين، جتي گنجي ٽڪر وٽ سنياسي فقير مليا هوندس. انهي ڳالهه جي ثابتي سر ڪاهوڙيءَ ۾ درج ٽيل، انهن بيتن مان ملي سگهي ٿي، جن ۾ هن 'گنجي ڏونگر گام' جي تعريف ڪئي آهي، چي:

"پيو جن پرو، گنجي ڏونگر گام جو،
ڇڏي ڪيٽ ڪرو، لوچي لاهوتي ٿيا."

سنياسي، جيڪي هنگلاج يا لاهوت ويندا هئا، سي گنجي ٽڪر تي، ڪاليءَ جي مندر وٽ، اچي گڏ ٿيندا هئا تنهن ڪري شاه ڪي 'هنگلاج' ۽ 'لاهوت' وڃڻ جي خواهش به هتي پيدا ٿي هوندي. شاه ضرور هتي ١٢ ڏينهن رهيو هوندو، جو سر رامڪلي ۾، ڪاپڙي فقيرن سان ٻارهن ڏينهن جي صحبت جو احوال ڏنو اٿس. هن جيڪا انهن جوڳين لاءِ راءِ قائم ڪئي، سا ٻڌائيندي چوي ٿو، ته:

"مون سي ڏٺا ماءُ! جني ڏنو پرينءَ ڪي."

شاه دنيا کان اڳيئي بيزار هو، سو جو جوڳين ۽ سنياسي فقيرن جون ڳالهيون ٻڌيون هوندائين، سو ضرور نانيءَ (هنگلاج) وڃڻ جي سڌ ٿي هوندس. جوڳين کي اهڙي سنڌاڻي سفر جو سانباهو کندو ڏسي ٿو چوي، ته آئون پوٺو کين پوندس:

"مون ملاقات ان سين، جن پورب جي پچار،
اَئيئي پهر اُن جي، آهه نانيءَ ڏي نهار،
سامين ساڻ ستار! لاهوتي لعل تيان!"
(رامڪلي)

حيدرآباد ۾ هنگلاج هلڻ جي تمنا پيدا ٿي هوندس، پر پاٽمرادو هنن جي پنيان ڪاهي کين پيو هوندو. جوڳين کيس هلڻ لاءِ پڻ چيو ٿو ڏسجي؛ ورنہ شاه ڪونہ چوي ها، تہ:

"هلڻ جو هنگلاج ڏي، آديسين اُتوم."

جيڪي آديسي فقير، هنگلاج ڏانهن ويندا هئا، سي گيڙوءَ رتا ڪپڙا ڪندا هئا، تنهن ڪري ٿو شاه چوي:

"اڄ مليندس ماءِ، ڏاڄا ڪنديس ڪپڙا،
جيجان جوڳياڻي ٿيان، مُون کي جَهلِ مَ پاءِ،
هوت ٻروچي لاءِ، ڪَنين ڪُنَر پائيان."

اڄ تائين، شاه صاحب جي گيڙوءَ رتي ڪفني ٻنڊس درگاهه تي رکي آهي. شاه گيڙوءَ رتي ڪفني اوڍي، پيرين اگهاڙو، ڪاپڙين سان سفر تي سڌاريو هوندو، ڇاڪاڻ جو چوي ٿو، تہ:

"جتيون سي پائينديون، جن پيرَ پرين."

شاه صاحب، سامين سان هنگلاج وڃڻ لاءِ ڪهڙو رستو اختيار ڪيو هوندو، تنهن جو بہ رسالي مان پتو پئجي سگهي ٿو. حيدرآباد کان ڪراچي وارو رستو وٺي، اڇي ڪينجهر ڍنڍ وٽان نڪتو هوندو، ڇاڪاڻ جو هينئين بيت ۾ ڪينجهر ڍنڍ جي چشم ديد نظاري جو نقش ڪڍيو اٿس:

"هيڻ جر، مٿي مجر، پاسي ۾ وٽراهه،
اڇي وڃي وچ ۾ تماچيءَ جي ساءَ،
لڳي اُتر واءَ، ڪينجهر هندورو ٿئي."
(ڪاموڏ)

هن بيت جي پهرينءَ مصراع ۾ شاهه بيان ڪري ٿو، تہ هيٺيان جر (پاڻي) يعني ڪينجهر ڍنڍ آهي ۽ مٿي مجر (ڪنڌيءَ جو ٻور يا سڱرا) يعني 'هيلاين' واريءَ ٽڪري ۽ ڀرسان وٽراهہ (ٻيلو) يعني ڀر وارو جهنگ آهي. سر ڪارايل ۾ وري، جيڪي ڍنڍ جي ڪنڌيءَ تي گهمندي ڏٺو اٿس، تنهن جو بيان ڏنو اٿس. مطلب تہ، سياري ۾ 'ڪينجهر' جي ڍنڍ اُڪري، ٿئي ۾ آيل ٿو ڏسجي؛ جتان سهڻي ميهار جو قصو ٻڌي، ذهن نشين ڪيو اٿس. اتان اڳتي، ڀنڀور وڃي، سسئي پنهونءَ جي ڦوڙائي جو احوال حاصل ڪيو اٿس.

شاهه، جيترا بيت سسئيءَ متعلق چيا آهن: اوترا ڪنهن ٻي آکاڻيءَ ۾ سمجهائڻ لاءِ نہ چيا اٿس- سو ڇو؟ انهيءَ جا ٻہ سبب هوندا: (١) ٻئي، محبوب خاطر جهنگ جهاڳيندا ۽ ڏونگر ڏوريندا ٿيءَ وتيا. سسئي پنهونءَ لاءِ پنڌ ڪيا ٿي، تہ شاهه وري، هنيون حقيقت سان گڏئي، معرفت جي ماڻ سان ڏيساندر ڏوريا ٿي. ٻنهي ڪي، ڀنڀور تياڳي؛ يعني دنيوي تعلقات ترڪ ڪري، محبوب جو مشاهدو ماڻڻو هو. (٢)ٻنهي ڪي، منزل مقصود تي پهچڻ لاءِ، ساڳيو ئي گس هلڻو تي پيو؛ جنهن ڪري، شاهه، سسئيءَ جي ڏکن ۽ ڏاکڙن جو ذاتي تجربو ڪري، بيخوبي واقف ٿي، پاڻ کي سسئي تصور ڪرڻ لڳو هوندو. 'ڪيچ مڪران' وڃڻ لاءِ، سسئي ٻہ اهائي ساڳي واٽ ورتي هوندي، جيڪا شاهه هنگلاج وڃڻ لاءِ ورتي هوندي، شاهه اهڪن گسن ۽ اٽانگن لڪن لتاڙيندي، سسئي کي ڏاڍو داد ڏنو هوندو ۽ همدردي ڪئي هوندي.

ڀنڀور کان پوءِ هو ملير آيل ٿو ڏسجي، ڇاڪاڻ جو ملير جي مشهور مينديءَ جو ذڪر ڪندي ٿو چوي، تہ:

"لائيندس، لڱن کي مليرا ميندي."

ملير کان پوءِ ڪياماڙيءَ وٽ، جيڪو 'ڪلاچيءَ جون ڪُن' هو،

تنهن وقان اڳي لنگهيو ٿو ڏسجي، ڇاڪاڻ جو اتان 'مورڙي' مهاڻي جي ڳاله جهڙي، سر گهاتوءَ ۾ ان جو احوال ڏنو اٿس. انهي وقت اڃا ڪراچيءَ جو ڳوٺ ڪونه پيو هو. ڪراچيءَ جو شهر سن ١٧٢٩ع ۾ وسيو ۽ شاه، ٢١ ورهين جي ڄمار ۾، سن ١٧١٠ع ڌاري هنگلاج ويو هوندو.

ڪراچيءَ کان آديسي فقير، هڪ 'اڳوُنو' يعني سونهون يا اڳواڻ، ڪٺندا هئا، جو بيرق سميت، هڪ لٺ بيٺ سان ٻڌي، اڳيان هلندو هون، جنهن کي شاه 'بر جو بورائو' ٻه ٿو ڪوٺي:

"لکين لوڙائو، سهسين آهن سچ ۾،
بر ۾ بورائو، ڪڻ پيادي پاڻ سين."

ڪراچي کان هنگلاج، هڪ سؤ ويهن ميلن جي مفاصلي تي آهي؛ تنهن ڪري شاه، سٺ سميت منزلون طي ڪندو، اڳتي هليو هوندو. منزل کي، ڪراچي جا ماڻهو 'پاٽو' چوندا هئا. تنهن ڪري شاه، پهرين منزل تي خير سلامتيءَ سان پهچڻ لاءِ، آڳي در ٿو التجا ڪري، تہ:

"پهريون ئي پاٽو، سڦرو ڪرين سات کي!"

ڪراچيءَ کان هلي، سٺن ڪوهن تي، 'حب' نديءَ وٽ، پهريون پاٽو ڪيو هوندائين، جو حب نديءَ تي روجه ڏسي چوي ٿو تہ:

"روجه ڏنائين رات، هوت ڳوليندي حب ۾."

اڄ پيرن واري هرڻ کي، روجه چوندا آهن، جي ماڻهن جي ڊپ کان لڪي ڇپي رات جو، حب نديءَ مان پاڻي پيئڻ لاءِ ايندا هئا.

هن کان پوءِ- "ور وراڪا وچ ۾، لکين آڏا لڪ"- (سر ديسي) آهن، جن مان 'بريدي' ۽ پبن لڪن ڏانهن، شاه اشارو ڪري ٿو. اڳتي هلي، شاه 'وندُر' (هڪ نئن جو نالو) وٽ پهتو هوندو، جو سُرُ سَسئِي آبريءَ ۾ پڇي ٿو تہ:

"هيج نہ هوندو جن، سي ڪيئن وندر ويندي يون؟"

حب نديءَ کان، وندر ڏي ويندي، بريدي لڪ ۽ پوءِ 'ڪارڙي' ناڪو لنگهڻو پوندو آهي. انهيءَ ناڪي تي، لس ٻيلي جو حاڪم محصول وٺندو آهي، جنهن جو ذڪر بہ شاه جي رسالي ۾ ڪيل آهي.

وندرَ کان، اڳيرو هلبو تہ هڪ رڻ ايندو، جنهن ۾ پاڻيءَ جو ڦڙو بہ ڪٿي ڪونہ ٿو ملي سگهي ۽ ڇاڪاڻ تہ هن رڻ ۾، هڪ گرو ۽ هڪ چيلو، اڃ وگهي مئا هئا، تنهن ڪري انهيءَ رڻ کي، سڏين ٿا 'گرو چيلي وارو رڻ' هن رڻ مان لنگهندي، رڃ ۽ سڄ جو نظارو پسي، شاه ٿو سسئي جي واتان چورائي تہ:

"سرتيون! سُڄي سُڄَ، متان ڪا مون سين هلي،
پاڻي ناهِ، پَنڌُ گهڻو، اڳئا رائو رُڳي رُڃَ،
مُڇڻ مَري اُڃَ، ڪا ڏي پاراتو پرين کي."
(سر حسيني)

هن رڻ لتاڙڻ کان پوءِ، ضرور 'ڦورندي' اُڪري هونداڻين. اها ندي، هاڙهي جبل جي پڇڙيءَ وٽ آهي ۽ اهائي ساڳي ندي آهي، جنهن جي پاڻيءَ جي اُتل سببان، سسئي موٽي 'پپوٽي' ناڪي ڏي ويئي هئي. هن کان پوءِ هاڙهي جبل جا پيچرا، لتاڙيا اٿس ۽ واٽ نہ منجهڻ لاءِ ڏٽيءَ دران دعائون گهريون اٿس تہ:

"هلندي هاڙهو مَٿي، گسان تن مَ گُسان."
(سر معذوري)

هاڙهي جبل، جي اورئين پڪ واري، 'هنگول' ندي ۽ پَرئين پڪ واري، 'اگهور' ندي اُڪري، شاه 'هنگلاج' پهتو هوندو.

شاه هنگلاج کان پوءِ، سامين سان 'دوارڪا' ويو ٿو ڏسجي، جو چوي ٿو تہ:

"نانگا نانيءَ هليا، هنگلاجان هلي،
ديکي تن دوارڪا، مهيسين ملهي."
(سر رامڪلي)

هنگلاج کان موٽندي، شاه 'ننڍي' کان سنڌونديءَ وارو پٽڻ اڪري، ڪراچيءَ جي لاڙ واري پاسي، يعني 'مغل پيئين' طرف هليو هوندو، جو چوي ٿو تہ:

"ڪاري ڪيڙائو، مَتي مِني موٽيا"
(سر سامونڊي)

ڪارو ۽ منو پاٽي، ڪراچيءَ جي 'لاڙ' واري حصي ۾، سنڌو نديءَ جي ڇوڙ وٽ ٺي مليَ ٿو، تنهن ڪري اتي جو احوال، سر سامونڊيءَ ۽ سر سريراڳ ۾ ڏنو اٿس. جنهن مان سمجهجي ٿو ته شاه اتان ٺي لنگهيو هوندو. انهيءَ پاسي وڻج واپار جو احوال، مٿين ٻنهي سرن ۾ گهڻو آيل آهي. سامونڊين جي ڦوڙائي ۾، جيڪي سنڌن وهون ڇون ٿيون، تن جو بيتن ۾ بيان پڻ، هتي جي ماڻهن جي چشم ديد حالات تي مبني آهي. 'جادم جکري' جو جيڪو بيان ڏنو اٿس، تنهن جون حقيقتون پڻ، هتان هٿ ڪيون هونديون، جو چوي ٿو ته:

"جکري جهو جوان، ڏسان ڪونه ڏيه ۾."

(سر بلاول)

مغلڀيئن کان 'ڪاري' کاري اُڪري، 'لکپت' جي ڪڇ واري بندر تي پهتو هوندو. اتان 'ڀڄ' مان ٿيندو، 'هالار' ضلعي مان گهمندو، ڪڇ جو نار اُڪري، 'دوارڪا' پهتو هوندو. هالار ۾ ڪپڙو سنو رڳبو هو، تنهن جو ذڪر ڪندي چوي ٿو ته:

"رڇي جي ريتو ٿيا، ڪين اُپاتجن اوءِ،
ڪنب نه ڪاري تنهن ڪي، جو هالاري هوءِ،
توٽي ڏوبي ڏوءِ، ته به لالائي ان جي نه لهي."

(سر مومل راڻو)

اتان 'پوربندر' ويو هوندو، جنهن بابت دعا گهري ٿو ته:

"سيد سات سندوءِ پُربندر پهچائيين۔"

(سر سريراڳ)

سندس دعا اگهاڻي ۽ خدا جڏهن سندن ڇتر ڪي، ڇوهي کان رکي ورتو تڏهن۔ هو هن طوفاني تڙ کان اُڪري، 'جهوناڳڙه' ۽ 'گرنار' ويو هوندو ۽ اتان 'راءِ ڏياچ' جي سخا جي ساک ٻڌي، سر سورٺ جا بيت ٻڌا هونداءين. گرنار جي ٽڪريءَ جون پنج مکيه چوٽيون آهن، جن مان 'گورکنات' تمام اتاهين آهي، ۽ جنهن جو بيان ڏيندي شاه چوي ٿو ته:

"سامي ڇڏي سانگ، گڏيا گورکنات کي."

سر رامڪليءَ ۾ جن مندرن، غارن، غفائن ۽ جوڳين جي قسمن جي

بيان آهي، سي سپيئي هتي ڏسي سگهجن ٿا. گرنار کان ٿي، 'کنيات' کان هلي، 'گجرات' جا پٽ لتاڙي، وري هنگلاج ويو هوندو.

شاه وري ٻيو ڀيرو به هنگلاج ويو. پر هن ڀيري اُتي جون ريتيون رسمون پوريءَ طرح بجاءِ نه آندائين. جنهن ڪري جوڳين کان ڇڄي ڌار ٿيو. جوڳين جي جدائي جو گهڻو ارمان هوس، جو چوي ٿو ته:

"لکين ڪيا لسان سين لاهوتن لوڙا،
گهوڙا! ڙي گهوڙا! آءٌ نه جيئندي اُن ري."

شايد، سامين شاه کي رات جو ستل ڇڏي، گوهي ڏني ٿي ڏسجي. شاه صبح جو، آديسين کي آستان تي نه ڏسي، هنن جي پٺيان پيو هوندو. جوڳين شايد 'قلات' ڏي رخ رکيو هو، ڇاڪاڻ جو شاه کي شڪ هو ته ڪين ڪابل ڏي ويٺو هو، (وتان تو ويندا، ڪاپڙي ڪابول ڏي.) 'لس ٻيلي' ۽ 'قلات' جي وچ ۾، قلات رياست جو هڪ وڏو حصو آهي، جنهن کي 'جهلوان' ڪوٺيندا آهن. انهيءَ علائقي ۾ وڏا جبل آهن، جن جا نالا آهن 'جائو، جمر ۽ جر.' 'وٽڪار' جو ڳوٺ، وري لس ٻيلي جي اتر اڀرندي طرف، 'کير ٿر' جبلن جي قطار وٽ آهي. سامين جي پٺيان، شاه انهن تائين ضرور پهتو هوندو، جو چوي ٿو ته:

"وڏا وڻ وٽڪار جا جت، جائو، جمر، جر-"

جي شاه هن ماڳ کان اڳتي به ويجي ها، ته ضرور ڪنهن نه ڪنهن هنڌ، انهيءَ مڪان جو ذڪر ڪري ها، پر شاه جوڳين پٺيان فقط جائو تائين ويل ٿو ڏسجي، هتان هو اڪيلو موٽي، لس ٻيلي ۾ آيو هوندو، جتي 'سبر' سخيءَ جي هاڪ ٻڌي، بيت ٿو ڏي:

"ڏاتار ته تون، ٻيا مڙيئي مڱڻا،
مينهن منڌائتا وسڻا، سدا وسين تون،
جي گهر اچين مون، ته ميريائي مان لهان."

لس ٻيلي کان، شاه ڪراچيءَ موٽي آيو هوندو، جتان شايد 'لاهوت' ويو ٿو ڏسجي. لاهوت، ڪراچيءَ کان ڇٽيهن ڪوهن تي آهي، پر رستو نهايت خطرناڪ هوندو هو. واٽ تي برن ۾ بلائون ۽ جبلن ۾ چيتا هوندا هئا. چوڻ ۾ اچي ٿو ته، جنن ۽ ديون جو هتي واسو هوندو هو ۽ شاه بلاول

نالي بزرگ، جو قلندر شهباز جو همعصر هو، تنهن هي علائقو گوڪل نالي ديو جي چنبي مان ڇڏايو هو. شاه بلاول جي درگاه کان، ڏيڍ ڪوه اوريرو، 'پب' جبل جي پيٽ ۾، هڪ غار آهي جا صفي وانگر آهي، جنهن کي لاهوت سڏين ٿا. جبل تان لهي، صفي ۾ وڃڻ اوکو آهي ۽ هاڻي اتي لوه جي ڏاڪڻ لڳائي ويئي آهي. لاهوت واري صفي جي ڇت ۾، ڊِگهيءَ جي ٿڻن جهڙا پهڻ آهن، جن مان ڇون ٿا ته اڳي کير وهندو هو. هاڻي فقط پاڻي ڦڙا ڦڙا ٿي هيٺ ڳڙي ٿو. اُتي جي مجاور چيو، ته "لاهوت لامڪان، چوٿين آسمان تي آهي."

شايد، لاهوت کان موٽندي، وري ٻه ڪنيات ۽ گجرات کان ٿيندو، شاه وٽي ننگرپارڪر پهتو هوندو. هاڻي ڪيس ساٿيھ جي سڪ ستايو ٿو ڏسجي، جو چوي ٿو ته:

"ڏينهُون ڏينهن نئون، مُون کي وِرهُ ويڙيچن جو"-

ننگرپارڪر کان ڏيپلي وارو رستو وٺي، پراڻ جو پتڻ لنگهي، شاه سنڌ ڏانهن موٽيو هوندو. انهيءَ جي ثابتي، رسالي مان ملي سگهي ٿي. سر سارنگ ۾، شاه ننگرپارڪر لاءِ چوي ٿو، ته:

"ڊِٽ ڏِري ڀَٽِ پيئُون پاسي پارڪر،
سيئي ڀريا سَرَ، پلر جي پالوٽ سين."

(ٿر جا ٻه ڀاڱا آهن: هڪڙو ڊِٽ، يعني وارياسو ڀاڱو، ٻيو پٽ، يعني ڏادي زمين وارو حصو)

ننگرپارڪر کان پوءِ 'پاٽر' يعني سنڌ ۽ ڪڇ جي وچ واري ٿر ۾ ويو ٿو ڏسجي، ڇاڪاڻ جو اتي جي اصطلاحن، رسمن ۽ جاين جو ذڪر ٿو ڪري. اهو ٿر مارئي جي ملير کي بلڪل ويجهو آهي. انهيءَ ڪري مارئيءَ کان ٿو چورائي ته:

- "ستي سيئي ساريان، جي پاٽر جا پهنوار."-

جيڪي-

- "ڇڇڻان ڇيڪاريو ڇيڙلا، پٽين پهرائين"-

ٿر جي ڏاڪٽي ڀاڱي جون زمينون، ڇڇيون يا ڪلرائيون ٿي پونديون آهن ۽ برسات ۾ گوڏي جيڏي گپ ٿيڻ ڪري، مالدار اتان مال

ڪاهي پٽن، يعني ڏاڍين زمينن ڏانهن ويندا آهن. اهو اکين ڏٺو حال، شاه متئين مصراع ۾ بيان ڪيو آهي.

پاٽر کان هلي، 'ڪاروڙي' کان ٿيندو، پوءِ ملير ويو ٿو ڏسجي، جو ننگرپارڪر شهر کان ٻارهن ڪوهن تي آهي. ملير اکئين ڏٺو اٿس، تنهن جي ثابتي مارئي جو سر پڙهڻ مان پئجي سگهي ٿي؛ پر هن هڪ مصرع مان ته يقين ٿيو وڃي ٿو:

- "جوءِ ڪشادي جيڏيون! مليرَ مُوڪ مهاڙِ-"

'ڀالوا' جي ڳوٺ وٽ، ست لاڳيتيون ڀٽون آهن، جن جي اڳيان ڏهر ۾ ملير جو ڳوٺ آهي، جنهن جي مُهاڙي يا ويڪر حيدرآباد جي جيل کان اسٽيشن جيتري ٿيندي. اهو بيان متئين مصرع ۾ آيل آهي.

ملير کان پوءِ 'ويڙهي جهپ' ويو هوندو، جو ڏيپلي کان ٽن ڪوهن تي آهي، جو مارئي کان ٿو چورائي ته:

- "ڪاروڙيان ڪٽي، ويڙهي جهپ ويا"-

ويڙهي جهپ کان عمرڪوٽ ويو ٿو ڏسجي، جتي عمر مارئي نيئي بند ڪئي هئي. عمر ڪوٽ جي پرسان ميل سوا جي مفاصلي تي شاه 'مومل جي ماڙي' ڏٺي هوندي، جا انهيءَ وقت چڱي حالت ۾ هوندي، ۽ هاڻي زبون ٿي چڪي آهي. مومل راڻي جي ڪهاڻي، هتان جهڙي هونداٿين.

هتان 'ڪاٺر'، (ڪپري تعلقي جي ڳوٺ هٿونگي کان، عمرڪوٽ ۽ ڇاڇري تعلقن جي اتر واري ايراضي، جا وڃيو جيسلمير سان لڳي) لتاڙي جيسلمير پهتو هوندو. جيسلمير کان پنج ڪوه پري هڪ شهر آهي، جنهن کي 'لڊاڻو' سڏيندا آهن، جو ٽڪريءَ تي آهي. اهو لاه ڏسي اُٽ کي نيڪ صلاح ٿو ڏئي ته:

"ڪرها ڪارڻ ڪاه، توکي ڏٽين ڏاريو،
ساري ڏج سيد چي لڊاڻي تان لاه"-
(مومل راڻو)

ڪاڪ جي ڪنڌي، لڊاڻي واري ٽڪريءَ سان لڳي پئي آهي، تنهن ڪري شاه ڪاڪ جي ڪناري کي 'لڊوٽي ڪنڌئين' چاٽايو آهي.

شاه اتان وري 'ويڙهي جهپ' کان 'ڏيپلي' ۽ 'رحمڪي بازار' مان ٿيندو پُراڻ جو پٽڙ اُڪري پنهنجي ڳوٺ آيو ٿو ڏسجي. 'پراڻ'، پراڻي درياه جو نالو آهي، جنهن ۾ اڳي 'ڍوروناري' ڇوڙ ڪندو هو. هاڻي قليلي (واه) ٽنڊي محمد خان ۽ بدين تعلقن مان، وهندو، اچيو پراڻ سان گڏجي.

ٽن ورهين جي دراز وڇوڙي بعد، هاڻي شاه ويڙهيچن جي وِره جا واڪا ڪندو، پنهنجي ڳوٺ ۾ پهتو. شاه حبيب جنهن کي پٽ جي فراق بيحال ڪري ڇڏيو هو، سو وڇڙيل پٽ کي ملي ڏاڍو خوش ٿيو، ڇاڪاڻ ته الله سندس عرض اگهائي ورهين جا وڇوڙا لحظي ۾ لاهي ڇڏيا هئا.

متي ذڪر ڪيو ويو آهي، ته سفر وارن ٽن سالن ۾ شاه، نه رڳو فقيرن جون خصوصيتون جاچيون، پر مختلف ملڪن جون ريتون ۽ رسمون، جدا جدا ڪهاڻيون ۽ قصا، الڳ الڳ طبيعتن جي ماڻهن جا جذبا ۽ اُمنگ، نرمل نظارا ۽ عجيب آزمودا پرايا، جنهن ڪري سندس تجربي ۽ معلومات جو دائرو نهايت وسيع ٿي ويو. انهيءَ ڪري بيتن ۾ ٻه اهي ويهي درياه اوتيا اٿس، جو ان مان پاڻي پيئندي 'تونس' نٽي لهي. ڇا نه ويهي رسالي ۾ انساني امنگن جا نقش چٽيا اٿس! ڇا نه ويهي فطرت جي نظارن جون الفاظن ۾ تصويرون ڪڍيون اٿس!! شاه ڪاريگر ڪمانگر وانگر- مرُن، ماڻهن، ندين ۽ نارن، جهنگلن ۽ ٻيلن، جبلن ۽ برپٽن جون تصويرون ڪڍيون آهن. رسالو سندس تجربي جو تَتُ آهي.

سنائي سفر تان ڪوٽڙي ۾ آئي شاه کي اڃا ٿورو عرصو مس گذريو، ته ١١٢٤هجري مطابق سن ١٧١٣ع 'دَلَ' ذات جا ڪي چور، مرزا مغل بيگ جي قبيلي تي ڪاهي آيا. گهرن ۾ مرد ماڻهو موجود نه هئا، تنهن ڪري هنن کي ساڃي لڳي ويئي. اگر تگر اجڙ ڪري، سارو مال متاع ٻهاري راهي ٿيا.

مغل ماڳ تي موٽي اچي ڏسن ته 'ڪاريءَ وارا ڪڪ'، وڃايا پيا آهن. نيٺ هٿيار ٻڌي، سهي سنيري، چورن جي پنيان نڪتا. شاه عبداللطيف واٽ تي هنن کي ويندو ڏسي، پاڙي جي ننگ پاڙڻ ڪارڻ، پنهنجون خدمتون آڇيون، پر مغلن هڪ ٻه نه ٻڌيس. تنهن تي ٽيپي پاراٽو

ڏنائين تہ:

"بيگ تنهنجي بيگِي، ڪوٺڙيءَ ۾ ڪان،
اتم آس الله ۾، دلَ مارينئي مانَ."

ڪرامتن جي قائلن جي چوڻ موجب، فقيرن جو چوڻ ڪونہ گسندو آهي، سو مرزا مغل بيگ، وگر سوڌو دلن جي هٿان مارجي ويو. مرداني پهر مان مغلن ۾ فقط هڪ صغير ڇوڪرو، نالي 'گولو' وڃي بچيو. مغلن کي اڃي خيال ٿيو تہ اهو قهر، رڳو سيدن جي رنجائڻ ڪري ٿيو آهي، تنهن ڪري سيدن وٽ پيش پئي، ڪين پرچاياءُون ۽ اها ڇوڪري، جنهن جي چيچ شاه هٿ ۾ جهلي هئي، سا شاه عبداللطيف کي شادي ڪري ڏنائون. بيبيءَ جو نالو سيده بيگم هو، پر مريد ادب وچان، ڪيس تاج المخدرات (ستين جو ڇٽ) سڏيندا هئا. بيبي نهايت پاڪدامن، پرهيزگار ۽ پارسا هوندي هئي. جهڙو هو شاه ڀلارو، تهڙيائي هئي سندس بيبي ڀلاري. ٻنهي جي هڪ ٻئي سان محبت هوندي هئي.

شاه کي ڪو اولاد ڪونہ ٿيو. بيبي صاحبہ حاملہ هئي، تہ هڪ ڀيري شاه، پنهنجي فقير کي پري کان سهڪندو ايندو ڏٺو. پڇا ڪرڻ تي فقير عرض ڪيو تہ، "سائين بيبي صاحبہ کي اميدواري آهي، سو سندن پَلي ڪائڻ جي خواهش پوري ڪرڻ لاءِ، پري کان ڊوڙندو اچان ٿو." شاه کي اها ڳالهہ ڪين آئڙي، سوچيائين تہ "ابا! اهڙو اولاد ئي گهوربو، جو ڄمڻ کان اڳي ئي منهنجي فقيرن کي ٿو رلائي، ڄائو تہ الائجي ڪهڙا ڪلور ڪندو!" چون ٿا تہ بيبي صاحبہ کي ٻار ڪريئي ٿيو ۽ وري اولاد ڪونہ ٿيس.

جڏهن شاه کي مجازي عشق جي چيڀٽ لڳي هئي، تڏهن سندس اندر جي حالت ڦري ويئي هئي، جنهن جو مٿي ذڪر ڪيو ويو آهي. مجازي بره جي باه ۾، شاه رچي رڌو ٿيو، تہ الاهي عشق جي منزل شروع ٿي. مجازي عشق پنهنجو ڪم پورو ڪري، لاڪيٽي لعل کي گس لائي ڇڏيو. هو شاديءَ کان اڳ ۾ ئي، روحاني راه جون ڪي منزلون طي ڪري چڪو هو، سو شاديءَ بعد ڪتي ٿو پوئتي هٽي. شادي ڪرڻ کان پوءِ، شاه جي زندگي هموار ٿي پيئي. ڪجهہ وقت بيتن ڳائڻ ۽ ٿاهڻ ۾ صرف

ڪندو هو ته ڪجهه وقت رياضت ۽ عبادت ۾. سند وات مان بيت ريلا ڏيو پيا نڪرندا هئا. تڪلف ۽ تصنع جو، سندس ڪلام ۾ ذرو به ڪونهي. هڪ اندر جي اُڇل آهي، هڪ روحاني راز آهي، محض ايقان آهي. رڳي رڳي سندن روح جون رڳون تنبوري جي تارن جيئن، وڄنديون هيون:

"رڳون ٿيون رباب، وڄن ويلَ سَيَڪَهِين"

شاه صاحب وٽ، جيڪو سماع لڳو پيو هوندو هو ۽ جنهن ڀاڀيس سان، هو آئي وئي سان صحبت ڪندو هو، تنهن سندس هاڪ هر هنڌ ڦهلائي ڇڏي ۽ ڪٿان ڪٿان جا ماڻهو مريد ٿيڻ لاءِ کِهي وٽس ايندا هئا. ويجهي ڇڪ ۾ رهندڙ پيرن ۽ مشائخن کي اها ڳالهه نه وڻي. شمس العلماءِ قليچ بيگ، شاه جي دشمنن جو احوال ڏيندي چوي ٿو، ته "انهن مان هڪڙا هئا، هالن واري پير مخدوم نوح جو اولاد، ۽ ٻيا هئا متيارين وارا آجناڻي سيد، جي خود شاه جا عزيز خويش هئا ۽ ٽيون سنڌ جو حاڪم، ميان نور محمد ڪلهوڙو (١٧٧٨ــ ١٧٥٥) . انهن ٽنهي ڌرين شاه کي گهڻو ستايو، پر جنهن جو "الله واهي، تنهن کي ڪوه ڪريندو پير يا سپاهي."

شاه عبداللطيف کي، پنهنجي ڏاڏي شاه ڪريم جي مقبري ٺهرائڻ جو خيال ٿيو. ڪاشيءَ جي سرن آڻڻ لاءِ پاڻ ملتان ويو، جتان واپس ٻيڙيءَ ۾ اچي، 'خداآباد' (ڪلهوڙن جي گاديءَ جي هنڌ) وٽان لنگهيو ۽ اتي ساهي پٽڻ لاءِ لنگر هنيائين. شاه جي اچڻ جو ٻڌي، ماڻهن جو بهيرون قدم بوسي لاءِ پي آيون. ميان نور محمد ڪلهوڙي به، پنهنجي طرفان هڪ قاصد هٿان، موتين جي معجون جي دٻلي، نذراني طور ڏياري موڪلي. شاه دٻلي وٺي درياه ۾ اڇلائي ڇڏي ۽ قاصد کي نياپو ڏنائين، ته "ميان صاحب کي سلام ڏج ۽ چئج ته، "جي توهان جي سوغات فقط اسين کائون ها، ته فقط اسان کي فائدو پهچي ها، پر هاڻ پل ته عميق ۾ جيڪا مخلوق آهي، سا به فيض پرائي." چون ٿا ته، اوڏي مهل ئي اتان مٿل مڇيون سطح تي ترنديون ڏسڻ ۾ آيون.

هن کان پوءِ ٿورن ڏينهن ۾، شاه قبو اڏرائي راس ڪيو، جنهن کان

پوءِ، ميان نور محمد ڪلهوڙي کيس دعوت ڪئي، جا هن قبول ڪئي. واپس موٽڻ وقت ميان، شاه کي هڪ سرڪش گهوڙي، سونن سنجن سان سينگاري، تحفي طور ڏني. شاه جيئن لانگ ورائي چڙهيو، تيئن گهوڙيءَ وٺي ڪڏايس: شاه لغام ڍرو ڪري، گهوڙيءَ کي جا اڙي هنئي، سا مينهن واءُ ٿي، وٺي اُڏاڻي. مريد فقير گهٽوئي پٺيان پيس، پر گهوڙي نظر کان غائب ٿي ويئي. ٿوري مدت بعد، شاه گهوڙي آڻي، ميان نور محمد جي اڳيان جهلي. سڀ عبرت ۾ پئجي ويا. ميان ڏاڍو پشيمان ٿيو ۽ چون ٿا ته، پوءِ سندس چڱو وڏيو مريد ٿي پيو، گلان ڪيجريءَ مان، کيس جيڪو غلام شاه، پٽ ڄائو هو، سو به شاه جي دعا سان ڄائو هو.

شاه نويڪلائي پسند ڪندو هو، تنهن ڪري ڪوٽڙيءَ ۾ سک نٿي آيس. ويجهي چڪ ۾، نون هالن کان، ٻن ڪوهن جي مفاصلي تي، هڪ زمين جو ٽڪرو ٽڪيائين. انهيءَ زمين جي ٽڪر جي آسپاس، واريءَ جا دڙا، ڪيڙن جون ويڙهيون ۽ ڪرڙن ۽ ڪنڊن جا جهڳٽا هئا. پرسان ڪراڙ نالي ڍنڍ ۽ ٻيا پاٽيءَ جا ڍبا ۽ ڍبيون هيون. انهيءَ مڪان کي، سڏيندائي ڀٽ هئا، يعني واريءَ جو دڙو. شاه انهيءَ ويراني کي وسايو. پهريائين فقيرن سان گڏجي، ڪجهه پنڌ تان چيڪي مٽي، مٽي تي کٽي آڻي، واريءَ مٿان وجهندو هو، پوءِ آهستي آهستي، هڪ جهوپڙو پنهنجي لاءِ، حويلي والدين لاءِ ۽ ڪروت يعني ننڍي مسجد، نماز لاءِ اڏرايائين. حدون مقرر ڪري، فقيرن کي جهوپڙين جوڙڻ لاءِ ارشاد ڪيائين. مطلب ته ڀٽ جي ويراني ۾ نئون ڳوٺ ٻڌجڻ لڳو.

شاه اڃا ڀٽ جو ڳوٺ ئي ٻي ٻڌايو، ته ڪنهن قاصد اچي ٻڌايس ته، توهان جو والد، هل هلان ۾ آهي ۽ چيو اٿس ته:

"ڪنهن جنهن نيهن نَنڍاه، جي مون واجهائيندي نه ورو،
جيڪي مُئي ڪنداه، سو جانبَ ڪَرِهو جيئري.

شاه عبداللطيف قاصد کي چيو، ته "اجهو ٿو اچان، پر هي بيت ابي کي اُتر ڪري ڏج: ،

"متان ٿِيين مَلُورُ، ڪِينَ اڳاهُون آهيان،
ڏسڻ ۾ ڪَرَ ڏُور، حَدَ ٻنهي جي هيڪڙي."

پُٽ جي پيغام پهچڻ بعد، شاه حبيب جي دل کي آٿت آيو ۽ اکيون پوري، وڃي حبيب سان واصل ٿيو. شاه حبيب جي وفات جي تاريخ، محمد صادق نقشبنديءَ جي عربي مصرع مان سن ۱۱۵۵ هجري، مطابق ۱۷۴۲عيسوي نڪري ٿي. هن وقت شاه جي عمر ٦٣ ورهيه ڪن هئي.

شاه کي پنهنجي پيءُ جي وفات ڪري، گهڻو صدمو پهتو هو، سو ڪوٽڙيءَ مان ٽپڙ کڻي، اچي اتالي سميت پٽ وسايائين. هاڻي سندس هاڪ هر هنڌ پئجي ويئي. مختلف هنڌن تان، ماڻهو سندس زيارت لاءِ پٽ ڏانهن اچڻ لڳا. ڪيترائي استاد راڳيندڙ ۽ گويا، هندستان جي جدا جدا حصن مان اچي نڪتا- اٽل ۽ چنچل نالي، دهليءَ جا ٻه مشهور راڳيندڙ ڀ اچي اتي سهڙيا. سارو ڏينهن سرود ۽ سماع لڳو پيو هوندو هو ۽ شاه پاڻ ٻ، پنهنجا مرتب ٿيل بيت ۽ ڪافيون ڳائيندو هو.

پڇاڙيءَ واري وقت ۾، شاه کي ڪربلا جي زيارت ڪرڻ جو شوق جاڳيو. سنيري نڪتو، ته واٽ تي هڪ ولايت جو صاحب، مريد گڏيس- جنهن حال پروڙي عرض ڪيس ته، "قبلا هي ڇا؟ ماڻهن کي چوندا وتو ته ڪفن دفن ٻه پٽ ۾ ٿيندو ۽ هاڻ هليا آهيو هيڏي وڏي سفر تي." شاه کي هي لفظ دل سان لڳا، سو موٽي پٽ ڏانهن آيو. اتي پهچندي ڪارو ويس ڪري، سر ڪيڏاري وارا بيت ڏيڻ لڳو. چون ٿا ته اهو سندس آخري ڪلام هو. هڪ ايڪيهو ڪڍيائين، جنهن بعد وهنجي سهنجي، چادر اوڍي، مراقبي ۾ ٿي وينو ۽ فقيرن کي سماع ڪرڻ جو اشارو ڪيائين. ٽي ڏينهن برابر سماع پيو هليو. آخر راڳ بند ڪري، فقير شاه جي ويجهو وڃي ڏسن، ته شيءِ وڃي ڌڻيءَ کي پهتي آهي. اها سن ۱۱٦۵ هجري، مطابق سن ۱۷۵۲ع صفر مهيني جي چوڏهين تاريخ هئي، جنهن تاريخ تي هر سال پٽ ڌڻيءَ جي روضي تي ميلو لڳندو آهي.

ميان غلام شاه ڪلهوڙي، سن ۱۱٦۷ هجري، مطابق ۱۷۵۴ع ۾، ڀلاري پٽ ڌڻيءَ تي قبو ٺهرايو. قبي جي دروازي تي ڪيترا فارسي بيت اڪريل آهن، جن مان، ابجد جي حساب سان، سندس وفات جي تاريخ ملي ٿي. انهن مان، محمد پناه 'رجا' جا ٺاهيل ٻه بيت هيٺ ڏجن ٿا:

(١) گفت این رجا مرید سِنّ ارتحال پیر،
گردیده محوِ عشق، وجودِ لطِیفِ میر،
(٢) زد نعره در فراق، دگر کرد سینہ چاک،
شد محو در مراقبہ، جسمِ لطیفِ پاک.

جيڪا مسجد، قبي جي اتر طرف آهي، تنهن جي پٽ تي، جيڪي بيت، نقش ٿيل آهن، تن مان پوين ٻن لفظن 'رضوان حق' مان شاه جي وفات جي تاريخ پڻ ملي ٿي.
سڄو بيت هي آهي:

"شاه صاحب، ذوالمناقب، سيّدي عبداللطيف،
آنکہ قطبِ وقتِ خود، بودست در مردانِ حق،
چون ز جامِ 'ارجعي'، مخمورِ نوشِ وصل شد،
گفت ملهم غیب سالِ رحلتش رضوانِ حق."

## فصل-٣

# شاهه جي سيرت ۽ مذهب

شاهه عبداللطيف جي منهن مان، نور پيو بکندو هو ۽ اکيون هميشه مشعل وانگر پيون ٻرنديون هيون. مڙس نهايت ڏيا وارو هو،ڳالهائيندو ٻولهائيندو، نهايت خلق ۽ فضليت سان هو، جنهن ڪري سڀ ڪو سندس ادب ۽ احترام ڪندو هو. ورو يا وڳنڊ نالي فقير ڪان سواءِ، ٻئي ڪنهن سان، چرچو گهڀو ڪين ڪندو هو، وڳنڊ تي چيل ظريفانا بيت، سر بلاول ۾ درج ٿيل آهن.

شاهه سادو کائيندو ۽ سادو هنڍائيندو هو. انگ تي گيڙوءَ رتي ڪفني، مٿي تي ڏگهي جمني ٽوپي، جنهن تي ٻه، ٽي وراڪا ڪپڙي جا ويڙهيندو هو، پير اڪثر اگهاڙا ۽ هٿ ۾ هڪ لنبي لٺ کڻندو هو، جنهن جو مٿو، جوڳين جي بيراڳڻ جهڙو هوندو هو. ڪاڏي پيتي لاءِ، وٽس هڪ وڏو ڪشتو يا ڪنچڪول هوندو هو. اهي سندس هٿن جون سيئي نشانيون، اڃا تائين درگاهه ٿي رکيل آهن.

شاهه ڏاڍيون رياضتون ڪندو ۽ تن کي تسيا ڏيندو هو. کائيندو ٿورو ۽ سمهندو گهٽ هو. هڪ لڱا، فقيرن شڪايت ڪئي، ته پٽ تي ڏاڍا مڇر آهن. پاڻ فرمايائون، ته "ابا! مڇر ته توهان جا سڄڻ آهن، جو اوهان کي غافل ٿي سمهڻ نٿا ڏين ۽ اوهان کي هدايت ٿا ڪن ته سستي ڇڏي، اٿي الله سان اوريو." ڪڏهن به پاڻ تڪليفن جي شڪايت ڪانه ڪندو هو. جيئن مشڪلاتون وڌيڪ وڪوڙينديون هيس، تيئن وڌيڪ وهسندو هو. شاهه نهايت نهٺو ۽ نماڻو هوندو هو، رحمدل به ڏاڍو هو. پکين تي به ڪهل ايندي هيس. شڪارين کي هڪ بيت ۾ ٿو پاراتو ڏئي:

"ماري مرين شال، ڏِٻَ وَڃَنِئِي ڏِٻِيُون!"

راڳ ته، شاه جي جيءَ جو جياپو هو، ۽ ساه به سماع ٻڌندي ڏنائين. هن بدعت کان منع ڪرڻ لاءِ، ڪيس ڪيترن چيو، پر پاڻ وري ورائيندو هون، ته "منهنجي دل ۾، الاهي محبت جو اسريل وڻ، راڳ جي پاڻيءَ کان سواءِ سڪيو ٿو وڃي. جيتوڻيڪ اهو پاڻي پليت آهي ته به انهيءَ وڻ کي سڪڻ کان بچائي ٿو."

شاه ڏاڍو پرهيزگار هوندو هو. زال ذات کان پاسو ڪندو هو، ايتري قدر جو ڪنهن فحش عورت جو راڳ به ڪونه ٻڌندو هو. ڳالهه ڪيجريءَ کي سو نوازي سنڌ جي پٽ راڻي ڪري ڇڏيائين. ڪيس اولاد جي درڪار ڪانه هئي. چوندو هو، ته "منهنجا فقير منهنجو اولاد آهن."

مطلب ته، شاه جي رهڻي توڙي ڪهڻي، تعريف جوڳي هئي:

"منهن ڏٺائين ماڙهين، هنيون ڏٺائين هوت"

شاه هڪ سچو ۽ پڪو موحد مسلمان هو. فرقہ پرستيءَ کان پري، الله جي ياد ۾، شريعت جي پابنديءَ ڪندي، زندگي بسر ڪيائين. سماع کان سواءِ سندس ٻي ڪابه بدعت ڪانه ٿي ٻڌجي. جيڪڏهن ظاهري مسلماني پيرئون نه پاري ها، ته وقت جا ملا ۽ مجتهد مٿس ضرور تعزيرون ڪن ها. شاه روزا رکندو ۽ نمازون پڙهندو هو. مسجد پنهنجي هٿن سان پورهيو ڪري جوڙائي هئائين. تسبيح پڙهندو هو ۽ سيڪو ڪيس صوفي ٿو سڏي. ڪوبہ صوفي، تيسين سچو صوفي نه آهي، جيسين شريعت جي پابندي نٿو ڪري. شاه به انهي قسم جو صوفي هو. اڄ ڪلهه جو ڀنگوڙائي يا نات نوش ڪندڙ صوفي ڪونه هو.

شاه سيد هو، نبيﷺ جن جي اولاد مان هو. شيعن وانگر حضرت علي ۽ سندس آل کي گهڻو گهرندو هو، عاشورن ۾ امامن لاءِ ماتم ڪندو هو، پر سينه ڪوبي ڪانه ڪندو هو. ڪربلا جي زيارت لاءِ سنيري نڪتو هو ۽ ڪيڏاري جي سڄي سر ۾، امامن جي الفت ۾ آهون ۽ دانهون ڪيون اٿس: پر سنين وانگر، هٿ ٻڌي پنج وقت نماز ادا ڪندو هو. چئني يارن جي تعريف ڪندو هو، ٽن خليفن جي ڪڏهن به گلا ڪانه ڪندو هو ۽ هڪ ڀيرو حج لاءِ پڻ سنيريو هو. هڪ ڀيري ڪنهن

ڪانئس پڇيو تہ: "سائين! توهين سني آهيو يا شيعا؟" پاڻ وراڻي ڏنائين، تہ "ابا! آءٌ ٻنهي جي وچ ۾ آهيان." تنهن تي سوال ڪندڙ چيو، تہ "انهن ٻنهي جي وچ ۾ تہ ٻيو ڪي ڪين آهي." شاہ جواب ڏنس تہ: "آءٌ آهيان بہ اهو ڪي ڪين."

شاہ جي مذهب جا ٻہ پهلو هئا: هڪڙو حقيقي ۽ ٻيو مجازي، هو ظاهري طرح شريعت جو پورو پابند هوندو هو، پر جڏهن 'عروج' جي حالت ۾ ايندو هو، تڏهن روحانيت جي رستي، پنهنجي خاوند سان اهڙو محو ٿي ويندو هو، جو دنيا ۽ ماسوا کان بي خبر ٿي پوندو هو. خدا جي وحدانيت کان سواءِ انهيءَ مهل ٻيو ڪي بہ ڪين نظر ايندو هوس، گويا الله سان هڪ ٿي ويندو هو. ماڻهن کان اهو راز پيو لڪائيندو هو ۽ هميشہ اهو انديشو هوندو هوس، تہ متان ماڻهو منهنجون رمزون پروڙي نہ سگهن ۽ وڃي گمراهيءَ جي کن ۾ ڪرن. صوفيانہ اصطلاح ۾ پهرين حالت کي شريعت ۽ ٻي حالت کي طريقت چئبو آهي. روح جي ارتقاءَ لاءِ اهي ٻئي حالتون ضروري آهن. هڪڙي حالت فراق جي آهي تہ ٻي وري وصال جي. شاہ الاهي جمال جو جلوو هر هنڌ پسي، الاهي عشق جي عميق ۾ غوطا هنيا ۽ روميءَ جي رمز پروڙي، ان تي عمل ٿي ڪيو، جنهن موجب:

"ملت عشق، از همہ دينها جداست،
عاشقان را مذهب و ملت خداست."

## فصل-۳

# شاه جون شاعرائيون خوبيون

شعر لفظ شعور مان نڪتو آهي، جنهن جي معنيٰ آهي، 'ڄاڻ.' پاڪ خيالن جو ترجمان ليکي، ڪيترن بزرگن، شعر کي 'الهام' ڪوٺيو آهي. رومي چوي ٿو تہ:

'شاعري جزويست از پيغمبري.'

جيڪا ڳالھہ ڳولا ۽ ڪوشش کان سواءِ انسان جي دل ۾ پيدا ٿئي، سا آهي الهام. اهڙي شعر جي قسم کي، ادبي اصطلاح ۾ 'آمد' چوندا آهن. يورپ منجهہ، اڳئين زماني ۾، شاعر ۽ نبيءَ جي وچ ۾ ڪو گهڻو فرق ڪونہ ليکبو هو. ٻنهي کي هڪڙي نالي، يعني 'وهيٽز' سان سڏيندا هئا. درحقيقت، سچو شاعر ۽ نبي، ٻئي الاهي اسرار ۾ مستغرق آهن: ٻنهي کي پالڻهار جي ڏکي پرولي ٻجهڻ جي ڳتي آهي. شاه نبي سو نہ آهي؛ باقي ولي بيشڪ آهي. شاه کي فقط شاعري جو درجو حاصل نہ آهي، پر سندي، ڪيس وليءَ جو ممتاز مرتبو ڏين ٿا۽ ڪيس تلاميذالرحمان (خدا جو شاگرد) سمجهن ٿا. شاه جو هر هڪ سر الاهي عشق جو دفتر ۽ خداشناسيءَ جو مخزن آهي. سندس ابيات شعر ۽ شاعري نہ، بلڪ آيات عشق الاهي آهن. شاه جي ڪلام کي الهام چئي سگهجي ٿو، ڇاڪاڻ جو:

"جي تون بيت ڀائيين، سي آيتون آهين،
وڃيو من لائين، پريان سندي پار ڏي."

شعر ۾، هڪڙا هوندا آهن خيال ۽ ٻيا الفاظ. انسان جي دل جون عجيب ڪيفيتون، يا جيڪي جذبات، جهڙوڪ غم، خوشي، راحت يا حيرت- دل ۾ اپرن ٿا، تن کي تز الفاظن ۾ ظاهر ڪري، پڙهندڙن جي دل ۾ ساڳيائي اهڙا احساسات پيدا ڪرڻ- اهو شاعريءَ جو اعجاز- ان

جو صحيح مقصد بہ اهوئي آهي. شاه جي ڪلام ۾، جهڙا آهن خيال عميق ۽ مائيدار، تهڙا آهن الفاظ عمدا ۽ معنيٰ دار. معنيٰ توڙي الفاظن جي لحاظ کان شاه جو ڪلام عمدو شعر آهي، مثلاً:

"مرڻا اڳي جي مئا، سي مري ٿئا نہ مات،
هوندا سي حيات، جيئڻا اڳي جي جئا."

علم عروض جي عالمن جو فيصلو آهي، تہ وزن ۽ قافيو شعر جا ضروري جزا آهن. شاه واري وقت ۾، شعر ايراني يا عربي وزن تي ڪونہ ٺهندو هو. وزن جي عيوض شعر، راڳ جي ماترائن تي ٻڌبو هو. مطلب تہ وزن يا راڳ جي ماترائن ۽ قافيي کان سواءِ شعر، شعر نہ آهي. شاه جي ڪلام ۾ اهي ٻئي وصفون آهن. سندس ڪلام ڏوهيڙن ۾ آهي، سندس بيت هندستاني طرز تي، علم موسيقي جي ماترائن موجب، آواز جي ڊگهائي ۽ گهٽتائيءَ تي، قافيي سان ٺهيل آهن، جن جو مڪمل مزو يا حظ بيت ڳائڻ سان وٺي سگهجي ٿو. جيتوڻيڪ شاه، عربي علم عروض ۾ پليءَ پٽ پڙ هو، تڏهن بہ عربي بحر ۽ وزن جو نقل نہ ڪري، ديسي طريقو اختيار ڪيو اٿس.

'ڏوهيڙو' لفظ دوهي مان نڪتو آهي، جنهن جي معنيٰ آهي 'ٻيٽو'، يعني مثنوي. ڊاڪٽر گربخشاڻي جو چوڻ آهي تہ، "هر هڪ دوهي ۾ ٻہ ٻہ مصرعون هئڻ گهرجن، جن جي پڇاڙيءَ ۾ ساڳيو قافيہ هئڻ گهرجي. هرهڪ مصرع ۾ ٻہ پد (حصا) هئڻ گهرجن. انهن چئن پدن مان، پهرئين ۽ ٽئين پد ۾، تيرهن ماترائون هئڻ ضروري آهن ۽ باقي ٻئي ۽ چوٿين پد ۾، يارهن يارهن ماترائون؛ دوهي ۾ ڪل اڻيتاليھ ماترائن مان، گهٽ ۾ گهٽ چار ضرور چوٿيون هئڻ گهرجن، باقي چوئيتاليھ ماترائون ڊگهيون هجن يا چوٿيون، تہ حرڪت نہ آهي."

قاضي قاضن ۽ شاه عبدالڪريم جو ڪلام پڻ 'دوهو' وزن يا دوهرن ۾ لکيل آهي، پر شاه هن طرز ۾ بہ گهڻيون عمديون تبديليون آنديون. شاه ٻن ٻن مصراعن، وارن بيتن سان گڏ، ٽن ٽن، چئن چئن، بلڪ وڌيڪ مصراعن وارا گهڻا بيت چيا. شاه ٻئي ۽ چوٿين پد جي پڇاڙيءَ ۾ قافيہ وجهڻ جي عيوض، پهرين ۽ ٽئين يا ٻئي ۽ ٽئين پد ۾

قافيہ وڌو. پدن ۾، ماترائن جو عدد پڻ، شاهہ مختلف رکندو آيو آهي. انهن ڦيرين گهيرن ڪري، بيتن ۾ وڏيڪ پختگي ۽ ميناج پيدا ٿيو آهي. شاهہ ڪنهن بيت جي پهرين يا پوئين مصراع جو اڌ، ڪيترن بيتن ۾ وري وري آڻي يا فقط مصرع جو هڪ لفظ ڦيرائي يا فقط ٻن لفظن جي پاڻ ۾ جاءِ مٽائي؛ يا هڪڙي لفظ بدران ٻيو ساڳي معنيٰ وارو لفظ آڻي، سڄي بيت جو قافيو بدلائي ٿو، سو هيڪاري سندس شعر کي سوادي ڪيو ڇڏي. مطلب تہ شاهہ ڪنهن جي بہ تقليد نہ ڪئي، پر پنهنجو نئون ۽ عمدو طريقو ايجاد ڪري، هڪ نئين راهہ ڳولي ڪڍي.

شاهہ جي ڪلام ۾، بيتن کان سواءِ، هر هڪ سر پٺيان هڪڙي وائي اچي ٿي، جنهن ۾ ٽن چئن تڪن واريون مصراعون آهن ۽ هڪڙو ٿلهہ اٿس، جو سيڪنهن مصرع جي پٺيان ورجائي ڳائبو آهي. شاهہ جي بيتن واري شعر جو نمونو گهڻي وقت کان سنڌ ۾ رائج هوندو هو، جو ڀَٽ فقير ڳائيندا هئا. انهن کي لوڙائو ڪري چوندا آهن. هندستاني گويا، ڪافي يا غزل يا ٺمري ڳائڻ کان اڳي، ڏوهيڙا ڏيندا هئا. هي طريقو سنڌين بہ اختيار ڪيو. هو ڏوهيڙا يا لوڙائو ڏئي، راڳڻي ٻڌي، پوءِ ڪافي يا وائي چوڻ لڳا. اهو عمدو رواج، شاهہ وٽ ٿيندڙ سماع جي مجلسن مان، سنڌ ۾ رائج ٿيل ٿو ڏسجي. شاهہ جي 'وائي' ڪافي يا ٺمري جو نمونو آهي، جو انهن جي بدران ڳائبو هو.

ارسطوءَ جي راءِ موجب، محاڪات، يعني مصوري يا نقش نگاري، شعر جو روح آهي. ادب جي ٻين عالمن جو ارشاد آهي، تہ تخيل ئي شعر جو روح آهي. حقيقت ۾ محاڪات ۽ تخيل، ٻئي شعر جا اهم ۽ لازمي جزا آهن. محاڪات جي معنيٰ آهي، ڪنهن شيءِ يا حالت جو اهڙي طرز سان بيان ڪرڻ، جو انهيءَ جي تصوير پڙهندڙ يا ٻڌندڙ جي اکين اڳيان تري اچي. محاڪات، الفاظن ۾ فوٽي ڪڍڻ جو فن آهي. تخيل وري ايجاد جي قوت جو نالو آهي. جنهن جي مدد سان شعر، سامعين جي جذبات ۾ جنبش پيدا ڪري ٿو. شاهہ جي ڪلام ۾، اهي ٻئي خصوصيتون موجود آهن.

شاهہ، محاڪات جو ماهر آهي. شاهہ جي نقش نگاري، هر هڪ بيت

مان ڇُلڪي رهي آهي. جيڪڏهن ڪو چاهي، ته بيت ته بجاءِ خود، پر هرهڪ مصرع جي موضوع تي تصوير ڪڍي سگهي ٿو. (اميد ته ڪو اهڙو شائق نڪرندو، جو شاه جي بيتن جون تصويرون ڪڍائي شايع ڪرائيندو.) شين ۽ دلي ڪيفيتن جو چٽ چٽڻ، ته ڪو شاه کان سکي. ٿرن ۽ ٻرن، ڏکن ۽ ڏونگرن، درياه ۽ سمنڊ جي خطرن جون، اهي اهي تصويرون ڪڍيون اٿس، جو ڏندين آڱريون اچيو وڃن. ڪوبہ ڪمانگر، اهڙو نقش مشڪل ڪڍي سگهندو، جهڙو سر سهڻيءَ ۾ شاه درياه جي دهشتناڪ صورت جو ڪڍيو آهي:

"دهشت دم درياه ۾ جت جايون جانارن،
نڪو سنڌو سير جو، مپ نہ ملاحن،
درندا درياه ۾، واڪا ڪيو ورن،
سڃا ٻيڙا ٻار ۾ هليا هيٺ وڃن،
پرزو پيدا نہ ٿئي، تختو منجهان تن،
ڪو جو قهر ڪنن ۾، ويا ڪين ورن،
اتي اڻ تارُن، ساهڙ! سير لنگهاءِ تون."

ڪوبہ نقاش، مينگهہ ملار جون اهڙيون سهڻيون شڪليون مشڪل ڪڍندو، جهڙيون سر سارنگ ۾، شاه ڪڍيون آهن مثلاً:

"مند ٿي، منڊل منڊئا، ڪي اوهيڙن اوڪ،
ڇاڇري ٿي ڇنن ۾، ميهون چرن موڪ،
سرهيون ٿيون سنگهاريون، پويو پائن طوق،
ميها، ڇيڙ، ڦنگيون، جت ٿين سيئي ٿوڪ،
لاهين متان لوڪ، ڏولائي جا ڏينهڙا."

ڪهڙو ڪاريگر هام هڻندو، تہ سر ڪيڏاري ۾، ڪربلا جي جنگ جون، شاه واريون ڪڍيل لفظي تصويرون نقل ڪري سگهندس؟ شاه جي محاڪات جو مشهور مثال هن بيت مان ملي سگهي ٿو:

"بهادر گڏيا بهادرين، ڪڙڳ ڪلول ڪن،
وجهن ڌڙ ڌڙن تي، هاڪارين، هڻن،
ڪرن، ڪنڌ نچن، رڻ گجيو، راڙو ٿيو."

مطلب ته، شاعراڻي مصوريءَ جو ڪمال، شاه جي ڪلام مان ليئا پائي رهيو آهي.

شاه جي ڪلام مان، تخيل جو عنصر پڻ بکي رهيو آهي. علم هيئت جو ماهر، چنڊ کي شاعرانه اکين سان نٿو ڏسي. هو ڏسي ٿو، ته چنڊ ٿهيل ڇا جو آهي؟ بذات خود روشن آهي يا سج جي ڪرڻن جو چور آهي؟ ڪهڙي سبب سمنڊ جي لهرن کي ڪشش ڪري ٿو؟ پر شاعر، چنڊ جي روشنائيءَ ۾ محبوب جو جلوو ڏسي ٿو. هو چنڊ کي، پنهنجي محبوب کان، ڪئين درجا گهٽ سمجهي، انجا عيب ثواب اپٽاري ٿو:

"چنڊ تنهنجي ذات، پاڙيان تان نه پرينءَ سين،
تون اڇو ۾ رات، سڄڻ نت سوجهرو."

ڪڏهن شاعر وري چنڊ کي، پنهنجي دلبر ڏانهن قاصد ڪري موڪلي ٿو، ڇاڪاڻ جو هو چنڊ کي ساري دنيا تي نظر وجهندو تصور ڪري ٿو.

"اير چنڊ! پس پرين، تو اوڏا، مون ڏور."

پر سائنسدان، اها ڳالهه تسليم نٿو ڪري، ڇاڪاڻ جو هو ثابت ڪري ٿو، ته چنڊ فقط اڌ دنيا تي روشني وجهي ٿو. شاه، چنڊ کي قاصد ڪري، مٺي منٺار ڏي سنيها ٿو موڪلي:

"چڱا چنڊ! چئيج، سنيها کي سڄڻين،
متان اڳڻ اُيري، پرين جي پئيج،
جهيڻو ڳالائيج، پيرين وجهي هٿڙا."

مطلب ته خيال جي هڏائين پيري تي شاه تخيل جو ماه چڙهي، سهڻي شاعراڻي حور آڻيو اکين اڳيان بهاري.

شاه ۾ جمال (حسن) جي مشاهدي ماڻڻ جي قابليت هئي. جمال جا ڪيترائي قسم آهن، جهڙوڪ: طبعي، جسماني، اخلاقي ۽ روحاني. شاه طبعي يا فطرتي جمال ڏسي، سندس اپائيندڙ جي واه جي واڪاڻ ڪئي آهي. سر سارنگ ۾ قدرتي حسن جو جلوو بيتن ۾ نمايان ڪيو اٿس. درياه جو دل ڏاريندڙ منظر، تارن جي جهرمر، چنڊ جي چٽائي، ڪڪرن جي ڪارونيار ۽ سج جا سينه شگاف ڪندڙ نظارا، ڏاڍي خوبيءَ سان

ڪيا اٿس. اخلاقي ۽ روحاني حسن جو ذڪر، شاهه هر هڪ سر ۾
ڪيو آهي. جنهن جو بيان هر هڪ سر جي روحاني راز ۾ ڏنو ويو آهي.
مطلب ته، هر بيت ۾، شاهه حق ۽ حسن جو هوڪو ڏئي ٿو. اهڙو ماٺهو
ورلي هوندو، جنهن شاهه جي مهراڻ مان، معنيٰ جا موتي هٿ نه آندا هجن.

شاهه جو ڪلام شاعراڻي صنعتن سان پڻ پرپور آهي. هن جي
ڪلام ۾ فصاحت آهي، يعني هر هڪ لفظ اهڙو استعمال ڪيو اٿس،
جو اُچار ڪرڻ ۾ زبان کي ڪابه هٻڪ يا هٽڪ ڪانه ٿي ٿئي. مثلاً:

"آيل! ان نه وسهان، هنجون جي هارين،
آٿيو آب اکين ۾، ڏيهه کي، ڏيکارين،
سڄڻ جي سارين، سي ته کي رون نه چون ڪي."

شاهه جي ڪلام ۾ بلاغت آهي، يعني هرهڪ سخن، وقت ۽ حال
مطابق آهي. هو پنهنجن سورمين جي دلي ڪيفيت، چٽائيءَ سان بيان
ڪري ٿو. ڪڏهن سسئي جي سورن جو، ڪڏهن سهڻيءَ جي سوز جو،
ڪڏهن مومل جي مونجهاري جو، ڪڏهن ليلا جي ليلائڻ جو، ڪڏهن
ڪوهياري جي ڪنجهڻ جو ۽ ڪڏهن مارئي جي بند ۾ بيحال ٿيڻ جو
بيان وزنائتن لفظن ۾ بيان ڪري، پڙهندڙن کي پنهنجي سحرنگاري سان
مفتون ڪيو ڇڏي، مثلاً: مومل کان ٿو چورائي:

"وڃ سوريندي، ولها! ويو تيل ٻري،
موٽ مسافر سپرين! چانگي تي چڙهي،
راتي لاءِ رڙي، ويئي وهامي راتڙي."

شاهه جي ڪلام ۾ جدت آهي يعني، هن مضمون اهڙا علحدا
علحدا اختيار ڪيا آهن ۽ اهڙي عمدي طرز سان ادا ڪيا آهن، جو
ڪنهن به اڳئين شاعر جو نقل يا تتبع نٿا لڳن. شاهه جو ڪلام جدت
ڪري جادوءَ جو اثر رکي ٿو. مثلاً:

"نيهن نهائين ڪان، سک منهنجا سپرين!
سڙي سارو ڏينهن، ٻاهر ٻاڦ نه نڪري."

شاهه جي ڪلام ۾ سلاست آهي، يعني لفظ اهڙا استعمال ڪيا
اٿس، جي ان وقت ماڻهو روزمره جي ڪاروبار ۾ ڪم آڻيندا هئا. سندس

بيتن پڙهڻ سان هرڪو چوندو، ته "سچ چيو اٿس. اهي ڳالهيون منهنجي دل مطابق آهن." اها الفاظن جي سادگي شاهه جو مرڪ آهي. نڪي ابوالقوڙاتُ عربي اکر، نڪي ڳاٽي ڀڳا ٻي ڪنهن ٻوليءَ جا لفظ استعمال ڪيا اٿس. رنگين ۽ گوناگون هوندي به شاهه جو ڪلام، سليس، سلوڻي ۽ سادي سنڌيءَ ۾ آهي.

مثلاً:

"عدل نه ڇتان آئون، ڪو ڦيرو ڪج فضل جو."

شاهه جي ڪلام ۾ بندش آهي، يعني الفاظن جي اچارن ۾ ميٺاج ۽ معنيٰ ۾ موزونيت آهي. شاهه جي استعمال ڪيل الفاظن جي خوبي سندن اچارن، آوازن، لهجي ۽ معنيٰ ۾ آهي. شاهه جي بيتن ۾، نه معنيٰ تنگ آهي ۽ نه قافيو لنگ. مضمونن جي بلندي ۽ بندش، سندس بيتن کي سلوڻو بنايو ڇڏين. شاهه معنيٰ جي ڪنوار کي موزون الفاظن ۾ ملبوس ڪري هيئن ٿو پيش ڪري:

"پريان سندي پار جي، مڙيئي مٺائي،
ڪانهي ڪڙائي، چکين جي چيت ڪري."

شاهه جي ڪلام ۾، اڪثر ڪري، اکرن جي ٻيهڪ نثر جهڙي آهي ۽ ٻين شاعرن وانگر پيچيدي نه آهي، مثلاً:

"سوريءَ سڏ ٿيو، ڪا هلندي جيڏيون؟
وڃڻ تن پيو، نالو نينهن ڳنن جي."

شاهه پنهنجي ڪلام کي، سخن جي صنعتن سان به ڪافي سينگاريو آهي، جن جو تفصيل هيٺ ڏجي ٿو:

جيئن خداداد حسن کي زياده چمڪائڻ ۽ موثر بنائڻ لاءِ زالون زيور زيب تن ڪنديون آهن، تيئن شعر جي نازنين پري پيڪر کي، زياده دلڪش بنائڻ لاءِ، شاعر سينگار جو سامان وجهي سنواريندا ۽ زياده حسين بنائيندا آهن. شاهه پنهنجي سخن کي، صنعتن سان ڪافي سجايو ۽ سينگاريو آهي. شاهه جيڪي سخن جا سينگار اختيار ڪيا آهن، تن مان ڪجهه هيٺ ڏجن ٿا:

**(اَ) تشبيهون ۽ استعارا:** هي صنعتون سخن جي سونهن آهن. جڏهن عام رواجي ماڻهو ٻه جوش ۾ اچي ويندو آهي يا اندوه ۽ غم جي حالت ۾ هوندو آهي، تڏهن بي اختيار، زبان مان استعارا نڪري ويندا اٿس، مثلاً ڪنهن جو عزيز مري ويندو آهي، ته چوندو آهي، ته "دل تي ڌاتيم"، "توکي ڪنهن جي نظر نيو"، "ادا! ڇيله ڀڃي ويو" وغيره. اهي سڀ استعارا آهن، جي دلي رازن بيان ڪرڻ جا فطرتي اوزار آهن. جيڪڏهن اهي شعر ۾ استعمال ڪبا، ته جذبات جا صحيح ترجمان ٿيندا ۽ ٻين ۾ ٻه اهي ساڳيا ساڳيا امنگ اٿاريندا ۽ دل موم ڪرڻ لاءِ مؤثر ٿيندا.

جيڪڏهن شاعر، ڪليو ڪلايو ٻن شين جي ڀيٽ ڪندو، ته چئبو، ته هن تشبيهه جي صنعت استعمال ڪئي آهي. مثلاً شاهه، معشوق کي صياد سان مشابهت ڏئي ٿو، جو تير ڪمان ڪٺي شڪار تي ويندو آهي ۽ جيڪو شڪار ڪندو آهي سو ويندو آهي، جهوليءَ ۾ وجهندو. معشوق پنبڻين جي تيرن ۽ ڀرن جي ڪمان سان، عاشقن جون دليون شڪار ڪري ٿو:

(١) "هَڻُ حَبيبَ هٿُ ڪٺي، ٻَنگا لهي ٻاڻُ،
ماڳِهين مون مِنهُ تئي، جهوليءَ وِجهان پاڻُ."

شاهه مرشد کي لُهار سان مشابهت ڏيندي چوي ٿو، ته مرشد کي ئي خبر آهي، تہ ڪهڙن سالڪن پنهنجي خام طبع وڃائي، ڪماليت حاصل ڪئي آهي:

"پچائي پَهاڻُ، جَن رَساٽُو رَڪُ کي،
تَنين سندو جاڻُ، آهي آڳَڙِين کي."

(٢) "ڇِپُون ڇِپَرَ ڪَٽَ، پَهَڻَ پَتَراٽِيُون ڀانئِيان."

(٣) "پَرتوو پنهونءَ جو، جُهڙ جيئن جهالا ڏي."

جيڪڏهن ڀيٽ اهڙي نمايان ۽ ڪليل نہ هوندي، بلڪ خفيف ۽ لڪل هوندي، ته چئبو، ته شاعر استعاره استعمال ڪيو آهي. شاهه پڻ استعارا استعمال ڪيا آهن مثلاً:

(١) "ساٿِي نَہ پسان سي، جي هُئَمِ هنيين ٿوٽِيُون."

(۲) مُنهن ڏِيئِي مُون آئِيو، رَنگا رَنگِي راهُ.

(۳) واڪو ڪَندِيَسِ، ”ووا مون سين جَبَلُ تو جاڙُون ڪَري!“

(هتي بي جان جبل کي جاندار واري وصف ڏني ويئي آهي. جيئن بي جان ڏونگر کي هيئت خطاب ڪيو ويو آهي.)

”ڏونگرَا مُون نَہ ڏُکوءِ، آن اَڳَ ڏُکوئِي آهِيان.“

اهڙا مثال شاه جي رسالي ۾ هزارين ملندا.

**تضاد:**

ٻن متضاد، يعني هڪ ٻئي جي اُبتڙ معنيٰ رکندڙ لفظن کي، ٻن مختلف شين جي ڀيٽ ڪرڻ لاءِ، يا سندن تفاوت کي زياده چٽائيءَ سان ذهن نشين ڪرائڻ لاءِ، شاعر استعمال ڪندو تہ چئبو، تہ شاعر تضاد جي صنعت استعمال ڪئي آهي. شاه اها صنعت هيئن تو استعمال ڪري:

(۱) ”سو هي، سو هو، سو اجل، سو اللهُ،
سو پرين، سو پساه، سو ويري سو واهرو.“

(هتي اجل ۽ الله، ويري ۽ واهرو هڪ ئي هستيءَ جي وصف ڪن ٿا ۽ متضاد آهن.)

(۲) ”وحدتا ڪثرت ٿي، ڪثرت وحدت ڪل.“

[وحدت (هيڪڙائي) ۽ ڪثرت (گهڻائي) متضاد لفظ آهن، جن کي هڪ ئي مصرع ۾ خوبيءَ سان استعمال ڪيو ويو آهي.]

**لف و نشر:**

”لف“ لفظ مان مراد آهي تہ، ڪن شين جو ذڪر ڪيو وڃي، ۽ ’نشر‘ لفظ مان مراد آهي تہ، انهن شين جي مناسبت کي بيان ڪيو وڃي. جيڪڏهن مناسبت، نمبروار ۽ ترتيب سان بيان ڪيل هوندي، تہ لف و نشر غيرمرتب استعمال ڪئي چئبي. شاه لف و نشر جي صنعت هيئن تو استعمال ڪري:

”جِيئن‌ءَ سو هَرَڻُ هَماءِ، سَرگَردان سَنسارَ ۾،
هِيءُ پَکَ نہ کوڙِي پَٽِيين، هُو ڏَڙَ سِرِ ڏَري نہ ساهُ.“

[پهرين مصرع ۾ ٻہ فاعل آهن. هڪڙو هرڻ ۽ ٻيو هماءُ. ٻي مصرع

۾ انهن بابت چيل آهي ته هيءُ يعني هماءُ پٽ تي پير نٿو رکي (بي قرار آهي ۽ هُو يعني هرڻ ڌڙ ۾ ساه نٿو رکي يعني بي آرام آهي.)]

**ايهام:**

"ايهام" لفظ جي معنيٰ آهي: وهم ۾ وجهڻ. جيڪڏهن ڪلام ۾، هڪ لفظ اهڙو اچي، جنهن جون ٻه معنائون هجن، هڪڙي ويجهي، ٻي پَرين ۽ ٻڌندڙ جو گمان ويجهي معنيٰ ڏانهن وڃي، مگر شاعر جي مراد پرين معنيٰ جي هجي، ته چئبو ته، شاعر، ايهام جي صنعت استعمال ڪئي آهي. ويجهي معنيٰ جو مطلب آهي، اُها معنيٰ جا ذڪر ڪيل ڳالهه جي مناسب هجي. پرين معنيٰ جي مراد آهي، اُها معنيٰ جا ذڪر ڪيل ڳالهه جي مناسب نه هجي، پر لڪل معنيٰ جي لحاظ کان اها معنيٰ ڪڍي سگهجي. شاه مان ڪي ايهام جا مثال هيٺ ڏجن ٿا:

(۱) "نَنگَرُئُون نيٽين، مَنُ اولِيءَ نه اوهَري!
سَپاجهين سيٽين، پائي ڳُڻَ ڳِهيو هِيُون."

["ڳڻ" لفظ جي معنيٰ آهي ۱- خصلتون ۲- نوڙي. هتي ٻئي معنائون لڳن ٿيون.]

(۲) حَقَا حَقَ ٿِيوسِ، هُئِي طالِبَ حَقَ جي."

[حقا معنيٰ (۱) حق يا خدا وٽان (۲) تحقيق، حق معنيٰ انصاف. ٻي نمبر استعمال ڪيل "حق" جون معنائون آهن (۱) مڙس (۲) سچ، خدا.]

(۳) "ورَ وَراڪا وِچَ ۾، لَکين آڏا لَڪَ،
هو جي آڏا حَقَ، سي ڪَندا ڪوهَ ڪَنديَن کي؟"

[حق= (۱) مڙس، ڀتار (۲) خدا (۳) سچ.]

(۴) "وَرَ ۾ ڪونهي وَرُ، ڏيرَنِ وَرُ وڏو ڪيو."

[ور= (۱) مڙس (۲) ڀيچ، ڦيرو (۳) مڪر، ڇند]

(۵) "جا هَڙَ اَندَرِ جِيَ، ساهَڙَ ڏِني ساهَ کي،
سا هَڙَ ڇڙي نَه ساهَ جِي، سا هَڙَ ساهَڙَ رِيَ،
ساهَڙَ ميڙِ، سَميعَ! ته سا هَڙَ ڇُڙي ساهَ جِي."

[ساهڙ= (۱) دوست (۲) محبت جي ڳنڍ- هن صنعت کي، تجنيس

مرڪب پڻ چئبو آهي.]

**مراعات نظير:**

جيڪڏهن شاعر، اهڙا لفظ هڪ هنڌ استعمال ڪري، جن جي پاڻ ۾ هڪ ٻئي سان مناسبت هجي. جهڙوڪ باغ جي بيان ۾، گل، بلبل، باغبان، سرو، قمري جو ذڪر ڪرڻ، ته چئبو ته شاعر مراعات نظير جي صنعت استعمال ڪئي آهي. رسالي مان چند مثال هيٺ ڏجن ٿا:

(١) "ڪاتي جا قريب جي، سا هَڏَ چيري چمر،
عاشق پنهنجو لحمر، لله ڪارڻ ويڙهيو."

[ڪاتيءَ جي ذڪر سان 'هڏ'، 'چمر' 'لحمر' (گوشت) جو ذڪر ڪهڙو نه موزون ٿو لڳي.]

(٢) "ايجا ڪوري ماڳَ، مَٽَ، ڪُنِڪا، ڪَٽَ گهٽا."

[ڪلاڙن جي ڪوري (ٻنيءَ) جو ذڪر ڪندي، مٽ، ڪنڪا (دلي)، ڪٽ (وڏي مٽ) جو بيان ڪيو ويو آهي، ڇاڪاڻ جو اتي اهي موجود هوندا آهن.]

(٣) "دائودي ڏَيُون ڪَري، رَکَنِ ڪونهي رَنگُ،
گهوڙِيءَ هيٺِ اَيَنگُ، ڪاهِيو پاکَرِيِين هَٽِي."

(۴) "مَيَنِ مَتِي سَمَرا، کُهِيَنِ سَڏَ ڪَرِينِ،
ساٿُ نِباهِيو نِينِ، اِيءُ پَرِ سَندِي سَڄَڻِين."

[ٽڪلن کي سڏ ڪيو، سندن سامان انن تي رکي، ساري ساٿ کي منزل مقصود تي پهچائڻ، سڄڻ جو شيوو آهي.]

**تجنيس خطي:**

جيڪڏهن، جملي ۾ گهڻا لفظ اهڙا هوندا جن جو پهريون اکر ساڳيو هوندو، ته چئبو ته ڪلام ۾ تجنيس خطي رکيل آهي. شاه جي سڄي رسالي ۾، اڪثر هرهڪ مصرع ۾، تجنيس خطي گهڻي استعمال ٿيل آهي، مثلاً:-

(١) "لڱن تان لطيف چي لوئي لاه مَ لال!."

[ٻن لفظن کان سواءِ ٻيا سڀيئي لفظ "ل" سان شروع ٿين ٿا.]

(٢) "لوئيءَ ۾ لائون، مون ماروءَ سين لڏيون".

(٣) "مِينڍيا ڏوءِ نہ مارئي، محلين مارئا ڏار،
پايو ميڻ ملير ري، مُنڌ نہ ويڙهي وار،
جا هتيجن هار، سا ڪيئن وهندي ڪوٽ ۾؟"

(۴) "جي ڪاڪ ڪڪورنا ڪاپڙي، تن لهي نہ لالي،
ڪڙي ڪيف خماريا، مَيءِ پي موالي،
ڪري حاصل هليا، ڪيفيت ڪمالي،
وتن وصالي، لڏوٽيا لوڏي ٿيا.

**مجاز مرسل:**

جيڪڏهن ڪو شاعر ڪنهن شيءِ جي، عامي نالي وٺڻ بدران، نهي ذاتوءَ يا شيءِ جو نالو وٺي، جنهن مان اها تهيل آهي، تہ چئبو تہ شاعر، مجاز مرسل جي صنعت استعمال ڪئي آهي. شاه جي ڪلام مان، مجاز مرسل جا چند مثال هيٺ ڏجن ٿا:

(١) "ڪاتي ڪونهي ڏوه، ڳن وڍيندڙ هٿ ۾،
پسيو پر عجب جي، لڄنيو وڃي لوه."

(ڪاتيءَ جي بدران 'لوه' جنهن مان ڪاتي تهيل آهي، استعمال ڪري، شاه مجاز مرسل جي صنعت استعمال ڪئي آهي.)

(٢) "مارين ٿو مُون ڪي! چاڙهي لوهَ لطيف چي."

('تير' جي بدران 'لوه' لفظ ڪتب آندو ويو آهي، جنهن مان تير تهيل هوندو آهي.)

(٣) "ايپون اوري پار ڏي، ڪوڙيون ڪک پچن".

('ترهي' بدران 'ڪک' لفظ استعمال ڪيو ويو آهي.)

(۴) "اي ڪرم جو ڪاڌو، نات پٽر ڪير پنڌ ڪري؟"

(هتي جبل جي عيوض، 'پٽر' لفظ ڪم آندو آهي.)

شاه پنهنجي ڪلام ۾، جانيءَ جي جمال جا جلوا، ڪائنات جي جوڙجڪ جا پراسرار راز، ۽ انساني فطرت جا روحاني راز پلٽيا آهن، جنهن ڪري سندس ڪلام بنهہ جهوني ٿيڻ جو نہ آهي.

شاه نوان نوان ويس ۾ ورن ڏيکي، ويهي ٿو اندر جو حال اوري ۽ روحاني رهاڻ ڪري. ڪٿي ڏس، ته سسئي ٿي، لوڪاٽي لڄ لاهي، پنهونءَ پٺيان، ڏونگر ٿو ڏوري، ڪٿي ڏس ته مومل ٿي، راتين جون راتيون، راڻي جي اوسيئڙي ۾ انتظار ۾، اکين کي اوجاڳا ٿو ڏئي. ڪٿي مارئي ٿي، ملڪ جا ماروئڙا ٿو ساري، ڪٿي ليلا ٿي،مٽئين تي محبوب وڪڻي ۽ ندامت جا هٿ مهٽي، ويهي ٿو ڳوڙها ڳاڙي. ڪٿي ڏس ته، سهڻي ٿي سياري جي سيءَ ۾ ساهڙ ڪارڻ ڪارا ڪن ٿو تري. ڪٿي ڏس ته، نماڻي نوري ٿي، سمي سان سهج ٿو ڪري. ڪٿي ڏس ته، سورٺ وَرُ ٿي، ڪنڌ ڪاريءَ سان ڪنڌ، ڪلهنئون ڪپي ٿو ڏئي، ڪٿي ڏس ته ڪاپائڻ ٿي چاه مان چرخو ٿو چوري. ڪٿي ڏس ته، ڪن ڪٽ، ڪاپٽ ڪاپڙي ٿي، طَمع ترڪ ڪري، هنگلاج ٿيو هلي ۽ ڪٿي ڏس ته لاهوتي ٿي، معرفت جي مهراڻ ۾ ٽبيون هڻي، لاهوت لامڪان ٿو رسي. نيٺ پاڻ سچائي ايئن ڀڻو چائي ته:

"پڙاڏو سو سڏ، ور وائيءَ جو جي لهين،
هئا اڳهين گڏ، ٻڌڻ ۾ ٻه ٿيا."

شاه جي شعر ۾، اهڙو ڪو جادو آهي، جو جيڪڏهن پڙهندڙ جدا جدا اکرن جي معنيٰ نٿو به سمجهي، ته به جوهر يا تت جهپيو وٺي ۽ خيال هنيانوَ ۾ گهڙيو وڃيس. اهو ميناج ۽ مزو ٻين جي شعر ۾ ورلي ملندو.

شاه جي لفظ جو ساز به واه جو هو. هن کي جاچ جي جبري طاقت هئي، جنهن ڪري شين کي جا چي، انهن جي ساخت موجب به انهن کي نالا ڏئي ٿو: مثلاً: سپ جا ٻه پڙ ڏسي کيس ڪهڙو نه پورو نالو ٿو ڏئي:

"ٻاڙو پئي نه ٻيڙي، منو منهن لڳوس."

شاه اکرن جو اکٽ ڀنڊار آهي. هڪ لفظ جا ڪئين مترادف اکر ٿو ڏي. هڪ لفظ جا جيڪي ثاني لفظ ڏئي ٿو، تن جي وچ ۾ فرق به رکي ٿو. اٺ لاءِ ڪرهو، چانگو، ليڙو، توڏو، گوُنرو، ميو، ٻور، بوتو وغيره. تير لاءِ، سيلو، پيلو، لوري، لوه، ڪان ۽ بان وغيره.بهادر لاءِ، وير، ڪوپو، مهائي، جنگ، پانو، مانجهي، سڌر، ورنه، ڪونئرو، بانڪو، پاوننگ، گهوٽ، راوت ۽ بورائو وغيره. شراب لاءِ، ڪڪو، مڌ، سرو، مي وغيره.

اهي لفظ پنهنجي علمي لياقت يا پسورائي پسائڻ خاطر استعمال ڪونہ ٿو ڪري، پر هرهڪ لفظ پنهنجي پنهنجي جاءِ تي مستقل ۽ موزون معنيٰ ٿو پيش ڪري.

انهن سڀني خوبين جي بنا تي، ائين چوڻ غيرمناسب نہ ٿيندو، تہ شاه سنڌ جي شاعرن جو سرتاج آهي، چاڪاڻ جو، ٻيا سنڌي شاعر، شاه جي ڪڙيءَ تي اچا پهچي ڪونہ سگهيا آهن. "شاه جو ڪلام، خلوت ۾ پڙهبو، خواه محفل ۾، خواه ڪنهن مثال يا ٽيڪا طور ڪتب آڻبو، تہ نيون نيون خوبيون اسان جي اچرج جو ڪارڻ ٿينديون ۽ سندس طبع جي فراواني جي شاهدي ڏينديون ۽ وري وري پڙهڻ سان سندس شعر ۾ ضرور اهڙي ڪا نئين نزاڪت نظر چڙهندي، جا اڳي اک ڪان گسي ويئي هوندي."

فصل-۴

# رسالي جي سرن جو احوال

هندستاني علم موسيقي مطابق، ڇهه وڏا راڳ آهن ۽ هر هڪ راڳ کي ٥ زالون (راڳڻيون) ٨ پٽر (پٽ) ۽ ٨ ڀارجا (ڏيون) آهن. شاهه جي رسالي کي ترتيب ڏيندڙن، ڪن سرن تي، هندستاني راڳن ۽ راڳڻين جا نالا رکيا آهن. وڏن راڳن مان صرف "سري راڳ" جو نالو، هڪ سر تي رکيو ويو آهي، باقي ٻيا نالا فقط راڳڻين جا آهن، جي هيٺ ڏجن ٿا:

(١) ڪلياڻ (٢) يمن ڪلياڻ (سمپورڻ راڳ) (٣) ڪنيات (ڪماچ) (۴) سهڻي (توڏي، ديپڪ راڳ جي زال) (٥) سارنگ (ملهار) (٦) ڪيدار (ڪيڏارو) (٧) ديسي (ديپڪ جي هڪ زال) (٨) سورٺ (٩) بروا (بروو سنڌي) (١٠) رامڪلي (١١) بلاول (١٢) آسا (١٣) ڌناسري (اهو سچو سر ڪڍيو ويو آهي) (١۴) پوربي (١٥) ڪاموڏ (ڪامود) (١٦) نسبت.

رسالي مرتب ڪندڙن، وري ڪن سرن تي مضمون جي مد نظر نالا رکيا آهن، جي هيٺ ڏجن ٿا:

(١) سامونڊي (سري راڳ ۾ ڳائي سگهجي ٿو) (٢) سسئي آبري (ديسي ۾ ڳائي سگهجي ٿو) (٣) معذوري (۴) ڪوهياري (٥) مومل راڻو (٦) ڪاهوڙي (٧) رپ (٨) ليلان چنيسر (٩) ڪاپائتي (١٠) مارئي (١١) ڪارايل (١٢) گهاتو (١٣) حسيني (عربي ۽ فارسي سر) (١۴) پرڀاتي (١٥) ڏهر (١٦) هير رانجهو (هي سچو سر خارج ڪيو ويو آهي.) (١٧) بيراڳ هندي (هي سچو سر رد ڪيو ويو آهي) (١٨) سر بروو چوٽڪو (هي سچو

سر رد ڪيو ويو آهي.) (١٩) ڏول مارئي هي سڄو سر ترڪ ڪيو ويو آهي.)

جن سرن تي، مضمون مطابق نالا ڏنل آهن. سي ڳوَين ڪان ڳارائي، معلوم ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ويئي، ته ڪهڙن راڳن يا راڳڻين ۾ اهي ڳائي سگهن ٿا. هنن جو متفق رايو آهي، ته اهي بيت، گهڻين ئي هندستاني راڳڻين ۾ ڳائي سگهجن ٿا. شايد اهوئي سبب آهي، جو متن نالا مضمون جي مدنظر رکيا ويا آهن.

# فصل ٥

## رسالي جي تصنيف ۽ تاليف

شاه عبداللطيف پنهنجن هٿن سان، ڪي ڪين لکيو هو، جڏهن وجد جي حالت ۾ ايندو هو، تڏهن في البديه يعني بي اختيار ويندو هو بيت چوندو، جي سندس فقير بروقت لکي وٺندا هئا، ۽ ياد ڪيو پيا ڳائيندا هئا. انهيءَ طرح فقيرن، شاه جي ڪلام جا ٽي نسخا لکيا هئا. عام طرح سان چيو وڃي ٿو، ته وفات کان ٿورو اڳ، شاه فقيرن کان اُهي نسخا وٺي، 'ڪراڙ' جي ڍنڍ ۾ اڇلائي ڇڏيا هئا؛ ڇاڪاڻ جو کيس انديشو هو، ته متان رواجي ماڻهو، سندس ڪلام جو روحاني راز نه پروڙي، گمراهيءَ جي کن ۾ ڪرن. شاه جي انهيءَ قدم تي، مريدن ۽ فقيرن ۾ واويلا مچي ويئي. شاه ڪي رحم اچي ويو؛ جنهن پنهنجي مريدياڻي مائي نيامت (نعمت) جنهن کي اڪثر بيت برزبان ياد هئا، کي حڪم ڏنو، مريدن کي بيت لکارائي. جيئن جيئن بيت لکبا ويا تيئن تيئن شاه تصديق ڪندو ويو، ته ڪلام صحيح نقل ڪيو ويو آهي. انهيءَ نسخي کي 'گنج' ڪوٺيندا آهن. جو اڃا درگاه جي گادي نشين وٽ رکيل آهي. 'گنج' ۾ شاه جا بيت ڪنهن به ترتيب يا 'سلسلي' وار درج ٿيل ڪونهن. سندن وفات کان پوءِ، فقيرن بيتن کي مضمون مطابق سرن ۾ تقسيم ڪري، موجوده صورت ڏني.

ڪو به عقل وارو، انهيءَ ڳالهه تي اعتبار نه ڪندو ته ڪو شاعر، پنهنجو ڪلام هن طرح ضايع ڪندو. يورڙن کي پنيلائڻ لاءِ هي اُناوَ، گهڙن ٿي پين درويش صفت شاعرن لاءِ پڻ گهڙيا آهن، بهرصورت رسالو، ڇهه سو سالن کان به مٿي، شاعر جي سن وفات يعني ١٧٥٢ع کان وٺي ١٨٦٦ع تائين، قلمي صورت ۾ رهيو. پهريون ڇاپو ٽرمپ صاحب جي ڪوشش سان، جرمنيءَ جي لپسيا شهر ۾ ڇپيو. هن صاحب کي به عمدا

جهونا قلمي نسخا هٿ چڙهيا هئا، جن کي ڪنهن هوشيار سنڌيءَ کان پيٽرائي صحيح ڪري، مذڪور نسخو تيار ڪرايائين. جيتوڻيڪ هن نسخي ڇپڻ لاءِ، ڪيس برطانيه سرڪار کان ڪافي مالي مدد ملي، تنهن هوندي به گهٽ رقم هئڻ سبب، ڪيترا سُر پنهنجي ڇپيل نسخي ۾ درج ڪرائي نه سگهيو. هن ڇاپي ۾ فقط ٢٦ سر آهن. انهيءَ جي علاوه منجهس پيون به خاميون رهجي ويون. هڪ ته صورتخطي نه اصلوڪي ۽ نه آهي هاڻوڪي. مگر سندس خود بنايل. ٻيو ته تلفظ ١٨٦٦ع وارو اختيار ڪيو اٿس. ٽيو ته، ڪٿي ڪٿي پڙهٽيون بدلايون ويون آهن. انهن سيني اوڻاين جي هوندي به، شاباس آهي هن شخص کي، جنهن رسالي کي اونداهيءَ مان ٻاهر ڪڍيو. هن نسخي ۾ جيڪي وايون درج ٿيل آهن، سي درحقيقت شاه جون آهن. اها هن نسخي جي وڏي خوبي آهي.

رسالي جو ٻيو هڪ سنگي ڇاپو، قاضي ابراهيم جي سعيي سان، بمبئي ۾ سن ١٨٦٧ع ۾ شايع ٿيو، جنهن ۾ هن صاحب بنا ڪنهن تميز جي، جيڪو ڪچو ڦڪو ڪلام هٿ آيو اٿس، سو ڪٿي درج ڪيو اٿس. هن نسخي جي صورتخطي پڻ اڳوڻي آهي، جنهن جي پڙهڻ ۾ ڏکيائي ٿئي ٿي. "هن جهڙو ردي نسخو هڏهين هٿ نه ايندو." (گربخشاڻي)

سن ١٩٠٠ع ۾، سنڌ سرڪار جي تعليم کاتي، موجوده صورتخطي ۾ رسالو ڇپايو، جنهن ۾ به عيب آهن. هڪڙو ته شاه جي ڪلام ۾ ٻين سگهڙن جو جيڪو ڪلام اچي ويو آهي، تنهن کي ترڪ نه ڪيو ويو آهي. ٻيو ته شاه جي ڏينهن وارو تلفظ ڦيرائي، "ان کي عاملڪو لباس پهرايو ويو آهي." ٽيون ته ڪيتريون صحيح پڙهٽيون ڇڏي، خودڪشيديون پڙهٽيون ڏنيون ويون آهن.

سن ١٩١٣ع ۾، مرزا قليچ بيگ، سرڪاري ڇاپي ۾ جيڪي بمبئي ڇاپي وارا ڇڏيل بيت هئا، سي اضافو ڪري موجوده صورتخطيءَ ۾ هڪ ڇاپو پڌرو ڪيو. هن ڇاپي ۾، بمبئي واري سنگي ڇاپي ۽ سرڪاري ڇاپي وارين سيني اوڻاين سان گڏ، وڏي وڏ هيءَ آهي جو، منجهس ڇپائيءَ جون نهايت گهڻيون چڪون رهجي ويون آهن، جنهن ڪري پڙهڻ

جي قابل نہ آهي. هن نسخي جي هوبهو سنگي ڪاپي مولوي محمد ابراهيم بختارپوريءَ سن ١٩٣١ع ۾ عباسي لٿو پريس مان ڇپارائي، جنهن ۾ ٻہ ٽيڙ ساڳيا آهن.

سن ١٩٢٣ع ۾، ڊاڪٽر گربخشاڻي گهڻي جفاڪشيءَ بعد شاهہ جي رسالي جا ٽي جلد معنيٰ، شرح ۽ سمجهاڻيءَ سميت شايع ڪرائي، سنڌي ادب جي بي انتها خدمت ڪئي. هن نسخي ۾ هيٺيون خصوصيتون آهن:

هڪڙو تہ گهڻي تفحص ۽ ڇاڻ ڇوڻ بعد، ڌاريون ڪلام ترڪ ڪري، شاهہ جو صحيح ۽ سچو ڪلام ڏنو اٿس. ٻيو تہ، لفظن جا اشتقاق ڏنا اٿس. ٽيون تہ، هر هڪ اکر تي اعرابن ڏيڻ ڪري پڙهڻي ٻڌي ڇڏي اٿس. چوٿون تہ، مختلف پڙهڻيون هيٺان حاشيءَ ۾ ڏنيون اٿس. پنجون تہ، صورتخطي موجوده آهي. ڇهون تہ تلفظ لاڙي رکيو ويو آهي، ڇاڪاڻ تہ شاهہ لاڙ جو هو. رسالي جي قلمي نسخن ۾ ڏنل تلفظ لاڙي آهي، لاڙ جا ماڻهو اڄا تائين اکرن جو اهو تلفظ ڪندا آهن ۽ اهو تلفظ اشتقاق مطابق آهي.

هيترين خوبين هوندي بہ، اڃا هي نسخو مڪمل نہ آهي. رواجي نسخن ۾ ٣٧ سر آهن، جن مان ڊاڪٽر گربخشاڻي صاحب هيٺين ڇهن سڄن سرن کي ڌاريون ڪلام سمجهي ترڪ ڪرڻ جو خيال، مقدمہ جي ڏهين فصل ۾ ظاهر ڪيو آهي:

(١) سر بيراڳ هندي (٢) هير رانجهو (٣) سر بروو سنڌي چوٽڪو (۴) سر ڊول مارئي (٥) سر ڌناسري (٦) سر بسنت. مرزا قليچ بيگ شاهہ جي 'احوال شاهہ عبداللطيف' واري ڪتاب جي صفحي ٦٢ تي سر بيراڳ، هير رانجهو، ڊول مارئي، سر سنڌي بروو چوٽڪو، ڌاريون ڪلام تسليم ڪري ٿو. انهيءَ حساب سان بہ، باقي شاهہ جا مرتب ڪيل ٣١ سر ٿيا، جن مان ڊاڪٽر گربخشاڻي جي ٽن حصن ۾ فقط ١٧ سر اچن ٿا. چيو وڃي ٿو تہ چوٿون جلد تيار ڪري رکيو هئائين، پر ڪن نامعلوم سببن ڪري شايع ڪرائي نہ سگهيو. ڊاڪٽر دائودپوٽي صاحب، جنهن ساڻس ڪلهوڪلهي ۾ ڏئي ڪم ڪيو هو، تنهن مون

کي ٻڌايو ته "مون، چوٿون جلد، گربخشاڻي جي آنجهاني ٿيڻ بعد، سندس پٽ کان گهريو هو، پر هو نٽائي ويو. مون چوٿون جلد ڪونه ڏٺو هو ۽ نڪي ان جي تيار ڪرڻ ۾ ڪو منهنجو حصو هو. منهنجي خيال موجب سر ڪيڏارو شاه جو ڪلام نه آهي. ڊاڪٽر اهو ٿئين جلد ۾ درج ڪيو، تنهن ڪري منهنجو هن سان اختلاف ٿيو هو ۽ آءٌ پوءِ ساڻس شريڪ ڪار نه رهيس."

موجوده نسخي ۾ هيٺيون خوبيون رکيون ويون آهن:

(١) شاه جا ٿيهه ئي سر ڏنا ويا آهن، يعني شاه جو مڪمل رسالو پيش ڪيو ويو آهي.

(٢) سيني سرن ۾ تلفظ لاڙي رکيو ويو آهي.

(٣) اکرن جي هجي، هاٿوڪي سنڌي صورتخطيءَ ۾ ڏني ويئي آهي.

(۴) چند چانڊ بعد ڌاريو ڪلام رد ڪري شاه جو سچو ۽ صحيح ڪلام پيش ڪيو ويو آهي.

(٥) ته هر صفحي جي هيٺيان، اهنجن الفاظن جي معنيٰ ڏني ويئي آهي، جيئن پڙهندڙ کي هرهر سارو ڪتاب اٿلائي، پنيان معنيٰ ڳولڻ جي تڪليف ڪرڻي نه پوي.

(٦) هر هڪ اکر کي اعراب ڏنا ويا آهن، جيئن ڪابه پڙهڻ ۾ غلطي نه ٿئي.

(٧) هر هڪ سر جي اڳيان، سر جي حقيقت، مضمون، آڪاڻي ۽ روحاني راز، نثر ۾ بيان ڪيا ويا آهن.

(٨) ڇپائي سٺي ڪاغذ، گهڻي احتياط ۽ خرچ سان ڪرائي ويئي آهي.

رسالي جي سڀ ڪنهن نسخي ۾ سرن جو سلسلو به الڳ الڳ آهي. هن نسخي ۾ ڊاڪٽر گربخشاڻي وارن ڏنل ١٧ سرن جو نمبر ساڳيو بهاريو ويو آهي ۽ باقي سر، اهميت آهر نمبر وار بهاريا ويا آهن.

# سر ڪلياڻ

## لغتي معنيٰ:

ڪلياڻ هڪ راڳڻيءَ جو نالو آهي، جا سج لهڻ کان پوءِ ڳائبي آهي. ڪلياڻ لفظ جي معنيٰ آهي 'سُکُ يا خير'.

## سُرَ بابت:

ڊاڪٽر گربخشاڻي واري نسخي جي پهرين داستان ۾ ٽن بيتن (نمبر ٢، ٣، ۴) جو اضافو ڪيو ويو آهي، ڇاڪاڻ ته تحقيقات بعد معلوم ٿيو آهي ته اهي بيت شاه جي ڪلام مان ئي آهن.

## مضمون:

رسالي جي ابتدا، مشرقي مسلمان مصنفن جي دستور موجب، حمد و ثنا سان ڪئي وئي آهي. رسالي جي شروع ۾ سر ڪلياڻ اچي ٿو، جنهن ۾ الله جي صفت، پيغمبر پاڪ جي نعت، ۽ اصحابن سڳورن جي تعريف بعد، سلوڪ جو سبق پڙهايو ويو آهي.

## روحاني راز:

هن سر ۾ سالڪ کي وحدانيت جي راهه ڳولهڻ جي هدايت ڪيل آهي. توحيد پرستي، جنهن ۾ رسالت تي ايمان آڻڻ پڻ شامل آهي، سالڪ لاءِ نهايت ضروري ڪري ڄاڻايو ويو آهي. سالڪ کي وحدت ۽ ڪثرت جو مسئلو عمدي ڍنگ ۾ سمجهائيندي، ٻڌايو ويو آهي ته 'حق' هيڪڙو آهي. جيڪي ڪي تون دنيا ۾ پسين ٿو سو نه فقط الله کانسواءِ ٻيو ڪي ڪين آهي، بلڪ جيڪي ڪي آهي سو سڀ الله آهي. انهيءَ عقيدي کي 'همه اوست' يعني سڀ ڪجهه اهو پاڻ آهي، چئبو آهي. صوفين جا ٻه

گروھ آھن: ھڪڙا ھمہ اوست جا قائل آھن ۽ ٻيا 'ھمہ از اوست" يعني سڀ ڪجھ ان جو بنايل آھي، جا قائل آھن. شاھ عبداللطيف جو عقيدو ھو تہ ڪائنات حق جو ظھور آھي، تنھنڪري ھر ھڪ شيءِ ۾ ذات الاھيءَ جو جلوو ضرور آھي.

شاھ صاحب فرضن، سنتن ۽ واجبن، ادا ڪرڻ جي تلقين ڏيڻ يعني شريعت جي منزل طئي ڪرڻ لاءِ ھدايت ڪري، توبھ جي تسبيح پڙھڻ ۽ نفس اماره کي ماري، مات ڪرڻ سان ٻيون صوفين جون ٽي منزلون اُڪري پار پئي، الله سان لئي ٽي وڃڻ تي پڻ ھن سر ۾ زور ڏنو آھي. سندن قول موجب جيڪو ايمان کي پھتو سو شريعت ۾ ڪامل ٿيو، جيڪو توبھ کي رسيو، سو طريقت ۾ ڪامل ٿيو، جيڪو زھد کي پھتو ان حقيقت کي حاصل ڪيو، ۽ جيڪو عبادت ۾ پورو رھيو اُن معرفت کي حاصل ڪيو.

ھن سر ۾، شاھ صاحب سچن سالڪن ۽ سڏڙين ۾ فرق ٻڌائيندي فرمائي ٿو، تہ سچا عاشق ڪاتيءَ پئي ڪو نہ ڪنجھن، پر سڏڙيا 'موٽيو پوءِ وڃن'. سندس ھدايت آھي تہ سڪڻ جي شھادت، حاصل ۽ دنيا ۾ ڪمائي ڪرڻ گھرجي، جنھن جو ڦل ھتي ۽ هُتي ملندو. نفس سان جنگ جوٽڻ ۽ کيس مات ڪرڻ، وڏو جھاد آھي جنھن جو نتيجو، الاھي ذات جو مشاھدو آھي.

بِسمِ اللهِ الرَّحمٰنِ الرَّحِيمِ

# سُر ڪليانڻ

## داستان پهريون

١

اولِ، اللهُ، عَلِيمُ[1]، اعليٰ، عالَمَ جو ڌڻي،
قادِرُ پنهنجي قُدرتَ سين، قائمُ آهِ قَدِيمُ،
والي، واحدُ، وَحدَهُ، رازِقُ رَبُ رَحيمُ،
سو ساراهِ سچو ڌڻي، چَئي حَمدُ حَڪِيمُ،
ڪَري پاڻَ ڪرِيمُ، جوڙُونِ جوڙَ جَهانَ جي.*

٢

جوڙي جوڙَ جَهانَ جي، جڏهن جوڙِيائين،
خاوَندُ خاص خَلقي، مُحَمَّدُ مُڪائين،
ڪَلمو تنهن ڪَرِيمَ تي، چِتو چايائين،
اَنَا مولاڪ وَ اَنتَ مَحبُوبِي[2] اِيئَن[3] اُتائِين[4]،
ڏِ ڪِي[5] ڏِنائِين، ٻَئي سَرائُون[6] سَيّدُ چي.

١ـ جاڻندڙ * جهان جون آسون اميدون پڄائي ٿو. ٢ـ آءٌ تنهنجو مولا آهيان ۽ تون منهنجو مَحبوب ٣ـ ائين ٤ـ چيائين ٥ـ سينگاري ٦ـ دنيائون

٣

جوڙي جوڙَ جَهانَ جِي، پاڻُ ڪِيائين پَروارُ[١]،
حامِي، هادِي، هاشِمِي، سَرِدارين سَرِدارُ،
سُونهِي صَحابَنِ سَتَ[٢] ۾، مَنجهِ مَسجِدِ مٿيادارُ،
چارَئِي چڱا چؤدارُ، هُئا هيڪاندا[٣] حَبِيبَ سين.

٤

وَحدَہُ لاشَرِيڪَ لَہُ[٤] چَئِي، چُوندو آءٌ،
فَرضَ، واجِبَ، سُنَتُون، تِنِيئُون[٥] تَرڪُ مَ پاءِ،
توبَهَ سَندِي تَسبِيح، پَڙهَڻَ ساڻُ پُڄاءِ،
نانگا[٦] پنهنجي نَفسَ کِي، ڪا سنئين راهَ سُونهاءِ[٧]،
تہ سَندِي دوزَخَ باهِ، تو اوڏِيائي نہ اَچِي.

٥

وَحدَہُ لاشَرِيڪَ لَہ، جان تو چَئين ايئن،
تان مَچِ مُحَمَّدُ ڪارِڻي[٨]، نِرتُون[٩] مَنجهان نينهن،
تان تُون وَڃيو ڪيئن[١٠]، نايين[١١] سِرُ پِيَنِ کي.

٦

وَحدَہُ لاشَرِيڪَ لَہ، جڏهن چَيو جَنِ،
تَنِ مَڃيو مُحَمَّد ڪارَڻي، هيجان[١٢] ساڻُ هِنيَئَن[١٣]،
تڏهن منجهان تَنِ، اَوَتَرِ[١٤] ڪونہ اولِيو[١٥].

---

١- پڌرو، ظاهر ٢- مجلس، جماعت ٣- گڏ ٤- هو هڪڙو آهي ۽ سندس ڪو شريڪ نہ آهي ٤- تن يا انهن کان ٥- ننگ کان، شرم ڪري؛ ٦- نانگا، غافل ٧- ڏيکار. ٨- جنهن ڪاڻ دنيا ٺهي، شفاعت ڪندڙ ٩- ڏيان سان، صدق سان ١٠- ڪيئن ١١- نمائين، جهڪائين ١٢- هيج مان، قرب مان ١٣- دل ١٤- ڏکيو تڙ ١٥- ڏکيو

وَحدَهٗ لاشَرِيڪَ لَہٗ، جَن اُتو[١] سين اِيمانَ،
تَنِ مَڃيو مُحَمَّد ڪارَڻي، قَلبَ ساڻُ لِسان[٢]،
اُوءِ فائِقَ[٣] ۾ فَرمانَ*، اَوتَرِ ڪنهن نہ اولِيا.

٨

اَوتَرِ ڪنهن نہ اولِيا، سُتَرِ[٤] وِيا سالِمَ،
هيڪائِي هيڪُ ٿِيا، اَحَدَ سين عالِمَ،
بي بَها بالِمَ**، آڳي[٥] ڪيا اَڳهِين[٦].

٩

آڳي ڪيا اَڳهِين، نِسورو ٿِيي[٧] نُورُ،
لاخَوفٌ عَلَيهِم وَلا هُم يَحزَنُون[٨]، سَچَنِ ڪونهي سُورُ،
مولِي ڪِيو مَعمُورُ[٩]، اَنگُ اَزَلَ ۾ اُنِ جو.

١٠

وَحدَهٗ جي وَڍِيا، اِلاّاللّٰہَ سين اورِينِ***،
هِنيون حَقِيقَتَ گَڏيو، طريقَت تورِينِ،
معرفَتَ جِيَ ماٿِ سين، ڏِيساندرُ[١٠] ڏورِينِ،
سُڪِ نہ سُتا ڪَڏهِين[١١]، ويهِي نہ وِرِين[١٢]،
ڪُلَهِنئُون[١٣] ڪورِينِ[١٤]، عاشِقَ عبدُاللّطيفُ چئي.

---

١- چيو ٢- زبان ٣- اعليٰ فوقيت وارا * خدا جي حڪم جي پيروي ڪرڻ ۾ اڳرا
.٤- سٽائو ٽڙ. ** دوست ٥- ڏٺي، آقا ٥- نج ٦- ازل کان وٺي ٧- نج ٨- نہ آهي ڪو
خوف انهن کي، نڪو ڪو ڪين ڏک رسندو. (ق- ش٢، ٦٢) ٩- وسندڙ، ممتاز *** جن
وحدت جي سچي معنيٰ سمجهي، سي 'الاالله' جو ذڪر پيا ڪن ١٠- پرڏيھ، عالم عيب
١١- ڪڏهين ١٢- آرام ڳولين ١٣- ڪلهن کان ١٤- ودين، ڪپين.

١١

وَحدَہُ جي وَڏِيا، اِلاَّاللهَ اَڏَ ڪِيا،
محمد رَسولُ چَئي، مُسلمانَ ٿِيا،
عاشقَ، عبدللطيف چي، اِنَهِيءَ[١] پَھِ[٢] پِيا،
تيلانهن[٣] ڏَٿي ڏُٺا[۴]، جيلانهن وِيا وَحدتَ ڳَڏِجي.

١٢

وَحدَہُ جي وَڏِيا، ڪِيا اِلاَّاللهَ اَڏَ،
سي ڏَڙَ پَسي سَڏَ، ڪنهن اَياڳِيءَ نہ ٿِئي.

١٣

سِرُ ڏِونڊِيان، ڏَڙُ نہ لهان، ڏَڙُ ڏِونڊِيان، سِرُ ناهِ،
هَتَ ڪَرايون آگَرِيُون، وِيا ڪَپجِي ڪانهِن[٦]،
وَحدتَ جي وِهانءِ[٧]، جي وِيا سي وَڏِيا.

١۴

وَحدَہُ لا شَرِيڪَ لَہُ، ٻُڌءِ نہ ٻوڙا،
ڪِي تو ڪَنين نہ سُئا، جي گهٽَ اندر گهوڙا،
ڳاڙيندين ڳوڙها، جتِ شاهدَ ٿينَدءِ سامهان.

١٥

وَحدَہُ لاشريڪَ لہُ، اِيءُ وِهائِج[٨] وِيءُ[٩]،
ڪَتين جي هارائين، هَنڌُ تنهنجو هِيءُ،
پاٿان چوندءِ پِيءُ، ڀَري جامُ[١٠] جَنَّتَ جو.

---

١ـ انهيءَ ٢ـ رستي، خيال ٣ـ تڏهن ۴ـ صفا يا سڳورا ڪيا(چوندي ڪنيا) ٥ـ جڏهن ٦ـ ڪيڏانهن، ڪٿي ٧ـ شادي، وصال. ٨ـ خريد ڪج ٩ـ وکر، سودو، واپار ١٠ـ پيالو

١٦

وَحدَهٗ لاشريڪَ لهٗ، اِيءُ هيڪڙائِيءَ حَقّ،
ٻِيائِيَ کي ٻَڪُ، جَنِ وڌو سي وِرَسِيا[١].

١٧

عاشقُ چئُ مَ اُنَ کي، مَ ڪِي چئُ معشوقُ،
خالقُ چئُ مَ خامَ[٢] تون، نہ ڪِي چئُ مخلوقُ،
سَلِجِ تَنهِين سُلوڪُ[٣]، جو ناقِصِئان[٤] نِڳِيو[٥].

١٨

وَحدَتان[٦] ڪَثرتَ[٧] ٿِي، ڪَثرتَ وحدتَ ڪُلُّ[٨]،
حَقُ حَقِيقِي هيڪڙو، ٻولِي ٻِيءَ[٩] مَ ڀُلُ،
هُو هُلاچو[١٠] هُلُّ، بِاللهِ[١١] سَندو سَچَّين.

١٩

پاڻِهن[١٢] جَلُ جَلالُہ، پاڻِهن جانِ جمالُ،
پاڻِهن صُورَت پِرينءَ[١٣] جِي، پاڻِهن حسنُ ڪمالُ،
پاڻِهن پِيرُ مُريدُ ٿئِي، پاڻِهن پاڻ خيالُ،
سڀ سيوئي حالُ، مَنجهائِي[١٤] معلومُ ٿئِي.

٢٠

پاڻِهن ٻَسِي پاڻ کي، پاڻِهن ٿِي محبوبُ،
پاڻِهن خَلقِي خُوبُ، پاڻهن طالبُ تَنِ جو.

---

١- ڀليا، گمراہ ٿيا ٢- اي ڪچا!، اڻ آزمودگار! ٣- صوفي طريقي جا راز ٤- عيب ڪان ٥- نڪتو، آزاد ٿيو. ٦- هيڪڙائيءَ مانِ ٧- گهڻائي، دنيا ٨- سموري ٩- ٻئي ڪنهن ١٠- هل، هنگامو ١١- خدا جو قسم تہ ١٢- پاڻ ئي، خود پاڻ ١٣- مجازي محبوب ١٤- اندر جهاتي پائڻ سان.

۲۱

سو هِيءُ، سو هُو، سو اَجلُ، سو اَللهُ،
سو پِرين، سو پَساهُ، سو ويرِي، سو واهَرُو.

۲۲

پَڙاڏو[۱] سو سَڏُ، وَرُ[۲] وائِيءَ[۳] جو جي لهين،
هئا اَڳِهِين[۴] گَڏُ، ٻُڌَنُ ۾ ٻَہ ٿِيا.

۲۳

اِيڪُ قَصَرُ، دَرَ لَکَ، ڪوڙين ڪَٽَسِ ڳَڙڪِيُون[۶]،
جيڏانهن ڪريان پَرَکَ[۷]، تيڏانهن صاحبُ سامُهون.

۲۴

ڪوڙين ڪاياٿُون[۸] تنهنجيون، لِکَنِ لَکَ هزار،
جِيءُ[۹] سڀ ڪنهن جِيءَ[۱۰] سين، دَرَسَن[۱۱] دارو دارُ،
پِرِيَمِ تنهنجا پار[۱۲]، کِهڙا چَئِي ڪيئن چوٿانِ.

## وائي

سَيَڪا پِريان ڪُون[۱۳] پُوڄي،
نِينهُن نيٽين[۱۴]، ڳُڻُ[۱۵] ڳالهہ[۱۶] وو.
جا چِتايم[۱۷] چِتَ ۾، سا ٿو سَڄَڻُ ٻُجهي[۱۸]،
نِينهُن نيٽين، ڳُڻُ ڳالهِ وو.
لاتِ جا لَطِيفَ جِي، سَڏُ تُنهنجو سُڄِي[۱۹]،
نِينهُن نيٽين، ڳُڻُ ڳالهِ وو.

---

۱- پڙلاءُ ۲- پيچ، وٽ، رمز ۳- ٻولي، آواز ۴- اڳيئي ۵- محلات ٦- دريون ۷- نظر ۸- صورتون، شڪليون ۹- روح، (مطلق هستي) ۱۰- روح، (عارضي هستي) ۱۱- ديدار ۱۲- اهڃاڻ، صفتون ۱۳- پرينءَ کي ۱۴- نينهن نيٽن سان ٿيندو آهي ۱۵- خوبي ۱٦- ڳالهہ ۾، عمل ۾. ۱۷- ڏٺم، خواهش ڪيم ۱۸- پروڙي، جاڻي ۱۹- ٻڌجي

# داستان ٻيو

١

اَ گِهي[١] اَگهائِي[٢]، رَنجُ پِريان کي رَسيو،
چَڪِيَم چڱائِي، سورانگهِي[٣] سُورِيءَ تان.

٢

اَنڌا اُونڌا ويجَ[٤]! ڪَلَ ڪُجاڙِيا ڪانئِين[٥]؟
اسان ڏُکي ڏِيلَ ۾، تُون پِيارِيين پيچَ[٦]،
سُورِي جَنِين سيجَ، مَرَڻُ تَنِ مُشاهِدو[٧].

٣

سُورِيءَ سَڏُ ٿِيو، ڪا هَلَندي جيڏِيُون؟
وَڃَڻُ تَنِ پِيو، نالو نِينهُن گِنهَنِ[٨] جي.

٤

سُورِي سَڏَ ڪَري، اُڀِي عاشِقَنِ کي،
جي اَٿئِي سَڌَ سِڪَڻَ ۾، تو ڪَؤُ[٩] مَ، پيرُ[١٠] پَري،
سِسِي ڏارَ ڌَري، پُڄِجِ پوءِ پِرِيَنِ[١١].

٥

سُورِي آهِ سينگارُ، اَگِهين عاشِقَنِ جو،
مُڙَڻُ مونَڻُ مِيهَڻو، ٿِيا نِظارِي نِروارُ،
ڪُسَڻَ جو قَرارُ[١٢] اَصِلِ عاشقن کي.

---

١- قبول پئي، اثر ڪيو ٢- بيماري ٣- چڱي طرح اورانگهي يا لنگهي ٤- طبيب ٥- تون سارين ٿو ٦- پيچي، دوا ٧- ديدار. ٨- وٺن ٩- پوئتي هٽاءِ ١٠- قدم ١١- محبت ١٢- انجام، واعدو.

٦

سُورِي سِينگارِي، اَصلِ عاشقن کي،
لُڏيا ڪِينَ، لطيفُ چي، ٿِيا نيزي نِظاري،
ڪوڙيو ڪِناري[١]، آڙيو چاڙهي اُنِ کي.

٧

سُورِيءَ مَٿي سِيڻَ، ڪِهڙي ليکي سَنَرا[٢]؟
جيلهن[٣] لَگا نيڻَ، تي[٤] سُورِيائِي سيجَ ٿِي.

٨

سُورِيءَ چڙهڻُ، سيجَ پَسڻُ، اِيُ ڪَمُ عاشِقَنِ،
پاهُون[٥] ڪِينَ پَسَنِ، سائُو[٦] هَلَنِ سامُهان.

٩

سُورِيءَ جي سَوُ وَارَ، ڏِيهاڙيو چَنگِ[٧] چڙهِين،
جِمَ[٨] وِرچِي ڇَڏِيين، سِڪڻَ جي پَچارَ،
پِرتِ نہ پسِين پارَ[٩]، نِينهُن جِتائِين[١٠] نِڱِئو[١١].

١٠

پِهرِين ڪاتِي پاءِ، پُڇج پوءِ پِرِيتَڻُو[١٢]،
ڏُکُ پِريان جو ڏِيلَ ۾، واڄٽَ جيئن وَڄاءِ،
سِيخُنِ ماهُ پَچاءِ، جي نالو ڳِنبَڙِءِ[١٣] نينهن جو.

---

١- گوشت ٽنگڻ لاءِ ڪنڍين جي قطار ٢- خوش، وفادار ٣- جنهن صورت ۾ ٤- تنهن صورت ۾ ٥- پنٽي ٦- اشراف، سجڻ ٧- ڪنڍو، نيزو ٨- متان ٩- انت، حدون، طرف ١٠- جتان ١١- نڪتو ١٢- محبت. ١٣- ورتو اٿيئي

١١

ڪاتِيءَ ڪونهي ڏوهُ، ڳَنُ وَڍِينڌَڙَ هَٿَ ۾،
پَسيو پَرِ عَجِيبَ جِي، لِڇيو[1] وَڃي لوهُ،
عاشقن آندوهُ[2]، سَدا معشوقَن جو.

١٢

ڪاتِي تِکِي مَ ٿئي، مَرُ مُنيائي[3] هوءِ،
مانَ وِرمَن[4] توءِ[5]، مون پريان جا هَٿَڙا.

١٣

ڪاتي جا قريبَ جِي، سا هَڏَ چِيري چَمُ،
عاشقَن پنهنجو اَڱُ[6]، الله ڪارڻ وَڍيو.

١٤

جي تو سِڪڻُ سِکيو، ته ڪاتِيءَ پٺي مَ ڪَنجُهه،
سُپيرِيان جي سُورَ جو، ماڙهُن[7] ڏِڄي نه مَنجُهه،
اَندرِ اِيءُ اَهنجُ، سانديجِ سُڪاٺُون ڪري.

١٥

جان وَڍِين تان ويهُ، نه ته وِنيو واتَ وانءُ[8] تون،
هِيءُ تَنِين جو ڏِيهُ، ڪاتِي جَنِين هَٿَ ۾.

---

١ـ لڏيو، ڏڪيو. ٢ـ غم، ڏک ٣ـ مڏي ٿي ۴ـ ترسن، دير ڪن ٥ـ تهنڪري ٦ـ انگ، جسم. ٧ـ ماڻهن کي ٨ـ وڃ

١٦

ڪاتِي جَنِ ڳَري[١]، مان لنؤنُ لڳو[٢] تَنِ سين،
محبتَ جي مَيدانَ ۾، وڃان پيرَ ڀَري،
اَڏِيءَ سِرُ ڌَري، مانَ ڪُھَنِھُون[٣] سُپِرِين.

١٧

اَڳِيان اَڏِيَنِ وَٽِ، پوئِينِ سِرَ سَنباهِيا،
ڪاٽِ تہ پوءِ قَبُولَ ۾، مَڃُڻ[٤] ياپِين گھٽِ،
مَتا مُهايَنِ[٥] جا، پِيا نہ ڏِسِين پَٽِ؟
ڪلاڙَڪِي[٦] هَٽِ، ڪُسَڻَ جو ڪوپُ[٧] وَهِي.

١٨

جي اَتِي سِڪَ سُرڪَ جِي، تہ وَنءُ[٨] ڪلاڙَنِ ڪاتِي[٩]،
لاهِي رَڪُ، لَطِيفُ چِي، مَتو وَٽِ ماتِي،
تِڪَ ڏِيئي پِڪَ[١٠] پِيءُ تون، گھوٽَ مَنجهان گھاتِي،
جو وَرِنهَ[١١] وِهاتِي[١٢]، سو سِرَ وَٽِ[١٣] سَرو[١٤] ساهَنگو[١٥].

١٩

جي اَتِئي سَڌَ سُرڪَ جِي، تو وَنءَ ڪلاڙَڪي هَٽِ،
لاهِي رَڪُ، لطيفَ چِي، مَتو ماتِيءَ وَٽِ،
سِرُ ڏِيئي ۾ سَٽِ[١٦]، پِيجِ ڪي پِيالِيُونُ.

---

١- گھر ۾، وٽ (هٽ ۾) ٢- نينهن لڳو ٣- اسان کي ڪُهَن٤- متان ٥- ميهڙ وارن، مٿلن. ٦- شراب چڪائيندڙن، مرشد ڪامل ٧- قهر ٨- وڃ ٩- شراب چڪائيندڙن جي ڀٽي ١٠- سرڪ، ڍڪ ١١- نوجوان، بهادر مرد ١٢- غش ڪري، منجهائي ١٣- سر جي عيوض ١٤- شراب ١٥- سهانگو، سستو ١٦- سر جو سؤدو ڪر.

٢٠

جي اِتئي سَنڌ سُرڪَ جِي، تہ وَنءُ ڪَلاڙڪي ڪُوءِ[١]،
مَهيسَرَ[٢] جي مَدِ[٣] جِي، هُتِ هَڏِهين[۴] هُوءِ[٥]،
جان رَمز پَرُوڙِيَم رُوءِ، تان سِرَ وٽِ سُرڪِي سَگهُٽي[٦].

٢١

جي اِتئي سِڪَ سُرڪَ جِي، تہ وَنءُ ڪَلاڙڪي ڳَرِ[٧]،
وَڍَڻُ، چِيرَڻُ، چِچِرَڻُ، پَهَتِ[٨] اُنين جي پَرِ،
جي وَتِي پُوپِئي وَرِ[٩]، تہ سَهَنگِي آهِ، سَيَدُ چئي.

٢٢

ناٽي ناهِ ڪَڪُوه[١٠]، ڪِين، مُلهِ، مَهنگو مَنڌَ[١١]؟
سَنباهِج، سَيَدُ چئي، ڪاتَڻَ ڪارَڻِ ڪَنڌُ،
هِيءُ تَنِين جو هَنڌُ، مَتَنِ پاسِ مَرَنِ جي.

٢٣

عاشقَ زهرَ پِياڪَ، وِهُ پَسيو، وِهُسَن[١٢] گهڻو،
ڪَڙي ۾ قاتِلَ جا، هَميشہ هيراڪَ،
لَڳيَنِ لَٽُونِ لطيفُ چئي، فَنا ڪيا فِراقَ،
توڙي چِڪَنِ چاڪَ، تہ پِہ آهَ نہ سَلَنِ عامَ کي.

---

١- گهڻيءَ ٢- پير مغان، ساقي، مرشد ڪامل ٣- شراب ۴- هميشہ ٥- هوڪو، هل ٦- بنهن، نمونو ٧- سٽن گٽن واري ٧- گهر، بني وٽ ٨- رستو، دستور ٩- حاصل ٿيئي ١٠- شراب جو قسم ١١- شراب ١٢- خوش ٿين.

٢٤

مَ ڪَرِ سَڏَ سَري[١] جِي، جي تون تارِيِين تُوهُ،
پِيتِي جنهن[٢] پاسي تِيِي، منجهان رَڱَن رُوحُ،
ڪاتي[٣] چَڪُ ڪَڪُوھُ[٤]، لاهي سِرُ، لَطيفُ چئي.

٢٥

سَڏَڙِيا سَري جُون، ڪُهُ[٥] پَچارُون ڪَنَ؟
جُهَ[٦] ڪاتَ ڪَلاڙَنِ ڪِديا، تہ موتِيو پوءِ وَڃَنِ،
پِڪون سي پِيئَنِ، سِرَ جَنِين جا سَٽِ[٧] ۾.

٢٦

سِرُ جُدا، ڌَڙُ ڌارَ، دوڳُ[٨] جَنِين جا ديڳ ۾،
سي مَرُ[٩] ڪن پَچارَ، هَڪيا[١٠] جَن جي هَٽَ ۾.

٢٧

ديڳِين دوڳَ[١١] ڪَڙهِنِ، جِتِ ڪَڙِيِين[١٢] ڪَڙَڪو نہ لهي،
تِتِي طَبِيبَنِ، چاڪَ چِڪَندا چِڱيا.

٢٨

سِسِي سِي گُهرَنِ، جي واتِيندَڙُ[١٣] وِچَ ۾،
اُوءِ ڪِني[١٤] پِيو پُڇَنِ، سَرو[١٥] جَنِ سَنباهِيو؟

٢٩

اَصلِ عاشقَ پانهنجي، سِسِينہ سانديِنِ،
لاهيو سِرُ، لطيفُ چئي، ساھُ سَلاڙيو[١٦] ڏِينِ،
ڪُلَهنِئُون[١٧] ڪاتِين، پُڇَن پوءِ پِرِيتَڙو[١٨].

---

١- شراب، عشق ٢- جنهنجي پيئڻ سان ٣- بنيءَ تي ۴- شراب ٥- ڪوهُ، ڇو ٦- جڏهن ٧- عيوض ۾ ٨- ٽڪر، ذرا ٩- پلي ١٠- حاضر، تيار ١١- ٽڪر، ڀوتيون ١٢- ڪڙاهين ١٣- شراب ورهائيندڙ، ساقي ١۴- ڪجھ ١٥- شراب١٦- گڏ، ان سان (سلهاڙيو) ١٧- ڪلهن کان ١٨- محبت.

۳۰

اَصل عاشقن جو، سِرُ نہ سانديڻ ڪمُ،
سَؤ سِسِنئان اَڳِرو[1]، سَندو دوسان[2] دمُ،
هِيءُ هَڏو ۾ چَمُ، پِڪَ پِريان جِيءَ نہ پَڙِي[3].

۳۱

جي مَتِي وتِ[4] مِڙَنِ، تہ سيڪنهين[5] سَڏَ ٿِئِي،
سِرَ ڏني سَتِ جُڙِي[6]، تہ عاشقَ اِيئَن اَچِنِ،
لِـکِا[7] تي لَيسَنِ، مُلهہ مَهَنگا سُپِرِين.

۳۲

مُلهہ مَهَنگو قَطَرو، سِڪَڻُ شَهادتَ،
اَسان عِبادَتَ[8]، نَظَرُ نازُ پِرِيَنِ جو[9].

### وائي

مَندُ[10] پيئَندِي مون، ساجَنُ سَهِي سُجاتو.
پِي پِيالو عشقَ جو، سَيُڪي سمجهِيوسُون،
ساجَنُ سَهِي سُجاتو.
پِرِيان سَندي پارَ جِي، اندرِ اَگِ اَٿُون،
ساجَنُ سَهِي سُجاتو.
جِيئَڻُ ناهي جَڳَ ۾، ڏِينهن[11] مڙيئي ڏُون[12]،
ساجَنُ سَهِي سُجاتو.
اَلا! عَبدُاللطيفُ چي، آهين تُونهِين تُون،
ساجَنُ سَهِي سُجاتو.

---

۱ـ بهتر، مقدم ۲ـ دوستن جو ۳ـ برابر ٿئي ۴ـ عيوض ۵ـ سيڪنهن کي ٦ـ سودو ٿئي، ٿهي ۷ـ لکيا، قسمت سان ۸ـ اسان جو ڪم عبادت ڪرڻ ۹ـ محبوب جو ڪم آهي، مهر جي نظر ۾ ناز ڪرڻ ۱۰ـ شراب ۱۱ـ ڏينهن ۱۲ـ ٻہ

# داستان ٽيون

١

اُٿياري[١] اُٿي وِيا، مُنجهان مُون آزارَ*،
حَبِيبَ ئي هَٽِي وِيا، پِيڙا[٢] جي پَچارَ،
طَبِيبَنِ تنوارَ[٣]، هَڏِ[٤] نہ وَٺِي هاڻِ مُون.

٢

هَڏِ نہ وَٺِي هاڻِ مون، ويڄَنِ جي وِصالَ[٥]،
هِنَ منهنجي حالَ، حَبِيبُ ئي هادِي ٿيو.

٣

حَبِيبُ ئي هادِي ٿِيو، رهنُما راحتَ،
پِيڙا نِيائِين پاڻُ سين، لائي ڏِيئِي لَتَ،
سُپِيرِيان صِحَتَ، ڏِنِيَمِ مَنجهان ڏُکَندِي[٦].

٤

اَورِ[٧] ڏُکَندو اُو ٿِئِي، هادِي جنهن حَبِيبُ،
تِرُ تَفاوَتُ نہ ڪَري، تنهن کي ڪو طَبِيبُ،
رَهَنُما رَقِيبُ[٨]، ساتَرِ[٩] صِحَتَ سُپِرِين.

٥

ساتَرِ[١٠] صِحَتَ سُپِرِين، آهي نہ آزارُ،
مَجلسَ وِيرَ[١١] مِنو ٿئي، ڪوٺِيندي قَهارُ،
خَنجَرُ تنهن[١٢] خوبُ هَٽِي، جنهن سين ٿِئي يارُ،
صاحبُ رَبُ سَتّارُ، سوجهي[١٣] رَڱون ساهَ جُون.

---

١ـ جاڳائي * اندر ۾ محبت جو مچ مچائي پوءِ پاڻ ڪلدي ويا. ٢ـ درد، بيماري ٣ـ آواز، سس ڦس ٤ـ اصل، بنهه ٥ـ طبيبن جو اچڻ ٦ـ بيماري، در ٧ـ وڌيڪ، عجيب، علحدو ٨ـ نگهبان، خدا جو نالو ٩ـ دوا جو نالو ١٠ـ مفيد دوا ١١ـ مهل ١٢ـ تنهن کي ١٣ـ صاف ڪري، چڪاسي

٦

رَڳُون ٽِيُون رَبابُ، وَڄَنِ وِيلَ سَيَڪنهين،
لُڇَڻُ ڪُڇَڻُ نہ ٽِيو، جانبُ ري[١] جَبابُ[٢]،
سوئي سَنڌِيندُمِ[٣] سُپِرين، ڪِيَسِ جنهن ڪَبابُ،
سوئِي عَينُ عَذابُ، سوئي راحَتَ روحَ جِي.

٧

سوئِي راهَ ردِ ڪَري، سوئي رَهَنُماءُ،
وَتُعزِّمَن تَشَآءُ وَتُذِلُ مَن تَشاءُ[٤].

٨

پَرِ ۾[٥] پُڇيائُون، عشقَ جي اَسبابَ[٦] ڪي،
دارُون هنَ دردَ جو، ڏاڍو ڏسِيائُون،
آخِرُ وَالعَصرَ[٧] جو، اِيهِين[٨] اُتائُون[٩]،
تِنهان پوءِ آئُون، سِڪان ٽِي سَلامَ ڪي.

٩

سِڪِين ڪُوهُ[١٠] سلام ڪي، ڪَرِين ڪوهہ نہ سَلامُ؟
بِيا ڏَرَ تَنِ حَرامُ، اِيءُ ڏَرُ جَنِين ڏيکيو.[١٠a]

١٠

مِنايان[١١] مِنو گهڻو، ڪَڙو ناهِ ڪلامُ،
سُڪُوتُ[١٢] ئِي سلامُ، پِريان سَندي پارَ جو.

---

١- ڪان سواءِ ٢- جواب، جواب ڪان سواءِ، خاموش ٣- شفا ڏيندم ۴- جنهن کي وڻيئي تنهن کي عزت وارو ڪرين ۽ جنهن کي وڻيئي تنهن کي ذليل ڪرين (ق- ش- ٣، ٢٥).
٥- مخفي طور ٦- ڪارڻ ٧- سوره والعصر جو پويون لفظ يعني 'صبر' ٨- ائين ئي ٩- چيائون ١٠- ڇو ١٠a- ڏنو ١١- مٺائيءَ ڪان ١٢- خاموشي، ماٺ.

۱۱

پِريانِ سندي پارَ جِي، مِڙَئِي مِٺائِي،
ڪانهي ڪَڙائي، چَکين جي چِيت ڪَري[۱].

۱۲

جاڻِي ٻُجِهي جَن، توسين سُورَ سَجَ ڪِي[۲]،
تون ڪِيئَن[۳] سنديُون تَنِ، پَرَ[۴] سين پَچارون ڪَرين.

۱۳

تو جَنين جِي تاتِ[۵]، تَنِ پُڻِ آهي تنهنجي،
فاذْكُرُوني اَذْكُرْكُمْ[۶]، اِيءَ پَرُوڙِج باتِ،
هَٿِ ڪاتِي، ڳُڙُ واتِ، پُڇَڻُ پَرِ پريَنِ جِي.

۱۴

حَبِيبَنِ هيڪارَ، مَنجهان مِهرَ سڏُ ڪِيو،
سو مون سَڀَ چِمارَ، اورڻ[۷] اُهوئِي ٿِيو.

۱۵

پا ٻوهِي[۸] هيڪارَ، مُونهان[۹] پُڇيو سَڄَڻين،
اَلَسْتُ بِرَبِّكُمْ[۱۰]، چَيائُون جنهن وارَ[۱۱]،
سنڌِي سورَ ڪِنارَ[۱۲]، تَنَ تَڏانهڪون[۱۲a] نہ لَهِي.

---

۱- دل لائي، خبرداري سان ۲- توکي سور ڏنائون ۳- ڪيئن ۴- ڏارين ۵- پچار، يادگيري
٦- ياد ڪريو مون کي، تہ آءٌ بہ اوهان کي ياد ڪريان (ق- ش ۲، ۱۵۲) ۷- ياد ڪرڻ
۸- مرڪي ۹- مون کان ۱۰- چيا، نہ آهيانِ مان اوهان جو رب؟ (ق- ش- ۷، ۱۷۲)
۱۱- پيري، دفعي ۱۲- نوڪ، ڏار. ۱۲a- تڏهن کان.

١٦

پاڀوهيو پُڇَنِ، ڪِتي هَتُ حبيب جو؟
نيزي هيٺان نينهن جي، پاسي پاڻُ نه ڪَنِ،
عاشقَ اَجَلَ سامُهان، اُونچي ڳاٽِ اَچَنِ،
ڪُسَڻُ قُربُ جَنَ، مَرَڻُ تَنِ مُشاهِدو[1].

١٧

ڪوٺي ڪُهي سُپِرين، ڪوٺي ڪُهڻَ ساڻُ،
نيزي هيٺان نينهن جي، پاسي ڪَرِ مَ پاڻُ،
جُلُ[2]، وِڃائي جاڻُ[3]، عاشقَ اَجَلَ سامهون.

١٨

ڪوٺَڻُ قَرِيبَنِ جو، عينُ تَڙَڻُ آهِ،
اِيءَ اَلِتي ڳالهڙي، سِڪَ وَرَندي[4] ساهِ[5]،
آسَرَ[6] هَڏِ[7]، مَ لاهِ، ڇِنَڻُ ڳنڍَڻُ اُنِ جو.

١٩

ڪُهَنِ تان ڪَرَ[8] لَهَنِ، ڪَرَ لَهَن تان ڪُهَنِ،
سِيئي ماءِ مُهَنِّ[9]، سِيئي راحَتَ رُوحَ جِي.

٢٠

ڪُهي سو ڪَرَ لَهي، ڪوٺي سو قَريبُ،
اِها عادَتَ سِڪيو، هَر زَمانُ حَبِيبُ،
تِڇِي[10] سو طَبِيبُ، سوئِي راحَتَ رُوحَ جِي.

---

١ـ ديدار ٢ـ هل، وڃ ٣ـ خودي يا هستي سمجهڻ ٤ـ جواب ٥ـ سا، اهائي ٦ـ آسرو، اُميد ٧ـ ڪنهن ٨ـ خبرچار ٩ـ زخمي ڪن، نيزو هڻن ١٠ـ ڪپي ۽ ڪوري، وڍي.

۲۱

ڪُهَنِ ۽ ڪوٺِينِ، اِيءَ پَرِ سَندي سَڄَڻين،
سُورِيءَ چاڙهيو سُپرين، ڏَنبَ ڏِيهاڙي ڏِينِ،
وينا وِرهُ[۱] وَٺِينِ[۲]، آءُ واڍوڙِئا[۳] وِهاءِ[۴] تون.

## وائي

ٽِيندو تَنَ طَبيبُ*، دارُون منهنجي[۵] دردَ جو،
پُڪِي[۶] ڏِيندُمِ پاڄَهه جي، اَچي شالَ عَجيبُ،
دارُون منهنجي دردَ جو.
پِرِيَنِ اَچِي پانّ ڪِيو، سَندو غورُ غَرِيبُ،
دارُون منهنجي دردَ جو.
ڏُکَندو[۷] سيوِئي ڏُور ڪِيو، مَنجُهون[۸] تَنَ طَبيبُ،
دارُون منهنجي دردَ جو.
اَدِيُون! عبداللطيف چي، هاتِڪُ[۹] آهِ حَبِيبُ،
دارُون منهنجي دردَ جو.

---

۱ـ وڇوڙو، عشق جو عذاب ۲ـ وراهين ۳ـ اي قتيل! ۴ـ خريد ڪر * دل گهريو حڪيم ٽيندو ۵ـ منهنجي ٦ـ دوا ۷ـ بيماري، درد ۸ـ اندر مان ۹ـ هوشيار، قابل.

# سر يمن ڪلياڻ

## لغتي معنيٰ:

’يمن‘ لفظ جي لغتي معنيٰ آهي، ’من کي روڪڻ‘. يمن ڪلياڻ، ڪلياڻ راڳڻيءَ جو هڪ قسم آهي، جو رات جي وقت ڳائبو آهي.

## سر بابت:

هن سر ۾، عموماً ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ واريون پڙهڻيون قائم رکيون ويون آهن، پر جتي جتي ڊاڪٽر ٽرمپ واريون پڙهڻيون وڌيڪ موزون سمجهيون ويون آهن، اتي اهي اختيار ڪيون ويون آهن. ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ جيڪي بيت رد ڪيا آهن، تن مان، گهڻي تفحص بعد، جيڪي بيت شاهه جا سمجهيا ويا آهن، تن جو هن نسخي ۾ اضافو ڪيو ويو آهي. اضافي ڪيل بيتن جا نمبر هيٺ ڏجن ٿا:

داستان ١ ۾ بيت نمبر ٢٠
داستان ٣ ۾ بيت نمبر ١۴، ١٥ ۽ ١٦
داستان ۴ ۾ بيت نمبر ٢۴، ٢٥ ۽ ٢٦
داستان ٥ ۾ بيت نمبر ٣٦، ٣٧، ٣٨، ٣٩ ۽ ۴٠
داستان ٧ ۾ بيت نمبر ١، ٢ ۽ ٨
داستان ٨ ۾ بيت نمبر ١٠ ۽ ٢٢.

## روحاني راز:

هي سر، مضمون توڙي عبارت جي لحاظ کان شاهه جو عمدو ڪلام آهي، جنهن ۾ حقيقي عشق ۽ تصوف جا ڪئين راز ۽ رمزون عمدي نموني ۾ بيان ڪيون ويون آهن. هن سر ۾ ڏنل سڀيئي تمثيلون، شاهه پنهنجي وقت جي مروج ڌنڌن ۽ انهن ۾ ڪم ايندڙ اوزارن سان ڏنيون آهن. لوهارن جي دڪان تي اڱرن جو ڪوري ۾ جلڻ، ڌوڻين جو ڌَنوَڻ ۽ سنداڻن جو

سَنڪَن ڏسي، انهن مان عجيب نصيحتون ڪيون اٿس. ڪلالن جي ٻَنيءَ تي شراب چڪڻ، موڪي جو مٽ ڪولڻ ۽ پياڪن جي پيهہ ڪرڻ مان پڻ سالڪن لاءِ سبق آموز نڪتا ڪڍيا اٿس. طبيبن جي بيچارگيءَ ۽ عشق جيءِ مريضن جي دنياوي وينجن کان علحدگيءَ مان ڪئين تصوف جا اسرار پلٽيا اٿس. حقيقي معشوق کي ڪڏهين جراح (ودڪٽ جي ماهر طبيب) سان، ڪڏهين جلاد ڪاسائيءَ سان، ڪڏهين تيرانداز شڪاريءَ سان، ڪڏهين دائودي شهسوار سان، ڪڏهن لوهار سان ۽ ڪڏهين موڪيءَ سان تشبيهہ ڏئي، انهن جا مختلف اوصاف بيان ڪيا اٿس.

سچي عاشق کي عزازيل سان، چور سان، پتنگ سان ۽ اڳرن سان مشابهت ڏئي، هن کي ڪئين مشورا ڏنا اٿس. مولانا روميءَ جي سڄي مثنويءَ جو تت هڪ بيت ۾ ڏيئي، ڄڻ تہ درياهہ کي ڪوزي ۾ بند ڪيو اٿس.

ظاهري علم مان پليءَ پت بهره ور هوندي بہ، ملن ۽ قاضين کي چِتڏي، اندر ۾ مفتي وهارڻ جي هدايت ڪئي اٿس. آخرين بيتن ۾ صبر ڪرڻ، بردبار ٿيڻ ۽ ٻين کي نہ رنجائڻ جي نيڪ نصيحت ڏني اٿس. مطلب تہ ساري سر ۾ شاهہ گهرا گفتا ۽ عميق نڪتا ڏنا آهن، جي سالڪن لاءِ مشعل راهہ ٿيندا.

هن سر ۾ برهہ جي بيمار جو علاج ۽ محبت جي مريضن جا ڪيترائي جذبات ظاهر ٿيل آهن. دئي دور ڪرڻ، حقيقي عشق جو شراب پيئڻ، چپن کي چُني لائڻ ۽ اندر ۾ پاڻ کي اڳرن وانگر پچائڻ، عشق جي مذهب جا ضروري ۽ لازمي شرط ڄاڻائي، شاهہ سچن صوفين جون اعليٰ صفتون ۽ انسانيت جي ممتاز درجي تي پهچڻ جون رمزون پڌايون آهن. مطلب تہ شاهہ، هن سر ۾، ڪوڙن مدعين ۽ خالي سڏڙين جون ڪليون کولي ڇڏيون آهن.

# سر يمن ڪلياڻ

## داستان پهريون

١

تُون حَبيبُ، تون طبيبُ، تون دردَ جي دوا،
جانِبَ منهنجي جِيءَ ۾، آزَرَ[1] جا اَنواع[2]،
صاحبَ! ڏي شفا، مِيان! مَرِيضنِ کي.

٢

تون حبيبُ، تون طبيبُ، تونَ دردَ جو دارُون،
دَوا آهِنِ دل کي، تُنهِنجيُون تنوارُون[3]،
ڪَرِيان تِي ڪارُون[4]، جيئن ٻُڪِي[5] ٻِتَنِئُون[6] نه ٿِئي.

٣

تون حبيبُ، تون طبيبُ، تُونهِين[7] ڏِنَنِ[8] ڏَبُّ[9]،
تون ڏِيين، تون لاهين، تُونهِين هادِي رَبُّ،
آهِم اِيُ عَجَبُ، جِيئن، واريو ويجَ وِهارِيِن.

٤

تون حبيبُ، تون طبيبُ، تون دارُون کي دردَنِ،
تون ڏيين، تون لاهِيين، ڏاتَرَ! کي ڏُکَندنِ،
تَڏِهن ڦَڪِيُون فَرَقُ ڪَنِ، جَڏِهن اَمُر ڪَرِهو[10] اُنِ کِي.

---

١- آزار، درد ٢- انواع، ڪئين نمونا (قسم) ٣- سئيون ڳالهيون، ذڪر ۴- پڪارون، ڪوشــشون ٥- دوا ٦- ٻين ڪان ٧- تون ئي ٨- بيـمارن جــو (ڏئلن، اگهـن) ٩- دوا ١٠- ڪريو.

٥

جان ڪِي[١] ڪَري طبيبُ، دارُون هِنَ دردَ جا،
هَٿِيو سي حبيبُ، اُڪوڙِيو اَڏَ ڪَري.

٦

هَڻُ حبيبَ هٿ ڪَٿِي، ٽيڪِ[٢] مَ، ٽورو لاءِ[٣]،
پِريَمِ! تنُهنجي گهاءِ[٤]، مران ته مانُ لَهان.

٧

هَڻُ حبيبَ هٿ ڪَٿِي، دل ۾ ڏِيرِي[٥] دانهَ،
ڪُڇان تان ڪُوڪَ ٿِئِي، صبُر آئُون نه سَهان،
ڪنهن ڪي ايئن چُوئان[٦]، ته مون ڪي ماريو سَڄَڻين.

٨

هَڻُ حبيبَ هٿ ڪَٿِي، ٻَنگان[٧] لِهي ٻانُ[٨]،
ماڳِهين مون مِنهَ[٩] ٿِئِي، جهولِيءَ وِجهان پانُ،
اِنَ پَرِ ساڄَنَ سانُ، مانَ مقابلو[١٠] مون ٿِئِي.

٩

جِتِ حَبيبَ هَڻَنِ، نائُڪَ[١١]، يَري نينهَن جِي،
تِتي طَبِيبَنِ، وِڄا[١٢] وَڃي وِسَرِي.

١٠

هَٽين جي حبيبَ! مَحبَتِي مَيا[١٣] ڪري،
پُڇان ڪِينَ طبيبَ، هُوند[١٤] گهائَنِ سين ٿِي ڳهارِيان.

---

١ـ جيڪي ٻه ٢ـ پوئتي هٽاءِ. قياس ڪرُ (بس ڪر. بند ڪر. هٽاءِ. م.) ٣ـ مهرباني. ڪر ۴ـ زخم جي ڪري ٥ـ اونهي، جهڪي، ڳجهي، ويچاري ٦ـ چوان ٧ـ ٻنگ يا ڪمان جي ور مان ٨ـ تير ٩ـ بهانو (سبب) ١٠ـ ملاقات، گڏجاڻي ١١ـ ناوَڪَ، تير جي نوڪ (چهنب، چوٽ .م.) ١٢ـ قابليت (علم، هنر.م.) منجهيو پون ١٣ـ مهرباني (رحم. ٻاجه. م) ١۴ـ جيڪر.

١١

چوري چَنگُ[١]، ٻَنگُ[٢] لهِي، حَبِيبَنِ هَنيوسِ،
ٻُجهان[٣] ٻانُ لڳوسِ، ڪانارِئو[٤] ڪَرَ[٥] ڪٽي.

١٢

ڪانارِئا ڪُٽِڪَنِ، جَنِين لوهُ[٦] لِڳَنِ ۾،
محبَتَ جي ميدانَ ۾، پِيا لالَ لُڇَنِ،
پاٽهي ٻَڌَنِ پَٽِيُون، پاٽهي ڇِڪِئا[٧] ڪَنِ،
وَتان واڍوڙِيَنِ[٨] رهِي اَڇِجي راتڙِي.

١٣

رهِي اَڇِجي راتڙِي، تَنِ واڍوڙِيَن وَتاءَ،
جَنِ کي سُورُ سَرِيرَ ۾، گهٽَ مَنجهاران[٩] گهاءَ،
لِڪائي لوڪاءَ، پاٽهي ٻَڌَنِ پَٽِيُون.

١۴

اَڄُ پُڻ ڪَنجهو ڪَنجهه، واڍوڙَڪي[١٠] مَنهِن،
جي پُڻ[١١] پِيئِنِ سَنجهَا[١٢]، هُوءِ پِنِيُون، هُوءِ پَٽِيُون*.

١٥

اَڄُ پُڻ کِهڙِي ڌانهَن، واڍوڙَڪي مَنهِن؟
ويجَ وَرائي ٻانهن، چوري، چاڪَ نِهارِيا.

---

١ـ ڪمان کي ڪشي ٢ـ وَنگ، تير جو گوشو يا ڇيڙو (جيڪو ڪمان جي زه تي چاڙهجي) ٣ـ آءٌ ٻانيان ٿو (سمجهان ٿو) ۴ـ تير يا ڪان لڳل ماٿهو ٥ـ هٽ (مٿي اُپڙي، (ڪرُ ڪٽي: ڪندَ ڪٽي، اُپڙي) مٿي اُڇلي ٦ـ تير ٧ـ علاج ٨ـ ڦٽيلن ٩ـ دل ۾ ١٠ـ وڍيلن جي ١١ـ جيتوڻيڪ ١٢ـ سانجهي* اڄا پيا مرهم پٽي ڪن.

۱٦

ويچارا واڍوڙ، سَدا شاڪِرَ[1] سُورَ سين،
تاٽِينِ متي توڙَ[2]، اوري ڪَنِ نہ آسرو.

۱۷

سدا آھي سُورَ جي، واڍوڙِيَنِ وائِي،
جيڪا اَتِنِ مَنَ ۾، سَلِنِ نہ سائِي،
اوڙَڪ[3] اُھائِي، ڳولِيو لَھنِ ڳالھڙِي.

۱۸

سَگھنِ[4] سُتِ نہ سُورَ جي، گھايَلَ ڪِيئن گھارِينِ؟
پِيَلُ پاسو پَٽَ تان، واڍوڙَ نہ وارِينِ،
پَرِ ۾ پَچَنِ پرينءَ لئي، ھُئي! ھَنجھون[5] ھارين،
سَجَڻُ جي سارِينِ، تَنِ رويو وِھامي[6] راتڙِي.

۱۹

سَگھَنِ سُتِ نہ سور جي، تا رُنڪَنِ[7] رَنجُورِي[8]،
پِيا آھِنِ پَٽَ ۾ مَتَنِ مامُورِي[9]،
لَڳِيَنِ لَنؤُ، لَطِيفُ چي، سدا جِي سُورِي[10]،
پِرتِ جَنِ پورِي، تَنِ رويو وِھامي راتڙِي.

۲۰

سَدا آھي سُورَ جي، رَنجُورَنِ[11] رُٽڪَ[12]،
ڪنھن جنھن ڏُکَ ڏَسائيا[13]، لَتِيَنِ ڪِينَ چُٽڪَ[14]،
اِنَ يَلارِيءَ يُٽڪَ[15]، ھيڪَرَ حُضُورِي ڪِيا.

---

۱ـ راضي ۲ـ آخري منزل ۳ـ آخر، نيٺ (گھٽو) ۴ـ تندرست ماڻھن ۵ـ ڳوڙھا ٦ـ گذري ۷ـ ڪنجھن، ڪٽڪن ۸ـ رنجور (ف)، بيمارَ ۹ـ امر ڪيل بيماري ۱۰ـ دائمي درد، عشق ھميشہ جو آزار آھي ۱۱ـ بيمارن، عاشقن ۱۲ـ ڪنجھڪار ۱۳ـ ڏنگيا ۱۴ـ سور، درد. ۱۵ـ تنوار، وائي، خبر.

٢١

آيلِ اُنِ نہ وِسَهان، هنجهون جي هارِينِ،
آٽيو آبُ اڪينِ ۾، ڏيهہ[1] ڪي ڏيڪارِينِ،
سَجَڻُ جي سارِينِ، سي نہ ڪي رُونِ، نہ چُونِ ڪِي.

## وائي

وِرسئا[2] ويجَ ويچارا! دِلِ ۾ دردُ پِرِيَنِ جو.
اُٿيو ويچا! مَ وِهو، وَڃو ڏَبَ ڪَٽِي،
دل ۾ دردُ پِرِيَنِ جو.
پُڪِي ڏيندا ڀاڄہ جِي، آيا سُورَ ڏَٽِي،
آيا جِي جِيارا،
دل ۾ دردُ پِرِيَنِ جو.

## داستان ٻيو

١

تَنَ طبيبُ[3] نہ تُون، سُڌَ نہ لَهِين سُورَ جِي،
سانڍِ پنهنجا ڏَيئڙا[4]، ڪَڏَ ڪَٽِي ۾ پُون[5]،
ڪانہَ گُهرِجي مُون، حَياتِي هوتَنِ ري[6].

٢

ويڄَنِ سين وائيءَ پِيا[7]، ڪِري[8] نہ ڪئائون،
جي پَندِ[9] پارِيائُون، تہ سِگهائِي سَگها ٿِيا.

---

١- ڏيهہ جي ماڻهن ٢- گمراه ٿيا، عاجز ٿيا، ٣- حڪيم، ٤- دوائون ٥- زمين ٦- ڪان سواءِ ٧- تڪرار ڪيائون ٨- پرهيز ٩- صلاح، نصيحت.

۳

ويڇَنِ سين وائيءَ پِيا، ڪِرِي ڪَنِ نه پاڻِ،
اَگها . اِنَ اُهڃاڻِ، پَسو! سُورَ سِجهائِيا[۱].

۴

آهي گهٽو اَگهنِ جو، تَرَسُ طَبِيبَنِ،
ڪِيو وَسُ ويڇَنِ، تان ڪِرِيءَ ري ڪِينَ ٿِئِي.

۵

تَرَسُ طبيبن جو، جَڏَنِ ڪِيو نه جات[۲]،
جو ويڇَنِ جي واتِ، دارُونئا[۳] تنهن ڏُورِ ٿِيا[۴].

۶

اَگهائِي سَگها ٿِيا، جي وينا وَٽِ ويڇَنِ،
تَرَسِي طبيبَن، چيتي[۵] هوند چَڱا ڪِيا.

۷

پاڙِي ويجَ هُئامِ، تان مُون مُورُ نه پُڇِيا،
تيلاهِين پِيامِ، موريسَرَ[۶] اَڪيَنِ ۾.

۸

هارِئا[۷]! تو هِرِي، ڪُپَچُ[۸] ڪايا[۹] سين ڪِيو،
ڪَرِيِن جي ڪِرِي، ته تون تَوانو، ٿِيِن.

---

۱- ڳاريا، جهوريا ۲- ذات، پنيءَ، هرگز ۳- دوا درمل ڪان ۴- پاسو ڪيائون
۵- ڪوشش ڪري، حيلو ڪري ٦- چاليون، قلاءُ ۷- نادان، هار ڪاڏل ۸- ڪري پيجي،
نقصان ۹- بدن.

٩

جي پائيين پرين مِڙاڻ[١]، سِڪُ چوران ڪي ڏاتِ[٢]،
جاڳڻُ جَشنُ[٣] جَنِ ڪي، سُڪُ نہ سارِي راتِ،
اُجِهي پُجهي[۴] اُتيا، وائِي ڪَنِ نہ واتِ،
سَلي[٥] سُورِيءَ چاڙهيا، بَيان ڪَنِ نہ باتِ،
توڻي ڪُسَنِ ڪاتِ، ساڳِي سِلِن[٦] ڪِينَ ڪِي.

١٠

تَڙِي[٧] طبيبَنِ، گهايَلُ گهران ڪَڍِيو،
چِڪيا[٨] چاڪَ چِهُون[٩] ڪري، ڪَڙُيون مورُ نہ ڪَنِ[١٠]،
دوسَ[١١] جي دَرَسنِ سين، پئي ٿارُ[١٢] ٿَپَنِ[١٣]،
وِرچيو ويجَ وَجَنِ، آءُ تہ پِرِيَمِ اُبهان[١۴].

١١

ويجَنِ ويني ٿي، دوسُ پيهِي دَرِ آئِيو،
صِحَتَ جي سَرِيرَ ۾، ڪَلَ[١٥] ڪَرين[١٦] پيئِي،
پيڙَ پَري ويئِي، اَچَڻَ ساڻُ عجيبَ جي.

١٢

وَڏِي جَنِ وِڏياسِ، وَرِي ويجَ ٿِي سي ٿيا،
تُرتُ پَڏائون پَتيُوان، روزِ ڪِيائُون راسِ[١٧]،
هينئڙا! تَنِين پاسِ، گهارِ تہ گهايَلُ نہ ٿيين.

١- مِلاڻ ٢- روش، ڍنگ ٣- مزو، خوشي ۴- ٽڪي ٽٽي، رُلي پَنڪي ٥- سوراخ ڪري، عذاب ڏئي ٦-سَلِينِ، مَڃِينِ پڌائين ٧- گهر مان ٨- ڪڙهيا ٩- چيهيون، چير ١٠- ڦٽ اصل نٽا ڇنن.١١- دوست ١٢- آرام اچي ١٣- وڍن، ڦٽن ١۴- اٿي بيهان، چاق ٿيان ١٥- سڌ ١٦- لڳن ۾ ١٧- نؤبنو.

۱۳

هاريا* ويچَ، مُياسِ! سُدِ نہ لهن سُورَ جِي،
پِريان کي چُوندياس[1]، تہ تَرَسُ طبيبَنِ ڇَڏِيو.

۱۴

ويچَ! مَ ٻُکِي ڏي، اَلا! چَڱِي مَ ٿِيان،
سَڄَڻُ مانَ اچي، ڪَرَلاهُو[2] ٿِي ڪَڍِهين.

۱۵

ويهَڻُ ويڄَنِ وَٽِ، جي سِڪين تہ سَگهو[3] ٿيين،
اَڱين عادَتَ مَٽِ، تہ اِگها! عاجِزُ نہ ٿِيين.

۱٦

هُئين تہ ويڄَنِ وَٽِ، تون ڪيئن جِيءَ جَڏو[4] ٿيين؟
سِرُ ڏيئي ۾ سَٽِ، ڪُھ نہ ڪِيَئي ڊِيَڙا؟**

۱۷

ڪُٺِيَس ڪُويڄَنِ[5]، تَنَ طبيبَ نہ گِڏيا،
ڏيئي ڏنبَ ڏڏنِ[6]، پاٽا ڏِيلُ ڏُکوئيو.

۱۸

دارُون ۽ ڪارُون[7]، جان کي ڪِيا ويچَ مون!
ٻُکِي ڏيندا ٻاجَھ جِي، نِهاري ناڙُون[8]،
جَنِ جُون سيڻَ لهنِ سارُون[9]، تَنِ تان ڏُکندو ڏُورِ ٿئي.

---

* هارايل، ناڪام ۱- چونديس ۲- خبر لهڻ وارو، شفا ڏيڻ وارو ۳- چڱو ڀلو ۴- اگهو
** سر عيوض ۾ ڏئي، سر جو سودو ڪري ڇو نہ علاج ڪيئي؟ ۵- ڄڻ طبيبن
٦- اڻ ڄاڻن، موڳن ۷- دانهون ۸- نبضون ۹- سار جو جمع، پرگهور.

١٩

اَگھن مِڙِي اَڄُ، ڪِيو سَڏُ صِحَتَ ڪي،
ڏُورِ ڏُکَندا يَـڄُ، مِهرِيءَ[١] مُنهن ڏيکارِيو.

## وائي

اَڇِي سارَ لهيج، ساڄَنَ سُورَ تُماري[١a] آئُون مارِي!
سُور تُماري جي مَران، تان مُون ڏوهُ نہ ڏيج،
ساڄَنَ سُورَ تُماري آئُون مارِي!
ڏِيـَنِ يـَري هَتَڙا*، دارُون دوستَ ڪَريج،
ساڄَنَ سُور تُماري آئُون مارِي!

## داستان ٽيون

١

هَئي هَئي! وَهي هَاءِ[٢]، مَنَ ۾ محبوبَنِ جِي!
جيرا جوشَ جَلائِيا، ٻُڪِين[٣] ٻـَري باهِ!
پَسو مَچَ مَتاءِ[۴]، جي ويساهِ نہ وِسَهو[٥]!

٢

هَئي هَئي! وَهي هُوءِ[٦] مَنَ ۾ محبوبَنِ جِي!
جيرا جوشَ جَلائِيا، ٻُڪِيَنِ مُڪِي ٻُوءِ!
اَچِي پَسو رُوءِ[٧]، جي ويساهِ نہ وِسَهو!

---

١ـ مهربان، مهر ڪندڙ ١a ـ تمهاري، تواهانجي، تنهنجي *دوائون هٿن ۾ ڪٽي ٢ـ اونهي ۾ ڳجهي ٻانهن ٻيٺي نـڪري ٣ـ ٻُڪين ۾، گردن ۾ ۴ـ منهنجي مٿان ٥ـ منهنجي چوڻ تي اعتبار نہ ڪريو ٦ـ دانهن ٧ـ منهن، شڪل، روبرو.

٣

ڪاندين ٽاندين ٻاٻُرين*، پَچان مَرُ پيئي!
جيرا، جِگِرَ، ٻُڪِيُونِ، سِيخُنِ ۾ ٽِيئي!
وِيڄِنئُون وِئي[١]! ٽِي وَهيٽِي[٢] سَڄَڻين!

٤

سَرُ[٣] جو سَڃيو[٤] سَڄَڻين، پَرُ پيڏِيءَ[٥] ڏيئي،
ڪانَ ڪَرِنگهرُ[٦] ڪَپيو، پَکَنِ سِرِ[٧] پيهي،
جيرا، جِگِرَ، ٻُڪِيُونِ، پاسارا[٨] ٻِيئي،[8a]
وِيڄَنِئُون وِئي، ٽي وَهيٽي سَڄَڻين.

٥

سَرَ جو سَڃيو سَڄَڻين، ٻَنگان[٩] ٻانُ[١٠] ٻَري[١١]،
وِيو وُجُودان[١٢] نِڪَرِي، ڪَڙ ڪَڙ ڪانُ ڪَري!
پُڇو پيرَ ٻَري، تہ ڪِي تَريو هَٿُ حبيبَ جو؟

٦

سَرُ جو سَڃِئو سَڄَڻين، ٻِيهَرَ ٻانُ ٻَري،
چِمَڪِيو[١٣] سو چوهَ مان، ڪَڙڪَڙ ڪانُ ڪَري،
جيرا جِگِرَ، ٻُڪِيون، لنگهي پيو پَري،
لَڳو جِيءَ جڙي، ٽاٽِيان[١٤] تِيرُ نہ نِڪَري!

---

* ڪنڊيءَ ۽ ٻبر جي ٽاندن تي ١- ڳالھ حڪيمن جي هٿن مان نڪري وئي ٢- وس ۾، اختيار ۾ ٣- تير ٤- نشانو ڪيو، چٽيو ٥- ڪرائي جي هڏي يا ٻانهن تي رکي ٦- پڇيءَ جو ڪنڊو، ڪرنگهو ٧- پکن سان، ڪنين سوڌو ٨- پاسريون 8a- ٻَئي ٩- ٻنگ يا ڪمان مان ١٠- تير ١١- زور سان ١٢- بدن مان ١٣- چم چم ڪيو ١٤- چڪيان.

٧

سَرُ جو سَجَيو سَڄَڻين، سيڱَ[١] مَنجهان سِيلو[٢]،
تِـنگُرُ[٣] تِـڪِيو[٤] ڪِينَڪي، پارِ لَنگهيو پِيلو[٥]،
هَڻَڻُ سٺين حِيلو، جانِبَ جيڏو ئي ڪِيو.

٨

ڏَڳـايو مِ[٦] ڏَئين، ڄيرو[٧] اَندرِ ڄِندَڙي،
لَڳِي سِيخَ وُجودَ ۾، سندِي نِينهن[٨] نَئين،
مُشاهدي تَهِين، مُون کي وِڌو مَڇَ ۾.

٩

پُڇُ پَتنگنِ کي، سَندِيُون ڪامَڻَ[٩] خَبرُون،
آڻيو وِجهنِ آڳِ ۾، جِيُ پَنهنجو جي،
جيري جَنِين جي، لَڳا نيزا نِينهن جا.

١٠

پَتَنگُ چاپِن[١٠] پاڻَ کي، تہ اَچِي آڳِ اُجهاءِ،
پَچَڻَ[١١] گهڻا پَچائِيا، تون پَچَڻَ کي پَچاءِ،*
واقفُ تِـي وِساءِ، آڳِ[١٢] نہ ڏِجي عامَ کي.

١١

پَتَنگُ چاپِن پاڻَ کي، تہ ڄيري پئو ڄاڻي،
تان تان تاڃج تَوَ[١٣] ڏي، جان آڳِ نہ اُجهاڻي،
وِسَهُ وِهاڻِي*، آڳِ نہ ڏِجي عامَ کي!

---

١ـ ڪمان ٢ـ تير ٣ـ تير ۴ـ ترسيو ٥ـ تير ٦ـ مونکي ڏڳايو يا جلايو ٧ـ باھ ٨ـ نينهن، عشق ٩ـ بيتاب تيڻ ١٠ـ چوائين، ڪوٺائين ١١ـ باھ * عشق جي باھ سان رواجي باھ کي لهسائي ڇڏ ١٢ـ ڀاڦورَ، راز، ڳجھ * ويساھ يا اعتبار ڪر، تہ اجها کي اجها گذري. ١٣ـ سيڪ، تپش، گرمي.

۱۲

پَتَنگُ چاڀِن پاڻَ کي، پَسِي مَچُ مَ موٽُ،
سَهائي[۱] سُپرِيَن جي، گهڙُ تہ تيين گهوٽُ،
اَچان تون اَروٽُ[۲]، کُوريَ خَبَرَ نہؔ لَهِين.

۱۳

پُرِي[۳] پَتَنگَ آئيا، مِڙِي مَتي مَچَ،
اوڏا ٿِيا آڳِ کي، سَڙِيا مَتي سَچَ،
سَندا ڳِچِيُنِ ڳَچَ، ويچارَن وِڃائِيا.

۱۴

پُرِي پَتَنگ آئِيا، سِرِي وٽَ ساهي[۴]،
اَچي پِيا آڳِ ۾، کُڏِي سڀ ڪاهي،
لاڳاپا لاهي، ڪاٽا کُوري وِچ ۾.

۱۵

پُري پَتَنگَ آئيا، سِرِي سَهائِي هيٺِ،
ٿِيندا ڏِيناري ڏيٺِ[۵]، مَتو ڏِيندا مَچَ کي.

۱۶

پتنگَنِ پَهُ ڪِيو، مِڙِيا مَتي مَچَ،
پَسِي لَهسَ نہ لِڇِيا[٦]، سَڙِيا مَتي سَچَ،
سندا ڳِچِيَن ڳَچَ[۷]، ويچارَنِ وِڃائيا.

---

۱- روشني، تپش، باهہ ۲- ڪچو، اڻ واقف ۳- هلي، مڙي ۴- سهائي، روشني، باهہ ۵- محبوب جا واقف ٿيندا، يعني مشاهدو ماڻيندا ٦- لِڇڪيا، هٻڪيا، لُڏيا ۷- گهڻا ٽڪرا.

١٧

چَڙهيو چَڪاسِن چاءِ[1]، آڳِ ٻَرندي آئِيا،
وِهُسَنِ[2] واڙِيءَ ڦُلَ جيئن[3]، محبَتِي مَچَ لاءِ،
آئي پاڻُ اَڙاءِ، ڪٽِي ڪُوري وِچَ ۾.

١٨

جي تَتو تَنُ تَنُورَ جيئن، تہ ڇَندي ساڻُ ڇَماءِ[4]،
آئي آڳِ اَدبَ جي، ٻاري جانِ جَلاءِ،
بُرقِئا اندرِ بازِيُون[5]، پنهنجيون سڀِ پَچاءِ،
لُڇَڻُ لنؤُ[6] لطيفُ چي، پَڌَرِ هَڏِ مَ پاءِ،
مَتان لوڪَ لَڪاءِ[7]، وِصالان وِڃُ پَئي[8].

١٩

اَچا تَنُوراءِ[9]، ڪالهہ[10]، ڪَدياسُون سَڄَڻين،
پُڻَ تاياڻُون[11] تَڪڙو، وحدتَ جي وَڌاءِ[12]،
مَحَبَتِيَنِ مَٺاءِ، مَچُ مُورائِين[13]، نہ لهي!

٢٠

پَچائي پَهاڻُ[14]، جَنِ رَساڻِئو[15] رُڪَ ڪي،
تَنِين سندو جاڻُ، آهي آڳَڙِيَنِ[16] ڪي.

---

١- چاهہ،عشق، جنون ٢- خوش ٿين،ٻَهَڪنِ ٣- لوڙهي ۾ ولين جي گلن جيئن ٤- تحملَ سانُ اُجهاءِ (ڇندبو هٽي آهستي آهستي اُجهاءِ، تَڪڙ نہ ڪَرِ!) ٥- مراقبي ۾ عشق جي راهہ جون منزلون ٦- لڇڻ ۽ لنؤ، ٻنهي کي ٧- ماڻهن جي معلوميت ٨- وصال جي آڏو اچي ٩- تنور مان ١٠- ڪالهہ ١١- تپايائون ١٢- واڌ، زيادتي کان ١٣- ڪڏهين بہ ١٤- پهڻ، پٿر، ڪچو ڌاتو، سالڪ جو خاڪي وجود ١٥- رسايو، بنايو، ناهيو ١٦- لهارن، ڪامل مرشدن.

۲۱

ڏَنءُ ڏَنءُ[۱] ڌَمَڻُ وارَ[۲]، اَڄُ پُڻ آڳَرِينِ جِي،
ٻاري مَچُ مَجازَ جو، اوتِيائُون اَڱارَ،
ڌُوڌِيا[۳] تِيُ مَ ڏارَ، جِمَ[۳a] ڪَچو رُڪُ ڪَٽِيون ٿئي.*

۲۲

ڌُوڌا! تون نہ ڏَنئين، آڳِ اوڏو نہ وَڃين!
اَلا جي عشقَ جا، سي تان تون نہ سَهين،
اُپُو ايئن چُئين،[۳b] تہ آئون آڳَرِيو آهِيان!

۲۳

سِرُ سانداڻِ ڪَري، پُڇجِ گهرُ لُهارَ[۳c] جو،
ڌَڪَنِ هيٺِ ڌَري، مَان گَڏيئِي رُڪَ سين.

۲۴

سَهين[۴] جيئن سانداڻِ، ڌَڪَنِ مَٿي ڌَڪڙا،
وَهِ[۵] وِجائي پاڻِ، ڏي ڏِہائُون[۶] ڌُڳَرين[۷].

۲۵

هَئِي! ٻَرَ اَڱارَنِ، ٻَڏاهِين[۸] ٻَرَن جي،
هِڪُ ڪُوري ڪانئِيا[۸a] ٻِيو ڌُوڌِي[۸b] مَنجهہ ڌَڳَنِ[۹]،
پاڻان لُهارَنِ، ميڙي رَکِيا مَچَ لَئي.

---

۱ـ ڌمڻ جو آواز ۲ـ ڌنوڻ جو وقت (ڌنوڻ جي وارو وار، لاڳيتو ڌَمَڻَ ڌنوَڻ جو عمل) ۳ـ ڌنوڻ وارو، نئون طالب (ڌنوڻ وارا! سيکڙاٽ لوهارَ! نوان طالب) ۳a ـ (جيئن) متان * طالب باهہ کان ڏار نہ ٿي، متان ڪچي لوهہ وانگر مترڪي جي ڌڪ لڳڻ سان پنهنجي ذرا ذرا ٿي پوين، يعني پريشان ٿي وڃين. ۳b ـ چَوين ۳c ـ لوهارُ ۴ـ برداشت ڪرين ۵ـ عشق جو جوش ٦ـ مهميزون، ضربون ۷ـ ڪاٺ جي مترڪن کي ۸ـ ٻن پاسن کان، ٻہ دفعا يا ٻہ ڀيرا ۸a ـ ساڙيا، جلايا ۸b ـ ڀڙڪي، شعلي، باهہ ۹ـ ٻرن.

۲٦

ٻارِيو اُجھائِين ٻرِين، اُجھايو ٻارِين،
مون کي تَا مارِين، لُٺا[۱] لُهارَنِ جا.

۲۷

اَڄ آڳَرِيا آئِيا، سُوڌا[۲] سِراڻِي[۳]،
پيارِي پاڻِي، تيغُون ڪَندا تِکِيُون*.

۲۸

اَڄُ آڳَرِيا آئِيا، سائُو[۴] ڪِي سُڄاڻ،
لاهِيندا موريانَ[۵]، رُڪُ ڪَرِيندا[٦] پَڌرو.

۲۹

ڪَٺُ ڪَڙهي، لوهُ ٻَري، ڏُوڌا جِت ڏَڳَن،
مُتَرِڪَنِ مُنهَن[۷] ڪَڍِيا، ساندائِيُون سَڪَنِ[۸]،
اَڄُ پُڻ اَڳَڙِيَنِ، ميڙو آهي مَڇَ تي.

۳۰

سَرَها ڏِنَمِ سِي، جَنِ ساڄاهِ[۹] سِراڻِ سين،
تيغَ تَنِين جي کي، ڪَٺُ نہ لڳي ڪَڏهِين.

## وائي.

جِيءُ جِياريو، جِيءُ جِياريو، ڪِينَ مُنهِنجَڙو[۱۰] هارِيو*.
منهنجو جِيءُ جِياريو.

---

۱ـ اُلا ۲ـ صادق، سچا ۳ـ سراڻ وارا * ترارن کي آبدار ڪري تکو ڪندا. ۴ـ سچا
۵ـ ڪٺ، دل جو ميل ٦ـ ڪندا ۷ـ منهن ۸ـ ڏُکن، ڏِڄن، هِراسجن
۹ـ سڃاڻپ ۱۰ـ منهنجو جيءُ * مون کي نااميد نہ ڪريو.

پِرِيَنِ جِيَ پَچارَ، سپڻَنِ جِيَ سَنيارَ، جَڏڙو جِيءُ جِيارِيو،
منهنجو جِيءُ جِيارِيو.
اُڇڻو تَنُ عَمِيقَ[١] مان، پِرِيَنِ پُوڄَ[٢] پِيارِيو،
منهنجو جِيءُ جِيارِيو.
مَرَضُ مَرِيضنِ تان، اِشاري سانڱ اُتارِيو،[٢a]
منهنجو جِيءُ جِيارِيو.
ڪَرَمَ ڪَرِيمَنِ جي مون ڪي، اَهُڪِيَ مان اُڪارِيو،[٢b]
منهنجو جِيءُ جِيارِيو.
.سَئُون مُنهن ڪَري[٣] سُپِرِين، آئِين[٤] نِرمَلَ نُورَ[٥] نِهارِيو،
منهنجو جِيءُ جِيارِيو.
سائِلَنِ جيئَنِ سَڏَ ڪَري، اِئِين طالِحَنَ[٦] ڪي تارِيو،
منهنجو جِيءُ جِيارِيو.

## داستان چوٿون

١

ايڪُ[٦a] پِيالو، پَہ جِٽا، عِشقُ نہ ڪري ايئن،
ليکيا جي لِکَڻَ ۾*، سي قُربَ رَسندا ڪيئن،
هُئَڻَ[٧] ڪِيا هيئن، وانجِئا[٨]، پَسُ! وِصالَ ڪان.

١- اونهو سمنڊ ٢- گهٽو، جڄهو (گهٽي، جڄهي) ٢a- لاهيو، دور ڪريو. ٢b- پارُ ڪَيو.
٣- سڌو نهاري، پرچي ۴- اوهين ٥- تڌي روشني واري نظر (سان) ٦- بدبختن ٦a- هِڪُ،
هڪڙو، * جن پنهنجو وجود نہ وڃايو آهي، خوديءَ وارا ٧- خودي ٨- وانجهيا، محروم
ٿيا، دور ٿيا، يا نااُميد ٿيا.

٢

ايڪُ پِيالو، ٻہ ڇٽا، عِشقُ نہ ايئن ڪَري،
آتِـيِ[١] سي ايڪُ ٿِيا، جي گتا[١a] نينهن ڳري[٢]،
دُئِي[٣] ڏارَ ڏري، خُلّتَ[۴] خَنجَرُ آئِيو[٥].

٣

ايڪُ پيالو، ٻہ ڇٽا، عشقُ نہ ڪري اَڏَ،
اِيَ تان ساعِرَ[٦] سَڏَ، ڪَيئِي جا[٦a] قوال سين.

۴

جيڏاهن قاتِلَ ڪوڙَ[٧]، اَڪيُون اوڏاهين ڪَٽي،
وِهُ[٨] تَنِين جي ووڙَ[٩]، جَنِين سانگُ[١٠] نہ ساهَ جو.

٥

اَڪِيون اوڏاهين ڪَٽي، جيڏانهن قاتِلَ ڪُلِ[١١]،
مَتو ڪَنِ نہ مُلِ[١٢]، پِڪَ[١٢a] برابر پانهنجو.

٦

قاتِلُ[١٢b] ڪمائي ڪَري، وِهُ ماڪِي جي ڪَنِ،
وَتـان ويهِي تَنِ، پِيچ[١٢c] ڪي پياليُون.

٧

هوندو هَڏِ مَ سَنڌِ، لاءِ پياڪَنِ پانهنجو،
پُوڄَ[١٣] پِيارِج پهِيَڙا[١۴]، ويندا وَنيو ڪَنڌِ[١٥]،
تہ هَٿَ تنهنجي هَنڌِ*، موڪِي[١٦]! ڪو مانُ لهي.

---

١ـ رجي، ڳري ١aـ گڇي ويا، پيهي ويا ٢ـ ڇنبي ۾ يا ڳوڙي، سخت ٣ـ دوئي (ف) ٻيائي
۴ـ دوستي، محبت ٥ـ محبت جو خنجر ٻيائيءَ کي وڃايو، عاشق ۽ معشوق کي هڪ ڪيو ڇڏي.
٦ـ شاعر (هڪڙي پيالي مان ٻہ ڇٽا پين اها سڏ، تون قوال سان ڪري سگهين ٿو مگر معشوق سان نہ)
٦a جيڪا ٧ـ گهٽا(وِيهون، Scores، گهٽا) ٨ـ زهر ٩ـ ڳولا ١٠ـ سانگو، پرواھ ١١ـ سيني دنيوي
شين کي ترڪ ڪندڙ ١٢ـ ملھ، ڪٽ ١٢aـ ٽڪ، ذري برابر، سُرڪي. ١٢bـ قاتل زهر
١٢cـ پيئجانءِ. ١٣ـ گهٽو ١۴ـ واٽهڙو، پانڌيڙو، سالڪ ١٥ـ پر، پاسو * تنهنجي جاءِ تي
١٦ـ شراب وڪڻندڙ، نالو، پير مغان، ساقي.

٨

هوندو هَڏِ مَ رَڪُ، لاءِ پياڪَنِ پانهنجو،
وَٽِي واتـاڙُئَنِ[١] کي، تان پياري پَرَڪُ،
سا لِڪَ[٢] لهي ٽِي لَڪُ، جا ٽو اِيندي اُنِ سين.

٩

گهٽَن[٣] ۽ گهٽَڪنِ[٤]، وَٽِيُون پِيَنِ وِهَ گاڏيُون[٥]،
بَرخيز بِدہ[٦] ساقِي، پِيارِ کي پِرِيَنِ،
پِڪپنِ[٧] نہ پَرچَنِ، مَتَ تَڪيائون مَنجهيان.[7a]

١٠

آٽِي اُتَرَ واءَ، موڪِيءَ[٨] مَتَ اُپَٽِيا[٩]،
مَتارا تنهن ساءَ[١٠]، اَچَنِ سِرَ سَنباهِيو.

١١

وِجهِج واتـاڙُئنِ تي، ميخاني[١١] جي ماڪَ[١٢]،
ٽيندي سُڌِ سَيَڪَنهِين[١٣]، هنڌِ هنڌِ پُوندي[١٤] هاڪَ،
پِرہَ جا پِياڪَ[١٥]، جُهُ سي[١٦] اَگُڙِ آئِيا.

١٢

جُهُ سي اَگُڙِ آئِيا، تہ سَرو[١٧] ڪَندا سُڃَ،
سائِي ٽيندَنِ اُڃَ، هِي پِيتو، هُو آڻِ ڪِي.

---

١ـ واتهڙن ٢ـ ذري، ٽورڙي ٣ـ نـڙيءَ ٤ـ گيتون ڏيـن ٥ـ زهر گڏيـل ٦ـ اٿـي ڏي ٧ـ سرڪين سان 7a ـ اندريان، جيڪي اندر لِڪائي رکيل آهن. ٨ـ پير مغان ٩ـ ڪوليا ١٠ـ چشڪي، مزي ١١ـ شـراب خـانـي ١٢ـ چنبا، گهمر ١٣ـ سي ڪنهن ڪـي ١٤ـ پـونـدي، ٽـيـندي ١٥ـ پـيـڻ وارا ١٦ـ جڏهين اُهي ١٧ـ شراب.

١٣

موڪِي[١] چوڪِي[٢] نہ ٿِئِي، اَصلِ اوڇِي[٣] ذاتِ،
وَٿيون ڏيئِي واتِ، مَتارا[٤] جنهن مارِيا.

١۴

مَتارا مَرِي وِيا، موڪِي! تون نہ مَرين،
ڪيهِي[٥] پَرِ پَرين*، ڏُڪِي ڏاتارَنِ[٦] رِي؟

١٥

مَتارا مَرِي ويا، موڪِي تُون پِي مَرُ!
تنهنجو ڏوسُ[٧] ڏُمَرُ، ڪونہ سَهَندو اُنِ رِي!

١٦

سَرِي[٨] ڪِينَ ڪِيونِ، وِيڙَ موڪِيءَ جي مارِيا،
ڪو جو سُخنُ ڪَلاڙَ[٩] جو، پِٽِي تي پِيونِ[١٠]،
تِنهان پوءِ ٿِيونِ، مَرَڻُ مَتارنِ ڪي!

١٧

اَجا ڪُوري ماڳَ[١١]، مَٽَ، ڪُنِڪا[١٢]، ڪَٽَ[١٣] گهٽا،
لاهي وِپهُ مِہ لاڳَ[١۴]، موڪِي مَتارَن جا.

١٨

ڪَندِ ڪَتارو[١٥]، مُنهَن[١٦] وَٽِي، عادَتَ جَنِين اِيءَ،
تَنِين تِڪُون ڏِنيُون[١٧]، جُنبِي[١٨] مَنجهان جِيءَ،
سَرو[١٩] تَنِ سَبِيءَ[٢٠]، جَنِ حاصُلُ ڪِيو حالَ** ڪي.

---

١ـ شراب وڪٽندڙ ٢ـ چگي، سٺي ٣ـ ڪني، هلڪي ۴ـ جنگ جوان، نالا ٥ـ ڪهڙي* ڪهڙو رستو اختيار ڪرين. (پلجين، تڳين) ٦ـ سخين، سالڪن ٧ـ عتاب ٨ـ شراب ٩ـ شراب چڪائيندڙ ١٠ـ غيرت آين ١١ـ هنڌ، جاءِ ١٢ـ ننڍو دلو ١٣ـ وڏا دلا ١۴ـ لاڳاپا، دوستي ١٥ـ خنجر ١٦ـ وات ۾ ١٧ـ پيتو ١٨ـ گهٽو، جوش ۾ اچي ١٩ـ شراب ٢٠ـ تمام گهڻو ** وجد جي حالت

۱۹

موکِيءَ[1] مَئو نہ گھرِيا، وِهَ نہ وِهاتِيا[2]،
سُرڪِيءَ ڪاڻِ سَيّدُ چي، اُتي تي آتِيا[3]،
جي ڳالهين ڳڱاتِيا[4]، تَنِ بَٺِنِ[5] پاسي ٻُٺِيُوںِ[6].

۲۰

سِرُ ڏيئي سَٺِ جوڙِ[7]، ڪنهن پِرِ ڪَلاڙَنِ[7a] سين،
ڪاتِي ڪَرِٺُ[8] ڪَپار ۾، خَنجَرُ آٽي ڪوڙِ،
مَرَٽا منهن مَ موڙِ، وَتِي تِي وَڏِ لهي*!

۲۱

وَٽَ وَٽَ وَتِيءَ ۾، مَٽَ مَٽَ مَنِڊُ ٻيو[9]،
قَدرُ ڪَيفَ[10] ڪلاڙَ[11] جو، پِياڪَنِ پِيو،
اَچن دُرسُ دُڪانَ تي، ڪَنڊُ قبولُ ڪِيو،
سُرَها سِرُ ڏِيو، چَکَنِ سُرِڪَ سَيّدُ چي.

۲۲

آٽِي[12] تِيءُ اَڳارُ، ڪامِي ڪِردارَنِ[13] سين،
پَسين سي پَتارَ، پُرِ پِيتوئي جَنِ سين.

۲۳

ڪَلاڙِ نِٺُون ڪاءِ[14]، مَتِ نہ سِڪين، مون هِنيان[15]!
رُوئندي[16] راتِ وِهاءِ، چِڪائيندي ٻَٺِيون.

---

۱- پير مغان ۲- موڳا ڪيا ۳- ڳاهٽ ٿيا ۴- ڳُڱ ڪيا، غُرق ٿيا ۵- بَٺِين، شراب ڪيڻ جي مڪانن(Breweries) ٦- ڦبرون ۷- سودو ڪر. 7a- ڪلالن، شراب، چڪائيندڙن. ۸- وڏي ڪاراٺي *شراب جو پيالو تنهنجي سر کان قيمت ۾ زياده آهي. ۹- وٽيءَ وٽيءَ ۾ نئين لذت آهي ۽ مٺ مٺ ۾ نئون شراب آهي ۱۰- نشي جي لذت ۱۱- شراب ۱۲- سڙي، خاڪ ٿي ۱۳- خريدارن، سچن عاشقن ۱۴- ڪاٻہ ۱۵- اي منهنجي دل! ١٦- روئيندي.

٢٤

موڪِليءَ مَٽَ اُپَٽيا، اَڇا اڱڻ ڏارِ،
اِيندا تو دَربارِ، وِهَ پِيئندا وَٽيون.

٢٥

موڪِليءَ مَٽَ اُپَٽيا، سَويرا صُبوحِ،
اُچِي[1] جِي، عبداللّطيفُ چِي، باسُ نہ پُهتيءِ بُوءِ؟
ڪَڙو جي ڪَڪُوهِ، تہ بہ وَٽِ سِرَ[2] گهرَنِ وَٽيون.

٢٦

وَٽِ سِرَ گهرَنِ وَٽيُون، ڏَڙَ سُرڪِيِنِ[3] ڏِجَنِ[4]، *
بَدان شينَ بُشَنِ، اِي پِيالو پِرِيَنِ.
اُچِي جِي عبداللّطيفُ چِي، وَٽِي وَڏِ گهرَنِ،
پِڪِنِ نہ پَرِچَنِ، مَٽَ تَڪِيائُون مَنجهيان.

## وائي

دوسُ پيهِي دَرِ آئِيو، ٽِئو مِلَڻَ جو ساعِيو[5]،
ڏينهين پُڄائُون آئي اسان کي، مولي مُحِبُ مِلائيو،
ٽِيو مِلَڻَ جو ساعِيو.
وِيو وِڇوڙو، ٿِيو ميلاپو، واحِدَ واءُ وَرائيو،
ٽِيو مِلَڻَ جو ساعِيو.
هو جِنهِين جو ڏسُ ڏُوراڏو[6]، اوڏو اَڄُ سو آئِيو،

---

١ـ عمدي شراب ٢ـ سر جي عيوض ٣ـ تي ۴ـ لڏن (چوندجن) (* سِرَ جي عيوض (شراب جون) وَٽيون گهرن ٿا ۽ (سندن) ڏَڙَ سُرڪين جي عيوض چوندجَن ٿا.) ٥ـ سعيو، تياري ٦ـ ڏوراهون، پري.

ٿيو مِلَڻَ جو ساعِيو.

عبدُاللّطيف چي اَچِي عَجِيبَنِ، پاڻَ فَضُلُ فرمائِيو،

ٿيو مِلَڻَ جو ساعِيو.

## داستان پنجون

١

صُوفِي[١] سالِمُ سي وِيا[٢]، جي اَڪثَرَ[٣] سين اَڏِيارَ[٤]،
بازِي بازِندَنِ[٥] کي، آهي اَويسارَ[٦] *،
پِرِيان سين پَهَڪارَ[٧]، رِنديءَ[٨] رَساٽي ڪِيا**.

٢

صُوفِيءَ سَيرُ[٩] سَيَنِ ۾، جيئن رَڳَنِ ۾ ساهُ،
سا نَہ ڪَري ڳالهڙِي، جيئن پَرِيُون پَرُوڙِي پَساهُ[١٠]،
آهِسِ[١١] اِيءُ گُناهُ، جي ڪا ڪري پَڌِري.

٣

ڏِٺِي ڏُکويا، اَنَّ ڏِٺِي راضِي ٿِيا،
صُوفِي تي[١٢] ٿِيا، جيئن ڪِينَ[١٣] ڪنيائون پاڻَ سين.

---

١- سالڪ ٢- منزل مقصود تي پهتا ٣- گھٽائي، ڪثرت ۴- پاسو ڪندڙ ٥- عشق جي راندیگرن ٦- نہ وسرندڙ * عاشق کي اهڙو ڪنيو يا فائدو حاصل ٿئي ٿو جو وسرڻ جو نہ آهي.
٧- همہ صلاح ٨- مستي، قلندري ** اهڙن شخصن کي رنديءَ دوست سان همہ صلاح ڪيو.
٩-سَير، پَهچَ، موجودگي، پهچڻ ۽ اتي هجڻ جي سَگهَ (صوفياڻو اصطلاح) ١٠- جيئن لاالله جي ذڪر جي منزل کي رسي، راز پروڙي ١١- آهيس ١٢- تڏهين، تنهن ڪري ١٣- نيستي.

٤

صُوفِي لاڪُوفِي[١]، ڪونہ ڀانئِيس[٢] ڪيرُ،
مَنجهان ئِي مَنجِھ وِڙهي، پَڌَرِ[٣] نہ آهِسِ پيرُ،
جَنِين سائُسِ وِيرُ، تِنئِي تَنِين جو واهَرُو.

٥

صُوفِيءَ صافُ ڪيو، ڏوئِي وَرَقُ[٤] وُجودَ[٥] جو،
تنهان پوءِ ٿِيو، جِيَئري پَسَڻُ پِرينءَ جو.

٦

صُوفِي چائين، سَڌَ ڪرين، صُوفِينِ اِيءَ نہ صَلاحَ[٦]،
ڪاتي رَکُ ڪُلاهَ[٧]، وِجُھ اُجَلي آڳِ ۾.

٧

جي ڪُلاهَ رَکين ڪَنڌَ تي، تہ صوفِي سالِمُ ٿِيءُ،
وِهُ[٨] وَٽِي هَٿِ ڪَري، پُرِ پِيالو پِيءُ،
هَنڌُ تَنِين جو هِيءُ، جَنِ حاصُلُ ڪِيو حالَ[٩] ڪي.

٨

جُسي[١٠] ۾ جَبّارَ[١١] جو، خَفِي[١٢] خِيمُون[١٣] کوڙِ،
جَلّي[١٤] تون زَبانَ سين، چار ئِي پَهَرَ چورِ[١٥]،
فڪرَ سين فُرقانَ[١٦] ۾، اِسمُ اَعظمُ[١٧] ڏورِ،
ٻِيا دَرَ وَڃِي مَ وُوڙِ[١٨]، اِيُ اَمُلُ[١٩] اِئائين[٢٠] سَپَجي[٢١]

---

١ـ بنا ڪنهن ڪوفي يا فرقي جو ٢ـ سمجهيس (پسند ڪريس) ٣ـ ظاهر ٤ـ پنو، پردو ٥ـ هستي ٦ـ طريقو، مرڪ ٧ـ ٽوپي يا تاج (صوفين جو) ٨ـ زهر ٩ـ وجد جي حالت ١٠ـ وجود ١١ـ جبرو، ڏاڍو، خدا تعاليٰ جو نالو ١٢ـ ڳجهو، مخفي ذڪر ١٣ـ تنبو ١٤ـ ظاهر، چٽو، ذڪر جلي ڪري ١٥ـ هلاءِ، اُچار ١٦ـ قرآن شريف، حق ۽ باطل ۾ فرق ڏيکاريندڙ ١٧ـ الله جو وڏو نالو ١٨ـ رل، ڳول ١٩ـ بي بها ٢٠ـ اِتائين ٢١ـ پيدا يا حاصل ٿئي.

٩

عالَمُ آئُونءَ[١] سانُ، پَريو تُو پِيرَ ڪري[٢]،
پاڻَ[٣] نہ آهي ڄاڻُ[۴]، مانڊِيءَ[٥] مَنڊُ[٦] پَڪيڙِيو.

١٠

طالِبُ ڪَثَرَ[٧] سُونهن سَرُ[٨]*، اَندرِ رُوميءَ[٩] راءِ،
ماڙُهو[١٠] اِتِ ڪِياءِ[١١]، مَنڊُ نہ پَسين مَنڊِيو!

١١

طالِبُ ڪَثَرَ، سُونهن سَرُ، اِيءَ رومِيءَ جي رُوءِ[١٢]،
جَنين ڏِٺي جُوءِ[١٣]، تَنين ڪُڇيو ڪِينڪي.

١٢

طالِبُ ڪَثَرَ، سُونهن سَرُ، رُومِيءَ چيو آهي،
تاڙِي[١۴] جي لاهي، تہ مَنجهئِين[١۴a] مُشاهِدو[١٥] ٿِئي.

١٣

طالِبُ ڪَثَرَ، سُونهن سَرُ، اِيءُ رومِيءَ جي رِهاڻِ،
پِهرين وِڃائِڻُ پاڻِ[١٦]، پَسَڻُ پوءِ پِرِيَنِ کي.

١۴

طالِبُ ڪَثَرَ، سُونهن سَرُ، اِيءَ رومِيءَ جي راحَتَ،
جَنين ڏِٺي سَتَ[١٧]، تَنين ڪُڇيو ڪِينَڪِي.

---

١ـ خودي ٢ـ گمراهہ، ڦري ٿـو ٣ـ اسان کي (پاڻ کي) ۴ـ سمجهہ، پروڙ ٥ـ جادوگر ٦ـ طلسم ٧ـ ڪثرت، گهڻائي ٨ـ اصل، منڍ* سونهن (مطلق جمال، خدا) اصل آهي ۽ ڪثر (ساري ڪائنات) سندس ڳولائو آهي. ٩ـ مولانا جلال الدين رومي شاعر صاحب جي مثنوي ١٠ـ ماڻهو ١١ـ ڪٿان (آيا) ١٢ـ رايو ١٣ـ مڪان ١۴ـ حجاب، اڻ ڄاڻائي جو پردو ١۴a ـ اندرَ ۾ ئي، پنهنجي پاڻ ۾. ١٥ـ ديدار ١٦ـ هستي، خودي ١٧ـ سچي حقيقت، خدا.

١٥

طالِبُ ڪَٿَرَ، سُونهن سَرُ، اِيءَ رومِيءَ جِي اوطاقَ،
جي پَـڄِي دَرُ فِراقَ، تہ منجهئِـين مُشاهدو ٿئي.

١٦

ظاهِرَ ۾ زانِي[1]، فِڪرَ منجه فَنا ٿِيا،
تَنِين کي تَعليمَ[2] جِي، ڪُوڙه[3] اندِر ڪانِي[4]،
حَرَفُ حَقّانِي، دَورُ ڪِيائون[5] دِلِ ۾.

١٧

جَنِ کي دَورُ دَردَ جو، سَبَقُ سُورَ[6] پڙهَنِ،
فِڪرَ ڦَرهِي هَٿَ ۾، ماٺِ مُطالِعو ڪَنِ[7]،
پَنو سو پَڙهَنِ، جنهن ۾ پَسَنِ پرينءَ کي.

١٨

سا سِٽَ سارِيائون، اِلفُ جنهن جي اَڳَ ۾*،
لا مَقصُودَ فِي الدّارَينِ[8]، اِنَ پَرِ اُتائُون[9]،
سَڳَرُ[10] سوٺائُون[11]، تِيا رَسِيلا[12] رَحمانَ سِين.

١٩

تِيا رَسِيلا رَحمانَ سِين، سَڳَرُ سُونهِينِ[13] جي،
آئِيون تَنِين کي، واڌايُون[14] وِصالَ جُون.

---

١- زنا ڪندڙ، گنهگار، (ڊاڪٽر بلوچ صاحب پنهنجي مرتب ڪيل 'شاهه جو رسالو' ۾ هيءَ پڙهٽي 'ظاني' مقرر ڪئي* جنهن جي وضاحت مختلف قلمي رسالن جي پيٽ ڪندي هن ريت ڪئي اٿن، 'ظاني' (شڪ ڪندڙ، شڪي) صحيح ۽ سهٽي آهي ۽ يقيني طور اها ئي اصلي پڙهٽي هئي، پر ڪاتبن ان کي 'زاني' ڪري لکيو. (شاهه جو رسالو، مطبوعہ پيٽ شاهه ثقافتي مرڪز، ١٩٨٩- ص ٢٢٥). ٢- سچو علم، معرفت ٣- اندر، ڪُک ۴- تير، ڪان ٥- وري وري پڙهيائون. (هي بيت شاهه جو نئو پانئجي.) ٦- سورن جو سبق ٧- پڙهن * 'الست بربکم قالو بلىٰ' وارو جملو (جنهن جو پهريون اکر الف آهي) ياد ڪيائون ٨- الله ڪان سواءِ انهن جو ٻنهي جهانن ۾ ڪو مقصود ڪونهي ٩- چيائون ١٠- سوڙهو پيچرو، سرحد ١١- ڳوليائون ١٢- راضي، خوش ١٣- ڳولين ١۴- مبارڪون.

*۲۰

سا سِٽَ نہ سارِينِ، اَلِفُ جنهن جي اَڳَ ۾،
ناحَقُ نِهارِينِ، پَنا پِيا پرينءَ لَئي.

۲۱

اَکَرَ پَڙهِي اياڳِئا[۱]، قاضِي ٿِئَين[۲] ڪِئاءُ[۳]؟
پِيرِيين[۴] ۾ پائيين[۵]، ايڏا[۵a] ايئن نہ آءُ[۶]،
اِنَ سُرڪِيءَ سندو ساءُ، پُڇج عَزازِيلَ کي[۷].

۲۲

عاشِقُ عَزازِيلُ، پِيا مِڙئي سَڌَڙِيا،
مَنجهان سِڪَ سَبِيلُ[۸]، لَعنتِي لالُ ٿِئو[۹].

۲۳

وِسَريومِ سَبَقُ، پِهرين سِٽَ نہ سَنيَران[۱۱]،
اَجا هِيءُ وَرَقُ، هَئِي! مُطالِعُ[۱۲] نہ ٿِيو!

۲۴

ڪيو مُطالعُ مون، هُو جو وَرَقُ وِصالَ[۱۳] جو،
تنهن ۾ تون هِين تُون، پِي لاتِ نہ لَحظِي[۱۵] جيتري.

---

* رسالن ۾ هن بيت کان اڳ هيءُ بيت بہ شامل آهي:
ٿيا رسِيلا رحمان سين، سگر سُونهيون جن، منجهان تن جُسَن، حرفُ نہ سُجي هيڪڙو.
۱- اي نياڳيا! ۲- ٿيئن ۳- ڪٿان ۴- ڦيرائيون ڏئين ۵- خودي هلائڻ، پاڻ پائين ۵a- ايڏانهن ۶- ائين نہ اچ ۷- عزازيل (ابليس يا شيطان کان) ۸- تمام گهڻي ۹- اهو لعل لعنتي ٿيو، ترڇي ويو. * ۱۰- السٽي سبق ۱۱- ياد ڪريان، ساريان ۱۲- پڙهڻ(مطالعو) ۱۳- ميلاپ ۱۴- تنهن ۱۵- رتي، ذري.

٢٥

جو مون پَڙهيو پاڻ لئِي، سَبَقُ سابِقَ[١] جو،
پِهرِين سُجاتُم پانهنجي، نَفسَ جو نِهو[٢]،
جِت عَرِفانُ[٣] اصلَ ۾[٤]، تي رُوحَنِ بروز ڪِيو،
وَرِي وَرَقُ پِيو، گَڏيمِ وَڏِهِ[٥] وِصالَ جو*.

٢٦

اَکَرَ جُتي[٥a] هيڪَڙي، پَهُون[٥b] جي نہ پُجَهنِ[٦]،**
ڪوهُ ڪِبو ڪي تَنِ، سَڃِي سُٽائي[٧] ڳالهڙي.

٢٧

پَڙهيو تا پَڙهَنِ، ڪَڙهَنِ[٨] ڪينَ قُلوبَ ۾[٩]،
پاٺان ڏوهَ چَڙهَنِ، جِيَ وَرَقَ وَرائِنِ وِترا[١٠].

٢٨

پَڙهيو پَڙهيجاهُ،[١٠a] سبقُ اِنهِين[١١] سُورَ جو،
مِيمُ[١٢] رَکِجاهُ[١٢a] مَنَ ۾، اَلِفُ[١٣] تنهن اَڳِياهُ،[١٣a]
چِتان[١٤] چوريجاهُ[١٥]، اِها لاتِ لَطِيفُ چَئي.

٢٩

اَکَرُ پَڙهُ اَلِفَ جو، وَرَقَ سَڀِ وِسارِ،
اَندَرُ تُون اُجارِ، پَنا پَڙهندين ڪيترا.

---

١- اڳيون ٢- خزانو، مڪان، آکيرو ٣- معرفت، سڃاڻپ ٤- ازل ۾، عالم ارواح ۾ ٥- وٿي، وڇوڙو، ڦٽ * جدائي جي وٿيءَ کي وري گڏي ڇڏيم. ٥a- ڇُهڻ سان ٥b- وڏيڪ، بيو، باقي سيڪجهه ٦- جيڪي هڪ اکر چوڻ سان گهڻو نہ سمجهن، جيڪي اشاري مان نہ سمجهن. ** هڪڙوئي اکر ڪَن پوڻ سان جيڪڏهن باقي سيڪجهه سمجهي نہ وڃي. ٧- ٻڌائي ٨- دل ۾ هنڊائين ٩- دل ۾ ١٠- ويترا، ١٠a- پڙهجو گهڻا ١١- انهيءَ ١٢- پهريون اکر محمد صلعم جو. ١٢a- رَکجو ١٣- الله جو پهريون اکر ١٣a- اڳيان ١٤- دل سان ١٥- تون پڙهج.

٣٠

جيئن جيئن وَرَقَ وَرائِيِين، تيئن تيئن ڏِنو ڏوهُ،
تِنهن ڪَهڙيءَ[١] ڪِبو ڪوهُ، جي رَهڙيءَ[٢] رهيو نہ سُپرين.

٣١

ڪاتِبَ[٣] لِکِين جيئن، لايو لامُ اَلِفَ سين،
اَسان سَڄَڻُ تيئن، رَهيو آهي رُوحَ ۾[٤].

٣٢

ڪوءُ تو ڪاڳَرَ[٦] ڪورِيين[٧] ويٺو وِچايِين مَسُ،
ڏورِ[٨] تِئائِين[٩] ڏَسُ، اَڪَرَ جِتائِين[١٠] جُڙيا.

٣٣

تِهَڙا چالِيها[١١] نہ چالِيهَ، جِهَڙو پَسَڻُ پرينءَ جو،
ڪِهَڙي ڪاتِبَ! تون ڪرِيين، مٿي پَنَنِ پِيهَ[١٢]،
جي ورَقَ وارين وِيهَ، تہ اَکَرُ اُهوئِي هيڪڙو.

٣٤

تَنُ ڪُڏِي[١٣]، مَنُ حُجِرو[١٤]، ڪِيمَ چالِيها رَکُ،
ڪُهُ[١٥] نَہ پوڇيو پرچِيين، اَنئِي پَهَرَ اَلَکُ[١٦]،
تان تون پاڻَ پَرَکُ[١٧] سَيَڪَنهِين ڏانهن سامهون.

---

١۔ قول، خالي زبان سان اچارڻ يا چوڻ ٢۔ عمل ٣۔ لکڻ وارا ٤۔ جيئن الف ۾ لام ڳنڍيي 'لا' لکبو آهي، تيئن سڄڻ بہ اسان سان ڳنڍيو پيو آهي، جدا ناهي ٥۔ ڇو (ڪوه) ٦۔ ڪاغذ ٧۔ ڪپين ٨۔ ڳول ٩۔ تتائين ١٠۔ جتائين ١١۔ چاليهن ڏينهن جو روزو ١٢۔ ڳاهڻ، سوڙهہ ١٣۔ ننڍي مسجد ١٤۔ مسجد جي هڪ ڪوٺڙي، خلوت گاهہ ١٥۔ ڇو (ڪوه) ١٦۔ ڳجهو، جو ڏسڻ کان پري، هجي، خدا ١٧۔ سڃاڻ * پاڻ سڃاڻ۔ خدا کي سيڪنهن سامهون ڏسين يا هرهڪ ۾ خدا ڏسين.

۳۵

سَيَڪِنهين ڏانهن سامهون، ڪِي هَنڌ خالِي ناهِ،
اَحَدَ[۱] جي آرَڪَ[۲] ٿيا، سي ڪائِرَ[۳] ڪِبا ڪاهِ[۴]،
مُحِبُ مَنجِهين،[۴a] مَنَ ماهِ[۵]، مُون اَجاڻندِيءَ[۶] اُجَهيو[۷].

۳۶

هارائِج هِنئين[۸] ۾، اَلِفَ سَندي اوڙ[۹]،
ته ڪِتابَن جِي ڪوڙ[۱۰]، مَنجهان ئِي مَعلومُ ٿِئِي.

۳۷

ڪوڙين ڪِتابَن ۾، حرفُ مِڙوئِي هيڪُ،
جي تو نَظَرَ نيڪُ، ته بِسمِ اللهِ ئِي بَس ٿئي.

۳۸

اورِيائِين[۱۱] اوچون ڪَري،[۱۲] مُنجهايا مُلَنِ،
سي پِرِيَنئُون[۱۳] پاسي ٿيا، ڳِهه ڳِهه[۱۴] ڳالهيون ڪَنِ،
ساهان[۱۴a] اوڏو سُپِرين، لوچيو تان نه لَهنِ،
دَمُ نه سُجاڻَنِ، دانهُون ڪَنِ مُنَنِ جيئَن.

۳۹

مُلئين[۱۵] مُنيِ، ماءُ! جنهن پِتو ڦِتو پيٽَ ۾[۱۶]،
سُجاڻِي اَللهُ، ٿُبِي ڏِنائين ڏوڙِ ۾.

---

۱ـ خدا ڪان ۲ـ الڳ، غافل ۳ـ ڪائر، گيدي ۴ـ ڪيڏانهن ۴a ـ اندر ۾ ئي ۵ـ ۾ آهه
۶ـ ابوجهه ۷ـ پروڙيو ۸ـ دل ۹ـ ليڪ ۱۰ـ ڪوڙي، ويهه (Score)ڪروڙين، گهڻا.
۱۱ـ حال اورين، ويجهڙائي ڪان ۱۲ـ اتڪائي، منجهائي ۱۳ـ دوست ڪان ۱۴ـ اجايون، بيهوديون (ڳاهه ڳاهه، قسمين قسمين)۱۵ـ ملن (مُلان جي)۱۶ـ اندر ۾ زهر چڙهي ويو.

٤٠

اَحد، اَحمَدُ پاڻ ۾، وِچان مِيمُ فَرَقُ،
آهي مُستَغَرقُ[1]، عالَمُ اِنهِيءَ ڳالھ ۾.

## وائي - ١

وَنڙِئو هوتَ وَڃَنِ، ووا جَهِلِيان، پَلِيان، هينئڙو نہ رهي!
آئون جَنِين جِي آهِيان، ڪَڙِي مَ تِيان تَن،
جَهِلِيان، پَلِيان، هينئڙو نہ رهي!
گهورِيان گهٽين پَتِيين سندِي ٻاجَھ ٻِيَنِ،
جَهِلِيان، پَلِيان، هينئڙو نہ رهي!
مَرُ[2] مران، مارِين مُون، پُرزا پُرزا ڪَنِ،
جَهِلِيان، پَلِيان، هينئڙو نہ رهي!
آئون مُيائِي گهورِئِي، جي مان مُحبَ مِلَنِ،
جَهِلِيان، پَلِيان، هينئڙو نہ رهي!

## وائي - ٢

وِسارِجَ مَ وِڃَڻَ جويَنُ ٻہ تي ڏينهڙا.
لُوٽِيُون[3] سَهَنِ لوڪَ جا، وهاڻِيَ[4] تيون وِڃَڻَ،
جويَنَ ٻہ تي ڏينهڙا.

---

١- غرق، منجهيل (هنڌن تي، جاين تي) ٢- ڀل ٣- رليل، ڪاٽيون، ناداڻ عورتون
٤- پرھ ڦٽي.

اَصلِ اَسارِنِ[١] جا، سُتي وِئڙا سيڻَ،
جويَنَ ۾ تي ڏينهڙا.
جيڏيُون جي مان وِسَهو، نِندَ مَ هيريو نيڻَ،
جويَنَ ۾ تي ڏينهڙا.
راتَڙيُون جاڳن جي، سي آئون ڪَندَڙي سيڻَ،
جويَنَ ۾ تي ڏينهڙا.
آڌِي راتِ اُٿِي ڪَرِي، جَهلِ تُون نندان[٢] نيڻَ،
جويَنَ ۾ تي ڏينهڙا.

## داستان ڇهون

١

دائُودِي[٣] ڏَيُون[٤] ڪَري، رَڪَنِ[٥] ڪونهي رَنگُ[٦]،
گهوڙِيءَ هيٺِ اَينگُ[٧]، ڪاهِيو پاڪَرِئِين[٨] هَٿَي.

٢

دائُودِي ڏَيُون ڪَري، رَڪَنِ ڪونهي چيتُ[٩]،
گهوڙِيءَ هيٺِ سُچيتُ[١٠]، ڪاهِيو پاڪَرِئِين هَٿَي.

٣

او قابِيلَ[١١]! اکين ۾، توکي بارِي[١٢] بان[١٣]،
اُيو اَگرايُون ڪَرين، ماڳِ[١٤] هَٽيو مَستان،
جانِبَ! تون زِيانَ، اَکِيَنِ سين ايذا ڪَرين!

---

١ـ ويسلين، غافل زالن (اَسارِيَنَ، سارِيندڙن) ٢ـ ننڊ کان ٣ـ حضرت دائود جهڙو ٤ـ جلوا ٥ـ مسڪينن ٦ـ حال ڪونهي ٧ـ بي پرواهه، مستانو ٨ـ پاڪرين کي، خادمن کي ٩ـ خوديءَ جي جاڙ ١٠ـ خوديءَ وارو، هوشيار ١١ـ حضرت آدم جي پٽ جو نالو، جنهن پنهنجي ڀاءَ هابيل کي قتل ڪيو هو، قاتل ١٢ـ ڳرا ١٣ـ تير ١٤ـ پوري هنڌ تي.

۴

او قابِيلَ! اکين ۾، توکي تِکا تِيرَ،
ساڄَنَ! اِنهين[1] سِيگَ[2] سين، ڦَٽيِئي گھٽا فَقِيرَ،
پِيو مَ مارِج مِيرَ! تنهنجو پهريون ئِي پُورو ٿِيو*.

۵

او قابِيلَ! اکين ۾ تِير تِکا توکي،
ساڄَنَ اِنهين سُورَ جِي، ڪَلَ نہ آ[3] ڪنهن کي،
مارين ٿو مُون کي، چاڙهي لوهَ[4] لَطِيفُ چي.

٦

او قابِيلَ! اکين سين، تِيرَ چَلايا تو،
پِيو مَرُ ماري سو، جنهن جو پهريون پُورو نَہ ٿِئي.

۷

جي هُو پائِنِ ڪانُ ڪَمانَ ۾، تہ سِينو سِپَرَ[5] رَکُ،
مُنهَن ۾ معشوقَنِ جا، چاڪَ[6] چَٽَڪا[7] چَکُ،
سُورِي پانءِ مَ شَڪُ، عاشِقُ ٿِيءُ تہ اُبَهين[8].

۸

جي هُو پائِنِ ڪانُ ڪَمانَ ۾، تہ سِينو سِپَرَ ڏِيج،
مُنهَن ۾ مَعشوقَنِ جا، جهالُو[9] ٿي جَهليج،
پاهان[10] پَگَ[11] مَ ڏِيجِ، عاشِقُ ٿِيُ تہ اُبَهين.

---

۱- انهيءَ ۲- ڪمان *پهريون ئي تير ڪافي آهي. ۳- آهي ۴- تير هٽي
۵- ڍال ٦-چير ۷- ڏنگ، زخم ۸- تون بچي سگهندين/ تون بيٺو هج ۹- سهڻ وارو، پڪو، پختو (جهليندڙ)
۱۰- پنٽي، پويان ۱۱- پير.

٩

جي هُو پائِنِ ڪانُ ڪمانَ ۾، تہ نَئِي ڏِجِ سِينو،
ڪِجي . نہ ڪِينو[1]، وَڃِي دَرِ دوسُتنِ جي.

١٠

پائي ڪانُ ڪَمانَ ۾، مِيان! مارِ مَ مون،
مون ۾ آهِين تون، مَتان تنهنجوئِي توکي لڳي.

١١

ڪَيو[2] ڇَڏِينِ ڪانُ، هَڏِ نہ هَٽائِينِ تا،
ٿِيا جي نِيشانُ، تہ پهرئين سان پُورا هئا.

١٢

لورِي[3] جتِ لَڳومِ، اُتِ اُيوئي آهيان،
سُورِهيہ پِرِين سَندومِ، مانَ ڀاڃهائي ڀِيو هَٽِي!

١٣

مَحبَتَ جي ميدانَ ۾، عاشقَ! ٿِيءُ اَچامُ[4]،
سَمُهان[5] سَلَ[6] سَيُدُ چي، ڪَنڌَءِ تِيرَ تمامُ،
ڪَهِجِ ڪو مَ ڪَلامُ، جِمَ[7] دوسَتئُون[8] دُورِ ٿِيين.

١٤

مَحبَتَ جي ميدانَ ۾، اَچي پِيرَ پِيانِ،
سِرَ وَڍِنُ، ڏَڙَ ڏارَ ڏَرَنُ، اِيءُ سِينگارَ سَندانِ[10]،
ڏِيندا مون ڏِنانِ[11]، مَتا مَحبُوبَنِ لئي.

---

١ـ بخيلي، بغض ٢ـ گسايو ٣ـ لرزش ڪندڙ، تير ۴ـ نشان، هدف ٥ـ سامهان، سڌا ٦ـ سوراخ ٧ـ متان ٨ـ دوستن کان ٩ـ سندن ١٠ـ انهن کي ڏنم.

١٥

مَحبَتَ جي ميدانَ ۾، ڪَرِ پَڙاڏو پَٽُ[١] *!
سِرُ سُورِيءَ، ڏَرَ ڪَنگرين[٢]، مَٿان ڪُڇين ڪَٽُ[٣]!
عِشقُ نانگُ نِپَٽُ[٤]، خَبَرَ ڪاڏَنِ ڪي پَوي.

١٦

مَحبَتَ جي ميدانَ ۾، سِرَ جو سانگُ مَ ڪَرِ،
لاهي سِرُ، لَطِيفُ چئي، دوسَنِ[٥] اڳِيان ڏَرِ[٦]،
عِشقُ نانگُ اَپرِ،[٧] خَبرَ ڪاڏَنِ ڪي پَوي.

١٧

مُحبَتَ جي ميدانَ ۾، سِرَ جو ڪَرِ مَ سانگُ،
سُورِيءَ سُپيرِينِ جي، چَڙهُ تہ تِين چانگُ[٨]،
عِشقُ آهي نانگُ، خَبَرَ ڪاڏَنِ ڪي پَوي.

١٨

محبت جي ميدانَ ۾، ڪُڏِي پَئو ڪاهي،
چِڏِ آسانگا[٩] اَرواحَ جا، لاهُوتِي[١٠]! لاهي،
عِشقُ نانگُ آهي، خَبَرَ ڪاڏَنِ ڪي پوي.

١٩

عِشقُ نہ آهي راندِ، تہ ڪِي ڪَنِسِ ڳِيَرُو[١١]،
جِيءَ، جُسي ۽ جانِ جِي، پَڃِي جو هيڪاند[١٢]،
سِسِي نيزي پاندِ[١٣]، اُڇلِ تہ اَڏَ ڏِئي.

---

١- ميدان ۾* محبت جي ميدان ۾ اهڙو نعرو هڻ جو ميدان بہ پڙاڏو ڏئي پوي. ٢- ڪنگرن تي ٣- هرگز ٤- بلڪل، ننگو ٥- دوستن ٦- رک ٧- بي حد ٨- چڱو ڀلو، ڪامل ٩- پيار، اميدون، آسرا ١٠- سچا عاشق ١١- ڀار، چوڪرات ١٢- ميلاپ، گهٽائي ١٣- نوڪ تي، ويجهو.

## وائي

عِشقُ تَمامُ[١]، بِرهُ تَمامُ، ووا مَين لُوڻِي[٢] يارَ لوڪو!
سيجَ سُتِي نُون جهپَ[٣] نہ آوي، نيٽين نِندَ حَرامُ،
وِوا! مَين لُوڻِي يارَ لوڪو!
راتيان جاڳڻُ، صاحِبُ سَنيالڻُ، اِي فَقِيران دا[۴] ڪامُ[٥]،
ووا! مَين لُوڻِي يارَ لوڪو!
مَتِ عَقُلَ دِي مُنجِهہ ڳِئِي[٦]، آيا عِشقُ اِمامُ[٧]،
ووا! مَين لُوڻِي يارَ لوڪو!

## داستان ستون

عاشِقَنِ اَللهَ جِي، مَحبَتَ رَکِي مَنِ،
سَندِي سِڪَ پِرِيَنِ، تَنَ ۾ آهي تَنِ جي.

٢

عاشِقَنِ اَللهَ جِي، سدا وائي وات،
فاذْڪُرُونِيْ اَذْڪُرْڪُمْ[٨]، تَنَ ۾ اِها تات،
اِن کان ڪا نہ سات[٩]، سَجَڻُ ويلَ[١٠] نہ وِسَري.

---

١- پيرپور ٢- ڦُري، مُٺي ٣- ننڊ ۴- فقيرن جو ٥- ڪم، مرڪ ٦- وئي هلي، پئي (وجي ڪڏ ۾ پئي!) ٧- رهبر ٨- مون کي ياد ڪر تہ آءٌ توکي ياد ڪريان ٩- لحظو (ساعت) ١٠- وقت (گهڙي، پل).

۳

عاشِقَنِ اَللهُ، ويــرو تــارِ[۱] نہ وِسَري،
آهَ ڪَرِيندي ساھُ، ڪَڏِهن ويندو نِڪَرِي.

۴

عاشِقَنِ آرامُ، ڪَڏِهن تان ڪونہ ڪِيو،
طَعني ڪِيا تمامُ، حَبِيباڻي[۲] هيڪَڙي.

۵

عاشِقَ ايئَن نہ هُونِ، جيئَن تون سَچِينِ اَگڙِين[۳]،
وَڃِي دَرِ دوسَنِ جي، رَتُ ڏِيهاڙِي رُون[۴]،
پِيءَ پَرِ ڪنهن نہ پُونِ[۵]، ماڪُرِ[٦] محبُوبَنِ سين.

٦

جان عاشقَ مَتي رَتُ*، تان دَعويٰ ڪري مَ نينهن جِي،
سائو مُنهن[۷]، سُونهن ڳَٿي[۸]، سِڪَڻَ اِيءَ شَرَطُ،
نہ ڪِين[8a] گوڏِ گَرَتُ[۹]، مَتان[۱۰] سِر سَوَدا ڪري[۱۱]

۷

اَڃا تو مَنجهاءَ، ڪَڪَ ڇُٽي[۱۲] رَتُ نِڪَري!
مُنهَن مِ مَحبُوبَنِ جا، ڪيئَن جَهلِيندين ڳهاءَ؟
سو تُون ڪُڄاڙِئاءَ[۱۳]، سِڪَڻَ جُون سَڌُون ڪَرين؟

---

۱- ڪنهن بہ وقت، هميشہ ۲- دوشن جي ۳- سڄين لڱين، تندرست ۴- رئن ۵- پون، ٿين ٦- مقبول، پسند.* جيسين عاشق چڱو ڀلو آهي. ۷- منهن ۸- وٺي 8a- نڪي ۹- ناٽي جي ڳنڍ، پٽسو ۱۰- انهيءَ جي مٿان، باوجود ۱۱- سر جو سودو ٿو ڪري ۱۲- ڇهڻ، لڳڻ سان ۱۳- ڇا لاءِ.

٨

سِڪَ نہ آهي سُتَرِي، ڪَنُ پَرُوڙي پير،
ڪُسَڻَ ڏاران ڪيرُ، ڪَري سَڌَ سِڪَڻَ جِي؟

٩

سِڪَڻَ اِيءَ نہ سَڌَ، جِيئَن لِڪيو لِياڪا[1] پائيين،
پَئي پِريان جي نہ ٿيين، متي اَگُڻَ اَڌَ؟
اِيءَ پُڻ ڪُوڙي سَڌَ، جيئن ڪِليو، ڪايو، سُمهين[2].

١٠

سِڪَڻُ ۾ سُورِي، پَئي اَڪَرِ هيڪَڙي*،
وِهَڻُ وانڌَڙِيَنِ تي، ڪارَڻُ[3] ضَروري،
بِنهين[4] جِي پُورِي[5]، جِيءَ ڏِني رِئَ نہ ٿيي.

١١

جي ڪِين سِڪَڻُ سِڪُ، ناتَ[6] پَسُ سِڪَندِيين[7]،
پاسي تَنِين مَ لِڪُ، نينهن نہ سُڃاڻَنِ جي.

١٢

عاشِقَ! معشوقنِ جِي، وَٺِي ويهُ ڳَرِي[8]،
جِمَ وِرچِي ڇَڏِيين، سَندِي دوستَ دَرِي!
ڏيندا ڳُڪي[9] ڀاڄَھ جِي، وِينڌءِ ٿَپَ ٿَرِي[10]،
اَسان تان نہ سَرِي، تو ڪيئن سَري سِپِرِين؟

---

١- جهاتيون ٢- سمهين * هڪ جهڙو، ٻنهي ۾ 'س' جو حرف آهي. ٣- سبب، شرط
٤- ٻنهي ٥- پورائي ٦- نہ تہ ٧- سچن عاشقن کي ٨- گهڻي ٩- دوا ١٠- ڳگ ٿيندين،
چڱو ڀلو ٿيندين، (ڦٿن جو سُور ۾ ڪاڙهو جَهڪو ٿي ويندءِ).

عاشِقَ! معشوقنِ جو، وٽِي ويهجِ سيرُ[1]،
اَچِي پُڇَنڌءِ پاڙِهين، پِرتانَ[2] پَري پيرُ،
پَلاڻِنِ جو پيرُ[3]، رَهَبرُ ٿيندءِ راهَ ۾.

۱۴

عاشِقَ! معشوقنِ جو، وٽِي ويهجِ دَرُ،
اَچِي پُڇندُءِ سُپِرين، لَهندُءِ سَرَ[4] سَيَرُ[5]،
پَلاڻِيءَ جو پَرُ[6]، رَهَبَرُ ٿيندءِ راهِ ۾.

۱۵

عاشِقَ! معشوقنِ جو، وٽِي ويهُ دُڪانُ[7]،
پَنِجِ پيشِ پِرِيَنِ جي، پَٽِيءَ وِجهي[8] پاڻُ،
تہ تُون تَنِين ساڻُ، سدا رهين سُرخُرو.

۱۶

عاشِقَ! معشوقنِ جو، وٽِي ويهج گهٽ[9]،
جِمَ وِرچِي ڇَڏِيين، موڪِيءَ[10] سَندو مَٽُ،
ڪري سِرَ جي سَٽُ*، پِيجِ ڪي پِيالِيُون.

۱۷

عاشِقَ! معشوقنِ جو، وٽِي ويهجِ رَند[11]
پِيارِينڌءِ پاڙِهين[12]، مَيخاني جو مَنڌُ[13]،
ڪِيمَ ڪَڍِجِ تون ڪَنڌُ، اوڏو تِي اُن ڪي.

---

۱- لنگهہ ۲- پيار يا حب مان ۳- پنڌار ۴- سار، سنڀار ۵- سگهارو ٦- زور، جوهر، تت ۷- دڪان، هٽ ۸- ڳچيءَ ۾ ڪپڙو وجهي ۹- لنگهہ، رستو ۱۰- پير مغان، شراب وڪڻندڙ * سر عيوض ۾ ڏيئي. ۱۱- لنگهہ، رستو ۱۲- پاڙهي ئي ۱۳- شراب.

## وائي

سُپيرِيان جي سونهنَ جي، ڳالِ ڪِينَ وَڃي[١]،
وَڃِي دَرِ دوسَنِ جي، سُورِيَ سِرُ هَڃي[٢]،
عاشِقَ اَنگھنِ[٣] چڙهيا، ٻيو سَيُڪو ٻَڃي،
پُڇِــجِ پوءِ پِرِيتَمُنُو، پِهرِينَ سِرُ سَڃي[٤]،
عاقِلَ ئِي اوچُون[٥] ٿِيا، ٻوررو[٦] ڪين ٻَڃي[٧].

## داستان اٺون

١

هَر هَر هَرائي[٨]، وَڃَڻُ دَرِ دوستِن جي،
پاڙي ڏانهن پِرِيَنِ جي، اُڃُ[٩] مَ اَوائي[١٠]،
اَلهڙ[١١] تِي آيِ مَ تون، واتاڙُنِ وائي[١٢]،
لائِندَءِ لطيفُ چي، سُوران[١٣] سَرَهائي،
ڳُجهو ڳالهائي[١٤]، پِرتِ وَتِجي[١٥] پاڻَ ۾.

٢

جان جانَ ناهِ ضَرُورُ، تان تان طبيبُ ناهِ ڪو،
جُهُ سو سَرِيو[١٦] سُورُ، ڪَرَ ويجُ وَرِ پيو[١٧]،

---

١ـ ڳالھ وسرڻ جهڙي نہ آهي ٢ـ هٽجي ٣ـ ڪنڊو، سوري، تڪليف ٤ـ تيار ڪري ٥ـ پرزا پرزا، ڳترا ڳترا ٦ـ پولو، مونجهارو، ٿوري سجھ وارو ٧ـ عشق جو اسرار اهڙو اونهو آهي جو سمجهي نٿو سگهجي. ٨ـ هلائي ٩ـ تڪڙو هل ١٠ـ موڳي، نادان ١١ـ ڪچو، نادان ١٢ـ راز، ڳالھ ١٣ـ سورن ڪان ١٤ـ ڳالهائي ١٥ـ ونڊجي ١٦ـ حاصل ٿيو، پيدا ٿيو ١٧ـ هٿ آيو.

٣

سُورُ جَنِين کي سَرِيو، سَرِي[١] تَنِ صِحَتَ،
مُٺي مُصِيبَتَ، آهي عاشقن کي.

۴

سيئِي سُور طبيبَ، جَنِين سُورَ سَڄَ ڪِي[٢]،
جو لِکِيو هُتِ[٣] لطيفُ چي، سُوئِي ڪَنِ قَريبَ[۴]،
جي نوازِيا نَصِيبَ، دارُونءَ[٥] سي دُرستُ ڪِيا.

٥

جي پِياري پاڻَ، تہ ڪَرَهو[٦] تِي پاٽِي پِيين،
اَڳِي اِنَ نياڻَ[٧]، اَڻَ ڪونِيو ڪونہ گِهڙي.

٦

اَڻَ ڪِي[٨] عَيان[٩] نہ ٿيي، ڪِي[9a] پَروڙِي ڪونہ[١٠]،
سَچِي جيھِي سونَ، مُنهن نہ پيئِي[١١] ماڙُهين[١٢].

٧

اَڻَ ڪِي عَيان نہ ٿيي، ڪِي پَروڙِي ڪونہ،
سا سُونهِين[١٣] ٿي سونَ*، اَمُرُ[١۴] عَطا جنهن جو.

٨

جيڪِي ڏِنائُون، سو مان ڳُڻُ[١٥] ڳِنڊِ[١٦] ٿيو،
مون کي پُڇِيائُون، توکي اِنهِين[١٧] توکَ سين[١٨].

---

١ـ حاصِل ٿي ٢ـ نشانِ ڪيو، ياد ڪيو ٣ـ ازل ۾ ۴ـ دوست ٥ـ دوا ٦ـ اُٺ، جيڪو تمامِ گهڻو پاڻي پيئندڙ آهي ٧ـ جانورن جي پاڻي پيئڻ جي جاءِ، تڙ ٨ـ نہ ڪيل ڳالھ ٩ـ ظاهر 9a ـ ڪيَل (ڳالھ) ١٠ـ نہ ١١ـ زبان تي نہ آئي، واقف نہ ٿيا ١٢ـ عام ماڻهن ۾ ١٣ـ رهبر * اها سوني عشق جي رمز انهيءَ جي رهبري ڪندي. ١۴ـ حڪم، نصيب ١٥ـ پلائي ١٦ـ هَڙ، نقد ١٧ـ انهيءَ ١٨ـ جيڪي اسين توکي ڏينداسون سو پلائي سمجهي برسر ڪرڻ لاءِ تيار آهين.

۹

جيڪي ڏِنائون، سو سِرُ ڏيئي سَھُ ڇندڙا[1]!
مَ ڇَئو ڇِنائُون، اِي پُڻ ڳَنڍِيو سَڄڻين:

۱۰

جيڪي ڏِنائُون، سو سَيَوِئِي صِحَتَ،
مَ ڇَئو آزارُ اُنَ کي، مَ ڪِي مُصِيبَتَ،
ڪُھَڻُ قَرِيبَتَ، جو ڪوٺَڻُ پَرِ پِرِيَنِ جِي.

۱۱

ڇِنَنَ توءِ مَ ڇِنُ، پاءِ اُمِيري[2] اُنِ سين،
جي هُو اوڳُڻَ ڪَنِئِي اَسُونھِين[3]! تون ڳُڻان ئِي ڳِنُ[4]،
پاندُ جَھلِيو تون پِنُ، هِنَ سُونھاري سَڱَ[5] ۾.

۱۲

نَمِي ڪَمِي[6] نِھار تون، ڏَمَرُ وڏو ڏُکُ،
مَنجھان صَبُرَ سُکُ، جي سَنوارِيا[7]! سَمُجھين.

۱۳

نَمِي ڪَمِي نِھار تون، ڏَمَرُ ڏولائو[8]،
تِيَئِي ساڃائو[9]، جي اُيِيين اِنَھِين پيرَ تي*.

---

۱ـ اي منهنجي جند ۲ـ ڇنل تند کي ڳنڍيڻ ۳ـ بي رهبر، اڪيلي ۴ـ ڳڻ ڪري سمجھ
۵ـ ناتو، سنگت ٦ـ صبر ڪري ۷ـ اي سنواريل يا سڌريل! ۸ـ پريشاني ۹ـ ساڃاھ، سڃاڻپ * جي انھيءَ اصول تي عمل ڪرين.

١۴

ڏَمَرَ پاسو ڏُکَ سين، کانڊِ کَٿُوري هوءِ[١]،
وَاللهُ مَعَ الصَّابِرِينَ[٢]، آگو[٣] اِيهين[۴] چوءِ.

١٥

کَمُ[٥]! کَمَندَنِ کَنيو، هارايو هوڙَنِ[٦]،
چَکيو نہ چُوندَنِ[٧]، هُو جو ساءُ[٨] صَبُرَ جو.

١٦

کَمَندَڙَنِ گهرِ کِين[٩]، چَوندڙَ[١٠] چڱا نہ ٿيا،
ويٽَنِٽُون[١١] وِيڌَ[١٢] پَئي، هَٿِ نہ اَچي ڪِين.[١٢a]

١٧

هُو چُوِنئي، تون مَ چَئو، واتان وَرائي،
اَگِ[١٣] اَڳرائي جو ڪري، خطا سو کائي،
پاندَ مِ پائي، وِيو ڪِيني وارو[١۴] ڪِينَ ڪِين.

١٨

هُو چُوِنئي، تون مَ چَئو، واتان وَرائي ويڻُ،
سَيِّنِي سين سَيّدُ چي، مَنُ ماري ڪَرِ مَيڻُ،
کانڊِ وَڏائِي کيڻُ[١٥]، ڪِيني مَنجهان ڪِينَ ٿِئي.

---

١ـ صبر ۾ خوشبوءِ يا خِوشي آهي. ٢ـ خدا صبر ڪندڙن سان آهي (قرآن شريف). ٣ـ آغا، ڏٿي ۴ـ ائين ٥ـ تيرج ڏر ٦ـ هوڏ وارن ٧ـ چوندڙن، تڪرار ڪندڙن ٨ـ ذائقو ٩ـ خوشي، سک، خير، ڀلائي ١٠ـ چوندڙ ١١ـ طعنن مان (ويڻن مان) ١٢ـ واڌ، نقصان ١٢aـ ڪِي، ڪجهه ١٣ـ اڳهين ١۴ـ حاسد، ساڙ وارو ١٥ـ چڱائي، ڀلائي.

١٩

ڪَنِين ڪينَ پرائيو، ڪِيني مَنجهان ڪِين،
جي هوءِ سَنائِي سِيگُ[1]، ته زِهَ ڇِنِي جوکو ٿِئِي*.

٢٠

سُٽِي وِڃُ ڪَنَنِ سين، وَرائِج مَ وَرِي،
هادِيءَ جي هِدايَتَ جِي، آهي اِيءَ ڳَرِي[2]،
تَنِ سَڄي ساهِ سَرِي[3]، جَنِ مارِيو نفسُ ماٺِ سين.

٢١

چُوَندن ڪيمَ چَئيجِ، وِڃُ وَرائي سامهون،
ڪا مَت[4] قِيمتَ جِهَڙِي، روزُ ڏَمَرَ ڪي ڏيجِ،
وِڃُ مَ وَرائيجِ، ته سَڀَ ڏَرِ سُهاڳِي[5] ٿيين.

٢٢

ڪِينَ مائِيندا[6] مَنَّ ۾، خودِي ۽ خُدا،
ٻنِ تراڙنِ جاءِ، ڪا آهي هيڪَ مِيانِ ۾؟

٢٣

اَنَّ - چُوَندن مَ چَئو، چُوَندِن چَيو وِسارِ،
اَنَئِي پَهرَ اَدبَ سين، پَرِ اِهائِي پارِ،
پايو مُنهن مُونَن[7] ۾، غُربَتَ سانڍ گُذارِ،
مُفتِي[8] مَنجه وِهارِ، ته قاضِيَ ڪانيارو[9] نه ٿِيين.

---

١ـ سخت يا ڏاڍي ڪشيل ڪمان * جيڪڏهين هن کي تمام ڇڪيل (ڪيني جي) ڪمان هوندي ته تار ٽٽڻ ڪري هن کي نقصان ٿيندو. ٢ـ ڳچيءَ جو هار، مٽيو ٣ـ ساري بدن جا زيور مليا ٤ـصلاح، نصيحت ٥ـ سياڳ واري ٦ـ ماپندا ٧ـگوڏن ٨ـ فتويٰ ڏيندڙ ٩ـ ڪاڻ (عتاب) وارو، محتاج.

٢٤

جَنين سندِي ڀوڏ[١] ۾، ڀَتو ڀَتڻ[٢] جيءُ[٣]،
تون تَنِين سين پيءُ، اوڏا اَڏِي پکَڙا.

٢٥

ويٺي جَنِين وَٽِ، ڏُکَندو[٤] ڏاڍو ٿِئي،
سا مجلس ئِي مَٽِ، جي حاصلُ[٥] هوءِ هزارَ جو.

٢٦

ويٺي جَنِين وَٽِ، ڏُکَندو ڏُورِ ٿِئي،
تون تَنِين سين ڪَٽ[٦]، اوڏا اَڏِي پکَڙا.

## وائي

يارَ سَڄَڻَ جي فِراقَ، ڙِي جيڏيُون! آئُون مارِي،
درِ دوسَنِ جي ڪَئِين جو هُوندا، مُون جيها مُشتاقَ،
ڙِي جيڏيُون، آئُون مارِي.
جاتي ڪاتي مَحبوبَن جي، آهِ حُسنَ جي هاڪَ،
ڙِي جيڏيُون، آئُون مارِي.
سُرمو سَهِي ڪَرِ اکين جو، خاصُ پِريان جِي خاڪَ،
ڙِي جيڏيُون، آئُون مارِي.
عبداللطيفُ چَي، پِرين اَسان جو هَميشہ حُسناڪَ[٧]،
ڙِي جيڏيُون، آئُون مارِي.

---

١- قوت، ويڙهه، طعنن ٢- طرحين طرحين ٣- جي چوڻ، حاضر سائين چوڻ ٤- ڏک ٥- لاڀ، فائدو ٦- گهار، گذار ٧- حسن وارو، خوبصورت.

# سر ڪنڀات

## سر بابت:

گجرات ۾، ڪنڀات ناز تي، ڪنڀات نالي هڪ شهر آهي. هيءَ راڳڻي، اٿي جي ڪنهن گوئيي جي رچيل آهي، تنهنڪري مٿس نالو سر ڪنڀات پيو آهي. هن سر کي 'ڪماچ' پڻ چوندا آهن؛ ۽ رات جي هڪ پهر گذرڻ بعد ڳايو ويندو آهي.

هن سر ۾، عموماً ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ واريون پڙهڻيون، اختيار ڪيون ويون آهن. گهڻي تفحص[1] بعد، ثابت ٿيو آهي ته، ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ جي رد ڪيل بيتن مان ڪي حقيقت ۾ شاهه جا بيت آهن، اهي بيت اضافو ڪيا ويا آهن. اضافو ڪيل بيت آهن:

داستان ٢، بيت نمبر ٢۴، ٢٨ ۽ ۴١.

## مضمون:

هن سر جا بيت، شاهه شايد جوانيءَ ۾ تڏهن چيا تا ڏسجن، جڏهن ڪيس مجازي عشق جي چيٽ لڳي هئي، انهيءَ ڪري 'قمر ۽ ڪرهي' کي عتاب ۽ خطاب ۽ يار تائين سنيهن پهچائڻ ۽ خبرن رسائڻ لاءِ تاڪيد ڪيل آهي.

## روحاني راز:

هن سر ۾ شاهه، جيڪا ڪيس پيغمبر پاڪ ﷺ لاءِ محبت ۽ رسول الله ﷺ جي روضي مبارڪ جي زيارت ڪرڻ جي تمنا دامنگير هئي، تنهن جو چٽو بيان ڪيو آهي. شاهه کي فخر موجودات، حضرت محمد ﷺ جي ذات با برڪات سان نهايت الفت هئي، تنهنڪري هن سر ۾، سونهاري سجڻ جي شخصي سونهن ۽ اخلاقي حسن جي ساراهه ڪندي، هن حقيقت کي واضح ڪيو ويو آهي ته خدا تعاليٰ مديني جي مير لاءِ ملڪ ۽ ماڻهو خلقي، ڪيس انهن جو مهندار مقرر ڪري مڪو آهي. چنڊ جي سوڀيا سپرينءَ جي سونهن ۽ سيرت اڳيان تڇ آهي، چاڪاڻ جو منجهس 'ناهه پيشاني پرينءَ جي'.

---

١- ڳولا ڦولها، کوجنا.

ھيءَ ھڪ تاريخي حقيقت آھي تہ آنحضرتﷺ جن جي ڄمڻ وقت، ڪفر جا قلعا لڏي ويا ۽ قيصر وڪسريٰ جا ڪنگرا ڪري پيا ھئا. شاھ جو چوڻ آھي، تہ نہ فقط ڪافرن جون دليون ڪنبي ويون ھيون، پر فطرت ٻيا بہ ڪئين ڪرشما ڏيکاريا ھئا. محمد صلعم جي آڏرياءَ ۽ آجيان لاءِ، 'سورج شاخون جھڪيون' ڪِيون ھيون، ۽ 'تارا ڪتيون تائب ٿيا' ھئا ۽ چنڊ ڪتين سان 'پيھي ويو پَرلاءَ ۾'.

رسول ڪريمﷺ جن جي مدح بعد، شاھ صاحب چنڊ کي پنھنجو قاصد بنائي ٿو، ڇاڪاڻ جو چنڊ ساڳئي وَقت، سونھاري سنڌ ۽ مديني منوره مٿان، پنھنجي نوراني نظر وجھي ٿو، ۽ انھيءَ ڪري ڪيس سڄڻ 'تو اوڏا مون ڏور' آھن. شاھ صاحب ڪيس عاجزيءَ سان التجائون ٿو ڪري تہ 'الله لڳ، سرت ساري، منھنجو سنيھو ڏج تہ، منھنجيون اکيون ساري ڄمار، اوھان جي آسري ۽ اوسيئڙي ۾ آھن'. چنڊ کي پيغام پھچائڻ جو طريقو پڻ ٻڌائي ٿو، چي: 'پيرين ھٿڙا وجھي، نرمي ۽ نٿڙت سان نياپو ڏج، مٿان محبوب کي مٺيان لڳي'.

زيارت ڪرڻ جي خواھش، پنھنجي حبيب پسڻ جي اُڪير، وھٽ نہ وڻي سگھڻ جي عاجزي، ڪرھي ۽ ڪان نہ ھجڻ جي حقيقت ۽ منزل جي مفاصلي جي شڪايت ڪندي چوي ٿو، 'پيرين آئون نہ پڄڻي'. اتي ھڪدم خيال اچيس ٿو تہ، 'نفس کي ڇو نہ ڪٽي ڪرھو ڪريان؟' جڏھين نفس تي سوار ٿئي ٿو تہ ھو گيسر ڪري ٿو. تنھن ڪري ھن کي پنھنجو اصل ٻڌائي، ڀلايون گھري ٿو. نفس آھي نجس، سو ڪيس جڏھن سنوت نٿو ڏئي، تڏھن ڪيس آخرت جون اميدون ڏيئي، ريھڻ ريبڻ جون ڪوششون ڪري ٿو. نفس جنھن کي لاٽي جي لغار لڳي پئي آھي، سو ڪڏھن ڪڏھن لڪيو وڃيو لاٽو ڪائي، يعني دنيوي نجاست ڪائي يا دنيوي عيش عشرت ڪري. اھو ڏسي، شاھ ڪارون ٿو ڪري تہ 'نياڳي نفس رت رناڙي، يعني تمام ڪڪ ڪري ڇڏيو اٿم.' انھيءَ ڪري اسان کي نصيحت ڪري ٿو تہ، 'نفس کي اھڙا ڪي، ڏاوڻ ڏانءِ، جو پيو چري ۽ چنگھي'.

# سر ڪنڀات

## داستان پهريون

١

ڀَلا ٻِي آهِنِ، پِرِيــن ڀــلائِــيءَ پانهنجي،
سَڀاجها سِرِ چَڙهيو[1] ڏوراپو نہ ڏِينِ،
مان ڏي مَدِيُون[2] ٿِينِ، سَڄَڻَ سَڄايِنِ[3] ۾.

٢

پيشانِيءَ ۾ پرينءَ جي، ڀَلائِيءَ جا ڀيرَ[4]،
اَڱڻِ اُڪَندِيُنِ[5] جي، ڏِٺي پاڀوهي[6] پيرَ،
قَمَرَ[7] پاڙي[8] ڪيرَ، شَمسَ[9] سُپيرِيَنِ سين.

٣

تُون چَنڊَ! اُهوئِي، جو هُتِ پَسين تو پِرِينءَ کي،
آڏِتُ[10] چَئِجِ اُنِ کي، ڏِيانءِ جو روئِي،
هيڪانڊِيَ هوئِي[11]، سانگُ[12] مَ ڀوي سَڄَڻين!

---

١- آمهون سامهون يا روبرو ٿي ٢- اوٺايون، خاميون، لڳايون ٣- چڱائي ٤- ڀنڊار، خزانا، نشان ٥- سڪندڙن، منتظرن ٦- مشڪندي، خوشيءَ مان ٧- چنڊ ٨- برابر ڪري ٩- سج (جهڙن) ١٠- سنيهو، پيغام ١١- ڳڏ هجي، خلوت ۾، اڪيلائيءَ ۾ ١٢- سانگي، سبب، سفر، وڇوڙو.

۴

مَرُ هيڪاندا هُونِ پِرين، سانگِ مَ وَڃنِ سينڻَ!
رَهيا آهِين رُوحَ ۾، نِتُ جَنِين جا نينڻَ،
وِماسِيا[۱] جَن وينڻَ[۲]، تو تارِيءَ[۳] تڳي تَنِ هِنُيون*.

۵

راتِ سهائِي، پُون[۴] سَنئِين، پَٽئِين[۵] وڏو پَنڌُ،
هَلَندي حَبيبَن ڏي، ڪَرَها[۶]! موڙِ مَ ڪَنڌُ،
ٻَنڌڻ[۷] سوئِي ٻَنڌُ،[7a] جو پَهُچائِي پِرِيَنِ کي.

٦

راتِ سَهائِي، پون سَنئِين، ٻائِي! ڳُهرجي ٻَلُ[۸]،
اَهُرَ[۹] ۾ ايلاچِيُون،[9a] چَندَنُ چَرِي چَلُ،
مُون توهين سين[۱۰] ڳالهڙي، ٻِئِي ڪنهين[۱۱] مَ سَلُ،
هاهُرَ[۱۲] ڪندو هَلُ، تہ ڪِجايُون[۱۳] ڪَرَنِ[۱۴] کي.

٧

راتِ سَهائِي، پُون سَنئِين، پِرِتِ[۱۵] نَئِين، پنڌُ پُورِ[۱٦]،
مَيا[۱۷]! مَحبُوبَنِ جي، هَلِي وانءُ[۱۸] حُضُورِ،
جي چِٽِڪَنِ[۱۹] چِتَ ۾، سي ڪيئن سَڄَڻَ ڏورِ،
اَللهَ لَڳِ اَسُورِ[۲۰]، اُٺان[۲۱] ئِي تِي اءُ تُون.

---

۱- توريل تڪيل، غور ڪيل ۲- سخن ۳- تار، لنؤ، ڏن. * محبوبن جي تار ۾ منهنجي دل پئي تڳي، يعني آءٌ جيئرو آهيان، اهي جن جا سخن سنجيدا آهن. ۴- زمين ۵- ميدانن ٦- اُٺ ۷- سندرو، قصد، ارادو 7a- ٻَنڌ ۸- ٻل، طاقت، همت ۹- وٿاڻ (آهُرو) 9a- الائچيون، ڦوٽا. ۱۰- توسان ئي ۱۱- ڪنهن کي ۱۲- اٺ جي هونگار ۱۳- خار ڏياريون، چيڙايون ۱۴- رقيبن، خرن، گڏهن، احمقن ۱۵- پريت، نينهن، عشق ۱٦- پورو ڪر، طئي ڪر ۱۷- اي اٺ! ۱۸- وڃ، پهچ ۱۹- هرن، ياد پون ۲۰- اسر، پربات، رات جي پوئين پهر ۲۱- اُٺان.

٨

اَڄ پُرِ اَچائِي، چوڏهينءَ ماهَ چَنڊَ جِي،
مون گهرِ مون پِرِيَنِ جي، اَچَڻَ جِي وائِي،
مون گهرِ واڌائِي، پيئِي كامَ[١] كَرَنِ[٢] ۾.

٩

اَڄُ پُرِ اُمارو[٣]، چوڏهينءَ ماهَ چَنڊَ جو،
مون گهرِ مون پِرِيَنِ جي، اَچَڻَ جو وارو،
سَڄَڻُ سوپارو، پيچَ پِنِيءَ[٤] گهرِ آئِيو.

١٠

چوڏهينءَ چَنڊُ اُڀريو، اُوڻتيهَ پَسيسِ عامَ*،
مَتَسِ[٥] ناهِ مَلامَ[٦]، جيكِي پُڇين پُڄُ سو[٧].

١١

چوڏهين چَنڊ تون اُڀرين، سَهسين كَرين سينگار،
پَلَكَ پِريان جي نَ پَڙين[٨]، جي جِيلَنِ كَرِيين هَزارَ،
جِهَڙو تون سَڀَ ڄمارَ، تِهَڙو دَمُ دوستَ جو.

١٢

سَهسين سِڄَنِ اُڀرِي، چوراسِي چَنڊَنِ،
بِاللّٰهِ[٩]، ري پِرِيَنِ، سَڀَ اُونداهِي ڀانئيان.

---

١- ساڙ، حسد ٢- رقيبن، خيرن، گلهن، حاسدن ٣- سانباهو، تياري ۴- پرهه ڦٽيءَ * عام ماڻهو اوڻٽيهن تاريخ كان پيا چنڊ كي ڳولين. ٥- عام ماڻهوءَ تي ٦- ڏوهه، ميار (ملامت) ٧- اها پرولي يا راز نه سمجهين ته مون كان پڇ ٨- برابر ٿئين ٩- الله جو قسم ته.

۱۳

چَندَ! تنهنجي ذاتِ، پاڙيان نہ پرِيَنِ سين،
تون اَچو ۾ راتِ، سَجَڻَ نِتُ سوجِهرا.

۱۴

چَندَ! چِٽائِي[۱] تُنهنجي، سِياهِيءَ[۲] ۾ سُورُ،
لايان لالَ لِڱنِ کي، چَندَنِ ٻـَري ٻُورُ*،
ڪُوماٽو ڪَپُورُ[۳]، مون واجهائيندي پَرينءَ کي.

۱۵

چَندَ! لَڳَنَئِي مَندَ، سنجهي ٿي سِيخ[۳a] تيين،**
ڪَرِ اُونداهِي اَندَ، تہ مِلان مَحبُوبَنِ کي.

۱۶

چَندَ! چُئَين[۵] حَقُ، جي وِڙهين، جي وِچِرين[۶]،
ٻـہ اَکَيُون تِيو نَڪُ، تو ۾ ناهِ پرِيَنِ جِهو[۷]،

۱۷

چَندَ! چُئَين سَچُ، جي مَٽِي[۸] نہ پائِيين،
ڪَڏِهن اُيـرين سَنهڙو، ڪَڏِهن اُيـرين ڳَچُ،
منهن ۾ ٻـَري ٿي مَچُ، تو ۾ ناهِ پيشانِي پرينءَ جِي.

---

۱ـ روشنائي ۲ـ اونداهي رات * (توسان ملڻ لاءِ تياري ڪري) ڳاڙهي بدن کي چندن جو چورو (سرهاڻ) لڳايان. ۳ـ ڪافور(Camphor)، سرهاڻ ۳aـ شيخ ۴ـ هن سٽ ۾ شاهہ چند کي پاراتا ڏني ٿو.** سِينجي وجين! مَري وجين!) ۵ـ چوائين ٦ـ خفي يا پريشان ٿئين ۷ـ جهڙو ۸ـ بري يا ناجائز ڳالهہ.

١٨

ڪَٽِي نيڻَ خُمارَ مان، جانڻَ ڪِيائون نازُ نَظَرُ[١]،
سُورِجُ شاخُون جَهڪِيُون، ڪُوماٽو قَمَرُ،
تارا ڪَتيُون تائِبَ ٿِيا[٢]، ديکِينديِ[٣] دِلبَرُ،
جَهڪو ٿِيو جَوهَرُ، جانِبَ جي جَمالَ سين.

١٩

اُونداهِيءَ اَڌَ راتِ ۾، پِريءَ[٣a] پَسايو پاڻُ،
چَندُ ڪَتِنِ ساڻُ، پيهِي وِيو پَڙلاوَ ۾ *.

٢٠

تارا تيلِيءَ رُوءِ[٤]، لُڏا[٥] لالَنَ[٦]! اُڀِرين،
جِهَڙو تو صُبُوحِ، تَهڙي صافِي[٧] سَجَڻين.

٢١

تو ڏانهن گهڻو نِهاريان، تارا تيلاهين،
سَجَڻُ جيڏاهين تون تيڏاهين اُڀِرين.

٢٢

هُنَ تارِيءِ، هُنَ هَندِ، هُتِ منهنجا سُپِرين؛
سَجَڻَ ماکِيءَ مَنڊِ[٨]، ڪَوُڙا تِينِ نہ ڪَڏهين.

---

١ـ ناز سان نهاريائون ٢ـ توبه ڪئي، پيش پيا، شرمايا ٣ـ ڏسندي ٣a ـ پرينءَ * چند تارن سوڌو گم ٿي ويو. ٤ـ تهڙيءَ طرح يا ريت ٥ـ سهيل تارو، هڪ تاري جو نالو، جيڪو سياڱو سمجهيو وڃي ٿو. ٦ـ اي سهڻا! ٧ـ روشني، چمڪ، ٨ـ ميناج.

هُنَ تارِي، هُنَ هيتِ، هُتِ منهنجا سُپِرين،
سَجَڻَ ماڪِيءَ ميتِ، ڪَؤڙا تِينِ نہ ڪَڏهين.

٢٤

هُنَ تارِي، هُنَ جاءِ، هُتِ منهنجا سُپِرين،
سَجَڻَ ماڪِيَ ساءِ[١]، ڪَؤڙ تِينِ نہ ڪڏهين.

٢٥

تارا، تِرَ[٢] تِروڪِڙيُون[٣]، مَتِنِ ڦُلَڙِيُون[٤]،
ڪوءِ[٥]! سي راتڙِيُون، جي مون پرينءَ پُڄاڻان پيئِيُون.

## وائي - ١

جيڏيون! هِيُ ضَرُورُ، آيِل[٦]! ڪيئَن رَهندو پرينءَ ري[٧]،
سَگهو ساعِتَ[٨] نہ جِندَڙو، اَنئي پَهر مَلُورُ[٩]،
آيِلِ! ڪيئَن رَهندو پرينءَ ري.
مَنَ مِ مُشتاقَنِ[١٠] جي، ساجَنَ! تُنهنجو سُورُ،
آيِلِ! ڪيئَن رَهندو پرينءَ ري.
پيرين[١١] آئون نہ پُڄَنِي ڏيهُ پِريان جو ڏُورُ،
آيِلِ! ڪيئَن رَهندو پرينءَ ري.
وَڃِي ويلَ سي ڪنهين هينئڙو پرينءَ حُضُورِ،
آيِلِ! ڪيئَن رَهندو پرينءَ ري.

---

١- ذائقو. ٢- خال ٣- ننڍڙا تر يا خال ٤- ننڍيون ڦليون ٥- ڪڏ پون ٦- امڙ ٧- کان سواءِ
٨- پل ٩- ملول، پريشان ١٠- عاشقن ١١- پيرين پنڌ ڪري، پيادل.

## وائي-۲

آڳڙِ آيامِ پپهي، يا الا! مون سارِينديِ سُپرِين.
مُشڪَ عَطرُ[۱] مون پِرين، سِڪيَسِ جَمرُ[۲] سَيِيئِي[۳]،
يا الا! مون سارِيندي سُپرِين.
تَنُ جَنِين جو طالِبُو، رُوحَ تَنِين سين رِيهِي[۳a] *،
يا الا! مون سارِيندي سُپرِين.
ساجَنَ سندِيَ سُونهَنِ جِي، آئون ڳالهِ ڪَريان ڪيهِي[۴]؟
يا الا! مون سارِيندي سُپرِين.
تيو لُطفُ، لَطِيفُ چِي، دوسُ[۵] آيو دَرِ پيهِي،
يا الا! مون سارِيندي سُپرِين.

## وائي-۳

وَهلِي[٦] وَنءُ[۷] مَ وِهامِي[۸]! رَهُ راتَ، رائِيندِيَسِ[۹] پرينءَ ڪي.
شَمعَ ٽيِنديس شَبِ[۱۰] ۾، اِنَ خُوشييءَ ڪان ڪامي،
رَهُ راتَ، رائِيندِيَسِ پرينءَ ڪي.
بابُوئَنِ[۱۱] سَندِيَ باهِ جيئَن[۱۲]، ٻَران شالَ اُجهامِي*!
رَهُ راتَ رائِيندِيَسِ پرينءَ ڪي.

۱- مشڪ ۽ عطر جهڙو ۲- جمار، حياتي ۳- ساري، سڄي ۳a- ريهه ٽيل، سوگهو ڳنڍيل (Rivetcd) * روح ان سان ريجهي يا رهاڻ ڪري. ۴- ڪهڙي ٥- دوست، محبوب
٦- جلدي ۷- وڃ ۸- گذري، پوري ٿي ۹- پرچائيندس (ماڻيندس) ۱۰- رات
۱۱- جوڳين، آديسين، فقيرن ۱۲- جيان * فقيرن جي دونهيءَ وانگر شل ٻئي ٻران ۽ اجهامان.

پِرتِ جا پِيتَمَ[1] جِي سا ڪِينَ پُروڙي عامِي[2]،
رَهُ راتَ، رائِينديَسِ پرينءَ کي.
مون کي مونْ پِريَنِ جو، آهي دَردُ دَوامِي[3]،
رَهُ راتَ، رائِينديَسِ پرينءَ کي.
آهِيانُ يارُ سَيّدُ[4] جو ڪانَہ رَهي ڪا خامِي[5]،
رَهُ راتَ، رائِينديَسِ پرينءَ کي.
هُو جو لَنؤُ، لَطِيفُ چي، مون کي آهِ مُدامِي،
رَهُ راتَ، رائِينديَسِ پرينءَ کي.
روشَنُ[6] ٿِيان رُجُنِ[7] ۾، جي هُئان لَنؤُ اِنهين لامِي[8]*،
رَهُ راتَ، رائِينديَسِ پرينءَ کي.
ڪارِي سا قِيامَ سَئِين[9]، هوتُ جنهن جو حامِي[10]،
رَهُ راتَ، رائِينديَسِ پرينءَ کي.
آيمِ[11] تنهن لوڪَ سين[12]، جيسِين مان چَوَنِ سُوامي[13]،
رَهُ راتَ، رائِينديَسِ پرينءَ کي.

---

١ـ محبوب(پريتم) ٢ـ عام رواجي ماڻهو ٣ـ مدامي (دائمي) ۴ـ حضرت محمد ﷺ ٥ـ گهٽتائي، ڪچائي ٦ـ صاف، نوراني ٧ـ رڻ پٽ يا دنيا ٨ـ نمندڙ، محو * جيڪڏهن انهيءَ عشق (پيغمبر جي الفت) ۾ محو هجان ته دنيا ۾ صاف ۽ پاڪ مشهور ٿيان.
٩ـ سڌي، بي خطر ١٠ـ مددگار ١١ـ گهارڻو پيم ١٢ـ هن دنيا جي ماڻهن سان، جي عشق کان غير واقف آهن ١٣ـ جيسين مون کي مرشد جو ارشاد ٿئي.

# داستان ٻيو

١

ناسِيندي[1] نِگاهَ، پِهرين ڪِج پِرِيَنِ ڏي،
اَحوال عاجِزَنِ جا، آڪِج[2] لَڳِ اَللهَ،
روزُ نِهارِنِ راهِ، اَڪِيُون اوهان جي آسَري.

٢

ناسِيندي نَظَرَ، پِهرين ڪِج پِرِيَنِ ڏي،
قَمَرَ! ڪَهِجِ قَرِيبَ ڪي، نِسَتُ[3] آئُون نِٻَرُ[4]،
ٻِي پِٽِي[5] ناهيم پَرُ[6]، اَڪِيُون اوهان جي آسَري.

٣

ناسِيندي نِرتَ[7]، پِهرين ڪِج پِرِيَنِ ڏي،
قَمَرَ! ڪَهِجِ قَرِيبَ ڪي، ساري سانَ سُرتِ[8]،
ٻيو پَروَسو نہ پَتِ[9]، اَڪِيُون اوهان جي آسَري.

٤

ناسِيندي نِهارَ، پِهرين ڪِج پِرِيَنِ ڏي،
آئون جي ڏِيَئِنَ[9a] سَنِيها، چَئِج چَندَ! اَپارَ[10]،
ساجَنَ! سَبَ جِمارَ، اَڪِيُون اوهان جي آسَري.

---

١- ايرندي، نڪرندي، چمڪندي ٢- چئج ٣- ڪمزور ٤- بي طاقت(نِبلُ) ٥- اُجهو ٦- آڌار ٧- نظر، ڌيان ٨- سمجهه، هوشياري ٩- ديوار، آسرو، آڌار 9a- ڏِيانءِ ١٠- بيشمار.

۵

چَڱا چَنڊَ! چَئيج، سَنِيھا کي سَڄَڻين،
مَٿان اَڱڻِ اُڀِري، پِرِيَنِ جي پَئيج،
جِھيڻُو ڳالھائيج*، پيرين وِجھي ھَٿَڙا.

٦

آئون جي ڏِيَئُنِ سَنِيھا، سي تون چَنڊَ! پَلءِ ٻَنڌُ،
چَئِجِ حالُ حَبيبَ کي، نَئِي[1] نِوڙائِي ڪَنڌُ،
تو تيڏاھِين پَنڌُ، جيڏانھن عالَمَ آسَرو.

۷

اُڀِرُ چَنڊَ! پَسُ پِرين، تو اوڏا، مون ڏُورِ،
سَڄَڻَ سُتا وِلھَ ۾، چوتا ٻِري ڪَپُورِ**،
پيرين آئون نہ پُڄَڻِي، ٻابَلُ[2] ڏِئِي نہ ٻُورِ[3]،
جنھن تي چَڙھي اسُورِ[4]، سَنجھي سَڄَڻِ سِيَنِيان[5]:

۸

آئون اُڪَنڊِيائِي مَران، پِرين ٻَلا، پَرَ ڏُورِ،
ٻابَلُ ڏئي نہ ٻُورِ، پَنڌَ نہ جوڳِي[6] پِيَڙِي[7]***.

۹

ڏَئِي! ڪَرِيندين ڪِڏھين، حياتيءَ[8] ھيڪاندِ[9]،
مَنَ ۾ مُشتاقَنِ جي، ڪِي. رَنجائِي[10] راندِ،
پِرِيَنِ ڏِيساندَرَ پاندِ[11]، ڳُجھ ڳَرِھيان[12] ڪَنِ سين.

---

* آھستي ادب سان ڳالھائج ۱ـ نمي ** محبوب. ڪلي ھوا ۾ سرھا تيل ڦليل ڪري ستا آھن. ۲ـ بابو، پيءُ ۳ـ ٻوري رنگ وارو، گورو يا ڪنواٽ (اُٺ) ۴ـ اَسُر يا صبح جو ۵ـ سَٺَ سَٺُ ڪري يا تڪڙو وڃان ٦ـ لائق ۷ـ پيل، بيمار *** مون پٽ پيل ڪان پنڌ نٿو پڄي. ۸ـ زندگيءَ ۾ ۹ـ وصال ۱۰ـ بيماري، عشق ۱۱ـ پرڏيھ ڏانھن ۱۲ـ اوريان، بيان ڪريان.

١٠

هينئڙي سَڄَڻَ سارِيا، ڪِتي هُوندم هيرَ[١]،
اَچِي لالَنَ! نہ ڏِيين مَٿي پَلَنگَنِ پيرَ،
تِي وِرُوهَڻَ[٢] ويرَ،[٣] ڳُجهہ ڳَرِهيان[٤] ڪَنِ سين.

١١

وَڏَ ڦُڙو ۾ واءُ، ڪَرَهي ڪاڏو[٤a] ڪوڙيو،*
ڪوءِ، ٻَنِ، پَلاٽِيان، اولاٽيو[٥] نہ اُٺِئي**.

١٢

پَلاٽِيان پيو! اولاٽيو نہ اُٺِئي!
جيڏاهن وَڳُ[٦] ويو، اُيو تَرسي[٧] اوڏهين[٨].

١٣

ڪَرَهو، نہ ڪِيڪانُ[٩]، پيرين آئون نہ پُڄَنِي،
جو مون راتِ رَساٽي، نيئِي ساڄَنَ سانُ،
مون نہ وَهِيٽُو[١٠] پانُ، ويئِي نيڻَ نِچوئِيان[١١].

١٤

ڪَرَها! ڪَسَرَ[١٢] ڇَڏِ، وِکُون وِجُهہ وَڏَنڊِيُون،
هيڪَرَ جَبِيبَنِ سان، مون ڪي نيئِي ڳَڏِ،
مَڃُڻِ[١٣] پُونئِي هَڏِ، آهُون اُڪَنڊِيَنِ جُون*.

---

١- هن وقت ٢- رهاڻ ٣- ويل، وقت ٤- اوريان ٤a- اُٺ جي سيني جو اهو ڀاڱو جيڪو ويهڻ وقت پَٽَ تي ڪُپِي، زمين ۾ کڏ ٺاهيندو آهي. *- گيدي ٺي ويهي رهيو. ٥- اڻ پلاٽيل ** کڏ پوي پلاٽڻ، چاڪاڻ جو هي اُٺ تہ پلاٽڻ کان سواءِ ئي ٺنگون ٺيڙيو پيو آهي.
٦- ولر ٧- سِڪي، تانگهي- فارسيءَ جي ترسيدن مصدر مان ٺهيل مضارع جو فعل ٨- اوڏانهن لاءِ پيو تڙپي ٩- گهوڙو ١٠- هٽ وس ١١- پتوڙيان ١٢- گيسر، دير ١٣- متان * متان عاشق جون آهون هڏ ۾ پونئي (اثر ڪنئي).

۱۵

ڪَرَها! ڪَسَرَ چَنڊِ، وِڪَ وَڏَنڊِي پاءِ،
منهنجو هَلَڻُ اُتِهين[۱]، جِتي جانِبَ جاءِ،
توکي چَندَنُ چارِيان، ٻِيو وَگُ[۲] لاٽِي ڪاءِ،*
اِيهِين[۳] اُٺَ! اُناءِ، جِيئَن هُوندِيءَ راتِ[۴] هُتِ مِڙُون.

۱۶

ڪَسَرَ چَنڊِ ڪَنواتَ[۵]، وِڪُون وِجُهه وَڏَنڊِيُون،
سَنئِين سُپِيرِيَنِ جِي، وِنگِي[۶] يانءِ مَ واٽَ،
چَنڊِ جهورِي[۷]، ڏي جهاتَ[۸]، تہ هونديءَ راتِ هُتِ مِڙُون.

۱۷

ڪَرَها! ڪُرُ[۹] سُڃاڻُ، پِيئَڪو[۱۰] ۽ پانهنجو،
اَصلِ آهي انهنجو[۱۰a] ناليرو نِڌانُ[۱۱]،
ڪَرَها! اسان ساڻ، ڪي، چانگا[۱۲] ڪِج چَڱائِيُون.

۱۸

آٽي ٻَنڌِمِ وَڻَ جاءِ، مانَ مُڪَرِيُون[۱۲a] چَرِي،
ڪُڏاٽُورو[۱۳] ڪَرَهو، لِڪيو لاٽِي[۱۴] ڪاءِ،
اِنَ مَيي[۱۵] سندي ماءِ! مون ڳالهڙين ڳوڙها ڪِيو[۱۶].

---

۱- اُتاهين، اوڏاهين، اوڏانهن ۲- ولر *ٻيا اُٺ جتي لاٽو ڪائين اتي آءٌ توکي چندن کارايان ۳- ائين ۴-رات هوندي، اڄوڪي رات ۵- ننڍا اُٺ ٦- ڏنگي، ڏکي ۷- رينگٽ، ڪر ڪر، ڳِٽي ۸- سٽ ڏي، ڪاھ ۹- ٻڻ، نسل ۱۰- اباڻو، پيءُ وارو ۱۰a- اوهان جو ۱۱- خاندان ۱۲- متارا اُٺ ۱۲a- مُڪرِيون (گلن جون)، گؤنچ ۱۳- ڪميڻو، ڪمذات، ڪڏو ۱۴- ٻوٽو (ذائقي ۾ ڪارو هوندو آهي) جو اُٺ کي ڏاڍو وڻندو آهي (هت نفساني خواهشون) ۱۵- اُٺ ۱٦- منجهيل سٽ جي ڳوڙهي وانگر پريشان ڪيو.

١٩

مَيا! مَيِ مِنَتَ، اَڄُ مُنهنجي ڪَرَها!
جهاڳيندي جَرَ[١] پَٽيُون[٢]، مَتان ڪَرِيين ڪَتَ[٣]،
سُپِپرِيان جي سَٿَ[٤]، مون ڪي نيئي ميڙِيين.

٢٠

ڳَلِ ڳانا ياقُوتَ جا، موتِيَنِ ڳُتيَسِ مالَ[٥]،
ڪَدِيفي[٦] جِي ڪَرَها، هيدِي[٧] پايئِڻِ[7a] حالَ[٨]،
چَندَنُ چارِيئين[8a] جالَ[٩]، جي مون راتِ رَساٽِيڻ.

٢١

ڳَلِ ڳانا ياقُوتَ جا، موتِي مَنجهه مَهارَ،
چانگا! چَندَنُ چارِيئِڻ، اَتَئِي پَهرَ اَپارَ،
سَندِيَ پِيءَ[١٠] پَچارَ[١١]، جي مون راتِ رَساٽِيڻ.

٢٢

مَيا! تو مَهارَ، سَڄِي پايان سونَ جِي،
چارِيئين چَندَنُ چوتِيُون[١٢]، نايو[١٣] مينديءَ ڏارَ،
سَندِيَ پِيءَ[13a] پَچارَ، جي مون راتِ رَساٽِيين.

٢٣

اُٺُ نہ وَڃي وَڳَ[١٤] سين، چَري نہ لاٺو،
مَيي ڪي مَجازَ[١٥] جو، ٿُوهي ۾ ٿاٺو[١٦]،
يَتاري ياٺُو[١٧]، مَرَندي سِينءَ[١٨] نہ مَتِيو.

---

١ـ پاٽي ٢ـ ميدان ٣ـ شمار، ڳنٽيون ۴ـ جماعت، گڏ ٥ـ مالها ٦ـ ريشمي (قطيفہ)
٧ـ مهار، واڳ 7aـ پايانءِ! پارايانءِ! ٨ـ هڪدم، نہ پہ 8aـ چاريانءِ! ٩ـ گهٽو ١٠ـ پرين،
١١ـ پيچري، منزل ١٢ـ گؤنچ، ڪچا پن ١٣ـ نمايو، هيٺ لاٿي 13aـ پيا، پرين ١۴ـ ولر
١٥ـ مغروري (مجازي عشق، هستي) ١٦ـ جاءِ، گهر ١٧ـ وٺاڻ ١٨ـ تائين.

٢۴

اُٺُ نہ وَڃي وَڳَ سين، ٻَڌو چَري نہ ٻُورُ،[°]
مَيِي کي مَجازَ جو، ڪُڙهِ اَندَر ڪو سُورُ،
سو ڪر پِرايَئين[١a] پُور[٢]، سُڪي جيئن ساٺُو ٿيو.

٢٥

اُٺُ نہ وَڃي وَڳَ سين، چَري نہ چانگو،
لَڳِيَسِ نائُڪَ[٣] نينهن[۴] جي، نِهوڙيو[٥] نانگو[٦]،
ڇَڏي سِرَ سانگو، رِڙهي رَندِ[٧] پِرِيَنِ جي.

٢٦

ويهي منجَهيِن[٨] وَڳَ، ڪَٿُوريءَ ڏارَ چَري،
ماءِ! منهنجي ڪَرَهي، پَدرِ پَڳَ نہ لَڳَ*،
جَڳَ سين جِهڙو جڳُ، هِيئنِ سين هُتِ چَري.**

٢٧

پُورُ[٩] نہ چَري ٻُورُ، ڇَڏيو تُورُ[١٠] تَڪُون ڪَري[١١]
مُونِئن هَٽِي[١٢]، موتيو، ڪَرَهو راتِ ڪَپُورُ[١٣]،
مَيو ٿِيو مَعمُورُ[١۴]، چَندَنُ چَکِي آئِيو.

٢٨

پيشانِيءَ ۾ پِرِيَنِ جي، چانگي رَکِيو چِتُ[١٥]،
نيَتَ[١٦] چِنايو نِتُ، اُيـو اوڏاهين آسري.

---

°- ٻُرو اُٺ ١- ڪک، بدن ١a- پرايائين. ٢- خيال، عشق ٣- نئوڪ، چپيٽ (ناوَڪَ (ف)= تيرُ) ۴- نينهن، عشق ٥- نابود ٿيو ٦- اگهاڙو (اٺ) ٧- رستي، پيچري ٨- منجهيئن
* ظاهر پير نٿو لڳيس، ظاهري روش تي نہ لڳجانءِ. ** منهنجو اٺ ٻين سان ٻين جهڙو آهي، پر حقيقت ۾ لنؤ يار سان لڳي پئي اٿس. ٩- ٻورو (اٺ) ١٠- گلن ۾ مکڙين جون اندريون ڦلڙيون جيڪي اُٺ کائيندا آهن. ١١- لوٽا ڦيرائي، گهور ڪري نهاري ١٢- گوڏن کي هٽي، لتاڙي، نہ کائي ١٣- ڪافور (هتي خوشبودار گاه) ١۴- ڀرپور ١٥- دل، ڌيان ١٦- نوڙ

اَڄُ نہ اَڳئين ڏِارَ[۱]، ڪَرَهو جيئن ڪالھ هُئو،
اَڱڻِ آيو نہ ڪَري، پاهوريِ[۲] پَچارَ،
جيڪُسِ مَنجهِ قطارَ[۳]، ڪا وَلِ چِنائين[۴] وِهَ جِي[۵]،

۳۰

مَيِي ماڪائيِ[۶]، وِڏو واتُ وَلِيُنِ ڪي،
خَبَرَ تِي ڪيتَ- ڏَٽينِ[۷] ڪي، وِڏُوٽا[۸] واهِي[۹]،
ڪَرَهي ڪاڪَتَ[۱۰] چَڏِيي،[۱۰a] وَرَيَسِ نہ وائِي،
چانگي چَرِيائِي، ويئِي ويچاريِ وِسَرِي.

۳۱

مِنِيُون لَهِي مُهاءِ[۱۱]، جي تو چانگا چِنِيُون[۱۲]،
وَلَڙِيُون وِهَ ساءِ[۱۳]، اَچا تو مُهَنڊِيُون[۱۴]،

۳۲

وَتِي سيتَ[۱۵] سُوَتَ[۱۶]، پاءِ پنهنجي ڪَرَهي،
وَلِيُون واسَ وَرَنِيُون[۱۷]، پَهرِيُون[۱۸] مَتي پَتَ،
چانگيِ چَڪِي چَتَ[۱۹]، تہ پوءِ نہ رَهندو پَيِندَ[۲۰] ري.

۳۳

ڪين[۲۱] جو ڪيڏاهين، چانگو چَڪِي آئِيو،
تاٽيو تيڏاهين[۲۲]، نيتَ[۲۳] چِنايو نِڪرِيِ.

---

۱- نموني ۲- توبري جي ۳- ولر، وڳ ۴- ڪاڏائين ۵- زهر جهڙي تلخ ۶- ڪڌ ڪري ۷- بنيءَ جي مالڪن ۸- ڪاوڙيا ۹- سنياليندڙ (راڪا) ۱۰- طاقت ۱۰a- چڏي ۱۱- منهن اڳيان، ويجهو ۱۲- ڪاڏيون ۱۳- ذائقي، سواد ۱۴- اڳتي، پريان، نقصان پهچائيندڙيون ۱۵- نوڙ ۱۶- سڻا وٽيل، سخت ۱۷- خوشبودار ۱۸- پڪڙيون ۱۹- چهري ۽ سواد واري ۲۰- پَيدُ، ڏاوَڻُ، نوڙ ۲۱- ڪجھ ۲۲- تيڏانهين ۲۳- مضبوط نوڙي.

٣٤

ڪَرَهي کي ڪَنِين، وِڏمِ پيندَ پَلَڻَ[1] جا،
ليڙو[2] لاٽِيءَ کي چَري، نيئر[3] ساڻُ نَئِين[4]،
چانگي سَندي چِتَ ۾، صاحبَ! وِجُھ سَئِين[5]،
اوباهِيوسِ[6] اِئِين[7]! لُطفَ ساڻُ، لطيفُ چي.

٣٥

ڪَرَها[8]! توکي ڪامَ[9]، مون سَچو پَسِي سَچِيي[10]،
مانَ پَرُوڙِي مامَ[11]، ساڳاهي[12] سَئِينءَ وَهين*.

٣٦

ڪَنياتڙِي تَڙَ[13] وَرِي، اُپِي تَڙِ واجهاءِ،
مانَ اَچِهُون[14] ڪاءِ، سُواڏائِي[15] سَجَڻين.

٣٧

چانگي چَئِي چُڪِياسِ، مَتاءَ اَکَ نہ اَلهِي[16]!
جنهن وَلِ گهٽا وِهاتِيا[17]، اُنَ سين آرِ[18] لَڳِياسِ،
چوڏارِي چَندَنَ وَڻَ، پَچِي پُوجَ[19] پِياسِ،
راڙِي[20] رَتَ ڪِياسِ، هِنَ ڪُڏاتُوري[21] ڪَرَهِي!

٣٨

اُتِي اَڙائِينسِ[22]، چَڏِيو تہ چيڪَ[23] ٿِيو،
ڪارايان، ڪِڙِيو[24] وَجي، پَلاٽِي پائِينسِ،
ڏاوَڻِ تنهن ڏائِينسِ، جيئن چَري ۾ چِنگهي پِٽُو[25].**

---

١- روڪڻ ٢- اُٺ ٣- زنجير ٤- نمي، ڪٽي ٥- سڏي، چڱي ٦- اُبو ڪري بيهاريوس ٧- اوهين، توهين ٨- اي ڪرها، اُٺ ٩- ڇهو، ڇهبڪ ١٠- سَچين، اولاري، هنئي ١١- رمز، اشارو ١٢- ساڳائي، سمجهي * سمجهي سنئون رستو هلين. ١٣- ڪنيات نار واري تڙ تي (هتي دوست جو در) ١٤- اسان کي اچي ١٥- مبارڪ، خوشخبري ١٦- (پنهنجي ضد تان) هيٺ لهي. ١٧- موڳا ڪيا ١٨- محبت ١٩- گهٽا ٢٠- رئاڙي ٢١-ڪميٽي، سڪٽي نسل واري ٢٢- ٻڌينس! ٢٣- اڻ سهائيندڙ نموني ۾ آزاد، رولو (ڇڙواڳ) ٢٤- ٿيو، ٿنو، پڳو ٢٥- پيو

دُو دَسَتِي، دُو پيرَا! سِيني سنگهر رُڪَ جِي*،
ماءِ! منهنجي ڪَرَهِي، تازي ڦُلَنِ** هيرَ[١]،
تنهن ڪامَڻَ[٢] ڪَندِي ڪير، جو مُونهين[٣] وَتِ مَس رَهي.

٤٠

ڪَنِين ڪامَڻَ ڪياءِ، ڪِيئَن ينيولِيُن[٤] ڪَرَها،
اَڪِيَنِ مَتي اَڪِيا[٥]، پِڙَ[٦] ۾ پير گُناءِ،
وَڳَ ڪِ[٧]، وِسَرياءِ، ٻَڌو جيئَن گهاٽِي وَهِين!

٤١

هوسُ وَڏيرو وَڳَ جو، مِڙِني ۾ مَهِندارَ!
چُنِمَ[٨] تي چاڳَ[٩] مَنجهان، موڙِيو مَجَرَ تارَ،
لِڪِـڻِي جي لَغارَ[١٠]، آڻي ٻَڌَمُ اَڪِيا.

٤٢

نَوَ[١٠a] نِيئَرَ پائي، جان مون هينئڙو جَهلِيو،
وِيئڙو چِنائي، پوئِينءَ رات پِرِيَنِ ڏي.

٤٣

نَوَ نِيئَرَ، ڏَهَ ڏاوَڻِيُون، پندرهن[١١] پَينڊَ[١٢] پياسَ،
جڏهن سَجَڻَ يادِ پياسِ، چِرِڪَ چِنائِين[١٢a] هيڪَڙي.

---

* هن ٻَن هٿَن ۽ پيرن واري اُٺ/ نفس کي رڪ جو زنجير سيني تي ٻڌو اٿم. ** ڦُلن
١ـ عادت ٢ـ جادو، منڊ ٣ـ مون ئي ٤ـ ينيلجي وئين ٥ـ اکين جا کوپا ٦ـ گهاٽي جي ميدان يا پِڙ ٧ـ ڪيئن ٨ـ ڪاڌم ٩ـ ناز ١٠ـ اٿر، انگ ١٠a ـ ٩ (Nine) ١١ـ پندرهن ١٢ـ نوڙ ١٢a ـ چنايائين.

۴۴

كائي نہ كَنتَّهارَ[۱]، چَندَنَ جا چُوپا كَري[۲]،
اَگَرَ[۳] اوڏو نہ وَجي، سِرِكَنڍَ[۴] لَهي نہ سارَ،
لائي جِي لَغارَ[۵]، مَيو مَتارو كِيو.

۴۵

چانگا! چَندَنُ نہ چَرين، مَيا! پِيين نہ موكَ[۶]،
اَگَرَ اوڏو نہ وجين، ٹُكِيو چِڏين ٹوكَ[۷]،
لائي وِچان لوكَ[۸]، تو كِهڙي اَكَرِ[۹] آٹِڙي[۱۰]؟

۴۶

جِٹان[۱۱] كوڙِ[۱۲] ہہ كائِيُون، پَنجين لَكين پاءُ، *
مَيو تنهن ماڳاءُ[۱۳]، ڏِيهاڙِي[۱۳a] ڏارَ چَري. **

۴۷

جِٹان كوڙِ ہہ كائِيُون، پَنجين لَكين پَنُ،
تِٹان چاڙِي چِڳِيُون[۱۴] مَيي رَتو[۱۵] مَنُ،
تنهن وَلِ سَندو پَنُ، كُوماٹو كوڙِين لَهي. +

۴۸

لَكِ لاكِيٹو[۱۶] كَرَهو، كوڙِين ڏيئي ڳِدومِ،
اَگَرِ سُونهن تِيومِ، مُلهہ[۱۷] مَهانگو مَ چِٹو.

---

۱ـ اچي گلاب جو قسم ۲ـ ٹوكاريو چِڏي ۳ـ وڻ جو قسم جنهن جون كائيون خوشبوءِ واريون هونديون آهن. ۴ صندل، چندن ۵ـ چشكي، عشق ٦ـ جالارو ٻاٹي ۷ـ شيون، كاچ ۸ـ مخلوقات مان ۹ـ كهڙي سبب ۱۰ـ وٹي ۱۱ـ جتان ۱۲ـ كروڙ، ويهہ (اصطلاحي طور كروڙ يا ڳاٹيٹي كان ٻاهر) * جنهن (وڻ) جي ٻن كائين جو مُلهہ كروڙين رپيا آهي ۽ جنهن جو پاءُ كن پنجن لكن ۾ ڳنهجي. ۱۳ـ تنهن جاءِ تان ۱۳aـ ڏهاڙي، روزانو، هرروز ** هيءُ اُٺ انهيءَ وڻ جون ٹاريون روز چَري ٹو! ۱۴ـ ننڍا چِڳا ۱۵ـ رچي ڳاڙهو ٹيو + انهيءَ وَل جو كوماٹل پَن بہ كروڙين رُپيا لهي ٹو! ۱٦ـ لكن جو ۱۷ـ ملهہ.

لَڪِ لاکِيٽو ڪَرَهو، ڪوڙِيِن ڏِيئي چوڙِ،
اِها سَتِ[1] سَيَّدُ چي، جِهِين تِهِين[2] جوڙِ،
تُرتُ رَسائي تورِ[3]، جُهه پَلاٽِيو[4] تہ پرينءَ مِڙِي.

۵۰

لَڪِ لاکِيٽو ڪَرَهو، ڪوڙِيِن ڏِيئي ڪاهِ،
ايلاچِيُون آهُرَ ۾، پُوڄَ[5] مَيي کي پاءِ،
ڪَٽَ نہ ڪندو ڪاءِ*، جُهه پلاٽِيو تہ پرين مِڙِي.

## وائي - ۱

آهِينمِ ڳالهڙِيُون، ماءِ! مُرادُون پرينءَ سين.
جي مان پپيُون پرينءَ ري، ڪوءِ! سي راتڙِيُون،
ماءِ! مُرادُون پرينءَ سين.
جي مان اورِيُون پرينءَ سين، وَرَ[6] سي راتڙِيُون،
ماءِ! مُرادُون پرينءَ سين.
پَسَڻَ ڪارَڻِ پرينءَ جي، پاتِيُمِ جهاتڙِيُون[7]،
ماءِ! مُرادُون پرينءَ سين.
آڏِيءَ، عَبدُاللّطيفُ چي، ڪُهَنِ ڪاتڙِيُون[8]،
ماءِ! مُرادُون پرينءَ سين.

---

۱ـ سودو، عيوض ۲ـ جيئن تيئن، ڪيئن بہ ڪري ۳ـ منزل مقصود تي ۴ـ جنهن وقت پلاڻيون ۵ـ گهٽيون * ڪا بہ ڳڻ ڳوت نہ ڪندو. ٦ـ بهتر ۷ـ جهاتيون، ليا ۸ـ تنديون ڪاتيون.

## وائي-٢

سَڏِين[١] سيڻَ نہ ھُونِ، نِينھُن نِياپي نہ ٿِئي،
ڪارِيءَ راتِ رَتَ ڦُڙا، جان جان نيڻ نہ رُونِ،
نِينھُن نِياپي نہ ٿِئي.
مونَکُنْ جَنِين مِيھَڻُو، پِڙَ[٢] تي سيئِي پُونِ،
نِينھُن نِياپي نہ ٿِئي.
جَنِ مُسافِرَ سُپِرِين، سي مَرُ[٣] رويو رُونِ،
نِينھُن نِياپي نہ ٿِئي.

## وائي-٣

توٽي تَڙِيِين[٤] تون، يا اَلا! تو دَرُ توءِ[٥] نہ ڇَڏِيان!
مون ڪي سو مُشاھِدو، جي مُنھن نہ ڏِئِين مون*،
يا اَلا! تو دَرُ توءِ نہ ڇَڏِيان!
مون ٻِيا دَرَ گھڻا نِھاريا، آھِيِين تُونھِين تون،
يا اَلا! تو دَرُ توءِ نہ ڇَڏِيان!

---

١- سڏ ڪرڻ سان ٢- (عشق جو) ميدان ٣- ڀلي ٤- ھڪالي ڪڍين ٥- تہ بہ
* جيڪڏھين تون مون کي عزت سان نہ آدرڀاءُ ڪرين، تہ بہ مون کي ديدار تہ ٿيو. مون کي رخ ڏين يا نہ ڏين، مون لاءِ تہ ديدارِ ٿيو.

# سر سريراڳ

## سر بابت

سريراڳ، ڇهن مول راڳن مان هڪ آهي. ٻيو ڪو به مول راڳ رسالي ۾ ڪونهي. هن سر کي سراڳ پڻ چوندا آهن. 'سر' جي معنيٰ سئو. هي راڳ شام جو ۴ بجي کان ۸ بجي تائين ڳائبو آهي.

هن سر ۾، اڪثر ڪري ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ واريون پڙهٽيون اختيار ڪيون ويون آهن. جتي ڊاڪٽر ٽرمپ واريون پڙهٽيون موزون ۽ معنيٰ دار سمجهيون ويون آهن، اتي اتي، اُهي اختيار ڪيون ويون آهن. ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ جيڪي بيت رد ڪيا آهن، تن مان هيٺيان بيت شاه جا سمجهي ڪنيا ويا آهن:

داستان-۴ ۾ بيت نمبر ۸، ۱۲، ۱۳، ۲۳ ۽ داستان-٦ ۾ بيت نمبر ۲.

## مضمون:

هن سر جو مضمون آهي، سمنڊ جي مسافري ۽ ان جا خطرا. شاه جيڪي ٽي سال ڳوٺ ڇڏي گم ٿي ويو هو، تن ۾ جوڳين جي جاٽ سان هنگلاج جي تيرٿ ڪري، گرنار ڏي ويندي، ڪراچيءَ جي لاڙ واري حصي جو سير ڪيو هئائين. ڪراچيءَ جو لاڙ وارو ڀاڱو، واپار سبب هاڪارو هو، تنهنڪري اتي جي وڻجارن جون حقيقتون ٻڌائي ٿو ته هو ڪهڙا ڏيساور ڏوريندا هئا ۽ ڪهڙو ڪهڙو واپار ڪندا هئا. هو لونگن ۽ ايلاچين (ڦوٽن) جو واپار ڪندا هئا، عميق مان سپون سوجهي ڪڍندا هئا؛ واپار سانگي بنگال ڏانهن ويندا هئا؛ وغيره وغيره.

## روحاني راز:

شاه، هن سر ۾، نه رڳو چشمديد واقعات، تاريخي احوال، وڻجارن جي جذباتن ۽ امنگن جا بيان ڏنا آهن، پر هڪ وڏي تمثيل به رٿي آهي: ناکئن کي سفر تي اُسهڻ کان اڳي، ٻيڙيون ڏوئي صاف ڪندي ڏسي، انساني جسم کي ٻيڙيءَ سان مشابهت ڏيئي، نصيحت ٿو ڪري ته جيڪو سالڪ روحاني سفر لاءِ سنبري، تنهن کي گهرجي ته ٻيڙي ڌوئي، سڙهه ساڃا ڪري، لاڄو نوان ٻڌي ۽ سفر جو سامان سنڀائي، پوءِ روانو ٿئي. مولانا رومي پڻ اها ساڳي نصيحت ڪئي آهي، "ڇي- تون 'ڪثرت' (موجودات) مان 'وحدت' (حقاڻي ذات) جو عڪس دل جي آئيني تي حاصل نٿو ڪرين، تنهن جو ڪارڻ هي آهي، جو مٿس لٽ چڙهي ويئي آهي، وجي اها لٽ لاهه، ته حقاني سچ جو پرتوو توتي پوي."

رڳو سينو صاف ڪرڻ، ڪافي ڪين آهي. جيسين ڪنهن ڪامل ڪشتيبان (مرشد) جي دامن نہ وٺبي، تيسين دنيا، جنهن کي سنائي سمنڊ سان تشبيهہ ڏني ٿو ڏني، انهيءَ جي لهرن ۽ لوڏن مان لنگهي پار پئي ڪونہ سگهبو. ناکُئا جيئن وچ سير ۾، معلم هوندي بہ، ڪنبندا ۽ خبردار رهندا آهن، تيئن سالڪ کي بہ ڪنبي وڏڻ گهرجي ۽ هرگز غافل نہ رهڻ گهرجي. سالڪ کي، غواصن وانگر، پنهنجي دل جي درياهہ ۾ ٽٻيون هڻي، من جي مهراڻ مان بي بها لعل لوچي آڻڻ گهرجن، جيئن سندن پئي جهان موچارا ٿين. مطلب تہ، هيءُ بي بقا سنسار هڪ سمنڊ آهي، جنهن تي سفر ڪندي، خوفن ۽ خطرن جو مقابلو ڪرڻو پوندو ۽ شيطان جي ڪَنُ ۾ ڪرڻ جو انديشو پڻ آهي؛ تنهن ڪري رهبر ۽ رسد جو نهايت ضرور آهي.

ڪامل مرشد وٺڻ لاءِ مولانا رومي پڻ فرمايو آهي:

"رو بجو يارِ خدائي را تو زود
چون چنا ڪردي، خدا يارِ تو بوذ."

مولانا روم جي مثنويءَ ۾، جيڪو مرشد لاءِ تاڪيد ٿيل آهي، رسالي ۾ تنهن جو پڙاڏو آهي. مثنوي، توڙي شاهہ جي رسالي ۾، دولابي فقيرن ۽ مڪار پيرن، بدعتي صوفين کي رهنما بنائڻ جي مراد اصل ڪين آهي. مرشد مان مراد آهي آن حضرت محمد ﷺ جن، جنهن لاءِ روميءَ فرمايو آهي:

"چہ غم ديوار امت را کہ باشد چون تو پشتي بان؟"

# سُر سرِيراڳ

## داستان پهريون

١

مانَ پُڇَنِئي سُپِرِين، چِتان[1] لاهِ مَ چُرَ[2]،
اُنِين[3] جا اَمُرَ، کَنُ[4] تہ خالِي نہ ٿِيين.

٢

مانَ پُڇَنِئي سُپِرِين، چِتان چُرَ مَ لاهِ،
پِرِيَنِ اَڳِيان پاءِ، پَلوُ مَڱڻهارَ جيئَن[5].

٣

مانَ پُڇَنِئي سُپِرِين، چِتَ ۾ رَکِجِ چيتَ[6]،
سِڙُهہ ڏُٺاري صافُ ڪَرِ، صابُنَ سانُ سُپيتَ[7]،
سامُونڊِي! سُچيتَ[8]، تِيءُ تہ پَهچين پارَ[9] ڪي.

---

١ـ چت تان ٢ـ يادگيري ٣ـ انهيءَ جا، خدا تعاليٰ جا ٤ـ فرمانن تي عمل ڪر ٥ـ جيان، وانگر ٦ـ ڌيان ٧ـ سفيد، اڇو، صاف. ٨ـ خبردار، سجاڳ ٩ـ ٻئي پاسي، منزل مقصود.

۴

مانَ پُڇَنِئي سُپرِين، ڇِتَ مِ ڇيتاريجِ[۱]،
ڪَڏِجِ ڪائِي ڪَڄَ[۲] ڪي، ڪُوڙُ مَ ڪَمائيجِ،
وَڃِج وِهائِيجِ[۳]، سَبُ سوداگَرَ! سَچَ جو.

۵

مانَ پُڇَنِئي سُپرِين، ڇِتان لاهِ مَ ڇورُ[۴]،
ڪَڏِي ڇِڏِ تُون قلبَ مان، مارِي ڪُوڙو ڪورُ[۵]،
هُنَ يَرِ[۶] سَندو هورُ[۷]، مَتان تو مَعافُ ٿِئي.

۶

مانَ پُڇَنِئي سُپرِين، ڇِتاريجِ ڇِتُ،
دائِما دُوربِيءَ[۸] مِ، پَسِينَ وِلاتُنِ وِتُ[۹]،
نِپهَ[۱۰] نيڪاري[۱۱] نِتُ، مَلاحَ! گَڏِ مُعلِمَ[۱۲] سِين*.

۷

ڪائو ڪَمايومِ، مُوتِي مون نَ وَڻِجيا،
سِيهي[۱۳] جو سَيَدُ چي، وَکَرُ وِهايومِ[۱۴]،
هِهڙو حالُ سَندومِ، توهَ[۱۵] تُنهِنجيَ اُبهان[۱۶].

۸

ڪَچُ ڪَمائُمِ ڪُوڙُ، يَگَمِ عَهدَ[۱۷] اللهَ جا،
پِڃِرو[۱۸] جو پاپَنِ جو، ڇوتِيءَ تائين ڇُورُ[۱۹]،
معلومُ اَٿيئي مُورُ[۲۰]، ڳُوڙها[۲۱]! اِنِهِينءَ[۲۲] ڳالهہ جو.

---

۱- ياد ڪج. ۲- ڪچو ڪوڙ، ڪوڙ ۳- واپار ڪج ۴- ڇر، يادگيري ۵- ڪوڙ، ڪوٽ ۶- آخرت ۷- اڌڪو، ڳڻتي ۸- دوربينيءَ ۹- خزانا، سکهہ، طاقت ۱۰- ٻيڙي ۱۱- نڪاري، ڏوڻي صاف ڪري ۱۲- آزمودگار ملاح، ڪپتان، مرشد *اي ناکٿا! پنهنجي ٻيڙي (جسم) هميشہ صاف رکي مرشد ڪامل جي حوالي ڪر. ۱۳- شيهو، خسيس مَتُ ۱۴- واپار ڪيم ۱۵- آڌار ۱۶- ٻيٺو آهيان ۱۷- واعدا، انجام، احڪام ۱۸- هڏن جو پڃرو، جسم ۱۹- پرزا پرزا، ڀڳل ۲۰- تت، حاصل مطلب ۲۱- بي انت، خدا تعالي (ڳُوڙاهُ) ۲۲- انهيءَ.

٩

ڪُوڙُ ڪَماءِ مَ ڪَچُ، اُتي اورِ اَللهَ سين،
ڪَڍُ تون دَغا دِل مان، صاحِبَ وَٽي سَچُ،
مَحبتَ سَندو مَنَ ۾، ماڻِڪَ[1]! پارجِ مَچُ،
اِنَ پَرِ اُتي اَچُ، تہ سَودو تِيئي سَفّرو[2].

١٠

سَودو اِهوئي سَفّرو، سو مُون پَلَءِ[2a] پاءِ،
وَسُ ويچاري ناهِ ڪو، تون آگا[3]! عَرضُ اُناءِ،[3a]
رِيءَ همراهِي[4] هادِيءَ جي، مُورِ نہ مڙي ماءِ[5]،
لُطفَ ساڻ لَنگهاءِ، لاهرو[6] لهرِنِ وِچَ مان.

١١

لُڙَ[7]، لهرِيُون، لَسَ[8]، ليٽَ[9]، جِتي اتُ[10] نہ آبَ جو،
اَللهَ! اُتِ مَ اوليِين[11]، ٻيڙا مَتي ٻيٽَ،
جوکو ٿئي مَ جَهازَ کي، ڦَرهي اچي مَ ڦيٽَ[12]،
لَڳي ڪا مَ لپيٽَ[13]، هِنَ غارِيبي[14] غُرابَ[15] کي.

١٢

سِڙَهَ سَوان،[15a] لاجُو[16] نوان، اولا[17] سَندَنِ عاجَ،[17a]
ساتِي سَفَرِ هَلِيا، پَري جُنگَ[18] جَهاجَ[19]،
حاصلُ ڪَرِيين حاجَ[20]، واحِدَا! وَڻجارَنِ جِي.

---

١ـ موتيءَ جهڙا، انسان ٢ـ فائدي وارو (سَفّل) ٢a ـ پلئہ ٣ـ آقا، آغا، ڏٿي ٣a ـ اُوناءِ، قبول ڪر ٤ـ مدد ٥ـ ماڳ تي ٦ـ لهرن ۾ گرفتار (ٻيڙي يا ناکئو) ٧ـ ميرو ٨ـ پاڻيءَ جي اڇ ٩ـ پاڻيءَ جي اُتل يا ليٽ ١٠ـ انت، حد ١١ـ اُڇلائين، ڇڏي ڏين ١٢ـ ضرب، ڌڪ ١٣ـ چپيٽ، ڌڪ ١٤ـ غريبن جي ١٥ـ جهاز (غوراب) ١٥a ـ سَنوان ١٦ـ نوڙ، رسيون ١٧ـ ونجھ يا ڳن ١٧a ـ هاٿيءَ ڏند (Ivory). ١٨ـ جوڏا، وڏا ١٩ـ جهاز ٢٠ـ مراد.

سِڙَھَ سَنوان، لاڄُو نَوان، مُھاڻا سَندَنِ مِيرَ،
ساٿِي سَفَرِ ھليا، ٿيا سَٽاوا سِيرَ*،
جي اَچَنِ ساڻُ اُڪيرَ[1]، سي ٻيڙا رکين ٻاجھ سين.

## وائي-١

سَھسين[2] شُڪرانا، ڪوڙين[3] ڀالَ ڪَرِيمَ جا.
حمدُ چَئجِ حَڪِيمَ ڪي، جورِ[4] ھَٽِي جانا،[4a]
ڪوڙين ڀالَ ڪَرِيمَ جا.
تو ڏيکاري تو ڏِٺِي، باطِنَ جا بانا[5]،
ڪوڙين ڀالَ ڪَرِيمَ جا.
مَتان، مَردَ! وِسارِيين، صاحِبَ جِي ثَنا[6]،
ڪوڙين ڀالَ ڪَرِيمَ جا.
دوستُ رَکِي دِل ۾، پَڙھُ لالَنُ لِسانا[7] **،
ڪوڙين ڀالَ ڪَرِيمَ جا.
جَفا ڏِيئي جِيءَ کي، تِيءُ فِڪرَ مَنجِھ فَنا،
ڪوڙين ڀالَ ڪَرِيمَ جا.
تُسِي[8] تو سين توھُ[9] ڪَري، مَنَ آگو[10] اِحسانا[11]،
ڪوڙين ڀالَ ڪَرِيمَ جا.

---

* سير تي سٽائي واءَ سان روانا ٿيا، تڪڙا ويا. ١- سڪ، حب ٢- سوين ٣- ڪروڙين ۴- زور سان(جان مان، دل مان) ۵- رنگ، عجائب ٦- تعريف، واکاڻ ٧- زبان سان
** خدا کي دل ۾ ياد ڪر ۽ زبان سان پڻ، خفي ۽ جلي ٻنهي ذڪرِ ڪر. ٨- راضي ٿي ٩- راضپو، مھرباني ١٠- آقا، ڏاتي ١١- احسان سان.

ڪَڏُ تُون دَغا دِل مان، پانهپَ سين، پانها!
ڪوڙيين پالَ ڪَرِيمَ جا.
صاحِبَ وَٽي سَچَ سين، ٿِيُ دانَهُ،* ديوانا!
ڪوڙيين پالَ ڪَرِيمَ جا.
جي تَسليمَ سين تَحقِيقُ هُئا**، سي ڪيئن اَمانا[١]؟
ڪوڙيين پالَ ڪَرِيمَ جا.
جاڳِيا جي جَبارَ[٢] لئي[٣]، سِپِئِي سَمانا[۴]،
ڪوڙيين پالَ ڪَرِيمَ جا.
فَاذْكُرُونِيْ اَذْكُرْكُمْ[٥]، ڪَهِيو[٦] قُرآنا،
ڪوڙيين پالَ ڪَرِيمَ جا.
وَاشكُرُوا لِي وَلاَ تَكْفُرُوْنِ[٧]، ڪَڏُ تون ڪُفرانا[٨]،
ڪوڙيين پالَ ڪَرِيمَ جا.
سَڀِ سَنوارِيا[٩] سِپِرينءَ، ڪُوَلَ[١٠] تو ڪَنا[١١]،
ڪوڙيين پالَ ڪَرِيمَ جا.
چَڱِي چَئِج چاهَ سين، مَدحَ اِيءَ مَنا[١٢]،
ڪوڙيين پالَ ڪَرِيمَ جا.
تائِبَ ٿِيو تَڪِڙا، جوشا[١٣]، جُوانا!
ڪوڙيين پالَ ڪَرِيمَ جا.
تہ لَهين تُون لَطِيفُ[١۴] ڪان، اَمُنُ اِيمانا[١٥]،
ڪوڙيين پالَ ڪَرِيمَ جا.

---

* داناءَ **جن سچي پچي سر تسليم ڪيو. ١- بي مانا، بي عزتا ٢- خدا ٣- لاءِ ۴- عزت وارا ٥- ياد ڪريو مون کي، تہ ياد ڪريان اوهان کي (ق. ش ٢، ١٥٢) ٦- چيو ٧- شڪر ڪريو منهنجو ۽ ڪفر نہ ڪريو (ق. ش. ٢، ١٥٢) ٨- بي شڪري ڪي ٩- سڌاريا ١٠- خراب، بدافعال ١١- توڪان (ٿيل) ١٢- من مان، دل مان ١٣- جوش مان، چاهہ سان ١۴- خدا جو نالو ١٥- ايمانِ جي سلامتي.

## وائي-٣

مون ۾ تُون موجُود، آئون اَڳاهِين[١] آهِيان*،
آئون اَسُونهِين[٢] آهِيان.

اَکِيُون اَکَرِيُنِ کي، سِڪيو ڪَنِ سُجُودُ[٣]،
آئون اَڳاهِين آهِيان.
آئون اَسُونهِين آهِيان.

تيلانهن[٤] رَسِيُون بُودَ[٥] کي، جيلانهن[٦] ٿِيُون نابُودُ[٧]،
آئون اَڳاهِين آهِيان.
آئون اَسُونهِين آهِيان.

ماٺهن جي موٺَڻَ[٨] جو، صاحِبَ هَٿِ سُجُود**،
آئون اَڳاهِين آهِيان.
آئون اَسُونهِين آهِيان.

اِنَ دَرِ سيئي اَگهِيا[٩]، جَنِ وِڃايو وُجُودُ،
آئون اَڳاهِين آهِيان.
آئون اَسُونهِين آهِيان.

---

١- اڳيري، پريري * تون منهنجي من ۾ وسين پيو پر آءٌ خوديءَ ڪري توکان پريرو آهيان. ٢- بنا رهبر يا سونهي جي ٣- سجدا ٤- تيلاهين، تنهن صورت ۾ ٥- لازوال هستي ٦- جيلاهين، جنهن صورت ۾ ٧- فنا ٨- سدرڻ، توبهہ ڪرڻ ** ماٺهن توبهہ تائب ٿين سو بہ ڏڻيءَ جي وس ۾ آهي. ٩- قبول پيا.

## داستان پيو

١

جيڪِي مَنجهه جَهانَ، سو تارِيءَ[١] تَڳي تُنهنجِي،
لُطفَ جِي، لَطِيفُ چي، تو وَٽِ ڪَمِي ڪانَ،
عَدْلَ چُٽان آن نہ، ڪو ڦيرو ڪِجِ فَضْلَ جو.

٢

سارِي راتِ سُبحانُ، جاڳِي جَنِ يادِ ڪِيو،
اُنِ جِي، عبداللطيفُ چي، مِٽِيءَ[٢] لَڌو مانُ،
ڪوڙِيِين ڪَنِ سَلامُ، آڳهِ[٣] اڇِيو اُنِ جي.

٣

سيوا[٤] ڪَرِ سَمونُڊَ[4a] جِي*، جِتِ جَرُ وَهي ٿو جالَ[٥]،
سَئين[٦] وَهَنِ سِيرَ ۾، ماڻِڪَ، موتِي لالَ،
جي ماسو جُڙِيَئِي مالَ، تہ پُوڄارا! پُرِ ٿِيِين.

٤

سي پُوڄارا پُرِ ٿِيا، سَمُنڊَ سيوِيو[٧] جَنِ،
آندائُون عَمِيقَ مان، جُوتِي[٨] جَواهَرِنِ،
لَڌائُون لَطِيفُ چي، لالُون مان لَهرِنِ،
ڪانِهي قيمَتَ تَنِ، مُلهه[٩] مَهانگو اُنِ جو.

---

١- آڏار، ٽيڪ، آسري ٢- خاڪ، قبر ٣- اڳُڻ، آڏار، پروسي ۴- شيوا، خدمت، پوڄا
* وڻج واپار ڪر a-۴ سَمُنڊ ٥- گهڻو، جام ٦- سوين ٧- شيوا ڪئي ٨- چڱو، ڏڳ
٩- ملهه.

٥

سيوِيو جَنِ سُبحانُ، وِيرَ نہ وِڙهي تَنِ سين،
توبَهَ جي تاثِيرَ سين، تَرِي وِيا طُوفانُ،
ڏيئي تَوَڪُلَ تَڪِيو[1]، آرُ[2] لَنگهِيا آسانُ،
ڪامِلُ ڪِشتِيبانُ[3]، وِچَ ۾ گَڏِيَنِ واهَرُو.

٦

سارِي راتِ سُڄاڻُ، سَودو ڪَنِ صاحِبَ سين،
ٻانهَپَ پَري ٻيڙِيُون، هَلِيا جوپَ[4] جُوانَ،
پاڻِي پَهِلوانَ، لَحظِي[5] مَنجِهہ لَنگهِي وِيا.

٧

ٻانهَپَ جو ٻيڙِيَنِ ۾، وَکَرُ وِڌائُون،
موتِي مَعرفتَ جا، سَچا سودِيائُون[6]،
اَلتّائِبُ مِنَ الذّنب[7]، اِيءَ[8] کَٽِ[9] کَٽِيائُون،
اُنين[10] جِيءَ آئُون، بَرکَتَ بارُ[11] لَنگهائِيان!

٨

جَنِين سَودي[11a] سَچَ جو، وَکَرُ وِهايو،
بَخِرو[12] لَهُمُ البُشري[13] جو، اُنين[13a] لئي آيو[14]،
اُنِ کي لالَنَ لَنگهايو، ساندارو[15] سَمُونڊَ جو.

---

١ـ آڌار ٢ـ چاڙهہ وارو وهڪرو ٣ـ ٻيڙي هلائيندڙ، رهبر ۴ـ بهادر ٥ـ پل، اک ڇنڀ ٦ـ خريد ڪيائون ٧ـ جيڪو گناهن کان توبہ ڪري ٿو، سو انهيءَ جهڙو آهي، جنهن گناهہ نہ ڪيا هجن. (حديث) ٨ـ اها ٩ـ بازي، کٽيو، فائدو ١٠ـ انهن ١١ـ ٻوجهو، وکر، سامان 11a١ـ سودو ڪري، خريد ڪري ١٢ـ حصو، ڀاڱو، انعام ١٣ـ انهن لاءِ بشارت آهي (ق. ش) 13a١ـ اُنهن ١۴ـ نازل ٿيو ١٥ـ (درياهہ جو) پيٽ.

٩

اِيءَ ڳتِ[١] غوّاصَنِ[٢]، جيئن ٻَمنڊُ سوجِهيائُون[٣]،
پيهِي مَنجِهه پاتارَ جي، ماڻڪ ميڙِيائُون،
آڻي ڏِنائُون، هِيرو لالُ هَٿَنِ سين.

١٠

آچـارا[٤] عَمِيقَ جا، گَڏِيا غَواصَنِ،
جَهرِيُون[٥] جهاڳي آئِيا، ڪارُونيارَ[٦] ڪَنَنِ،
سَمُنڊُ سوجِهي جَنِ، آڻي اَمُلَ[٧] اوِليا[٨].

١١

وِيا جي عَمِيقَ ڏي، مُنهن ڪاٺو[٩] ڏيئِي،*
تَنِ سِپُون سوجهي ڪَڍِيُون، پاتاران پيهِي،
پَسَندا سيئِي، اَمُلَ آڪـڙِيـُنِ سين.

١٢

آڏو چِڪَڻُ[١٠] چاڙُ[١١]، منهنجي موجَ نه سَهي مَڪَڙِي[١٢]،
ميڙي مَنـايُنِ[١٣] جو، بيحد چاڙهِيم بارُ،
چَوَنڌ چارو ناهه ڪو، بَديُون بي شُمارُ،
ڪَپَرُ ڪارُونيارُ، اُڪارِيِن اِحسانَ سين.

---

١ـ عادت، روش ٢ـ تورن جي ٣ـ ڳوليائون، ڇڪاسيائون ٤ـ پاڻيءَ جي اڇ ٥ـ وهڪري واريون لهرون ٦ـ اونداهي، ڪاراڻ (بي انت) ٧ـ بي بها (بي انت) ٨ـ اڇلايا ٩ـ ٻوٽاڙو (سمنڊ، ڪائي جهڙو اڇو پاڻي) *سمنڊ ۾ مُنهن وِجهي ١٠ـ ڏٻڻ ١١ـ چاڙهه، اڀ ڪپري ١٢ـ ٻيڙي ١٣ـ ٻَدِينُ.

ويرمَ لاهي ويهه،[1a]* مَتي آرَ[2] اوڙاهَ جي،
پَنبِي پاڙي وارِيون، ڪِج آنديشو ايهُ[3]،
وِيندو نہ پَسين ڏيهُ[4]، پَتَڻِ هُنَ پارِ مَٽِي[5]؟ **

١٤

اَنَڻِي پَهَر اوڙاهَ تي، مَنجِھ گھُرِءِ[6] گھاري،
وَسُ نہ ويچاري، تہ ڪا ماڳِ ڍُڪَندي[7] مَڪُڙي.

١٥

هِڪِي پانهي چِتَ ۾، ٻِي صاحِبُ سَنواري،
ڏَنگِي[8] هِنَ درياهَ مان، هَلائي هاڪاري،
تَرازو[9] تاري، سُتَرِ[10] سَيِيئِي ڪَري.

١٦

هِڪِي پَانهي چِتَ ۾، ٻِي سِتِي[11] صاحِبُ،
ڪَڍي اُونهي ڪُنَ مان، اِي آڳِي[12] جو عَجَبُ،
اِيءُ سائِينءَ جو سَبَبُ، جيئن ٻُڏا اُڪاري پارِ[13] مان.

١٧

هِڪِي پانهي چِتَ ۾، ٻِي جا ڪَري اَللهُ،
پاڻهي وِجهي ڪُنَ ۾، پاڻهي اُڪاري اوڙاهُ،
تنهن واحدَ کي واهُ، جو سُتَرِ سَيِيئِي ڪري.

---

١ـ دير 1a ـ چڙهُ *غفلت ڇڏ ٢ـ سير، تک ٣ـ اهو، هيءُ ٤ـ سيئي ماڻهو، دنيا ٥ـ طرف، پاس **ماڻهن کي مري، هن دنيا کان هن دنيا ڏي ويندو ڪونہ تو ڏسين؟ ٦ـ فڪر، ادڪي، ڳڻتي ٧ـ ويندي، پهچندي ٨ـ ٻيڙي ٩ـ ڏنلدي ٻيڙي ١٠ـ سڀ تڙ تي ١١ـ رڳي ١٢ـ آقا، ڌڻي ١٣ـ درياهہ.

١٨

هِڪِڙي ٻانهي چِتَ ۾، ٻِي جا اَللهُ ڪري،
پاڻهي وِجهي ڪُنَ ۾، پاڻهي ڪَنڌِيَ نِيِ[١]،
سُتَرِ سي ڏوئِي[٢]، جي تَرَّ تَوائِي مَڪُرا.[٢a]

١٩

هِڪِڙي ٻانهي چِتَ ۾، ٻِي ڪري جورُّ جَبارُ،
ڪَڍِي اُونهي ڪُنَ مان، اِي آڳي جو آڌارُ،
جَهاز جوهَرِيَنِ جو، تنهن کي ٻَؤُ[٣] نه ڏِئِي ٻَتارُ،
نَنڍيا وَڏا مَڪُرا، سَٻِ پَسَندا پارُ،
جيڏانهن مُنهن مَدِيني جو، سُڄِي[٤] مُحمّدُ موچارُ[٥]،
سٻاجهو سَتارُ[٦]، سُتَرِ سَيِئِي ڪَري.

## وائي

ڪَنڌِي سارِيان[٧] ڪانہَ، يا اَمُنُ اَمانَ،
يا اِلاهِي! ٻاجَهه ٻِلاتِي ٻانئيان*.
ڳُنَڻَ ڳاڻيٽو ناهه ڪو، اَپِرِ ٽِيا عِصيانَ،[٩]
يا اِلاهِي! ٻاجَهه ٻِلاتِي ٻانئيان.
خَبَرَ ناهه قَبَرَ جِي، نِسورا نِسيانَ[١٠]،
يا اِلاهِي! ٻاجَهه ٻِلاتِي ٻانئيان.

---

١- ولي وجي، پهچائي ٢- ڪٽي وجي، پهچائي ٢a- مَڪرا، ٻيڙا. ٣- ڊپ، خوف، خطرو ٤- سجهي، ٻڌجي ٥- موچارو، سهڻو، سگهورو ٦- ڍڪ ڍڪيندڙ ٧- سجهي، ياد ٨- ٻيناري، ننڍو ٻيٽ * اي خدا! تنهنجي مهر مون لاءِ ٻيناري يا پناهه گاهه يا اجهو آهي. ٩- گناهه ١٠- وِسر، ڀلون چڪون.

والِي! رَسِجِ وَهِلو[1]، اَرَکِ[2] ٿِيا اِنسانَ،
يا اِلاهِي! ٻاجَهہ ٻِلاڻِي ٻانئيان.
سُڻُ سَڀاجها سُپِرِين! نَعِرو[3]، نِگَهبانَ!
يا اِلاهِي! ٻاجَهہ ٻِلاڻِي ٻانئيان.
مَدِيُون[4] پَسِي منهنجيون، شَرِمايا شيطانَ!
يا اِلاهِي! ٻاجَهہ ٻِلاڻِي ٻانئيان.
هِنَ منهنجي حالَ تي، هَيءِ هَيءِ ڪَنِ حَيوانَ،
يا اِلاهِي! ٻاجَهہ ٻِلاڻِي ٻانئيان.
سائِين سُڪاڻِي[5] آهِيِن، سامُوندِيَ[6]، سُبحانَ،
يا اِلاهِي! ٻاجَهہ ٻِلاڻِي ٻانئيان.
تُرَهو[7] ڇِنُمِ تارِ ۾، رَسِجِ تُون رَحمانَ!
يا اِلاهِي! ٻاجَهہ ٻِلاڻِي ٻانئيان.
ٻيلِي[8] جو ٻُڏَنِ جو، مون تي موٽي مانَ[9]،
يا اِلاهِي! ٻاجَهہ ٻِلاڻِي ٻانئيان.
وينو پِني پِنَڻو، ڪَرِ ٻيرو[10] مَٿي ٻانَ[11]،
يا اِلاهِي! ٻاجَهہ ٻِلاڻِي ٻانئيان.
خالِقَ تان خُوبُ ڪِيا، گولَنِ جا گُذرانَ،
يا اِلاهِي! ٻاجَهہ ٻِلاڻِي ٻانئيان. "

---

١ـ جلد، سگهو ٢ـ ناپرهيزگار، بيزار ٣ـ فرياد، دانهون ۴ـ بديون، عيب ٥ـ سکاڻ وارو، ٻيڙي هلائيندڙ، هادي ٦ـ سمنڊ ۾ هلندڙ جو ٧ـ ترڻ لاءِ شيءِ، آڌار ٨ـ مددگار ٩ـ شل، مهرباني ڪري ١٠ـ مهر ١١ـ قصيدا ڳائيندڙ فقير، ڀٽ.

آئون پُڙ اَندو اُنِ ۾، ويٺو پِنان پانَ[١]،

يا اِلاهِي! ٻاجَهه ٻِلاتِي ٻانئيان.

سَڀِ سُؤالِي سَمَگِيا[٢]، داتا ڏيئي دانَ،

يا اِلاهِي! ٻاجَهه ٻِلاتِي ٻانئيان.

وِلها[٣] سڀ وهيان[٤] ڪِيا تنهنجي جُودَ[٥] جُوانَ،

يا اِلاهِي! ٻاجَهه ٻِلاتِي ٻانئيان.

مَتان مُونکي ڇَڏِيين، ٻِيلي[٦] سندا ٻانَ[٧]،

يا اِلاهِي! ٻاجَهه ٻِلاتِي ٻانئيان.

وِيرَ[٨]! وَسِيلو آهِيين، داڙو[٩] ۾ دِيوانَ[١٠]،

يا اِلاهِي! ٻاجَهه ٻِلاتِي ٻانئيان.

لاءِ ڏوهارِيَنِ ڏينهن کي[١١]، خِيمو اَڏيو خانَ[١٢]،

يا اِلاهِي! ٻاجَهه ٻِلاتِي ٻانئيان.

اُتي عبداللطيفُ چي، سُٽِج ڪا سُلطانَ،

يا اِلاهِي! ٻاجَهه ٻِلاتِي ٻانئيان.

---

١ـ بيک، پن، خيرات ٢ـ نوازيا، بخشش ڏيئي خوش ڪيا. ٣ـ مسڪين. ۴ـ شاهوڪار. ٥ـ سخا ٦ـ مددگار ٧ـ ٻانهي، غلام ٨ـ بهادر، ڀلارا ٩ـ بچائيندڙ، واهرو (محمد ﷺ) ١٠ـ عدالت گاهه (قيامت) ١١ـ ڏينهن لاءِ (قيامت)
١٢ـ عزت واري (محمد ﷺ).

## داستان ٿيون

١

ڪُوها[١] ڪالهہ ڪَٽِي، اُنِ وِڏا اُتَرَ آسَري،
اَلا! جُهري مَ اُنِ جي، اولي[٢] جي اَٽِي[٣]،
وَڻجارَنِ وَٽِي[٤]، وَکَرُ وِڌو ٻيڙِيِنِ.

٢

وَکَرُ سو وِهاءِ[٥]، جو پَٽِي پُراڻُو نہ ٿِيئِي،
ويچِينِدي[٦] وِلاتَ ۾، ذَرو ٿِيي نہ ضاءِ[٧]،
سا ڪا هَڙَ هَلاءِ؛ آڳهِ[٨] جنهن جي اُبهَين*.

٣

اورِيائِين آٽِينِ، ميڙِيو مُعلِمَ خَبَرُون،
سا تان سُڌِ نہ ڏِينِ، جِتي وَهُ ويڙُ[٩] ڪَري.

٤

ٻيڙِي، تُنهنجِي ٻاجَهہ، وَکَرُ تنهن وِصالَ جو،
کُوها، اولا، تو ڪِيا، سَڀِ سُونهارا ساجَ[١٠]،
اُتِ ڪا مُعلِمَ[١٠a] حاجَ[١١]، جِتِ پورَنَ وارو[١٢] پاٽِهين؟[١٣]*

---

١- سڙهہ ٽنگڻ لاءِ ڪاٺيون ٢- وڃهہ ٣- نوڪ، چهنب ٤- وڻج ڪري، سودو ڪري ٥- خريد ڪر ٦- وڪڻندي (کپائيندي) ٧- ضايع، نقصان ٨- آڌار، اڳيان، * اهڙو سودو ڪر جنهن جي ذريعي نجات حاصل ٿيئي. ٩- ويڙن، قهر ١٠- ساز، سامان ١٠a- ناکئو، ڪپتان، ڪشتيباز ١١- حاجت، ضرورت، پهچ ١٢- پار لنگهائيندڙ ١٣- پاڻ آهي. * اُتي ناکئي جي ڪهڙي ضرورت، جتي پاڻ ئي پارو لنگهائڻ وارو هجي؟

٥

ٻيڙي پُراڻي، وَکَرُ پاءِ مَ وِتَرو[1]،
تَري ۾ تُنَ[2] پِيا، پاسَنِئُون پاڻِي،
هِيءَ، هَڏِ وِهاڻِي! کَڙِهُ[3] کالُهوڻي ڏينهن[4] کي.

٦

تَري تُنَ پِياسِ، پاسَنِئُون پاڻِي وَهي،
کُوهو جُهرِجُهنُو[5] ٿِيو، لاڄُو[6] سَڀِ لَڙِياسِ،
جيلانهن سَدَرُ[7] سُکاڻِياسِ[8]، وَهي تي[9] وَهَ سامُهُون*.

٧

وينو تُنَ تُنِينسِ[10]، مَکِ[11] ڏِيهاڻِي[11a] مَڪڙي،
سَنباهي سَيَدُ چي، مَتي نيڏُوءَ[12] نِينسِ،
وَتائي وَڏاندَرا[13]، لاڄُو لَڳائِينسِ،
آخَرِ اُهِراڻِينسِ[14]، تِ ڇوکو ٿِئي نه جهازَ کي.

٨

تُنَ تُنِيندو آءُ، مَکِ ڏِيهاڻِي مَڪڙي،
سانباهِي[15] سَمُوندَ جِي، مَنا[16] مُورِ مَ لاهِ،
اَڄ کِ سَنجِهه صُباحِ، اُهِرَندِي[17] اَتانگَ[18] تَڙِين.

---

١ـ گهٽو، وڌيڪ ٢ـ ٽنگ، سوراخ ٣ـ فڪر، ڳڻتي ڪر ۴ـ سياڻڪي ڏينهن ٥ـ ٻيگل ٽنل، اندران پورو ٦ـ نوڙ، رسا ٧ـ چڱو، مضبوط ٨ـ ان جي سڪاڻ وارو، هادي ٩ـ تنهن ڪري * جنهن صورت ۾ هلائڻ وارو پختو آهي، تنهن صورت ۾ ٻيڙي تک يا سير کي سامهون اوياري پيئي هلي. ١٠ـ بند ڪرينس ١١ـ تيل لڳاءِ 11a ـ ڏهاڙي، روزانو ١٢ـ اونهي سمنڊ ۾ ١٣ـ وڏا، مضبوط ١۴ـ پاڻيءَ ۾ ڌڪينس، هلائينس ١٥ـ سنبت، تياري ١٦ـ من تان ١٧ـ هلندي ١٨ـ اتانگهه، اونهي.

٩

اَچِي سو ڏِٺوءِ، جو ڪَپَرُ سُئوءِ[١] ڪَنَنِ سين،
سُتي لوڪِ، لَطيفُ چئي، يادِ نہ ڏَرو ڪِيوءِ،
غافِلُ تِي غُرابَ[١a] ڪي، اوڙَهَ[١b] تي آندوءِ،
سو چِتَرُ[٢] چوهِي[٣] ڪان رَکين[٤] جو پِيو پُراڻو پوءِ[٥]،
جَهازُ ضَعِيفَنِ جو، پاڻِيَ ۾ پَرِتوءِ[٦]!
سَيِّدَ[٧]! ساٿُ[٨] سَندوءِ، پُرِبَنْدَرَ[٩] پَهُچائِيين!

١٠

جُٽو[١٠] وانءُ[١١] جهازَ! گَڏيو غُرابَنِ سين،
پُورِيندي[١٢] هُنَ پارَ ڏي، سَنْدَرَ[١٣] ڪَٽِج سازَ،
اَچَنِ تـا آوازَ، سَتـاڻي[١٤] سَمُونڊَ جا.

١١

دَنگِي[١٥] وِچِ دَرياهَ، ڪِين ٻُڏي ڪِين اُڀِري*،
هُو جي وادِي واڻِيا[١٦]، سي سُونهَڻ[١٧] سَڀِ سَڙِيا،
مُعلِمَ ماڳِ نہ اَڳِيين، قِلنگِي[١٨] مَنجھ ڦِرِيا**،
مَلاحَ! تُنهِنجِي مَڪڙِيءَ، اَچِي چورَ چڙهيا،
جِتي ڏِينگَ[١٩] ڏِرِيا[٢٠]، تِتي تارِي[٢١] تنهنجي!

---

١ـ تو ٻڌو هو ١a ـ غوراب ١b ـ اوڙاهہ، اٿاهہ ٢ـ پراڻو جهاز ٣ـ طوفان ٤ـ بچائين ٥ـ ٿئي ٦ـ توکي سپرد آهي، تنهنجي حوالي آهي ٧ـ اي سردار (محمد ﷺ) ٨ـ جماعت، اُمت ٩ـ پور بندر، منزل مقصود ١٠ـ گڏيو، همراهہ ٿيو ١١ـ وڃ ١٢ـ ويندي، هلندي ١٣ـ سنو، مضبوط ١٤ـ سخت، خطرناڪ ١٥ـ ٻيڙي* ڪڏهين ٻڏي ٿي ۽ ڪڏهين وري منهن ٻاهر ڪڍي ٿي، وڏي خطري ۾ آهي. ١٦ـ ملايا، جڙيا ١٧ـ ڪاٺ جون ڪليون ١٨ـ فرنگي، دريائي چور** معلم سڪاڻي پنهنجي مقرر جاءِ تي نہ آهي، ڇاڪاڻ جو دريائي چور، نفساني خواهشون اندر گهڙي آيون آهن. ١٩ـ وڏا، پربت جيڏا جهاز ٢٠ـ ڏرڪي پيا، ٻڏي ويا ٢١ـ آڌار.

١٢

ڏَنگِيءَ ۾ ڏاٽا، وَنِـيِ وِجُهه وَکَرَ جا،
وِيرِ وِڙُهنديءِ، ويسَرا[١]! وِهُ[1a] مَ، ويڳاٽا[٢]!
هِيءَ نِندَ، نه جاڳان، ڪَڏِهن هَٿنديءِ، تارَ[٣] ۾.

١٣

وَکَرُ، وَڻجارا! پاڻَ[۴] پَرايو چاڙِهيو،
اَچِي لَهِرِيُون لَڳِيون ٻيڙِيءَ ٻِپارا[٥]،
جاڳو جي، يارا، ته تَرِ تَوائِي نه ٿئي.

١۴

ٻيڙِياتا[٦]! ٻيٺي، تو نه ڦَبَنديُون ڳالهڙِيُون*،
سَجِيُون راتِيُون سُمَهين، پَرُ[٧] سُکانُ ڏيٺي،
صُباح سَيِيئي، پارِ پُڇَنديءِ خبرون.

١٥

وَهَ تِکَ[٨] وَهَڪرا، جتِ نَنگرَ[٩] نه تَهِرَنِ،
وڏانڍَرِيُون[١٠] وَهَ سامُهِيُون[١١] جَجهي زورِ جُنبَنِ**،
نيڌُ وءَ[١٢] ۾ ناتارِيُون[١٣]، وَڻجارا وِجَهنِ،
مُلا[١۴] مُعلِمَنِ، مون ڳِري[١٥] سِئِي[١٦] ڳالهڙِي.

١ـ اي غافل ١a ـ ويهُ ٢ـ موڙهيل، منجهيل ٣ـ اونهي پاڻيءَ ۴ـ پاڻهين ٥ـ ٻنهي پاسن کان، چوگرد ٦ـ اي ٻيڙيءَ وارا* توکي پار پهچڻ يا ننڍن ڪرڻ، ٻنهي مان ڪٿري ڳالهه حاصل ٿيندي. ٧ـ پاسو، ٽيڪ ٨ـ ڏاڍيءَ تک وارا ٩ـ وڏيون ٻيڙيون، لنگر، جهاز ٻيهارڻ جو لوهي اوزار ١٠ـ وڏيون ٻيڙيون ١١ـ سامهون، اڳيان ** اهڙي تک آهي جو تنهنجيءَ کان وڏيون ٻيڙيون به گهڻي ڪوشش سان اوپاريون وڃي سگهن ٿيون. ١٢ اونهي (سمنڊ) ١٣ـ اڻ مٺا لوهه جا لڪر ١۴ـ وڻان، کان ١٥ـ خوفائتي ١٦ـ ٻڌي.

۱٦

وڻجارا! ويئي، تو نه سڙنديءِ شاهَ[1] ري[2]،
مَکِ پنهنجي مَڪُري، چَڱي ڪَرِ چيئي،
پاسا پاڪَڙِيَنِ[3] جا، سَمُنڊُ ٿو سيڪي،
جي لُندا[4] ۾ ليکي*، وِيرِ وِڙَهنديِ تَنِ سين.

۱۷

ناکُئو[5] نِگهبانُ، مُعلِمَ مُنجي خَبَرُون**،
جَنِ ساري ڪَنيو سَمُونڊَ تي، سَفَرَ جو سامانُ،
لُطفَ ساڻُ لطيفُ چي، تَنِ لَنگِهيو طُوفانُ،
سَنيـاري[6] سُبحانُ، وَجي عادِنئُون[7] اُکَتا[8].

۱۸

بَندَرِ جان[9] پَئي[10]، ته سُکاڻيا! مَ سُمَهو،
ڪَپَرُ ٿو ڪُنَ ڪَري، جِيئَن ماڻي مَنجهِ مَهِي،
ايڏو سُورُ سَهِي، نندَ نه ڪِجِي، ناکُئا!

۱۹

سُتا سَپِ پَئي، سَندي مُعلِمَ آسَري،
آئين[11] پُڙِ سُمهو، ناکُئا! بَندَرِ ناهِ پَئي[12]،
جَنِ جي سَيَدَ[13] لَجَ کَنئِي، سي سَپِ لَنگهيندا لَڪِيُون.

---

۱- درياهه شاهه ۲- کان سواءِ ۳- ٻيڙين ۴- عيبدار* جن جي عملن جو حساب ڪتاب برابر نه آهي. ۵- خلاصي ** ٽڪرن جي جاچ رکندڙ ۽ پاڻيءَ جي ماپ لهندڙ خلاصي، جيڪڏهن هوشيار ۽ خبردار آهي ته معلم (ڪپتان) کي خطرن کان آگاه ڪري ٿو ٦- ساري ۷- عدن کان (ملڪ يا بندر) ۸- نڪتا، پهتا ۹- جيڪڏهن ۱۰- خوف، خطرو ۱۱- اوهين ۱۲- ڊپ، ڀؤ ۱۳- سردار، نبيءَ سڳوري.

# وائي

ساٿِيَنِ نَنڍا[١] بارَ، ووءِ! تَنِ پانڌِيَنِ نَنڍا بارَ،
توکي آرسُ[٢] اَکِڙِيَنِ ۾.
پاتا پاڙيوارِيِنِ، پَڳَهَ[٣] مَنجِهِ پاتارَ،
توکي آرسُ اَکِڙِيَنِ ۾:
پَتَڻُ تو پُورَ[٤] کَري*، آئِي تنهنجَڙِي[٥] وارَ،
توکي آرسُ اَکِڙِيَنِ ۾.
سَڄِيُون راتِيُون سُمَهِين، ڪِيو[٦] مَنجِهِ خُمارَ،
توکي آرسُ اَکِڙِيَنِ ۾.
ڪِ[٦a] تو ڪَنين نه سُئِي، هَلَڻَ جِي هاڪارَ،
توکي آرسُ اَکِڙِيَنِ ۾.
تائِبَ ٿِيو[٧] تَڪِڙا، سَچِي اِيءَ سَنيارَ،
توکي آرسُ اَکِڙِيَنِ ۾.
نِنڊَ نه ڪِجي ايتَرِي، سُڻِج، اَدا يارَ،
توکي آرسُ اَکِڙِيَنِ ۾.
سائِينءَ مُڪِ[٨] سَچَ کي، تون ڪُوڙو مَنجِهِ قَطارَ[٩]،
توکي آرسُ اَکِڙِيَنِ ۾.

---

١- ٻڌا ٢- سستي، ننڊ ٣- لنگر سان ٻڌڻ جون نوڙيون ٤- وارا، پيرا * پتڻ (موت) هڪڙا پهچايو ٻيا ڪٽڻ اچي ٥- تنهنجي ٦- ڪايو، خوش ٿيو ٦a- ڪا، ڇا ٧- توبه ڪريو ٨- توکي موڪليو ٩- هڪ جيڏن ۾.

ڪِ تو ڪَنين نہ سُئي[١]، ڪَپَرَ جِي ڪُوڪارَ،
توکي آرسُ اَڪِرُين ۾.

گِهڙان ٿِـي رِيءَ[٢] گهڙي، اِلاهِي تُهارَ[٣]،
توکي آرسُ اَڪِرُين ۾.

هُو جو شَڪُ شارِڪَ[٤] جو، تِنان[4a] رَکُ[٥]، سَتارَ،
توکي آرسُ اَڪِرُين ۾.

ڪُلُّ نَفسٍ ذائِقَةالمَوتِ[٦]، پَڙهو اِيءَ پَچارَ،
توکي آرسُ اَڪِرُين ۾.

شِڪارُ تون شَهبازَ[٧] جو، تون تان مَنجهہ شِڪارَ*،
توکي آرسُ اَڪِرُين ۾.

يومَ يَفِرُّالمَرءُ مِن اَخِيهِ[٨]، جِتِ يَجَندا يارَ[٩]،
توکي آرسُ اَڪِرُين ۾.

تُرَهو ڇِنو تارِ ۾، اَچِجِ تُون، اوسارَ[١٠]!
توکي آرسُ اَڪِرُين ۾.

لَکَ مِڙيئِي لُنِيا، هُنهِين[١١] وِيا هَزارَ،
توکي آرسُ اَڪِرُين ۾.

ڏِنِئِي جي اَللهَ کي، هُوند تِـيِنِ پَرِيِنِ پارَ*،
توکي آرسُ اَڪِرُين ۾.

---

١- بڌي ٢- ڪان سواءِ ٣- آڌار، آسري (توهار) ۴- شرڪ ڪندڙ، شيطان 4a- تنهن ڪان ٥- پناهہ ڏي ٦- سڀ ڪو ساهوارو موت جو ذائقو چکندو (ق. ش. ٣، ١٨۴) .٧- وڏو باز، موت * شڪار ٿيڻ وارن مان. ٨- انهيءَ ڏينهن (قيامت) انسان پنهنجي ڀاءُ کان بہ ڀيو ڀڄندو (ق. ش ٨، ٣). ٩ ڀائر ١٠- آڌار، پناهہ ١١- هونئن ئي، ائين ئي، اجايا * جيڪڏهن اهي الله جي واٽ ڏين ها تہ جيڪر نجات حاصل ٿئين ها.

جوتَن[۱] مَتان جُتِڪي[۲]، دُنِي[۳] تُنهنجي دارَ[۴]،
توڪي آرَسُ اڪِرُيَن ۾.
جِيفو[۵] حَدِيثَ ۾، اَندِيءَ اِي آچارَ*،
توڪي آرَسُ اڪِرُيَن ۾.
وَتِيئِي[۶] ڪِيُنَ وِلَهَنِ[۷] سين، ڪَنبِي پَرِ قَهارَ،
توڪي آرَسُ اڪِرُيَن ۾.
سا[۸] ڪيئن هَلي تو سين، جا پَڳِي ڪان پَتارَ؟
توڪي آرَسُ اڪِرُيَن ۾.
جِيلِئَنُ[۹] جالَ نه تَبَهي،[۹] سُتِج اِيءَ سَنيارَ،
توڪي آرَسُ اڪِرُيَن ۾.
جَامِرَ[۱۰] وِسارِين، وِيسَرا! پِتِنِ[۱۱] جي پُلڪارَ[۱۲]،
توڪي آرَسُ اڪِرُيَن ۾.

## داستان چوٿون

سَيئِي سَئِينَ ڪَرِين، ڪو مَ مُنجهايين واٽِ،
سُپِيرِيان جي ساٽَ، لائو[۱۳] لَگُو[۱۴] ميڙِيين!

---

۱- گوڏن ۲- ڪري، ڪڙڪي پوي ۳- دنيا، دولت ۴- گهر ۾ ۵- ڍونڍ * حديث ۾ آهي، الدنيا جيفه و طالبها ڪلابٌ: دنيا هڪ ڍونڍ آهي ۽ ان جا طالبو ڪتا آهن. ٦- وندليئي، ورهائيي ۷- مسڪينن، ڪنگالن ۸- اها (دنيا) ۹- جتاءُ ڪري ۱۰- متان ۱۱- قبر ۱۲- پڙ پڙ، آواز ۱۳- لمو، جڏو، عيبدار ۱۴- خراب، مندو.

۲

سَيِيئِي سُبحانَ جي، ڪَرِ حَوالي ڪَمَ،
تِيءُ تَحقيقُ تَسلِيمَ ۾، لاهي غَمَ وَهَمَ،
قادِرُ ساڻُ ڪَرَمَ، حاصُلُ ڪَري حاجَ تو.

۳

ڇَڱِن ساڻُ ڇَڱائِيُون، ايئَن سَيَڪو هوءِ،
تو جيئَن ڪَري نہ ڪوءِ، ٻُڇَنِ ساڻُ ڀَلائِيون.

۴

ڇَڱا ڪَنِ ڇَڱائِيُون، مَنائِيون مَنَنِ،
جو وَڙُ[1] جُڙي جَنِ سين، سو وَڙُ سيئِي ڪَنِ.

۵

مَيَنِ[2] مَتي سَمَرا،[3] ڪُهِيَنِ[4] سَدَ ڪَرينِ،
ساٿُ نِباهِيو نِينِ، اِيءُ پَرِ سَندِي سَڄَڻين.

۶

وِتُ[5] وِيمي[6] جو جي لهڻ، تہ ٻِي ڪارِ نہ ڪَرِيڻ ڪا،
سا پَرُوڙِجِ ڳالهڙي، وَڻجارَنِ وٽان،
موتِي جَنِ هَٿان، آنڌءِ گهٽي اَدَبَ سين.

---

۱- سلوڪ، ڀلائي ۲- ائن ۳- سفر جو سامان ۴- تڪلن، پوئتي پيلن ۵- طاقت، سگهہ، پهچ ٦- وڻج واپار.

اَمُلهه آڇِ مَ اُنِ کي، جي نہ پَرُوڙِنِ مَٽِ[1]،
جِتِ ڳَنڍِجيئي جوهَرِي، ماڻڪُ تِتَهين[2] مَٽِ،
جَنِين سونَ سين سَٽِ[3]، تَنِ هَٽِي رِيءُ[4] رَدِ ڪِيو.

۸

سونا[5]! وانءُ[6] صَرافَ[7] سِينءَ، يَڇِي ڇَڏِ بازِي[8]،
چانڊِي ڪِيو چَلائِيِين، رُپو[9] رَوازِي[10]،
جِتِ ٿِيندو رَبُ قاضِي، اُتِ تورِيندا تَجويزَ[11] سين.

۹

سونا! وانءُ صَرافَ سِينءَ، لَڏو لاهِ مَ لَڏِ،
سودو سوئِي ڇَڏِ، جنهن ۾ جَواهِرُ ناهِ ڪِين.

١٠

سونا! وانءُ صَرافَ سِينءَ، لَڏو هَڏِ مَ لاهِ،
آهي تَنِ اُونداهِ، جَنِ جَواهِرَ ضايَع ڪِيا.

١١

جُهه[12] صَرافَنِ لَڏيو، تَه تُون پُڻ لَڏِ، سونَ!
قَدُرُ لَهَندءِ ڪونه، نيئِي ڳَڏِيندءِ ڳَڏُوءَ[13] سين.

---

١- مٽ، ملاوت، ڪوڙ، سودو، واپار ٢- انهيءَ هنڌان، اُتان ٣- واپار ۴- ريتي، ڪسوٽي ۵- اي سون، اي اصيل ٦- وچ ۷- سون جو واپاري، قدرشناس ۸- حرفت ۹- ريپو جنهن ۾ مٽ مليل آهي ١٠- رواجي، خسيس ١١- قابليت، رتا ١٢- جيڪڏهن، جڏهن ١٣- پتل جو لوٽو، مٽ، گند، ڪچرو (ڳڏون).

١٢

جي نہ سُجاڻن سَچَ کي، ويھُ مَ تِنِي وَٽِ،
اَمُلھ کي اَڌَ ڪَري، ڀاڻان هَٽَندا ڀَٽِ،
وَڃِي مُهرَ[١] تِنِي وَٽِ مَٽِ، جي پارَکُو[٢] پارِسَ جا.

١٣

قَدُرَ وارا ڪَمَ[٣] ٿِيا، ڪُٺا خَرِيدارَ،
پاٽِيَٽَ[۴] جي پَرَکَٽا[٥]، وِيا سي وِينجهارَ[٦]،
ڪَنيَرُ* پاڻِي اَکِيين، لَهَنِ سيڪنهن سارَ،
صَرافَنِئُون ڏارَ، ماڻِڪَ مُلاحِظو[٧] ٿِئِي**!

١۴

اَگِهيو ڪائو ڪَچُ، ماڻِڪَنِ موٽَ ٿِي،
پَلَئہ پايو سَچُ، آڇِيندي لَڄَ مَران.

١٥

وِيا سي وينجهار، هِيرو لَعلُ وِنڌِينِ[٨] جي،
تَنِين سَندا پوئِيان، سِيهي لَهَنِ نہ سارَ،
ڪُٺِنِ ڪُٺِ لُهارَ، هاٿي اُنِين[٨a] پيٽِيِنِ[٩].

١ـ گني، سونو سڪو ٢ـ سجاڻيندڙ، ڄاڻو ٣ـ گهٽ ۴ـ پاڻي، آب، جرڪندڙ موتيءَ جو چلڪو ٥ـ پارکو، سجاڻيندڙ ٦ـ هيرن ۽ لالن ۾ سوراخ ڪندڙ، قدرشناس* خوردبيني ٧ـ ڏسجي** سچن صرافن جي وڃڻ (مرڻ) بعد جواهر پيا ٿيلهجن. ٨ـ سوراخ ڪن ٨aـ انهن ٩ـ هندن، ماڳن، جاين تي.

١٦

وَجَنِ مَ وِينجهارَ! پاڻِيَتَ جي پَرَکَٽا،
کَنيَرُ پايو اَکِيِنِ، لَهَنِ سيکنهن سارَ،
موتِيءَ جي مِزاجَ جو، قَدرُ مَنجهه کِنارَ[1]،
صَرافَنِئُون ڏارَ، ماڻِڪَ مُلاحِظو ڪِئي.

١٧

ٿا صَراف سُجَنِ،[1a] پاڻُ کوٺائِنِ جوهَرِي،
ماڻِڪُ ڪَري مُٺِ ۾، وانءُ[2] وَنِي وَٽِ تَنِ،
سَندُسِ ئِي سَيَدُ چي، کِهَڙو قَدُرُ ڪَنِ،
پاڻِيَتُ ئِي پَرکَنِ، ڪِ کَئِنچَلُ[3] ڳڏِنِ ڪَچَ سين؟

١٨

اَمُلُه، اَسارِي پِئِي[4]، ڀورِي[5]! ڀَڳِئِي جِتِ،*
ڪُ هُ[6] نه رُنئي تِتِ، ٻَئِي اَڏَ هَٽَ ڪَري.

١٩

اَمُلُه، اَسارِي پَئِي، ڀورِي! ڀڳِئِي جيئن،
وانءُ صَرافَنِ سيئن[7]، ٻَئِي اَڏَ هَٽِ ڪَري.

٢٠

ماڻِڪُ، مُنڍُ[8] هَٽانِ، پيٽِيءَ[9] ۾ پُرِزا ٿِيو،
سَڄو تان، سَيَدُ چي، لَهي لَکُ سَوا،
يَڳِي پُڄاٽا[10]، پَدَمانِ[11] ئِي پَري[12] ٿِيو.

---

١- ٻاهريون پاسو، جنهن جي ڏسڻ سان موتي پرکبو آهي. 1a- سُجَهنِ ٢- وڃ ٣- سون
*اي ڀوري جڏهن ويسري ٿي سمهڻ جي ڪري املهه ماڻڪ (تو هٿان) ڀڄي پيو.
٤- غافل ٿي، ويسر ڪري ٥- نادان ٦- ڇو (ڪوه) ٧- ڏانهن، ڏانهن، تائين ٨- عورت، زال
٩- صندوق، بدن ١٠- بعد ١١- مرتبي کان، پدمن کان ١٢- گهٽو.

۲۱

جِتي ماڻِڪَ ماڳُ، تِتي چوران تَڪِيو[۱]،
سَنڌُون تَنِ سَياڳُ، اَمُلُ[۲] جَنِ اوباهِيو[۳].

۲۲

چورُ[۴] اُيو ايئن چوءِ، تہ آئُون اُهوئِي آهِيان،
جي اَسِي اَڪِيَنِ هوءِ، تہ لِڪئِي[۵] ڪي ڪونہَ لهي.

۲۳

جَهنگُ[۶] ڪامِي پَٽُ ٿِيو، لَٿِي چوران لِڪَ،
وَئِي وُجُودان نِڪِري، جيڪا ڏَڙِي ڊِڪَ[۷]،
هِڪُ سَڄَڻُ، ٻِي سِڪَ، ٻَئِي پَهٽا[۸] پاڻَ ۾.

# وائي

جاڳو، يارا! جيڏِيُون! پاڻُ پَرَنجي[۹]،
جاڳو جوشا[۱۰]، جيڏِيُون! پاڻُ پَرَنجي.
هلندي حَبِيبَنِ ڏي، ويلو[۱۱] وِڃِ نہ ڪِجي،
جاڳو جوشا، جيڏِيُون!
مَٿان اُهِسَ[۱۲] اُسِرِي، پَتنگَ جيئَن[۱۲a] پَئِجي،
جاڳو جوشا، جيڏِيُون!

---

۱- جاءِ، ٿان، ٿمرُ ۲- اِملھ، ماڻڪ، روح ۳- بچايو ۴- شيطان، لڪل ٥- نفساني خواهشون جيڪي ٻي ترتيبيءَ سان دل ۾ اُڀرن ٿيون. (لڪل چور) ٦- گهاٽا وڻ، شيطان جي لڪڻ جي جاءِ ۷- دڪي، ڪڙٻڙ ۸- صحبت ڪرڻ وارا، ڳجھ ۾ ڳالهائڻ وارا ۹- حوالي يا سپرد ڪجي ۱۰- جوش مان، اشتياق سان ۱۱- وقت، دير، ترسڻ ۱۲- روشني، نور. ۱۲a- جيان، وانگر.

عَرَضَ اَحوالُ اُنِ کي، چَڱِيَ يَتِ[١] چَئُجي،
جاڳو جوشا، جيڏِيُون!
ڪَري نِيازُ نِڪَتُو[٢]، واحِدَ ڏي وَرِجي،
جاڳو جوشا، جيڏِيُون!
آهي موتُ مِڙَنِ تي، گوڙيُون ڪِيو گَجي،
جاڳو جوشا، جيڏِيُون!
اَجَلُ[٣] اِينَدءِ اوچتو، جو سَدا تو سُڄِي[٤]،
جاڳو جوشا، جيڏِيُون!
اَڳِيان اُونداهِيءَ[٥] جو، سَمَرُ[٦] ساڻُ ڪِجي،
جاڳو جوشا، جيڏِيُون!
ڪَنُ تُون قُوتُ قَبرَ جو، گهڻو تو گهُرِجي،
جاڳو جوشا، جيڏِيُون!
آگو[٧] عَيبَ اَواهِنجا[٨]، ڏِکِيا ڳُجَهه ٻُجهي[٩]،
جاڳو جوشا، جيڏِيُون!
جيڪِين وَهي وُجُودَ ۾، صاحبُ سو سَمُجهي،
جاڳو جوشا، جيڏِيُون!
ڏِڃِي ڏاءِ[١٠] ڏَٿِيَ جي، جيڪو ٻِئِي[١١] ٻڄِي،
جاڳو جوشا، جيڏِيُون!
اَمُنُ اهي اُنَ کي، جو مَنجهه اَللهُ اَجهي[١٢]،
جاڳو جوشا، جيڏِيُون!

---

١ـ طرح، طور، نموني ٢ـ مڪمل، پورو پورو (ن+ ڪاڻ+ و= جنهن ۾ ڪاڻ يا ڪوٽ نہ هجي) ٣ـ موت ٤ـ ٻڌجي، سُڄهي ٥ـ قبر جي اونداهي ـ سامان، توشو ٧ـ آغا، ڏٿي ٨ـ اوهان جا، توهان جا ٩ـ سمجهي، پروڙي ١٠ـ خوف ١١ـ خوف ١٢ـ پناھ.

# داستان پنجون

١

مون تي ڇڄئہ، ڪانڌ![١] ڍُڏتي[٢] ياڙِ مَ مَڪُڙِي[٣]،
سِڙهَ ڦُراٽا پاندَ، لَهرِيُون سَهِي[٤] لَڳَندِيُون.

٢

لَهرِن ليکو ناهِ ڪو، جِتِ ڪَپَرَ ڪُنَ ڪارا،
آڇـا را[٥] عَمِيقَ[٦] جا، اَڇَنِ اوڀارا،
اُٺِي، اَسارا[٧]! وِيرِ وِڙهندِيءِ، ويسَرا[٨]!

٣

وِيرِ وِڙهندِيءِ، ويسَرا! اُٺِي توهُ[٩] طَلَبِ،
سائِرَ[١٠] ڪنهن سَبَبِ، ڪالهہ نہ وڏءِ[١١] ڪُنَ ۾.

٤

ڪالهہ وِڏائِين ڪُنَ ۾، جاڏا[١٢] جُنگَ[١٣] جَهازَ،
تنهنجي اَجُ تَرازَ[١٤]، آهي آرَ[١٥] اکين ۾[١٦].

٥

آهي آرَ اَکِين ۾، ناکُئا! ڪِجِ نِگاهَ،
وَڏا ٻيڙا ٻوڙِيا، سائِرَ ڏيئِي ساهہ[١٧]،
مُلاحِظو[١٨]، مَلاحَ! ڪِجِ ڪو اِنهيءَ[١٩] ڪُنَ جو.

---

١- معشوق، مڙس، ڀتار ٢- ڀڳل ٽٽل ٣- ٻيڙي(مَڪڙي) ۴- سهي سهي، رکـي رکـي، ضـرور ٥- پاٽيءَ جي اچ ٦- اونهو سمنڊ ٧- غافل ٨- ڪاهل ٩- آڌار، ٽيڪ، اجهو ١٠- سمنڊ ١١- توکي وڏو ١٢- تمام وڏا، ٿلها ١٣- مضبوط ١۴- ٻيڙي ١٥- ڪن ١٦- تکيو ويٺو آهي ١٧- ساهہ ڪٽي، ڦوڪجي ١٨- ڏسج، خوف ١٩- انهيءَ.

٦

مُلاحِظو مِهراڻَ[١] جو، مُورِ مَ لاهِ مَناءُ[٢]،
سامُوندِي! سَنيالِ، ڪِين،[٢a] سُمَهڻَ آيَئہ ساءُ[٣]،
جاڳِي جَرَ مَتاءُ، تارِي وانءُ[٤] تَرازَ[٥] ڪي.

٧

تارِي وانءُ تَرازَ ڪي، مَنجهان مَوجَ مَلاحَ!
دانهُون ڪَنِ درياهَ جُون، اونِهي جا آگاهَ[٦]،
سُونهَنِ[٧] جِي صَلاحَ، وَٽ تہ وِيرِ لَنگهي وَڃِين.

٨

سُونهان سُڌِيُون[٨] ڏِينِ، هِنَ ديواني درياهَ جون،
ڪُوڙَ اوڏائِي ڪِينَ ڪِين،[٨a] رُڳو سَچُ سودِينِ،
عِجزَ جو اَڌَ راتِ ڪي، وَکَرُ وِهائِينِ،
ساٿُ[٩] نِباهِيو نِينِ، ثابِتُ انهين[١٠] سيرَ مان.

٩

ثابِتُ لَنگِهيا سِيرَ، لَهِرِن لوڏِيا ڪِينَ ڪِين،
وَڃِي پَهُتا پارَ ڪي، نِرِتُؤن[١١] مَنجهان نِيرَ[١٢]،
ماءِ[١٣] پَهُتا مِيرَ، پارِ[١٤] لَنگِهيائُون پاجَهہ سين.

---

١ـ درياهہ ٢ـ من يا دل تان ٢a ـ ڪيئن؟٣ـ مزو، لذت ٤ وچ ٥ـ ٻيڙيءَ ٦ـ واقف ٧ـ رهبرن ٨ـ خبرون ٨a ـ ڪي ٩ـ جماعت ١٠ـ انهيءَ ١١ـ دل، سڪ، پيار ١٢ـ پاڻي، درياهہ ١٣ـ ماڳ تي، جاءِ تي، منزل مقصود تي ١٤ـ درياهہ.

۱۰

تون ويسَرو، وِيرَا!* ساٿِيَنِ سَنيَتَ[۱] پَنڌَ جي،
جوڙي جُنگَ جهازَ کي، ڪوڏِ[۲] هَٽائِجِ ڪِيرَ[۳]،
وَهي وَڻجارَنِ جي، بَندَرَ ڏانهن بَهِيرَ[۴]،
گهرِ تَنِين جي کِيرَ[۵]، جَنِ لاڳيدارَ[۶] لَنگهائِيا.

۱۱

قَرَنْفُلَ[۷]، قوتا، پارِچا[۸]، پاٽِيَتَ[۹]، پاتائون[۱۰]،
ڪونِيُون قِيمَتَ سَندِيُون، تَرَ ۾ تاڪِيائون[۱۱]،
لاڄُنِ[۱۲] مَنجهِ، لطيفُ چئي، ٻيڙا ٻَڌائون،
نَذَرُ نَبِيءَ جامَ جو، چَڙهندي چَيائون،
جي چُهي[۱۳] چوڙِيائون، سي ٻيڙيون رَکين ٻاجَھ سين!

۱۲

وِچِينءَ جان ويهِي، جَرِ پَلئو پائِيان**،
"تَرِ ٻيڙا، گهرِ سُپِرين،" اوسَهِ[۱۴] اِيءَ پيئي،
جيئَن وَڻجارو سين وَکرين، سَرَها سَيپِئي،
حُرمَتَ[۱۵] ساڻُ حَبِيبَ جي، سُونِگِئا[۱۶] نہ سيئي،
پاڻِهي اُوءِ پپهِي، کَندَ ـ کيڙائُو[۱۷] اِئِيا.

---

* پيارا، ڀاءُ، سڄڻ ۱ـ تياري ۲ـ ڪوڏ مان، شوق مان ۳ـ ڪليون ۴ـ قطار، قافلو ۵ـ واڌائي ۶ـ لاڳ وٺندڙ، واسطيدار، محصول وٺندڙ ۷ـ لونگ ۸ـ ڪپڙا ۹ـ آبدار موتي ۱۰ـ حاصل ڪيائون ۱۱ـ جهاز جي تري ۾ بند ڪيائون ۱۲ـ نوڙن ۱۳ـ چوهي، طوفان ۾ ** جيئن ٽپهريءَ مهل ويهي اڪا وڏم (عبادت ڪيم) ۱۴ـ خيال، پور، فال ۱۵ـ مهابي، صدقي ۱۶ـجهليا، روڪيا، (محصول نہ ڏيڻ ڪري) ۱۷ـ(کندن (Continents) کي کيڙيندڙ، Voyagers، ملڪن جا مسافر، وڏا مسافر، سيلاني، گهمندڙ.

## وائي

عُمرِ سَپَ عَبَثُ[١] ويلَ[٢] وِڃايَمِ، وَقتَ وِڃايَمِ پانهنجا،
وينٺي لِکيو لوڙيان[٣]، جيکِين[٣a] ڪيڙو مَسُ،
ويلَ وِڃايَمِ پانهِنجا.
اَڄي اَياڳِيَنِ کي رَسِجِ، اَڄي رَسُ،
ويلَ وِڃايَمِ پانهِنجا.
حالُ مُنهنجو هِهَڙو جِهَڙو[٤]، تان تُون پِريمِ! پَسُ،
ويلَ وِڃايَمِ پانهِنجا.
قَلبُ جو ڪارو ٿِيو، ڪاتِبَ[٥]! لاهِين ڪَسُ[٦]!
ويلَ وِڃايَمِ پانهِنجا.

## داستان ڇهون

١

تانگهي ۾ تاٽِي، ٻَڌُ پنهنجو تُرَهو،
اُونهيءَ ۾ آٽِي، ڪونَہ ڏِينڌُءِ کو ٻِيو.

٢

ڪوڙيين جي ڪائو[٧] ٿِئي، سَمُنڊَ ڪِيئَن نہ سِڪَنِ*؟
پاٽِيءَ سين پيڪُ[٨] ڪِيو، تيلانهن وَٽِجارَنِ،
لالُون سي لَهَنِ، جنِين سودو سَچَ سين.

---

١ـ اجائي ٢ـ وقت ٣ـ پوڳيان ٣a ـ جيڪي ۴ـ ضعيف ٥ـ (قسمت جا) لکندڙ، خدا ٦ـ ڪٽ، عيب ٧ـ ڪوڙا موتي، ڪچ *جيڪڏهن دنيا ۾ ڪوڙا موتي جام ٿي پون، تہ ٻہ سمنڊ لاءِ وٽجارا ضرور سڪندا. ٨ـ محبت، پيار.

۳

تارُو تَرِيو وَجَنِ، نَنديا وَڏا واهُڙا،
هَٿي، ٻَرِا!* آتارُنِ[۱] جيئن ڳرا مَتِنِ مولِهيا[۲].

۴

ڏوري لَهُ ڏاتارُ، جِمَ وِپهين ويسَرو!
هَڪيو هوئج[۲a] هُشِيارُ، ڪِنوَڙِ[۳] ڪِوَنديُي اوچِتي.

۵

سُتين[۴] ڪِهَڙِيءَ سارَ، وِڄُ ڪِوَنديئي، ويسَرا!
تو جيڏا تو يارَ، لَهِرِن لَهوارا ڪِيا[۵].

۶

ستين سَنجهيئي، وِڄُ ڪِوَنديئي، ويسَرا!
وِيرَ وَرِي وِيئي، اَسارَنِ تان اوچِتي.

۷

ڪِنوَڙِ ڪِنوايو، آيِئي نِندَ اَياڳَ[۶] جي،
جَنين نہ پِئو پانيو، ڪَري تَوائِي تَنِ ڪي.

۸

سامُوندِي! تو سَنبَهين، ساڇو[۷] جَهلِ سُکانُ،
لَڳي واءُ وَڏاندَرو[۸]، مُنجهائِي مَهرانُ،
جَنِين پانيو پانُ، ڪَري تَوائِي تَنِ ڪي.

---

* تڪليف، مصيبت ۱ـ اڻ تارن ۲ـ پنهنجا ڪپڙا، مٿي جي پڳ ۲aـ هُججانءِ ۳ـ وڄ، موت ۴ـ تون ستين ۵ـ لوڙهيا، ٻوڙيا ٦ـ نياڳي ۷ـ قابو ۸ـ سخت، خوفائتو.

٩

نَڪو سُڪُ نَڪَنِ[1]، نَہ ويساندِ[2] نَئِين*،
جيڪا اَچِئِي سامُهِين، پاپين سا سَنئِين**!
مُوڙِي[3] ڪوهُ[4] مَئِين[5]؟ جيئَنَ[6] سَڄِيُون راتِيُون سُمَهين!

١٠

اَهُڪِي راهَ اَللهَ جِي، اَهُڪِي، اَهُڪِيَ پَتِ[7]،
هُوءِ جي ڏِيهائِي ڏيهَ جا[8]، تَنِ پُڻِ مُوڙهِي مَتِ،
آچارانِ اُبَتِ***، کِهڙِجِ گهاتِي نينهن سين.

١١

مَ ڪِين هيجِ، مَ هوجِ[9]، تَرسُ مَ، تاڻِ جَهازَ کي،
چِئُو ڪَلِمُو مُحَمَّدَ تي، تہ اَکِيان اچِيئِي اوجَ[10]،
سَهُڪِيَ پَتِ، سَبوجَهہ[11]، تنهنجي مَڪِي ڏُڪي مَڪِرِي.

١٢

تَنَ ۾ تَرازَ توهً جِي، گهڻُو لَهُ گهوري[12]،
اَدَبَ ۽ اِخلاصَ جا، سِڙَهہ پَڌِجِ سوري،
وَکَرُ وينَتِيُنِ جو، تنهن ۾ پاءِ توري،
تہ عادِنِئُون[13] اوري، تنهنجو تَوائِي نہ ٿِئِي.

١ـ تارن جي ميڙ کي ٢ـ آرام * ندي. نڪو تارن کي ۽ نڪو ٻاڙيءَ کي آرام آهي، سيڪا شيءِ پٺي چري ڦري. ** جيڪي بنا تڪليف جي مليئي ٿو تنهن کي نعمت سمجهين ٿو. ٣ـ پيسا، خزانو، ذخيرو ٤ـ ڇو ٥ـ ماپين، تورين ٦ـ جيئن تہ، جڏهن تہ ٧ـ پانت، پَنتِ، پَت، طرح، طرح ٨ـ ٿر جا رهاڪو*** لهرون (روحاني رمزون) ابتيون وهن ٿيون. ٩ـ گهتون گوهيون نہ ڏج، نتائج نہ ١٠ـ سگهہ، فائدو ١١ـ اي سياڻا ١٢ـ گهڻي ڪوشش ڪري اندر ۾ روحاني بيڙي حاصل ڪر ١٣ـ عدن بندر کان، آخري منزل کان.

١٣

توٽي تَوائي، توءِ[١] تنهنجو آسَرو،
سَڄَڻ ڳِرِ لائِي[٢] کِيرُونَ ڏِيندِيَس جيڏِيڻ.

## وائي

هي جي، هُو جي لَڪَ! مون مارِيندا لَڪَ،
مون مارِيندا لَڪَ!
يا والِي! ڪيچُ نہ اوڏِيءَ ڇَڪَ[٣]!
مون مارِيندا لَڪَ!
اَتُ[٤] نہ ڏِجي عامَ کي، لوڪان ڪِجي لِڪَ،
مون مارِيندا لَڪَ!
پاڻَ مِ پارِيُون[٥] ڪَري، نينهن وَهائِجي نِڪَ[٦] *،
مون مارِيندا لَڪَ!

---

١- تہ بہ، تڏهن بہ ٢- ڀاڪر پائي، ملي، وصل حاصل ڪري ٣- نزديڪي، ويجهائي ٤- انت، منجهہ، راز ٥- قطارون، وسڪارا (ڳوڙهن جا) ٦- ننڍي نهر، ڪسيَ* اندر ۾ ڳجها ڳوڙها ڳاري نينهن جي نئن وهائڻ گهرجي.

# سر سامونڊي

## سر بابت

سامونڊيءَ ٻالي، نہ ڪو راڳ ۽ نڪا ڪا راڳڻي سجهي. هيءُ نالو، شاهہ جي رسالي ڪي ترتيب ڏيندڙن جو، من گهڙت لفظ ٿو ڏسجي، جو هنن ضرور، هن سر ڪي مضمون ۽ موضوع جي مدنظر ڏنو هوندو.

هي هڪڙو سر آهي، جنهن ۾ نہ ڪو ڏاريون بيت هو ۽ نہ ڪو شاهہ جو ڪو بيت ترڪ ڪيل ٿو ڏسجي. هن سر ۾، عموماً ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ واريون پڙهڻيون قائم رکيون ويون آهن، جي ٻين نسخن ۾ بہ گهڻو ڪري ساڳيون ئي آهن.

## مضمون

هن سر ۾، وڻجارن ۽ سندن وهُن جو احوال، عمدي پيرايي ۾ ڏنل آهي. شاهہ جيڪو زال ذات جي جذبن ۽ اُمنگن جو نقش، هتي ويهي چٽيو آهي، تنهن مان اندازو لڳائي سگهجي ٿو تہ سفر ڪندي شاعر اکيون اُپٽي ۽ ڪن کولي، ماحول جو گهريءَ نظر سان، مشاهدو ۽ مطالعو ڪندو پئي ويو. ڪراچيءَ جي لاڙي حصي جو 'مغليئين' وٽ، جيڪو سامونڊين جي وچڙيل وهن ۽ مُنڊَلَ مُنڊَن جو حال، هن اکين سان ڏٺو هو، تنهن جي هن سر ۾ چٽي تصوير نڪتل آهي. وڻجارين جي من جو مونجهارو، اندر ۾ اُٿندڙ ۽ پل پل پوندڙ پور، ڪانڌن جي ڦوڙائي ۾ آگي اڳيان التجائون، سندن صحيح سلامت واپس ورڻ لاءِ قسمين قسمين حيلا ۽ تپشائون- ترڻ تي وَرَنِ وَرَڻَ لاءِ اوسيئڙو ۽ انتظار، بندر تي ناڪئن ڪان پڇائون- پيرن تي پڙ باسڻ، درياهہ تي آکا پائڻ، چوُ واٽن تي ڏيا ٻارڻ، وغيره، انهن سيني جو نهايت دلسوز ۽ رقت آميز نموني ۾ بيان ڪيو ويو آهي.

## روحاني راز

سيني سرن ۾ شاهہ پاڻ کي عموماً زال تصور ڪري، روحاني راز ۽ طريقت جي راهہ جا اسرار، ويهي کوليا آهن. شاهہ جي رسالي ۾، زال ذات کي ئي عاشق بنايو ويو آهي، سو ڇو؟ انهيءَ لاءِ گهڻائي سبب ٿي سگهن ٿا: هڪڙو تہ روح راڙو زال ذات جو مهاڙڪ آهي، ٻيو تہ عورت جي التجا ۽ اشڪباري، بنسبت مرد جي، زياده دلسوز ٿئي ٿي- زال ذات جون آهون، وڇوڙي ۽ ڦوڙائي جون ڪارون، پٿر دل انسانن کي بہ موم ڪيو وجهن. ٻيون، تہ جيڪڏهن انسان الله جي اڳيان عورت وانگر صاف ۽ پاڪ دل

تـي بـاجھ لاءِ ٻـاڪاريندو تہ فوراً مرادون پائيندو. چوٿون تہ نسبتاً، عورت مرد ڪان محبت ۾ زياده مستقيم ٿئي ٿي. پنجون، تہ عورت انساني ضعف ۽ ڪمزوريءَ جي انتهائي منزل ۾ مجسمو آهي. انهن سببن ڪري هتي بہ عورتن جي اندر جي اڌمن جو ذڪر ڪيل آهي.

شاھ، وڻجارن جي وهڻ کي، پنهنجن پيارن لاءِ تڙپندو ڏسي، سالڪ کي هن سر ۾ نصيحت ٿو ڪري، تہ تون بہ ڪجھ هٿ پير هلاءِ؛ عبادت ۽ نفس جو تزڪيو ڪر، تہ مالڪ جو مشاهدو ماڻين. هٿ هٿن تي رکي، رڳين سڏن ڪرڻ سان ڪم ڪيئن سنوارينديون؟ جي محبوب جو مشاهدو مليئي، ۽ هوت وري هلڻ هارا ٿيئيئي؛ تہ بہ ڳري جهلي ڳچ ڳار، تہ من ابدي عيدون عطا ڪنئي، پر الاهي نور پسڻ کان اڳ، دنگي ڌوئي صاف ڪر.

# سر ساموندي

## داستان پهريون

۱

پَڳَهَ[۱] پاسي گهارِ، آيلِ! سامُوندِيَنِ جي،
وِجهي جِيُ جَنجارِ[۲]، جِمَ[۳] وَڃَنِئي اوهَرِي[۴].

۲

پَڳَهَ پاسي پَڄُ، آيلِ! سامُوندِيَنِ جي،
مَنَ ۾ ٻاري مَڄُ، جِمَ وَڃَنِئي اوهَرِي.

۳

پَڳَهَ پاسي ويهُ، آيلِ! سامُوندِيَنِ جي،
تون ويسَرِيَ[۵] وِڪَ ڪٽين، هُو پُورِيندا[٦] پَرڏيهُ،
سَمُنڊُ جَنِ ساٿيهُ[۷]، ڪوهُ نه وِيَئين تَنِ سين؟

۴

جان[۸] ايندينءَ تان آءُ، هَٿِي هَٿُ پَڳَهَ ۾،
لَڳِي واءُ سُواءُ، سِڙُهَ سانباهِي[۹] نه سَهي.

---

۱- لنگر ٻڌڻ لاءِ نوڙي ۲- جنجال، ڳنٽي ۳- متان ۴- ٻيڙيون ڌڪي يا ڇوڙي، اُسري
۵- ٻسنتيءَ سان، آهستي ٦- تڪڙا هلندا ۷- وطن، گهر ۸- جيڪڏهن ۹- تياري، گيسر.

نَنگَرَ جان نہ ڪَٽَنِ، وانءُ[1] وَهِلِي[2] نِڪري،
مَچِـڻُ[3] ڏيهہ[4] وَچَنِ، نارِيُون[5] پُوري[6] ناڪُئا.

٦

نَنگَرَ ۾ نارِيُون، پَڳهَ ڪَٽِي پَنڌِ ٿِيا،
بَندَرَ بازارِيُون، سُڄا سامُونڊِيَنِ ري[7].

٧

نَنگَرَ ٿُون نيٽين[8]، مَن اولِيءَ نہ اوهَري*!
سَباجهين نيٽين، پائي ڳُڻَ[9]، ڳِهِيو[10] هِنيون[11].

٨

سي ٿِي جوڀَنَ ڏينهن[12]، جَڏِهن سَجَڻَ سَفَرِ هَلِيا،
رُئان، رَهَنِ نہ سُپِرين، آيلِ! ڪَرِيان ڪيئَن؟
مون ڪي چاڙهي چِيئَن[13]، وِيو وَڻجارو اوهَرِي.

٩

نہ سي تَڙِ هوڙاڪَ[14]، نہ وايُون وَڻجارَنِ جُون،
سَرَتِيُون! سامُونڊِيَنِ جا، اَڄُ پُڻِ چِڪِيَمِ چاڪَ،
مارِينِهُون[15] فِراقَ، پاڙيچِيُون،[16] پِرِيَنِ جا.

---

١- وچ ٢ تڪڙي، جلدي ٣- متان ۴- وطن (سمنڊ) ٥- چمر واريون نوڙيون ٦- ويڙهي ويچڻ ٧- ڪان سواءِ ٨- نيڙي، اوريرو، اورتي * منهنجو من اولي (ٻيڙي هلائڻ جي ڳن) سان بہ ننگرن ڪان اورتي نٿو ڏڪجي يا ٻري ٿٿي. ٩ خصلت، ڏوري، رسو ١٠- قابو ڪيو ١١- دل.١٢- ڏينهن، وقت، جوانيءَ جا ڏينهن ١٣- چڪيا، باهہ جو مچ ١۴- ٻيڙيون ١٥- اسان کي ماري ٿو ١٦- پاڙي واريون.

١٠

وِيا اُوهَرِي اِوءِ، مون کي ڇَڏي ماڳهين[١]،
جُڳَنِ جا جُڳَ ٿِيا، ٿِئان نہ موٽِيو ڪوءِ!
گُوندرُ[٢] مارِيندوءِ، ويچارِي، وِئَنِ[٣] جو.

١١

اُونهي ۾ اُوهَرِي، جَڏِهن جي وِيا،
سانداري[٤] سَمُونڊَ جي، نِهوڙِي نِيا!
وَڃِي ٽِتِ پِيا، جِتِ نِهايَتَ[٥] ناهِ ڪا.

١٢

اُونهي ۾ اُوهَرِي، جَڏِهن وِيا جي،
موٽِي ماڳِ نہ آئِيا، ماءِ! سامُونڊِي سي،
ڪارو[٦] ٽَنِين کي، جيڪُسِ وَهُ وَرِي وِيو!

١٣

اوڙاهِ وِيا نہ وَرِيا، آئون ٽنهن مارِي وِٽَ[٧]،
ڪري سامُونڊِي سِڻَ، جُسي جارُ[٨] پِرائِيو.

١٤

جي، وِئَڙَمِ اَڄُ، سي ڪَڏِهن ايندا مان ڳِري[٩]؟
پِرِيان جي هُنَ پارَ ڏي، وَڃِي ڏَنڪِي[١٠] ڏَڄُ[١١]،
سامُونڊِيَڪو ڏُجهُ[١٢]، ماءِ! مارِيندُمِ ڪَڏهِين[١٣]!

---

١- ماڳهين، بنھ ٢- غم ٣- ويلن، جدا ٿيلن ۴- (سمنڊ جي) پيٽ ٥- حد، انت
٦- ڪارو پاڻي (سمنڊ جو) ٧- سخن، طعني، خبر ٨- ساڙ، ڏجهہ، ڏک ٩- وٽ
١٠- چمڪي ١١- جهنڊي، بيرق ١٢- ساڙ، غم، ڏک ١٣- ڪڏهن.

۱۵

اُوھَرِيا جِتائِين[1]، ڏُکَنِ[2] تَنِ تَڙائِيين!
سامُوندِيَنِ سائِين، واءُ سَٽائو وارِيين!

۱٦

سامُوندِي ساري، مَٿي تَڙَ ڳَذارِيان،
مون کي تِي ماري، اُنِين سَندِي ڳالھڙِي!

۱۷

سامُوندِي ساري، ماءِ! مُنھنجو جِندَڙو[3]،
بَندَرِ ويچارِي، وَڃِي لايا ڏينھڙا.

۱۸

سامُوندِيَکو سَڳُ[4]، آھي ڳوندر ڳاڏُئُون[5]،
انَگھُن[6] چاڙھي اَڱُ[7]، وِيو وَڻجارو اُوھَرِي!

۱۹

وَجيئِي وِسَرِي شالَ، جو تو سودو سِکيو،
اَچا آئين ڪالَ، پُڙِ تو سَفَرِ سَنبَھين!

۲۰

ڳِرِيو[8] جَھلِيو روءِ، مَٿي مُھرِي[9] ھَٿَڙا،
ڪوءِ! سودو سَندوءِ، جو تو ديولِيا! سِکيو.

---

۱- جتائين، جنھن ھنڌان ۲- پھچن ۳- جِند، وجود، بدن، دل ۴- ناتو، لاڳاپو ۵- گڏيل ٦- تڪليف، سوريءَ ۷- انگ، عضوو، بدن ۸- اولي کي رسيءَ سان ٻڌڻ لاءِ ڪلا ۹- ٻيڙيءَ جي مسي يا اڳيون حصو.

٢١

اُلوڙَڻُ[١] نہ ڏِئي، وَرُ وِڏائِين وَنجَھ کي،
رَھُ اَجوڪِي راتڙِي، لالَنَ! مُون لائي[٢]،
وَڃُ مَ قوڙائي[٣]، ايڏي سَفَرِ سُپِرين!

٢٢

جيڪُس[٤] نِبَرُ[٥] نينھن سَندومِ، جٿِن مُون اُپي ھُنِ تيليو،
سَعيو ساموندِيَنِ سين، اِڱھين تان نہ ڪِيومِ،
وِجَھڻُ مَنجِھ[٦] ھُنُومِ، پاڻُ وَراڪي[٧] رَسِ[8a] سين. *

٢٣

ٻيڙِيءَ جي پُوٽَن[٨]، نينھُن نہ ڪِجي تَنِ سين،
اُپِيُون ڏُنبَ ڏِسَنِ، جُھ سِڙھُ ڏيئي سِيرَ ٽِيا[٩].

٢٤

ھينئڙو ٻيڙِيءَ جان، ڏُتَڙِ[١٠] پئي ڏينھن ٽِيا!
پُڇِيو تان نہ پِريان، ڪَرَلاھُو[١١] ٽِي ڪَڏِھِين.

٢٥

تَنَ جَنِين جِي تانگَ[١٢]، سي سَجَڻَ سَفَرِ ھَلِيا،
لَئِجِ لاتِ، لطيفُ چي، ڪَڏھن اِيندَمِ، ڪانگَ!
ڪنھن سَنائي[١٣] سانگَ[١٤]، پِرين پَرَڏيھي ڪِيا.

---

١- اولي سان ٻيڙي ھلائڻ ٢- لاءِ، واسطي ٣- جدائي يا فراق ڏئي ٤- شايد ٥- نبلُ، ضعيف ٦- (ٻيڙيءَ) ۾ ٧- ويڙھي، ٻڌي ٨- پٽُن، رھن، گذارين 8a- رَسِي، رسو * مون کي پنھنجو پاڻ کي رسي ۾ ٻڌي ٻيڙيءَ ۾ اُڇلائڻ کپندو ھو. ٩- سمنڊ تي مسافري ڪرڻ ويا ١٠- خراب تڙ تي يا ڏکئي تڙ تي ١١- ڇڪ يا سار لھندڙ ١٢- تانگھہ، سڪ ١٣- رٿيل، ضروري ١٤- ڪم، حاجت، اتفاق.

تان ڪِي لئِج، ڪانگَ، ڪَڏِھن اِيندا مان ڳَري[١]؟
سيڻَنِ ڪارَڻِ سانگَ[٢]، مون تان گھٽيئي ڪِيا.

٢٧

سَرَ نِسَرِيا[٣] پاندَ[٤]، اُتَرَ لَڳا، آءُ پِرِين!
مون تو ڪارَڻِ، ڪانڌ! سَھِسين سُڪائُون ڪِيُون.

٢٨

سَرَ، لؤھِيڙا[٥] ڳِينِيا[٦]، ڪُسَرَ نِسَرِيا،
تو ڪيئن وِسَرِيا، ڍولِيا! ڏينھَن اَچَڻَ جا؟

٢٩

جيڪَرَ اَچِي ھاڻِ، تہ ڪَرِيان رُوحَ رُچَندِيُونِ[٧]،
آيَلِ! ڍولِيي ساڻِ، ھوند ڳَرِ لڳِي[٨] ڳالھِيُون[٩] ڪَريان.

٣٠

آيَل! ڍولِيي ساڻُ، اَچِي تہ جھيڙِيان[١٠]،
لائِيئِي[١١] ڏينھَن گھڻا، مون سين ڪيئي[١٢] تورڙا.

٣١

ڍولِيو وِيئڙو ڏُورِ، تي[١٣] تِيي سِيءَ گُذارِيان[١٤]،
مادَرِ![14a] مُون مَ چورِ[١٥]، ناتہ پَڌَرِ پُوندي پرينءَ ري*.

١- وٽ، گھر ٢- حيلا، حرفتون ٣- ڦٽا ٤- نوڪَون، چوٽيون ٥- وڻ جو قسم ٦- ٻوڪيا ٧- راضي ڪندڙ رھاڻيون ٨- ويجھو ويھي، ڀاڪر پائي ٩- ڳالھيون، رھاڻيون ١٠- جھيڙو ڪريان ١١- لاتي، پري رھئين ١٢- گذاريئي ١٣- تنھن ڪري ١٤- سيءَ مران، اڪيلي سھان 14a- امان، ماءُ، جيجل ١٥- ستا سور نہ جاڳاءِ * نہ تہ منھنجي روئڻ ڪري ٻاڙي وارين کي بہ خبر پئجي ويندي تہ پرينءَ کان سواءِ آھي.

۳۲

لاهِيندائِي ڪَنِ، ڳالِهيون هَلَڻَ سَندِيُون،
ڏِيندا[1] مُون ڏُکَنِ، وَهِ وِجَهندا ڄِندَڙو!

۳۳

مون کي جِيارِيو، پِرِيَنِ جِي ڳالِهه ڪري،
ڏِنو اَڄُ اَڏِيو، هينئڙو ڪوٽَ بُرجَ جيئن.

۳۴

وانءُ، وَڃِي وائُٺِ[2]، هينئڙا! ماڳُ پِرِيَنِ جو،
ڇُمِيو، ڇُمَرُ چانئٺ، هوءِ جا سَندِي سَڄَڻين.

۳۵

آئون جَنِ آساري[4]، مَتي تَڙَ گُذارِيان،
مون کي وِساري، شالَ مَ وَڃَنِ اُوهَرِي.

۳۶

سَنهي لَڪِ[5]، نَڪِ سَنئِين، ڪَجَلَ ڀِنَنِ[6] نيڻَ،
سامُونڊِي! مون سيڻَ، ڪِ تو ڪالَهه لَنگهائِيا؟

۳۷

هي سَڄَڻَ سيئِي، جي مون ڪوڏِ[7] نِهاريا،
اِيندَمِ جان پيهِي، تہ سَڀِ لاهِيندَمِ ڏُکَڙا.

---

۱- حوالي ڪندا ۲- وڃ ۳- ڏس، جاچ جوچ ۴- آسري، اميد ۵- چيلهہ ۶- آلا اٿن
۷- پيار يا هيج سان.

چَمَڪِيَن چوڏارَ، ڏَڄُون[1] ڏاڙيچَنِ[2] جِيُون،
ماءِ! ساموندي آئِيا، سَهِسين ڪَري سِينگارَ،
اُنين جي پَچارَ، ڪالهونڪر[3] ڪانگُ ڪَري.

## وائي-١

پِرِيَنِ جي پَنڌاءُ[4]، مون کي جي جَهلِنديُون،
سي نَہ پُڇَنديُون.
ٻَلِي ڪري آئِيو، ٿاٿارو[5] ڏيهاءُ[6]،
سي نَہ پُڇَنديُون.
ٻَچِي ڪُٽِ[7] سَچِي ٿِي، لَٿي جاڪ[8] ڳراءُ[9]،
سي نَہ پُڇَنديُون.
سَرَتين سُورَ پِرائِيا، هاٿي هِنَ هَنڌاءُ،
سي نَہ پُڇَنديُون.
تان ڪِين[9a] واسُ[10] وِهائِيو[11]، ٻاروچي مُلاءُ[12]،
سي نَہ پُڇَنديُون.
تان ڪِين ڏونگر ڏوريان، جان ڪُڙهه[13] اندرِ ساهَ،
سي نہ پُڇنديون.
مَتيُون[14] موٽَڻَ سَنديُون، تون هَڏِ آڄ مَ ماءُ!
سي نَہ پُڇَنديُون.

---

١- بيرقون، جهنڊيون ٢- شاهوڪارن، سوداگرن ٣- ڪالهه کان وٺي ۴- پنڌ يا پيچري کان ٥- ٿاٿاري وانگر ٻچل دل سچي ڪرڻ وارو، دلبر ٦- پرڏيهه کان، ڏيساور کان ٧- ڪٽ جا ٻچل ٽانو ٨- ڪس، ڪارائڻ ٩- گهر مان 9a- ڪي، ڪُجهه ١٠- خوشبوءِ ١١- وٺج ڪريو، خريديو ١٢- وٺان ١٣- ڪک، بدن ١۴- صلاحون، مشورا.

## وائي-٢

تَڙَ نِهارِيان ٽِي[1]، مُنهنجا بَندَرِ وِتُرا جي،
مانَ سِرَّهِ سُجاٽان سَجَٽين.
اُيِپ اوسَهِ[2] پائِيان، ڪارَڻِ وَڻجاري،
مانَ سِرَّهِ سُجاٽان سَجَٽين.
گهڻُو اُڪَندِي آهيان، پِرِينءَ پنهنجي ڪي،
مانَ سِرَّهِ سُجاٽان سَجَٽين.
آسائِتِي[3] آهِيان، اَلا! ڪانڌُ اَچي،
مانَ سِرَّهِ سُجاٽان سَجَٽين.

## وائي-٣

آيَلِ! ڪَرِيان ڪيئن، منهنجو نينهن اَپِلئو[4] نہ رَهي.
وِيو وَڻجارو اُوهَرِي[5]، مون ڪي چاڙهي چِيئَن[6]،
منهنجو نينهن اَپِليو نہ رَهي.
ساموندِيَنِ جي سَنگَ ڪي، رُئان راتو ڏينهن،
منهنجو نينهن اَپِليو نہ رَهي.

---

١- تنهن ڪري ٢- فالون ٣- آس يا اميدواري ٤- اجهل، نہ پلجڻ جهڙو ٥- پيڙي جوڙي يا ڏڪي ٦- ڦاسيءَ.

اُڏوھِيءَ[١] جيئن ڏُڪَرا، چَڙھيا چوٽِيءَ سِيئَن،
منهنجو نينهن اَپِليو نہ رَهي.
گوندر مَتان چِندَڙي، وَرِيا وَلِيُن جيئن،
منهنجو نينهن اَپِليو نہ رَهي.
مادَرِ! پائي مُندِيُون[٣]، وَڃان هادِيءَ سِيئَن،
منهنجو نينهن اَپِليو نہ رَهي.

## داستان ٻيو

١

اَڄُ پُڻ وايُون ڪَنِ، وَڻجارا وَڃَڻَ جُون،
اَنئِي پَهَرَ اَٿَنِ، سَعيو ڪنهن سَفَرَ جو.

٢

اَڄُ پُڻ وايُون ڪَنِ، وَڻجارا وَڃَڻَ جُون،
مون اُيِيئِي هَلِيا، بَنْدَرَ جَنِ[٤] تَڙَنِ[٥]،
سَرَتِيُون! سُورُ سَندُنِ، مون مارِيندو چِندَڙي.

٣

اَڄُ پُڻ وايُون ڪَنِ، وَڻجارا وَڃَڻَ جُون،
هَلَڻَ هارا سُپِرِين، رُئان تان نہ رَهَنِ،
آئون جَهلِيندِي ڪيتَرو، آيلِ! سامُونڊِيَنِ،
پَڳَهَ ڇوڙي جَنِ، وِڏا ٻيڙا ٻارِ ۾.

---

١- ڪاٺ ڪاٺيندڙ جيت ٢- تائين ٣- هٿن جون آڱريون هڪ ٻئي ۾ وجهي، آزيءَ نيزاريءَ سان ۴- بندر وارن ٥- گهيڙن.

۴

لاهِيان جي نہ چِتان[1]، اَلا! اُنِ مرَ وِسَران،
مَڙِهيو[2] مَنجهاران[3]، جِيُ منهنجو جَنِ سين.

۵

چِتان جي نہ چُرَنِ، اَلا! اُنِ مرَ وِسَران،
مون مَنُ آهي تَنِ، مَڙِهيو مَنجهاران هِنئين.

٦

تَڙِين تَنوارِين[4]، ماءِ! سامُونڊِي آئِيا،
مون کي جِيارِينِ، وايُون وَڻجارَنِ جُون.

۷

اولا[5] کَٽِي اُوءِ، پَڳَهَ[6] ڇوڙي پَندِ ٿِيا،
آيلِ! سامُونڊِيَنِ جِي، آهِ اَڙانگِي جُوءِ[7]،
ڪَڍِهن ڏِسَنڊِيَسِ رُوءِ[8]، وَرِي هِنِ اکين سين.

۸

لَڳِي اُتَرَ هِيرَ، ساموندِيَنِ سِڙهَ سَنباهِيا،
نَنگَرَ[8a] کَٽِي ناکُئا، ٿِيا سَٽاوا سِيرَ،
هينئڙي نِتَ اُکِيرَ، کارِي کيڙائُنِ[9] جِي.

---

۱- دل تان ۲- ڳنڍيو ۳- اندران ئي اندران (لنءُ لڳل آهي) ۴- ڳالهيون ٻولهيون ڪن ۵- ٻيڙي هلائڻ جا ڳن ٦- نوڙيون ۷- هنڌ، ماڳ ۸- منهن 8a- لنگر (Anchors) ۹- سمنڊ تي مسافري ڪندڙن.

٩

لَڳي اُتَرَ اُھَرِيا، واھوندي[1] وَرَنِ،
آئون گھٽو ٿِي گھوريان، سودو سامُونڊينِ،
اَڱڻِ جَنِ اَچَنِ، عِيدَ وَرَتي[2] اُنِ کي.

١٠

اَڱڻِ آئِيا جان، تہ سَرَتِيُون! مون سُکَ ٿِيا،
املھ پِريَنِ مٿان، ٻُرِڪِئو[3] ٻِيَنِ ڏِيان.

١١

آئِي اُتَرَ مُندَ، ھِينئِين اُڌَڪو[4] نَہ لھي،
وَٺِينِ لاچُوبَندَ[5]، ٻِيھَرَ مَکِينِ ٻيڙِيُون.

١٢

لاچُو ٿا لَنوَنِ[6]، اَچَنِ سِڙھ اُپٽِيا[7]،
ڪارَڻِ تَنِ پِريَنِ، وينِي واٽَ نِھارِيان.

١٣

سِڙَھ سُڃاڻِيو چوءِ[8]، ماءِ! سامُونڊي آئِيا،
مانَ منھنجو ھوءِ، جانِي ھِنَ جھازَ ۾!

---

١- بھار جي ھير لڳڻ وقت ٢- ٿئي ٣- گھوريو، قربان ڪيو ٤- ڳڻتي، فڪر، انديشو
٥- ٽوٽر، ڦندڙ ٦- لڏن ٧- کوليو ٨- چوي.

۱۴

سِڙَھ تي سِبِياءُون، بَندَرَ جَنِ[۱] تَڙَنِ تي،
سِڙَہ سِبِي ساڄا[۲] ڪَري، ڪُوھا ڪَنياءُون،
بيرَقُون بَحَرنِ ۾، ڇوڙِي ڇڏياءُون،
لَھرِيُون لَنگھِياءُون، لُطفَ ساڻُ، لطيفُ چي.

۱۵

سِڙَھ تي سِبِياءُون، بَندَرَ جَنِ تَڙَنِ تي.
مُـلا[۳] مُعَلِمَ خَبَرُون، پُڇِي پُورِياءُون[۴]،
سُتَرُ سونِياءُون[۵]،* اَوَتَرِ ڪِنھَن نہ اولِيا[۶]،

۱۶

بَندَرَ[۷] ديسان ديسِ، اَمُلُھ نہ مِلي وارِيِنِ*،
فَقِيرائي ويسِ، اَمُلَھ ڏِينِ اَتورِيا[۸].

۱۷

پَتَڻِ پوءِ پَچارَ، آن ڪي سِڙَھ وِيندا ڳَڏِيا،
اُڪُندَ مون اَپارَ، شالَ منھنجا موٽِيا.

۱۸

اُپِيُون تَڙَ پُوڇِينِ، وَھُون[۹] وَڻجارَنِ جون،
اَٽِيو اَکا ڏِينِ، ڪَٿُورِي سَمُوندَ ڪي.

---

۱- بندر وارن ۲- سچا، مضبوط، سنا ۳- ونان، کان ۴- اُسريا، هليا ۵- ڳولي لڌائون ٦- لوڏيا، تنگ ڪيا، پوئتي ڇڏي ڏنا ۷- ٻيڙي بيهڻ جي جاءِ، اجهو، الاهي فيض* الله جو فيض هر جاءِ آهي؛ پر وارِيءَ (دنيا جي ڪوڙي ڪچ) جي ملھ تي نہ ملندو. ۸- اڻ توريا، گهڻو ۹- زالون.

١٩

جَنِين ڪارَڻِ مون، تَرَ پُوڄارا[1] پُوڄِيا،
پُنِيَمِ اُميدُون، سي ئي سَڄَڻَ آئِيا.

٢٠

واڻُنِتيون[2] تِيُون وَرَڪَن[3]، اَڃا سِڙهه نه پَڌَرا،
سي ئِي تِيُون مَرَڪَنِ، جَنِين سَندا آئِيا.

٢١

ڪُوهَن سِرِ واڻُنِتِيُون، واڻُنِتِيُنِ سِرِ ڳَنڊَ[4]،
ڪيڙي[5] ڪيڙي ڪَنڊَ، ماءِ! سامونڊ آئِيا.

٢٢

جَرِ تَرِ ڏِيو ڏي،[5a] وَڻِ تِڻِ ٻَڌِي واڻُنِتِيُون*،
اَلا! ڪانڌ اَچِي، آسائِتِي آهِيان!

٢٣

جا جَرِ جاتُون[6] نه ڏِئي، ڏِيا نه موهي[7]،
سَڏُون ڪوهُ ڪَري، سا پَنهِنجِي ڪانڌ جون؟

---

١- سمنڊ جي پوڄا ڪندڙ، وڻجارا ٢- ٻيڙيون ٣- وَڙڪن، لڏن، ڦَڙڪن ۴- طرا، چوٽيون، ڪلنگيون ٥- مسافري ڪري ٥a- ڏِئي *ٻاٽي ۽ سڪي جي نه والن تي ڏيا ٻارين ۽ وڻن ۾ جهنڊيون ٻڌن، دعائون پنن. ٦- زيارت (اڪا) ٧- اجلائي، ٺاري، وجهي.

## وائي-١

آئِين مون کي زور[١] مر جهليو جيڏيُون!

وڙءِ! آئُون هَلندِي هوتَ[٢] ڏي.

اُونهي وِيَڙا اُوهَري، ترازُون تاري،

وڙءِ! آئُون هَلندِي هوتَ ڏي.

مَرِي رَهندِيَسِ ماڳهين، سامُوندِي ساري،

وڙءِ! آئُون هَلندِي هوتَ ڏي.

سُورُ تُنهِنجو سُپِرين! مون مَعذُورِ[٣] کي ماري،

وڙءِ! آئُون هَلندِي هوتَ ڏي.

هاڻِ نه جِيان، جيڏِيُون! آئون کُنِيَسِ کوهِياري[٤]،

وڙءِ! آئُون هَلندِي هوتَ ڏي.

## وائي-٢

ڪَرَهَلَ[٥] پائي لڄ*، ڪهُ نه ويِئِينءَ اَنِ سين.

اُجارِيائُون اوليُون، ڏُنارِيائُون ڏَڄُ،

ڪهُ نه ويِئِينءَ اَنِ سين؟

مَتان وِهين، ويسَرِي! اُٿِي، پُورِلَ[٦]! يَڄُ،

ڪهُ نه ويِئِينءَ اَنِ سين؟

---

١- زوريءَ، تمام گهڻو ٢- پنهون (دلبر) ٣- عذر واري، عيبدار ٤- ڪوهه يا جبل جو رهاڪو، پنهون، دوست ٥- اٺ کي * اٺ کي شرمائي يا ليلائي ٦- اي پورڙي يا نادان.

سيڻَنِ ساجُهرُ[١] لَڏيو، تون آئِي![1a] نِهارين اَڄُ،
ڪُهُ نہ ويئِينءَ اُنِ سين؟
ڪالهَ سِبايَئي ڪَنجِرو[٢]، اَنگهون[٣] پاتَئي[٤] اَڄُ،
ڪُهُ نہ ويئِينءَ اُنِ سين؟
ڪيرُ سُڃِيندو تنهنجيون، اَدُورائُون[٥] اَڄُ،
ڪُهُ نہ ويئِينءَ اُنِ سين؟

## وائي-٣

ويندي آئون هوتَنِ وَٽِ، مون وَهُ[٦] وِڻجارَنِ سين.
پَڳهُ ڪَڻُ مَ، پاتِڻي، جانِي! مون لَئي جهٽِ[٧]،
مون وَهُ وِڻجارَنِ سين.
وائُون وَڻجارَنِ جون، اَديُون! اڄُ نہ هَٽِ[٨]،
مون وَهُ وِڻجارَنِ سين.
ڳَرَهِيان[٩] سُورُ سَفَرَ جو، هَلِي پَنهِنجي اَرَٽِ[١٠]،
مون وَهُ وِڻجارَنِ سين.
پُورِينديَسِ[١٢] پِرِيَنِ ڏي، ڪانہ ڪَرِينديَسِ گهٽِ،
مون وَهُ وِڻجارَنِ سين.
ڏيئِي سِڙُهِ سِيرَ تَيا، پيرُ نہ لايَئُون[11a] پَٽَ،
مون وَهُ وِڻجارَنِ سين.

---

١- سويل، گهڻو اڳي 1a١- آيل، امان. ٢- چولي، گج ٣- چير، چهڪ ٤- ليڙون ڪيئي، ڦاڙيئي ٥- دانهون، فرياد ٦- لاڙو، نينهن ٧- ترس ٨- دڪانن تي، بازار ۾ ٩- اوريان ١٠- ائٽ، چرخي ١١- ڪاهينديس 11a١- لايائون، رکيائون.

# داستان ٽيون

١

پُران[١]، مانَ پُڇان، بَندَرَ مون ڏورِ ڏِٺيا،
نہ مون هَڙَ نہ هَنج ڪِين، جو آئون چَڙِهي[٢] چَڙهان،
ايهين[٣] ڪِجِ، پاڻِيءَ! جنهن پَرِ پرين مِڙان،
ڪارُون[٤] تي[٥] ڪَريان، تو دَرِ اُڀِي ناڪُٺا!

٢

هَڙَ ۾ ڪِينَ هُئونِ، هُونهَئِين[٦] هُنِ نہ چاڙِهيا،
سارو ڏينهن سَمونڊَ[٧] تي، لَهِي سِجُ وِيونِ،
جَڏِهن سائِينءَ سَبَبُ ڪِيونِ، تَڏِهن سُتَرِ تيا[٨]، سَيَدُ چي.

٣

آسان اُڏارا، آئي آونگَ[٩] چاڙِهيا،
منهن ڏيئي مون آئِيا، سَمُهان سِيارا[١٠]،
اُيِرَنِ سِيڪارا[١١]، پَسِيو وَرَ پِينِ جا.

٤

مون اُڀِي تَڙَ وَٽِ، پِرِيَنِ پَڳَهَ ڇوڙِيا،
ڪا مُنهِين ۾[١٠a] گهٽِ، ناتہ سَجَڻَ سَباجها گهٽو.

---

١- اڳتي هلان يا چڙان، ڪاهيان ٢- آچڻ، هام هڻي ٣- ائين ٤- فرياد، دانهون ٥- تنهن ڪري ٦- هونئين ئي، بنا پيسي ٧- سمنڊ ٨- ڌانيڪا ٿي، منزل مقصود کي پهتا ٩- ڪنا، ديگڙا ١٠- ڏڌ يا تڪليف جو وقت ١١- شوڪارا، ٿڌا ساهہ، سيسراٽ
١١a- مون ۾ ئي.

٥

مون اُ ي تَڙَ هيٺِ، پِريَنِ پَڳَهَ ڇوڙِيا،
ڪا مُنہ ۾ ڏِيٺ[١]، نا تہ سَجَڻَ سَپاجها گهڻو.

٦

مون ڀي تَڙَ جَهلَ[٢]، پِريَنِ پَڳَهَ ڇوڙِيا،
ڪاَ مُهين ۾ اَلَ[٣]، نا تہ سَجَڻَ سَپاجها گهڻون.

٧

موا اُڀي تَڙَ پاسِ، پِريَنِ پَڳَهَ ڇوڙِيا،
هُ اَللهَ هارَ اُهَرِيا، آئون دَمِدَمِ دُعا ڪَندِياسِ،
آمِر[٤] نہ لاهِيندِياسِ، موتي اِيندا مان ڳري.

٨

ڪيڙائُنِ ڪارو، سَنجهيئِني ساريو،
آيَلِ! اُمارو[٥] آهِن پَرِيين پارَ جو.

٩

ڪاري ڪيڙائُو، مَٽي مِٽيي[٦] موٽِيا،
سودو ڪَنِ نہ سونَ جو، وَڏا وِهائُو[٧]،
موٽي جي مِهراڻَ جا، تَنِ جا ظاماعُوَ[٨]،
سامونڊي سائُو[٩]، لَنڪاَ لوپي[١٠] آئِيا.

---

١ـ ظاهر ظهور عيب ٢ـ ڪنارو، پر، وٽ ٣ـ عيب، اوڻائي ٤ـ آس،اميد ٥ـ خيال، سنيت ٦ـ مٽي پاڻيءَ، بندر تي جتي مٺو پاڻي ميسر آهي ٧ـ واپاري، وڻجارا ٨ـ طمع دار، تاڪائو ٩ـ بهادر ١٠ـ ڦري، لٽي.

١٠

لَنڪا لَنڪا ڪِنِ، لَئي لَنڪا جي اُوهَرِيا،
سُڻِي سونُ لَنڪا جو، سُڪُ نہ سامونڊيَنِ،
پِرِهَ پَڳَهَ ڇوڙِيا، ڪارِي ڪيڙائُنِ،
وَڏي ياڳِ پِڙَنَ[1]، جي ڪَهِيا ڪارُونيارَ ڏي.

١١

وَڻجارَنِ وَرِي، پِرِهَ پَڳَهَ ڇوڙِيا،
اولِيُون پَسِي اُنِ جُون، پيٺڙَمِ ڳَچ ڳَرِي،
وِينديَسِ، ماءِ! مَرِي، سارِي، سامونڊيَنِ کي.

١٢

وَڻجارَنِ وارِي[2]، پِرِهَ پَڳَهَ ڇوڙِيا،
ڪيڙائُو ڪارِي، سَنيُوڙا[3]، سَيَدُ چي.

١٣

وَڻجارِي جِي ماءِ! وَڻجارو نہ پَلِيِنِ؟
آيو ٻارهِين ماهِ، پُڻُ تو سَفَرِ سَنبَهِي.

١٤

وَڻجارِي ڪانڌاءِ[4]، مون وَرُ[5] وِيني[6] گهارِيو،
لَڳي اُتَرَ واءُ، ڏِولِيو هَلَڻَ جُون ڪري.

١- ملن ٢- وري ٣- سنبريا ٤- ڪانڌ يا مڙس ڪرڻ کان ٥- بهتر هو ٦- شادي ڪرڻ کان سواءِ.

١٥

جي تون وَڻجارو ڪانڌ، تہ مون هَڏَ مَ لائون لَڏيون،
پَرَڏيهہَ مَٿَي سانگُ، اَنَئِي پَهَرَ جنهن ڪِيو.

١٦

پَرَڏيهہِ پُوريائُون[١]، سامونڊِيَنِ سِڙَهہ سَنباهِيا،
مان[٢] تَنُ مارِيائُون، پاٽان[٣] وِجهي گوندرين!

١٧

ڏِئِي ڏِيارِي، سامونڊِيَنِ سِڙَهہ سَنباهِيا،
وِجِهيو وَرُ وَنجَهہ ڪي، رُوئِي وَڻجارِي،
مارِيندَءِ، مارِي[٤]، پِرِهہَ سُورَ پِرِيَنِ جا.

## وائي - ١

آئِين اَچِي پَسو، جيڏِيُون! ووا هِي جو وَهُ منهنجي جِندڙِي،
پائِي وِيئڙا پيرَ مِ، مَنجهان ڪِرَسَ[٥] ڪَسو[٦] *،
ووا هِي جو وَهُ منهنجي جِندڙِي.

---

١- ڪاهيائون، هليا ٢- منهنجو ٣- پاٺهي جاٽي، جاٽي ٻجهي، ويتر ۴- اي مٺي!
٥- ڪاوڙ، نفرتُ ٦- جُتي * ڪاوڙجي جُتي پائي راهي ٿيا (سسئيَ جي ڏيرن ڏانهن اشارو آهي).

ڏيئي وِڙا ڏاهِ[1] کي، سُورَنِ جو سَرَسو[2]،
وو! هِي جو وِهُ منهنجي جِندڙِي.
آئون ڏورِينديِ اُنِ کي، ڏيئي تَنَ تَسو[3]،
وو! هِي جو وِهُ منهنجي جِندڙِي.
ساءُ[4] نہ آيان[4a] سُورَ جو، هاڻِي تِيُون هَسو[5]،
وو! هِي جو وِهُ منهنجي جِندڙِي.
مَتان وِهو،[5a] ويسَرِيُون! رِڙهو تي[6] رَسو،
وو! هِي جو وِهُ منهنجي جِندڙِي.
مُندائِتي مِينهَن جيئَن، ويروتارِ[7] وَسو[8]،
وو! هِي جو وِهُ منهنجي جِندڙِي.

## وائي- ٣

ڏُکَ لاهِندَمِ ڏُونگَرَ*، وو!
ماءِ! پِرِيَنِ جا مون کي سَيِئِي.
جو پَسان سو پانئِيان، پِرِيان جو پَهِي[9]،
ماءِ! پِرِيَنِ جا مون کي سَيِئِي.
ڏادِي ذاتِ جَتَنِ جِي، وِيئي ڏِيلُ ڏَهِي[10]،
ماءِ! پِرِيَنِ جا مون کي سَيِئِي.
آئون ڏورِينديِ اُنِ کي، رائِي[11] راتِ رَهِي،
ماءِ! پِرِيَنِ جا مون کي سَيِئِي.
ڏِنا وَنَّ کوهِيارَ[12] جا، ويئِي اُجَ لَهِي،
ماءِ! پِرِيَنِ جا مون کي سَيِئِي.

---

١- ٻانهيءَ ٢ گهٽائي، زيادتي ٣- تسيو، سختي ٤- ذائقو ٤a- اوهان کي نہ آيو ٥- هَنسو، کلو، چٽرون ڪريو ٥a- ويهو ٦- تہ ٧- هميشہ ٨- پيون ڳوڙها ڳاريو * ڏونگرن ڏورڻ سان ئي منهنجا درد دفع ٿيندا. ٩- پانڌيڙو، قاصد ١٠- ساڙي، جلائي ١١- واريءَ ۾، بيابان ۾ ١٢- ڪوهستان، جابلو ملڪ.

# سر سُهڻي

## سر بابت

هندستاني موسيقيءَ مطابق، هن سر جو اصلي نالو سر 'توڏي' آهي. توڏي هڪ هندستاني راڳڻي آهي، جا ديپڪ راڳ جي پنجن ڀاريائن (زالن) مان هڪڙي آهي. جنهن صورت ۾ هن سر ۾ سهڻيءَ جي سونهن ۽ صداقت جو بيان ڪيل آهي، تنهن صورت ۾ اڪثر ڪري، سر 'سهڻي' جي نالي سان مشهور آهي.

هن سر ۾ پڙهڻيون، عموماً ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ واريون قائم رکيون ويون آهن، پر جتي ڊاڪٽر ٽرمپ واريون پڙهڻيون وڌيڪ موزون ۽ معنيٰ دار سمجهيون ويون آهن، اتي اهي اختيار ڪيون ويون آهن. ڪي بيت اضافو پڻ ٿيل آهن.

## آکاڻي

هن سر جو مضمون، سهڻيءَ ۽ ميهار جي قصي تي ٻڌل آهي. هيءَ آکاڻي اصل پنجاب جي آهي، جا هيٺ مختصر طور ڏجي ٿي:

شاهه جهان جي دؤر ۾، پنجاب جي گجرات نالي شهر ۾، تُلا نالي هڪڙو هاڪارو ڪنڀر رهندو هو، جو پنهنجي فن ۾ يگانو هوندو هو. کيس هڪ ڌيءَ هئي، جنهن جي حسن جي هاڪ هرهنڌ هوندي هئي.

بخارا شهر ۾ وري هڪ امير رهندو هو، جنهن کي سڪي سڪي هڪ پٽ ڄائو، جنهن جو نالو عزت بيگ رکيو ويو ۽ کيس لاڏ ڪوڏ سان نپايو ويو. جڏهن هو جوان ٿيو، تڏهن کيس هندستان ڏسڻ جي تمنا دل ۾ جاڳي. پٽس گهڻوئي روڪيس پر هيءُ هٺيلو هوڏ تان نہ لٿو. آخر سير سياحت جو گهڻو اسباب ۽ ناڻو کڻي اچي لاهور ڪان نڪتو. قسمت سانگي، گجرات شهر ۾ ٻہ، ڪجهہ عرصو اچي ٽڪيو. تلا جي مهارت ۽ هن جي ٿانون جي تعريف ٻڌي، نوڪر کي سوکڙيءَ طور سهڻن ٿانون ڳنهڻ لاءِ روانو ڪيائين. ڪنڀر جي گهر ۾ سهڻيءَ جهڙي حسين نينگري ڏسي، نوڪر جا ماشا قري ويا. مالڪ وٽ اچڻ شرط اچي، سهڻيءَ جي سونهن ۽ تعريف جا ڍڪ ڀريائين. اهو احوال ٻڌي عزت بيگ جي دل ۾ عشق جي باهہ اُلا ڏيڻ لڳي ۽ ري ڏٺي، سهڻيءَ تي مفتون ٿي پيو. جنهن تي اڻ ڏٺي عاشق ٿيو هو، تنهن کي ڏسي هيڪاري حيران ٿي ويو- ۽ دل سان گڏ هوش بہ وڃائي ويٺو.

سهڻيءَ سان لنؤ لڳڻ بعد، وطن ورڻ جو خيال لاهي، ٿانون وڪڻڻ جو دڪان کولي

ويهي رهيو. تلا کان ٿانون وٺڻ جي بهانيءَ روزانو ديدار نصيب ٿيندو هوس. جي ٿانوَ روز نہ کپندا هئس تہ مهانگا ورتل ٿانوَ سستي اگهہ ۾ وڪڻي ڇڏيندو هو. تلا جي گهر وڃڻ جو بهانو ڪيندو هو. ائين ڪرڻ سان آخر پاڻ کي ڦرائي، ڪنگال ڪري وڌائين. جڏهن نوڪرن ڏٺو تہ وطن واپس ورڻ جي ڪانہ ٿو ڪري، تڏهن رهيل اسباب بہ تڳائي ڳوٺ راهي ٿي ويا.

هاڻي عزت بيگ، تلا کان اوڌر تي ٿانوَ وٺڻ لڳو، جيڪي هو روزمره جي گراهڪن کي خوشيءَ سان ڏيڻ لڳو؛ پر جڏهن قرض وڌي ويو، تڏهن تنگ طلبي ڪيائينس. انهيءَ تي تلا وٽ نوڪري ڪري، محبوب جو ديدار ڪرڻ ۽ قرض ادا ڪرڻ جي ترڪيب سجهي آيس. تلا اها ڳالهہ قبول ڪئي- هو ڪانئس ڇيڪي مٽي ڪٽائيندو هو. ناز سان پليل، مٽي ديوڻ مان ڇا ڄاڻي؛ سو ٿوري وقت ۾ ڊرڪي پيو. تلا کي ڪهل اچي ويئي، تنهن ڪري مشقت ۽ محنت کان ڇڏرائي، کيس مينهن چارڻ جو ڪم حوالي ڪيائين. هو ڊيڪيءَ جو ميهن سان پهري پرار ويندو هو ۽ نما شام جو موٽي ايندو هو، جنهن ڪري مٽس 'ميهار' نالو پئجي ويو.

پروانو سڙي ۽ شمع سندس غم ۾ نہ ڳري، سا بہ ڳالهہ اڻ ٿيڻي آهي. عشق ۽ مشڪ ڪڏهن ڪونہ لڪندا. ميهار جي خاموش نگاهُن، سهڻيءَ جي دل تي اثر ڪيو هو- ۽ هوءَ بہ روزانو ڪنهن نہ ڪنهن حيلي بهاني سان، ميهار سان ملي، اندر جي اُڪير پوري ڪندي هئي.

خون ۽ خستوري لڪڻ جا ناهِن. سهڻي ۽ ميهار جي مخفي ملاقاتن جي ڪُڻڪَ، آخر سهڻيءَ جي ماءُ کي وڃي پيئي، جنهن ڌيءَ کي پنهنجي پر ۾ گهڻوئي جهليو ۽ پليو، پر هوءَ باز نہ آئي. آخر لاچار ٿي، مڙس سان ڳالهہ ڪيائين، جنهن ميهار کي نوڪريءَ مان ڪڍي ڇڏيو ۽ سهڻيءَ جو زوريءَ نڪاح، سندس سوٽ 'ڏم' سان ڪرائي ڇڏيو.

شادي ٿيڻ بعد سهڻيءَ الله کي التجا ڪئي، "منهنجو پرم رک." ڏاڻيءَ عرض اگهايس- چون ٿا تہ روز رات جو ڏم کي اهڙي ننڊ اچي ويندي هئي جو سهڻيءَ جو سماءُ نہ رهندو هوس. سهڻي رات ڏينهن، پلپل پريءَ جي پچار ۾ پئي پچندي ۽ پڇرندي هئي. هوڏانهن، ميهار وڇوڙي ۾ بيحال ٿي چناب نديءَ جي ٻيءَ پر، سهڻيءَ جي گهر جي سامهون فقيراڻو ويس ڪري، دونهي دکائي ويهي رهيو. اوسي پاسي جا ميهار وٽس اچي ڪچهريون ڪندا هئا. ٿوري وقت ۾ سندس هاڪ پئجي ويئي تہ، تمام پهتل شخص آهي. مرد ۽ زالون زيارت ۽ دعا لاءِ وٽس ايندا هئا. سهڻيءَ کي شڪ ٿيو تہ ميهار منهنجي لاءِ هيءُ جوڳ پتيو آهي؛ سو ڪنهن نموني موڪل وٺي وٽس آئي ۽ پاڻ ۾ صلاح ٻيهاريائون تہ ميهار هر روز رات جو، درياهہ تري اچي سهڻيءَ سان ملندو.

پوءِ ميهار روزانو مڇي ماني کڻي، درياهہ تري ٻيءَ پر ايندو هو ۽ محبوب سان ساري رات رهاڻيون ڪري، پنيرڪي جو واپس ويندو هو. هڪ ڏينهن مڇي ڪانہ مليس، تنهن ڪري هٿين ٺلهو، يار سان ملڻ مناسب نہ سمجهي، پنهنجي ران کي چيري، ان مان گوشت ٽڪر پچائي، يار لاءِ تحفو ڪري کڻي آيو. هڪڙو تہ رت ڇڏيو هئائين گهڻو ۽ ٻيو

تازي ڦڻ تي پيو پاڻي، تنهن پڇائي ڇڏيس. پرينءَ پڻ تري پهتو ته سهي پر ساٿو ٿي ڪري پيو. سهڻي اها قرباني ڏسي، هيڪاري مٿس موهجي پيئي ۽ انهيءَ کان پوءِ، پاڻ روزانو پڪي گهڙي تي تري، وڃي ونس ڪچهري ڪندي هئي. موٽڻ تي، گهڙو ڪانهہ جي گهاٽن ٻوڙن ۾ لڪائي رکندي هئي.

هڪ رات، سهڻيءَ جي ڏاٽان سجاڳ ٿي پيئي؛ سهڻيءَ کي در کان ٻاهر ويندو ڏسي، هن جي پٺيان پئي. ڇا ڏسي ته سهڻي دلو کڻي، درياهہ تري، ميهار ڏانهن پئي وڃي. جڏهن هوءَ ساري حقيقت کان آگاهہ ٿي، تڏهن صبح جو ڀاءُ سان سربستو احوال اوريائين. پوءِ ٻئي سهڻيءَ کي ورائي ويا: گهڻائي طعنا تنڪا هنيائونس، نڪ چپ وڍيائونس، پر هن جو 'اهوئي ڳن، اهوئي ڪهاڙو'. سهڻيءَ کي ميهار سان ملڻ لاءِ بيقرار ڏسي هو، هن جي مارڻ جا پاڻ ۾ پهہ پچائڻ لڳا. سهڻي وجهہ وٺي ويندي رهي ۽ هي غصي ۽ غيرت جي باهہ ۾ پچندا رهيا. جڏهن ڏٺائون ته سهڻي نٿي مڙي، تڏهن هن کي ماڳهين نهوڙي نيڻ جو پڪو پرن ڪيائون. سهڻيءَ جي ڏاٽان، گهڙي رکڻ جي جاءِ جاچي ڇڏي هئي، سو هڪ ڏينهن پڪو گهڙو ٻوڙي مان ڪڍي ان جي عيوض رنگ ڏنل ڪچو گهڙو اتي رکي آئي.

- تہ سياري جي رات آهي، اُپ ڪارن ڪڪرن سان ڇانئجي ويو آهي، چوڌاري اوندهہ انڌوڪار لڳي پيئي آهي، سخت طوفان پيو گهوگهاٽ ڪري، درياهہ مستن وانگر موج ۾ اڇيو پيو جهولي، ڪنن جو ڪڙڪو پيو پوي، لهرون لوڙا پيون ڏين، ڪنوڻ جا چمڪاٽ پيا ٿين ۽ مينهن ٻہ اوهيڙا ڪيو پيو وسي؛ ڄڻ تہ قدرت پنهنجي وس آهر سهڻيءَ کي سمجهائي رهي آهي- تہ اڄ متي مٿي مهراڻ ۾ گهڙڻ جو دل تان خيال لاهي ڇڏ. پر سهڻي دهلجڻ جي نہ هئي ۽ سمن تي پوري رهي. محبت ۾ محو ٿي، ڪچي گهڙي جي ڪل نہ رکي، ڪنن ۾ ڪاهي پئي. جڏهن وچ سير ۾ پهتي، تڏهن پيلو پرڻ لڳو: تنهن هوندي بہ هن همت نہ هاري- ڪجهہ وقت ٻانهن ۽ پيرن سان پار پوڻ جي ڪوشش ڪندي ويئي؛ پر نيٺ سندس عضوا هٽي هٽي، نستا ٿي پيا ۽ هوءَ غوطا کائڻ لڳي. گهٽيئي دانهون ڪوڪون ڪيائين. جڏهن ميهار جي ڪن پيون، تڏهن هن ڏٻري هٽڻ ڪري، پاڻ طاقت نہ ساري، ملاحن کي منٿون ڪيون، تہ مڏن تي چڙهي، سهڻيءَ کي بچائڻ جو ڪو بلو ڪريو؛ پر هنن هڪ بہ نہ ٻڌس. لاچار، درياهہ کي پٺيندو، ملاحن کي پاراتا ڏيندو، پاڻيءَ ۾ گهڙي پيو ۽ تري وڃي سهڻيءَ تائين پهتو. هو ڏاڍو هيڻو، تنهن ڪري سهڻيءَ کي تارڻ جي توفيق نہ ساري سگهيو، پر تنهن هوندي بہ سهڻيءَ کي ڀاڪر ۾ جهلي ترڻ لڳو. آخر ٻئي ساٿا ٿي هڪ ٻئي جي ڀاڪر ۾ درياهہ ۾ غرق ٿي ويا-

## روحاني راز

سهڻي ۽ ميهار جو قصو، صرف سڪڻي آکاڻي نہ آهي، پر منجهس، شاهہ جي ڪلام ۾ آيل ٻين مجازي عشق جي آکاڻين وانگر، وڏي تمثيل رکيل آهي.

خدا تعاليٰ روحن کي خلقي، پوءِ هرهڪ روح کي جدا جدا درجا نصيب ڪيا: هڪڙن کي عشق عطا ڪيائين، تہ ٻين کي حسن بخشيائين، يعني ڪن روحن ۾ عشق

جو اُلو زياده رکيائين ۽ کن ۾ وري حسن جو حصو زياده. خدا تعاليٰ، سهڻيءَ ۾ حقيقي حسن جو جلوو روشن ڪيو (۽ قيامت تائين سهڻيءَ جهڙين صداقت جي پتلين ۾ روشن ڪندو رهندو) ۽ ميثاق جي ڏينهن کان وٺي ميهار کي عشق مان بهره ور بنايو.

عشق ٻن قسمن جو آهي: هڪڙو مجازي ۽ ٻيو حقيقي؛ ساڳي طرح حسن به ٻن قسمن جو آهي: هڪڙو مجازي ۽ ٻيو معنوي. سهڻيءَ جي حسن ۾ ميهار، الاهي جلوي جا انوار ڏٺا هئا ۽ سندس حقيقي عشق، سهڻي جي معنوي حسن تي مفتون ٿيو هو. اها روحاني راهه الله پنهنجي حڪمت سان گهڙي هئي ۽ جيسين ڪائنات جو ڪاروبار هلندو، تيسين قائم رهندي. سهڻي ۽ ميهار هن پيچري جا پاندي هئا. هن کان پوءِ به گهڻئي مجازي عشق جي ڏاڪڻ چڙهي وجي حق سان واصل ٿيندا.

شاهه سر سريراڳ ۾، دنيا کي درياهه سان مشابهت ڏيئي، سالڪ کي جسم جي دنگي ڏوئي، روحاني سفر تي اُسهڻ جي تلقين ڪئي آهي ۽ هتي وري به دنيا کي درياهه سان تشبيهه ڏيئي، سالڪ کي، درياءَ جي خوفن خطرن کان نه دهلجي، سنئو سامونڊي سفر طي ڪري، پنهنجي حقيقي محبوب سان وصال ڪرڻ لاءِ هدايت ڪئي آهي.

شاهه هن سر ۾ پڻ عورت کي عاشق بنايو آهي، جا ساهڙ جي لاءِ سر جون چوٽون ڏي ٿي. شاهه جو عورت کي عاشق ۽ مرد کي مطلوب بنايو آهي، تنهن جو احوال، سر سامونڊيءَ ۾ ڪيو ويو آهي. مطلب ته، سهڻيءَ مان مراد آهي سالڪ جي، ۽ ميهار مان مراد آهي حقيقي مطلوب جي. سهڻي ۽ ميهار جو انگ لکيل هو، تنهن ڪري ايزدي منشا مطابق، دنيا ۾ به هڪ ٻئي کي اچي ڳولي لڌائون.

سالڪ کي ٻنهي، بيروني ۽ اندروني مشڪلاتن جو مقابلو ڪرڻو آهي. جيئن سهڻيءَ جي حالت ۾ درياهه ۽ ان جون مست موجون، ڪارا ڪن ۽ طوفاني دهشت ۽ ڏمر، بيروني رڪاوٽون ۽ ڪشالا هئا، تيئن سالڪ لاءِ، دنيا ۽ ان جا تعلقات، هن لاءِ بيروني رنڊڪون آهن. جيئن سهڻيءَ لاءِ ڏمر جا ڏک اندروني ڏولاوا هئا، تيئن سالڪ لاءِ، نفس ۽ نفساني وسوسا، اندروني مصيبتون آهن. مذڪور ٻنهي قسمن جون آفتون سالڪ کي سنئين رستي کان گمراهه ڪرڻ جي ڪوشش ۾ لڳل هونديون آهن. جڏهن انهن رڪاوٽن تي حاوي پئبو، تڏهن دلدار جو درلڀ ديدار نصيب ٿيندو. انهن رنڊڪن کي دفع ڪرڻ لاءِ، سالڪ کي وسيلا گهرجن، جيڪي سندس واهر ڪن. جيئن ڏمر کي اگهور ننڊ لاءِ، سهڻيءَ ڏٿيءَ در التجائون ڪيون، تيئن سالڪ کي نفس تي مڪمل ضابطي حاصل ڪرڻ لاءِ الله اڳيان ٻاڏائڻ گهرجي. جيئن سهڻيءَ مهراڻ اُڪري پار پوڻ لاءِ ڪنيار کان وجي گهڙو هٿ ڪيو، تيئن سالڪ کي 'ڪوڙي ۽ ڪوڙهئي' نفس کي قابو ڪرڻ لاءِ، عقل ۽ ايمان، عبادت ۽ رياضت جو رستو اختيار ڪرڻ گهرجي. ڪنيار مان مراد آهي، مرشد جي رهبري حاصل ڪرڻ جي. شاهه سيني سرن ۾ مرشد هٿ ڪرڻ جي تلقين ڪري ٿو.

مولانا رومي ٿو فرمائي:

رو بجو يارِ خدائي را تو زود،
چون چنان کردي خدا يارِ تو بود."

(اي طالب! تون جلد وڃي ڪنهن خدا جي يار (مرد) کي هٿ ڪر. جڏهن ائين ڪندين، تڏهن خدا تنهنجو حامي ۽ همراهه ٿي پوندو.)

طريقت جو ترڻ نهايت اٽانگو ۽ اَڏو ترڇو آهي، ۽ ممڪن آهي ته سالڪ جو پير، ڪنهن مهل به کسڪي وڃي. هن ڪي جيڪڏهن مرشد جو فيض ۽ رهبري حاصل هوندي، ته معرفت جي منزل طي ڪري وڃي پار پوندو. جيئن سهڻيءَ لاءِ پڪو گهڙو درياهه ترڻ جو عمدو وسيلو هو، تيئن سالڪ لاءِ مرشد جي اڳواڻي هڪ عمدي واهر آهي، جا کيس ڏگ لائي ڇڏيندي.

جيئن سهڻي رات جي وقت، محبوب سان رهاڻ ڪري وري ڏينهن جو ڪانئس جدا ٿيندي هئي ۽ انهيءَ وڇوڙي واري وقت ۾، وري ديدار لاءِ واجهه پيئي وجهندي هئي، تيئن سالڪ لاءِ به 'بسط' ۽ 'قبض' جون به حالتون آهن. جڏهن هو انهن حالتن مان گذرندو، تڏهن محبوب ۾ لئه ٿيڻ (مڪمل وصال حاصل ڪرڻ) جي، هن جي جيءَ اندر زوردار اُڪنڊ پيدا ٿيندي؛ جنهن ڪري هو سڀ دنيوي توڙي ديني، بيروني توڙي اندروني تعلقات ٽوڙي، وسيلا وڃائي، جسم ۽ جان جلائي، پنهنجي انفرادي هستي وڃائي، "موتوا قبل ان تموتوا" جو مرتبو حاصل ڪندو.

سهسين سائر ٻوڙيون، منڊ ٻوڙيو مهراڻ.

جڏهن سالڪ، هن حالت کي پهچي ٿو، تڏهن هو هر شيءِ ۾ خدا جو جلوو پسي، 'اناالحق' جو نعرو هڻي ٿو ۽ موت هن لاءِ ميلاپ جو بهترين طريقو ٿيو پوي- موت هن کي "ابد تائين حق ۾ غرق ڪيو ڇڏي." شاهه وحدت الوجود جو قائل هو، تنهن ڪري هتي 'همه اوست' جو اصول بيان ڪيو اٿس. شاهه جي فلسفي سمجهڻ لاءِ 'وحدت وجودي' ۽ 'وحدت شهودي' جو مختصر بيان هيٺ ڏجي ٿو:

شروعات کان سيني صوفين جو عقيدو هوندو هو ته زمين ۽ آسمان ٿي جيڪا جوڙ ۽ جنسار، بيهڪ ۽ بناوت اسين ڏسون ٿا، سا سموري خود حقيقي معشوق پاڻ آهي ۽ عاشق (فطرت) فقط پردو آهي. هنن جو چوڻ آهي ته جيڪي ڪجهه آهي، سو هو پاڻ ئي آهي، يعني معشوق ئي 'حقيقي وجود' سان موجود آهي. انهيءَ کي 'همه اوست' يا 'وحدت وجودي' جو اصول چوندا آهن. هجري پنجين صديءَ کان پوءِ صوفين جون ٻه جماعتون ٿي پيون: هڪڙا وحدت وجودي جا قائل رهيا ۽ ٻيا وري 'وحدت شهودي' (همه از اوست) جا قائل ٿي پيا.

وحدت وجودي جي مڃيندڙن جو چوڻ آهي، ته 'وجود مطلق' يعني پنهنجي سر قائم رهندڙ هستي، فقط هڪ ئي آهي ۽ ٻين سيني موجود شين ۾ نظر اچي ٿي، مطلب ته جيڪا موجودات آهي سا سڀ خدا جي پاڪ ذات آهي. وحدت شهودي جي قائلن جو قول آهي، ته 'وحدت الوجود' کي مڃڻ، يعني سيني هستين کي هڪ ئي هستي سمجهڻ، غلطي آهي. درحقيقت 'وجود مطلق' الڳ هستي آهي ۽ موجودات واريون

هستيون الڳ هستيون آهن، جي خدا جي شهود (تجليءَ) ۾ ڏِسڻ ۾ اچن ٿيون؛ تنهن ڪري 'همه اوست' جي بدران ميڻ گهرجي 'همه از اوست'، يعني سڀ ڪجهه هن جو بنايل آهي.

شاهه عبداللطيف، وحدت وجوديءَ جو قائل هو؛ سندس چوڻ آهي ته:

"وحدتا ڪثرتَ ٿي، وحدت ڪثرت ڪل

حق حقيقي هيڪڙو، ڀولي ڀي م ڀل،

هو هلاچو هل، بالله سندو سڄڻين."

درياهه ڏي نظر ڪبي، ته بيشمار لهرون نظر اينديون. اگرچه انهن جا جدا جدا رنگ ۽ روپ آهن، ته به درحقيقت پاڻي ساڳيوئي آهي. اهڙي ريت دنيا ۾ به ڪثرت نظر اچي ٿي، پر حقيقت ۾ اها ڪثرت، وحدت آهي.

مولوي غلام محمد ولد خان محمد خان زئيءَ 'منهاج العاشقين' نالي فارسي ڪتاب ۾ (جنهن جو عمدو سنڌي ترجمو شمس العلماءُ ڊاڪٽر دائود پوٽي صاحب ڪيو آهي.) سر سهڻي جا ڪنايا (اشارا) هيٺين ريت سمجهايا آهن: 'ساهڙ' مان مراد آهي، 'مطلوب'.

"سهڻي" مان مراد آهي، 'طالب'.

"ڏم" مان مراد آهي، نفس 'امارو'.

"درياهه" مان مراد آهي، 'شريعت جي واٽ ۾ پنڌ ۽ متابعت محمدي (ﷺ)'.

"درياهه جي هيءَ ڪنڌي"، مان مراد آهي، 'هي جهان' ۽ 'پنهنجي وجود (هئڻ) جو دنيا منجهه اثبات ڪرڻ.'

"درياهه جي هوءَ ڪنڌي"، مان مراد آهي، 'فنا في الله' يعني 'حاويليَ قرار ۽ بقا جي'، يعني 'پاڻ کي فنا ڪرڻ، ذات جي اثباتي، ۽ گم ٿيڻ صفات جو.'

"سهڻيءَ جو رات ڪي وڃڻ"، مان مراد آهي، 'جاهليءَ جو جهان.'

"ڪچو دلو"، مان مراد آهي، 'غير شرعي ڪم ڪري يا خيال ڌاري شريعت ۾ رخنو وجهڻ'، جهڙوڪ ڪفر ۽ بدعت جا بڇڙا ڪم، جي ظاهر ۾ پسند پيا ايندا، پر باطن ۾ بدعت ۽ بي ديني آهن؛ جيئن شيخ عطار فرمايو آهي:

"زهر دارد در درون دنيا چون مار،

گرچه بيني ظاهرش نقش و نگار."

يعني دنيا، اندر ۾ بلا وانگر زهر ٿي رکي، توڻي جو ٻاهران چٽ اٿس.

"ڪنيار جو دڪان،" مان مراد آهي 'آدميءَ جو اختيار'. ڪنيار جي دڪان ۾ ڪچا ۽ پڪا دلا رکيا آهن، جنهن کي جيڪو کپي، سو کڻي.

"پڪي دلي،" مان مراد آهي، 'شريعت يا متابعت محمد (ﷺ)'.

## واڌارو

سهڻي- ميهار جي سنڌي قصي مطابق 'ساهڙ' ذات جو 'نگامرو' هو، ۽ سهڻي لوهاڻي درياهه جي لهرين مان گهڙندي چڙهندي هئي. انهن ٻنهي اُهڃاڻن مان گمان نڪري ٿو ته هيءَ

قصو سومرن جي اوائلي دور ۾ يا اڃا بہ اڳ اُسريو. سسئي جي داستان وانگر، سهڻي جو قصو بہ وقت گذرڻ سان سنڌ جي سرحدن کان ٻاهر پنجاب تائين مشهور ٿيو. جتي ان کي اتي جي مقامي رنگ روايت موجب ڳايو ويو. پنجاب ۾ ان کي مغل دور ۾ شاهجهان بادشاه (۱۰۳۷ـ ۱۰۶۸ھ / ۱۶۲۸ـ ۱۶۵۷ع) يا ان کان پوءِ محمد شاه بادشاه (۱۱۳۱ـ ۱۱۶۱ھ ۱۷۱۹ـ ۱۷۴۸ع) جي دور جو قصو ڪري ڄاڻايو ويو آهي.

سنڌ ۾ سهڻي جي داستان بابت اُهڃاڻ، گهڻو اڳاتو ميين شاه ڪُريم (۹۴۴ـ۱۰۳۲ ۱۵۲۵/ـ ۱۶۲۳ع) جي ملفوظات ۾ شامل هيٺين بيتن ۾ ملن ٿا:

ڳوري ٻي نہ تات، مهارا ٿي من ۾،
جو پڙ پيئي رات، تہ هو ٻاٿر هو سهڻي.
جيڪي گهران مَ وڃ، جيڪي موٽ مَ سوهڻي،
هيڪڙائي هٿ ڪري، ٻيون ٻيري ٻج.

هنن بيتن مان ظاهر آهي تہ 'سهڻي' جو نالو سڀ کان اول سنڌ ۾ ۱۶ـ صدي ۾ مليو. ٿي سگهي ٿو تہ اهي بيت ميين شاه ڪريم کان اڳ جي ڪنهن شاعر جا يعني تہ ۱۵ـ صدي عيسوي جا هجن. قصو يقيني طور گهڻو اڳ اُسريو، جو ۱۵ ۽ ۱۶ صدي ۾ صوفي درويش ۽ شاعر ان بابت بيت چوڻ لڳا.

قصي جي ڪن خاص اهڃاڻن، مثلاً 'نڱامرا' ذات جي ساهڙ ڄام ۽ لوهاڻي درياه جي وَهڻ (۱۲ يا ۱۳ صدي عيسوي) مان گمان نڪري ٿو تہ غالباً سنڌ ۾ هيءُ قصو ۱۲ يا ۱۳ صدي ۾ اُسريو، ۽ خاص لئي ۾ ڳائجڻ لڳو، جنهن کي قصي جي نالي پويان سهڻي سڏيو ويو. هيءُ سنڌ جو راڳ 'سهڻي' ئي هو، جو پوءِ سنڌ کان ٻاهر هند ۾ مشهور ٿيو ۽ بالاخر 'هندستاني موسيقي' ۾ هڪ مستقل راڳڻي طور تسليم ٿيو.

پنجاب ۾ 'سوهني منهيوال' جو قصو پهريائين 'هاشم شاه (ولادت ۱۱۶۶ھ) منظوم ڪيو. هڪ سئو سال کان پوءِ فضل حسين تبسم (۱۲۵۸ھ) ۽ فاضل شاه (۱۲۶۵ھ) ۽ ٻين ان کي فارسي ۽ اردو ۾ لکيو. فاضل شاه ۽ ٻين هن قصي جو واقعو شاهجهان جي دور (۱۰۲۷ـ ۱۰۲۸ھ) جو ڪري ڄاڻايو آهي ۽ منشي گنيش داس گجراتي، جنهن ۱۲۶۵ھ ۾ هن قصي کي نثر ۾ مختصر طور بيان ڪيو آهي. اهڙي طرح پنجاب ۾ هي قصو شاه عبداللطيف (وفات ۱۱۶۵ھ) کان بہ پوءِ منظوم ٿيو. سنڌ ۾ سهڻي بابت شاه صاحب کان اڳ ميين شاه عنات جا بيت ملن ٿا ۽ ان کان بہ اڳ ميين شاه ڪريم جي ملفوظات ۾ سهڻي جا بيت موجود آهن.

(ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ: سنڌي موسيقي جي مختصر تاريخ، ڀٽ شاه ثقافتي مرڪز، سنه۱۹۷۸ع، ص ص ۹۶ـ ۹۸)

*

سهڻي ميهار جي سنڌي داستان جو تاڃي پيٽو توڙي تَر- بَر، پنجاب واري قصي کان قطعي مختلف آهي. واقعات توڙي صوفيانہ ڳوڙهن نڪتن جو بہ انداز بنهہ جدا آهي. داستان جي مزيد تفصيل لاءِ ڏسو لوڪ ادب سلسلي جو ٽيهون ڪتاب 'سهڻي ميهار' مطبوعہ سنڌي ادبي بورڊ. (ممتاز مرزا)

# سر سهڻي

## داستان پهريون

۱

وَهُ[۱] تِکَ، واهُڙَ[۲] تِکَ، جِتِ نينهن تِکَ نِرالِي*،
جَنِ کي عِشقُ عَمِيقُ[۳] جو، سي خِلوَتَ خِيالِي**،
وارِيين سي والِي! هينئڙو[۴] جَنِين هَٿِ ڪِيو.

۲

اَنڌيءَ[۵] وَڃُون، ڪَنڌِيءَ وَڃُون، تُنگَٽا[۶] لهي نہ تِکَ،
صُورَتَ جا ساهَڙَ جِي، ڏِيلَ پنهنجي ڏِکَ[۷]،
واهُڙُ تَنِين وِکَ، جَنِ سانيار[۸] سُپرِين

۳

واهُڙَ وَهَنِ نَوان، اَجا وَهُ[۹] اَڳِي ٿِيو***،
گهرِ وينِيُون گهٽا ڪَريو، سَرَتِيُون! سَڱَ سَنوان[۱۰]،
صُورَتَ جا ساهَڙَ جِي، سا جي ڏِٺي آن،
هوند[۱۱] نہ پَلِيو[۱۲] مان، گِهڙو سَڀِ گهڙا ڪَٽِي.

---

۱- پاڻيءَ جي وهڪ ۾ ۲- درياهہ چڙهڻ وقت ڦاٽ جي تکي وهندڙ پاڻيءَ ۾ * وهہ توڙي واهڙ ۾ تک آهي، پر عشق جي تک ٻين سيني کان زبردست آهي. ۳- اونهو درياهہ (وحدت) جو ** سي اڪيلائيءَ ۾ گذارين ٿا. ۴- دل ۵- چيڙو، پرين ڪنڌي ٦- تنگ يا سوڙهي گهيڙ مان ۷- سينگار، ساهڙ جي صورت دل ۾ ڌاري درياهہ ۾ گهڙي ۸- سامهون، ياد ۹- تک (منزل مقصود) *** عشق جون ابتدائي منزلون آسان آهن، پر توڙ پهچڻ مشڪل آهي. ۱۰- مائٽيءَ جي دعويٰ ڪريو ۱۱- جيڪر، هوند ۱۲- منع ڪريو.

۴

جيڏيُون! ڏِنيان جي، صُورَتَ ساھَڙَ ڄامَ جِي،
سُکِ تِي سُتِيُون ڪينَ ڪِين،° ڪانڌَنِ[۱] پاسي ڪي،
مُونهان ٿي[۲] اَڳِي، ڳِهڙو سَڀ ڳهڙا ڪَٽِي.

۵

ڏِٺي جَنِ هيڪارَ، صُورَتَ ساھَڙَ ڄامَ جِي،
سُکِ تي سُتِيُون ڪِينَ ڪِين،° پِرِي[۳] ساڻُ پَتارَ،
ڳِهڙِيُون ڳهڙَنِئان، ڌارَ[۴]، ڪاهِي پِيِيُون ڪُنَ ۾.

٦

ساھَڙ مُون جيئن سَرَتِيُون! جي ڏِسو سَيِيئِي،
تہ سُمَهو ڪِينَ سُکِ تِي، پاسو وَرَ° ڏِيئِي،
مونهان[٦] اڳِي ٿي، ڳِهڙو سَڀِ ڳهڙا ڪَٽِي.

۷

جيڪِين[٦a] ڏِٺو مان، سو جي ڏِٺو جيڏِيِن،
ڳهرَ وَرَنِين سان، هوند ڳهٽِنِ ڳهوري ڇَڏِيا.

۸

ڳهڙَنِ وارِيُون تَڙَنِ تِي، ڳِهڙَنِ ڳهٽي ٿي،
سَيَڪا چي آن سُوهَٽِي، لَئي پِرِيان پيئي،
صُباحَ سَيِيئِي، پَسبِيُون پاتارَ ۾ *.

---

o- ڪي. ۱- پتارن ۲- مون کان ٿي ۳- ڳنڍجي ۴- ڳهڙن يا دلن کان سواءِ ٥- مڙس، پتار ٦- مون کان ٦a- جيڪي. * صبح جو سچن عاشقن جا لاش درياه جي وچ ۾ لڙهندا ڏسبا.

٩

ڪَنڌِيَ اُڀِيُون ڪيتَرِيُون، 'سِاهَڙُ، ساهَڙُ[١]' ڪَنِ،
ڪَنِين[٢] سانگو ساهَ جو، ڪي 'گهورِيَس' ڪِيو گهِڙَنِ،
ساهَڙُ سَندو تَنِ، گهاگهائِي[٣] گهِڙَنِ جي.

١٠

وَٺَنِ وِيٺا ڪانگَ، وِچِين تِي ويلا ڪَري[٤]،
گهِڙِيءَ گهڙو هَٿِ ڪَري، سُٺِي سانجهِيَ پانگَ،
سِيئِيَ ڏُونڊي سانگَ[٥]، جِتي ساهَڙُ سُپِرِين.

١١

گهِڙِي گهڙو هَٿِ ڪري، ٻَهُون[٦] نِهاري ٻَنگُ[٧]،
سر در قدمِ يار فدا شد چہ بجا شد[٨]، وَصلَ اِهوئِي وَنگُ[٩]،
راتِ جَنِين جو رَنگُ[١٠]، اَلا! سي اُڪارِيِين.

١٢

گهِڙِي گهڙو هَٿِ ڪري، ٻَهُون نِهاري ٻَنگُ،
وَ اَمَّا مَن خَافَ مَقامَ رَبِه[١١]، اِيءُ لَنگهِيائِين لَنگهه،
سِڪَنڌِيَنِ ڪي سَيّدُ چي، ڪِينَ جَهلِيندو جَهنگُ،
راتِ جَنِين جو رَنگُ، اَلا! سي اُڪارِيِين.

---

١ـ محبوب ٢ـ ڪن ڪي ٣ـ ڪلي، خوش ٿي٤ـ گذري وڃي ٥ـ ماڳ، جايون ٦ـ گهڻو ٧ـ درياهه جو ور ٨ـ جيڪڏهن يار جي قدمن تان سر فدا ٿيو، ته ڇا ٿيو؟ ٩ـ پيچ ڊنگ ١٠ـ راحت يا ميلاپ جو وقت ١١ـ جيڪو پنهنجي رب اڳيان ڪنبي ٿو (۽ پنهنجي نفس کي حرص ۽ هوا کان روڪي ٿو، ته پوءِ ضرور بهشت سندس رهڻ جي جاءِ ٿيندي).

۱۳

ڳِهڙِي ڳَهڙو هَٿِ ڪَري، ڇيلهه ٻَڌِي چوٽو،
منهنجو مَنُ مِيهارَ کي، پارِ وَڃِي پهُتو،
ڳوتي ۾ ڳوتو[1] مون کي مُحِبَ مِيهارَ جو.

۱۴

ڳِهڙِي ڳهڙو هٿِ ڪري، ٻوڙِيائِين پانُهون،
ويچارِيءَ وَڏِيُون ڪِيُون، وِچِ دَرِيا دانهُون،
موٽُ مُحِبَ! پانهُون[2]، تاڪُنِ[3] تَڪِي آهِيان.

۱۵

ڳِهڙِي ڳهڙو هَٿِ ڪري، اِلاهي تُهارَ،
جَنگهه جَرُڪِي واتَ ۾، سِيِيءَ کي سِيسارَ[4]،
ڇُوڙا ٻيڙا[5] ڇِڪَ ۾، لُڙَ ۾ لُڙِيَسِ وارَ،
لکين ڇَهُنِيَسِ لوهَٽِيُون[6]، تيلِهيُون[7] تَرَنِئُون ڏارَ*،
مِڙِيا مَڇَ هَزارَ، ياڳا تيندي سُوهَٽِي!

۱٦

مِنهِ[8] جهِين جي مُون، ڏِنو مُنهن مِيهارَ جو،
آهيم ساهَ سَئُون[9]، سو ڪيئن ڳهڙو ڳهورِيان؟

---

۱- غوطو، خيال، ڳڻتي، پور ۾ پور ۲- پوئتي۳- تڪيندڙ دشمن، درياهه جي جانورن
۴- سيسر ٥- ٻيٽا، مڙيل ٦- ۽ ۷- مڇيءَ جا قسم* تريا اصل ماڳ ڪان پري.
۸- بهاني ۹- جهڙو، ساڻ.

١٧

گھڙو ڀڳو تہ گھوريو، مَرُ چُورُ ٿِئي چُوڙو،
طالِبُ المَوليٰ مُذَڪّرُ[١]، اِيءُ ٻُڌنَدَنِ ٻُوڙو[٢]،
ڪوڙهيو ڏمرُ[٣] ڪُوڙو، مون مِيهارُ مَنَ ۾.

١٨

گھڙو ڀڳو تہ گھوريو، مَرُ ٻيڙَ[٤] ٿِئي ٻاهِين[٥]،
طالِبُ المَوليٰ مُذَڪّرُ، اِيءَ ٻَرِ اَسانهِين[٦]،
ٻوان مَ ٻاهِين[٧]، مون مِيهارُ مَنَ ۾.

١٩

گھڙو ڀڳو تہ گھوريو، پاٽان هو حِجابُ[٨]،
واڄَٽُ وَڄي وُجُودَ ۾، رَهيو رُوحَ رَبابُ، *
ساهَڙَ رِيءَ[٩] صَوابُ[١٠]، آئون گھٽو ٿِي گھوريان.

٢٠

گھڙو ڀڳو تہ گھوريو، تان ڪِي تَرُ هِنيان[١١]!
اَدبُ[١٢] اَڪَڙِيَنِ ڪي، ڏِيهاڙِي[١٢a] ڏِيان،
مِيهارَنِ مِيان، سَنڌُون سُونهايمِ[١٣] پيچَرو.

٢١

گھڙو ڀڳو تہ گھوريو، آسَرَ مَ لاهيج،
لاَ تَقنَطُوا مِن رَحمة اللهِ[١٤]، تُرَهي اِنَ تَريج،
حَبِيباڻِي هيج[١٥]، پَسين مُنهن مِيهارَ جو.

---

١ـ خدا جو طالب نر آهي ٢ـ آڌار ٣ـ سهڻيءَ جي مڙس جو نالو (ڪميڻو نفس) ٤ـ ٻيڙي ٥ـ ٻانهين ٦ـ اسان جي ٧ـ پوئتي ٨ـ پردو، رنڊڪ * ميهار جي يادگيري روح ۾ رباب جي تارن وانگر پئي تنواري. ٩ـ کان سواءِ ١٠ـ پرهيزگاري، تقويٰ ١١ـ ڪي دل سان تر ١٢ـ مهميز، سزا ١٢a ـ ڏهاڙي، روزانو، هر وقت ١٣ـ ڏيکاريم ١٤ـ خدا جي رحمت کان نااميد نہ ٿيو (ق- ش ٣٩، ٦) ١٥ـ محبوبن جي سڪ يا چڪ.

٢٢

گهڙو ڀڳو، مُنڌ[١] مُئي، وِيا وَسِيلا،
سارَ[٢] ڇـڏِيائين سِيرَ ۾، هٿي! رَهِيا حِيلا،
سُهڻي جا سِيلا[٣]، وَحدَتَ سَڀِ وِڃائِيا.

٢٣

گهڙو ڀڳو، مُنڌَ مُئي، وَسِيلا وِيا،
تِنهان پوءِ سُئا، سُهڻي سَڏَ ميهار جا.

٢٤

جَڏِهن وَسِيلَنِ، لوڙهي ڇـڏِي لُڙَ ۾،
پاراڙان[٤] پِرِيَنِ، تڏهن پُڄي سُوهَڻِي.

٢٥

پاڻُ[٥] مَ ڪَڇِج پاڻَ سين، وَسِيلا وِڃاءِ،
عِشقَ ساڻُ اُناءِ، پيرُ پِريان جي پارَ[٦] ڏي.

٢٦

پاڻُ مَ ڪَڇِج پاڻَ سين، وَسِيلا وِسارِ،
لُڙُ لَنگهائي، سُوهَڻي! پِرتِ وجهنديئي پارِ،
سي تُرتُ لَنگهِنديُون تارِ، اُڪَندَ آگهُ[٧] جَنِ سين.

---

١- عورت، زال (هتي سهڻي) ٢- هوش ٣- هار سينگار ٤- پرينءَ ڪنديءَ کان ٥- خودي ٦- طرف، پاسي ٧- آڌار.

٢٧

پاڻُ مَ ڪَٽج پاڻَ سين، رِيءَ وَسِيلي وانءُ[1]،
مَتان سائِرَ[2] سُوهَڻي! پِرتِ وَنجِي پانءُ[3]،
نِينهن گِنهَندِي نانءُ، وَنءُ پِريان جي پارَ ڏي.

٢٨

پاڻُ مَ ڪَٽج پاڻَ سين، رِيءَ وَسِيلي وَڃُ،
لالَنُ تَنِين لَڌُ[4]، عِشقُ جَنِين جي آڳَ ۾.

٢٩

پاڻُ مَ ڪَٽج پاڻَ سين، رِيءَ وَسِيلي وَڃُ،
پِيلو[5] پِيري پَڃُ، اُڪَندَ ڪَنُ عَمِيقَ[6] ۾.

٣٠

ڪونهي آڳهَ اِهَڙو، جِهَڙِي مَحَبَتَ مَنِ،
اُپِيُون اورِيِين پارَ ڏي، ڪُوڙيُون ڪَڪَ[7] پُڇَنِ،
نَدِي تَنِ نيٽُ[8] تِپِي، جي رِيءَ تُرَهي تَرَنِ،
سِڪَ رَسائي سهڻي، اَصلِ عاشِقَنِ،
سي جَهلِيُون ڪِينَ ڪُنَنِ، پُڇَنِ جي مِيهارَ کي.

٣١

پُڇَنِ جي ميهارَ کي، پُڇِي سي ميهار،
تُرَهو تَنِين بارُ، عِشقُ جَنِين کي آڪَرو[9].

---

١ـ وچ ٢ـ درياهه ٣ـ پير ٤ـ حاصلات، ملندو ٥ـ مٽيءَ جو دلو، ڪچو، پُرٽو. ٦ـ اونهي درياهه ٧ـ ڪڪن جو ٺهيل ترهو ٨ـ نهر، ڪسي ٩ـ گهڻو.

۳۲

عِشقُ جَنين کي آکَرو، تُرَھو مَٿي تَنِ،
جي ساھَڙَ کي سڪَنِ، تَنِين جَرُ[۱] جَنڊ[۲] ٿِئي.

۳۳

تُرَھو آچِ مَ تَنِ کي، جَنِ عِشقَ سين آگاھَ[۳]،
پُڇي مَسَ مَلاحَ[۴]، ساھَڙَ مَٽِي[۵] سُوھَڻِي.

۳۴

ساھَڙُ، سا سُوھَڻِي، سائِرُ[۶] پُڻِ سوئِي،
آھي نِجوئِي[۷]، ڳُجھ ڳُجھاندَرَ[۸] ڳالھڙِي. *

## وائي

کِهڙِي منجھ حِسابَ[۹]؟ هُئَڻُ منهنجو هوتَ ري، لا!
گولي! پَچُ گُناہَ کان، ڪونهي سُولُ[۱۰] ثَوابَ، **
هُئَڻُ منهنجو هوتَ ري، لا!
نَ کي سَوَتَ[۱۱] ۾، نَ کي مَنجِھ رَبابَ،
هُئَڻُ منهنجو هوتَ ري لا!
خُدِيائِي خُوبُ ٿِيين، لايِن جي لُعابَ[۱۲]،
هُئَڻُ منهنجو هوتَ ري، لا!

---

۱ پاڻي ۲ـ جنڊ جهڙو، پڪو رستو، سڪو پٽ ۳ـ آگاهي، واقفيت ۴ـ ناکئن جي ڪاڻ ڪانہ ٿي ڪڍي ۵ـ ساهڙ ڏانهن ويندڙ (مٽيءَ طرف) ٦ـ درياھ ۷ـ نسورو، خالص ۸ـ تمام ڳوڙهي * اها ڳالھ سراسر هڪ اسرار آهي تہ سائر، سهڻي ۽ ساهڙ هڪ آهن. ۹ـ ڪهڙي ليکي ۱۰ـ مزو ** نہ رڳو گناھ کي ترڪ ڪر، پر ثواب ۾ بہ ڪو لطف ڪونهي. محبوب جي طلب انهن کان بي نياز آهي. ۱۱ـ ڻلهي پرهيزگاري ۱۲ـ ٿُڪَ، پِڪ، چپن کي چنو مکين، خاموش رهين.

پَليتُ ئِي پاڪُ ٿِئي، جُنبَيو[١] مَنجِھ جِنابَ[٢]،
هُتَڙُ منهنجو هوتَ ري، لا!
سو نہ ڪنهِين شَيءِ ۾، جيڪي مَنجِھ تُرابَ[٣]،
هُتَڙُ منهنجو هوتَ ري، لا!
هُوءِ جي جَرَڪِيا[٤] جَرَ تي، سي تان سَبِ حُبابَ،
هُتَڙُ منهنجو هوتَ ري، لا!
هادِيءَ سين هُنَ پارَ ڏِي، رِڙهين ساڻُ رِڪابَ[٥]،
هُتَڙُ منهنجو هوتَ ري، لا!
ڇَنبو وِڃهي چورَ[٦] ڪي، آءُ ڇِڙَ[٧] عُقابَ!
هُتَڙُ منهنجو هوتَ ري، لا!
ديدُ[٨] وِڃاء مَ دوستَ جو، هَلِي مَنجِھ حِجابَ[٩]،
هُتَڙُ منهنجو هوتَ ري، لا!
ڪَسرَتَ[١٠] آهي قُربَ[١١] ۾، اِدغامَ[١٢] ۾ اِعرابَ،*
هُتَڙُ منهنجو هوتَ ري، لا!
فَنا وِڃهي فَمَ[١٣] ۾، ڪارڻِ تِيءُ ڪَبابَ،
هُتَڙُ منهنجو هوتَ ري، لا!
ڏي طَهُورا[١٤]، تَنِ ڪَئِي، جي سِڪَنِ لاءِ شَرابَ،
هُتَڙُ منهنجو هوتَ ري، لا!
مُنِيءَ ڪِيا مَرضَ ۾، جاوا[١٥] سَبِ جَوابَ،**
هُتَڙُ منهنجو هوتَ ري، لا!

---

١- پليتي ٢- مٿي ميرائي ٣- مِٽي ، مٽيءَ جو پتلو يعني انسان ۴- چلڪيا، جهرڪيا ٥- رڪاب ولي نوڪرن وانگر هلين ٦- نفس ٧- تيز ٨- ساڄاهم، سڃاڻپ ٩- پردو ١٠- پيچ، نفس مارڻ ١١- نزديڪي يا وصل ١٢- ٻن حرفن جو ملي هڪ آواز ٿيڻ. (اعراب- لاڪنائون، يعني علامتون، جهڙوڪ زير، زبر ۽ پيش) * جهڙيءَ طرح ادغام ۾ ٻہ حرف پنهنجي پنهنجي هستي وڃائي هڪ ٿين ٿا، تهڙيءَ طرح، واصل باالله لاءِ، نفس مارڻ يعني انفرادي هستي مٽائڻ ضروري آهي. ١٣- وات ١۴- پاڪ پاڻي ١٥- اجايا ** مٿيان اسرار، مرض بيخوديءَ جي حالت ۾ ظاهر ڪيا اٿم.

# داستان ٻيو

١

ڪَرَ ڳلَ[1] ڪوچَ،[2] ڪُنَ گهٽا، جتِ جَرَ واڳون جِٺائِين[3]،
پاڻ اُڇلي آبَ ۾، وَهُ سِر[4] وِڏائِين،
لهرِيُون لنگهيائِين، لُطفَ ساڻ، لَطيفُ چئي.

٢

ڪَرَ ڳلَ ڪوچَ ڪُنَ گهٽا، جتِ ڏَڙڪو مَنجهه دَرياهَ،
اَچيو اُتاهِينءَ[5] گهڙيءَ، سانگو ڪري نه ساهَ،
ساهَڙَ جيَ صَلاحَ[6]، پارِ لنگهايَسِ ٻاجَهه سين.

٣

دَهَشَتَ دَمُ دَرياهه ۾، جتِ هَيبَتَ هُلاچو،
وِرچِي[7] وِيرِنِ وِچَ ۾، ڪاڏِي وِيو ڪَچو،
ساهَڙُ جامُ سَچو، ساٿي ٿِيندُمِ سيرَ ۾.

٤

دَهَشَتَ دَمُ دَرياهه ۾، جتِ سَٽاٽا[8] سِيسارَ[9]،
بيحَدِ باڳُو[10] بَحَر ۾، هَيبَتَناڪَ هَزارَ،
سارِيان ڪانَه سَرِيرَ ۾، طاقت توهان[11] ڌارَ،
ساهَڙَ جامَ سَتارَ، سِگهو رَسِجِ سِيرَ ۾.

١- ڏمچر ٢- گوڙ ٣- جتائين ٤- ۾، تي ٥- اُتائين ٦- چڱائيءَ ٧- ڳري، ڀڃي ڀري ٨- خطرناڪ ٩- سيسر ١٠- واڳون ١١- توکان.

دَهَشَتَ دَمُ دَرياهه ۾، جِتِ ڪَڙَڪا ڪُنَ ڪَرِينِ،
ٻِجَلِ[١] ٻانڊِي[٢] ٻارِ ۾، اُتِ[٢a] لهرِيُون لوڏا ڏِينِ،
سَناوَرَ[٣] سَهِميا[٤]، اُتِ سيٽُها[٥] نہ سَنڊِينِ[٦]،
جِتِ وِيرِيُون واٽَ نہ ڏِينِ، اُتِ ساهَڙَ! سِيرَ لنگهائِيِن.

٦

دَهَشَتَ دَمُ دَرياهَ ۾، جِتِ ڪَڙَڪو ڪُنُ ڪري،
توڏِي[٧] تاڪُنِ وِچَ ۾، مَتان وِيرَ وَري،
آءُ، ساهَڙَ! منهنجا سُپِرِين!. پِريان[٨] پيرَ ڀَري،
هادِي! هَٿُ ڏَري، اُونهِي مان اُڪارِيِن.

٧

دَهَشَتَ دَمُ دَرياهَ ۾، جِتِ ڪُنَنِ جا ڪَڙَڪا،
سَهِي ڪِينَ سَمُونڊَ جا، ماندِي دِلِ دَڙَڪا،
ساهَڙَ! تون سُڻُ ڪا، فَرِيادِي فَقِيرِ جِي.

٨

دَهَشَتَ دَمُ دَرياهه ۾، جِتِ ڪُنَنِ جو ڪَڙَڪو،
آهِينِ اُنهين[٩] پارَ جو، دِلِ اَندَرِ دَڙَڪو،
يَجِي سِڪَ سَيّدُ چِي، سِيرَ سَندو سَڙَڪو[١٠]،
والِي! ڪِجِ وَڙُ ڪو، تہ ٻارِ[١١] لنگهِيان ٻاجَهہ سين.

---

١- تيز وهندڙ ٢- ٻوري ٻنلبي، ڪاٽي ٢a- اُتي ٣- تارو ٤- دهلجي، ڊڄي، هوشيار ٥- سيٽاهہ تي ترندڙ ٦- وڃن، همت ڪن ٧- خوبصورت زال، سهڻي ٨- محبت وچان، پرت مان ٩- اُنهيءَ ١٠- سنڪو، خطرو ١١- درياهہ

دَهَشَتَ دَمُ دَرياهَ ۾، جِتِ لُڙَ، لهرِيُون، لَسَ، ليٿَ،
آٿِيو اوپارَنِ ۾، ٻانڌِي ٻوڙِي ٻيٺَ، *
جِتِ چِڪَڙِ جِي چِپيٺَ[1]، اُتِ، ساهڙَ! سِيرَ لنگهاءِ تون.

۱۰

دَهَشَتَ دَمُ دَرياهه ۾، جِتِ تِکِيُون تنوارُون،
منهنجِيُون مانَ ميهارَ کي، پَهُچَنِ پُڪارُون،
لَهُ ساهَڙَ! سَنيارُون، تہ لَهرِنِ لوڏِي نہ مَران.

۱۱

دَهَشَتَ دَمُ دَرياهه ۾، جِتِ جايُون جانارَنِ[2]،
نَہ کو سَندو سِيرَ جو، مَپُ[3] نہ مَلاحَنِ،
دَرِندا دَرياهَ ۾، واڪا ڪِيو وَرَنِ،
سَچا ٻيڙا ٻارِ ۾، هَلِيا هيٺِ وَچَنِ،
پُرزو پَيدا نہ ٿِئي، تَختو مَنجهان تَنِ،
کو جو قَهرُ ڪُنَنِ ۾، وِيا ڪِينَ وَرَنِ،
اُتي اَٿَتارَنِ، ساهَڙَ! سِيرَ لَنگهاءِ تون.

۱۲

دَرَهَڙَ[4] ڏونسَ[5] دَرياهَ ۾، جِتِ لَهرِيُون ڪَنِ لوڙا[6]،
سَنئِين[7] اَچِي سَمُوندَ ۾، ٿِيا سيٺِهايا[8] سوڙها[9]،
جي تارُو هُئا توڙا[10]، تَنِ هُرَبُو[11] پانيو هيڪَڙو.

* ڪُنَ وٽ اوپاري وهندڙ پاڻيءَ ۾ ڦيرايو ڦيرايو ٻنديءَ کي آٿِيو ٻيٺ تي هٽي، درياهه هيبتناڪ آهي. ۱- چوٽ ۲- جانورن ۳- ماپ، خبر ۴- ڌمچر ۵- ڏڏڪو، ڌماڌم ۶- آواز ۷- سوين، گهڻا ۸- سيٺاهه وارا ۹- تنگ، پريشان، عاجز ۱۰- توڙان، اصل کان وٺي ۱۱- ٻرانگهه، ٽپو.

سَچا ساهَڙَ! مون کي تون، اي وَهِيان[1] واهَرَ! مون کي تون،
اي! نيئِي اولِ پِريان جي پارَ ڏِي.
ڪُنَ جي[1a]! ڪارُونيار[2] جا، ووءِ سي آئُون ياڻيان پُون[3]،
اي! نيئِي اولِ پِريان جي پارَ ڏِي.
سَندو جِيئڻَ آسَرو، ووءِ! مَنان[4] لاٿو مون،
اي! نيئِي اولِ پِريان جي پارَ ڏِي.

## داستان ٻيون

١

تَڙِ تَڪَڙِ، تارِ گِهڙَڻُ، اِيءُ ڪاٽِيارِيَنِ ڪَمُ،
ڏِهَ ڏهَ ڀيرا ڏينهن ۾، ڏي ڏوراپا ڏمُ[5]،
عَقُلُ، مَتِ، شَرَمُ، ٿيئِي نِينهن نِهوڙِيا.

٢

گهيڙان[6] ڪَري نہ گهورَ،* تَڙُ تَڪَڙِ ڪان نہ لهِي،
جنهن کي سِڪَ ساهَڙَ جِي، پُورَنِ مَٿي پُورَ،
ڪارِيءَ راتِ ڪُنَنِ ۾، وَهمَنِ ڪِي[6a] وَهلُورَ[7]،
جنهن کي ساڻُ پِريان جا سُورَ، تنهن کي نَدِي ناهِ نِگاهَ ۾.

---

١ـ آسودا، دولتمند ١aـ جيڪي ٢ـ ڪڪرن جي ڪري ڪارا، خطرناڪ ٣ـ زمين ٤ـ من مان، دل مان ٥ـ سهڻي جي مڙس جو نالو ٦ـ گهيڙان، گهيڙ ڪان. ٦aـ ڪِئي * ڪو سولو گهيڙ نٿي جانچي ٧ـ پريشان.

٣

جِتان[oa] گِهڙي تِئان[ob] گهيڙُ، ڪَپَرُ[1] پُڇَنِ ڪُوڙِيُون،
ڏُمرَ سين جُسو ظاهِراً، مَنُ مِيهار سين ميڙُ،
سا نَدي پانئي نيڙُ[2]، جنهن کي بِسڪُ ساهَڙَ جِي.

٤

جِتان وَهي[3] تِئان[4] واٽَ، ڪَپَرُ پُڇَنِ ڪُوڙِيُون،
جَنِ کي سِڪَ ساهَڙَ جِي، سي گِهيڙُ نہ پُڇَنِ گهاٽَ[5]،
جَنِ کي عِشقَ جِي اُساٽَ، سي واهُڙُ[6] پانئن وِڪَڙي.

٥

ڪنهن جنهن گهيڙَ گِهڙي، جيئن اوَتَڙانِ[7] تَڙُ تِيوسِ،
سالِمَ ويٺي سُهڻي، ڪُنَنِ ڪِينِ[7a] نہ ڪِيوسِ،
اُهِس[8] اَڪَڙِيَنِ ۾، پِريان جو پِيوسِ،
حَقا[9] حَقَ تِيوس[10]، هُئِي طالِبِ حَقَ[11] جِي.

٦

هُئِي طالِبِ حَقَ جِي، توڏِي[12] لاڪُون[13] تورَ،
نہ مَلاحُ نہ مَڪُري، نَہ ڪِين ٻَڌي نورَ،
پاٽِي پِنيءَ پورَ، سُهڻيءَ ليکي سِيرَ ۾.

---

oa جتان ob تتان ١- ڪپر، ڪنڌي ٢- ننڍڙي نهر ٣- جتان وڃي ٤- تتان، انهيءَ هنڌ تان ٥- تڙ، لنگهہ ٦- وهڪرا، واهہ ٧- خراب تڙ تان ٧a- ڪي ٨- روشني، نور ٩- الله وٽان، تحقيق ١٠- انصاف پلئہ پيس ١١- مڙس، سچ ١٢- خوبصورت زال، سهڻي ١٣- ڪان وٺي.

توڏِي تورَائين[١]، نِينهن نَوازِي سُهڻِي،
ڳِچِيءَ هار حَبيبَ جو، لائِقُ لَڏائِين،
سو تَڙُ سونائِين، جيڏانهن عالَمَ آسَرو،

٨

توڏِي! تُهائين[٢] جي، سي هِتَهين چَڏِ حِرَصَ،
ساهَڙَ ڏاران، سهڻي! کوتِيُون کَنِ کِرَسَ[٣]،
وَڏِي اِيءَ وِرَسَ[٤]، جيئن ڏَمَ وَتِ ڏينهن گُذارِيين.

٩

توڏِيءَ کي تَعظِيمَ[٥]، پيِنِ سَيَنِتا[٥a] اَڳِرِي[٦]،
اوڏِي تِي اَلفَ کي، مَنُ گَڏِيائِين سين مِيمَ، *
جيلانَهن ذاتِ[٧] حَلِيمَ[٨]، مِلي تِي[٩] ميهار کي.

١٠

ساري سِکُ سَبَقُ، شَرِيعَتَ سَندو سُهڻِي،
طَرِيقَتان تِکو وَهي، حَقِيقَتَ جو حَقُ،
مَعرِفَتَ مَرَڪ، اَصلِ عاشِقَنِ کي.

١١

صَبرُ شاڪِرَنِ، آهي اوطاقُنِ ۾، * *
جي وَصلُ[١٠] ٿِيا وِصالَ ۾، سي ڏَرو نہ ظاهِرُ ڪَنِ،
وِيِيتَ[١١] واهَرَ[١٢] ترَنِ، هينئڙا جَنِ هَجِي وِيا[١٣]

---

١ـ اصل کان، ازل کان ٢ـ موهت ڪرائڻ، پسند ڪرائڻ گهرين ٣ـ ناز، نخرا ٤ـ پل، ڇُڪَ ٥ـ عزت ٥a ـ سيني کان. ٦ـ زياده * الله ۽ محمد ﷺ جي حڪمن پٽاندڙ هلي، ٧ـ اصل، پڻ ٨ـ نماڻي ٩ـ تنهن ڪري ** جيڪي شڪر جي منزل کي پهتل آهن، سي صبر ڪري راز ظاهر نٿا ڪن ۽ اوطاقن ۾ ويهي خلوت ۾ گذارين ٿا.
١٠ـ لٿ ٿيا ١١ـ سواءِ، بنا ١٢ـ مدد ١٣ـ نابود يا فنا ٿيا.

١٢

پَلَ پَلِ تِي پَلِي، ڏَمَ ڏِيهاڙِي٥ ڪيتَرو،
پَسِي ڏورُ١ دَرِياهَ جو، وِچان ڪِينَ وَلِي٢،
ڪارِيءَ راتِ قَرِيبَ ڏي، مَنجهان حُبَ هَلِي،
نہ ڪنهن جهولَ٣ جَهلِي، هُئِي سَمُنَ٤ پُورِي سهٽِي.

١٣

جهولَ نہ جَهلِي سُهٽِي، سائِرَ٥ سَٽَ٦ سَندِياس،
جنهن اَهڙِي جائِي عاجِزا٧، سا مَرُ مَرَڪي ماسِ٨،
پَسِين جي پِياسِ٩، تہ ڪِين عِشقُ آٿِيِين.

١٤

نَہ ڪا جهولَ جَهليسِ، نہ تانگهو، نہ تارِ ڪِين،
ڏَمَ ڏِيهاڙِي ڪيتَرو، پَرِ ۾ تو پَليسِ،
تانِ تان جِيءَ جَليسِ، مِلي جان نہ ميهارَ کي.

١٥

سِهَ ١٠ سِيارو، پاڻِي پارو١١، جِت جُهڙَ، جَهڪَ١٢ ۽ جهولَ،
مَنَ اندَرِ ميهار جا، هينئڙي اُڇَنِ هولَ١٣،
جيلانهَن پَڌِيَسِ پولَ، تي اَڙانگا آرَ١٤ تَران.

---

٥- ڏيهاڙي، روزانو ١- پير، زور، جنبش ٢- موٽي ٣- درياهہ جي پاڻ ڪري ٽِيل اونهي ڪڌ جتي پاڻي بيهي رهندو آهي. ٤- سمان، وقت، ملاقات، واعدو ٥- درياهہ ٦- ڪاهہ، وڪ ٧- ضعيفڙي، ڇوڪري ٨- ماڻس ٩- هن جو پيءُ يا پرين (محبوبُ) ١٠- مڪمل، تہ ١١- پاري جهڙو ٿڌو ١٢- سخت هوا، ڌوڙيو ١٣- فڪر، ڊپ، پور ١٤- وهڪرا، خيال.

١٦

سِيارِي سِڄَ راتِ ۾، جا گِهڙِي وَسَندِي مينهن،
هَلو تہ پُڇُون سُوهَڻِي، جا ڪَرَ ڇاڻِي نينهن،
جنهن کي راتو ڏينهن، مِيهار ٻِي مَنَ ۾.

١٧

سانوَڻِ گِهڙِي سَيَڪا، هِيءَ سَرَهِي سِيارِي،
تَنُ وِڌائِين تارِ ۾، اَرواحَ جي آرِي، *
مَحَبَتِي مارِي، ڪونِهي دادُ[1] دَرِياهَ ۾.

١٨

ٻانڌِي![2] جي ٻيلِي ٽِپِين[3]، تہ حالُ ڳَرَهِيان هِيءُ،
سَگهو ساعَتَ نہ جِندَڙو، جَرَ ري منهنجو جِيءُ،
سانوَڻُ سِيارو ٻانئِيان، وَهِ[4] پِريان جي وِيءُ[5]، **
پارِ جَنِينَ جو پِيءُ[6]، وَڃَڻُ واجِبُ تَنِ تي.

١٩

واهُڙَا! ٻَرِيُون مَ پاءِ[7]، تو پُڻ لِيکو ڏِيَڻُو،
سَدا سانوَڻُ ڏينهَڙا، هِنئِين[8] نہ هونداءِ،
وِهاڻِيءَ[9] ويندءِ، اوٻَرَ اُتاهان[10] لَهِي.

* دل جي لاڙي (محبت) جي تيزيءَ ڪري. ١- انصاف ٢- پوري ڪالي ٣- حال پائي ٽپين ۴- شوق ٥- سائو ميدان، چراگاهہ ** محبوب جي چراگاهہ جي شوق ڪري سيارو بہ سانوڻ ٿي سمجهان. ٦- پرين ٧- زمين نہ کاءُ ڪپر نہ ڪيراءِ ٨- انهيءَ نموني، ائين ٩- گذري ١٠- مٿاهان.

٢٠

واهُڙَ! وَهين مَ چالَ[١]، سُکِي ٻيلاتِيُون[٢] ٽِيپِن،
پَسان تنهنجي پيٽَ ۾، لاٽا[٣]، لُوتَ[٤]، لِيارَ[٥]،
جُهُ تو سَيَ جُمارَ، آسائِتِيُون ٻوڙِيُون.

٢١

ڪَڙِ ڪَڙِ، ڪُنَ! مَ وَجُ[٦]، ٻانڍِي ٻوڙِ مَ ٻارِ ۾،
مون تي جا ميهارَ جِي، سا ڪيئن ڏُٿان ڏَجُ[٧]،
توءِ[٨] گِهڙَنديَسِ اَجُ، جي اُبَتا آرَ ڪَريِن.*

٢٢

اَدا! ڙي! ٻانڍِي! توکي ڪَڙهان[٩] ڪِ پانَ ڪي،
سُوڍِي خَبَرَ سَجَڻِين، تو ڪا تَڙِ آندِي،
تون پاتارِئان[١٠] پانڌِي، اَسان پَنڌُ پِرِيَنِ ڏي.

٢٣

مَحَبَتِي ميهارَ جُون، دِلِ اَندَرِ دونهِيُون،
آٽِيو وِجهي اَرَ ۾، لُهاٽو[١١] لُوهِيُون[١٢]،
جي ساهَڙَ جون سُونهِيُون[١٣]، سِيرَ سِراڙو[١٤] تَنِ ڪي،

١- شال، من، تکو ٢- ننيا ٻيٽ ٣- نندي ٻوٽي جو قسم ٤- ۽ ٥- وٽن جا قسم ٦- آواز نہ ڪر ٧- دز، مٽي، لالاڻ ٨- تنهن هوندي بہ * اوپارو وهندي، تکو وهندي ٩- تنهنجو خيال ڪريان (درياهہ ۾ ترندي پوري ڪالي ساهڙ طرفان ايندي ڏسي، سهڻي ٿي ان کي خطاب ڪري) ١٠- درياهہ، سمنڊ، ١١- جلائيندڙ. ساڙيندڙ (عشق)، سنڌو درياهہ جي وهڪري جو نالو ١٢- سڙيل ١٣- واقف ڪار ١٤- پٿر (جهڙو سخت پيچرو)، ٻرانگهہ، وک، گهوڙي جي ڊوڙ جو قسم.

## وائي

مَدَتَ[۱] تِيءُ ميهارَ! يارَ، ساهَڙَ سائِرَ سِيرَ ۾.

اُونها ڪُنَ، اَتانگَ[1a] تَڙَ، اوِلي هَڻُ[۲] آڌارَ[۳]!

ساهَڙَ! سائِرَ سِيرَ ۾.

ڏينهَن ڏُهِلا[۴] ڏمرَ سين، آهِيان آهٺان[۵] ڏارَ،

ساهَڙَ! سائِرَ سِيرَ ۾.

ٻِچَلِ ٻانڊِي ٻارِ ڪِري[۶]، اَتِ[۷] اُبَتا آرَ، *

ساهَڙَ! سائِرَ سِيرَ ۾.

تِتي گِهڙِي سهڻي، آڳَهَ ريءَ آڌارَ،

ساهَڙَ! سائِرَ سِيرَ ۾.

"ڪارِي راتِ، ڪَچو گهڙو"، توڏِيءَ[۸] ڪِي تَنوارَ

ساهَڙَ! سائِرَ سِيرَ ۾

سَنيُوڙو[۹]، سِيٽاهِ[۱۰] سِين، سِگهو رَسُ، سَنگهارَ[۱۱]

ساهَڙَ! سائِرَ سِيرَ ۾.

اورڙان[۱۲] آهُون ڪَرِيان، پَهُچان شالَ پَرارَ[۱۳]،

ساهَڙَ! سائِرَ سِيرَ ۾.

سُٻِيو جَهانءِ[۱۴] جهِجِي هِنيون، سانيارانِ[۱۵] سَنيارَ[۱۶]،

ساهَڙَ! سائِرَ سِيرَ ۾.

---

۱- مدد 1a- اَتانگهه ۲- ٻيڙيءَ جو ٻُن هٽي پار پهچاءِ ۳- اي پرجهلا ۴- ڏکيا ۵- اوهان کان ٦- درياھ ۾ ڪري ۷- انهيءَ هنڌ * تکڙي وهندڙ ٻانڊي درياھ ۾ تمام اُبتيون سبتيون گهمراتيون پئي پائي (جتي وهه تکي آهي). ۸- خوبصورت زالَ (سهڻي) ۹- سنبريل ۱۰- ترهي ۱۱- ڌڻ وارا، ميهار ۱۲- اورينءَ پر کان ۱۳- پرينءَ پر ۱۴- آواز (چڙن جو) ۱۵- ياد پوي ١٦- يادگيري ڏياريندڙ.

آيَمِ[١] ريلي[٢] ريءَ[٣] سين، اَللهَ تو آهار،
ساهَڙا! سائِرَ سِيرَ ۾.
تارِي تَرَندَيسِ، لُڙَ لنگھيندَيسِ، ويندَيسِ وِتَ وَچارَ[۴]،
ساهَڙا! سائِرَ سِيرَ ۾.
پُورِيندَيس[۵] پارِ مَٽِي[٦]، سَهَسين جي سِيسارَ[٧]،
ساهَڙا! سائِرَ سِيرَ ۾.
گولِي گھاگھائِي[٨] گِهڙي، جَڪَنِ[٩] ٽا جانارَ،
ساهَڙا! سائِرَ سِيرَ ۾.

## داستان چوٿون

١

اَدِيُون! سَبِ اَندامَ[١٠]، چَڙَنِ منهنجا چورِيا،
لاڙَنِ[١١] جا لَنءُ لايِئِي، سا ڪيئن آچِيان عامَ،
لَگِيَسِ جنهن جي لامَ[١٢]، سو دِلاسا دوستُ مُهِي[١٣].

٢

چَوُڏارِي چَڙا، پِرَنِ[١۴] بيلاَيَنِ جا،
سُٽي سَنيارَنِ جو، پِيُمَ ڪَنِ پَڙاءُ،
وِهَنُ[١۴a] مون نہ وَڙاءَ[١۵]، سُٽيو جهانءِ جِهجِي هِنيُون.

---

١- گھارٽو پيمہ ٢- پاٽيءَ جي اُتل ٣- تک ۴- وچن واري (ميهار) ۵- ڪاهيندَيس ٦- طرف، ڏانهن ٧- سيسر ٨- کلي ڪڍي، خوش ٿي ٩- خار کائين ١٠- عضوا، لڳ ١١- چڙي جي لارَ، گهنڊ جي زبان ١٢- آسري، پناهہ ١٣- مُني، موڪلي ١۴- وجن ١۴a-وِيهڻ ١۵- جڳائي، منهن تي پوي.

چَڙَنِ چوري آهيان، سُکِ تِي سُمَهان ڪيئن؟
سارِيان ساهَڙَ چامَ ڪي، ڏهَ ڏهَ پيرا ڏينهن،
مِيهارَ مَرَڻُ سينءَ[1]، نِيئَڙُ پاتُمِ نينهن جو.

۴

ڪارا ڪُنَ، ڪارِي تِکِي[2]، جِتِ ڪارِيهَرَ ڪَڙَڪا[3]،
مَٿِي مَتِي[4] مِهراڻَ[5] ۾، اَچَنِ دُپارا[6] دَڙَڪا،
وِيندي ساهَڙَ سامُهان، جهولَ ڏِنَسِ جَهڙَڪا[7]،
کَرِڪيَنِ[8] جا کَڙَڪا، سُونهان تِيئَڙَسِ سِيرَ ۾.

۵

کَرِڪيَنِ خُوشِ ڪِياسِ، مَحَبَتِي ميهار جي،
پَسَڻَ ڪارَڻِ پِرِينءَ جي، آڏِي اُتِيياسِ،
سُتي جا گِياسِ، سانيَرَ[9] سُپِيرِيَنِ جي.

٦

جِيارِيَسِ سَنيارَ[10]، ڪَهُ ڪَرِيندَمِ گَڏِجِي؟*
وِيروتارَ[11]، وُجُودَ ۾، پِرِيَنِ جِي پَچارَ،
سي سَچَڻَ هُونِ نہ ڏارَ، جي هِينئِين ۾ حَلُ تِيا[12].

---

١ـ تائين ٢ـ رات ـ٣ واسينگ نانگن جو سوساٽ ۴ـ مست ٥ـ درياھ ٦ـ ٻنهي پاسن کان ٧ـ چپيٽون، ضربون ٨ـ وڏن چڙن ٩ـ يادگيري ١٠ـ چڙن جو آواز * مان نااميد هيس، پر چڙن جي آواز ڪري رڳن ۾ ساھ پيو اٿم، هاڻي آءٌ ظاهري وصال ڪي ڇا ڪندس؟ ١١ـ هميشہ لاءِ تيا ١٢ـ رلي ملي ويا.

۷

ٻيلي پارِ ٻَرِي، مون کي چَڙَنِ چوريو،
مَحَبتيءَ ميهارَ جِي، سُتي شاخَ[۱] چُرِي،
مَتي جهوڪَ[۲] جُهرِي، پُونديَسِ پاريچَنِ[۳] جي.

۸

هُنَ يَرِ سُيمَ هوءِ، سُتي سنيارَنِ جي،
چِتُ چَڙَنِ چوريو، جڏهنڪَ[۴] تيَرَّمِ جُوءِ[۴a]، *
مَحَبَتي ميهارَ جِي، بِاللهِ[۵] پيِيمِ بُوءِ[۶]،
وچِي رُوءِ بَرُوءِ، ديکِيان[۶a] دوستَ ميهار کي.

۹

هُنَ يَرِ سُيَمِ هاڪَ[۷]، سُتي سَنيارَنِ[۸] جِي،
مَحَبَتي ميهارَ جي، چَڙَنِ چوريا چاڪَ،
اُنين جِيَ اوطاقَ، وَجَڻُ واجِبُ مون پِيو.

۱۰

ڪيڏانهن گهندَ گُڙَنِ[۹]؟ ڪيڏانهن اُٺِي وِيئيون،
تيڏانهن تِيُون چَرَنِ، جيڏانهن پُٺِ ميهار جِي.**

۱۱

ڪِتي تِيو ميهار، ڪِتي تو گهندُ گُڙِي،
ڪِتي دونهِين دوستَ جِي، ڪِتي پَرِيُون پارُ،
جنهن[۱۰] مون سَيَ جِمارَ، جَرَ ۾ جهوتُون ڏِنيُون[۱۱].

---

۱ ستا سور ۲ـ وٿاڻ، منزل ۳ـ پرينءَ ير جو رهندڙ (ميهار) ۴ـ ذوق، محبت * (ديدار ڪرڻ جو) دل ۾ ذوقِ پيدا ٿيو ۴a ـ هند، ماڳ ۵ـ الله جو قسم ته ۶ـ خبر پيمہ تي ڪٿي آهي، خوشبوءِ ۶a ـ ڏسان ۷ـ آواز، سڏ ۸ـ چڙن، ياد ڪندڙن ۹ـ وڄن ** مينهون هميشہ ڌراڙ جي پٺيان وينديون آهن. ۱۰ـ جنهن لاءِ ۱۱ـ واجهہ وڌا، ڳولا ڪئي.

١٢

وَڃڻِ سين ويٺِي، سُورَ وِياڇِي[١] سُهڻي،
آن ڪا تِي ڏِيٺِي[٢]، مِينهُن جي ميهارَ سين؟

١٣

پُڇيو پِنگهن[٣] پاندَ، ويٺِي روءِ وَڃڻِ سين،
ڪُھ ڪَرِينديَس ڪاندُ[٤]، گهڙو ڀَڳو گهوريو.

١٤

ڳِڇِيءَ پايو ڀانهن، ويٺِي روءِ وَڃڻِ سين،
لايان لالَ لِڱڻِ ڪي، آئِين[4a] جي چَرو ڪانهن[٥]،
آئون اوهان جِي دانهن، سَدا ڀُٽان[٦] سَنَرِي[٧].

١٥

ڀيلِيان[٨] جِتِ ڀَڳِيُون، آيون اُتِ وَرِي،
ڪانهي ڀِي ڳَرِي[٩]، مينهُنِ ڪي ميهارَ ري.

١٦

مِيهاران[١٠] مِرڪَ[١١]، پِيتائِين پِرِيم جي،
تنهن مُنڌَ[١٢] مَتوالِي ڪِي، سَنديءَ ساءَ سُرڪَ[١٣]،
لَڳِيَس ڪامَ[١٤] ڪِرِڪَ[١٥]، لوهان[١٦] تِکِي، لَطِيفُ چي.

---

١-اوري ٢- ڏيٺَ، ملاقات ٣- نوڙي ٤- مڙس (ڏم) 4a- اوهين، اوهان (مينهون)
٥- ڪوڙو سر ٦- رهان، ٿيان ٧- خوش، سرهي ٨- چرڻ جي جاءِ ٩- گهٽي، چارو،
واھ ١٠- ميهار ڪان ١١- سرڪي، ڍڪ ١٢- عورت ١٣- سرڪيءَ جي سودا ١٤- عشق
جو فرشتو ١٥- تير ١٦- لوھ ڪان.

١٧

ميهاران مَهِي[١]، پِيتائِين پِريمَ جِي،
اُرِڪَ سُرِڪَ[٢]، سَيدُ چي، لَڳِيَس ڏُوتُ[٣] ڏهِي،*
سَگهِي تان نہ سَهِي، مِلي جان نہ ميهارَ کي.

١٨

مَرِي تان مَ ميهارُ، وَٽانْ وِلَهو[٤] مَ ٿِئي،
وَڃِڻِ جي وَچارَ جو، وِنگو ٿِئي مَ وارُ،**
ساهَڙَ مون سينگارُ، ماڙهُنِ[٤a] ليکي مِيهڻُو.

١٩

مِينهُون هِنَ مِيهارَ جُون، اَلا! سَڀِ بَچَنِ،
وَڃُون جي ڪِيرَنِ[٥] سين، سَدا ٿِيون سُونهَنِ،
مون کي ماڙِڪِيَنِ[٦]، تاڻِي هَنيو تارِ ۾.

٢٠

مِينهُون هِنَ مِيهارَ جُون، اَلا! سَڀِ جِيئَنِ،
ڪارِيُون، ڪَڪِيُون، ڪُنڊِيُون[٧]، وارا ڪِيو[٨] وِيَنِ[٩]،
جُوءِ جا جاندارَنِ جِي، ٻيلا ٻَهَ ٻَهَ ڪَنِ[١٠]،
اَڇِي ريلَ[١١] رَهَنِ، مون سانيارا سُپِرين.

---

١- جهڻ، ڏڌ ٢- ڳيت، ڍڪ، گهٽو پيڻ ٣- شر، گهڻ ڪائو، پيٽوڙي * ميهار وٽان محبت جي مهي ڳيتون ڏٺي پيتائين ۽ اها مهي ڏوت ٿي لڳس، جو جيترو وڌيڪ پئي اوترو وڌيڪ طلب ٿيس. ٤- خالي، سڄو ** ميهار کي ڪو نقصان نہ پهچي. ٤a- ماڻهن ٥- ڪلن ٦- اکين جي تارن (مينهن جي) ٧- وريل سڱن واريون مينهون ٨- هڪ ٻئي جي پٺيان، جيئن هر موسم ۾ ميهار وٽ کير هجن ٩- ويامن ١٠- چمڪن ١١- پاڻيءَ جي اُڇل، پاڻيءَ جي اُٿل ڪري سر سبز ٿيل ميدان.

۲۱

چاهَڪَ[1] چَرِي، تارِ تَرِي، آيُون مَٿي آرَ[2]،
ڪوڙِيين ڪَرَ ڪَٽَنديُون[3]، سُٽِي سَڌَ ڏرارَ،
مينهُون سانُ ميهار، پَرَچِي پارِ لَنگھينديُون. *

۲۲

چاهَڪَ چَرِي، تارِ تَرِي، آيُون مَٿي ٻيٽَ،
لُڙَ لَنگھينديُون ليٽَ، لُطفَ سانُ، لَطِيفُ چئي.

۲۳

چاهَڪَ چَرِي، تارِ تَرِي، آيُون مَٿي ڪُنَ،
ڪوڙِيين ڪَرَ ڪَٽَنديُون، ساهَڙَ جي سَمُنَ[4]،
مينهون سانُ اَمُنَ، پَرَچِي پارِ لَنگھينديُون.

۲۴

چاهَڪَ چَرِي، تارِ تَرِي، آيُون مَٿي ڪُوهَ،
سُٽِي سَڌَ ساهَڙَ جو، راضِي ٿِيندَن رُوحَ،
مينهُون سانُ صُبُوحَ، پَرَچِي پارِ لَنگھينديُون.

## وائي

مون ڪي ڪا مَ جَهلِي، سَيَڪا پانُ پَلِي[5]،
آئون وِڏِڙِي نينهن اَجَلِي.

---

۱- ڪانهه، چارو ۲- وهڪري، تک ۳- ڳاٽ مٿي ڪنديون * ۲۰ کان ۲۴ تائين بيتن ۾، قيامت ۾ حضرت محمد ﷺ جي شفاعت ڏانهن اشارو آهي. ۴- واعدو، آڌار ۵- روڪي، جهلي.

وِيندِي آئون پارِ پِريان ڏي، مون کي ڪامَ جَهلي،
آئون وِڏَڙِي نينهن اُڇَلي.
تَنُ وِڏائِين تارِ ۾، آڏِيءَ راتِ اُڇَلي،
آئون وِڏَڙِي نينهن اُڇَلي.
پَسي دونهِيُون دوستَ جُون، منهنجو جِيءُ جَلي،
آئون وِڏَڙِي نينهن اُڇَلي.

## داستان پنجون

١

ساندَهِ سَڀُ دَرياهُ، پَري ڪَنڌِي پارَ جِي،
ڇَڪِي[١] ڇولِيءَ[٢] ۾ گِهڙي، جِتي جِيءَ وِڙاهُ[٣]،
پَسِيو ڏوهَ ڏڪي هِنيُون، آرَ مَٿي اِرواحُ،
جي تُوهُ[٤] ٿِئي تو ڏاهُ[٥]، تا وِيرَ وِهِيٽون[٦] ناهِ ڪِين.

٢

ساندَهِ سَڀُ درياهُ، پَري ڪَنڌِي پارَ جِي،
ڪَنبي هِنيُون ڪَمَاحَقُہَ[٧]، آرَ مَٿي اِرواحُ،
دِلاسِي دارَيَن[٨] جي، سانچِيو[٩] سانچِي ساهُ،
جي توهُ ٿِئي توڏانهن، تہ وِيرَ وَهِيٽو ناهِ ڪِين.

---

١- پريشان، مستاني ٢- لهر، درياهہ ٣- وٺاءُ، جوکو ٤- مهرباني ٥- تو وٽان ٦- وس ۾ ٧- جيئن واجب آهي، تحقيق ٨- ٻنهي جهانن، دنيا ۽ آخرت ٩- جمع ڪيو، ڏڍ ڏيو.

٣

سِڪَڻَ وارِيَنِ سُٿِرو[١]، جي ڏَهَشَتَ سان ڏَرِياھُ،
اوڙَڪِ[٢] اُنهِين[٢a] جو نہ رَهِي، آرَ بِنا اَرِواحُ،
وِيندي ساهَڙَ سامُهِيُون، صَدَقو ڪَندِيُون ساهُ،
جَنِ کي حُبَ اُنهيءَ جِي آهِ، ساهَڙُ سائِي[٣] تَنِ جو.

٤

گهِڙِيا سي چَڙهِيا، ايهين[٤] اَٽِيئِي،
مَٽِي مَٽِي مِهراڻَ ۾، پِئو ٽِپو ڏِيئِي،
تہ ميهار مِليئِي، سَنيُوڙو[٥] سِيٽاهَ[٦] سين.

٥

اَکِيُون مُنهن ميهار ڏي، رَکِيُون جَنِ جوڙِي،
رِيءَ سَندَ[٧]، سَيدُ چئي، تارِ گهِڙَنِ توڙِي[٨]،
تَنِين کي ٻوڙِي، سائِرُ سگهي ڪِينَ ڪِين.

٦

آڏِيءَ اُڏاٽا[٩]، سَرَتِيُون! سُکَ ميهار جا،
لَنگهي سِيرَ سَنوان ٿِيا، ساهَڙَ سيباٽا[١٠]،
پِرِڀئيءَ[١١] تي ڀاٽا[١٢]، پَسان مانَ پِرِيَنِ جا.

---

١- آسان، سولو ٢- هميشہ توڙ تائين ٢a- اُنهن ٣- مددگار ٤- ائين ٥- تيار، پرسان ٦- ترهو ٧-.ترڻ وارو ساندارو ٨- جيتوڻيڪ ٩- پڙڪو ڪائي ظاهر ٿيا ١٠- لائق، پسند پيل، دل گهريا ١١- پربات، صبح ١٢- ماگ، جايون.

۷

آڏِيءَ اُڏاٽو، هينئڙو مون هَٿَنِ مان،
وَهَ پَٺِي[۱]، واهُڙَ تَري، ساهَڙَ سيباٽو،
ڀيڄَ ڀِنِيءَ ڀاٽو، پِيءَ جو پَسي آئِيو.

۸

جيڏانهن چِتَ چاهُ گھڻو، آرُ[۲] ٻہ[۲a] اوڏاهِين،
وَڃي وَهُ واڪا ڪِيو، تِکو تِئائِين،
ميهار مِلائِين، لَهرِنِ مَنجِهہ، لَطِيفُ چي.

۹

ٻَلِيان، ٻَلِيو نہ رَهي، نِرتُؤن[۳] نينهن نِبارُ[۴]،
گِهڙان، گھورِيو جِندَڙو! اُتَلَ مون اَپارُ،
جَنِين مَنِ ميهار، هَلَڻُ تَنِين حَقُ ٿِيو.

۱۰

پَسُ! پَسَٽا پَري ٿِيا، اوري سَندُن آرُ[۵]، *
دَرِياهَ ري سَهاڙُ[۶]، ڏِسَڻُ گھڻو ڏهِلو[۷]

۱۱

ڪاڏِي وَڃان ووءِ، جيئن وَهَڻُ[۸] وَچارَنِ مَٿِيو،
ڏوڏِي پُڇِي ڏيهَ جا، جَرَ سِرِ[۹] اُپِي جوءِ،
شِڪَستِي[۱۰] سَيَدُ چي، چِيهان ڪَرِيو[۱۱] چوءِ،
"ساهَڙَ! سانگُ[۱۲] سَندوءِ، اَچِي اورانهون[۱۳] ٿِئِي."

---

۱ـ عشق جي تک سببان ۲ـ لاڙو، عشق ۲a ـ ٻہ ۳ـ نرت کان، نظر، ڏيان ۴ـ خالص، نج ۵ـ رخ، لاڙو. * محبوب جيتوڻيڪ ظاهر ۾ ڏور آهي تہ ٻہ هن لاءِ اڪير ويجھي (دل ۾) آهي ٦ـ ساهڙ ميهار ۷ـ ڏکيو، مشڪل ۸ـ وهڻ جي جاءِ، ماڳ، وٿاڻ ۹ـ تي، مٿان ۱۰ـ شڪستہ دل، نااميد ۱۱ـ دانهون ڪريو ۱۲ـ مڪان، جوءِ، جاءِ ۱۳ـ ويجھو.

سَندو ڏَمرَ ڏَهَڪارُ[١]، هڏهين[٢] ڪونهي هِنَ[٣] ڪي،
هِيءَ پاڻيءَ سِڻ پانهنجو، پُسائي نہ سِينگارُ،
ڪارڻِ مُندَ ميهار، ڪارِيءَ راتِ ڪُنَ تري. *

١٣

ڏَمرُ ڏِيهاڻي ڏي، سَندا ميهَرَ مِيهڻَا،
جَهليمرِ تي جهولِيءَ ۾، پَلئي پايو سي،
مَرُجان چالِيهَ چَئي[٤]، سَڳان[٥] سُپرِيَنِ جي.

١٤

جيهَرَ[٦] لوڪُ جهَپَ[٧] ڪري، ڏَرو جاڳَ نہ هوءِ،
اوهِيَرَ[٨] اَچيو، اَدِيُون پَهُ پِرِيان جو پوءِ،
جي ڪَچو[٩] چُونَمرِ ڪوءِ، تہ مَرَڪُ پايان مِهڻُو.

١٥

تہ ڪَر ڪيئن سُئي، جي سِيرَ نہ گِهڙي سُهڻي،
هِتِ حَياتِيءَ ڏِينهَڙا، هَڏِهِين تان نہ هُئِي،
چُڪيءَ تنهن چرِي ڪَئِي، جو ڏِنسِ اُنِ ڏُهي،
سُهڻيءَ ڪي، سَيَدُ چئي، وِڏو قُربَ ڪُهي،
هونهِين[١٠] هوند[١١] مُئِي، پَرَ پِدِيءَ جا پِيڻا تِيا. **

---

١ـ ڊپ، خوف ٢ـ هڏهين، بنهہ، اصل ٣ـ سهڻيءَ * اشارو آهي انهي وقت ڏانهن، جڏهين ميهار درياهہ تري سهڻيءَ کي اچي ملندو هو. ٤ـ پلي چاليهہ دفعا مهڻا ڏي ٥ـ سگ ۾ ناتي جي ڪري ٦ـ جنهن ويل ٧ـ ننڊ ٨ـ تنهن ويل ٩ـ گهٽ وڌ، طعنو ١٠ـ هونئن ئي ١١ـ جيڪر ** مري تہ ضرور ها پر پڌرن ڪري شهادت جو درجو مليس.

١٦

ڪا جا ڪُنَ ڪَرِينِ، ٻنَيءَ ٻُڙِ جهُڙِ[١] پاڻَ ۾،
اَڪِيُون تنهن آبَ ڪي، آڏيءَ اُڪيرِينِ[٢]،
توڻي تِڪُون ڏِينِ، تہ بہ اُجَ اُنين ڪي نہ لهي.

١٧

دائِمُ جا دَرياهَہ ۾، سا مَڇِي ڪِنِي ڪوهُ؟*
آهيس اِيءُ اَندوهُ[٣]، پاڻِي ڪِتي تہ پِيان.

١٨

ڪيرَ ڪُنَ، آئون ڪيرَ؟ ڪير ڏَمَرَ سَهي ڏَمَ جا،
قَضا رِيءَ ڪيرَ ڏَري، مَتي پاڻِيءَ پيرَ،
ٻَينَرُ! ٻِنِيءَ ويرَ، لِڌو[٤] تي[٥] تِـي لوڙِيان.

١٩

جي ٻُڌان تہ ٻَنِ، اولِجان اُنَ پارَ ڏي،
ڪَنڌِيءَ اَچيو سُپِرين، مانَ "ٻَرِ ٻَرِ" ڪَنِ،
مُيائِي سين تَنِ، جيڪَرَ اُتـِي نِڪَران.

٢٠

لَهرِ مِڙوئِي لالُ،** وَهَڻُ[٦] ڪَٿُوران[٧] وِترو[٨]،
اوٻهارا[٩] عنبير جا، جَرَ مان اَچَنِ جالَ،
ڪُنَنِ گِهڙِي ڪالَ، سِڪَ پِرِيان جي سُهڻي.

---

١ـ سس پس، صلاحون ٢ـ سڪن * چو؟ هميشہ درياھ جي پاڻيءَ ۾ رهندي بہ مڇي ڪکي چو تي تئي؟ (جواب ٻي سٽ ۾ ڏنل آهي.) ٣ـ غم ۴ـ لکيو، قسمت ٥ـ تنهن سبب ** سيئي لهرون لعلن سان ٽمٽار آهن. ٦ واهڙ ٧ـ ڪٿوريءَ (مشڪ) کان ٨ـ بهتر، زياده ٩ـ هٻڪار، خوشبوءِ.

۲۱

جيڪِين ڏِنَئِي تارِ ۾، ڪَنڌِيءَ سو ڪَهيجِ،
جَرُ وڏو جهاجَهه گهڻي، پاندُ مَ پُسائيج،
ساهَڙُ ساڳاهيجِ، تہ ثابِتُ لنگهين سِيرَ مان.

۲۲

ڳوُرا ٻَئِي پارَ، هِنيوُن حَيرَتَ ۾ پيو،
ويهان تہ ويرَم ٿِئي، نينهن ۾ پوءِ نِهارَ،*
وَجان تہ واڪو ٿِئي، پاڙي پوءِ پَچارَ،
هُتِ ٿِي وَاعدي وارَ، هِتِ سُوٽُون[1] ڏِينمِ سَرَتِيون.

۲۳

جا هَڙَ[2] اَندَرِ جِيءَ، ساهَڙَ[3] ڏِني ساهَ کي،
سا هَڙَ چِڙُي[4] نہ ساهَ جِي، سا هَڙَ ساهَڙَ رِيءَ[5]،
ساهَڙَ ميڙِ،** سَمِيعَ[6]! تہ سا هَڙَ چِڙُي ساهَ جِي.

## وائي

اَکِيُون پيرَ ڪري، وَجِجي، ووا وَجِجي.
سُپيرِيان جِي ڳالهڙِي، ڪنهن سان ڪينَ ڪِجي،
وَجِجي، ووا وَجِجي.
لِڪائي لوڪَ کان، ڳُجَهڙِي ڳوٺِ نِجي،
وَجِجي، ووا وَجِجي.

---

* مون کي ميهار روڻ مهڻي هاب ٿيڻو پوندو. ١ـ طعنا مهڻا ٢ـ محبت جي ڳنڍ ٣ـ دوست (ميهار) ۴ـ ڳنڍ کلي (محبت جون مشڪلاتون حل ٿين) ٥ـ کان سواءِ ** ميهار سان ملاءِ ٦ـ اي ٻڌندڙ! (خدا)

مَحَبَتِي مِيهارَ جو، سُورُ نہ ڪنهن سَلِجي،
وَڃِجي، ووا وَڃِجي.

## داستان ڇهون

۱

ساھَڙَ جا سِينگارَ، اَنْ- لِکُيا[1] اڳِي[2] هُئا، *
نَہ ڪا ڪُن فَيَڪُونُ[3] هُئي،** نَہ ڪا ٻِي پَچار،
مَلَڪَنِئان[4] مَهدِ[5] هُئي، توڏِيءَ[6] جِي تَنوارَ،***
مُحبَتَ سانْ ميهارَ، لايائين، لَطِيف چئي.

۲

سُهڻيءَ ڪي سِينگارَ، اَنْ- لِکيا اڳِي هُئا،
ڪُن فَيَڪُونُ ڪانَہ هُئي، نہ ڪا ٻِي پَچارَ،
مَرَڪِي سانْ ميهارَ، لايائِين لَنءُ، لَطِيفُ چئي.

۳

گهيڙَ لَنگهيو گهاري،[6a] ميثاقان[7] مِيهارَ سان،
اَلستُ بِرَبِڪُمر قَالوابَلىٰ[8]، پَرِ[9] اِها پاري،
ڏَسِيو ڏيکاري، پِرت پِريان جو پيچِرو.

۴

"اَلستُ" اَرواحَن کي، جَڏِهن چَيائُون،
مِيثاقان مِيهارَ سين، لَڏِيُون مون لائُون،
سو موتِي ڪيئَن پاھُون[10]، جو مَحفُوظان[11] مَعافُ[12] ٿِيو.

---

۱- لوح محفوظ ۾ لکيل (ظاهر ڪونہ هئا) ۲- ازل ۾ (جڏهن خدا جي ذات هئي، پر اجا دنيا پيدا نہ ٿي هئي.) * جڏهن اجا دنيا خلقيل نہ هئي، تڏهن ساهڙ جا سينگار (خدا جا مختلف روپ) ظاهر ڪونہ هئا، پر سندس ارادي ۾ رٿيل هئا. ۳- ٿي، پوءِ اها ٿي پوي ** اجا دنيا پيدا ڪانہ ٿي هئي. ۴ فرشتن کان ۵- مَهَندِ، اڳي ٦- سهڻيءَ *** دنيا وجود ۾ ائي، تنهن کان اڳ سهڻيءَ جو انگ ميهار سان لکيل هو. ٦a- گذاري ۷- ميثاق (ازل وارو واعدو) کان وٺي ۸- چيا، نہ آهيان مان اوهان جو رب؟ (روحن) جواب ڏنو: هائو ۹- طريقو، رسم ۱۰- پنيان ۱۱- لوح محفوظ، ازل کان ۱۲- رخصت ڏنل، امر ڏنل.

٥

"اَلستُ" اَرواحَنِ کي، جڏِهن چَيائين جيئن[1]،
"قَالُوا بَليٰ" قَلبَ ۾، ٿِيو تَفائُلُ[2] تيئن[3]،
مَحَبتِيءَ مِيهارَ جي، آئون نِهوڙِي نينهن،
سَرَتيُون! ساهَڙَ سيئن[4]، هَلَڻُ مون حَقُ ٿِيو.

٦

"اَلستُ" اَرواحَنِ کي، جڏِهن اَمرُ ڪِيو اَحَدَ،
هو مَنَ ڪادِو[5] مِيهارَ ڏي، سُهڻِيءَ سِڪَڻَ سَدَ،
دِلو دَورَ دَرِياهَ جي،* ڪِيو اِرادي[6] اَڏَ،
جِيڪِين آيَسِ ڏانهن عَهَدَ[7]، سو پاري مُنڌَ پاتارَ ۾.

٧

"اَلستُ" اَرواحَنِ کي، جڏِهن فَرمايو فَتاحَ[8]،
هو مَنَ ڪادِو مِيهارَ ڏي، سُهڻِيءَ سِڪَڻَ ساهَ[9]،
دِلو دَورَ دَرِياهَ جي، ڪِيو اِرادي آداهَ[10]،
جيڪِين آيَسِ ڏانهن اَللهَ، سو پاري مُنڌَ پاتارَ ۾.

٨

"اَلستُ" اَرواحَنِ کي، جڏِهن فائِقَ[11] فَرمايو،
هو مَنَ ڪادِو مِيهارَ ڏي، سُهڻِيءَ کي ساعِيو،
دِلو دَورَ دَرِياهَ جو، اوڏاهِين آيو،
جيڪِين هادِيءَ هَلايو، سو پاري مُنڌَ پاتارَ ۾.

---

١ـ جيئن ٢ـ سٺو سوڻ، چڱي فال ٣ـ تيئن ٤ـ تائين ٥ـ سڪ، چڪ * جيتوڻيڪ ظاهر ۾ دلو درياهه جي تک پيڳو (پر حقيقت ۾) ٦ـ خدا جي مرضي، قضا ٧ـ اقرار، انجام (ميثاق وارو) ٨ـ کوليندڙ، مشڪلاتون حل ڪندڙ (خدا) ٩ـ ساءَ، سواد، لذت ١٠ـ اڏ ١١ـ فوقيت وارو (خدا).

٩

"اَلستُ" ارواحَنِ کي، جَڏِهن چَيائِين،
هو مَنَ ڪاڍو ميهارَ ڏي، سُهڻيءَ سَدائِين،
جيڪِين آيَسِ اوڏاهِين، سو پاري مُنڌَ پاتارَ ۾.

١٠

"اَلستُ" ارواحَنِ کي، جَڏِهن جاڳايو جَلِيلَ[١]،
سَنئِين راهہ، سَيّدُ چئي، سوٽائُون[٢] سَبِيلَ[٣]،
وَحدَتَ جي وادِيءَ[٤] ۾، ڪوڙين کي قَلِيلَ[٥]،*
درياهہَ جي دَلِيلَ[٦]، لوڙهي لَهوارا ڪيا.

١١

ڪامان، پَچان، پَچُران، لُچان ۽ لوچان،
تَنَ ۾ تؤنسَ[٧] پِرِيَنِ جِي، پِيان نہ ڍاپان،
جِي سمُنڊَ مُنهن ڪَرِيان، توءِ سُرڪِيائي نہ ٿئي.

١٢

ڪامان، پَچان، نہ مَران، سڙان سارِي راتِ،
ٻَنِ ٻيائِيءَ کي وِجهي، ڪَرِ پِرِيان جِي تاتِ،
سِيخُون سَندِيُون سَڄَڻين، اُيـرَنِ آڌِيءَ راتِ،
نہ ڪِين هَٽِ نہ ساٽِ،** ڏِيهاڙئو چَنگِ چڙهان[٨].

---

١- (وڏي رتبي واري) خدا ٢- سوٽو ڪنيائون، واعدو ڪيائون ٣- خدا جي واٽ (صراط المستقيم) ۴- ماٿريءَ ٥- ٿورا* ڪروڙن مان ٿورا وڃي رهيا ٦- وهم، خيال، دنيا جي وهمن ٧- گرمي، اساٽ ** نہ ڪجهہ هٽ ۾ اٿم، نہ ڪجهہ وکري لاءِ سيڙايل قافلي ۾ اٿم. ٨- روز روز سوريءَ تي چڙهان، تڪليفون پوڳيان.

۱۳

ڪارِي راتِ، ڪَچو گهڙو اوڙَتيهِين اُونداهِي،
چَنڊَ نالو ناهِ ڪو، دَرِياهَ ڏَڙَ[۱] لائِي،
ساهَڙَ ڪارَڻِ سُهڻِي، آڏِيءَ تِي آئِي،
اِيءُ ڪَمَ اِلاهِي، ناتَ ڪُنَنِ ۾ ڪيرَ گِهڙِي؟

۱۴

ڪارِي راتِ، ڪَچو گهڙو، نَہ ڪا سِيڱهه[۲] ساڻُ،
وِجهي، ويرَمَ نَہ ڪري، پِريان ڪارَڻِ پاڻُ،
مَحَبَتَ ڪِي مهَراڻُ، سُڪِي سَيُ پَٽُ ٿِيو.

۱۵

ڪارِي راتِ ڪَچو گهڙو، مَٿان وَسِي مِينهن،
هِڪو پَڌُ بيراهَہ[۳] جو، ٻِيو سانيارا[۴] سِينهُن[۵]،
شالَ مَ ڇِڄي نِينهُن، گِهڙان، گهورِيو ڄِندَڙو!

۱۶

اورارِ نَہ پَرارِ، ويچاري وَهَ وِچَ ۾،
سُڪِي ڏِنِيءَ[۶] سُپِرِين، ٻِيو مَڙوئِي تارِ،
تون گِهڙُ، ڪِيمَ نِهارِ، ٻُڏَندَنِ سين ٻاجُهون ڪري.

---

۱- ڏڏڪو، ڏمڇر ۲- ترهو ۳- اوجهڙ، گمراهيءَ ۴- سامهون ۵- شينهن ۶- ڪنڌي، ڪنارو، ڪپر.

۱۷

هِنَ پارِ، نہ هُنَ، ويچارِي وَهَ وِچَ ۾!
نِيَچُ[۱] نِهارِي نہ کِهڙِي، تنهن ۾ پِيَسِ تُنَ[۲]،
اَللهَ! ساڻُ اَمُنَ، آرا ڪنهن[۳] اُڪارِيِين.

۱۸

سَهسَين سائِرَ ٻوڙِيُون، مُنڌَ ٻوڙِيو[۴] مِهَراڻُ،
وَهَ وِڃائِيو پاڻُ، هَٿِي ڪَنڌُ ڪَپَنِ سين.

۱۹

سَهسَين سائِرَ گجَنِ، توءِ[۵] سَهَجَ[۶] نہ مَنّي سهٽي،
تہ ڪي نينهن ڇڄَن، پَرِتَهِي[۷] پِرِيَن جي؟

۲۰

سُپيرِيان جي تُرَهي، ٻُڏي! هَٿُ مَ لاءِ،
صُباحَ تان چُونداءِ، "اَسان تو اُڪاريو."

۲۱

سُپيرِيان جي تُرَهي، ٻُڏين، توءِ مَ لَڳُ،
جي ڀانئيين پِرِينءَ مِڙان، تہ پُورَ[۸] اُبَتي وَڳُ[۹]،
پاءِ تيڏانهين[۱۰] پَڳُ[۱۱]، ناهِ[۱۱a] جيڏانهين[۱۲] نِجُهرو[۱۳].

---

۱- هيٺان دلو، گهڙو ۲- تنگ، سوراخ ۳- ڪنهن کي آر (تک) کان ۴- غالب پيئي، خطرن کان نہ ڊني ۵- تنهن هوندي بہ ٦- سياءُ، فطرتي لاڙو ۷- پرتل آهي، آسري تي آهي، مٿين ڏيکاريل طريقي ۸- وهڪرو، آر ۹- وچ، ڊوڙ ۱۰- تيڏاهين ۱۱- پير ۱۱a-نانهين، ڪين، فنا. ۱۲- جيڏانهن ۱۳- ٻونگو، گهُر، مڪانُ.

٢٢

سُڪِيءَ[١] جي سانباهِ[٢] ۾، جَڏهن ٻُڌيُون جي،
ساهَڙُ تنين کي، ٻيلِيءِ[٣] ٻِنهي ڪَنڌِين[٤].

٢٣

سُڪِيءَ ٻُڌَنِ جي، ساهَڙُ ساٿِي تَنِ جو،
لَهِرن سِرِ[٥] لَطِيفُ چي، ڪُلَهَنِ چاڙِهيو نِي،
جي پُڇَنِ پَندُ پَري، تَنِ اُماٿِي اورَهُون.

٢٤

سُڪِيءَ جي سانباهِ ۾، ٻُڌين، توءِ ٻُڌُ،
ڪَڪَ، ڪاندبيرا، ڪاتِيُون، ميڙي ٻَڌُ مَ مَڌُ[٦]*،
نَ ڪو ساهَڙَ سَڌُ، نہ ڪا سُڄي[٧] سهڻي**.

٢٥

جي تو بيتَ ڀانئِيا، سي آيَتُون آهِينِ،
نِيو مَنُ لائِينِ، پِرِيان سَندي پارَ ڏي.

## وائي

ويٺِي ڪِينَ وِسارِي، مَحبَتَ وِڏَڙِي ماري،
ديوانِي، يار، وو! مَستانِي، دِلبَرَ، جانِي وو!
لا! ويٺِي ڪِينَ وِساري.

---

١- آخرت منزل ٢- تياري ٣- واهرو ٤- ڪپرن (جهانن) ٥- تي، مٿان ٦- ترهو * وسيلا ترڪ ڪر. ٧- سجهي ** وصل جي حالت ۾ ساهڙ ۽ سهڻيءَ جي وچان سنڌو نڪري ويو آهي.

جنهن کي سِڪَ ساهَڙَ جِي، سا گهايَلَ گهرِ نہ گهارِي،
لا! وينِي ڪِينَ وِسارِي.
ڏمُ ڏهيلو[1] ڏِکيو، سِرَ ۾ سؤنٽا[2] مارِي،
لا! وينِي ڪِينَ وِسارِي.
ٻيلِي پاسِ ٻرَنِ[3] جي، تَنِ کَرِکِينِ[4] وِڏِيسِ ڪارِي،
لا! وينِي ڪِينَ وِسارِي.
ٻيلِي ٻِنهِي ڪَندِيِنِ، مُحبُ مينهُون تو چارِي،
لا! وينِي ڪِينَ وِسارِي.
هُوءِ هُنگارُون، پُونِ پُڪارُونِ، تَڙِ تَڙِ دوس تنوارِي،
لا! وينِي ڪِينَ وِسارِي.
هُوءِ جا پِڪَ پِرِيَنِ جِي، آهِيان تنهن آسارِي،
لا! وينِي ڪِينَ وِسارِي.

## داستان ستون

### ١

تَڙِ نہ گِهڙِي تُورُ[5]، توءِ مَنَ ڪادِو مِيهارَ ڏِي،
ڏادِو دَورُ دَرِياهَ ۾، سِڪَڻَ وَڏو سُورُ،
مَنَ ۾ موجَ مِيهارَ جي، پَهَسُ[6] پِريان جو پُورُ،
ٻيلِي ٻِنهِي ڪَندِيِنِ، نِتُ نِهارِي نُورُ[7]،
مَنجهان جَرَ ضَرورُ[8]، ڪَچِي[9] کي ڪو مَ ٿِئي.

---

١ـ ڏک ڏيندڙ، ڏنگو ٢ـ ڏنڊا ٣ـ وڄڻ٣a ـ هُونگارون ۴ـ وڏن چڙن ٥ـ جيڏو؛ محبوب (ميهار) ٦ـ زور سان، سخت ٧ـ روشني (دونهي جنهن جي روشني سهڻيءَ کي ميهار جي جهوپڙيءَ طرف تري وڃڻ ويل رهبري ڪندي هئي) ٨ـ ضرر، نقصان ٩ـ گهڙي.

٢

ٻوڙيين، چاڙهيين، تون ڏِٺي، ٻئي جو دَعويٰ نہ دَمُ، *
هِنَ منهنجي حالَ جو، ميهَرَ تي[1]. مَعلَمُ[2]،
رَکُ پيلي[3] جو پَرَمُ، جو اَچِي پيو اجهورَ[4] ۾.

٣

ڪانڌِي ڪَنگَ تِياسِ، وَهَڻُ[5] جَنازو[6] سُهڻي،
ٻگها[7] جي ٻيٺَنِ جا، ڪُلها[8] تَنِ ڏِناسِ،
اَکِيِنَ مَلَڪَ[9] ڏِناسِ، توءِ مَنَ ڪاڍِو ميهارَ ڏي.

٤

اُيـو تَرِ مِيهارُ، مَلاحَنِ سَنَڌَ ڪري،
آئون پُڻ وِجهان هَتَڙا، اِئِين پُڻ وِجهو جارُ،
گهورِيُون[10] ڪارُونيارُ[11]، مانَ مِڙِنهُون[12] سُپِرِين.

٥

مِيهارُ مَلاحَنِ کي، اُيـو آچِي اَچَ[13]،
آئون پُڻ وِجهان هَتَڙا، اِئِين پُڻ وِجهو رَڄَ،
سَندِيءَ ڪُنَ ڪُنِڄَ[14]، مانَ هُونِ سَلامَتَ سُپِرِين.

---

* ٻئي جي مجال نہ آهي. ١- ميهار کي ٢- خبر ٣- ڪچي دلي ٤- اجهاڳ پاڻي ٥- وهڪرو ٦- ميت کڻڻ جو کٽولو ٧- پاڻيءَ جو پکي، ٻگھ يا ٻگهه، جو هڪ ٽنگ تي اکيون پوري بيهندو آهي ٨- ڪلها ٩- ملائڪ (منڪر ۽ نڪير) ١٠- ڳوليون، گهور ڪري تلاش ڪريون ١١- درياهہ لڙائيل پاڻيءَ وارو ١٢ ملنشون- اسان کي ملن ١٣- ڏڌ ١٤- ڪنڊ، گوشو.

٦

مِيهارُ مَلاحَنِ کي، اُيو ڪري سَڏَ،
اَدا! اِنَهين پارَ جو، موڙي اَچو مَڏَ[1]،
وِيا جي وَهَ گَڏَ، هَلو تہ ڏورِيون اُنِ کي.

٧

ڪَنڌِيءَ جَهلِيو ڪانهَن، عاشِقُ اُيو آهُون ڪري،
تو ڪيئن ٻوڙِي سهٽي، ٻيلِي! منهنجي ٻانهن[2]،
دَرِياهَ! توتي دانهَن، ڏِيندُسِ ڏِينهن قِيامَ جي.

٨

جتي ٻيرَ[3] ٻرَنِ[4]، ٻَرِيون ٻُونِ[5] ٻَوارِيُون[6]،
تانگھ[7] نہ لَڌِي تارُئين، مَپُ[8] نہ ماتِيئَڙن[9]،
ڪَنڌِيءَ اُيا ڪيتَرا، سِيٽايا[10] سَنڪَنِ[11]،
تون ڪيئن تَنِ تَڙَنِ، اَچيو، اَسارِي! گِهڙين؟

٩

ٻَرِيُون ٻَرِ دَرِياهَ، ٻَسُ! جي پارِ پَوَندِيُون،
ٻَڌُ تَوَڪُلَ جو تُرَهو، آهَرَ سانُ اَللهُ،
جَنِ جِي ساهَرَ سانُ صَلاحَ، سي ڪِينَ ٻُڏَندِيُون ڪَڏِهين[12].

---

١ـ دنگي، نندي ٻيڙي ٢ـ زال ٣ـ ڦير، ڪُن ٤ـ ڦرن، چڪر هڻن ٥ـ درياهه ڪاٺي، ٻکون ٻون ٦ـ خوفائتيون ٧ـ اونهائي، عمق ٨ـ ماپ ٩ـ ماڻيءَ تي ترندڙ مهاڻن ١٠ـ سيٽاهه يا ترهي وارا ١١ـ ڪنبن، ڏڄن ١٢ـ ڪڏهين.

١٠

سانيارا[1] سَڏَ ڪِيو، اُيا چُونِمِ، ”آءُ“،
هِڪُ تِکو ٻِي تارِ وَهِي، ٻِيو لُڙُ لَهرِيُون ۾ واءُ،
سائِي جَنِ اَللهَ، ٻُجهان[2] سي نہ ٻُڏَنديُون.

١١

سانيارا سَڏَ ڪِيو، اُيا چُونِمِ ”اَچُ“،
هِڪُ تِکو ٻِي تارِ وَهِي، ٻِيو هَٿِ ڪَميٽِيءَ ڪَچُ[3]،
سائِي جَنِين سَچُ، ٻُجهان سي نہ ٻُڏَنديُون.

١٢

هارِي! حَقُ رَکيجِ، سانيارا ساهَڙَ جو،
خوابَ، خِيالَ، خَطِرا، تَنِ کي تَرڪُ ڏِئيجِ،
اَندَرُ آئِينو ڪري، پَرِ ۾ سو پَسيجِ،
اِنهِين[4] راهَ رَميجِ[5]، تہ مُشاهِدو[6] ماڻِيِين.

١٣

هارِي! رَکِجِ حَقُ، سانيارا ساهَڙَ جو،
خوابَ، خِيالَ، خَطِرا، تَنِين ڏِيجِ تَرڪُ،
ڪَرِيِين غَيرَ[7] غَرَق، تہ مُشاهِدو ماڻِين.

---

١ـ پسند پيل (عشق) ٢ـ سمجهان ٿي ٣ـ ڪچو گهڙو، ڪوڙ ٤ـ انهيءَ ٥ـ وڃج، هلج
٦ـ ديدار ٧ـ دئي، ٻئائي.

۱۴

سانيارا سيئِي، تَنُ جَنِين جو طالِبو،
مَنُ پِريان نيئِي، پَڳَهِيو[۱] پانّ ڳَري[۲].

۱۵

لَيا[۳] ڏِنَمِ لارَ[۴]، سانياران ساهَڙَ جا،
هينئون هِتِ نہ وِندُري، ڊراڙَنِئُون[۵] ڊارَ،
منهنجو مَنُ مِيهارَ، پَڳَهِيو پانّ ڳَري!

## وائي

آيل! امڙ! تي جِيان، لا! جي سارِينِمِ سُپِرين.
ساهَڙَ مَتاءَ[5a] صَدَقو، ڏهين[۶] ڏمَ ڏِيان،
لا! جي سارِينِمِ سُپِرين.
مَتان ماڻِڪَ هيڪَڙي، اَمُلهَ اَٽَ ڏِيان،
لا! جي سارِينِمِ سُپِرين،
اَچِين، عَبدُاللّطِيفُ چي، تہ، جانِبَ! نِتُ جِيان،
لا! جي سارِينِمِ سُپِرين.

---

۱- پڳهہ (رسي) سان ٻڌو ۲- وٽ ۳- لوا (وڻ جو قسم) ۴- ليار ۵- ڊراڙ ڪان سواءِ 5a- متان ٦- ڪيترائي ڀيرا، ڏھ، بيشمار.

# داستان ائون

١

ٻُڌنديِ ٻُوڙَنِ ڪي، ڪي هاتِڪَ[١] هَٽَ وِڃهنِ،
پَسو لَڄَ، لَطِيفُ چئي، ڪيڏِي ڪي ڪَڪَنِ،
توٽِي ڪَنڌِيءَ ڪَنِ، ناتہ ساٿُنِ وَڃَنِ سِيرَ ۾.

٢

ڪَچِي ڪانِي ڪانهن، ٻُڌا ڪَڌِي ٻارِ مان،
يا لَنگهائِي، لَطِيفُ چئي، يا ڌُريان[٢] ڪري دانهَن،
ڪَماحَقُہ[٣] ڪَڪَنِ جِي، آهي ڳالِهہ اَڳانهَن[٤]،
جيڪِين ڏي ٻُڏَنِ ڪِي ٻانهَن، ناتہ ساٿُنِ وَڃي سِيرَ ۾.

٣

جان ڪِين[٤a] ڪَنڌِيءَ ڪانهَن، تان تاٽِي ٻَڌِجِ تُرهو،
هَٽُ پِريان جي هَٽَ ۾، ٻئِي ڪي ڏِجِ مَ ٻانهَن،
سَنڌِي ڪَپَرَ دانهَن، ڪِ تو ڪَنِين نہ سُئِي؟

٤

هاواٽا[٥] هُلَنِ[٦]، ڪَپَرَ ڪارُونيارَ جا،
لَهِرِيُون، لُڙَ، لَطِيفُ چئي، ٻيلِي تي ٻُلَنِ[٧]،
جي ڪَچِي ساڻُ ڪَهَنِ، آڪو[٨] تَنِ اوٻاهِيِنِ[٩].

---

١ـ حاذق، هوشيار، حريف ٢ـ اول ڪان، اصل ڪان، اُتندي ئي ٣ـ جيئن مناسب آهي، تحقيق ٤ـ اڳاهين، ڳري، مشهور، بهتر ۴a ـ ڪي ٥ـ هوانو، افواهہ، خبرون ٦ـ هلجن، ٻڌڻ ۾ اچن ٧ـ ٻلڪار ڪن، ڪڙڪن، آواز ڪن ٨ـ ڪچو گهڙو، خواب ٩ـ بيهارين (پار پهچائين).

٥

آهِين هُتِ[١] اُماڻ[٢]، پَنڌُ تُرَهو تارِ جو،
لَهرِيُون، لَٽِ، لَطِيفُ چئي، جَهلِيا[٣] جُنگَ جُوانَ[٤]،
اونهي تَرِ اَگهِتيا[٥]، آڏي پائي[٦] آڻ[٧]،
جي پِيا مُنهَن مِهراڻ، تَنِ پانڌِيَنِ[٨] پيٽُ نہ اُجهي.

٦

ڪَچو ڪان ڪُنيارَ، اوڳي[٩]! ڳِنهِيو اُٿِيِين،
ڪِ تو ڪَنِين نہ سُئي، پيلي تي پُلڪارَ[١٠]،
لوڙهيا لڪَ، لَطِيفُ چئي، ڪوڙِين ڪارُونيارَ،
اُڪارِيِين، آڏارَ! آرا[١١] آڪي وارِيِين[١٢].

٧

ڪَچي ساڻ ڪَهي، پَڪو پُڇي نہ سهٽي،
لَنگهيو لُڙُ، لَطيفُ چئي، وَچارَن وَهي[١٣]،
سا ڪيئن نينهَن نَهي[١٤]؟ جنهن کي نينهَن نَڌو[١٥] ڪَئي.*

٨

اُونهي ۾ اوهَري، ڪَهي ڪَچي ساڻ،
سُپَڪَ[١٦] جو، سَيّدُ چئي، پُڇي نہ پَرِياڻ[١٧]،
عِشقَ وارِيُون، عَبدُاللطِيفُ چئي، سَڌَ نہ ڪَٽَنِ ساڻ،
جَنِين پاسي پاڻ[١٨]، سي اَوَتَرَان اُڪَتِيُون.[١٨a]

---

١ـ هن طرف (آخرت) ٢ـ هلڻ وارو اماڻ وارو آهين، امانت ٣ـ روڪيا ٤ـ جُوان، وڏا پهلوان ٥ـ روڪيا ٦ـ هٿ جوڙي، عاجزي ڪري ٧ـ حڪم، آگيا ٨ـ پَنڌ تان آيلن، ڪناري تان آيلن. پانڌيءَ ٩ـ موڳي، اڻ ڄاڻ ١٠ـ ڌمر، غضب (لهرن جو آواز) ١٠ـ تڪ ١١ـ آر مان، تِڪ مان ١٢ـ ڪچي گهڙي (تي ترڻ) وارين کي ١٣ـ وچارن ڏانهن پيئي وڃي ١٤ـ پڌي، قابو ڪري ١٥ـ پڌل، قابو * جنهن کي عشق قابو پڌو آهي (غالب پيو آهي) سا عشق کي ڪيئن پڌندي (غالب پئي روڪي سگهندي.) ١٦ـ چڱو ڀڪل (پڪو گهڙو) ١٧ـ نشان، اهڃاڻ، ڏس پتو ١٨ـ جن وٽ خودي موجود آهي. ١٨aـ اُڪري پار پيون.

٩

اَنگَ[١] پَسِي رَنگُ، ڪِيو ڪوجو دَوُرُ دِليِ، *
ٻَرِ ٻَرا! ٻيلِي نہ ٿِيو، ڪَچو مَنجِھ ڪِلِي[٢]،
تَران ٿِيِي تارِ گھڻو، تنهنجِي، بَحرَ ٻِلِي،
سو ميهارومِ[٣] مِلِي، آهِيان جِنهن جي آسَرِي.

١٠

ٻانيُمِ نہ ٻيلو، مون کي ڏاءَ[٤] ڏُتارِيو[٥]،
آڪِي مَٿِي اُسَرِي، رُوحَ ڏِنو رِيلو،
تيلاهِين وِيلو[٦]، ٻِيمِ واهُڙَ وِچَ ۾.

١١

ڪَڏِيا جي ڪِلالَ[٧]، سي پَسي خالَ[٨] خوشِ ٿِئي،
پاڻِيءَ چِٽَ پُسائِيا، ڏاءَ نہ جَهلِي ڏمالَ[٩]،
سُپَڪَ ٻانيا[١٠] سهڻِي، جويَنَ جي جَمالَ،
آڪِي جا اَحوالَ، معلوم ٿِيا مهراڻَ ۾.

١٢

ڪَچو، تان ڪوهُ، پَڪو نَظَرُ پِرِيَنِ جو،
ساهَڙُ منهنجو سُپِرِين، ڏمَ ڏِئِيِي ڏوهُ،
جي چِنُو[١١]، جي چوهُ[١٢]، تہ پورِينديسِ پارَ مَٿِي[١٣].

---

١- قسمت * منهنجي قسمت جو رخ ڏسي، دلو بہ وچ درياھ ۾ دغا ڏيئي بيٺو
٢- ڪشمڪش، لڙائي؛ اوکيءَ ويل ٣- منهنجو ميهار ٤- گيڙوءَ جهڙو رنگ، چٽ، نقش
٥- ينيلايو، لڳيو ٦- وٿي، دير، ويرم ٧- گلال (ف) ڪنيار ٨- نقش، چٽ
٩- چوٽ، سٽ، ڌڪ ١٠- سمجهيا ١١- سخت طوفان ١٢- وھ جي تک ١٣- ڌانهن.

١٣

آڪو[1] تہ آڪو، ڪَچو آيمِ ڪمِ،
جِيءَ جَنِين جا جَمِ[2]، پَڪا سي پُڇَنديُون.

١۴

پَڪا رَچَ[3] ڪَنيارَ جا، پُڪي نِيھائِين،
مون ڪي تِتائِين[4]، پيلو[5] ياڳي آئِيو[6].

١٥

ڪَچِي ڪَتُ[7] نہ جَھلِيو، پيلو پِيو پُرِي،
سارَ چَڏِيائين* سِيرَ ۾، ٻانھُن ڪان ٻُرِي[8]،
لَتي لَھرِيُون ويئيُون، چَوُڏارِي چُرِي،
هِينئڙي مَنجِھ هُرِي، ماهِيَتَ[9] مَلَڪَ المَوتَ[10] جِي.

١٦

ڪَچِي ڪَتُ نہ جَھلِيو، پيلو پِيو پَچِي،
ماهِيَتَ مَلَڪَ المَوتَ جِي، مَنجِھ وُجُودَ وَچِي،
ساهَڙَ ڪي سَچِي[11]، آڪي جي اَحوالَ جِي.

١٧

ڪَچِي ڪَتُ نہ جَھلِيو، پيلو سَهي نہ پَرُ[12]،
هَٿين، پيرين، آڱرِين، ٻانھُن ڇَڏِيو ٻَرُ[13]،
ساهَڙَ! سِگھو وَرُ، پِيِيَسِ مُنھن مِهراڻَ جي.**

---

١- ڪَچو گھڙو ٢- جمع، قرار ٣- اسباب (ٿانو) ۴- تتان ٥- ڪچو گھڙو ٦- حصي ۾ مليو ٧- اصل، هرگز * حوصلا خطا ٿي ويس. ٨- ساٿي يا ماندي ٿي ٩- حقيقت، صورت ١٠- حضرت عزرائيل (موت جو فرشتو) ١١- سچي حقيقت ١٢- چڪر، ڦيرو، زور، داب ١٣- ٻَل، طاقت ** ويرن مان اها تنوار پئي آئي (درياھ جي لهرن ۾ سهڻيءَ جي ٻڏڻ تي افسوس پي ڪاڏو).

١٨

ڀيلي ڀُلائي، پَسي چِٽَ چَري تِئي،
"ٻَرِ! ٻَرِ! ٻُڏي سُهڻي!" وِيرنِ ۾ وائي*،
ڪَچي ڪيرائي، لالَ[1] لَهرنِ وِچ ۾.

١٩

پَڪو ڪَٽِج پاڻ سين، چَڱو چِتائي،
ڪَچو ڏِيج ڪُلالَ[1a] کي، مُنهن تي موٽائي،
سو سُڻُ هِنيِن سين، سهڻي! جيڪِين فائِقُ فَرمائي،
مَوجُون مُنجهائي، مارِينِئي مِهراڻ جون.

٢٠

ڪو جو وَرِيو واءُ، جيئن ٻَرُ ٻانهُن چَڏِيو،
آڳي اِنَ تَڙاءُ، اُونداهِيائِي[2] اُڪِران.

٢١

هَٿَندي تَڪَمِ هَٿَ، هينئڙي حُجُون[3] چَڏِيون،
لَڪُ لَهرنِ گَڏِيو، مَوجُون وَرِيُون مَٽَ[4]،
نِيَمَ ڪُنَ قُوَتَ، ٻِرُ[5]، ٻَلِيرا سُپِرِين!

٢٢

هينئڙي حُجُون چَڏِيون، قُوَتَ رَهِيَم ڪانَ،
مون تي موٽِج، مون پِرِين! ساهَڙَ جامَ سُڄاڻ،
آهِيان گهڻُو اَجاڻ، ٻِرُ، ٻَلِيرا سُپِرِين!

---

* ويرن مان ها تنوار پئي آئي (درياهہ جي لهرن ۾ سهڻي جي ٻڏڻ تي افسوس پئي ڪاڏو)

١- لعل جهڙي (سهڻي). 1a- ڪِلال، ڪنڀار ٢- اونداهيءَ رات هوندي ۾ ٣- اميدون، حجتونا ۴- مٿان ٥- ڦرُ، موٽ.

٢٣

پِرُ، پَلِيرا سُپِرِين! پَلا مِ پيِراهَ[1]،
تو رِيءَ تارِي[2] ناهِ ڪا، والِي! تو رِيءَ واهَ،
ساهَڙَ جِي صلاحَ، تَنَ ڪي ڪَڍِي تارِ مان.

٢٤

تَنَ ڪي ڪَڍِي تارِ مان، صَلُح[3] ساهَڙَ جو،
اُتِ آڏو اَچِي ڪِينَ ڪِين، پيلِيپو[4] پئي جو،
ميهَرَ! ڪِجِ منهنجو، ڪو اوڪَرُ[5] ڪِهِين اِر تان.

## وائي

مون پاريچِي سارَ، آئون جا وِيندَڙِي وَٽِ وَچارَ،
ڏِمُ مَ جاڳِي، لوا مون پاريچِي سارَ.
مون ڪي تِتي ميڙِيِن، جِتِ ڪُنڍِيَنِ جِي قطارَ،
آئون جا وِيندَڙِي وَٽِ وَچارَ.
پَرَن پيلايَنِ جا، سانِيارا[6] سَنِيارَ[7]،
آئون جا وِيندَڙِي وَٽِ وَچارَ.
وِڇُ مَ پوءِ وِصالَ ڪي، سَباجها سَتارَ!
آئون جا وِيندَڙِي وَٽِ وَچارَ.
گهرِ گهرِ گِلا جا وَهِي، پاڙِي پَندِ پَچارَ،
آئون جا وِيندَڙِي وَٽِ وَچارَ.
تاڪُنِ تَڪِي آهِيان، سِگهو رَسُ، سَهارَ!
آئون جا وِيندَڙِي وَٽِ وَچارَ.

---

١- بي راهہ، اوجهڙ ٢- واهہ، وسيلو ٣- راضپو ٤- مدد، واهر ٥- اُڪَرَڻُ، نيڪال، پار لنگهائڻ ٦- پسند پيل ٧- چڙا، گهنڊ.

# داستان نائون

١

جَرِ ترَ[١] تِکَ تَنوارَ، وَڻِ تَرڻ وائي هيڪَڙي،
سَپيئِي شَيءِ ٿيا، سُوريءَ سَزاوارَ[٢]،
هَمَه[٣] مَنصُورَ[٤] هَزارَ، ڪَهڙا چاڙهِيو چاڙهِئين؟

٢

سَيَتِ[٥] پَچارَ پِرِيَن جِي،* سَيَتِ هوتَ حُضُورُ[٦]،
مَلڪُ مِڙو مَنصُورُ، ڪُهِي ڪُهَندين ڪيتَرا؟**

٣

لَهرِن لَکَ لِباس[٧]، پاڻيءَ پَسَڻُ هيڪَڙو،
اُونهي تنهن عَمِيقَ جِي، واري جِدِ[٨] وِماسَ[٩]،
جتِ ناهِ نِهايَتَ[١٠] نينهن جِي، ڪوءِ اُتِ پنهنجي ڪاسَ[١١]،
تَڙَنِ جِي تَلاسَ[١٢]، لاهِ تَہ لالَنَ لَڳِ[١٣] ٿيين.

٤

مَرِجِ وَٽِ ميهارَ، مَتان موٽين، سُهڻي!
ساهَڙَ جا سينگار، مَتان ڏمرَ ڏيکارِيين.

---

١- بحرءِ بر ۾ (جتي ڪٿي) ٢- لائق ٣- سڀ ۴- منصور بن حلاج، پيارو هوندو هو، جنهن "اناالحق" (آءٌ خدا آهيان) جو نعرو هڻي پاڻ کي موت جي سزا جو مستحق بنايو هو. ٥- هر هنڌ
* سڀ ۾ الاهي عشق جو جوش آهي ٦- هر جاءِ ڏٺي حاضر آهي (الله هر هنڌ موجود آهي).
** سڄي ملڪ ۽ سڀني مخلوقن ۾ الله وسي ٿو، ۽ سڀئي پاڻ ۾ خدا کي ڏسي "اناالحق" چون ٿا، هاڻي ڪيترا سوري چاڙهي ڪيترا چاڙهيندين؟- ويس، روپ ٨- لاهي جڏ ٩- خيال، ڳڻتي، ڳڻ ڳوت ١٠- حد، انت ١١- خواهش، سڌ ١١- خواهش، سڌ ١٢- تلاش، ڳولا ١٣- محبوب وٽ ويڃهو.

٥

چُونمِ جي هيڪارَ، ”مَ وَنءُ[1] موتِي سهٽي!“
دونهينءَ پاسي دوسَ جي، گهارِيان سَبَ ڄمارَ،
ٻـانڍِيٽا[2] ٻـيهار[3]، هُوند نہ لڳين لائيان.

٦

وَڃان ڪينَ وَرِي، هُوندَ رِيءَ ڇڏي رَهي رَهان،
دونهينءَ پاسي دوست جي، ماڳهين پوان مَرِي،
صُورَتَ نہ سُونهن ڪا، ڪِيَسِ ڇِتَ ڇَرِي،
وِصالان[4] فِراقَ جِي، سُڄي ڳالهہ ڳَرِي،*
تيلاهين تَرِي، مُنهن ڳنهيو[5] موتيو وَڃان.

٧

جي قيامَ[6] مِڙَنِ، تہ ڪَرَ اوڏا سپِرين،
تِنهان پَري سُڄَنِ[7]، واڌايُون وِصالَ جِون.**

٨

آئون ڪِ نہ ڄاڻان ايئن، تہ جَرَ گهڙِي جوڪو ٿِئي،
قَضا جا ڪَرِيمَ جي، تنهن ڪان ڪَنڌُ ڪَڍِبو ڪيئن؟
هِڪُ لِکِئي، ٻـي نينهن، آڻي اوِليَسِ[8] اولَ[9] ۾.

١ـ نہ وڃ ٢ـ ڇني، پوتي، رڱيل رَئو ٣ـ ٻيهر، ٻيو ڀيرو، وري ٤ـ وصال کان * فراق جي حالت وصال جي حالت کان زياده وزندار آهي. ٥ـ منهن يا ڪنڌ ڪنيو ٦ـ قيامت جي ڏينهن (جو دور آهي) ٧ـ سجهن ** وصال حاصل ڪرڻ نهايت مشڪل آهي.
٨ـ ڌڪيس، وڌيس ٩ـ درياهہ، جي ڪنڌ، جتي ڪک ڪانا اولجي اچي ڪٺا ٿيندا آهن.

٩

نہ ڪانِيءَ نہ ڪانهَن، نَڪو ڏوهُ قَلَمَ جو،*
اَنگَ اُتيئِي لِکِيو، جِتِ نہ رَسِي پانَهن،
ڪِنهن کي ڏِيان دانهَن؟ قَضا قَلَمُ وَهائِيو.

١٠

تَڙَنِ جا طَعنا، سَهَنگا[1]، ڏِينمِ سَرَتِيُون،
دَرِياهَ ديوانا! سُڻُ حَقِيقتَ حالَ جِي.

١١

تَران لَئِي طَعنِي، مَتي وَهَ واڪا ڪِيو،
آٿي وِڌِيَسِ آرَ ۾، دَرِياهَ ديوانِي،
قَلَمَ جي ڪانِي،** آٿِي اولِيَسِ اولَ ۾.

١٢

تَران تان مَران، وَران تان وَهُ وِتَرو،
هينئڙي ۾ هوتَنِ جا، اَچَنِ گُهورَ[2] گهڻا،
پَسِيو پاڙي وارِيُون، ڏِسِيو ڏوهَ ڏران،
وِچان ڪيئَن وَران، ڪَنڌِيءَ منهنجو ڪارِڻي[3].

١٣

نڪو سَنڌو[4] سُورَ جو، نَڪو سَنڌو سِڪَ،
عَدَدُ ناهہ عِشقَ،*** پُڄاڻِي[5] پانْ لَهِي.

---

* منهنجي بدبختي ڪنهن دنيوي قلم (جيڪو ڪانہ جي سر مان ٺهندو آهي) ڪري ڪانہ ٿي آهي، پر قضا جي قلم ڪري آهي. ١- سهانگا، گهڻا، مفت ** قضا جي قلم، قسمت. ٢- خيال، پور ٣- وسيلو (ميهار) ٤- حد *** عشق جو اسرار اونهو آهي.
٥- حد، انت

١۴

عَدَدُ ناهه عِشقَ جو، سُٽِي ٿِـي ساٽِي، *
ڪانهي پُڇاڙِي، مهندان، مُنڌا! مِهارَ جِي. **

١٥

سِڪَ تنهَنجي، سُپِرِين! جيئن تَران تيئن تارِ،
تونهين[1] رَهِيو روح ۾، تونهين اکنئان[2] پار[3]،
پِرين، تنهنجي پارِ، مون واُجهائيندي وَرهيه ٿِيا.

١٦

سِڪَ تنهنجِي، سُپِرِين! ڪَپِي ۽ ڪوري،
سَگهان نہ چوري، ڏاڍو نِيَئرُ نينهن جو.

١٧

سِڪُ تنهنجي، سُپِرِين! اَندَرِ ٿِـي اَجَهلَ[4]،
ٻـَرَڪِيو ٻاهَرِ نِڪَري، ڪُوري ڪانئِي ڪَلَ،
ريءَ سِيراهِيءَ[5] سَلَ[6]، مون کي ڏِنا سَڄَڻِين.

١٨

سِڪَ تنهنجي، سُپِرِين! اَندَرِ ٿـي اَجهاڳَ،
مَنجِهين[7] ٻـَريا ماڳَ، ٻَلَٽِيا[8] پارِيُون[9] ڪَري.

---

* اها ڳالهه ٻڌي، وچي عشق ٻيڙي ٿيءُ. ** ميـهـار (معـشوق) جـو بہ انت ڪونـهي.
١ـ توهين، تون ئي ٢ـ اکين کان ٣ـ ٻاهر ۴ـ جهلڻ کان وڌيڪ ٥ـ واڍي جو اوزار جنهن سان هو سوارخ ڪبيندو آهي ٦ـ سوراخ ٧ـ اندر ۾ ٨ـ اٿلي پيا ٩ـ سيڙهون، وسڪارا.

١٩

ڪِينْ° تَران، ڪِينَ تارِ مون، ڪِينَ سَگهان ڪِينَ سَگهه،
آڏو ڏيجِ مَ لَڳُ، * مون هيڪَلِيَ، وَلَها!

٢٠

سِڪَ سِڪَندِيَنِ لاهِ، وِڇوڙيا ميڙِ پِرِين،
ايڏي سَگهه، سَچا ڏَٽِي! توهِين کي°a جُڳاءِ،
تَنُ جَنِين جو طالِبُو، مِهرَ تَنِين کي پاءِ،
ميڙائِي جو ماءِ! ڪانگُ لَوَندو ڪَڏهِين.

٢١

ڏِٺي تِيَمِ ڏِينهن، ڪُهُ جاڻان ڪِهَڙا پِرِين،
نيڻَ پَرَجِي نينهن، پَلُٽِيا پارِيُون ڪَري.

٢٢

ڏِٺي ڏينهن ٽِيامِ، ڪُهُ جاڻان ڪِهَڙا پِرِين،
وَلِينِ جيئن وَرِيامِ، گوندرَ غَمَ پِرِيَنِ جا.

٢٣

ڏِٺي ڏينهن ٽِيامِ، ڪُهُ جاڻان ڪِهَڙا پِرِين؟
سَهسِين سِجَ اَلهِي، واجهائِيندي وِيامِ،
تَنِين سالَ ٽِيامِ، جَنِين ساعَتَ نه سَهان. **

---

o ڪي. oa تو کي ٿي * اڳيان رنڊڪ اچڻ نہ ڏجائين.
** جن جي جدائي هڪ پل بہ سهي نہ سگهان تن کان جدا ٿئي سال ٿي ويا آهن.

٢٤

گھرُ، نہ وَرُ، نہ وَٽُ ڪا، آھيمِ مَنِ ميھار،
اِنَ اوسيئڙي[١] اُٿِيان، سَنجھي ڪَري سِينگارُ،
پِرِين! تنھنجو پار، پَسانَ مانَ پَرِ ڪَنھِين.

## وائي

ھوئِج ھوشيارِ، خَبَردارِ، ترڪَڻِ آھي تَڙَ ۾.
ڪَڏون، ڪُوبا، چِڪَ چِڪنديُون[٢] تان ڪِين نِئي[٣] نِھارِ،
ترڪَڻِ آھي تَڙَ ۾.
آڏِيءَ سِي آڪُڙَنديَون[٤]، اَکِيُون جَنِ ڪَپارِ، *
ترڪَڻِ آھي تَڙَ ۾.
مون سُؤُ[٥] مَلاحَنِ ڪان، تَڙَ اڙانگا[٥a] تارِ،
ترڪَڻِ آھي تَڙَ ۾.
ھوتُ ھَلنديَنِ ڪَتِيو، ويھَڻُ، مُنڌَ! وِسارِ،
ترڪَڻِ آھي تَڙَ ۾.
ڪُھِ آتڻُ! پَنِ جيڏِيُون! ڏيراٽِيُون ڏُٿارِ[٦]! **
ترڪَڻِ آھي تَڙَ ۾.
پَڪو ڪَٽِج پاڻَ سين، پِرِين تُنھنجو پارِ،
ترڪَڻِ آھي تَڙَ ۾.

---

١ـ انتظار، فڪر، ڳڻتي ٢ـ ڌٻڻون ٣ـ نمي ۴ـ آڙٻيـون * مغرور، خوديءَ وارا. ٥ـ ٻڏو ٥aـ اٿاگا، ڏکيا. ٦ـ ڏکيو وقت، مرض ** شل ڏيراٽيون مصيبت ۾ مبتلا ٿين.

وِندي واتاڙُئَنِ[oa] کي، پَنِيءَ[ob] ڪِيمَ پَچارِ،
تِرڪَڻِ آهي تِرَ ۾.
پُونديِن مُنهَن[١] ميهارَ جي، ڏَمَ وَتِ ڏينهن مَ گهارِ،
تِرڪَڻِ آهي تِرَ ۾.
ساهَڙَ کي، سُڻُ، سهڻي! ٻِچَلِ آڏِي[٢] ٻارِ،*
تِرڪَڻِ آهي تِرَ ۾.
تارِ تَرَنديِن، ڷَڙُ لَنگهندِيِن، عِشقَ جي آڌارِ،
تِرڪَڻِ آهي تِرَ ۾.
پاندُ مَ ڇَڏِجِ پِرينءَ جو، پِهين[٣] جي پانارِ،
تِرڪَڻِ آهي تِرَ ۾.
تِيندوءِ سَڏُ ساهَڙَ جو، توڏِي! ٿِيءُ تَيارِ،
تِرڪَڻِ آهي تِرَ ۾.

## اَبيات متفرقه

١

ساهَڙَ ڏاران سُهڻي، اَڌوتِي[٤] آهي،
ڪُنڊِيُون جو ڪاهي،** پاسي تِهِين[٤a] پاڪ ٿِئي.

---

oa- واتهڙوئن ob- اصل، صفا، بنهه ١- روبرو ٿيندينءَ ٢- سامهون * اي سهڻي! ٻڏ، تہ ساهڙ جي سامهون (تنهنجي ۽ ساهڙ جي وچ ۾) ٻچل ٻار (تکو وهندڙ درياهہ) پيو وهي. ٣- پيهين، اندر غرق ٿئين ٤- اڻ ڌوتل، ناپاڪ ** ميهار ٤a- تنهين.

٢

سَاهَرُ ڏاران سُهٽي، نِسورِي ناپاڪَ،
نَجاسَتَ[1] ناهِ ڪَري[2]، اُنين جِي اوطاقَ،
هوءِ جي ڪِيرَ پِياڪَ،* پاسي تَنين پاڪَ ٿِئي.

٣

سَاهَرُ ڏاران سهٽي، هِيءَ تان جُنَبِي[3] جوءِ،
هِنَ پاٽِيءَ سين پانهنجو، مورِ نہ مَتو ڏوءِ،
جي پِرِينءَ پاسي هوءِ، تہ ڪَرَ توڏِيءَ تَرُ ڪِيو.

٤

سَاهَرُ ڏاران سهٽي، هِيءَ تان جُهڪِي[4] زالَ،
توڏِيءَ تَپُ شُرُوعُ ٿِيو، هَئي! هَيٽِيءَ جِي حالَ،
جَڏِي رِيءَ جَمالَ، اَگهِي ٿِي آهُون ڪَري.

٥

سَاهَرُ ڏاران سهٽي، آهي مِ آزارَ،
ڏمَ پاسي مِ ڏُکندو، صِحَتَ وَتِ سَنگهارَ،
توڏِيءَ سَندي تَنَ جِي، دَوا مِ دِيدارَ،
جي پَسي منهن ميهار، تہ سِگهيائِي سَگهِي ٿِئي.

---

١ـ پليدگي، پليتي ٢ـ نابود ڪري * (١) ميهار، جيڪي گهٽي کير هٽڻ ڪري، هميشہ کير پيئندا آهن. (٢) وچون يا نِنڍيا ڦر. ٣ـ مٽي ميري، ناپاڪ ٤ـ ڪبي، ويهي رهيل، گڪي، غمگين.

٦

مَتان گِهڙين، سهڻي! اَجُ دَرياھَ ۾ ڏَمرُ،
ڪارِيءَ راتِ ڪُنَنِ ۾، ڪِهڙو اَتِئِي ڪَمُ؟
مَتان جاڳي ڏَمرُ، پُڇي پاڙي وارِيِن.

٧

پُڇِي پاڙي وارِيُون، ڪوھُ ڪَرِيندو ڏَمرُ؟
ڪارِيءَ راتِ ڪُنَنِ ۾، آھ ڪانيارِن° ڪَمُ،
هِيءُ هَڏو ۽ چَمُ، گهورِيو مُحِبُ ميهارَ تان.

٨

ڏِهاڙِيoa ڏَمَرُ ڪَري، مَتي مَحَبتَ مُون،
تنهن کي اَچي تُون، پِرِيَمِ! ڪوھُ نہ پَلِيِين؟

٩

جان جان هُئِي جيئرَي، وِرچِي نہ ويٺِي،
وَجِي پُونءِ[١] پيٺِي[٢]، سِڪَندِي کي سَجَڻين.

١٠

جان جان هُئِي جيئري، ويٺي نَہ ويساندِ[٣]،
لُڙهِي لَهرِنِ پاندِ، مُيائِي ميهار ڏِي.

---

°- ڪاٽيارن، پيارَ جي هٿان مجبور ٿيلن، عيبدارن. oa- ڏهاڙي، روزانو ١- پون، زمين، ترو ٢- پيٺي (درياھ جي تري ۾ غرق ٿي.) ٣- آرام سان.

١١

وَرُ[1] اُونداھِي راتڙِي، چانُڊوڻِيءَ[2] چانڊا[3]،
اوري ميھارا، منھن مَ پَيسان ڪو پيو!

١٢

سَدا پُڇُ مَ، سهڻي! اُونداھِيءَ اَڌ راتِ،
پِريان ڏي پِرياتِ، وانءُ[4] ڏيناري[5] ڏينھن کي.

١٣

سائِرَ ٻوڙِي سهڻي، نَہ ڊوري، نہ ڊَنِڊَ،
اَکين مَنجِھ اُڪَنڊَ، مُيائِي ميھار ڏي.

١٤

ساھَڙُ سُکِيءَ ۾ تِيو، پاڻِيءَ مَنجِھ پُنوھُ،
سَنڌو ڪَچُ ڪُنو،* تارِ تَرَندو ڪيتَرو؟

١٥

سانوَڻَ لَھَرِيُون، ٿَرَ وارِي، تَرِ[7] وارَ،
اِنھان ئِي اَپارَ، مُون سين پَلِي پال ڪِيا.

١٦

نہ مُون نانَاڻِئان ڪَتِيو، نَہ ڪِي ڏاڏاڻِئا،
پِرِيَنِ جي پارا[8]، مُون سين وَڏائِي وَڙَ ٿِيا.

---

١- بهتر، موٽ ٢- چنڊ واريءَ ٣- چانڊوڪيءَ کان ٤- وڃ ٥- ڏني وانئي، کليو کلايو ٦- پهتو، رسيو* کچي مٽيءَ جو ڪُنو، ڪچو گهڙو ٧- خال ٨- پاران، طرفان.

## وائي-١

ڪَهُ ڄاڻان ڪيڏاهِين، منهنجو تَنُ تَتِي[١] تيڏاهِين،
سائين! نبڻين نينهَڙو لڳائي وِيڙا[١a]،
جيڏانهن عالَمَ آسَرو، مون پُڻ آهي اوڏاهين،
ڏُوتهِين دوسِتَ ميهارَ جِي، ڏيئي جيئَن ڏتائِين،
ساري سپِرينِ ڪَي، رَهَ پرِ رَتُ رُنائين،
دامَنَ[٢] تيڏِي، چنگُلُ[٣] ميڏا، روزَ قيامَتَ تائِين،
پِيرُ اسان ڏا حَضرَتَ مِيران[٤]، ڪُلَ دِي آسَ پڄائين.

## وائي-٢

توکي مَڱان، جو تونِ آهِين، ٻيو دَرُ ڪونَہ سُڃاڻان.
اِلاهي! عِنايَتَ[٥] سِين، نوازين نِماڻا،
اَنڌا ڪَريِين اَڳَ ۾، ڪوتائِين ڪاڻا.

## وائي-٣

نَهين[٦] نَهين ميڏي وَسِ، وو!
بِنا دِلبَرَ هِيءَ دِلِ ماندِي[٧].
بِسڪان تِي سَنگهارَ ڪي، بابِ[٨] نہ منهنجي بَسِ،*
مون ڪي مَتِ ميهارَ جِي، ڪانہ اَچي ٻِي ڪَسِ[٩]،
ڏَردَ ڏَسِي آهِيان، دَرِدُ مُونهين جو ڏَسِ[١٠]،
سُڪُ نہ پُڇِي سهڻي، ڏُکُ ڏِکِيءَ کي ڏَسِ.

---

١ـ چڪي، تاڻي ١a ـ ويا ٢ـ پلئُہ ٣ـ هٿ ۴ـ حضرت شيخ محي الدين عبدالقادر جيلاني (پيران پير دستگير). ۵ـ مهرباني ٦ـ نہ آهي ٧ـ پريشان ٨ـ واسطي، لاءِ * منهنجي لاءِ (سڪڻ کان) بس ڪرڻ ممڪن نہ آهي. ٩ـ پسند ١٠ـ مغلوب ڪر، ڪيرائي دوست.

## وائي-٤

لَڙڪيءَ[1] لنءُ[2] نَہ سُڃاتو، راندِ پاياڻين راز[3] ڪي.
اَندو[4] اُلوهِيَتَ[5] ڪان، آهي اِيءُ اُماتو[6]،
صُباحَ سو نہ شُمارَ ۾، ليڪِئان جو اَڄُ لاتو،*
پيِسِ ڪاڻِ ڪَريمَ سين، ٽِپُسِ نِمرُودِي[7] ناتو.**

## وائي-٥

وَڃي سا رات وِهاڻي، رِيءَ پَسَڻَ پِرِيَنِ جي!
هِهَڙا اوڏا سپِرين، تو ڪيئن نِنڊَ رِهاڻي؟

## وائي-٦

مُنهِنجيُون سَيِئِي، آيلِ! ماءِ! مَنَ مُرادُون پُنيُون.
جهَڙي پِريان ڳالهڙي، تِهَڙي ٻِـي نہ ڪاءِ،
ڪِجي[9] تان ڪوڏَ[10] تِئي، سُڃي[11] سِيباءِ[12]،
ويهُ داتا جي دَرَ تي، شُڪُر جنهن جُڳاءِ،
ڪانهي حَدَ حَمدَ جِي، تہ ڪَريان لالَنَ لاءِ،
ڳَٽِيو ڳَٽِيان ڪيتَرِيون، وَڏِيُون وَڏاياءِ[13]؟
سو مُون هَتان نہ ٿِئي، جيڪِين[13a] تو جُڳاءِ،
تو سَڃِيُون[14]، تو سَنڌِيُون[15]، سِڪَن توهِين ساءِ[16]،
اُڃَ تنهنجي اُڃِيُون، لوچِنِ توهين لاءِ،
دِلِ دانهَنِ ري نہ رَهي، مون کي ماتِ جُڳاءِ.

---

١ـ چوڪري، پنيان لڳي ٢ـ عشق ٣ـ عشق جو اسرار ٤ـ غير واقف ٥ـ الاهي ذات ٦ـ ديوانو، گمراهہ
* جيڪو ماڻهو اڄ (هن دنيا ۾) شمار ۾ نہ آهي، سو سڀاڻي (قيامت جي ڏينهن) ڪيئن ڳاڻاٽي ۾ ايندو يا چونڪارو پائيندو: جيّ هٿ نہ هوت پسن، سي ڪيئن ڪيچ پسنديون؟ ٧ـ نمرود بن ڪنعان بادشاهہ، جنهن خدائي جي دعويٰ ڪئي هئي. ** نمرود جهڙي شيطان سان واسطو يا صحبت. ٨ـ جڳائي، وڻي، رهائي ٩ـ ڳالهہ ڪجي ١٠ـ خوشي ١١ـ سڄي، پنجي ١٢ـ وڻي، جڳائي ١٣ـ تنهنجي وڏائي ١٣a ـ جيڪي ١٤ـ جيڪي تنهنجي روبرو آهن، حاضريءَ ۾ بيٺل ١٥ـ پر واريون، پاسيون ١٦ـ لذت (صحبت جي).

# سُرُ سَسُئِي آبِري

## سر بابت

هن نالي سان ڪابہ راڳڻي، هندستاني موسيقيءَ ۾ ڪانهي، هن سر جو نالو، مضمون موافق رکيو ويو آهي. جنهن صورت ۾ هن سر ۾ سسئيءَ جي اٻرائيءَ جو ذڪر ٿيل آهي، تنهن صورت ۾ مٿس عنوان ٿي آبري (اٻري) رکيو اٿن.

هن سر ۾ عموماً ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ واريون پڙهڻيون، اختيار ڪيون ويون آهن. جتي ڊاڪٽر ترمپ واريون پڙهڻيون، وڌيڪ وزنائتيون سمجهيون ويون آهن، اُتي اُهي اختيار ڪيون ويون آهن.

ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ جيڪي بيت پنهنجي رسالي ۾ نہ وڌا آهن، تن مان هيٺيان بيت هن نسخي ۾ درج ڪيا ويا آهن:

داستان ١ بيت نمبر ١۴، ١٥ ۽ ١٧.

داستان ٢ بيت نمبر ١١ ۽ ١٢.

داستان ٣ بيت نمبر ٦ ۽ ٧.

داستان ۴ بيت نمبر ٢۴.

داستان ٦ بيت نمبر١٢.

داستان ٨ بيت نمبر ٦، ٧، ١٥ ۽ ١٦.

داستان ١٠ بيت نمبر ١٥.

## آکاڻي

هن سر ۽ هن بعد ايندڙ چئن سرن جهڙوڪ، معذوري، ديسي، ڪوهياري ۽ حسيني ۾ آيل بيتن جو مضمون، سسئيءَ ۽ پنهونءَ جي قصي تي ٻڌل آهي. انهيءَ قصي جو مختصر بيان هيٺ ڏجي ٿو:

"نائونءَ، ڀانبر واه جي پر تي ويٺل ٻانيڻ ڪي اولاد ٿيندو ئي ڪونہ هو. هن ڏاڍيون دعائون ۽ دوائون ڪرايون. آخر هڪ ڌيءَ ڄايس، جنهن جي ڄڻيءَ ڪڍائڻ مان پتو پيس، تہ ڇوريءَ جو انگ، ڪنهن مسلمان سان لکيل آهي. انهيءَ ٽڪي لڱڻ کان بچڻ خاطر، هن ڇوريءَ کي صندوق ۾ بند ڪري، درياه ۾ لوڙهي ڇڏيو.

اها صندوق لڙهندي اچي ڀنيور جي پرسان ناري تي نڪتي ۽ محمد ڌوٻيءَ کي هٿ لڳي. کنيءَ کي بہ اولاد ڪونہ هو، تنهن مٿس سسئي (معنيٰ چنڊ) نالو رکي، لاڏ ڪوڏ سان نپائي پالي وڏو ڪيو

سسئيءَ جي سونهن جي هاڪ ٻڌي، ڪيچ مڪران جي حاڪم آريءَ ڄام جي پٽ، پنهون، پنهنجو منشي ڀنڀور ۾ موڪليو. هن جهڙي سسئي جي هاڪ ٻڌي هئي، تهڙي اکئين پسي، پنهونءَ کي پيغام موڪليو ته نجو سون آهي. پنهون واپاريءَ جو ويس ڪري، ڪٿوريءَ جون خرزينون ڀرائي، قافلو ڪاهيو، جو جنهن جاءِ تان لنگهيو ٿي، تنهن کي خوشبوءِ سان واسي ٿي ڇڏيو. آخر اچي ڀنڀور ۾ ديرو دمايائين. سسئي، سهيلين سان گڏ، عطر سودڻ جي ارادي سان، پنهونءَ جي منزل تي ويئي. سسئيءَ جي صورت ڏسندي ئي، پنهونءَ جو هينئڙو هيڪاري هٿن مان ڇنائي ويو. هوڏانهن وري سسئيءَ کي پرت جو پيچ پئجي ويو.

هڪ سوناري، پنهونءَ تي اکين ڇڪڻ تي پئي، پر پنهونءَ اک کڻي به نه نهاريس. ڪتيءَ کان ڀين گازرن،[1] سسئي جو سڱ ڇڪيو، پر هنن کي سسئيءَ جي قابل نه ڏسي، ڪتيءَ ناڪار ڪئي.

سسئيءَ نيٺ، هڪ ساهيليءَ جي هٿان، پنهونءَ سان سڱ ڪرڻ لاءِ پيءُ کي چوايو، جنهن پنهونءَ جي ذات پائي نه هجڻ سببان، انڪار ڪيو. سسئيءَ جي سڪيءَ، ڌوٻيءَ کي يقين ڏياريو ته پنهون پڻ ذات جو کٽي آهي. ڌوٻيءَ کيس آزمائڻ لاءِ هڪ کيپ ڌوئي اچڻ لاءِ چيو. پنهونءَ جا نازڪ هٿڙا، ڪپڙن ستيندي لڦون تي پيا. آخر ڪپڙا چيري ڦاڙي کڻي آيو. گراهڪن وٽان ڪا شڪايت نه اچي، تنهن لاءِ، پنهونءَ ڦاٽل ڪپڙن جي تهن ۾ سونيون مهرون وجهي موڪليون. ڪپڙا مالڪن کي پهتا، پر ڌانهن ڪٿان ڪانه آئي. اٽلو جنهن کان ڪتيءَ تي پڇيو، تنهن تي ڪپڙن جي ساراهه ڪئي. نيٺ ڌوٻيءَ پنهونءَ کان جنڊو پاڙو لڪائي، کيس سسئي پرڻائي ڏني.

پنهونءَ جي فراق ۾، پٽس بي حال ٿيڻ لڳو، تنهن ڪري قاصد موڪليائينس، پر پنهون پوئتي ورڻ کان پڙ ڪڍي بيٺو. پيءُ پنهونءَ جي جدائيءَ ۾ نجهرڻ لڳو. جلدئي پنهونءَ جا ڀائر گڏجي ڀنڀور آيا. سسئيءَ ڏيرن جي چڱي خاطرداري ڪئي. پنهون ته هنن سان محفلون ۽ مجلسون ڪرڻ لڳو. هڪ رات، پنهونءَ کي گهڻو شراب پياري، آڌيءَ جو بي خبريءَ جي حالت ۾، ڀائر اٺن تي کڻي ويا. هوڏانهن، سسئيءَ کي انتظار ۾ اوسيئڙي ۾ پلنگ تي ويهي ويهي ننڊ کڻي ويئي. پوئينءَ رات جان کڻي اک کولي، ته نه ڪو سندس پنهون ۽ نڪي ڏير. سمجهيائين ته هيءُ ڏهاڳ، ڏيرن ڏنو اٿم، سو اٺن جو پير کڻي اچي پٻ جبل ۾ پيئي. پٻ جبل جو لڪ 'پبوٽي ناڪو' لنگهي، هاڙي جبل وٽ 'ڦوڙ' نديءَ تائين پهتي. پاٽيءَ جي اٿل سبب اڳتي وڌي نه سگهي. نهايت نااميد ٿي پٺتي هٽي، اچي 'ماباڙ' نئن جي ويجهو رسي. اُتي 'ايل' نالي ڌاڙيل مليس، جنهن ڌانهس ميري اک سان نهاريو. سسئيءَ پاڻ کي خطري ۾ ڏسي، رب کي ٻاڏائي سوال ڪيو ته، "اي ستارا منهنجو ڀرم رک." الله عرض اگهايس ۽ پهاڙ ڦاٽي پيو، جنهن ۾ هوءَ اندر پيهي ويئي. زمين زمين جهڙي ٿي ويئي، پر سسئيءَ جي چنيءَ جو پاند ٻاهر رهجي ويو.

---

[1] ـ ڌوٻين.

ايل پنهوار، اهو الاهي اسرار پسي، توبه تائب ٿيو، ۽ پهڻ ميڙي، اتي ڦٽيل عاشقياڻيءَ جي قبر ٺاهي ڇڏيائين.

رستي تان، پنهون جڏهن نشي جي خمار مان سجاڳ ٿيو، تڏهن پوئتي ورڻ جا ڏاڍا وس ڪيائين، پر ڀائرن اڳيان هڪ به نه هليس. جڏهن آريءَ ڄام، پنهونءَ کي سسئيءَ جي وڇوڙي ۾ ڳرندو ۽ سڙندو ڏٺو، تڏهن هن کي پنيور موٽڻ جي اجازت ڏنائين. جڏهن سسئيءَ جي قبر وٽان لانگهائو ٿيو، تڏهن ايل کي مجاور وانگر قبر تي ويٺل ڏسي، هن کان ماجرا پڇيائين. هن سربستو احوال ڪري ٻڌايس. پنهونءَ ڏٺي در، وڃڙيل ملائڻ لاءِ التجا ڪئي. الله سندس عرض اونايو- جيل وري به ڦاٽو، جنهن ۾ پنهون پيهي پرينءَ سان وڃي هميشہ لاءِ هڪ ٿيو.

## روحاني راز

هن مجازي عشق جي قصي ۾، حقيقي عشق جو هڪ وڏو راز سمايل آهي. ٻين سيني آکاڻين وانگر، هن آکاڻيءَ ۾ به تمثيل رکيل آهي: پنهونءَ مان مراد آهي، حقيقي محبوب جي، ۽ سسئي مان، مراد آهي، سالڪ جي، جو پنيور يعني دنيا ۽ سندس نعمتون، ترڪ ڪري، وندر ۽ وٽڪار ۾ مشڪلاتن يعني طريقت جي سفر جي ڏاکڙن سهڻ بعد، وڃي ملڪ الموت ماٿي ٿو. سسئي جا ٽي دشمن هئا (١) ڏاگها (٢) ڏير ۽ (٣) ڏونگر. ساڳئي طرح سان، انسان جا به ٽي دشمن آهن، جيڪي هن کي فنا في الله ٿيڻ ۾ رنڊڪون وجهن ٿا: (١) نفس (٢) دنيوي تعلقات ۽ (٣) خودي، سالڪ کي انهن کي مطيع ڪرڻو آهي. هن کي صوفي طريقي جون ست ماڙيون، جهڙوڪ: طلب، عشق، معرفت، استغنا، توحيد، حيرت ۽ فقر لنگهي محبوب جي هستيءَ ۾ حل ٿي، ابدي حياتي حاصل ڪرڻي آهي.

شاه سسئيءَ کي رستي ۾ هلندي هلندي جا تحسين ۽ آفرين ڪئي آهي، سالڪ کي گويا تڪڙي هلڻ جي تلقين ڪئي آهي.

شاه عاشق کي ٻڌائي ٿو، ته جيئن سسئيءَ جهڙي ابلا، اَيري ۽ ضعيف ضائفان، اڄاڻ ۽ اڻ ڄاڻ، نه رستي ڄي واقف، نه جبلن جي لڪن جي آشنا، جنهن جا مخمل جهڙا نرم پير، هڪ آدم زاد پنهونءَ جي مجازي عشق ۾ محل ۽ محلات، نوڪر ۽ ٻانهيون، طعام ۽ آرام، عزيز ۽ خويش، پنيور ۽ پاڻ، جيڏيون ۽ سرتيون ڇڏي، نڪري پئي ۽ جبلن کان به نه ڊني، ٻلائن ۽ نانگن، وڇن ۽ پٿن کان به نه ڪنبي، بر پٿن ۾ اڪيلي سر هلندي، پنهونءَ جا پير ۽ انن جا رند ڳوليندي هلي ۽ آخر وڃي مقصد کي پهتي- تيئن تون، جو طالب مولا آهين، سو عيش ۽ آرام واري ماحول مان نڪري پؤ ۽ وڃي الله کي پهچ. وچ جون تڪليفون سه عشق جون منزلون طلب ۽ توڪل، استغنا ۽ خودي، توحيد ۽ تجريد ذريعي طي ڪري، معرفت ۽ حقيقت لنگهي، اتي وڃي نڪر، 'جت نهايت ناه ڪا.'

پروفيسر گربخشاڻي ٺو چوي، ته جهڙي طرح سهڻي ۽ ميهار جي ڳاله ۾ تمثيل رٿيل آهي، تهڙيءَ طرح سسئي ۽ پنهونءَ جي قصي ۾ به، هڪ وڏي تمثيل رٿيل آهي.

تفاوت رڳو ھي آھي، جو سھڻيءَ جي ڳالھ ۾ دنيا ۽ طريقت جي سفر جي ڏاکڙن کي درياھ سان ڀيٽيو ويو آھي ۽ سسئي جي ڳالھ ۾ دنيا ۽ طريقت جي مشڪلاتن کي، رڻ پٽ سان مشابھت ڏني ويئي آھي. سسئي مان مراد آھي سالڪ، جو پنھنجي پنھونءَ يعني حقيقي محبوب جي ڳولا ۾ آھي، ڀنڀور ۽ ان جا ڀاڻ، دنيا ۽ دنيا جون نعمتون آھن. ڪيچ محبوب جو مڪان آھي، جتي پھچڻ لاءِ ڀھريائين تہ ڏاگھن، ڏيرن ۽ ڏونگرن جھڙن ٿن زبردست دشمنن يعني نفس، دنيوي تعلقات ۽ خوديءَ جي چنبن ڪان پاڻ کي آزاد ڪرڻو آھي. جيئن سسئي ڪيترين دور دراز منزلن، جھڙوڪ وندر، وٽڪار، پب، ھاڙو وغيره مان لنگھي نيٺ وڃي ملڪ الموت سان مقابل ٿي، تيئن سالڪ کي بہ صوفي طريقي جون ست ماتريون يا منزلون لنگھي پار پوڻيون آھن. آخرين منزل فقر آھي، جنھن تي رسڻ بعد، سالڪ محبوب جي ھستيءَ ۾ ھڪ ٿي، ھميشہ جي حياتي حاصل ڪري ٿو.

مولوي غلام محمد ولد محمد خان زئيءَ جي فارسي رسالي 'منھاج العاشقين' جو سنڌي ۾ ترجمو شمس العلماءَ ڊاڪٽر دائود پوٽي ڪيو آھي، تنھن مان سسئي پنھونءَ جا ڪنايا، ھيٺ ڏجن ٿا.

پنھون، مان مراد آھي، 'مطلوب'، يعني محبوب حقاني.

"سسئي" مان مراد آھي، 'طالب حق' جو، اول طالب عدم جي پردي ۾ ناپيد ھو؛ جڏھن پيدا ٿيو، تڏھن 'ھئڻ' جي مڪان ۾ آيو.

"صندوق مان مراد آھي" 'طالب جي بي خبري ۽ بي فھمي' - جنھن ۾ ويڙھيل ۽ سانديل ھجي ۽ درياھ جي دھشت جي ڪل نہ رکي.

"درياھ" مان مراد آھي؛ 'حقيقي ماءَ جي جھولي' جا پناھ وارن کي، پناھ ۾ رکندڙ ۽ امن امان ڏيندڙ آھي.

"ڀنڀور" مان مراد آھي؛ 'ھيءَ دنيا يا جھان'.

"کٽيءَ" مان مراد آھي؛ 'مرشد ڪامل'، جو طالب کي پنھنجي گھر يا پر ۾ نپائي ٿو ۽ جڏھن نپجي وڏو ۽ پختو ٿو ٿئي، تڏھن ڪيس پنھنجي گھر جو مالڪ ٿو بنائي.

"سسئي جي حسن" مان مراد آھي؛ 'عمل صالح' يعني موچارا ۽ نيڪ ڪم.

"سسئي جي بالغ ٿيڻ مان مراد آھي" 'مرشد ڪامل جي حالت ۾ ھڪجھڙو ٿيڻ' يعني "فنا في الشيخ" (مرشد ۾ گم ٿيڻ) جي درجي کي رسڻ.

"کٽيءَ جي ڀائرن جو ڪانئس سسئي جو سڱ گھرڻ،" تنھن مان مراد آھي 'دنياوي ۽ نفساني خيالات.'

"پنھونءَ جي منشيءَ جو ڀنڀور ۾ اچڻ" تنھن مان مراد آھي 'محبوب حقاني جو طالب حق جي طرف، خواھش جاري ڪرڻ جو سبب' ڇاڪان جو ان جي پھچڻ ڪري، طالب جي ڪشش، مطلوب جي طرف پاڻان گھڻي ٿيندي. جڏھن پنھونءَ جي منشيءَ يعني حق جي خواھش، طالب کي قولن ۽ فعلن ۾، مرشد ڪامل منجھ محو ڏٺو ۽ ان کي پنھون، يعني حقيقي بادشاھ جي لائق پاتائين، تڏھن ڪيچ طرف خبر لکيائين.

"ڪيچ مان مراد آھي" 'ملڪ وحدانيت جو'، يعني 'قرار جي حويلي'.

"آريءَ ۽ سوناريءَ عورت جو پنهونءَ کي وچ ۾ مانع ٿيڻ" تنهن مان مراد آهي 'طالب جا اڳوڻا ناپسند ۽ غير شرعي عمل.' جڏهن طالب کي مطلوب قولن ۽ فعلن ۾ تمام سچو ۽ ثابت قدم ٿو ڏسي، تڏهن اهي وچ وارا عارضا (رنڊڪون) لتاڙي، سچي طالب.وٽ رسي ٿو.

"ڪٿوري ۽ قافلا جي پنهونءَ تنها سسئي جي دوستيءَ خاطر ڪنيا ۽ جي جنهن جاءِ تان لنگهيا ٿي، تنهن کي خوشبوءِ سان ٿي واسيائون" تنهن مان مراد آهي 'نيڪي' جيڪو حق جو طالب، پنهنجي محبوب حقيقي جي طرف سچو ۽ قدم ثابت آهي، تنهن واسطي مطلوب حقيقي، جهان منجهه نيڪي جي خوشبوءِ پکيڙي ٿو.

"پنهون جو ڪنيءَ کان سسئي جو سڱ گهرڻ" تنهن مان مراد آهي؛ 'ذات جي ڪشش ٿيڻ طرف صفات جي.'

"البته نہ مڃڻ ڪنيءَ جو" تنهن مان مراد آهي، مطلوب کي طالب جي طرف، پڪي ويساهه ۽ يقين وارو ڪرڻ ۽ مرشد ڪامل جي طالب لاءِ، حق کي سفارش ڪرڻ.'

"پنهونءَ جو ڪپڙا ڌوئڻ" تنهن مراد آهي، 'طالب ۽ مطلوب ۽ مرشد جو هڪڙي حال ۾ ٿيڻ.'

"پنهونءَ ۽ سسئي جي شادي ڪرڻ" تنهن مان مراد آهي، 'طالب ۽ مطلوب جو وصال'

"پنهونءَ جي ڀائرن جو ڀنيور اچڻ" تنهن مان مراد آهي، 'هن زماني جا حادثا، يعني نفساني فاسد خيال'، جي هميشہ حق جي طالب مٿان واقع آهن ۽ ڪڏهن بہ اچيو سر تي ڪڙڪن.

"سسئي کي ننڊ اچڻ" تنهن مان مراد آهي، 'طالب جي غفلت طرف مطلوب جي.'

"نشو ڏيڻ ڀائرن جون پنهونءَ کي" تنهن مان مراد آهي، 'مطلوب کي طالب جي غفلت جو احوال رسائڻ.'

"ڀائرن جو پنهون کي نيڻ" تنهن مان مراد آهي، 'طالب ۽ مطلوب جي وچ ۾ جدائي ۽ فراق'، ناپسند ۽ غير شرعي ڪمن سببان، جدائيءَ جو تفرقو پوي ٿو.

"سسئي جو ننڊ مان سجاڳ ٿيڻ" تنهن مان مراد آهي، طالب جو غفلت مان هوشيار ٿيڻ.'

"سسئي جو ڪيچ جي طرف ڪاهڻ" تنهن مان مراد آهي، 'طالب جو ناپسند ڪمن کان پشيمان ٿيڻ ۽ حق جي طرف موٽڻ.'

"سسئي جو سفر کي قبول ڪرڻ ۽ قبول ڪرڻا اهنجائي واٽ ۽ جبلن ۽ لڪن جي" تنهن مان مراد آهي: 'طالب جو رات ڏينهن شريعت جي راهه ۾ سعيو ڪرڻ.'

"ڏراڙ جو سسئي وٽ رسڻ" تنهن مان مراد آهي، 'شيطان ملعون يا نفس امارو' جو طالب کي حق جي راهه کان لالچائي گمراهه ڪرڻ جي ڪوشش ڪري ٿو.

"ڏراڙ جي خوف کان سسئي جو ڏرتي ۾ داخل ٿيڻ" تنهن مان مراد آهي، 'موتوا قبل ان تموتوا'، (مرڻ کان اڳي مرو) يعني حياتيءَ جي حال ۾ پاڻ کي فنا ڪرڻ.

"پلؤ ڪپڙي جو باقي مٿي منهن زمين جي رهيو" تنهن مان مراد آهي، 'فنا پڇاڻا اثباتي' يعني بعد فنا جي بقا ٿيڻ.

”موٽڻ پنهونءَ مطلوب جو طرف سسئي طالب جي“ تنهن مان مراد آهي، ’غير کان موٽڻ ۽ حق جي طرف رجوع ٿيڻ ۽ طالب جو پنهنجي نفس کي حق جي طلب ۾ تلف ڪرڻ.‘ (هتي مطلوب خود طالب جي صورت وٺي ٿو.)

”وفاتي پنهونءَ جي ۽ سسئي جي مقبري منجهہ دفن ٿيڻ“ تنهن مان مراد آهي، ’يُوصل الحبيبُ الي الحبيب‘، (دوست کي دوست سان گڏيو ويندو). طالب ۽ مطلوب جو هڪ حالت ۾ گڏجڻ، جيئن پاڻي پاڻيءَ ۾، کير کير ۾، وچ ۾ ڪو ويڇو نہ رهڻ ۽ طالب جو ’فنا في الله جي درجي کي پهچڻ.‘ والله اعلم بالصواب.

## واڌارو

سسئي- پنهونءَ جو داستان، سنڌ ۽ ڪيچ مڪران جي وچ ۾ هلندڙ واپار ۽ قافلن جي شاهراه واري ماحول تي ٻڌل آهي، جيڪو عربن واري دور ۽ پوءِ سومرن جي اوائلي دور ۾ وينديءَ پنجين صدي هجري (يارهين صدي عيسوي) تائين قائم رهيو. ڀنڀور (ديبل) جو شهر بہ اجا موجود هو ۽ بلوچ قبيلن جي سنڌ ۾ اوائلي آمد پڻ انهيءَ دور ۾ ٿي. انهن اُهڃاڻن مان ظاهر آهي تہ هيءُ قصو ١١- صدي ڌاري سومرن جي اوائلي دور ۾ اُسريو ۽ وقت گذرڻ سان لس ٻيلي، ڪوهستان، ڏکڻ اولہ سنڌ (ڪراچي ۽ ٺٽو) توڙي مٿي سنڌ ۾- يعني تہ جدا جدا ايراضين ۾ جدا جدا ليئن ۾ ڳائجڻ لڳو، جيڪي اڳتي هلي مستقل سُر بنيا. يقيني طور چئي نٿو سگهجي تہ اهي اصل ليئون ڪهڙيون هيون، جن ۾ سسئي جي داستان کي ڳايو ويو، مگر ’شاه جي رسالي‘ ۾ جيڪي سسئي جا پنج سُر آهن، سي يانئجي ٿو تہ انهن آڳاٽين ’ليئن‘ جا يادگار آهن. سومرن جي اوائلي دور ۾ غالباً سنڌ ۾ ’آيبري‘ راڳ هلندڙ هو ۽ هڪڙن ڳائيندڙن سسئي جي داستان کي انهيءَ راڳ ۾ ڳايو. رسالي جو ’سر آبري‘ انهيءَ آڳاٽي ’آيبري راڳ‘ جو يادگار آهي، ٻي ايراضي ۾ ٻين هن داستان کي مقامي ’ديسي‘ لئي ۾ ڳايو ۽ رسالي جو سر ديسي انهيءَ جو يادگار آهي.

سانگي دور ۾ عرب- ايراني موسيقي جي سلسلي جو ’حسيني راڳ‘ سنڌ ۾ هلندڙ هو، ۽ ڪن راڳيندڙن سسئيءَ جو داستان کي حُسينيءَ لئي ۾ ڳايو، جنهن جو يادگار رسالي جو ’سر حسيني‘ آهي. حسيني راڳ ڏهين صدي هجري جي شروعات (١٦ صدي عيسوي جي شروعات) تائين صوفين ۽ درويشن جي سماع وارين مجلسن ۾ مقبول هو ۽ سنڌ جي ذاڪرن انهيءَ لئي کي پنجاب تائين مشهور ڪيو. ’تذڪره قطبيه‘ جي مصنف، ١٠٠٤ع کان ١٠٤٠ع واري عرصي ۾ لاهور جي سماع جي محفلن جو ذڪر ڪيو آهي، جن ۾ سنڌي ذاڪرن ’حسيني مقام‘ (حسيني راڳ) ۾ سنڌي ڏوهيڙا پڙهيا ۽ سامعين کي وجد ۾ آڻي ڇڏيو. لس ٻيلي واري ايراضيءَ ۾ سسئي جي داستان کي مقامي لئي ’معذور‘ ۾ ڳايو ويو، جيڪا هن وقت تائين لس ٻيلي ۾ مروج ۽ مشهور آهي. شاه جي رسالي ۾ سسئي جو سُر ’معذوري‘ انهيءَ لئي جو يادگار آهي. رسالي ۾ سسئي جو ’سر ڪوهياري‘ غالباً ڪوهستان واري ايراضي جي آڳاٽي مقامي لئي جو يادگار آهي.

(ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ: سنڌي موسيقي جي مختصر تاريخ ، ڀٽ شاه ثقافتي مرڪز، حيدرآباد سنڌ. سنہ ١٩٧٨ع ص- ص ٩٥- ٩٦)

# سُرُ سَسُئي آبِرِي

## داستان پهريون

١

اَوَلِ آخَرِ[١] آهِ، هَلَڻُ منهنجو هوتَ ڏي،
پورهِيو سَندو پورِهيَتين، والِي! ڪِيمَ وِڃاءِ،
سو مون ٽورو لاَءِ[٢]، جيئن جيئري مِلان جَتَ کي.

٢

ڏري ۾ ڏاري[٣]، سَٽَ[٤] سُورَنِ جي سَسُئيّ،
پيِيائِي[٥] پُنهُونءَ ڏي، نِرمَل[٦] نِهارِي،
لالَنَ جِي، لَطِيفُ چي، سُونهَن[٧] سَتِي[٨] سارِي،
پِرِيَتَڻُو[٩] پاري، مارَڳَ[١٠] ۾ مُنڌَ مُئِي.

---

١- نيٺ ٢- احسان ڪر ٣- رڙاڙي ٤- سنڪو، هارو ٥- پاسي پر ليٽي ٦- پاڪ، صاف ٧- حسن ٨- ستيا واري ٩- دوستي ١٠- رستي، راهه.

۳

جي سِجهائِي[۱] سِڪَ، تہ پُڻ سِڪي سَسُئِي،
پِيتائِين پُنهُونءَ سين، هَڏِ[۲] نہ يَڳِيَسِ هِڪَ[۳]،
اِنَ تَڙَ مَنجهان تِڪَ، ڏِني پاڻُ اُڃَ تِئِي.

۴

پَسِي جهاجَھ[۴] جَمالَ جي، جَنِين پِيتي پِڪَ،
اَپَرِ اُڳانجهو[۵] تِيو، سُورُ اُنِين[۵a] کي سِڪَ،
هَڏِ نہ يَڳِيَنِ هِڪَ، سَدا سائِرَ[۶] سِيرَ ۾.

۵

مَحَبَتَ جَنِ جي مَنَ ۾، تَنِ تَشنَگِي[۷] تارِ[۸]،
پِي پِيالو اُڃَ[۹] جو، اُڃَ سين اُڃَ اُتِيارِ،
پُنهُون پاڻُ پِيارِ، تہ اُڃَ[۱۰] سين اُڃَ[۱۱] اُجهائِيان.

۶

مَحَبَتَ سَندو مَنَ ۾، پُرِ پِيالو جَنِ،
پِيَڻَ پَرَچا[۱۲] ناهِ ڪو، ڪنهن جنهن[۱۳] ڏاھ[۱۴] ڏِنِيَنِ[۱۵]،
تنهن نِهايَتَ ناهِ ڪا، جنهن سُڃا سُڃ وَڃَنِ،
تيلانهن اُڃَ مَرَنِ، سَدا سائِرَ سِيرَ ۾.

۷

سَدا سائِرَ سِيرَ ۾، اَندَرَ لَهِي نہ اُڃَ،
پَسَڻُ جو پِرِينءَ[۱۶] جو، سا سَيائِي سُڃ،
تيلانهن[۱۶a] مَرَنِ اُڃَ، سَدا سائِرَ سِيرَ ۾.

---

۱- پچائي، ڳاري ۲- اصل، بنھ ۳- سڪ، پيار ۴- گھٽائي ۵- زياد ۵a- انهن ۶- درياھ ۷- اُڃ ۸- گھڻي ۹- عشق ۱۰- وصال ۱۱- وڇوڙو، فراق ۱۲- پرچاءُ، آرام ۱۳- اهڙي ڪنهن ۱۴- باھ، مچ ۾ ۱۵- جلڻ، سڙڻ ۱۶- پرينءَ، محبوب ۱۶a- تنهن لاءِ، تنهن ڪري.

٨

ساڄَنَ ڪارڻِ سُڄَ، مَرُ قَبُولِي سَسُئِي،
اَندَرِ ڄَڻِين اُڄَ، پاڻِي اُڄيو اُنِ ڪِي.

٩

پاڻِيءَ مَتي جُهوپَڙا، مُورِکَ اُڃَ مَرَنِ،
ساهان[1] اوڏو سُپِرين، لوچي[2] تان نـَ لَهَنِ،
دَمُ[3] نـَ سُڃاڻَنِ، دانهون ڪَنِ مُنَنِ[4] جيئَن.

١٠

سَسُئِيءَ ڪِينَ سَمُجِهيو، اوري[5] آرِيءَ ساڻُ،
ڪَري پيکُ[6] پُنهونءَ سين، پاڌارِيائِين[7] پاڻُ[8]،
ڄَڻِ وِڃايو ڄاڻُ[9]، ٻانيَڻِ ٻَروچَنِ سين.

١١

لَڳِي ڪوسو واءُ، لوڪُ مِڙوئِي لَهَسِيو[10]،
اُڀَنِ[11] مَنجهان آئِيو، 'هَئِي هَئِي!' جو هُڳاءُ[12]،
طَيُورَن[13] تَنواريو، پُنهونءَ پُڇاڻاءُ،
رَسِيو سُورُ شَبانَ[14] کي، وُحُوشَنِ[15] وَتاءُ[16]،
مِرُوئَنِ مَوتُ قَبُولِيو، اَپَرِ اَفسوساءُ،
ٻَرَ پُڙِ ڪَنِ ٻُڪاءُ[17]، اُڪَنڊِيا آرِيءَ لئِي گهڻو.

---

١ـ ساهہ کان ٢ـ ٻُوليِ ٣ـ ساهہ، روح ٤ـ ڦريلن ٥ـ احوال ڪري ٦ـ ديدار، ڏيٺـ دوستي ٧ـ پڌرو ڪيائين ٨ـ خودي ٩ـ عقل ١٠ـ سڙيو ١١ـ آسمانن ١٢ـ آواز ١٣ـ پکين ١٤ـ ڌنار ١٥ـ وحشي، جهنگلي جانورن ١٦ـ وٿان، کان ١٧ـ واويلا، روڄ راڙو.

١٢

مَهِدِ[1] مُحتاجِي[2] ڪَري، پُنيءَ پيرُ ڪَٽيج،
ڪُبِيلِياڻي[3]! ڀِڪيچ ڏي، حُجَ[4] مَ هَلائيج،
پاڻان[5] ڏارَ پِريتَڻُو، * سَسُئي! ساڻُ ڪَٽيج،
اوڏِي عَزازيلَ[6] کي، ويجِهي تان مَ وَڃيج،
نااُميدي[7] نيج، تہ اوڏِي ٿِيين اُميدَ کي.

١٣

مَهَدِ مُحتاجِي ڪَري، حُجَ وِڃائي هَلُ،
عُذرَخواهِيُون[8]، عاجِزِيُون، سَسُئي! ڪنهن مَ سَلُ،
ڏُونگَرَ ڏورَڻُ ڏاڪَڙو، لَنءُ[9] رِيءَ[10] ڪونهي ڪَلُ[11]،
اِيءُ ڀَلائِيءَ جو ڀَلُ[12]، جيئن پاسي ٿِيئَڻُ پاڻُ ڪان.

١۴

وِيهُ مَ، مُنڌَ! ڀَنيورَ ۾، ڪرِ ڪو واڪو وَسُ، **
ليڙَنِ[12a] جو، لطيفُ چئي، ڏُونگَرَ ڏِيندءِ[13] ڏَسُ،
پُنهون اُٿِي پَسُ، سِرَ پَرِ هَلِي، سَسُئِي!

١٥

وِيهُ مَ، مُنڌَ! ڀَنيورَ ۾، ڪرِ ڪو واڪو وَسُ،
ٻانِهِي ٻاروچَنِ جِي، گولِي! ڇَڏِ مَ گَسُ،
ڏورَڻُ مَنجهان ڏَسُ، پُوندءِ[14] هوت پُنهونءَ جو.

---

١- مهند، اڳيان ٢- عاجزي ٣- ڪسنگي، خراب سنگت واري ۴- حجت، دعويٰ ٥- خوديءَ کان * لاطمع عشق ٦- شيطان (نفس) ٧- محرومي، دنيا ترڪ ڪرڻ ٨- آزيون نيزاريون ٩- عشق جي لغار ١٠- کان سواءِ ١١- مزو ١٢- ڦل، جوهر، چڱائي ١٢a- اُن
** دانهون ۾ پيا حيلا هلاءِ، هٺ پير هڻ. ١٣- توکي ڏيندا ١۴- توکي پوندو.

١٦

وِيھُ مَ، مُنڌا! ڀَنيورَ ۾، هاڙي[1] هَڏِ مَ هَلُ،
ڪُوڙي ڪِجِ مَ ڪَڏهين، سَچِي ڳالِھ مَ سَلُ،
جانِبَ لئِي مَ جَلُ، سُورُ وِسارِ مَ سَسُئِي.

١٧

نااُميديءَ نِنجُهرِي[2]، پيهِي پَسُ اَلله،
چِتُو رَبانِي راهُ[3]، مُرادُن[4] مَخِفِي[5] ڪِيو.

١٨

سُڪِين تِيءُ مَ سَنرَي[6]، پَسِي ڏُکَ مَ ڏَرُ،
پَٽِي ڪَرِ[7] مَ پانهنجو، گهورِي! اَڏِ مَ گهرُ،
مارِي[8]! هَڏِ مَ مَرُ، مَچُڻِ[9] جِيءُ جِيارِيين.

١٩

سُڪِين تِئِي نه سَنرِي، ڏُکِين تان نه ڏرِي،
اوري هَڏِ نه اُيئِي، پُرِي[10] تان نه پَرِي،
سَرَتِيُون! تو نه سَرِي[11]، ٻِنهي رِيءَ ٻانيَڻِ ڪي.

## وائي

تَنَ مَنَ منجھ تَنوارَ، هو يارَ! سَدا آهي سِڪَ جِي.
تيئَن چِٽِڪَنِ[12] چِتَ ۾، جيئَن سا گهنڊِيءَ[13] لارَ[14]،
هو يارَ! سَدا آهي سِڪَ جِي.

---

١- نادان، هاڙو جبل ٢- مڪان، جاءِ ٣- الله جي واٽ، طريقت جو رستو، صراط المستقيم ۴- اميدن، طمع ٥- ڳجهو، لڪل ٦- خوش ٧- ميدان ڪر، ڌاهي ڇڏ ٨- مثل! ٩- متان ١٠- وجي ١١- گذر يا چارو ٿئي ١٢- اٿن، هرن ١٣- چڙو، گهنڊٽي ١۴- چڙيِ جي اندران آواز ڪرڻ لاءِ ٻتل هڏو.

لَڳِي اُجَ اَکِيَن کي، سُگهو موٽُ سَتّارَ،

هو يارَ! سَدا آهي سِڪَ جِي.

پَسان ڪينَ پِرِيَتَنُ، ڪاڏِي پِرِت پَچارَ!

هو يارَ! سَدا آهي سِڪَ جِي.

بَندِياٽِي يَنيورَ ۾، آهِيان اَهُڻان[2] ڏارَ،

هو يارَ! سَدا آهي سِڪَ جِي.

مون کي ڇَڏِ مَ ڇَپَرين، آرِياٽِي آڌارَ!

هو يارَ! سَدا آهي سِڪَ جِي.

ڏِيان خيزُ[3] خِزانَ ۾، بي[4] تو مَنجهِ بَهارَ،

هو يارَ! سَدا آهي سِڪَ جِي.

مُضِرُ[5] تان مون کي ڪِيا، حَڪِيمَنِ هَزارَ،

هو يارَ! سَدا آهي سِڪَ جِي.

دَوا آهِيين دِلِ جِي، وارو، واقِفَ ڪارَ،

هو يارَ! سَدا آهي سِڪَ جِي.

آٽِي ڏي عَلِيلَ[6] کي، مَعجُونُون، موچارَ[7]،

هو يارَ! سَدا آهي سِڪَ جِي.

آهي عَبدُاللطيفَ کي، تنهنجي، پِي[8] پَچارَ،

هو يارَ! سَدا آهي سِڪَ جِي.

---

١ـ تات ٢ـ اوهان کان ٣ـ ٽپو، ڇال ۴ـ کان سواءِ ٥ـ نقصان ٦ـ بيمار ٧ـ اي سهڻا ٨ـ پَرين، محبوب.

# داستان ٻيو

١

پَسِي ڏُونگَرَ، ڏاهِ[١]! جِمَر[٢] هَلَڻَ ۾ هِيٺِي وَهِين،
لانچي[٣] لڪَ، لَطِيفُ چي، پُنِيءَ ڪيچِيَنِ ڪاهِ،
ان واڙِئِتِي[٥] ور جي، آسَرَ هڏِ م لاهِ،
پُڇِي پُورِجِ[٤]، سَسُئِي! ٻَلوچاڻِي ٻاهِ،
جو اڪِنئُون اوڏو آهِ، سو پِرِين پَرانهُون مَ چَهو[٦].

٢

هِتان ڪَٽِي هُتِ، جَنِ رَڪِيو[٧] سي رَسِيُون،*
ساجَنُ سُونهَن سُرِتِ[٨]، وِڪائي[٩] ويجهو گهڻو.

٣

جيڪس[١٠] يادِ ڪِياسِ، وَرَ وَڃِي وَٽڪارَ[١١] ۾،
جَلَدُ جَرِيدِي[١٢] پَنڌَ ۾، اَدِيُون! اَڄُ تِياسِ،
وَڃِي ڪيچِ پُنِياس، ٻاروچاڻِيءَ ٻاجَهه سين.

---

١ـ ٻانهي ٢ـ متان ٣ـ ڳولي ٤ـ وڃج ٥ـ وڙن واري، لائق مهربان٦ـ (هاٿي) چئو ٧ـ دل لڳائي * جن هن دنيا کان منهن موڙي، آخرت موچاري ڪرڻ لاءِ خيال ڪيو، سي وڃي منزل مقصود کي رسيون ٨ـ عقل ڪل ٩ـ وک کان ١٠ـ ٿشايد ١١ـ وٽراه، لس ٻيلي جي هڪ جهنگ جو نالو ١٢ـ اڪيلي.

٤

وَاقِفَ نَہ وَٽِڪارَ جِي، بارِي سُڄَڻِ[1] بَرَ،
وَرُ وَسِيلا سُپِرِين ٿَڪِيَسِ ڏوري ٿَرَ،
لِهِجِ، لَعلُ لَطِيفُ چِئي، ڪانڌَ! مُٺِيءَ جِي ڪَرَ[2]،
وِلَهِي[3] ڪَري، وَرَ، مَڇُڻِ مارَڳِ ڇَڏِيِين.

٥

وَاقِفِ نہ وَٽِڪارَ جِي، اَڳَ نَہ ڏيهُ ڏِٺومِ،
ڏُونگَرَ ڏوراپِنِ سِين، ڪاتِيءَ رِيءُ ڪُٺومِ،
جيلانهن[4] مُحِبُ مِنومِ[5]، تي[5a] چُلُون[6] ڪَرِيان چِپَرِينِ.

٦

وَاقِفَ نَہ وَٽِڪارَ جِي، پاٽِيءَ ڪَنيُمِ نہ پاءُ،
جَبَلَ جَلدايُون[7] ڪَري، تِڪَ ڏيکاري تاءُ،
لَڳِي لُڪَ، لَطِيفُ چِئي، مَعذُورِن[8] مَٿاءُ،
اُتي اوڏو آءُ، جِتِ، هوتَ! هيڪلِي آهيان.

٧

وَاقِفِ نَہ وَٽِڪارَ جِي، جِتِ جَبَلُ جوراٽُو[9]،
اُتي عَبدُاللطِيفُ چِئي، سُڄِي[10] سَفَرُ سَتاٽُو[11]،
پِهروِئِي[11a] پاٽُو[12]، سَوَلو ڪَرِيِين سات جو.

---

١- سجهن ٢- خبر ٣- نياڳي، سڃي ٤- ڇاڪاڻ جو ٥- منهنجو منُو آهي ٥a- تنهن ڪري. ٦- اچلون، دوڙ ڊڪ ٧- سختيون ٨- هيڻين ٩- سخت، زورآور ١٠- سڄهي ١١- خطرناڪ ١١a- پهريون ٿي ١٢- پهڻ، پٿر، سنگ- ميل، منزل جو نشان، منزل.

٨

وَڏا وَڻَ وَڻڪارَ جا، جِتِ جائُو[١]، جَمَرَ[٢]، جَرَ[٣]،
ڪوسا تَپَنِ ڪَڪَرا، ٻي دَمِدَمِ تَپي ڌَرَ[٤]،
ويچارِي ڏي[٤a] وَرَ[٥]، پيرُ نہ لَهي پرينءَ جو.

٩

وَڏا وَڻَ وَڻڪارَ جا، جِتِ نانگَ سُڄَنِ نيلا،
اُتي عَبدُاللّطِيفُ چئي، ڪِيا هيڪَلِيَنِ حِيلا،
جِتِ ڪُڙَمَ نہ قَبِيلا[٦]، اُتِ رَسِج، رَهَبَرَ! راهَ ۾.

١٠

ويچارِيءَ وَڻڪارِ، اَڳُ نَہ ڏِٺو ڪَڏِهِين،
مِهَر نَہ هُئِي ماڙهِين[٧]، هو سَڀُ هِندوڪارُ[٨]،
جَتُ ڪِيائين يارُ، سُورَنِ ڪارَڻِ، سَرِتيُون!

١١

واقِفَ جي وَڻڪارِ جا،* وَنءُ[٩] تَنِين جي سَڌِ،
ساٿِينِ سان، سَيّدَ چئي، لَڌو لَڌِي گڏِ،
نيئِي نِماڻيءَ نِجُهرو، اوڙِيَنِ پاسي اَڏِ،
سُکَ پَنيورَ[١٠] جا ڇڏِ، تہ ڪاهي رَسِين ڪيچَ کي.

---

١ـ لئي جو وڻ ـ جبل جو نالو ٢ـ بيد جو وڻ ٣ـ خوشبودار ٻوٽو ٤ـ ڌرتي، زمين ٤a ـ ڏئي ٥ـ ڦيرا ٦ـ جتي بستي ڪانہ آهي ٧ـ ماڻهن ۾ ٨ـ رهزنن جي جاءِ * طريقت جي راهہ جا صاحب، مرشد ٩ـ وڄ ١٠ـ هن دنيا.

١٢

وَڏا وَڻَ وَڻڪارَ جا، چِيُون جِتِ چِيها،
مَنزَل ڏُورُ، مَنُ تَنَها،* اُتِ ٻولِيُون ڪَنِ ٻِيها[١]،
رائِي پيرَ رَتُ ڪِيا، لَڳِي لُڪَ ڏِيها[٢]،
لَڪَنِ جُون لِيها[٣]، لوڙِهيا لالُ لَطِيفُ چئي.

## وائي

هو جي هَلِيا هوتَ سونهارا،
مُون نہ وَهِيٽا[٤]، پَنهُونءَ سَڱِيٽا[٥].
سَسُئِي پُڇِي ساٿَ جا، اوطاقُون اوتارا،
مُون نہ وَهِيٽا، پَنهُونءَ سَڱِيٽا.
آن ڪي ويندا گڏِيا آرِياڻِي اِهَ پارا[٦]،
مُون نہ وَهِيٽا، پَنهُونءَ سَڱِيٽا.
تَلِيُون، تَؤنرَ، هَلَوِيُون[٧]، مَيَنِ[٨] سِرِ[٩] موچارا،
مُون نہ وَهِيٽا، پَنهُونءَ سَڱِيٽا.
مُون ڪي نِيندا پاڻَ سين، ڪامِلَ ڪُرَ اُجارا[١٠]،
مُون نہ وَهِيٽا، پَنهُونءَ سَڱِيٽا.
اَڊِيُون! عَبدُاللطِيفُ چئي، دوسَ آيا دِلدارا،
مُون نہ وَهِيٽا، پَنهُونءَ سَڱِيٽا.

---

* پنڌ پري ۽ آءٌ اڪيلي ١- ٻاٻيها، پکيءَ جو قسم ٢- ڏينهان، ڏينهن جو ٣- تڪليفون ۴- وس ۾ ٥- مائٽ ٦- انهن پارن يا نشانين وارا ٧- انن سينگارڻ جا زيور ٨- انن ٩- سِسيون ١٠- خاندان اجاريندڙ، نالو ڪيندڙ.

# داستان ٽيون

١

پُنهُون چَڏِيو پوءِ،° جانِبُ جَبَلِ ڳولِيِين،
تيلاهِين تَنگُون[1] ڪَرِيِين، جيلاهِين تُون جوءِ،
ساجَنُ سُڄَ نِهارِيِين، ڏِکِي! ڏوهُ ڪِيوءِ،
هاڙهِي هوتُ نہ هوءِ، وَرِي پُڄُ وِيٺِيَنِ[2] کي.

٢

وَرِي پُڄُ ويٺِيَنِ کي، سَندا پُنهُونءَ پارَ،
ساجَنُ سَبَ چِمارَ، ڏِکِي! ڏورِجِ ڏِيلَ[3] ۾.

٣

ڪونهي اُتِ ڪوهِيارُ[4]، جِتِ تو، پورِي! پانئيو،
پَنڌُ مَ ڪَرِ پَهاڙَ ڏي، وُجُودُ ئِي وَٽِڪارُ،
ڏارِيانَ° پانئج ڏارَ،* پُڄُ پِريانَ ڪَرَ[6] پانڌُ تُون.

۴

سَيَئِي ساري، سَسُئِي! گهرَ ڪُنڊُون تُون گهورِ[7]،
وَڃِي ڏورِ مَ ڏورِ، دَران مَنجهه[8] دوستُ ٽِيو.

---

○ پوئتي، پٺتي ١ـ ڍڪون ڊوڙون ٢ـ جن هڪ هنڌ ويهي اندر ۾ الله ڳوليو آهي ٣ـ بدن، جسم ۾ اندر ۴ـ جبل جو رهاڪو، محبوب ٥ـ پرايا، ٻاهريون شيون * ڌارين شين کي ڌار سمجهج ٦ـ واسطي لاءِ، خبر ٧ـ ڳول، ڇتائي نهار ٨ـ در اندران، وجود ۾.

٥

دَران مَنجهه دوسِتُ، ڏِٺو، موتِي پُڇ پاهِين[١]،
عَبَثُ[٢] اَڳاهِين، وَڃِيو ڪُوڪِين[٣] ڪانڌَ کي.

٦

وڙِيَم[۴] سَڀِ وَٿاڻَ، يار ڪارڻِ جَتَ جي،
"وَاللهُ بِڪُلِ شَيءٍ مُحِيط"[٥] اِيءَ آريائِيءَ اُهڃاڻَ،
سَڀَ ۾ پُنهون پاڻَ، ڪِينهي ٻيو ٻروچ ري.

٧

جان پيهي ڏِٺمِ پاڻَ ۾، ڪَري روحَ رِهاڻِ،
تان نَہ ڪو ڏونگرُ ڏيهَ ۾ نَہ ڪا ڪيچِيَنِ ڪاڻِ،
پُنهُون ٿِيَسِ پاڻُ، سَسُئِي تان سُورَ هٿا.

٨

پَرَ گهران[٦] پاسو ڪَري، پُڇُ پِريان ڪَرَ پاڻُ،
سو تان تونهِين ساڻُ، جنهن لئي جَفائون ڪَرين.

٩

سوئي ڪَٿِيو ساڻُ، سوئِي ڏورِيين سَسُئِي،
ڪَڏهِن ڪَنهِين نہ ڪِيو، جُلَڻُ[٧] مَنجهان جاڻُ[٨]، *
پُڇُ پِريان ڪَرَ[٩] پاڻُ، تَہ تُون تِثائِين لَهين.

---

١- پنتي ٢- اجايو ٣- ڪوڪون يا سڏ ڪرين ۴- ڳوليم ٥- سيڪا شيءِ الله جي گهيري (قبضي) ۾ آهي ٦- پرائي گهر مان، غير کان ٧- هلڻ ٨- علم، واقفيت، پروڙ
* گهسي، هلي، ڦري ٻہ ڪجهہ ڪين پروڙيو. ٩- لاءِ، واسطي، خبر،

۱۰

جو تُون ڏورِئين ڏُورِ، سو سَدا آهي ساڻُ تو،
لالَن لئي[۱]، لَطِيفُ چئي، مَنجِهي ٿِيءُ[۲]، مَعذُورِ،
مَنجهان پَئي پَروڙِ[۳]، تو مَنجِھ آهِسِ تَڪِيو[۴].

۱۱

وَڃين ڇو وَڻڪارِ، هِتِ نہ ڳولين هوتَ کي،
لِڪو ڪِينَ، لَطيفُ چي، ٻاروچو ٻئي پارِ،
ٿِيءُ سَتِي، ٻَڌ سَندِرو، پِرتِ پُنهُونءَ سين پارِ،
نايو نينَڻ نِهارِ، تو ۾ ديرو دوستَ جو.

۱۲

ڪُوڙِيُون پُڇَنِ ڪيچُ، هوتُ نہ پُڇَنِ هتهِين[۵]،
جَنِ پُنهُونءَ سين پيچُ، تَنِ پيرين پَنڌُ وِسارِيو.

۱۳

هَلُ هِنئين سين هوتَ ڏي، پيرين پَند وِسارِ،
قاصِداڻِي ڪارِ[۶]، ڪِينَ رَساڻِي ڪيچَ کي.

۱۴

هَلُ هِنئين سين هوتَ ڏي، پيرين ڪَرِ مَ پَنڌُ،
رائِي[۷] پُيچُ مَ رَندُ[۸]، رِڙهُ، رُوحانِي سَسئِي!

---

۱ـ لئي، لاءِ ۲ـ اندر ۾ جهاتي پائي ۳ـ پتو، نشان ۴ـ ماڳ، ديرو ۵ـ هتهين، هتي
۶ـ قاصد وانگر نيابي پهچائڻ سان ۷ـ جبل جي واري ۸ـ پير

١٥

هَلُ هِنئين سين هوتَ ڏي، ڇَپَرِ هَڏَ مَ ڇُلَ[١]،
آرِياڻِي اَمُلُ، ڪايا[٢] ۾ ڪانڌُ ٿيو.

١٦

هلُ هِنئين سين هوتَ ڏي، ڇَپَرِ ڇُلُ مَ تُون،
مَنجهان لَڌو مُون، ڪوهِيارو ڪيچَ-ڌَڻِي.

١٧

هَلُ هِنئين سين هوتَ ڏي، سِسِي ڪَٽُ مَ ساڻُ،
جَنِين پانئِيو پاڻُ، سي آرِياڻِيان[٣] اوري رَهِيُون.

١٨

ڪِجي پَنڌُ، پُڇان تو، ڪيچَيَن ڪارَڻِ ڪيئَن؟
بيخُود هَلِج بَرَ ۾، آئُون تو چُئان[٤] ايئَن،
سِڪَڻُ ساجَنَ سِينءَ[٥]، مَتان، مُنِي! ڇَڏِيِن.

١٩

مَتان، مُنِي! ڇَڏِيِن، پِرِيَتَڻُو پاڻان،
جاپَنِ[٦] جيئَن جاڻان[٧]، تون پُڻِ هوئِج تَنِ جيئَن.

٢٠

مَتان، مُنِي! ڇَڏِيِن، پاڻان پِرِيَتَڻُو،
ڪَتُورِيءَ ڪَنُو، مَڙهي مَڙهِج[٨] مُنهن ۾.

---

١- ٽپ، ڇالون ڏي ٢- بدن، جسم، اندر ٣- آريءَ جي ملڪ ڪان ٤- چوان ٥- ساجن ملڻ تائين ٦- جمن ٧- جاڙا ٻار ٨- لڳائج.

## وائي

غَفلَتَ يارُ گنوايو، پَرِي جيڏيُون!

كيئن كَرِيان آئُون، كُهُ[١] تِيو.

سُتِيَسِ تان ساٿُ وِيو، اُتِيَسِ تان ڏُكُ آئيو،

كيئن كَرِيان آئُون، كُهُ تِيو.

پُچان پوءِ پُنهُونءَ كي، عَبَثُ تان اَنُ كائِيو[٢]،

كيئن كَرِيان آئُون، كُهُ تِيو.

هوتَ هَلندي جا كِئي، سا مُون ڳالهه سُٺائِيو،

كيئن كَرِيان آئُون، كُهُ تِيو.

## داستان چوٿون

١

هيجُ[٣] هوندو جَنِ، سي كيئنءَ وِندُرِ[٤] وِيندِيُون،

وِيهو وِچِ رَهَنِ، سَهسِين سَڏَنِ وارِيُون.

٢

سَڏائِتي سَيَكا، ٻُكَ نه باسِيَ[٥] كا،

جيهِيءَ تيهِيءَ ذاتِ جِي، جُنبَشَ[٦] كانهي جا[٧]،

مُون سين هَلِي سا، جا جِيءُ متو نه كَري.

---

١- كوهُ، چا ٢- اجايو كايو، پيٽ جي پوڃا كريو ٣- سڪ، ٤-.جبل (پٻ جبل جي هڪ نديءَ جو نالو) ٥- قبول كري ٦- چُرپر، هلڻ، چرڻ ٧- جاءِ ماڳ.

۳

ڪيچ نہ جُنبَڻَ[۱] جاءِ، تہ ڪا هَلي هوتَ ڏي،
مُون سين هَلي ساءِ، جا جِيءُ مِٺو نہ ڪَري.

۴

آتَڻَ[۲] ۾ پِرِياڻُ[۳]، هو سَليَنِي جيڏيِن، *
مُون سِيا ڳِيءَ ساڻُ، ڪيرَ چُلَندي چِٻَرين.

۵

سُکَنِ وارِي سڌَ[۴]، مَتان ڪا مُون سين ڪَري،
اَندَرُ جَنِين اَڌَ، ڏُونگرَ سي ڏورِينديُون.

۶

ڏُونگر نہ ڏوري، سِڪَڻَ جون سَڌون ڪَري،
وينِي گهرِ گهورِيُ، مَتان پِرِيَنِ چِندَڙو.

۷

وَرِيتِيُون[۵] وَرو، آئُون نہ وَرَندِي وَرَ ري،
جا ڏِي[۶] هِنَ جَبَلَ جو، تانگهِيندِيَسِ تِرو،
جَتَنِ ساڻُ ڏَرو، نينهَن نِبيَرڻُ[۷] نہ ٿِئِي.

۸

وَڃو سَڀ وَرِي، اِئين[۸] جي وَرَنِ وارِيُون،
ڦوڙائِي[۹] فِراقَ جِي، سُڃِي ڳالھ ڳِري؛
ٻُنيان جَنِ ٻرِي، ** ڏُونگرَ سي ڏورِينديُون.

---

۱- چُرڻُ، هلڻ ۲- ڪتڻ جي جاءِ (گهر) ۳- محبت * آتڻ ۾ گهر وينِي سينِي سرتين عشق جي دعويٰ پي ڪئي. ۴- ريس، خواهش ۵- ورن يا مڙسن واريون ٦- ٽُلهي، وڏي، سخت ۷- فيصلو ڪرڻ، عشق ڪرڻ ۸- اوهين ۹- جدائي، تڪليف ** جن اندران يا گهران باھ لڳي.

۹

وَجو سَبِ موتِـي، اَئِين جي وَرَنِ وارِيُون،
ڪانَہ هَلندِي ڪيچَ ڏِي، ڪَريو مَ ڪوتِـي،
ڪَڍِيَمِ ڪاڇوتِي[۱]، وِڌِمِ جوڳُ جَتَنِ لئي.

۱۰

اَڄُ مَلِيندِيَسِ[۲]، ماءِ! ڏاڃا[۳] ڪَندِيَسِ ڪَپڙا،
جِيجان! جوڳِياڻِي ٿِيان، مُون کي جَهلَ مَ پاءِ[۴]،
هوتَ ٻَروچي لاءِ، ڪَنِين ڪُنرَ[۵] پائيان.

۱۱

عِناتا[۶]! اُتاهِين، جانِي[۷] جَڙي ٻَنڌ[۸]،
آهي گهڻُو اَهُڪو، فَقيرِيءَ جو فَندُ[۹]،
چَکِين تہ چَرِيو ٿِيِين، مَيخانِي جو مَنڌ[۱۰]،
ڪِينَ ڪِڍيو ڪَنڌ[۱۱] مَنجهان سَڱَ[۱۲] سَيّدُ چي.

۱۲

مُون کي يانئي ياڄُ[۱۳]، ڏِيرَ ڏُوراٽا[۱۴] هَلِيا،
اَڳِيان اُٿِـي اُنِ جي، خُوبَ نہ پَڪَمِ ڪاڄَ،
ميڙِي آپَ[۱۵] سَرَتيُون، نَہ ڪي ڳايَمِ ڳاڄَ[۱۶]،
سا مُون هَٿان نہ ٿِئي، جيڪا رَسَمَ راڄَ،
آيَلِ! اَئُون اَڪاڄَ[۱۷]، ٻولَ ٻَروچي وِتَرو[۱۸].

---

۱- لانگوٽي ۲- ڏوئيندِيس، ٻِيوت هٿنديس ۳- گيڙوءَ رتا ۴- منع نہ ڪر ۵- جوڳين وارا والا ٦- اي عنايت (جاني ڏيري جو پٽ) ۷- محبوب يا عنايت جو پيءُ جاني ۸- قابو ٻڌ ۹- هنر، ڍنگ ۱۰- شراب ۱۱- ڳچي ۱۲- لاڳاپو ۱۳- ٻجايل زال يا ٻاجائي ۱۴- ڪاوڙجي ۱۵- پنهنجيون ۱٦- ڳيت، راڳ ۱۷- نالائق، بيڪار ۱۸- بهتر، چڱو.

١٣

تو جو ٻولُ، ٻَروچَ! ويھِي ڪِيو وَٽڪارَ ۾،
سوئِي پارِج، هوتَ! وِلھِيءَ[١] مُون مَعذُورِ سين.

١۴

ڀِھرِين تُون پاريج، پارَڻ پوءِ پُنھُونءَ تي،
ٻولُ مَ وِسارِيج، هُو جو ڪِيوءِ هوتَ سين.

١٥

توسين ٻولَ ٻَھُون[٢]، سَھَسين ساڄَنُ جي ڪَري،
ڪَندِيِين توءِ[٣] ڪَھُون[۴]، جي نالو ڳِيَرُءِ[٥] نِينھَن جو.

١٦

سُٽِي ٻولُ سَندانِ، جِم سُمَھين سَسُئِي!
ڪَندِيِين ڪَھُ ڪيٺانِ،[٦] جُھ[٧] سي اُنِ آورانگِھيا[٨].

١٧

سِجَ اُلَٽِي[٩]، سسُئِي، رَتَ وَرَٽو[١٠] روءِ،
پَھِي[١١] نہ پانڌِي ڪو، جنھن ڪَرَ[١٢] پُڇِي لوءِ[١٣]،
مُوڙهي وَجي توءِ[١۴]، موتَڻَ جِي ڪانہ ڪَري.

١٨

ڇِلان[١٥]، مَنجِھمِ نہ چاڪَ[١٦]، پُران[١٧]، پُونِمِ پُرڪَٽا[١٨]،
مَتان ڪا مُند ڪَري، موتَڻَ جِي مذاق[١٩]،
چِتُ سَندو مُون چاڪَ، هاڙهي هَڏِ هَٽِي ڪِيو.

---

١- مسڪين ٢- گھٽو ٣- تنھن ڪري ۴- ڪاهون، مسافري، ڪشالا، ٥- ورتي ٦- هنن ڪي، ڪين ٧- جيڪلھن جيڪي ٨- نہ پاريا ٩- لٿي ١٠- رت جي رنگ جھڙو ١١- همر خيال، ساٿي ١٢- جيڪر، خبر ١٣- مڪان، جاءِ ١۴- تنھن ڪري تو ڏانھن ١٥- لپ ڏيان ١٦- طاقت، توفيق ١٧- هلان ١٨- لڦون ١٩- لٽولي.

۱۹

پيرين پيئمِ پُرڪَٽا، رَهه ۾ گهٽو رُنومِ،
پاراُتو پِرينِ کي، تَپي تان نَہ ڏنومِ،
چُڪيِ[1] تي[2] چَيومِ، "سُواهَرُو"[3] سَجَڻين.

۲۰

چُڪيءَ کي چَئِي، ڪا جاڳائي جيڏيُون!
وِيئڙو ساٿُ وَهِي، تو نِنڊا ئي[4] نہ لهي.

۲۱

چُڪَسِ سَڀِ چَئِي، ماڙُهو[5] شَهرَ ڀنيورَ جا،
سا موتي ڪِينَ مُئِي، جنهن جو جانِبُ جَتَ وَٺي وِيا.

۲۲

موتَڻَ جا مَذڪُورَ، جان ڪي چَيَسِ جيڏِيِن،
پَرِيتَ[6] پِهرِينَ پُورَ[7]، نيئِي پَهُچائِي پُنهونءَ کي.

۲۳

موتَڻَ جِي مَصلِحَتُ، مُون کي ڏِيو مَ، جيڏِيُون!
نِهارِينديَسِ نِڪَرِي، آرِياڻي اَلبَتَ،
ڪَنديَسِ اوٿَ[8] عَيبَ جِي،* لَڪَنِ ڏِيئي لَتَ،
سَرَتِيُون! شَرِيڪَتَ[9]، آئون ڪيئن آڳنِ[10] سين ڪَريان؟

---

۱- ٿڪجي ۲- تنهن ڪري، ۳- سٺو مددگار ۴- نند جو خمار ۵- ماڻهو ٦- ڏوهياڻي
۷- پهرئين پيري، شروعاتي خيال ۸- پردو، ڍڪ * پنهنجن خامين ۽ خطائن جي تلافي ڪنديس ۹- مائٽي، برابري ۱۰- آقائن، رئيسن.

۲۴

موتِي مَران مَ، ماءِ! موتَنِ کان اَڳي مَران!
لُچي لالَڻ لاءِ، شالَ پُونديس پيرَ[۱] تي!

۲۵

نِماڻِيءَ جي نِجهري[۲]، رُنُنُ ۽ راڙو،
کُنلِ جي قلبَ ۾، قُربَ جو ڪاڙهو،
هوتَنِ لئِي هاڙهو، سَيُ رَڱيندِيَسِ رَتَ سينَ.

## وائي

مَعلُومُ حالُ، حَبيبَ! مُون کي دَردُ قَديمي، وو!
دَردُ جَديدي[۳]، حُبُّ حَبيبي[۴].
آلُودِي[۵] آزارَ کان، تو رِيءَ تِيَسِ، طَبِيبَ،
دَردُ جَديدي، حُبُّ حَبيبي.
شادِي[۶] ڏِيِين صِحَتَ جِي، غَمي لاهِ، غَرِيبَ،
دَردُ جَديدي، حُبُّ حَبيبي.
آنهِيان[۷] تِي آهُون ڪَريان، نَعرو[۸] مَنجهه نَصِيبَ،
دَردُ جَديدي، حُبُّ حَبيبي.
ڪاهِلِ آهِيان ڪُوَڙي، رَسِي لاهِ، رَقِيبَ[۹]،
دَردُ جَديدي، حُبُّ حَبيبي.

---

۱- پيرو، پير جو نشان ۲- گهر، مڪان، جاءِ ۳- نئون ۴- محبوب جي ۵- قاتل، گرفتار ۶- خوشي ۷- اوهان کان، اوهان لاءِ ۸- دانهون، روح راڙو ۹- نگهبان (خدا جو هڪ نالو).

حاذِقُ[۱] آهِين هِنَ جو، اَچِين شالَ عَجِيبَ،
دَردُ جَدِيدِي، حُبُّ حَبِيبِي.
دَوا آهِيِين دل جِي، پُڇ پُڇ رَهِيَسِ[۲]، طَبِيبَ،
دَردُ جَدِيدِي، حُبُّ حَبِيبِي.
اَلا! عَبدُاللطِيفُ چَئي، ڪوڙِي لاءِ[۳]، قَرِيبَ،
دَردُ جَدِيدِي، حُبُّ حَبِيبِي.

## داستان پنجون

پَڇِي جان پَنيورَ ڪان، ڏُونگرُ ڏورِيو مُون،
ڪاهي رَسِيَسِ ڪيچَ ڪي، جِتي پاڻَ پُنهُون،
سَيَتَ[۴] آهِيِين تُون، قَضا ڪَندِين ڪَنِ سين؟*

۲

پيهِي جان پاڻَ ۾، ڪَيَمِ رُوحَ رِهاڻِ،
تہ نَڪو ڏُونگرُ ڏيهَ ۾، نَڪا ڪيچِيَنِ ڪاڻِ،
پُنهُون ٿِيَسِ پاڻِ، سَسُئِي[۵] تان سُورَ هُئا.

---

۱- هوشيار طبيب ۲- پڇي پڇي ٿڪي آهيان ۳- سيني سان لاءِ، ياڪر پاءِ ۴- هر هنڌ
* تون هر شيءِ ۾ وسين ٿو، تنهن ڪري تون فتويٰ يا سزا ڪنهن کي ڏينديِن
۵- جيسين تائين سسئي هيس.

۳

ڏنا جيئڻ لئي، جيڏيون! ڏيرن مون کي ڏک،
ڀڳيس جان ڀنڀور کان، تان سور مڙيئي سک،
لڳي مون تان لک[1]، پنهون تيس پاڻهين.

۴

پنهون تيس پاڻهين، ويو سسئيءَ جو شرم،
هيڪليون هلن جي، ڀڃي تن ڀرم[2]،
جو وندر ۾ ورم[3]، سو سودو سريس[4] هتهين.

۵

پنهون تيس پاڻهين، ويو سسئيءَ جو سينگار[5]،
"من عرف نفسه، فقد عرف ربه"[6]، اهوئي آچار[7]،
جو وندر ۾ واپار، سو سودو سريس هتهين.

۶

پنهون تيس پاڻهين، ويئي سسئيءَ جي سونهن،
"خلق آدم علیٰ صورته[8]" ايءَ وٽن منجھ ورونهن[9]،
چريءَ[10] منجهان چونهن[11]، کٽي هوت هنج کيو.

۷

ويئي سونهن سسئيءَ جي، پنهون تيس پاڻ،
سين جي، سيد چي، آهي ات امان[12]،
ڀنڀور جا ياڻ[13]، آڏا عجيبن کيءَ. *

---

۱- جهولو، تڪليف، اٽڪ، رنڊڪ ۲- حجاب ۳- سودو واپار ۴- مليس ۵- جنسار روپ
۶- جنهن پاڻ کي سڃاتو، تنهن جڻ پنهنجي رب کي سڃاتو (حديث) ۷- روش، فيصلو
(اهائي روش يا ڳالھ پوري آهي.) ۸- خدا آدم کي پنهنجي صورت مطابق خلقيو
آهي(حديث) ۹- وائي، آواز ۱۰- مست ۱۱- چاھ ۱۲- جاءِ ۱۳- جايون، ٺاڪ (تعلقات)
* دنيا جا تعلقات محبوب جي ملڻ ۾ رنڊڪون آهن.

۸

وَهَمَ وِرساياسِ[1]، پُنهون آئون پاڻ هُئِي،
پاڻ وِچايُمِ پانهنجو، پَئِي پِريان جي پاسِ،
رَتِي عِلمَ نَہ راسِ،* ڏاران پَسَڻَ پِرينءَ جي.

۹

قافَئُون[2] ڪاهِينديِاس، موتـان تان ڪُرَ[3] مِيهَڻُو،
پـانِهي پـاروچَنِ جي، سَگَ نہ ساهِينديِاسِ[4]،
"اَلفِراقُ اَشَدُ مِنَ المَوتِ[5]"، هِتِي نہ هُونديِاس،
آهَ[6] نَہ لاهِينديِاسِ، جيئري جَتَ ڏِسي مَران!

۱۰

جيئڻُ جَتَ ڏاران، مَعذُورِ جو مَسَ ٿِـئِي،
چانگَنِ[7] سِرِ[8] چڙهِي وِيا، ساٿِـي سَوارا[9]،
اَڪِيُون اوتارا، پَسِيو رُونِ پُنهونءَ جا.

۱۱

هيڪَرَ هُئَڻُ[10] ڇَڏِ، تہ اوڏِي ٿِيِين عَجِيبَ ڪي،
"مَارَاَيتُ شَيئاً اِلاّ وَ رَايتُ اللّٰہ[11]"، نيئِي اَجها اوڏاهِين اَڏِ،
تَہ هوتُ تونهِين ڪان هَڏِ، پِرين پاسي نَہ ٿِـئِي.

---

۱- پُلايس، * دنيوي علم ڪسيري برابر بہ نہ آهي. ۲- قاف (جبل) کان ۳- ڪنب
۴- دعوىٰ ڪنديس ۵- فراق موت کان بہ وڌيڪ سخت آهي (عربي چوڻي) ٦- آس، اميد
۷- اٺن ۸- تي ۹- سوبل ۱۰- خودي ۱۱- ڪا اهڙي شيءِ نہ ڏٺم، جنهن ۾ خدا جو
جلوو نہ پسيم (عربي چوڻي).

١٢

هوتُ تنهنجي هَنجَ ۾، پُڇين ڪوهُ پَهي،
”وفِي انفُسِڪُم، اَفَلا تُبصِرُونَ[١]“ سوجهي ڪَرِ سَهِي،
ڪَڏهن ڪانَه وَهي[1a]، هوتُ ڳولَڻَ هَٿَ تي.

١٣

هوتُ تُنهنجي هَنجَ ۾، پُڇين ڪوهه پَرِياڻ[٢]؟
”وَ نَحنُ اَقرَبُ اِليهِ مِن حَبلِ الوَرِيدِ[٣]“ تنهنجو تونهَين ساڻُ،
پنهنجو آهي پاڻُ[٤]، آڏو عَجِيبَنِ ڪي.

١٤

وَوَڙيَمِ[٥] سَبِ وَٽاڻَ، يارَ ڪارَڻِ جَتَ جي،
”اللهُ بِڪُلِ شَيءِ مُحِيطُ[٦]“ اِي آرِياڻِيَ اُهاڻَ،
سَبَ ۾ پُنهون پاڻُ، ڪِينهي[٧] ٻِيو ٻَروچَ ري.

١٥

ڄاڻِي سُڃاڻِي، وِهان ڪيئن ماٺِ ڪَري؟
اَندَرِ آڳِ عِشقَ جِي، اَپَرِ اُڏاڻِي[٨]،
”اَلعِشقُ نارُ اَللهِ المُوقَدَه“[٩]، ڪوري جيئن ڪاڻِي،
آهي آرِياڻِي، ٻِيو سَرِتيون! سُڃي ڪِينَ ڪِين.

---

١ـ (خدا جي قدرت جون نشانيون) توهان جي اندر ۾ آهن، پوءِ ڇو نٿا غور سان ڏسو؟ (ق- ش ٥١، ٢١) 1a- وَئي ٢- پرين، پرين کي ٣- اسين (خدا) هن کي (انسان کي) سندس ڳچيءَ جي رڳن کان به ويجها آهيون (ق- ش ٥٠، ١٦) ٤- خودي ٥- ڳوليم ٦- خدا سڀ ڪنهن شيءِ کي چوڌاري ڦريل آهي، يعني سڀ ڪنهن شيءِ ۾ وسي ٿو (ق- ش ٤، ١٢٦) ٧- ڪونهي ٨- ٻرڪي ٩- عشق خدا جي ٻاريل باه آهي (عشق جو اکر قرآني آيت ۾ ڳنڍيو ويو آهي).

١٦

سَرَتِيُون! سَيوِئي ٿِيو، اَندَرِ آرِياڻِي،
وِيئِي پَسان پاڻَ ۾، ڏُونگَرُ ڏِهاڙِي،
هُيَس هوتَن-هاڻِي[١]، تي كيچِي كَڏيمِ كَهَ[٢] ۾.

١٧

كَڏَ پُنهُونءَ ڏي كاهي، چاتِيءَ[٣] رُوحُ چَرِيو كِيو،
اُتئِي ويئي اوڏِهين، سُتي پُڻُ ساهي[٤]،
"اَلعِشقُ حِجابُ بَينَ العاشِقِ وَالمَعشوقِ"[٥] لاشَكَ ٿِي لاهي[٦]،
آرِياڻِي آهي، پِيو سَرَتِيُون! سُجِهي كِينَ كِين.

١٨

پيِنَرُ! آئُون پورِي، مُون سَڱُ سُڃاڻِي نَہ كيو،
ڏِيندا مُون ڏيرَ وِيا، جهجَڻُ ۽ جهورِي،
لَڳي جَنِ لورِي[٧]، ڏُونگَرُ سي ڏورِينديُون.

١٩

اَدِيُون! آئُون اَجاڻِ، مُون سَڱُ سُڃاڻِي نَہ كِيو،
هُوندَ[٨] نَہ سَئِيمِ هيتَرِي، كوهِيارِي جِي كاڻِ،
رَتيءَ جِيءُ رِهاڻِ، جِي آرَّايُمِ جَتَ سين.

---

١ـ جي ماريل، وس ۾ ٢ـ منّي؛ پنڌ، مسافري ٣ـ خشكي، ميئاج ۴ـ چـكي، تاڻي ٥ـ عشق، عاشق ۽ معشوق جي وچ ۾ پردو آهي (صوفياڻو قول) ٦ـ گمان ۽ شك وجائي ٧ـ تانگهہ، عشق ٨ـ جيكر.

## وائي

اهُڪِيءَ آڳهُ[١] آهي، ووا آهي،
مون ڪي تان نَہ ڇَڏِيندو تِڪَ ۾.
پُڇي پوءِ- پينِ[٢] ڪي، لَڪَنِ ۾ لَڏَ لاهي[٣]،
مون ڪي تان نَہ ڇَڏِيندو تِڪَ ۾.
اَرِي اُڳهاڙَنِ ڪي، پُنهُون ڄامُ پَراهي[٤]،
مون ڪي تان نَہ ڇَڏِيندو تِڪَ ۾.

## داستان ڇهون

١

جَهَڏائيءَ[٥] جو جامُ[٦]، ڏِنائُون ڏُکِيءَ ڪي،
مَنگَلُ[٧] منهنجي مَنَ ۾، ٻارِيو هوتَ حَمامُ،
آرَڪِ[٨] تِيو آرامُ، ڪاڪُلُ[٩] پَسِي ڪانڌَ جو.

٢

دَردُ نَہ لَهي دارُئين[١٠]، زُلفَ[١٠a] زورِ ڏِنومِ،
ڪاڪُلُ[١٠b] ڪاله ڏِنومِ، رُخساري[١٠c] تي رُوپَ سين.

---

١- اڳيان، آسرو ٢- پنتي پيلن ڪي، قتيل عاشقن ڪي ٣- بار لاهي، ترسي ٤- پهرائي، ڍڪائي ٥- بيماري ٦- پيالو ٧- ڪورو، سگري ٨- الگهه، جدا ٩- زلف، گيسو ١٠- دوائن سان. ١٠a- وارن جي ڇڳَ ١٠b- نرڙ يا چهري تي لڙڪي بيٺل وارن جي ڇڳَ ١٠c- رُخسار، ڳلُ، ڳِٽو.

۳

پَنيو[1] جو پَنيور ۾، ڪاڪُلُ ڏِنُمِ ڪالَ،[1a]
هَٿِي[2] تَنِين جي حال، زُلفُ جي زافُ ڪِيُون[3].

۴

پَرِينديئِي[4] پاڻَ وِيو، زلف ڪِيَسِ زافُ،
سَندو ڪاڪلَ ڪافُ[5]، ماري معذُورِنِ کي.

۵

هاڻِ نَہ جِيان، جيڏِيون! زُلفَ زافُ ڪِياسِ،
ڪاڪُلَ آئون ڪُنِياسِ، پَنيو جو پَنيورَ ۾.

٦

ڪاڪُلَ ڪُنِي جا، ڪفنُ تنهن ڪِينَ تِئِي،
مَنجِھ شَهادَتَ سا، لُڏِي ۾ لاڏ ڪَري.

۷

ڏِکا[6] ڏونگَرَ جام! مَ ڪَرِ مَعذُورِنِ تي،
توتي لَڄ، لَطِيفُ چِئِي، آهي سَندِي عامَ،
مارِ مَ، جَئِي مَعذُورِ کي، وَهِيان[6] ڪانڌ! ڪَلامَ،
پَرچِڄ پِيادِينِ سين، اَللهَ لَڳِ، عَلامَ[7]!
جا نَوازِي آنهَنجي[7a] نامَ، سا هوتَ! مَ جَڏِج هيڪَلِي.

---

۱ـ گهنبيدار وار ۱aـ ڪالهہ ۲ـ افسوس ۳ـ اُڦٽ ماريون ۴ـ پرينديئي ۵ـ ڪاڪل لفظ جو شروعاتي ڪ يعني دام، ڄار ٦ـ تاب، ڏمر ٦ـ اوهين يا ندورين جا ۷ـ ڄاڻيندڙ، حال محرم. ۷aـ اوهانجي

٨

ڏَمَرَ، ڏُونگر جامَ! سَڪَرَ[١]، پاڻَ شَرِيڪَ[٢] سين،
ڪيهِي ڪُلفَتَ تنهن سين، جا گوڙلي آنهنجي گامَ[٣]،
وَرِجِ تُون، وَرِيامَ[٤]! منهنجو اَچَڻُ آن ٻَگري[٥].

٩

ڏُکا، ڏُونگَرَا! لاهِ، آئُون اَڳُ مُئِي آهِيان،
آرِياڻِيءَ سين آهِ، ذاتي سَڱُ ضَعيفِ جو.

١٠

پيرَ پَٽائِين[٦] ڪُونَرا، ڏُونگَرَ مَٿي ڏِي،
ڦَٽِيا ڦَڙَ[٧] فَقِيرِ جا، سِيرُون ٽِٽِيَڙا سِي،
جَهِڙِي تَهِڙِي حالَ سين، پُرِي[٨] پُنهُونءَ ڏِي،
وَجِي مانَ وَرِي، ٻانِهيءَ ٻَندَڻُ[٩] جنهن سين.

١١

پيرَ پَٽائِين ڪُونَرا، ڏُونگَرَ مَٿي ڏِي،[٦a]
پاڻُ نہ پَسِي ڦَٽِيو، ڪَڙهِي[١٠] ڪيچِيَنِ ڪِي،
هاڙهو هوتَ پَرِي، ڪُهہ ڄاڻان ڪيئَن لَنگهِيا.

١٢

سُمَهڻا[١٠a] ساڙو، جيڏِيُون! جيڏوئي[١٠b] ٿِيو،
پِرِينءَ جو پاڙو، مُون سين نِندَ نِبيرِيو[١١]

---

١ـ مناسب، جڳائين ٢ـ هڪ جهڙي ٣ـ ڳوٺ ۴ـ پهلوان ٥ـ اوهان وٽ ٦ـ پٽ کان ب، ريشم کان ب. ٦a ـ ڏئي ٧ـ پيرن جون ترين، پب ٨ـ هلي، وڃي ٩ـ لاڳاپو ١٠ـ مري، سڙي، رجهي ١٠a ـ سمهڻ مان، سمجهڻ جي نتيجي ۾. ١٠b ـ ايڏو گهٽو، تمام گهٽو ١١ـ جدا ڪيو، نکيڙيو.

## وائي

مُون اَندِيءَ ڏي اِيندا، هوتَ سلامَتَ سُپرِين،
پلَئِہ لائي پانهنجي، نِيءَ[١] کي اُتِ نِيندا،
هوتَ سَلامَت سُپرين.
سَگُ نہ ڪَندا سُکَ سين، سُور سَگَيٽا تيندا،*
هوتَ سَلامَت سُپرين.
رَکِي ڳلُ ڳَلَنِ تي، نينهن نِياپو ڏِيندا،
هوتَ سَلامَت سُپرين.
پَرِيَتِ[٢] نيندا پاڻَ سين، ڇورِي تان نہ ڇَڏِيندا،
هوتَ سَلامَت سُپرين.

## داستان ستون

١

ڏورِ مَ ڏيهِ وِيو، پِيرُ تُنهِنجي پِرِينءَ جو،
وِيهَڻُ واتَڙِيَنِ تي، ڪيچِينِ رِيءَ ڪِهو[٣]؟
وِندُرِ[٤] جو وِيو، سو، اَللهَ! واري اِٽيِين!

---

١ـ ڏوبياٽي، ڪنياٽي * سکن کي ڇڏي ۽ اچي ڏک ۾ مون سان مهر ڪندا .٢ـ ڏوبياٽي
٣ـ ڪهڙي ڪم جو ٤ـ جبل (ٽڪين) جو نالو.

۲

وِندُرِ جي وَجَنِ، سي مَرُ ٻَنڌَنِ سَندِرا،
ٻِيُون ڪوھ ٻَنڌَنِ، ڇوڙي جي ڇَڏِينديُون.

۳

ڏيھُ ڏيھائين ڏُورِ، پَرَڏيھان پَري ٿِيا،
سيڻَنِ ڪارَڻِ سَسُئِي، پيئِي پَراھين پُور[۱]،
تُون وَڃين ھوتَ حُضُورِ[۲]، منھنجو جيئَن جيلاتھِين[۲a] ٿِئي.

۴

ھيڪاندي[۳] ھوئِي، اُٿِي راتِ رَوان[۴] ٿِيا،
ساھُ سَڄي ۾ سُورَ جي، پُنھُون وِيو پوئِي،
رَھُ قَضا[۵] دَمَ ڪوئِي، تہ ھيڪَرَ ھيڪاندِي ٿِيان.

۵

ھَڏِ نہ ساھ سُڌِيرُ، دِلِ دَرماندِي[۶] دوسَ[۷] ري،
پائي وِيئڙا پِرتِ جو، زوراوَرُ زَنجِيرُ،
جِيءَ جُسو، جاڳِيرُ[۸]، ھاٿي مِلڪَ[۹] ھوتَ جِي.

٦

عُمرِ سَبِ عِشقَ سين، پُنھُون جي پُڄَنِ،
رِيسَ ريذالِيُون[۱۰] تَنِ سين، ڪُجاڙي ڪي ڪَنِ،
مارَڳِ[۱۱] جي مَرَنِ، وَڏو طالِعُ تَنِ جو.

---

۱- ڏکھيءَ مسافريءَ ۾ ۲- دربار ۾ ۲a- جنھن لاءِ ۳- گڏ ۴- روانا ۵- اي موت ٦-درمانده (ف)، بيقرار، پريشان ۷- دوست ۸- جاگير ۹- ملڪيت ۱۰- رَذِيل (ع)، ڪميڻيون، سنڙيون ۱۱- راه ۾.

٧

وَڏو طالِعُ تو، جيئن لَڳِيءَ پيرِ پُنهُونءَ جي،
سَسُئِي! اِنَ سُتُونَ[١] کي، رويو رويو رو،
وينِي هِتِ مَ هو،[1a] هَلين تہ هوتُ لَهِين.

٨

وينِيَنِ ناھِ وَراڪو[٢]، سُتِيَنِ ڪونهي سَنگُ[٣]،
هوتُ هَلَندِنِ ڪَنِيو، جَنِ اَنگھنِ[۴] چاڙهيو اَنگُ[۵]،
باسي پِنِّي[٦] پَنگُ[٧]، رِڙهِي چامَ رَسِيُون.

٩

وينِي وَرَ نہ پُونِ[٨]، سُتي مِلَنِ نہ سُپِرِين،
جي مَتي رَندَنِ رُونِ، ساجَنُ مِلي تَنِ کي.

١٠

ڪَڙهي ۽ ڪَڙي[٩]، پَرِ م پيرُ پُنهُونءَ جو،
سِڪَ پَڌائين سَندِرو، جانِبَ لَئي جَڙي،
لَڪَنِ سِرِ، لَطِيفُ چي، مُنڌ جهيڙي ۽ جهَڙي[١٠]،
پَنِّيءَ[١١] تان نہ پَڙي، جي عُمرِ سَڀِ ايئن ڪَري.

١١

ڪِ ڪي ڪَڙِيان[١٢] پيرَ، ڪِ[١٣] ڪَڙهان ڪيچَ ڌَڻِيَنِ لِئہ؟
اِيُ ڏُئُون[١۴] ڏيِئي ڏيرَ، پاٽان پرانهان وِيا.

---

١- ٿنيو، هتي پنهونءَ جو پير 1a- هُج ٢- محبت جو پيچ ٣- منو قل، سنگتِ، ساٿُ
۴- انگھن، سُوريءَ ۵- جسم ٦- ڏپ ٧- الڪ، مشڪلات ٨- ويٺي هٿ نہ اچن
٩- پيرو کڻي ١٠- ٻري ١١- مني ١٢- پيرو کڻان ١٣- يا ١۴- سزا، ڏک، عذاب.

١٢

ڪَڙُهہ پُڻ ڪيچ ڏَٿِيَنِ لَئي، ڪَڙِ پُڻ پير سَندانِ،
اِنهِين پَرِ اُتانِ، پُوَندينءَ[1]، مُنڌَا! پهاڙَ ۾.

١٣

سُورَنِ سِجهائي، چيلهہ ٻَڌِيو چوٽِيين چَڙهي،
سَگَ پِرِيان جي سَسُئِي، ميڙِي مِلائي،
لَڏائِين، لَطِيفُ چئي، لالَنُ لالائي[2]،
ٻانَيڻِ ٻاڏائي، حَبِئان[3] وارِيو هوتَ کي.

١٤

رائِي ڪِي رَنجُورَ، تَڪَرَ توءِ تانڪِيو چَڙهي،
لانچي لَڪَ، لَطِيفُ چئي، هَلِي ڏانهن حُضُورَ،
رَهِيا سَبِ رُجُنِ ۾، سَسُئِيءَ جا سالُورَ[4]،
ساجَنُ ميڙِيُسِ سُورَ، سُکَ نہ ميڙِيُسِ سُپِرِين.

١٥

مَنجهان پينِ پَرُوڙِ، سَبَ مَ پُڇِج، سَسُئِي!
ويهِي وَڏي ڏِگَ مان، ڏُٿِي[5] وِجهج ڏُوڙِ،
تہ تُون ماٿِيين مُوڙِ[6]، جي پَندِ[7] اِهائِي پارِيين.

١٦

لُڇِي ڪِينَ ڪُڇِي، آتِي[8] مُنڌَ اندوهَ ۾،
پَرِ ۾ پيرُ پُڇِي، لالَڻَ جو، لَطِيفُ چئي.

---

١ـ تون پوندينءَ ٢ـ ليلائي، ريجهائي عشق جو رنگ ٣ـ حب نديءَ وٽان ٤ـ زوا، پوتيون، سينگار ٥ـ چونڊي ٦ـ سرمايو، موڙي، محبوب ٧ـ صلاح، نصيحت ٨ـ ڳري، وجهلي.

١٧

ٻَرِيائِي تہ ٻارِ، ڦوڪِ تہ لڳي اَنبَرِين[١]،
هِتي جي هُتَ‎ڙَ جِيُون، وَٿُون[٢] سَبِ وِسارِ،
سَمُورِي سَرڪارِ[٣]، نيئِي رَکِج نانهِ[٤] ۾.

١٨

قَدُ ٻَڌِي[٥]، تُون ڪيئن، پهچندينءَ پُنهُونءَ سين،
جيئن سِيئُون ساهِيِن، سَسُئِي! تِيِين تَهِوارُون[٦] تيئن،
مُنِي! تِي مِسڪِينَ، هِمَّتَ[٧] هوتُ وِڃائِيو.

١٩

ٻَلَرِ[٨] لڳو ٻانُ[٩] پَسو! جوءِ جَرا[١٠] تِپِي،
سا مُنڌَ مَري نہ جِيي، پيئِي پَڇاڙي[١١] پانُ،
سَسُئِي سُورَنِ سانُ، سَنيوڙي[١٢] سَيَّدُ چي.

## وائي

ٻاروچان ٻاجَهہ گهٽِي، آن[١٣] تِي ڇُلان ڇَپَرِين،
آءٌ پنهنجي پرينءَ سين، وِيندِيَس واڳَ وَٽِي[١٤]،
آن تِي ڇُلان ڇَپَرِين.

---

١ـ آسمان تائين ٢ـ شيون ٣ـ دنيوي ڪاروبار ۴ـ نفي، نيستي ٥ـ سينو ساهي ٦ـ ذرا ذرا
٧ـ هوڏ، سرڪشي ٨ـ ٻارڙي، ابهم، معصوم ٩ـ تير ١٠ـ ذرا، ٽڪرا ١١ـ پٽوڙي
١٢ـ سنيري، تيار ٿني ١٣ـ آئون ١۴ـ اُٿي، مڙهي ١٥ـ پرينءَ.

كونهي هِنَ ڀَنيِورَ ۾، ڏاران دوسَ ڏِٺي،
آن ٿِي چِلان چِپَرين.
هَٿان هَڏِ نہ چَڏِيان، آرِيءَ جِي پہ اَٽِي[١]،
آن ٿِي چِلان چِپَرين.
آهي هوتَنِ هَٿَ ۾، سرندِي جِيءَ جَٽِي[٢]،
آن ٿِي چِلان چِپَرين.
ڪِينَ وِرمِيا[٣] ڪِٿَهِين، جُلِيا[٤] جَڙَ[٥] هَٽِي،
آن ٿِي چِلان چِپَرين.
مُون ڪي ڪوٺِيو پاڻ ڏي، هادِي! هَٿُ ڪَٽِي،
آن ٿِي چِلان چِپَرين.
پُنهُونءَ ڏاران پَبَ ۾، ٻيلي ناهہ ٻَٽِي[٦]،
آن ٿِي چِلان چِپَرين.
تورِيءَ تيلُ نہ پائِيان، نَڪا سِيندِ ڦَٽِي،
آن ٿِي چِلان چِپَرين.
اَدِيُون! عَبدُاللّطِيفُ چي، لَڳِيَمِ تَنَ تَٽِي[٧]،
آن ٿِي چِلان چِپَرين.

---

١- نوڪ، آڏار، ذري ٢- ڏوري، رسي ٣- روڪيا ٤- ويا ٥- جَڙَ، ميخ ٦- "ٻيلي" لفظ جو ڏوڙي آهي ٧- چِڪ، سِڪ.

## داستان اٺون

١

اَڌَرِ[١]، نِڌَرِ[٢]، اَيَرِي، اَسُونهِين[٣] آهِيان،
لُڙڪَ لَعلَ، لَطِيفُ چي، وَرَ لَئِي وَهايان،
هيجان[٤] هَنجُهون[٥] حَبَ ۾، هوتَنِ لَئِي هارِيان،
جانِبُ ضَعِيفِيءَ سين، پُنهُونءَ پَهايان[٦]،
پِيهان، پَچايان[٧]، جي مان نِهو[٨] پاڻَ سين.

٢

اَڌَرِ، نِڌَرِ، اَيَرِي آهِيان اَسُونهِين،
پَرَڏِيهِي پِرِين ڪِيا، مَرَڻَ لَئِي مُونهِين[٩]،
سَسُئِيءَ کي، سَيِّدُ چي، تَنگُن[١٠] ۾ تُونهِين،
هارِي! ڪيئَن هُونهِين[١١]، رِيءَ سَمَرَ سَڌُون ڪَرِين؟

٣

اَڌَرِ، نِڌَرِ، اَيَرِي، اَسُونهِين آئُون،
چِيتا[11a]، چورَ چُنجُن[١٢] ۾، بَرَ ۾ بَلائُون،
موتَ پُنهُون! پانهون،[١٣] مَتان، مُحِبَ! مَرِي رَهان.

---

١- نڌڻڪي ٢- بي وسيلي ٣- ڪوجهي ۴- محبت وچان ٥- لڙڪ ٦- پرچايان ٧- جند ۾ پهي ماني پچايان، (خدمت ڪريان) ٨- نيو، وٺي هلو ٩- مون ئي ١٠- مشڪلاتن ١١- ائين ئي، اجايو، مفت 11a- چيتا (شينهن) Tigers ١٢- غارن ١٣- پنتي.

۴

اَڏَرِ، نِڌَرِ، اَيـَرِي، اوڳِي[١]، اَوائِي[٢]،
ڪِينَ ٿُهارِي[٣] تَڪَرين، سائَسِ سَگائِي[۴]،
لاڳاپَنِ، لَطِيفُ چِي، مُنڌَ رائِي رَهائِي،
جَلَڻُ، جَڏائِي، آرِي! لاهِ اَصِيلِ[٥] تان.

٥

اَڏَرِ، نِڌَرِ، اَيـَرِي، گَمَنِ[٦] گَماتِـي[٧]،
سا ڪيئن ويهي ويسَرِي، جا گهائِي[٨]، گُهماتِـي[٩]،
پيئِي پيشِ پُنهُونءَ جي، اُسُنِ ۾ آتِـي،[١٠]
جا لُڪَنِ لُوساتِـي، سا سيجَ چَڙهَندِي سَسُئِي.

٦

اَڏَرِ، نِڌَرِ، اَيـَرِي، سَڌَرِ ٿِـي سَچِي،
سُپَڪَ[١١] ٿِـي، سَيّدَ چِي، پَهڻَنِ مَنجِهه پَچِي،
مَعذورِ ڪِي، مارو ڪِيو، اولاڪَن[١٢] اَچِي،
مَنجهان راهَ رَچِي، ٿِيَڙِي لالُ، لَطِيفُ چِي.

٧

اَڏَرِ، نِڌَرِ، اَيـَرِي، ويچارِي نه وَرِي،
لالَنَ ڏِي، لَطِيفُ چِي، پُرِي[١٣] پيرَ پـَرِي،
ڪَمِيٽِي ڪَرِي، ڪارُون ڪيچ ڏَٽِينِ ڪِي.

---

١- موڳي ٢- تـوائي، پريشان ٣- تڪڙو هلي (همراه ٿي) ۴- مائٽي ٥- شريف، ٻٽائتي
٦- غمن ٧- پنواتيل (نابود ڪئي) ٨- زخميل ٩ پنواتي آيل، پريشان ١٠- ڳري، سڙي
١١- پوري پڪل ١٢ اُلڪن، فڪرن ١٣- هلي، وڃي.

٨

اَچي عزرائيلَ[١]، سُتي جاڳائي سَسُئي،
تِي دَواڙائي دَليلَ[٢]، تہ پُنهُونءَ ماڙهُو[1a] موڪَليو.

٩

مُنڪِرَ ۽ نَڪِيرَ ڪي، جَڏِهن ڏِٺائِين،
اَڳِيان اُتِي اُنِ ڪي، پُنهُون پُڇِيائِين،
اَدا! اِهائِين،[٣] ڪو وِيو ساٿُ سَچَڻَ جو؟

١٠

پاياٽِي[٤] تِي پورِ[٥]، پُنِيءَ ڪيچَينِ ڪَڪَرا،
رائو مِڙوئي رَتَ سين، ڪارَڻِ ڪانڌَ ڪَڪورِ[٦]،
لانچي لَڪَ، لَطِيفُ چئي، اُتِي ڏُونگَرَ ڏورِ،
جَتُ وجي تو زورِ، اُپِڙُ[٧] تان اوڏِي تِيپِين.

١١

پَئِي تِي پَئمالُ[٨]، سا مُنڌَ مَري، نہ جِيئي،
بُري هِنَ پَنيَورَ سين، هَڏِ نَہ ڳَرهي[٩] حالُ،
لالَنَ، جو، لَطِيفُ چئي، وِساري نَہ وِصالُ،
پِرِي، ڪِجا[١٠] پالُ، هِيءَ ڏاهِ[١١] ڏورِينڊِي ڪيتَرو؟

---

١ـ ملڪ الموت 1a ـ ماڻهو ٢ـ تصور (خيال) ڪري ٣ـ هتان، اتان ۴ـ پائيوار ٥ـ پيچ، ذار ذرا ڪر ٦ـ ڳاڙهو ڪر ٧ـ ڪَجُ، اُٿي هَل، تکڙي هل ٨ـ پائمال، پامال، نابود، فنا ٩ـ اوري ١٠ـ توهين ڪجو ١١ـ پانهي.

١٢

جَھتَ[1] پِني، پِہُ جَھنگَ، ھاڙھي پُڇُ مَ ھوتَ کي،
سُورُ سُبِيلِي[2] سَسُئِي! لڪَ تِھين سين لَنگھہ،
تہ سُپيرِيان جي سَنگ، مُنڍَ! ميڙائو[3] تو ٿئي.

١٣

ٿَڪِيائِي، ٿَرَ ٿيل[4]، چَڙھُ چُڪِيائِي، چوٽِيِن،
ھَلَندي ھوتَ پُنھُونءَ ڏي، يَوُ مِڙِيئِي پيلِ،[5]
اُٿِي رائو رِيلِ[6]، وِيٺَنِ تان وارِي وَري.

١٤

ھِيءَ گِسِي[7]، ھِيءُ گَسُ، ھِيءُ پَھَڻُ، ھِيءُ پيچرو،
ويچارِيءَ وَڏو ڪِيو، وِيندَنِ پُنِيءَ وَسُ،
ليڙَن[8] جو، لَطِيفُ چي، ڏُونگرَ اَٽِي[8a] ڏَسُ،
جَڳَ ۾ رَھِيُسِ جَسُ، سَگِرِ[9] تِي سَردارَ جي.

١٥

ڪَرِ ڪو واڪو وَسُ، ويھَ مَ مُنڌَ پَنيورَ ۾،
چَڙھي ڏاڍِين ڏُونگرَين، پيرُ پُنھونءَ جو پَسُ،
ڏورَڻُ مَنجھان ڏَسُ، پُونڊِءِ ھوتَ پُنھُونءَ جو.

١ـ جوڙون، سنڌون ٢ـ سنو ساٿي ٣ـ وصال، ڳنڍجاڻي ٤ـ ڏڪ، اڪتي ھل ٥ـ نابود ڪر، جيئن جانور ٻني لتاڙي ناس ڪندا آھن ٦ـ اٿلائي ٧ـ ليڏوٽا ٨ـ الن 8a ـ اٽئي
٩ـ پيچرو، راھ.

سيڻَنِ ڪارَڻِ، سَسُئِي! وَڃَڻُ ڪِجي وَسُ،
جِمَ وِرچِي ڃَڏِيين، سَندو ڱُنگَنِ° ڳَسُ،
ڏوٿِي ڏيندَءِ ڏَسُ، اَڳِيان ٻاروچَنِ جو.

## وائي

هوتَ سي هَلَڏَهارا، ووا جيڏِيُون!
ڪيئَن ڪَرِيان آئُون اُنِ سين؟
ڪوءِ[1] پَلَنگَ! ٻَنِ مارِّيُون! ڪِيَڻَ[1a] سي ٽِيڙَمِ ڪارا،
ڪيئَن ڪَرِيان آئُون اُنِ سين؟
سُونهَنِ سُپِرِيَنِ جا، آتَڻَ[2] وَٽِ اوتارا،
ڪيئَن ڪَرِيان آئُون اُنِ سين؟
وينو ڏي[2a] ڏُکِيَنِ کي، پُنهُون ڄامُ پُوچارا،[3]
ڪيئَن ڪَرِيان آئُون اُنِ سين؟
آهِيان پَٺِ[4] پُنهُونءَ جِي، ڪَندِيَسِ ڪُنِرَ° ڪارا،
ڪيئَن ڪَرِيان آئُون اُنِ سين؟
پيرُ مَ ڇَڏِج پِرينءَ جو، هَئِي! هَئِي! هَٿَ[6] آسارا[7]!
ڪيئَن ڪَرِيان آئُون اُنِ سين؟

---

°۔ ڱونگن، اُٺن ١۔ ڪڏ مِر پون 1a۔ ڪاٺڻ ٢۔ سٽ ڪتڻ جي جاءِ 2a۔ ڏِئي ٣۔ پلايون ٤۔ پريٽ، توبياڻي ٥۔ ڪُنَ (رنگڻ جا) ٦۔ هاٿي، بدن ٧۔ غافل.

ڪيچِينِ ڪَرَهَ[١] پَلاڻِيا، مَيا[٢] ٽِيئَرَّمِ مارا،[٣]
ڪيئن ڪَرِيان آئُون اُنِ سين؟
اَنڌَنِ آهِين آسَرو، موتِـجِ، مُحِبّ موچارا!
ڪيئن ڪَرِيان آئُون اُنِ سين؟

## داستان نائون

١

ويهُ مَ وِساري، پُڇا ڪَرِ مَ پَنڌَ جي،
نِرمَلُ[٤] نِهاري، هَلَندِنِ تان هَٿِ ڪيو.

٢

اَوَجَهڙِ اَسُونهِنِ، ڏيهُ گهٽوئِي ڏوريو،
سَگِرِ رِيءَ سُونهَنِ، پَهُتِي ڪانَ پَنڌُ ڪَري.

٣

واءَ! وِڃاءِ مَ سو°، پُنِّيءَ جنهن پَنڌُ ڪَرِيان،
ڇِـڻا![٦] ڇِپَرِ پِرينءَ جو، پيرُ پَرِنيان[٧] تو،
بَرِ بوراٿو[٨] جو، سو، لَڳِي، مَتان لَٽِيين!

۴

واءَ وِڃايمِ ڪالهه، پُنِّيءَ جنهن پَنڌُ ڪَرِيان،
وَڃَڻُ مُون وانٽي[٩] پيو، هوتَنِ ڪارَڻِ حالَ،[١٠]
جَبَلُ ڏورِيان جالَ،[١١] ڪارَڻِ پير پُنهُونءَ جي.

---

١- ڪَرَها، اُٺ ٢- اٺ ٣- مارينڊڙ ۴- پاڪ ٥- اهو ٦- اي واءَ! ٧- پرتا يا پارت اٿيئي ٨- رهبر، سونهون (پنهونءَ جو پير) ٩- قسمت ١٠- هاڻي ١١- گهڻو.

٥

ڪُهجِ[1] مَ، اَجَها ڪيهَ[2]، گَردَ[3] پسُ گُنگَنِ[4] جي،
ڏُکِي! مَنجهان ڏيهَ، نِڪِرُ نانهن[5] ڪُلهي ڪَري.

٦

ڏُورِ مَ تو ڏوريج، صَبُرُ ڪَرِ مَ سَسُئِي!
پُرَنُ چَڏِ پيرَنِ سين، وِهَٹُ وِساريج،
سُکنِ جا، سَيَدُ چئي لاڳاپا لاهيج،
هِينئِين ساڻُ هَليج، تَہ پَندُ پاسي پَرِ نِبري[6].

٧

وينِيَسِ، وِک نَہ اُپِڙي[7]، تُون آرِياڻي آءُ،
چُڪِيءَ[8] تو سين چاءُ[9]، پاسي پَرِ پيئي رِڙهي.

٨

ڪُهي[10] جا ڪَنيائِين، وِکَ تنهن ويجِهي ڪَئِي،
چِبِڪيءَ[11] چِنائِين، پَندَ مِڙوئي پَٽَ[12] جو.

٩

سَوُ ڪوهَ ڪري سَيَڪا، تُون ڪُهِي ڪَٽِج وِکَ،
تاڻِج مَنجهان تِکَ، تَہ پَندُ پاسي پَرِ نِبري.

١٠

وِيو جاڳائي جَتُ، ويرِي ڪنهن وِلات جو،
سَندو سُورَنِ خَطُ، ڏِنُم هوتَ هَٿَنِ سين.

---

١- ورچ، تڪج ٢ هوءَ پٺي آهي منٿي ٣- ذرا ۴- اٹ، جيڪي رڙن ڪين ٥- نفي.٦- پورو ٿئي ٧- ڪجي ٨- ٿڪل ٩- محبت ١٠- ٿڪجي ١١- هڪڙيءَ سٽ سان ١٢- جبل جو نالو.

١١

ڏهِلا[١] مُون ڏينهن ٽيا، پِيئَمِ، چامَ! جَيُون[٢]،
ڪَندي پَنڌَ پَهاڙَ ڏي، ٽِيئُرمِ رُوحَ رَيُون[٣]،
لُڇِيو ٽِيان، لَطِيفُ چي، ڪارَڻِ دوسِتَ دَهيُون[٤]،
ڀانِيان لڪَ لَيُون[٥]، جي سُورَ پِرِيان جا سانُ مُون.

١٢

هيڪَلِيائي هاڻِ، پُورِينديَس[٦] پُنهُونءَ ڏي،
ڪَنديَسِ ڪوهِيارَلَ[٧] سين، رُچِي[٨] رُوحَ رِهاڻِ،
رُلِي چُلِي چِڀَرين، ڪنهن پَرِ لاهِيان ڪاڻِ[٩]،
آهِيان گهٽُو اڄاڻِ، پَرَ سُورَ پِرِيان جا سانُ مُون.

١٣

هيڪَلِيائِي هيل[١٠]، پُورِينديَس پُنهُونءَ ڏي،
آڏا ڏُونگَرَ لڪَيُون، سُورِيُون[١١] سُڄَنِ سيلَ[١٢]،
تَہ ڪَرَ ٻيلِي[١٣] آهِنِ ٻيل،[١٤] جي سُورَ پِرِيان جا سانُ مُون.

١٤

دوسِتُ ڏِنائِين دِلِ سين، وِرچِي تان نَہ وِهي[١٤a]،
لانچِي لڪَ، لَطِيفُ چي، پَهَڻِ مَنجهہ پِهي[١٤b]،
سَندي نينهن نِهي،[١٥] ڪِي سَرفرازُ سَسُئِي.

---

١ـ ڏک ڏيندڙ ٢ـ جوا ٣ـ ٻگل چانور وانگر پرزا ٤ـ ذرا ذرا ٥ـ ننڍي وڻ جو قسم ٦ـ هلنديس ٧ـ جبل جي رهاڪوءَ (محبوب) ٨ـ خوش ٿي ٩ـ عيب ١٠ـ هن سالَ، هينئر ١١ـ سيلهہ (ڪنڊا)، ايي ٽڪري؛ سوڙهيون ٽڪريون، نيزو ١٢ـ اڻاهون جبل، نيزو، ڪنڊا ١٣ـ مددگار ١٤ـ ٻيلهہ، گڏ ١٤a ـ ويهي ١٤b ـ پيهي، گِهڙي. ١٥ـ خزاني، لاڳاپي

## وائي

وَجي وَجِي ٽِينديَسِ ويجهي، پَسَڻَ ڪارَڻِ پِرينءَ جي،
آڏا ڏُونگَرَ، لَڪِيُون، موٽِج، مُحِبَ مِچِيجِي،[١]
پَسَڻَ ڪارَڻِ پِرينءَ جي.
پِرين، پَهُنوارَ![٢] تو چِٽَان[٢a]، ٻَيَرَ[٣] آهِيان ٻِي جِي،
پَسَڻَ ڪارَڻِ پِرينءَ جي.
نَمُ[٤] گهرجي نينهن جو، آهِيان آئُون اريجِي،[٥]
پَسَڻَ ڪارَڻِ پِرينءَ جي.
جا نَہ هَلَندي هوتَ ڏي، پِيءُ تِنهِين جو پاجِي،[٦]
پَسَڻَ ڪارَڻِ پِرينءَ جي.

## داستان ڏهون

١

آءُ اوراهُون، سُپِرِين! وَڃ مَ اَڳانهُون،
ٿَڪِي ڪَٽي ٿَرَنِ ۾، ٻاڪارِيو ٻانهُون،
دَردَ جون دانهُون، مُون مارِينديُون، موٽُ تُون.

---

١- هنيلا، راز محرم ٢- ڏنار، ٻڪرار ٢a- چوان ٣- زال، جوءِ ٤- آلاڻ ٥- ريج ڪان سواءِ، خشڪ ٦- ڪميڻو.

۲

آءُ اوراھُون، سُپِرين! وَڃُ مَ پِيءَ[٥]! پَري،
مُون ڏِٺِي، مُون وِسَھو[١]، وِرچِي تان نہ وَري،
ڏاران مَنھَن مَري، ڏُکِيءَ جي ڏيکارِيين!

۳

آءُ اوراھُون سُپِرين! پَري وَڃُ مَ، پِيءَ!
موتُ، مَرَنديَس ڇِپَرين، تون جِيارو جِيءَ،
ھوتَ! مَ ڇَڏِج ھِيءَ، پُنھُون! پيادِي پَنڌ ۾.

۴

آءُ اوراھُون سُپِرين! ڏُکِيءَ ڏيج مَ ڏاگھ[٢]،
وَتِ ڇَڏي مُون واگھ[٣]، آري! وِئين عِشقَ جو.

۵

آءُ اوراھُون سُپِرين! ڏُکِيءَ ڏاگھ مَ ڏيج،
پيھِي گھرِ پُڇيج، تہ ھوتَ! ھَلاڪَتَ نہ ٿِئي.

٦

مَچُڻ، وَرَ! وِسارِيين، آرِي! لَگِ اَللهَ،
توکي سارِيو ساھُ، اُڪندِيو آھُون ڪَري.

۷

مَچُڻ، وَرَ! وِسارِيين! صَبرُ نہ سارِيان،
توکي نِھارِيان، آءُ مُنھنجا سُپِرين!

---

٥ ـ پيا، پرين ١ـ اعتبار ڪريو ٢ـ داغ، تعڪو ٣ـ چيتو.

٨

هَتان هَنِ نہ چَڏيان، صَبرُ شُڪرانو،
ذَوقَ زَمانو، مُون، وَرَ وِيو وِسَرِي.

٩

صَبرَ ۽ شُڪرَ ڪي، ڪاڏي آئُون ڪَندِي،
آهِيان جنهن سَندِي، سو تہ گُهرجي ساڻُ مُون.

١٠

صَبرَ ۽ شُڪرَ ڪي، وَنِي آئُون وينِي،
ڏُکِيءَ سِين ڏينِي[1]، ڪا ڪِج اَچِي ڪَنِهين.

١١

صبرَ ۽ شُڪَر ڪي، هَتِ ڪيو مُون هاڻِ،
پِرِيَمِ! اَچِي پاڻِ، پَنِيءَ[2] ڪي پُڇيج تُون.

١٢

ناهِ جَمعيّتَ[3] جانِ ڪي، هوتَ پُڇاڻان هاڻِ،
اَللهَ! سيئِي آڻِ، جَنِ ساءُ چَکايُمِ سِڪَ جو.

١٣

ناهِ جَمعيّتَ جانِ ڪي، هوتَ پُڇاڻان هِتِ،
پُنهُون جِيَ پِرتِ، ساءُ چَکايُمِ سِڪَ جو.

---

١ـ ملاقات ٢ قنيل ٣ـ آرام، قرار.

۱۴

ناهہِ جَمعيّتَ جِانِ کي، پُنهُونءَ پُچاڻان،
سي مُون سيباڻان،[۱] جَنِ ساءُ چِکايُمِ سِکَ جو.

۱۵

ناهہِ جَمعيّتَ جِانِ کي، هوتَ پُچاڻان هيرَ[1a]،
ساجَنَ ڪارَڻِ سيرَ، وڙيندِيَس وِندُرَ جا.

## وائي

پَلَکُ نَہ رَهي دِلِ تو ري، وَرُ، مِيان خانَ بَلوچا!
اُٺَ چارِينديَسِ اُنِ جا، مَٿاءَ تَکَرَ توري،[۲]
وَرُ، مِيان خانَ بَلوچا!
ڏِيندِيَسِ ماهُ[۳] مِرُئَن کي، مَٿاءَ ڪُلهن[۴] ڪوري،[۵]
وَرُ، مِيان خانَ بَلوچا!
ڪانگَ کِيَنَمِ[۶] ڪيچَ جا، ماسُ چِنجُنِ[۷] سان چوري،
وَرُ، مِيان خانَ بَلوچا!
ڏُکَ لاهِيندِيَسِ ڏِيلَ جا، سانُ عَجِيبَنِ اوري،
وَرُ، مِيان خانَ بَلوچا!
آرِياڻِي عَبدُاللّطِيفُ چي، سارَ لَهَندَمِ سوري،[۸]
وَرُ، مِيان خانَ بَلوچا!

---

۱- دل کي وڻن 1a- هينئر ۲- گهمائي ۳ گوشت ۴- ڪلن ۵- ڪپي ۶- مونکي کائين
۷- چهنبن ۸- ساري، ياد ڪري.

# داستان يارهون

١

ڪَنُ ٽِيءُ[١]، ڪيچِيَنِ ڪُچِيو، ڪُڇُ مَ، ٿا ڪُڇَنِ،
اِشارَتُون[٢] اُنِ جوُن، سُڪُوتان[٣] سُڃَنِ،[٤]
وَتان ويهِي ٽَنِ، سُٽُ تَہ سوزُ پِرائِيِين.

٢

سُٽُ تَہ سوزُ پِرائِين، 'آءُ' چَيائون اَڄُ،
ٻولِي ٻي نَہ سِکِيا، 'پاٽان' چُوندءِ[٥] 'يَڃُ'،
واڃِي وَتِ مَ وَڄُ، ٻُڌُ تَہ ٻيائِي لَهِي.

٣

ٻُڌُ تَہ ٻيائي لَهِي، 'آئون'[٦] اُتِ نَہ آهِ،
ڪُڇَڻَ ڪَنڊِي[٧] لاهِ، ڪَنُ ٽِيءُ، ڪيچِيَنِ ڪُچِيو.

٤

ڪَنُ ٽِيءَ، ڪيچِيَنِ ڪُچِيو، ڪُڇُ مَ، ڪُچِيائُون،
رَهِي نَہ رَتِيءَ جيتَرِي، اُنِين[7a] وَتِ 'آئونُ'،
وَڏِي وِڏائُون، هو جو وَڻُ 'هُٿَڻُ'[٨] جو.

١ـ ڏيان ڏي ٢ـ اشارا، نڪتا، قول ٣ـ ماٺ مان ٤ـ سُجَهنِ، سمجھ ۾ اچن، ٻڌجن
٥ـ توکي چوندا ٦ـ خودي ٧ـ ڳٽ ـ هار، طوق! 7a ـ اُنهن ٨ـ خوديءَ.

٥

ڪَڏِهن پِنَجي ڪَنَ ٿِي، ڪڏهن ٿِيجي واتَ،
ڪَڏِهن ٿِيجي ڪاتَ، ڪَڏِهن ٿِيجي ٻَڪَرو.

٦

ڪَنارو ۽ ڪوسُ، اَگُڙ آرِيءَ جامَ جي،
ڏِيَتَ[١] آهي ڏوسُ، مارَڳَ ۾ مُيَنِ جي.

٧

ڪامُون[١a] مُچِيجاهُ[٢]، گهِٽِيون گهرجَنِ آن، اوٺِيا!
هي وَٽُ[٣] نہ لَهَنداهُ[٤]، هُو وَٽِ[٥] اوڏاهِين[٦] گهٽا.

٨

اَکِيُون لَتَ اوراٽِيُون[٧]، ڪنهن پَرِ ڪَڙِيان پيرُ،
لَتَ لاهِيندو ڪيرُ، مُون جيهِيءَ مَعذُورِ ڪي.

٩

اَکِيُون آرِيءَ جامَ جِون، اَنڌِيءَ سين آهِنِ،
هو جي وَٽُ وِندُرَ جا، سي مون سُونهائِينِ،
ڏِسِيو ڏيکارِين، پيشانِي پُنهُونءَ جي.

١٠

اَکِيُون آرِيءَ جامَ جِون، آهِيِنِ اَنڌِيءَ ساڻُ،
پَسِي ڪَنڌِيُون پاڻُ، پيشانِي پُنهُونءَ جِي.

---

١ـ خون بها يا عيوض ١a ـ تلهڙون، لڪُڙَ ٢ـ مچا ڪيچ (عمل ڪر) ٣ـ هي دنيا ٤ـ توهين ليندا ٥ـ مزا ٦ـ آخرت ۾ ٧ـ ڏکيون، ڦيرائي ڇڏيون.

سَڏَ مَ ڪَرِ سَڏَنِ ري، هَلَڻَ رِيءَ مَ هَلُ،
جَلَڻَ ريءَ مَ جَلُ، روئڻَ رِيءَ مَتان رُئين.

## وائي

دَرِدَ مُئيءَ جي جا دارون،
وو! موٽُ، سَپاجها سُپِرين!
مُون لَڳِيُون، مون وِسَهو، مَحَبَتَ جُون مارُون،
وو! موٽُ، سَپاجها سُپِرين!
ماٺِتَنِئان مون سين گهٽا، ڪُسَڻَ ڪِيا ڪارُون،
وو! موٽُ، سَپاجها سُپِرين!
سُڪَنِ مُون سين ڪِين ڪِيو، سُورَنِ لَڌِيَمِ سارُون،
وو! موٽُ، سَپاجها سُپِرين!
منهنجون شَهرَ ڀَنيورَ ۾، پَلِپَلِ پُونِ پَچارُون،
وو! موٽُ، سَپاجها سُپِرين!
اَڊِيُون! عبدُاللطيفُ چي، لَڳِيُمِ تَنِ اندرِ تارُونَ،
وو! موٽُ، سَپاجها سُپِرين!

# اَبيات متفرقة

اُتِيو[١] ۽ اُتِياڪُ[٢]، ڪالهوڪو[٣] ڪاڏي ڳيو[٣a]،
وِيو جاڳائي، جيڏِيون! بِرھُ، ھِيءُ بيباڪُ،
چُرِ ڦُرِ ڪاري چاڪُ،* سُورُ سُمَهاري ڪِينَ ڪِين[٣b]!

٢

سَنڌِيُون سُورَ ڪَرِينِ، ھَڏَ پُڙِ ڏُکَنِ ھوتَ لئِي،
پِرِينِ جي پاڻَ ڏِنا، سي سُتي سُکَ نَہ ڏِينِ،
جي ماڙُھنِ کي مارِين، تَنِ سُورَنِ کي سَڏَ ڪَرِيان!

٣

صَدا[٤] وِڏِيمِ سُورَ جِي، اَڳِيان ڪوھِياري،
جو نِجَسَ نڪاري[٥]، سو پُنهُون وِڌمِ پاندَ ۾.

٤

جاڻَ ساماٽِينءَ، سَسُئِي، تان وِيسُ وِڙَن[٦] جو ڪَرِ،
لاھي لَڄَ، لَطِيفُ چِي، ٿِيُ بيگارِياڻي[٧] بَرِ،
تَہ ويندِينءَ پوئِي وَرِ[٨]، اَڳِيان ھوتُ حُضُورَ ۾.

٥

سَسُئِيءَ کي سَڏُ ٿِيو، آسان اولاڻو[٩]،
پَنڌَ نَہ پُڄاڻو، اَنَّ ڪَوِئي ڪانہ ڪَرِي.

---

١- اٿيل (عشق) ٢- اٿندڙ (درد) ٣- ڪالھ ڪان ٣a- ويو ٣b- ڪينڪي * ٿوري چرپر ۾ زخم چوريو چڏي. ۴- سين، سوال ٥- صاف ڪري ٦- ڪميڻن ٧- بيگر وھندڙ، دربدر، بيڪار ٨- ھٿ چڙھي ٩- اوراڻن.

٦

پَسو! پَراوَنِ، سُورَنِ آڏِي سَسُئِي،
پَرايا پنهنجن، وِجَهنِ ويچارِيءَ تي.

٧

مُند نَہ مَنجهان تَنِ، پَسِي لَڪَ لُڏَنِ جي،
جا پَرِ ڪاهوڙِيَنِ، سا پَرِ سِڪِي سَسُئِي.

٨

مُنڌ! مَ مَنَهِ ويهُ، اُپِي اوسِرُ[١] اُسَ مِ،
تو سِپِئِي سينَءَ ڪِيا، ڏُورِ جَنِين جو ڏيهُ،
پاڙِي پاڙِي پيهُ، وَتُ پُڇَندِي پِرِينءَ کي.

٩

ٻيلِي ناهِ ڀَنيورَ مِ، تِنهن سَسُئِيءَ جو سَهِي،
ڏَمَرُ ڏيرَنِ مَنَ مِ، ڪَندا ايئن ڪَهِي،[٢]
لَنگهائي، لَطِيفُ چي، ڪَنڊِ، جامَ! ڪُهِي،[٣]
هِيءَ مَعذُورِ هَڏِ مُئي، تُون، ڪامِلَ! وَجُ مَ ڪيڏَهِين.

١٠

اولاڪَنِ[٤] آچِي، مَعذُورِ تي مارو ڪيو،
مَتان وَرَ وِسارِيين، مَنجهان ڪُرَه ڪَچِي،
سُپَڪِ[٦] تِي سُورَنِ سين، پَهُچَندِينءَ پَچِي،
لاهي لاڳاپا، لَنگهه تُون، سيڻَنِ ڏانهن سَچِي،
مَنجهان راهَ رَچِي، تينديِنءَ لَعلَ، لَطِيفُ چي.

---

١-روح راڙو ڪر، جاڪوڙ ڪر ٢- ائين پيچي يا ڪاهي ٣- تعڪل وک ٤- اُلڪن، سوز محبت جي مچ ٥- خاندان، ڪنبب ٦- مڪمل پڪل.

# وائي- ١

ڳالهيون هوتَ ٻروچي سانُ،

وو! منهنجي جِيءَ جُون، جيڏيُون!

ڇُلي پيتِيَسِ ڇَپَرَين، سَگ تُهِين جي سانُ،

وو! منهنجي جِيءَ جُون، جيڏيُون!

ڇَڙهي ڏاڍين ڏونگرين، پُرزا ڪَندِيَسِ پانُ،

وو! منهنجي جِيءَ جون، جيڏيُون!

رُلي ڇُلي ڇَپَرين، جامَ وِڃايُمِ جانُ،

وو! منهنجي جِيءَ جُون، جيڏيُون!

هَٿان هَڏِ نہ ڇڏيان، سَرَندو نينهن نِڌانُ[1]،

وو! منهنجي جِيءَ جُون، جيڏيُون!

نَصِيبُ ڪَرِ نسئيءَ[2] ڪي، پُنهُونءَ اُتَ وَٿانُ،

وو! منهنجي جِيءَ جُون، جيڏيُون!

---

١- خزانو، مڪان ٢- نہ پڌل، گمنام

## وائي-۲

مون کي تان جَهلَ مَ پائِيو،

وو! جيڏِيُون! آئُون هَلَندِي هوتَ ڏي،
مون کي تان جَهلَ مَ پائِيو.

هِيءُ جو بارُ پَنيورَ جو، لُوتِيءَ[1] تان سَي لاهِيو،
مون کي تان جَهلَ مَ پائِيو.

آهي عاجِزِنِ تي، پَسَڻَ سَندو ساعِيو[1a]،
مون کي تان جَهلَ مَ پائِيو.

ڪِينَ وِهَندِيَسِ ڪُندَ ۾، نہ مون پٿو[2]، نہ پايو[3]،
مون کي تان جَهلَ مَ پائِيو.

وِهاري وَطنِ ۾، شُهدِيءَ[4] کي مَ سِڪايو،
مون کي تان جَهلَ مَ پائِيو.

ڪُنَلِ ڪَجائَنِ ۾، چاڙهي هِيءَ هَلايو،
مون کي تان جَهلَ مَ پائِيو.

منهنجو پَنڌُ پُنهُونءَ ڏي، ريبي[5] تان مَ رَهايو،
مون کي تان جَهلَ مَ پائِيو.

اَدِيُون! عَبدُاللَّطِيفُ چَي، مولي مُحِبُ مِلايو
مون کي تان جَهلَ مَ پائِيو.

---

۱- مٿي، سرّيل 1a- سعيو، تياري، ڪوشش ۲- پاءُ ۳- حال محرم، همراز ۴- شودي، ڪميٽي ۵- ٿڳي.

# وائي-٣

ڪَرها مَ ڪاهِيو، مِيان ڪيچِي!
آئون آرِياڻِيءَ عَرضُ چُوندِي.
ڪَري، هوتَ! هَلَڻَ جِي، لُوڻِيءَ ڪي مَ لڄايو،
آئون آرِياڻِيءَ عَرضُ چُوندِي.
وَسِيلو وِلَهِيءَ جو، آڳاندو[1] آئين[1a] آهِيو،
آئون آرِياڻِيءَ عَرضُ چُوندِي.
پاسي ۾ پَرِيَتِ جي، جهيڪي[2] اُتَ جُهڪايو،
آئون آرِياڻِيءَ عَرضُ چُوندِي.
وِلَهِيءَ جي وِهانوَ[2a] ۾، واڄَٽَ سَڀ وَڄايو،
آئون آرِياڻِيءَ عَرضُ چُوندِي.
اُڳهاڙِيُون آتَڻَ ۾، پنهنجيون پاڻَ پَراهِيو[3]،
آئون آرِياڻِيءَ عَرضُ چُوندِي.
سائِينءَ ڪارَڻِ، سُپرين! صُورَتَ ڪي[3a] مَ سِڪايو،
آئون آرِياڻِيءَ عَرضُ چُوندِي.
ساڪِنَ تِي شَهَرَ جا، مَعذُورِ ڪي مَرَڪايو،
آئون آرِياڻِيءَ عَرضُ چُوندِي.

---

١- پرجهلو، آڏار ١a- اوهين ٢- هشائي ٢a- شاديءَ ٣- پهرايو، ڍڪايو ٣a- لاءِ

پُنهُون چامَ! پَرِتِ سين، ويهِي سَورَ وِراهِيو،
آئُون آرِياڻِيءَ عَرضُ چُوندِي.
لاهي بارُ پَنيورَ ۾، وِيندو گهوٽُ وَناهِيو،[1]
آئُون آرِياڻِيءَ عَرضُ چُوندِي.
پُنهُونءَ جاڄيئڙَنِ کي، رَڏي کِيَڻَ ڪارايو،
آئُون آرِياڻِيءَ عَرضُ چُوندِي.
پَرڻائي پُنهُونءَ کي، نيڪيڻِي نِڪڙايو،[2]
آئُون آرِياڻِيءَ عَرضُ چُوندِي.
ٻيلِي ٿِي ٻانيَڻِ سين، ڏِکِيءَ ڏيجُ ڏيکارِيو،
آئُون آرِياڻِيءَ عَرضُ چُوندِي.
اَدِيُون! عَبدُاللّطيفُ چي، سَڄَڻَ کي ساراهيو،
آئُون آرِياڻِيءَ عَرضُ چُوندِي.

## وائي-۴

اَدا! ڙي! ڏوٿِي! آئُون پُڇان تو ٿِي: *
ڪيچ رَسَندِيَس ڪيئَن، ڏَسُ مُون ڏي.
نَہ سَمِي، نَہ سُومِرِي، نَہ آئُون جَتِ، اوٺِي،
آئُون پُڇان تو ٿِي.

---

۴ـ وهانءُ ڪري، شادي ڪري ۲ـ نڪيڻي رچايو يا ڪريو. * آئون تو کان ٿي پُڇان.

آئون اُنين مانِ آهِيان، جي ٻانيَڻَ پَڙهَنِ پوتِي،
آئُون پُڇان تو تِي.
پَرِتَ[۱] تيندَيسِ، پِرين پُڇَندِيَسِ، پَڇاڙِينديَس[۲] پوتِي،
آئُون پُڇان تو تِي.
سَنجهي وِيئڙو سُپرين، ساڄَنُ پُڇان سو تِي،
آئُون پُڇان تو تِي.
ساڄَهرِ ساڻَ پَلاٽِيو، تو پَلاٽيو پوءِ تِي،
آئُون پُڇان تو تِي.
هِتان تي هوتُ وِيو، جَتُ پُڇين جوءِ[۲a] تِي،
آئُون پُڇان تو تِي.
هَلِج هوتَ پُنهُونءَ ڏي، مَنجهان نينهن نِکو[۲b] تِي،[۳]
آئُون پُڇان تو تِي.
آتَڻُ وِجِهي آڳِ ۾، مَنجهان جوڙِنِ جوءِ تِي،*
آئُون پُڇان تو تِي.
سَنجهي ساڻَ سِڌارِيو،[۴] پُنهُون پُڇان پوءِ تِي،
آئُون پُڇان تو تِي.
رويو رُئان رُڃَنِ ۾، هَئِي هَئِي! آئُون هِتِ کوهُ تِي؟
آئُون پُڇان تو تِي.

---

۱- کتياڻي، پورهيت ۲- اڇلائيندس، ڦٽو ڪنديس ۲a- جيڪو. ۲b- نيڪو (ف) نيڪُ ۳- نينهن ۾ سڙي نيڪ يا صاف ٿي ۴- روانو ٿيو.

## وائي-٥

ڪِهَڙو سَڱُ سِياڪو[١]؟ هارِيءَ مُون هوتَنِ سين.*
آئُون هيڪَلِي حَبَ ۾، نَہ مُون مِٺُ نَہ ڪاڪو،
ڪهڙو سَڱُ سِياڪو.
مُندَ پِيادِي، پَندُ گهڻو، نَہ مُون اُٺُ، نَہ ناقو،[٢]
ڪهڙو سَڱُ سِياڪو.
چَڙهِي نہ سَگهان چوٽِيين، ڏُونگَرَ ڪونهي ڏاڪو،
ڪهڙو سَڱُ سِياڪو.
پِرِين پُڇَندِيَسِ پَٻَ ۾، وَڻِ وَڻِ وِجهندِيَسِ واڪو،
ڪهڙو سَڱُ سِياڪو.
هُوءَ جا پِڪَ پُنهُونءَ جِي، چَٽِيان تنهن چُٽاڪو[٣]،
ڪهڙو سَڱُ سِياڪو.
پَسَڻَ ڏاران پِرينءَ جي، فِقيرِ پوءِ[٣a] مَ فاقو،
ڪهڙو سَڱُ سِياڪو.
وِچُ[٤] مَ پوءِ وِصالَ ۾، لِڪَ[٥] مَ پوءِ لِياڪو[٦]،
ڪهڙو سَڱُ سِياڪو.
آتَڻُ وِجهي آگِ ۾، پُڇَندِيَسِ پوءِ پَهاڪو[٧]،
ڪهڙو سَڱُ سِياڪو.

---

* مون ٻارايل جو هوتن سان ١ـ مائٽي ٢ـ ڏاچي ٣ـ ٻَاڙُ، ڦڙو ٣aـ پَوي ٤ـ ويڇو، دير ٥ـ ذرو ٦ـ نظر؛ عيب (وڇوڙو) ٧ـ رستو، گس؛ صلاح.

## وائي-٦

پاندي[١] پرين جو، اي! مانَ ڪو پسان!
پينر! پنيءَ اُسهو، ڏونگر ڏورڻ آسان،
مُندائتي مينهن جيئن، ويلو ويل[٢] تِي وَسان.

## وائي-٧

آئڻ م ويهي، سَڀِ دعا ڪَريجاهُ، جيڏيون!
ڪانهي بَسِ بَهير[٣] ڪي،* هَلُ چَلُ پَئي پيئي،
راهَ مُسافِرُ سَيڪو، ڪونہ ڏِنوسُون هِتِ ڏيهي،
سارِيندا صَلواتَ ڪي، مَنجِهہ قَبَرَ سَڀِ پيهي،
ڪوتائو[٤] ڪَريمَ جو، ڳالِهہ پُڇَندمِ ڪيهِي،
نَوازِيندو نُورَ سين، ناقِصِ[٥] ڪي اُتِ نيئي،
اَللهُ هيڪُ، مُحَمّدُ بَرحَقُ، شالَ چُئان[٥a] مان حَرفَ اِهيئي.

---

١- قاصد ٢- هر گهڙيءَ ٣- قطار * آمدرفت لڳي پئي آهي. ٤- قاصد (ملڪ الموت)
٥- عيبدار ٥a- چوان

## وائي-٨

جيڏيُون! آئُون تان نہ، چَوَندِي لو![o]
ڏُکُ ڏوراپو سيڻَنِ کي ڀَرِيحُ[1]، لو!
سَگِ نہ وَرَنِ سُپِرين، مِنتَ[1a] موتَنِ مانَ،
پينَرُا[ن] پيٽِي حُجَ[2] جِي، ڪوهِياري سين ڪانہ،
سو تُون صاحِبُ آهِين، جو نہ ڦيراپين[3] پانَ،[4]
سَئِين[5a] سُوالِي سَمَگيا[5] تو، داتا! ڏيئي دانَ.

## وائي-٩

ڪا جا ڳالِھ هُئِي، سا جي لوڪَ سُئِي،
لو! ڀاروچي جي مَنَ ۾.
سَرِ[6] سَگَرِ، پُرِ پيچَرِي، تون جا لوڪَ سُئِي،*
سَسُئِي سَگَرَ پَتِّيين[7]، ڪيرُ چَوَندو مُئِي؟
پَنڌ ڪَرِيندي پِرينءَ ڏي، ڪَڏِهن ڪانہ ڪُهِي[8]،
آن ڪا ڏِنِي، ڏوتيا! ڪيرِن[9] پاسِ ڪُهِي؟[8a]

---

o لا، الا ١a- مِنَّتَ (ع)، منٿ ١- ڪليو ڪلايو. ٢- دعويٰ، حجت ٣- ڦيرائين، (موٽائين، خالي هٿين واپس ڪرين) ٤- مڱڻهار ٥- نوازيا ٥a- سَوين ٦- رڙه * تون، جيڪا لوڪَ ۾ مشهور، نشانبر يا بدنامِ آهين! ٧- ميدانن تي ٨- ٽڪي ٨a- ڪُوهي، ننڍو ڪُوهُ ٩- جابلو وڻ ۽ مڪان جو نالو

# وائي- ١٠

ويجھي وِندُرِ جَنِ وٽنِ،

اي! اوڏي آيس، چان[1]، پِريان جي پيچري،
جي تو اوڏا ڀانئيا، سي ڏُونگَرَ ڏورِ ڏِسَنِ،
مَدي[2] نَہ هُيَنِ مَنَ ۾، تہ ڪيچان[3] ڪوهُ اچَنِ؟
مَرَڻُ منهنجي ڪي[4] ڪِيو، هِيءَ پَهُ[5] ڀاروچَنِ،
سُونهَنِ سَگَرَ پَٽيِنِ، مَنَهَ مَعذورَنِ،
وِندُرِ وائِي جا وَهي، مُون ڪي سا نَہ سَلَنِ،
آڻِ ٻَڌا اوٺيِنِ، موتِي ڪي مَيَنِ،
لاتائُون، لَطِيفُ چئي، لَڏُون سِرِ لَڪَنِ.

١- منهنجي ليکي. ٢- جوان ٣- لڳائي ٣- ڪيچ کان ٤- لاءِ ٥- خيال.

# سر معذوري

## نالو

معذور لفظ جي معنيٰ آهي، "ضعيف يا لاچار يا عذر واري." جيئن ته هن سر ۾ سسئي جي هيٺائيءَ ۽ ڪمزوريءَ جو ذڪر ٿيل آهي، تنهن ڪري مٿس "سر معذوري" نالو رکيو ويو آهي.

## مضمون:

هن سر جي مضمون جو تعلق، سسئي پنهونءَ جي آکاڻيءَ سان آهي، جا ٣٧٠ صفحي تي ڏنل آهي.

## روحاني راز:

حق جي جستجو ۾ جيڪو پنڌ پوندو، سو ڪوٺو ليکبو. هن جستجو ۾ هڪ موذي ملعون (نفس) رڪاوٽون وجهي ٿو. انهيءَ دشمن کي دفع ڪرڻ جو راز، هن سر ۾ بيان ڪيو ويو آهي.

دنيا ڍونڍي آهي ۽ نفس ڪتو آهي، جو انهيءَ ڍونڍ جو طالب آهي. ڪتي کي قبضي ۾ رکڻ يا ڇيڪ ڇڏڻ، سالڪ جي هٿ وس آهي. ڪتو پنهنجي عاجزي بيان ڪندي چوي ٿو: ته مان مجبوراً مالڪ (انسان) جي ٻچ تي ٻهان ۽ ڀونڪان ٿو، ورنه مون کي نافرمانبردار ليکيندا:

"سگبان سينديارا، ٻڇيا، تي ٻهن،
ڦريا نه فرمان کان، مل نه موتيئڙن،
ڪونهي ڏوهه ڪتن، ڏاڪاريا ڏاڙهين ٿا."

ڪتي کي قبضي ۾ قابو رکڻ لاءِ، سڌر سيڻن جي سگ جي ضرورت آهي. پليت نفس کي سڌن کان روڪڻ لاءِ، ڪامل مرشد جي قرابت ۽ ريساڻي راکي جي رفاقت گهرجي. هوت ڏي هلکي بار هلڻ، خنجر کي 'لا' جي خنجر سان نهوڙي نيئڻ، ننگر مان ننگي ٿي نڪرڻ، سڪ سان سگر لتاڙڻ، وندر م وڙڙ وجهڻ، گسان نه گسڻ، نيٺان نندب ڪڍڻ ۽ هوند (خودي) ترڪ ڪرڻ جي سڏ ۽ سونهپ- اسونهن کي مرشد وٽان ئي ملي سگهندي. جنهن کي جانب جي جمال جو جلوو پسڻو آهي، تنهن کي روحاني رهبر جي رهنمائيءَ هيٺ، اهي امر اکين تي کڻي، 'اجلان اڳي' مرڻو آهي.

جي هونءِ هوت هزار، تہ پاڙ ڪو مہ پنهونءَ سين،

جي مصداق سالڪ ڪي شرڪ کان پاسو ۽ حذر ڪرڻو آهي. جيتوڻيڪ، جيڪي لالن لوح ۾ لکيو آهي، تنهن مان لکَ يا ذرو بہ ضايع ڪونہ ٿيڻو آهي، تہ بہ سالڪ کي تتيءَ ٿڌيءَ توڙ ڏي تاڻڻ گهرجي. ڏسڻ، ڏِکان اڳرو (ديدار، سينگار کان پهلو) آهي، تنهن ڪري هوت پنهونءَ جو ديدار، سينگار کان بهتر پائنجي، وصل وڃائيندڙ ۽ ڏهاڳ ڏيارينڌڙ ذاتي ثاهہ ثوهہ تي موهجڻ نہ گهرجي؛ بلڪ سجڻ خاطر سر جي سٽ ڏيڻ يا ساهہ صدقو ڪرڻ، عين سعادت سمجهڻ گهرجي. هن کي تيسين پنڌ ۾ 'پي! پي!' پڪارڻ گهرجي، جيسين موت جو مشاهدو ماڻي، چاڪاڻ جو، موت پتڻ آهي، جو هن کي پرئين پر پرينءَ تائين پهچائيندو. هن کي 'مر تہ موچاري ٿينءَ' جي امر تي عمل ڪرڻ گهرجي. موت مصيبت ناهي. موت ماهہ لقا جي منهن مقابل وڃي وڃڻ جو وسيلو آهي.

"مرڻا اڳي جي مئا، سي مري ٿين نہ مات،
هوندا سي حيات، جيئڻا اڳي جي جيئا."

(وڌيڪ سر سسئي آبري جو روحاني راز ڏسو)

# سُرُ مَعذُوري

## داستان پهريون

١

هَلَندي هوتَ پُنهونءَ ڏي، کُهِجَنِ[1] ڪي ڪوتِيُون،
پَهَڻُ تَنين پَٽُ ٿِئي، جي لِئِي لالَنَ لوتِيُون[2]،
سَي سَهيليُون سِڪَ ڪي[3]، چُنجُهون[4] ۾ چوتِيُون[5]،
ٻانيَڙ! تِيءُ ٻوتِيُون[5a]، تہ ڪُتا ڪينَئِي[5b] ڪيچَ جا.

٢

ڪُتا ڪِيَنَئِي ڪيچَ جا، سَندا جي پُنهُونءَ،
اَگهِينِ[6] هوند اسونهَن، جي جانارَنِ[6a] يادِ پُئِينِ[6b].

٣

تَنِ پيئِي جانارَنِ ياد، جي پارِيلَ[7] پُنهُونءَ جام جا،
سَندِي لالَنَ لاڏَ[8]، مُئِيان[9] پوءِ مُندَ ٿِئي.

---

١ـ ٿڪجن ٢ـ رليون، پٺڪيون ٣ـ سبباڻ ۴ـ چوچيون، گهٽ نظر واريون ٥ـ تنگدل، بخيل ٥a ـ ٻوتيون، گوشت جا ننڍا ٽُڪرا، پُرزا پُرزا. ٥b ـ ڪائِنَمِ، توکي ڪائن ٦ـ تون اَگهامين، قبول پئين ٦a ـ جانورن ٦b ـ پوين ٧ـ پاليل ٨ـ حاصلات ٩ـ مرڻ کان پوءِ.

٤

جاڳايَس جَنبُورَ[١]، ڪُتي ڦرِيبَنِ جي،
ٻَهِي ٻَهُڪِي[٢] اُٿيو، ڳِهڏِي[٣] مَنجهان ڳهورَ،
سَبِ لاهِندو سُورَ، ڳَرِي[٤] هِنَ غَرِيبِ تان.

٥

نَہ ڪِين آهِيُون چُوهَڙا[٥]، نَہ ڪِي آهِيُون چورَ،
هنگامانِ[٥a] ۽ هورَ[٦]، ڪُتا! ڪَرِيِين ڪَنِ تِي؟

٦

ڪُتو چِي، "قَرِيبَ جا، آهِيُون ساڏَ[٧] سَهِي[٨]،
ڀِهرِين بات[٩] ٻَهِي، پُڇُون پوءِ پاندِيَنِ کي." *

٧

ڪُهِين، تہ آپُ ڪُهُ، ڏِسِ مَ چُوهَڙِيان،
سَندا آهيڙِيان[١٠]، آن نہ سَهَندِي هَٿَڙا.

٨

ڪُتو طالِبُ ڍُونڍِ جو، اَسين ڪُتي ڪِيڙَ[١١]،
ڇِهتِي آهي ڇِيڙَ[١٢]، ڪارايي[١٣] جي ڪَنَ ۾.

٩

ڪُتو[١٤] ڪَرِتي هَڏِيُون، جُوان مَرِدُ[١٤a] جِگرُ کاءِ،
"اَلدُنيَا جِيفَه وَ طُلاَّبهَا کِلاَب"[١٥]، ايئَن هِنئِين سين لاءِ.

---

١ـ زنبور، ڏينڀوءَ جهڙو سجاڳ ڪتو ٢ـ ڀوٽڪي ٣ـ بدن لوڏي ٤ـ گير ڪري ٥ـ چُهڙا، ڀنگي (غشق ڪان غير واقف) ٥a- هنگاما ٦ـ هل بکيڙو ٧ـ چڱا، خوب ٨ـ واقف، پورا ٩ـ دفعہ، ڀيري * ڪتو چوي ٿو تہ اسين ماٺهو ماڻهوءَ کي سڃاڻيندا آهيون، پر ڀهرياڻين ڪنهن کي پريان ڏسي ڀونڪندا آهيون ۽ پوءِ سڃاڻي تي ڀونڪڻ بند ڪندا آهيون ١٠ـ شڪارين جا ١٠a- آئون ١١ـ ڪينئون ١٢ـ چچڙ ١٣ـ ڪتي تي ڪوڏ جو رکيل نالو ١٤ـ نفس ١٤a- جُوان مَردُ ١٥ـ دنيا ڍونڍ آهي ۽ سندس طالبو ڪتا آهن.

١٠

جُھ يارُ ڏِنائُون يارَ جو، پُنيءَ پير ڪَڙين[١]،
ڦِريا نہ فَرمانَ ڪان، اُنھيءَ ۾ آھِينِ،
ڏِسي نہ ڏاڙِھينِ، شَبانَ[٢] جي سَڳَ[٣] ڪي.

١١

سَڳِبانَ[٢a] سِينداريا[٤]، بَچِيا، تي بَھَنِ،
ڦِريا نہ فَرمانَ ڪان، مُلُھ نہ موتِيَئڙَنِ[٥]،
ڪوبِھي ڏوھُ ڪُتَنِ، ڏاڪارِيا[٦]، ڏاڙِھينِ تا.

١٢

ڏَڪا[٧]، ڏُونگَرَ جا مِرُون، مَرُ تا مُون تي ڪَنِ،
پُڙُندا[٨] ڪِينَ پَرِيَتِ[٩] تي، هِنَ جا سَڌَرَ[١٠] تا سُڄَنِ،
سَڳائِيءَ[١١] جي، سَيَدُ چي، آھي سُڌِ سَيَنِ،
ھوند نہ ھِتِ تَرَنِ، پَرَ قَرابَتَ ڪَمُ ڪِيو.

١٣

ڪَمِ قَرابَتَ جَنِ جي، هِتي آيم، ھيئَن،
رِفاقَتَ[١٢] راکَن[١٣] جي، پَھُتَيسِ پاھَرَ[١٤] سِيئَن[١٥]،
ماڙھُو[١٥a] مُلاحظو تنھن جو، ڪيچ نہ ڪندا ڪيئن،
ذاتِ نسورِيائي نِيئَن[١٦]، پَرَ سَڌَرَ سين سَڳُ تِيو.

---

١- پير ڪٽُن ٢- ڏنار ٢a- ڪُتو ڏاريندڙ، مالڪَ، ڏٿيءَ ٣- مائٽ، مال ٤- سينيون وڃائي ٥- ڪِتي تي، ڪوڏ جو نالو ٦- بچڻ تي ٧- حملا ۽ هلائون، تيزيون ٨- فتح پائيندا ٩- ڪنياٽيءَ ١٠- سگھارا دوست ١١- مائٽيءَ ١٢- همراهي ١٣- نگھبانن ١٤- پھاڙ ١٥- تائين ١٥a- ماڻھو ١٦- ڪنياٽي.

۱۴

سَڌَرَ سين سَڱُ ڪَري، پَرَڪَندِين پيپاسِ،
ڪيرَ بِرَهَمِڻِ ڪَنِ جِي، ڪيرُ جاٽي ڪيٽاسِ[۲]،
هوند نہ سِندِ سُياسِ، هِنَ پُرئين[۳] ڪِيَسِ پَڌَرِي. *

## وائي

خُوبِي مَنجِهہ خِفَتَ[۴]، اي دوستَ! دِقَتَ[۵]،
آهي عَبدُاللّطِيفَ ڪي.
مَدَحَ مُون کان نہ ٿِئِي، سَندِي سُورَ صِفَتَ،
آهي عَبدُاللّطِيفَ ڪي.
هِجي ڪَرِيان هيجَ سين، مُطالِعُ[۶] مَحَبتَ،
آهي عَبدُاللّطِيفَ ڪي.
حُزنُ[۷] هوتَ پُنهُونءَ جو، رُڳِيائِي راحَتَ،
آهي عَبدُاللّطِيفَ ڪي.
پِرِيان جي پِستانَ[۸] جو، فاقو ئِي فَرَحَتَ،
آهي عَبدُاللّطِيفَ ڪي.

---

۱- پَرانهَنِ (ڏورانهنِ) کندن ۾، ملڪان ملڪ، پرديس ۲- هن کي، ڪيس ۳- ملڪان ملڪ، مختلف ماڻهن ۾ پشت بہ پشت * هونئن جيڪر سنڌ ۾ بہ منهنجو نالو ٻڌڻ ۾ نہ اچي ها، پر هُن (پنهونءَ) مونکي ملڪان ملڪ مشهور ڪيو ۽ پيڙهين تائين منهنجو ذڪر ٿيندو رهيو ۴- نماڻائي، عاجزي ۵- تڪليف ۾ ٦- پڙهان ۷- غم، درد ۸- ڇاتي، اُرھ.

## داستان ٻيو

١

ڏِکيءَ ڏمَرُ ناهِ، ٻُکِيءَ کِلَ نہ اُچَهي،
اُگهاڙِيءَ وِهانءُ[1]، وِيو ويچارِيءَ وِسَرِي.

٢

اَدِيُون! وَرُ[2] اُگهاڙَ، وِهانءُ جنهن وِسارِيو،
جيڏِيُون! ڇَڏي جاڙَ[3]، سَڀِ نَنگيُون تِي نِڪَرو.

٣

سَڀَ نَنگِيُون تِي نِڪَرو، لالچِ ڇَڏي لوڀَ،
سُپيرِيان سين سوڀَ، نِنڌُون ڪَندي نہ ٿِئي.

٤

سَڀِ نَنگِيُون تِي نِڪَرو، پَڙهَڻَ[4] ڇَڏي پوءِ،
مُنهَن[4a] مِڙَنِئان هوءِ، ڪَهِي[5] جا ڪِينَ ڪَٽي.*

٥

ڪَهِي جا ڪِينَ ڪَٽي، پِرِينءَ پَهُتِي سا،
وِهي[5a] ويڙهِجِي[6] جا، وَصلُ تنهن وِجائِيو.

٦

وَصلُ تنهن وِجائِيو، سِينڌِ سُرمي سِيئَن،
سا لُوتِي[7] لِيلا جيئَن، مَٽِيو جنهن مِٽُ[7a] ڪيو.

---

١- شادي، خوشي ٢- بهتر، چڱي ٣- غفلت، لنولي ٤- پَهَرڻ، پوشاڪون ٤a- مُهَڙَ ۾، اڳيان ٥- ڪاهي، هلي * جيڪا 'ڪين' (اٺهوند) پاڻ سان گڏ ڪٽي نڪري ٿي، يعني ڪُجھ بہ ساڻ نٿي ڪٽي، سا سيني جي اڳيان ٿي هلي ٿي! ٥a- ويهي ٦- ويس وڳا ڪري ٧- لالچي، رليل، ڏاهُڳڻ. ٧a- مِٽُ، مِٺو.

٧

هُوندِئان[١] هوتُ پَري، اوڏو آ[٢] اَڻ-هُوندِ کي،
ساڄَنُ تَنِ سَري، 'لا'[٣] سين لَڏِين جي.*

٨

لائي[۴] خَنجَرُ 'لا' جو، هَٿي! خَچَرَ[٥] کي هَڻُ،
سَڏَنِ جِون سَيَدُ جي، وَٽون سَڀ وِڪَڻُ،
پيرُ پَرُوڙي کَڻُ، تہ هَلَڻَ ۾. هورِي[٦] وَهين.

٩

هورِنِ[٦a] هاڙهو لَنگهيو، تِيءُ جَرِيدِي[٧] جوءِ!
هُوندِ جَنِين سين هوءِ، هوتَ نہ هُوندو تَنِ سين.

١٠

هورِنِ هاڙهو لَنگهيو، مُنِي! مُوسَٽُ[٨] چَڏِ،
'لا' سين اُتِي لَڏِ، 'کِينَ' رساٽي[٨a] کيچَ کي.

١١

هورِنِ هاڙهو لَنگهيو، ڳورِيُون پاسي ڳوٺَ،
کيچِ تِنين کي ڪوٽَ، 'کِينَ' جَنِين جي کَيچَ ۾.

١٢

هورِنِ هاڙهو لَنگهيو، ڳورِيُون ٿِيُون ڳَمَنِ[٩]،
هاڃي تنهن هَڃَنِ، ڏاران سِڪَ سَيّدَ ڇڃي.

---

١- هوند يا خودي يا هستيءَ کان ٢- آهي، اڇ ٣- نيستي * هيءُ بيت خواجہ بيت خواجہ محمد زمان لواريءَ واري ڏانهن هِن پڙهڻيءَ سان منسوب ٿيل آهي:
هونـدئـان هـوتُ پري، اوڏو نہ اُٿهوندَ کي،
سجڻ تَن سَري، 'لا' سين 'لا' لاهين جي. (ڏسو ڪتاب 'ابيات سنڌي' مؤلف ڊاڪٽر دائود پوٽو)
۴- تـکو ڪـري ٥- نـفـس ٦- هلڪي بار واري ٦a- هورِنِ ٧- جريده (ع)، مجرد، اڪيلي، ڇڙي
٨- هار سينگار ٨a- رَسائي، پهچائي ٩- ڳهن، آهستي هلن.

نہ ڪا هِتِ، نہ هُتِ، ڪا ڳوريءَ سَندي ڳالِ،
ڪِينَ پَهُتِي مالِ[١]، حالِ[٢]، پَهُتِي هوتَ کي.

## وائي

هَلُ هوتَنِ ڪارَڻِ حالَ، شالَ سَڳِرِ ٽيندينءَ ساٿَ جي!
پيرُ پنهنجي پرينءَ لئي، ڪوڏِ[٣] رَتائِين ڪالَ،
شالَ سَڳِرِ ٽيندينءَ ساٿَ جي!
چَڙهندي سِرِ[٤] چوٽِيِين، لَکَنِ ڪيَڙُسِ لالَ،
شالَ سَڳِرِ[٥] ٽيندينءَ[٦] ساٿَ جي!
جي ياپِين جَتَنِ جي، ويجِهي ٽِيانِ وِصالَ،
شالَ سَڳِرِ ٽيندينءَ ساٿَ جي!
ٻُري[٧] پَبَ[٨] وَٽَنِ ۾، وِڃِهڃِ ڪا وَڙالَ[٩]،
شالَ سَڳِرِ ٽيندينءَ ساٿَ جي!
ڪيچان آيو قافِلو، مَيَنِ مَٿي مالُ،
شالَ سَڳِرِ ٽيندينءَ ساٿَ جي!
اِينديَئي بُو بوتَنِ[١٠] جي، تُون جَهلِج پَبَ پَيالَ[١١]،
شالَ سَڳِرِ ٽيندينءَ ساٿَ جي!

---

١ـ ملڪيت سان ٢ـ اڪير، حب ٣ـ خوشيءَ سان ۴ـ مٿان ٥ـ راهه ٦ـ تون ٽيندينءَ ٧ـ هُلي ٨ـ پب جبل ٩ـ ڳولا ڦولا ١٠ـ ننڍين الن ١١ـ ترو، پاڙ، دامن.

جِتي جَمّازَنِ[1] کي، جَبَلُ ٽِينِ جَنجالَ،
شالَ سَڄَڻِ ٽيندينءَ ساٿَ جي!
پُڇِي پيادِيَنِ کي، اُتِ آرِياڻِي اَحوالَ،
شالَ سَڄَڻِ ٽيندينءَ ساٿَ جي!
اَدِيُون! عَبدُاللّطِيفُ چئي، سَڄَڻُ مِلَندُمِ شالَ!
شالَ سَڄَڻِ ٽيندينءَ ساٿَ جي!

## داستان ٽيون

١

هَلَندي هاڙهو مَٿِي[2]، ڪَرَڻُ ڪوهَ[2a] پِيامِ،
اَرِڏا[3] آرِيءَ جامَ ري، گُوندَرِ گُڏَرِيامِ،
لَڪِيُون، لَڪَ لَطِيفُ چئي، اورانگهڻُ آيامِ،
پُرَڙُ[4] پُنهُونءَ پُٺِ ۾، اِيءَ سَعادَتَ سَندِيامِ،
مَتِسِ ڪَمَ وِڌامِ، وِهان تان نه وَسِ پِيو.

٢

هَلَندي هاڙهو مَٿِي، ڏُکَنِ منهنجا ڏوهَ،
هو اوچَڻَ[5] سِرِ اُٺَنِ تي، هِيءَ پَندِ پَڇاڙِيءِ پوءِ،
ليڙَنِ[6] ري، لَطِيفُ چئي، ڪيئن ڪَرِينديَس ڪوهَ،
اَڳِيان رائو سُڄي روهَ[7]، وِهان تان نه وَسِ پِيو.

---

١- مهري اٺن ٢- هاڙي جبل ڏانهن ٢a- پنڌ جابن بن ميلن وارا ماپا، ڪوهين ٣- سخت ٤- هلڻ ٥- ڍڪڻ جو ڪپڙو، هتي اٺ جو گاشو ٦- اٺن ٧- جبل تي.

٣

هَلَنديِ هاڙهو مَٽِي، سِڀِي ڏِينديَس ساهُ،
لِڱَنِ تان، لَطِيفُ چئي، پاري نِيمِ پاهُ[١]،
ڪَندو ٻاجَهه اَللهُ، وِهان تان نه وَسِ پِيو.

٤

هَلَنديِ هاڙهو مَٽِي، گسان[1a] تان مَ گسان[1b]،
لَڪَنِ تان، لَطِيفُ چئي، رِڙهِي مانَ رَسان،
پُنهُون شالَ پَسان، وِهان تان نه وَسِ پِيو.

٥

ياٽِي حالَ[٢] هَلِي وِيا، ڪنهن ڪي سُورُ سَلان؟
ڪَٽِيو لَڄَ، لَطِيفُ چئي، لَڪَنِ مَنجهه لُڇان،
پانڌِي ڪيرُ پُڇان، وِهان تان نه وَسِ پِيو.

٦

وَڏو ڪيمَ، وَٽاهُ[٣]! اُونچا، ڏُونگَرَ! مَ تِيو،
تِمو مَ، نيٽاهُ[٤]! تہ پيرُ نِهاريان پِرِينءَ جو.

٧

وارو مُون، وَٽاهُ! ڪا سُڌِ سُونهَپَ[٥] جِي نہ ڏِيو؟
اِيءَ اِهائِي ڳالهڙِي، شَجَرَ! سٽيجاهه،
ٻچونِيءَ چاڙهيجاهه، تہ مُوڙهيءَ کو منهن ٿِئي[٦].

---

١- پاٽي، رونق، طاقت1a- گسَ تان، واٽ تان 1b- ڀُلجان، ڀٽڪان ٢- حال ياٽي، راز محرم ٣- اي وڻ ٤- اي نيڻ، نيٽن کان ٥- رهبري ٦- منجهيل جو ڪو ٻلو ٿئي.

٨

وارو[١] مُون، وَٽراهہ! ڪا سُڌ سونهَپَ جِي نہ ڏِيو؟
وِجهي وَراڪَنِ ۾، مَعذُورِ ڪي مَ مُنجهاءِ،
مَنجهان پاڻ پِيادِيُون، هادِي ٿِي هَلاءِ،
پِرِيان ڪي پَهُچاءِ، تہ لَڳِي لُوٽو نہ ٿِيِين.

٩

وارو مُون وَٽِڪارَ، ڪا سُڌِ سونهَپَ جِي نَہ ڏِيو؟
آهي اَسُونهِينءَ جِي، مَٿَي تو مَيارَ،
وِڙهِيا ويراڳِڻِ[٢] سِين، لَڪَنِ جا لِيارَ[٣]،
ڪَرِيانِ ٿِي ڪُوارَ[٤]، ڪَندَنِ، ڪانديرَنِ جِي.

١٠

ڪَندا مُون پيرَنِ ۾، توٽِي لَڪَ لَڳَنِ،
آڱرِ، آڱوٺِي نہ مِڙِي، چِپُون پيرَ چِنَنِ،
وِينڌِي ڏانهن پِرِيَنِ، جُتِي جاتِ[٥] نہ پائِيان.

١١

جُتِي سي پائِينديُون، جَنِين پيرَ پِرِين،
لاٿِيُون سَبِ پَرِين[٦]، سَسُئِيءَ سُپرِيَنِ ڪي.

---

١- وارو ڪريو! واهر ڪريو! ٢- بيراڳي فقيرن، ويراڳ جي ماريل (سَسُئِيءَ) ٣- ليار جا وڻ ٤- شڪايت، گلا ٥- ذات، بنهہ، اصل ٦- پريون، رسمون.

## وائي

جيڏيون! جا جَڙَا[1] لائي، جِيءَ جَتَنِ سين،
سا مُون، سَرَتيُون! سيباٽيامِ[2]: تنهن جيئُ جالَ[3] ڪِيامِ، *
جِيءُ جَتَنِ سين، جيڏيُون!

مَهَرَ[4] جا مَيَنِ جِي، سَنجهي هَٽِ هُيامِ،
جِيءُ جَتَنِ سين، جيڏيُون!

صُبح سُتي سُکَ ۾، ويسَلي وييامِ،
جِيءُ جَتَنِ سين، جيڏيُون!

هَڪَل هوتَ پُنهُونءَ جِي، سَگَرَ مَنجِهه سُيامِ،
جِيءُ جَتَنِ سين، جيڏيُون!

ڏورِيندي ۾ ڏُونگرين، ٿَهَرَ[5] ٿوبَ[6] ٿِيامِ،
جِيءُ جَتَنِ سين، جيڏيُون!

ڪوڙين يالَ ڪَرِيمَ جا، گنجي[5a] مَنجِهه گهرِيامِ،
جِيءُ جَتَنِ سين، جيڏيُون!

سُتِي سَنگهَرَ پَٽِيين[7]، سِگهَڙِي سارَ لَڌِيامِ،
جِيءُ جَتَنِ سين، جيڏيُون!

ڪِيهُون ڪوهَنِ[8] پَٽِيين، ڪُوڪُون جَماجانِ[9]،
جِيءُ جَتَنِ سين، جيڏيُون!

---

١ـ ميخ ٢ـ مون کي وٺي ٣ـ گهٽو وڏيڪ (وبال) جنجال *انهي عشق جي ميخ ڪري، حياتي وڏي يعني بار ٿي پئي اٿم ۴ـ مهار ٥ـ نهر، آرام ٦ـ قرار، آرام ٦a ـ ٽڪر، جنهن تي وڻ ناهي. ٧ـ ميدانن جي ٨ـ جبلن ٩ـ جهاز ۽ اُٺ، هنن جي اٺن.

هوتاڻِي هَٿُ ڪَٽِي، پُنهُونءَ پِيادِيانِ[١]،
جِيءُ جُتَنِ سين، جيڏِيُونِ!
ڏُکُون، ٻُکُون، ڏاکِڙا، ڪارَڻِ جَنِ ڪِيامِ،
جِيءُ جُتَنِ سين، جيڏِيُونِ!
موتِيي، ماءِ! ڀَنيوَرَ ۾، اَگِڙِ سي آيامِ،
جِيءُ جُتَنِ سين، جيڏِيُونِ!

## داستان چوٿون

١

مَرِي، جِيءُ تہ ماڻِيين، جانِبَ جو جَمالُ،
تِيين هوند حَلالُ[٢]، جي پَندِ[٣] اِهائِي پارِيين.

٢

مَرُ، تہ موچارِي ٿِيين، اَجَلان[٤] اَگِي اَڄُ،
جان ڪِي هُئِينءَ جيئَرِي، تہ مُنڊا! ڀَنيوران ڀَڄُ،
پُنهُونءَ سانُ پَهَڄُ[٥]، تہ مَلَڪَ المَوتُ ماڻِيين.*

٣

مَرُ تہ موچارِي ٿِيين جِيئَڻُ آڏو جَتَ،
هارِي! ڪَرِ هِمَتَ، تہ ڏِيئِي دَمُ دوسُ لَهِين.

---

١- پيادين ڏانهن ٢- مقبول ٣- صلاح، نصيحت ۴- اجل يا مقرر ٿيل وقت کان ٥- پرچ، نه. * موت (جو فرشتو) ماڻين، مري جيئڻ جو مزو وٺين، موت کان پوءِ واري دائمي حياتي ماڻين!

٤

مَرُ تہ موچارِي ٿِيِين، ويھِي وِجُھ مَ وِيرُ[١]،
دِلِ ۾ آڻِ مَ دَورُ[٢] تُون، ڦِرَڻَ سَندو ڦيرُ،
توڻي لهين نہ پيرُ، توءِ[٣] راحَتَ آھ رِڙهَڻَ ۾.

٥

مَرُ تہ موچارِي ٿِيِين، ويھِي جِيءُ مَ جوءِ،
مُنڌَ! مَرَڻان پوءِ، پَھُچَندِينءَ پُنھُونءَ کي.

٦

اَجَلان اَڳي، سَسُئِي! مُنڌَ جِيئَرِيائِي مَرُ،
تولِيان[٤] تنهن مَ تَرُ، جنهن رُوحُ وِڇايو راهَ ۾.

٧

مَرَڻان اَڳي جي مُئا، سي مَرِي ٿِينِ نہ ماتِ،
هوندا سي حَياتِ، جِيئَڻان[٥] اَڳي جي جِيا.

٨

جيئڻا اَڳي جيَ جِيا، جُڳِ جُڳِ سي جيئَنِ،
اوءِ مُوتِيِ کِينَ مَرَنِ، مَرَڻان اَڳي جي مُئا.

٩

اُونچو اُتاھُون گهڻو، جيئَڻَ کي جَبَلُ، *
مَرَڻَ! مُون سين هَلُ، تہ پُنِيءَ تو[٦] پَنڌَ کَرِيان.

---

١ـ دير ٢ـ وھم، گمان ٣ـ تنھن بہ ۴ـ توليءَ کان (طريقت جي صاحبن کان) ٥ـ جيئڻ کان * ـجيئڻ جي تمنا رکندڙ لاءِ جبل اڙانگا آهن. ٦ـ تو تي چڙهي. (تنهنجي پويان)

۱۰

تو سَڳُ، ساهَ گهٽڻِ سين، جيئڻَ! گوشي جاءِ، *
مَرَڻَ! مُون سين آءُ، تہ پُٺيءَ تو پَنڌُ ڪَريان.

۱۱

تو سامائي سَسُئي! مَرَڻُ ڪِيو مُردارُ، **
ڪُپَرِ سين[1] ڪوهِيارُ، لُوٺيِي! تو لَڄائِيو.

۱۲

پَرِ ۾ پَچي پِرينءَ کي، مَري نہ جاتوءِ،
"مُوتُوا"[2] مُنڌَ نہ سوءِ، ڪَنڌُ ڪُجاڙيان ڪاتِيِين؟ ***

## وائي

توڏِنِ تان نہ تُنوارِيو، منهنجو لالَنُ وارِيو،
اللهَ ڪارڻِ، مِيان اوٺيا!
شَرَفُ لَهِي سَسُئِي، ڪُنَلِ کي ڪَمُ ڪارِيو[3]،
مُنهِنجو لالَنُ وارِيو.
مينديءَ مورَ[4] مَلِيرَ جا، چانگَنِ کي سَبِ چارِيو،
مُنهِنجو لالَنُ وارِيو.

---

*اي جيئڻ! مونکان پٺتي پاسو ڪر. **مرڻُ جهڙي عمدي شيءِ کي نکمو ۽ مردار سمجهيو. ۱- اهڙيءَ خراب هلت ڪري. ۲- موتوا قبل ان تموتوا "مرو مرڻ کان اڳي" (حديث) *** (حرصن کي ختم ڪر)، بدن کي ڇو پٺي ڇيچلائين؟ ۳- مراد حاصل ڪرايو ۴- ڳوُنچ.

# داستان پنجون

١

هتين، پيرين، مُونَڙيين[1]، هَلِج ساڻ هنئين،
عِشقُ آرِيءَ ڄامَ جو، نِباهي نئين،
جان جان تِي جِيئِين، تان پاڙج[2] کو مَ پُنهُونءَ سين.

٢

هَتين، پيرين، مُونَڙيين، ڪَهِجِ يَرِ ڪَپارَ،
مَتان، چوري! چَڏِيين، پَرِيَتَڻي پَچارَ،
توکي سَنَدَ[3] سَسُئِي! سَندِي لَنئُون لَغارَ،
جي هوَنِئِي هوتَ هَزارَ، تہ پاڙِج کو مَ پُنهُونءَ سين.

٣

هَتين، پيرين، مُونَڙيين، ڪَهِج يَرِ قُدامَ[4]،
وِچ وَسِيلو ناهہ ڪو، اوري آرِيءَ ڄامَ،
هينئين لائي هامَ[5]، پاڙج کو مَ پُنهُونءَ سين.

٤

هَتين پيرين مُونَڙيين، پُرِي ڪج پَرَکَ[6]
قَدَمُ ڪيچ- ڏِٽين ڏي، پاءِ وڏندي وِکَ،
جي هُونَئِي هوتَنِ لَکَ، تہ پاڙِج کو مَ پنهنونءَ سين.

---

١- گوڏن سان ٢- برابر يا ثاني ڪج * ڪنهن کي بہ پنهون جو مَٽُ نہ ڪجانءِ ٣- آڏار، پروسو ۴- پيشانيءَ ٥- هائو، قبوليت: دل و جان سان قبول ڪري ٦- نظر، آزمائش.

٥

هَٿين، پيرين، مُونَڙين، سِرِ ساهه پساهه،
هوتُ ڳَڏِبُئي حَبَ ۾ رَهَبَرُ مَٿي راهه،
جان جان سانُ ساهه، ته پاڙِج ڪو مَ پنهونءَ سين.

٦

ٿَڌِي ٿَڪِي نه وِهي، تَتِيءَ ڪَري تانُ،
وِڏائين وَٺِڪارَ ۾، سَسُئيءَ پانُ سُکانُ[1]،
پُڇي پَهه[2] پَکِينِ کي، پيئي مُنڌ پَرِيانُ[3]،
ڏِنَسِ ڏيهه وَٽِنِ جا، تَنِ اَللهَ لَڳ اُهيجانُ،
مانَ پَرَچي پانُ، اَچي آرِياڻي وَرِي.

٧

توتي وِلاڙُون[4] ڪَرين، توٽي هَلِين وِکَ،
لِکِيي مَنجهان لِکَ، ذَرو ضايع نه ٿِيي.

٨

لِکِيو جو نِراڙِ، سو اَنگُ ڪِياڙِيءَ نه ٿِئي،
پارِيو ويٺي پارِ،* جيڪِين لالَنَ لِکِيو لوحَ ۾.

٩

جِتي جيتَرِيُون، لِکِيُون لوحَ قَلَمَ ۾،
تِتي تيتَرِيُون، گهڙِيُون گهارَڻُ آئِيُون.

---

١ـ سڪائڻ، چڱي گهرج ٢ـ رستي تي ٣ـ نشان پرين جي ٤ـ وڏيون پرانگهون، تکڙو تکڙو هلين. * ويٺي پوڳ، گذار.

ڪِيائِين ڪيچِيَنِ لِئِي، جُسو جَلاوَتَ[۱]،
چِڏي، پيئِي[۲] ڇِپَرِين، هارِي سَبِ حُجَتَ،
هُئِي نِماڻِي نِسَتَ[۳]، پَنڌُ وِڏائِين پانَ تي.

۱۱

ڏُکِيءَ ڏورَڻُ پانَ تي، ويچارِيءَ وِڏو،
ڍِيلُ جنهن جو ڏُکَ سين، سَيوئِي سِڏو[۴]،
هُيَڙُسِ اَگَ لِڏو، پوءِ ٿِي ڪَري پَنڌَڙا.

۱۲

پَنڌ نہ پَنڌَنِ جيتِرو، ڪيئن سُجَندِي[۴a] ڪِيهَ[۵]؟
جيڪَرَ ڪَريان رِيهَ[٦]، پَرَ چوندا مُنڌَ چَرِي ٿِئِي.

۱۳

چُونِمِ مَرُ، "چَرِي ٿِئِي"، پَرَ جي سَڌَ سُٺِينِ،
مَرُ مُنهِين[۷] ڪي ڏِينِ، ماڙهُو[۷a] اَچِيو مِيهَٽا.

۱۴

ماڙهُو ڏيئِي مِيهَٽا، مُون ڪي ڪَندا ڪوهُ؟
جنهن چورِيءَ ۾ چوهُ[۸]، سا پِٽُون[۹] ٽِينڊِي پيرَ تي.

---

۱- سڙيل ۲- پيهي وئي، گهڙي وئي، پنڌ پئي ۳- نبلَ، ضعيف، ڪمزور ۴- سِجهيل، رَجهيل، رَڌل، سوڪُ ۴a-بڌڻ ۾ ايندي ۵- دانهن، ڪوڪ ٦- رڙ ٦a- ٿي (لاڙي لهجي ۾) ۷- مون ۷a- ماڻهو ۸- عشق جو جوش ۹- پرزا پرزا.

## وائي

وِهُ° مَ واتَ وِرچِي[١]، هوَ آلاَ مِيان!
جيئن ڪَهندينءَ تيئن لهَندينءَ.
ڪَنين اَچي ڪا ڪَهي[١a]، ڪَنين اَچي ڪا چَئي،
جيئن ڪَهندينءَ تيئن لهنديِنءَ.
اَمُلهہ يايان اُنَ کي، ساجَنَ مون کي جا چَئي،
جيئن ڪَهندينءَ تيئن لهنديِنءَ.
پيرَ پٽائين[١b] ڪُونٽرا،[١c] رائي ڪيَسِ رَچِي[٢]،
جيئن ڪَهندينءَ تيئن لهنديِنءَ.
مُنهُن ڪَرِ مَعذُورِيَنِ ڏي، پُنهُون جامَ! پَرَچِي،
جيئن ڪَهندينءَ تيئن لهنديِنءَ.
مُون کي تِنهِين ماريو، جَتَنِ جا چَئي،
جيئن ڪَهندينءَ تيئن لهنديِنءَ.
وِندُرَ واتَرِيَنِ تي، ڪانڍِي تِيندَمِ ڪيچِي،
جيئن ڪَهندينءَ تيئن لهنديِنءَ.

---

o ويهہُ ١- ورچي، ڪڪ يا بيزار ٿي. ١a- چئي ١b- پَٽَ (ريشم) کان بہ ١c- نرم
٢- ڳاڙها، لعل.

## داستان ڇهون

۱

جَهلِي تان نَہ رَهان، ڏاران پَسَڻَ پِرينءَ جي،
اَپَرِ عاجِزِ آهِيان، لاڻُ جان نَہ لَهان،
فَردا[۱] مُونَ قِتِي ڪِي، وَعدي ڏي نَہ وَهان،
صُباحَ سِين[۲] نَہ سَهان، خواهِ ميڙِيين، خواهِ مارِيين.

۲

فَردا مُنڌ قِتِي ڪِي، نَقدُ[۳] ڪَنيو نارِ[۴]،
هِيءَ جا واڳَ وِلَهِيءَ[۵] جِي، ويرَمَ[٦] ڏي مَ وارِ،
جيڪِين[۷] مُنِيءَ مارِ، جيڪِين ميڙِ مُنِيءَ ڪي.

۳

مُنِي تِي مُدَعا[۸] گُهري، موتَ تِيو مَوجُودُ،
اَچين تَہ اَڄَ ڪَرِيان، صُباحَ جو سُجُودُ،
جيڪِين نِي وُجُودُ[۹]، جيڪِين ميڙِ مُنِيءَ ڪي.

۴

جيڪِين ميڙِ مُنِيءَ ڪي، جيڪِين مُنِيءَ مارِ،
ڏِکِيءَ ڪي ڏِيکارِ، هيڪَرَ هوتُ اکين سين.

---

۱ـ سڀاڻي، آخرت جو ڏينهن، جڏهن محبوب جو ديدار ٿيندو. ۲ـ تائين ۲a ـ توڻي ۲b ـ ملائين ۳ـ روڪڙ، (حاضر وقت) هاڻي ۴ـ زال ۵ـ مسڪين ٦ـ وير ۾، ساعت ۾، دير ۷ـ يا تہ ۸ـ مراد ۹ـ هستي يا جسم وٺي وڃ، يعني مار.

٥

ڏکِي ڏِي ڏُڌورَ[١]، لَهَسِي لَئُون پُنهُونءَ جي،
ڏِيئي آڳِ اَتور[٢]، سَـپَ نَہ ڪانئي سَسُئي.

٦

ڏکِي! ڏِکَ[٣] وِسارِ، سِيجَ ڦِٽي ڪَرِ سَسُئِي
پَٽيِين پيرُ نِهارِ، تَہ آرِياڻِي اُتان لَهِين.

٧

ڏکِي! ڏُکُ مَتي ڪَري، وانءُ[٤] چِپَرِ پِيهي،
گڏِبَئي ڏِيهي، سُوڏِيُون ڏِيندءِ خَبَرُون.

٨

ڏکِيءَ ڏِيهاڻِي، مُتِيءَ مَتي هَتَرَا،
تنهن پَرِ نَہ ڪاڻِي، جنهن پَرِ جِئي، جيڏِيُون!

٩

ڏِسَڻُ[٥] ڏِکان[٦] اڳرو[٧]، سَسُئِي! آڻِ مَ شَڪُ،
ڏِيءُ ٻانِهي، پَرِ اوئِيُون[٨]، لُڏُ مَ، پَسِي لَڪُ،
وَرُ[٩] پُنهُونءَ سين پَلَڪُ، ڪوءِ[١٠] ٻارَهَن ماهَ ٻِيَنِ سين!

١٠

هَر دَمُ هوتَ پُنهُونءَ جو، ڏِسَڻُ ڀانئج ڏِکَ،
وَرُ پُنهُونءَ ساڻُ پَلَڪُ! ٻَنِ ٻارهن وَرِهيہ ٻِيَنِ سين.

---

١ـ ڏڌل، اڌ سڙيل ٢ـ محبوب ٣ـ هار سينگار ٤ـ وڄ. ٥ـ ديدار ٦ـ سينگار ڪان ٧ـ بهتر ٨ـ سانداريون ٩ـ بهتر ١٠ـ ڪڏ ۾ پوي.

١١

ٿورَ ويرَمِي[١] ٿِيءُ، وَڃَڻُ ويرَمَ نہ سَهي،
ڏيئِي مَرِجِ ڏُونگرين، جَتَنِ ڪارَڻِ جِيءُ،
هُڏِ نہ هوندو هيءُ، ساهُ پِرِيان تان صَدَقو!

١٢

ڏُڪِيءَ سَندِيُون ڏُونگرين، آڏِيءَ آهُون پُونِ[٢]،
ڏاري جو ڏُونگرَ ڪي، سو ڪِين[٢a] چَيو چُونِ،
آرِيءَ جي اَرمانَ ۾، ماڙهُو، مِرُون رُونِ،
اِنَ پَرِ سيئِي هُونِ، هينئڙا جَنِ هَڄِي وِيا.*

١٣

ڏُڪِيءَ سَندِيُون ڏُونگرين، پَسو! پِٺُون پُونِ،
مُئِي پُڄاڻان مُنڌَ ڪي، روڄَهُ[٣] رُڄُنِ ۾ رُونِ،
پُوٽان[٣a] اِيهِين[٣b] چُونِ،** تہ مُئِيءَ اسان ڪي مارِيو.

١٤

ڏُڪِيءَ سَندِيُون ڏُونگرين، اوڇِنگارُون اَڇَنِ،
هَٽِي سانگ[٣c] سَسُئِيءَ ڪي، ڪِلو ڪِيو[٤] ڪيچَينِ،
جي هَٿان هوتَ مَرَنِ، هوتُ تِنِين جي هَنجَ ۾.[٥]

١٥

ڏُڪِيءَ سَندِيُون ڏُونگرين، وَڻَ تِڻَ وايُون ڪَنِ،
وَتان ويهِي جَنِ، وَڍِيءَ[٥] سي وادوڙِيا[٦].

---

١ـ تڪڙي ٢ـ پون ٿيون ٢a ـ ڪي * جن چون دليون عشق ۾ گرفتار يا فنا ٿيون پيون آهن. ٣ـ اڇن پيرن وارا هرڻ ٣a ـ پُٽان ٣b ـ ايئن ٣c ـ لوهي سيخ، رَنبو، پالو (اصطلاحي معنيٰ ۾) ** ائين بيٺا چون، ايئن چوندا وتن ٤ـ جهيڙو ڪيو ٥ من قتل فانا ديہ (جنهن کي مون قتل ڪيو، تنهن جي خون بها مون تي آهي!) ٥ـ وڍيل (سسئيءَ) ٦ـ وڍيا، زخمي ڪيا.

١٦

وَڍِيءَ سي واڍوڙِيا، رَتُ نہ ڏِنو جَنِ، *
مَوتُ قَبُولِيو تَنِ، ڏِنو جَنِ ڏُکِيءَ کي.

١٧

ڪنهن جنهن[١] ڏُکا[٢] ڏِٺي، پارانيا[٣] کي پانڌِيِين،
سُورَ پَرِيائِين سِيِ، ڳالِهہ ڪِيائِين جَنِ سين.

١٨

ڪو جو وَڍِيءَ وَڍُ، جيئن وِڻُ[٤] وَڍِيائِين وَڍَ سين، **
ڏُکُ ڏُکِيءَ کي ڏِڍُ[٥]، جَنِ ڏِٺي سي ڏُکِيا ٿِيا.

١٩

وَڍِيَلِ[٦] ٿِي وايُون ڪَري، ڪُٺَلِ[٧] ڪُوڪاري،
هُنَ پَنَ پنهنجا سارِيا، هِيءَ هَنجُون هَڏَنِ[٨] لئي هاري.°

٢٠

ڏُکِيءَ تو[٩] ڏُکارُ، توٽِي وَسَنِ مينهڙا،
صاحِبَ هَٿِ سُڪارُ، هِنَ وَسِ آهِينِ هَٿڙا[١٠].

٢١

ڏُکِيءَ تو ڏُکارَ، سيٽَنِ ڏيهُ سُڪارِيو،
ٻاروچاڻو ٻارُ، سَيوئِي سُواءَ[١١] سين.

---

* اهي شيون جن ۾ رت دورو ڪونہ ٿو ڪري، يعني جمادات ۽ نباتات، پٿر، وڻ ٽڻ. ١- ڪنهن اهڙي ٢- ڏک کان ٣- سنيها ۴- بين، تڙ ** منجهس اهڙو سوز آهي جو هن جي آهُن جي اثر کان تڙ ۾ ماتم شروع ڪيو آهي.
٥- تسلي، آٿت ٦- تڙ جيڪو اصل کان وڍجي ڌار ٿيو آهي ٧- زخمي ٿيل(سسئي) ٨- عزيزن، محبوب ° هي بيت مولانا روميءَ جي مثنوي جي پهرين بيت جو ترجمہ آهي: بشنو! ازني چون حڪايت مي ڪند، وز جدائيها شڪايت مي ڪند(هن بيت ۾، تڙ ۽ سسئيءَ جي ٻاڻ ۾ پيٽ ڪيل آهي: جيئن تڙ پنهنجي اصل، يعني وڻ، کان ڌار ٿيڻ جي ڪري وچوڙي جا ورلاپ ڪري ٿو، تيئن سسئي بہ جتن کان جدائيءَ سببان ڪُوڪاري ٿي!) ٩- تنهن هوندي بہ ١٠- هٿ ڪٽڻ، دعا گهرڻ ١١- سٺائو واءُ، سڪار.

## وائي

اَچِي، لالَنَ! لَٽِ، مِيان! مُئِيءَ جو لوڙهُ[١] لَڪَنِ ۾ .

هو ڪانُ[٢] ڪَٿَورِيءَ هيرَئُون[٣]، مُون ۾ صابُڻَ چَٽِ،

مُئِيءَ جو لوڙهُ لَڪَنِ ۾ .

آرِياڻِي! اَچِي ڪَري، ڪا گهڙِي مُون وَٽِ جَٽِ[٤]،

مُئِيءَ جو لوڙهُ لَڪَنِ ۾ .

ڪَٿُورِيءَ ڪَشبوءِ[٤a] سين، هارِيائُون هَٽِ هَٽِ،

مُئِيءَ جو لوڙهُ لَڪَنِ ۾ .

ڏَردُ منهنجي دِلِ جو، تُون، ڪامِلَ! اَچِي ڪَٽِ،

مُئِيءَ جو لوڙهُ لَڪَنِ ۾ .

اَدِيون! عَبدُاللّطِيفُ چئِي، سِرَ تائِين آهي سَٽِ[٥]،

مُئِيءَ جو لوڙهُ لَڪَنِ ۾ .

## داستان ستون

### ١

آئُون نَہ گَڏِي پِرِينءَ کي، تورا ڏينهن تِيا،

راتِين روزَ[٥a] وِيا، عَبَثُ[٦] آرِيءَ جامَ ري!

---

١- قبر ٢- خان ٣- هريل ٤- ترس ٤a- خوشبو جو عام سنڌي اُچار ٥- عيوض، سودو (سر جو سودو ڪرڻو آهي) ٥a- راتيون (۽) ڏينهن ٦- اُجايو.

٢

آئون نہ گڏي پرينءَ کي، سَهسين سِڄَ وِيا،
هَلَڻَ ويرَ هِئا[1]، ڏيکي شالَ ڏَمُ ڏِيان!

٣

آئون نہ گڏي پرينءَ کي، تُون تو لُهين سِڄ!
آئون جي ڏيئين سَنيها، نيئي پِريان کي ڏِج،
وَڃِي ڪيچ چَئِج، تہ ويچارِي واٽَ مُئي!

٤

آئون نَہ گڏي پرينءَ کي، پويُون ٽِيو پَساهہ،
سِڪان ٽِي سَڪَراتَ ۾، رويو پُڇان راهہ،
شالَ مَ وَڃيمِ ساهہ، ڏاران پَسَڻَ پِرينءَ جي!

٥

آئون نہ گڏي پرينءَ کي، عُمرِ تان ويئي،
وِلُهيءَ ڏينهن وِڃائِيا، سَرتِيُون! سَييئي،
پِيرِيءَ ۾ پيئي، اَکيُون آرِيءَ ڏي کَٽِي!

٦

آئون نَہ گڏي پرينءَ کي، جويَنُ وِيو جاڙَ[2]،
آڏا آرِيجَنِ کي، چاڙهيڪا ۽ چاڙَ[3]،
مُون مُنيءَ کان نَہ ٿِئي، وَڏِيَڙَ مَنجھ وِلاڙَ،
عُمرِ سَي اَواڙَ[4] وِيَمِ، ٿِي واڪا ڪَرِيان!

---

١- هتان ٢- اجايو ٣- چاڙهہ ٤- اجائي.

٧

آئون نه گڏي پرينءَ کي، هيءُ پڙ ڏينهن ويو،
نهوڙي نايُنِ[1] سين، مُون کي نينهن نيو،
مُنيءَ مَوتُ تيو، "پيءُ، پيءُ[2]" ڪندي پَندَ ۾!

٨

آئون نه گڏي پرينءَ کي، آيو عزرائيلُ،
جوراٺي[3] سين، جيڏيُون! نه ڪو قالُ نه قِيلُ[4]؛
آيو مَوتَ دَلِيلُ، مارِيندو مُرادَ ڪان!

٩

آئون نه گڏي پرينءَ کي، مَتان آيو مَوتُ،
واجهائيندي وَرهَ تيا، هَڏ نه گڏيمِ هوتَ،
جيڪُسِ تيندِيَسِ فَوتُ، فَنا هِنَ فِراقُ ۾.

١٠

وِلاڙيو وَٽين چَڙهي، ڳجهن تيندي ڳاهُ[5]،
سَسُئيءَ سُوريءَ چاڙهيو، پِريان لَئي پَساهه،
هُو مِرُون، هيُ ماهه، ڪِينَ ڪَمِيٽيءَ رَکيو.

١١

وِلاڙيو وَٽين چَڙهي، رَئي[6] پَسِيو روءِ:
"وِچان جو وِڇُ پوءِ[7]، سو ڪنهن پَرِ ڪَهي لاهِيان!"

---

١- ننهن، چنبين، رانپوٽن ٢- پرين ٣- زوراور (موت) ٤- ڳالهه ٻولهه، بحث مباحثو ٥- ڪاڏو ٦- غبار، اونداهه ٧- جدائي پوي.

١٢

وِلاڙِيو وَڻين چَڙهي، اُونچَنِ° مَٿي اَچُ،
لالَنَ ڪارَڻِ لَڄُ، باسِيائِين[١] بردارَ[٢] جو.

١٣

وِلاڙِيو وَڻين چَڙهي، ڏِيو پَٽولي لانگَ،*
تارِيءَ تارِيءَ چانگَ[٣]، سَسُئِي مورَ ٻچَنِ جيئن.

١٤

وِلاڙِيو وَڻين چَڙهي، پَسو سَگهہ سَندياس
آڏِيءَ وَڃِيو آڪُڙي[۴]، نہ ڪو پِيءَ نہ ماسِ[٥]،
سوئِي سو سيڻاسِ[٦]، پَري پَڙاڏا ڪَري.**

١٥

وِلاڙِيو وَڻين چَڙهي، ڏاڍو ڏوري ڏُورِ،
سُپيرِيان جي سُورِ، پَري پَڙاڏا ڪَري.

١٦

پَري پَڙاڏا ڪَري، اوري نہ آهي،
ڪَمتَرِ[٧] ڪا ڪاهي، پَهُچي هِنَ پَٽَيءَ[٨] ڪي.

١٧

رُڃَنِ ۾ رَڙِ ٿِي، ڪَرَ ڪووَلَ[٩] جي ڪُوڪَ،
وَلوَلو[١٠] ۽ وُوڪَ[١١]، اِيءَ تان آهَ عِشقَ جِي.

---

○ اُوچن، وڏن (وڻن تي) ١۔ ڪاڻ ڪيائين ٢۔ ميوه دار (وڻ) * ريشمي پيشگير جي لانگ ورائي. ٣۔ تپا ۴۔ ڳولي ٥۔ ماڻس، سندس سيڻُ (مائٽ، پنهنجي) ٦۔ هن سان، ساڻس، سندس سيڻ (مائٽ تنهنجو) ** اهوئي ساڻس آهي جو پڙاڏو پيو ڪري (سندس درد جي دانهن.) ٧۔ ورلو، ڪميٽي ٨۔ ميدان (مرتبہ) ٩۔ ڪوئل (پکي) ١٠۔ آواز ١١۔ ڪوڪ.

١٨

رُڄُنِ ۾ رَڙِ ٿِـيِ، ڪَرَ، ڇَتُونءَ جي ڇانگارَ،
اِيءَ عِشقَ جي اُپَڪارَ[١]، نَعرو آهي نينهن جو.

١٩

رُڄُنِ ۾ رَڙِ ٿِـيِ، جهِڙِي ڪَري جوءِ[٢]،
اِيءَ نه عَورَتَ هوءِ، اِيءَ تان آهَ عِشقَ جي.

٢٠

رُڄُنِ ۾ رَڙِ ٿِيِ، ڪَرَ[٢a] ڪُرَڪي[٣] ڪُونجَ،
نَعرو مَنجهِ نِڪُونجَ[٤]، اِيءَ تان آهَ عِشقُ جِي.

٢١

رُڄُنِ ۾ رَڙِ ٿِـيِ، ڪَرَ سارَنگِيءَ سازُ،
اِيءُ عِشقُ جو آوازُ، ماڙهُو رَڪَنِ مُنڌ ٿيِ.

## وائي

هِيءَ گهايُلِ هَڌِ گهورِي، ور! اَلا! ميان! ڪيچِي مُونَ نه سَگِيٽا.
عِشقَ آرِي جامَ جي، هِيءَ جُهونَڙِي هِڌ[٥] جهورِي[٦]،
ور! اَلا! ميان! ڪيچِي مُون نه سَگِيٽا.
رَهِي جان رُڄُنِ ۾، سا ڇَپَرِ ڇَڌِهو[٧] مَ چورِي،
ور! اَلا! ميان! ڪيچِي مُون نه سَگِيٽا.
اَدِيُون! آرِيچنِ لئِي، ڏُونگَرِ ٿِينديَسِ ڏورِي[٨]،
ور! اَلا! ميان! ڪيچِي مُون نه سَگِيٽا.

---

١ـ پڪار، نعرو ٢ـ عورت ٢a ـ جهڙوڪر، جهڙوڪ ٣ـ ڪونج جو آواز ٤ـ چشمو
٥ـ ٿڪل، ماندي ٦ـ تڪليف ۾ آزاري ٧ـ ڇڏيو ٨ـ ڏوريندڙ، طالب.

# سر ديسي

## نالو

ديسي، لفظ جي معنيٰ آهي ڏيهي. ديسي هڪ راڳڻيءَ جو نالو آهي جا ديپڪ راڳ جي پنجن زالن مان هڪ آهي.

## مضمون:

هن سر جي مضمون جو بنياد پڻ، سسئي ۽ پنهونءَ جي آڪاڻيءَ تي رکيل آهي، جا سُر آبري جي شروعات ۾ ڏنل آهي.

## روحاني راز:

جيڪو سالڪ پنهنجو نفس قابو نه ڪندو، تنهن جو حال به اهڙوئي ٿيندو، جهڙو انهن کي قابو نه ڀڏڻ ڪري سسئيءَ جو ٿيو هو. دنيا غفلت ۽ آرام ڪرڻ جو ماڳ نه آهي. هيءَ ڪشمڪش ۽ جدوجهد جي جاءِ آهي، جتي بازي اهو کٽندو جيڪو هوشيار ۽ هميشه تيار رهندو. هن دنيا ۾، سالڪ جا دشمن گهڻا ڳوه ۾، سندس روحاني تباهيءَ ۽ پريشانيءَ جي لاءِ سامان پيا تيار ڪن. سسئي جا ٽي دشمن هئا جهڙوڪ، ڏاگها، ڏونگر ۽ ڏير. سالڪ جا به ٽي دشمن آهن جهڙوڪ، نفس، دنيوي تعلقات ۽ خودي. اهڙن حيلي باز حريفن کان جند ڇڏائڻ لاءِ حمايتي گهرجي. توائي ٿيڻ کان بچڻ لاءِ سالڪ کي ڪامل رهبر هٿ ڪري، دل تان دود دور ڪرڻ گهرجن. هيءَ دنيا هڪ اهڙي ترڪڻ بازي آهي، جو نيشن کي نرت پوندي، نه ته سڀ ڪنهن جي جاءِ نه آهي. جتي واٽون ويهه ٿين، اتي ڪهڙي اختيار ڪجي، تنهن جو پرو پير کان پوندو. وڌيڪ ڏسو، سر سسئي آبري جا روحاني راز صفحي ۽ سر معذوريءَ جا روحاني راز صفحي تي.

# سر ديسي

## داستان پهريون

١

مُتِيَسِ! جَهلِ مَهارَ، ڪُتيَسِ! ڪاهِ مَ ڪَرَهو[١]،
مُون نِماڻِيءَ جي نِجُهري[٢]، ٻيرو ڪِجِ ٻَتارَ!
ساڃَنَ! تو هان[٢a] ڏارَ، ڏِٺُمِ ڏينهن قِيامَ جو.

٢

ڏاگهنِ، ڏيرَنِ، ڏُونگَرَنِ، ڏنهيِ ڏِٺمِ ڏُکَ،
سي سَبِ ٻانَيمِ سُکَ، هيڪاندِ[٣] ڪارَڻِ هوتَ جي.

٣

ڏاگهنِ، ڏيرَنِ، ڏُونگَرَنِ، ڏُکَنِ آئُون ڏِڏي[٤]،
ٻُچان پيرُ پُنهُونءَ جو، وِجهان وِکَ وَڏِي،
لِڪِئي آئُون لَڏِي، ناته پَٽنِ ڪيرَ پَندَ ڪَري؟

---

١- اُٺ ٢- جهوپڙي ٢a- تو کان ٣- وصل، گڏجاڻي ٤- ڦٽي، زخمي ڪئي.

۴

ڏاگها[1]! ڪِيمَ ڏرو[1a]، اَڃا آرِياڻِي اَڳي[1b] ٿِيو،
موڙِي مَڃَرَ[2] تارِيُون، چانگا! ٿا چَرو،
آن تان[2a] حَرَفُ هَرو[3]، مُورائِين مَعافُ ٿِيو.

۵

اَڳُڻَ مَٿي اوڀِرا[4]، جَڏهِن ڏاگها ڏِنَئِي ڏينهن[5]،
وَنِي سَڙَڪَ[6]، سَسُئِي! ويهُ وِهاڻِيءَ سِينءَ[7]،
چوڻَي[7a] سين چانگن کي، جَڙِ زَنجيرَنِ جيئن،
تہ هوتُ تنهنجو هِيئن، پُنهُون نِيائُون نَہ پاڻُ سين.

٦

اَڳُڻَ مَٿي اوڀِرا، جَڏِهن ڏاگها ڏِينهَن ڏِناءِ،
ڪُنجُون جي قُفِلَن[7a] جُون، تان ڪنهن لَلِ لِڪاءِ،
تہ سُياڻي سَندِياءِ، ٿِئي سارُوڻي[8] سَسُئِي!

۷

آڳُڻَ مَٿي اوڀِرا، جَڏِهن ڏِنَئِي اُٺَ،
ڏائِيئي نہ ڏاگهَن کي، اوڳِي[9] ساڻُ اَڳُٺَ،
تہ هوند نہ تنهنجي هَٿَ، سُورَ پِرايا سَسُئِي!

---

١ـ اٺ 1a ـ رڙيون ڪري ڦاٽو! 1b ـ اڳتي، پري ٢ـ ڪنڌيءَ جي وڻ جون سگريون 2a ـ اوهان تان، اوهان کان ٣ـ ميار ۴ـ ڏاريا ٥ـ ڏينهن جو ٦ـ ٻوٽاڙي، مهار ۷ـ ٽائين 7a ـ چوٽو، چوٽي، وارن جي مکيہ چڳَ، جنهن کي زنجير جياڻ وَڪَڙَ ڏنا آهن. 7b ـ واحد: قفل (اصل عربي لفظ)، ڪُلفن، تالن. ٨ـ يادگيري، سار ٩ـ نادان.

٨

اَگُڻَ مَتِي اوپِرا، جَڏِهن ڏِٺَئِي توڏا،
ڏَنگيئِي[٣] نَہ وارَنِ سين، تَنِ گورَنِ جا گوڏا،
تہ لَڪَنِ جا لوڏا، هوندَ نَہ سَنَئِي سَسُئِي!

٩

ڏاگهنئُون[٤] ڏيرَنِ، جي آندا ٻَرڌَ[٥] ٻَنيورَ ۾،
هَٽِي چِيلَ[٦] چَرا ڪِيا، وَهِ پَئِي[٧] وَهُڙَنِ[٨]،
ڪُڙِيءَ ڪُڙڪو اُنِ جو، هوندَ سُتي سو[٩] سَيَنِ،
ڏاندَنِ ساٿِ، سَيَدَ چي، پِيادِيُون پَهُچَنِ،
جَن جو پيرُ نَہ لِکو پَٽِيِنِ، تَنِ آيمِ ساڻُ اُٺَنِ،
گُنگَنِ ۽ جُنگَنِ[١٠]، مُندَ اَسُونهين ميڙِيِنِ!

١٠

اَڳِي اُٺَ رَڙَنِ، مُون ٻيري ماٿِ ٽِئِي[١٠a]،
پلاٽِيندي پاڻَ ۾، ڪُڇِيو ڪِينَ ڪُٺَنِ،
ڪا جا مامِ[١١] مُنَنِ، هِنِ پُٺِ هُئِي هُنِ سين.

١١

ڇا جي ڏِنگا ڏيرَ، منهنجو ڏينهن ڏِنگو مَ ٿِيي!*
اُٺَنِ، اوٺِيَڙِنِ جي، ڇا وَهِيڻُو[١٢] وِيرَ،
هِيءَ ڪَمِيڻِي ڪيرَ، جا اَمُرَ کي آڏِي ٿِري.

---

٣- ور ڏيئي ٻڌئي ٤- اٺن جي ٻدران ٥- ٻرڌَ، ٻرڌِيا (گجراتي) ڍڳا ٦- چيريل کر ٧- جوش ۾ اچي ٨- جوان ڍڳن ٩- سئو، ٻڌو ١٠- الن ۽ بهادر جٽن سان ١٠a- ٿي (الاڙي لهجي ۾) ١١- ڳجهي صلاح * منهنجي قسمت نہ ڦٽي. ١٢- هٺ وس.

دیسِي سیڻ ڪِجَنِ، پَرَدیسِي کِھڙا پِرین،
لَڏِیو، لاڏوٽا ڪِیو[۱]، پنھنجي دیسِ وَڃَنِ،
پُڇاٽا پِرِیَنِ، ڪِجي بَسِ پَنیورَ ڪان.

۱۳

ڏُرِیائِین[۱a] ڌاریان، مِتَ مُٺِيءَ جا نہ ٿِیا،
مَدي ڏیرَنِ مَنَ ۾، ڪِلِیو ڪِیکارِیان،
صُبُوحِ ٿِي سارِیانِ، تہ اُتَ نہ اوطاقُنِ ۾.

۱۴

اُٺَ مرَ اوري آڻِ، ڏاگھنِ ڏِڏي آھِيانِ،
ھَٿِي ھَتَ ھَیَنِ[۲] ڪي، پَري نیئِي پَلاڻِ،
ھوتُ منھنجو ھاڻِ، پُنھون نِیائُون پانَ سین.

۱۵

جَتا! شالَ جِیو، جِیو تا جاڙُون ڪَرِیو[۳]،
ٻانَیڻِ ڪي ٻَروچَ ري، ٻیِلي[۴] ناھِ ٻِیو،
چِنَڻِ تان نہ پِیو، ھِيءُ سگ نہ چِنَڻَ جھَڙو.

۱٦

جَتَنِ جا جِیلان،[۵] ٿِي ساتَ پُڇائي سَسُئِي،
آيسِ آرِيءَ جامَ جا، تَڙِ توڏا تیلان[٦]،
اُنِ ڪي ناڪیلُون نَڪَنِ ۾، ڌُھرِیُونِ ڌَلیلان[۷]،
سِرِ ھَٿِیو سیلان[۸]، لایو نِینھَن نِنڌُون ڪَرِیِن.

---

۱ـ سامان سڙو ٻڌيو ۱a ـ ڏُريان ٿي، اصل ڪان ٿي. ۲ـ مصيبت پيلن ۳ـ ڪريو ۴ـ مددگار ۵ـ جنھن صورت ۾ جنھن ڪري ٦ـ تنھن صورت ۾، تنھن ڪري ۷ـ نـنـڍيا چڙا ۸ـ دشالا، رات جو مٿو ويڙھي سمھڻ لاءِ ڪپڙو.

١٧

جَتَنُ ڪِج[١] جَتَنِ جو، آئِيا ڪِ اِيندا،
وَٺِي پُنهُون پانهنجو، وَتان تو وِيندا،
دَمُ نه دَمِيندا،* سِڏارِيندا[٢] ساٽيهَ[٣] ڏي.

١٨

جَتَ هَڏِهِين هُتِ، مُون هِتِ هينئڙي ۾ حَلُ تِيا[۴]،
چَنگُلَ[٥] جَنِين چَؤڦرا[٦]، راحَتَ تَنِ جي رُتِ[٧]،
گُنگَنِ جي گُپُتِ[٨]، چيڙي وِڏِيَسِ چِپَڙِين.

١٩

جَتَنِ وِڏِيَس جارِ[٩]، ناتَ هُيَسِ نماڻي نِڪَٽي[١٠]،
تِيئَڙا پانْ قرارِ، مُون مَنُ گَڏِي گُوندرِين.

٢٠

جي جاٽان جَتَنِ، پوءِ[١١] پَٽاندَرُ[١٢] هيتَرو،
آئُون ڪيئَن مُلا[١٣] تَنِ، سَرَتِيُون! سُورَ پِرائِيان؟

٢١

هِي جي آيا هِيرَ[١٤]، مُون اَگَ نه ڏِٺا ڪَڏِهِين،
آئُون تَرَسان، هو تَڪِڙا، پَٽ نَه لائِنِ پِيرَ،
يَنيِولِيَسِ[١٥] برنِ ۾، پَسِي پِينڊِيَنِ[١٦] پِيرَ[١٧]،
آءُ آرِياڻِيءَ! اُسَرِي، تِبي واهَرَ جي وِيرَ،
هِيءَ ڪَمِيڻي ڪِيرَ، تُون پارِسَ رسِجِ پَبَ ۾.

---

١ـ ڃِيلو ڪج، نظرداري ڪج * بلڪل ڪونه ترسندا ٢ـ ويندا ٣ـ وطن ۴ـ رچي ويا، گـنجي ويا ٥ـ چنبو ٦ـ چئن نوڪن وارا ٧ـ رفتار، لوڏ، موسم، وقت ٨ـ خاموشي ٩ـجاڙ، ڏک ۾ ١٠ـ اصل، بنهه ١١ـ پوندو ١٢ـ نتيجو ١٣ـ وٽان ١۴ـ هينئر ١٥ـ يلجي پيس ١٦ـ دڙن ١٧ـ وراڪا.

٢٢

جَتَنِ يارانُو، ڪيچِنِ مون سين، ڪونَ ڪيو،
نالي سُيَسِ هوتَ جي، مَتِمِ ٻارانُون، *
تيلاهِين طَعنُو، ڏيندا مُون ڏيرَ وِيا.

٢٣

گورا وَجَنِ گامَ[1]، ڏيرَنِ سَندا ڏيهَ تي،
توڏَنِ جُون تَڙَيِيڙَ ۾[2]، تَرِيُون تِرڪَنِ تان مَ،
اوٺيئڙا آرامَ[3]، لَنگهي، پَٻُ، پَري ٿِيا.

٢۴

گهَ[4] سِرِ[5] ٿِئي مَ گُسَ[6]، پَٽِي[7] پوءِ مَ پرينءَ تي،
جنهن سِرِ ساڄَنُ سُپِرين، تنهن اُٺَ مَ لَڳِي اُسَ،
پُنهون پاڪَ پُرِسَ[8]! هوتَ نہ ڪِجَنِ هيڏِيُون.

٢۵

اُسَ مَ لَڳِي اوٺِيِين، ليڙان لُڪَ مَ لَڳَ،
اَللهَ! آرِيچن ڪي، ڪوسو واءُ مَ وَڳَ[9]،
جَتَ جِجها ۾ جَڳَ، منهنجي پِرتِ پُنهُونءَ سين.

٢٦

لَڏِيندي لِباسَ[10]، جَتَنِ جيڏو ئِي ڪِيو،
اَچِي آرِيءَ جامَ جو، وَڻَ وَڻَ مَنجهان واسُ،
مِرُون ڪِينَمِ ماسُ، هَڏَ هَلندا هوتَ ڏي.

---

* اڄان ٻار هيس، تہ پنهونءَ جي مگ سڃڻ لڳيس. ١- وڪ (تڪڙو) ٢- تڪڙ ۾ ٣- آرام سان ۴- اٺ جو گهہ، اٺ بعضي ضد ڪري دڙها هٽي رستو ڇڏي ڏيندو آهي. ۵- تي ٦- رستو ٧- دز ٨- ماٺهو، پتار ٩- تيز لگهہ ١٠- ويس، ڍونگ، حرفت.

## ٢٧

اُٺَ ويري، اوٺارَ ويرِي، وِيرِي ٽِيٺِرَمِ ڏيرَ،
چوٿُون ويرِي واءُ ٿِيو، جنهن لَٽِيا پُنهُونءَ پيرَ،
پُنجُون ويرِي سِڄُ ٿِيو، جنهن اُلِهي[1] ڪِي اَويرَ،
ڇَهُون ويرِي ڇِپرُ ٿِيو، جنهن سَنوان نه ڪِيا سيرَ[2]،
سَتُون ويرِي چَنڊُ ٿِيو، جو ڪِرِيو نه وَڏِيءَ ويرَ[3]،
واهيري جي وير[4]، ڇِلُون ڪَرِيانِ ڇِپَرِين!

## وائي

ڏاگهن، ڏيرَنِ ساڻُ، ڪَرَهنَ ڪيچنِ ساڻُ،
مَتان ڪا ٻِي لِنئُون لائِي!
آئُون سُتِي، هو هَلِيا، وِيئڙا ڪَرَهَلَ ڪاهِي،
مَتان ڪا ٻِي لنئُون لائِي!
آسَڻَ[5] اَڳِيان اُنِ جي، 'ٻَرِا! ٻَرِا!' ڪِيو ٻاڏائِي،
مَتان ڪا ٻِي لنئُون لائِي!
چَتُرَ[6] ڏِيئي چِتَ ڪي، وِيئڙا هوتُ ڇپائِي،
مَتان ڪا ٻِي لنئُون لائِي!
جيڪا هُيَنِ مَنَ ۾ وِيئڙا پنهنجي پُڄائِي، *
مَتان ڪا ٻِي لنئُون لائِي!
اَڊيُون! عَبدُاللّيفُ چِي، اِيندَمِ واڳَ وَرائِي،
مَتان ڪا ٻِي لنئُون لائِي!

---

١- لهي ٢- رستا ٣- سويل، ساعت، اڳ ۾ ٤- پکين جي آکيري ۾ وڃڻ جي مهل، نماشام ٥- جاءِ ٦- دلبو. * جيڪا (ڳالهه) من ۾ هُين، سا پنهنجي (نيٺ) پوري ڪري ويا!

# داستان ٻيو

١

اَجُ پَہِ وَسائِي اوتِيين، مَتَي مارَڳ[١] ماڪَ،
پُنھُون نِيائُون پانَّ سين، تاڙِيُون پَجِي طاقَ،
ھَيہاتَ ھَيہَاتَ لِمَا تُوعَدُونَ[٢]، سُجِي تِي اوطاقَ،
ڇُڪِيءَ چوري چاڪَ، ھاڙھي ھَوتَ ھلي وِيا.

٢

مِڙِي مُنڍَ ڏِي آئِيُون، ساھِيڙِيُون سَھجان[٣]،
اَلسَّفَرُ قِطعَۃُ مِنَ النّارِ[٤]، ھارِي موتُ ھِتان،
سَڱُ صِراطَ المُستَقِيمَ جو، اَتِئي تان اَڳِيانِ،*
سيَ ڪيچِي نِيندءِ ڪِٿانْ[٥]، تُنھِنجو نينھن نِفاقَ سين.

٣

جَڏان[٥a] ڪُن فَيَڪُونُ[٦] چَئِي، نِيو آرِياڻِيءَ اَرواحُ،
انَڳُ اَڳِھِين لِکِيو، مُنھِنجو ميثاقاءَ[٧]،
مَن طَلَبَ شَيئا وَ جَدَّ وَجَدَ[٨]، اُتو[٩] عَلِيءَ شَاھ،[٩a]
اَچا ھِنَ حَدِيثَ[١٠] جو، مُون آسَرو آھ،
پُنھُونءَ جي پَيغامَ تان، منھنجو موتَ مُباحُ[١١]،
سَرَتِيُون! دُعا ڪِجاھُ، تہ ميڙائو مُون تِئي.

١ـ رستي، ڳس ٢ـ پري پري آھي اھا ڳالھ، جنھن جو توھان کي دپ ڏنو ويو آھي (ق. ٢٣، ٣٨)
٣ـ سھج يا ڪوڙ مان ٤ـ مسافري باھ يا دوزخ جو ٽڪرو آھي. (عربي پھاڪو* جتي سان تنھنجو انگ اندرو اڙانگو آھي، جھڙو پل صراط تان ھلڻ، جا ترار کان تکي ۽ وار کان سنھي آھي.
٥ـ ڪٿان ٥a- جڏھن ٦ـ 'ٿي' ۽ پوءِ اھا ٿي پوي، (الست کان). ٧ـ ازل کان ٨ـ جو ڪنھن شيءِ جي طلب ڪري ٿو، ۽ ان جي ڳولا ۾ سعيو ڪري ٿو، سو ضرور اھا شيءِ لھندو ٩ـ چيو ٩a- حضرت علي ١٠ـ قول، ڳالھ ١١ـ جائز، صدقو.

سَبَہَ[١] سِياهي، آهي آرِيءَ ڄامَ رِي،
ڪَڏهن پَسي ڪانَہ ڪا، رِيءَ لالَنَ لالائِي،
دُودُ[٢] دِلِ تان دُورِ ڪَري، ڪَرِ، ساڃَنَ صَفائِي،
’مَن لاَ شَيخَ لَهُ فَشيخُهُ الشّيطانُ‘[٣] اِنَ رِيءَ اُونداهِي،
هُوءَ جا هَلِي هيڪَلِي، سا گِيرَبَ گمائِيَ[٤]،
’بِلا شَيخِ مَن يَمشِي فِي الطَّرِيقِ‘[٥] اِهَڙِي اَوائِي[٦]،
تنهن[٧] رِيءَ تَوائِي، ڪوڙين تِينِ ڪِيتَرِيُون.

٥

بَرُ وَڏو، بارُ گهڻو، وِيجهو نَہ وَڻڪارُ،
ليڙَنِ جو، لَطِيفُ چي، ڪَنيو مُنڌَ مَدارُ[٨]،
وَٽَندُنِ تہ وَڙِ ڪَندا، نَاتَ اَڳِينِ جو اختِيارُ،
ڪاڏي تِيو ڪوهيارُ، ڪِتي تِي هَتَ ڪَٽي!

٦

ڪيِڙي[٩] ڪيچايَنِ، گورا گس هَلائِيا،
لَڙِيو، چَڙهِيو چوٽِيين، ڪَرِيو ڪوهَ ڪڙَنِ[١٠]،
سُونهَنِ جي سَردارَ سِين، سي توڏ مَ تَرِنجَنِ[١١]!
لُطفَ سانُ، لَطِيفُ چي، لنگهيو بَرُ بوتَنِ[١٢]،
تَنِ ڪِهڙو غَمُ گُنگَنِ،[١٢a] هوتُ حِماتِي[١٢b] جَنِ جو.

---

١ـ سب ٢ـ دونهون ٣ـ جنهن کي ڪو مرشد نہ آهي، تنهنجو مرشد شيطان آهي (صوفي چوٽي) ۴ـ هٽ گمراه ڪئي ٥ـ جو مرشد کان سواءِ طريقت ۾ هلي ٿو ٦ـ بد وائي يا خراب ڳالھ ٧ـ تنهن (مرشد) ٨ـ جوابداري (آسرو) ٩ـ سيکاري، سزا ڏني ١٠ـ ڪٽڪن ١١ـ ٿڪجن، ٿڪي پون ١٢ـ اٺن. ١٢aـ گونگن، اٺن ١٢bـ حمائتي، مددگار.

٧

جاڳائي جَتَنِ، گنئورا گس هلائِيا،
ڀَهُتي رِيءَ پَهاڙَ ۾، اُتَ مَ آگهتجَن[١]،
لَتاڙي، لَطِيفُ چئي، لنگهيو بَرُ بوتَنِ،[1a]
تَنِ کِهِڙي چُڪَ[٢] چانگن، هوتُ حِماتِي[2a] جَنِ جو.

٨

ڀِنيءَ ڀتا ڀَرِينِ، ساتِيَنِ سَندَ[٣] هَتَنِ ۾،
ليڙَن جو، لَطِيفُ چئي، مُون کي مَنجُهه نه ڏِينِ،
هوتُ پُنهُون تا نِين، اَسُونهِيءَ[۴] جو آجِڪو[٥]!

٩

پُرِڻ تا پَلاڻِينِ، اوٺِي اَڄُ اُباکَرا[٦]،
پَهَ، پَارِيسِيُون[٧] پاڻَ ۾، ڏيرَ ڏِيهاڻِي ڏِينِ،
هوتُ پُنهُون تا نِينِ، ٻاروچِي ٻولِي ڪِيو.

١٠

پُرِڻ تا پَلاڻِينِ، اوٺِي گهڻُو اُٻاهَرا،[7a]
هُوءِ جي هَلَڻَ سَندِيُون، ڳاهُون[٨] ڳالهائِين،
مون کي تا مارِينِ، سَجَڻَ سانباهِي[٩] ڪِيو.

---

١ـ ٿڪجن، ٻوساٽجن 1a ـ اُلن ٢ـ چيلهہ جو سور 2a ـ حمائتي، مددگار ٣ـ ساندارا ۴ـ اڻ واقف ٥ـ آڏو، سمر، آڏار ٦ـ ايڪڙا، تڪڙا ٧ـ پارسي يا ٻروچڪي ٻولي 7a ـ اُٻهرا، تڪڙا ٨ـ پروليون ٩ـ تياري.

۱۱

اوڳارِينِ نہ آنر[۱]، ٻڌا چَرَنِ نہ ٻُورُ،
ليڙَنِ کي، لَطِيفُ چئي، هَلَڻَ جو مَذڪُورُ،
مَيَنِ کي مامُورُ[۲]، آهي اُٺُتُڻِ اڳِيين پَندَ جِي.

۱۲

وينِي ٻُڪي ٻاڦَ،* جهلي جُهنڪَ[۳] جُهٽِي[۴] ڪِي؛
آيمِ تَنِ اُٺَنِ سين، جَنِ جا پيرَ ڏُدا[۵] ڏَڙَ داڦ[۶]،
لنگهِيا لڪَ، لَطِيفُ چئي، توڏا تَڙَ، ٻَنگَ، طاڦ[۷]،
ڪَيرَ لنگهندِي، قافَ[۸]، اِيءُ بَرَ بِرَهمَڻِ باسِيو.

۱۳

دوڪَ[۹] دَهِلِيا جِتِ، گنؤرا هَلَنِ نہ گَسَ ۾،
چَئُ سالَ ئِي نہ چَلِٽا، تِي تَنگَ[۱۰] نِهاري تِتِ،
سُوڌِي اُنين[۱۱]، سَيّدُ چئي، پوءِ[۱۲] پانچارِيَنِ[۱۳] پِرتِ[۱۴]،
اِنَ اَڙانگي پَندَ جِي، ڪا نيشَنِ[۱۵] پوءِ نِرتِ[۱۶]،
سَسئِي وَڏي سَتِ، جا اِهَڙِيءَ پَرِ پَندُ ڪَري.**

۱۴

هَئي هَئي ڪِيو 'هاءِ'، تِي پانُ هَٽي سِرِ پاهَٽين[۱۷]،
لَذائِين، لَطِيفُ چئي، جُوءِ جَتَنِ جي جاءِ،
شُڪرَ، بارِ[۱۸] سَنداءِ، سُتائي[۱۹] ساٿِ مِڙِي.

---

۱- ڳاہ جو قسم (لؤنش) ۲- امر ٿيل، ڪنڌ تي پيل * ٿڪ سبب ويٺي ٻڪ ڦوڪي ۳- واءَ جو جهوٽو ۴- جهوني، چڪنا چور، پريشان ۵- ٿلها ٦- گول مول ۷- گهيڙ ۾ وَر وَڪَڙ ۾ ڏنگا ڀيچرا ۸- جبل ۹- ٻہ ڏندا ٻنجن يا ڇهن سالن جا اُٺ ۱۰- لڪ ۱۱- انهن لڪن تي ۱۲- پوي ۱۳- قوہ جوان گهوڙو (اٺ) ۱۴- ٻاجھ ۱۵- پورو جوان اٺ ۱٦- ٻوجھ، سمجھ ** پنڌ اهڙو اڙانگو آهي جو ننڍا اٺ تہ ڇڏيو، پر انهن ڪان پڪي عمر وارا اٺ بہ بتال ٿيو بيهيو رهن: پر نيشن ڪي ٿي انهيءَ جو پورو پتو آهي. سسئي سچي ڪامل عاشقياڻي ڇٻي جو اهڙا پنڌ ڪري ٿي. ۱۷- پٿرن مٿان ۱۸- باري، خدا ۱۹- سٺي وقت.

## وائي

لالَڻُ آيو پيھِي، ويَئڙا سُورَ سَيِئِي،
جِيَسِ جِيَسِ، وو جيڏيُون! منھنجو لالَنُ آيو پيھي.
ڳالھيون ڪَندِيَسِ ڳُجھيُون، مُنھن مقابِلِ ويھِي،
جِيَسِ جِيَسِ، وو جيڏيُون!
ڪَٿُورِيءَ بارُ پَري، آيو ڏُونگَرَ ڏيھِي،
جِيَسِ جِيَسِ، وو جيڏيُون!
سَرڪَشي سَردارَ سين، مون ڪَميِٽِيءَ ڪيھي[1]،
جِيَسِ جِيَسِ، وو جيڏيُون!
هُئِي شِڪَستِي سَئُي، رازَ پُنھُونءَ جي ريھِي[2]،
جِيَسِ جِيَسِ، وو جيڏيُون!
اَڊيُون، عَبدُاللطِيفُ چئي، سَجَڻُ آيَم سيئِي،
جِيَسِ جِيَسِ، وو جيڏيُون!

## داستان ٽيون

١

اللهَ ڪارَڻِ، اوٺِيا ڪَرَها مَ ڪاھِيو،
جانِبَ! جَڏي جِيءَ جو، آڳانڊو[3] آھِيو،
لاڳاپو لاھِيو، مَتان منھنجو سُپِرِين!

---

١ ڪھڙي ٢- ريجھائي ٣- آسرو، آڌار

٢

اَللهَ ڪارڻِ، اوڏيا! ليڙا نِهو[١] مَ لُرَ[٢]،
نِهو نِماڻي پاڻ سين، ڀانهِيءَ جَهلي ڀُرَ[٣]،
مون کي ماري مَنجِهه ٿِي، سَندي هوتَنِ هُرَ[٤]،
ڪَڇو لائِيان ڪُرَ[٥]، ڪيچان اوري جي وَران.

٣

ڪيچان اوري ڪِنَّهِين، وَڻُ نه ويساهين[٦]،
ڪَميڻِي ڪيچِينِ لَئي، پُورِج[٧] پَرانهين،
تاڻِج تيڏانهِين، وارِج[٨] ڪا مَ وَرَڻُ جِي.

٤

ڪيچان اوري ڪيتِريون، مَعذُورِيُون مُيُون،
واٽُون وِيهَ ٿِيُون، ڪُهُ ڄاڻان ڪيهِيءَ وِيا؟

٥

اَلا! اَچَنِ اُوءِ، جَنِ آئي مَنُ سَرَهو ٿِيئي،
پسان مانَ پَرِ ڪنهين[٩]، جَتَنِ سَندِي جُوءِ[١٠]،
لَنگهي لَڪَ، لَطِيفُ چئي، سُٽِيان هوتَنِ هُوءِ،
گوِلي ٿِيان گُلبُوءِ[١١]، جي سُڄاڻان ساٿَ ڏِٺي.

---

١ـ نيو، وڻي ويڃو ٢ـ تڪڙ م، اٺ جي تيز رفتار ٣ـ وارن جي ڇڳن ڪان ٤ـ يادگيري ٥ـ ڪنب، خاندان ٦ـ ساهي پٽڻ ٧ـ هلج ٨ـ چئج ٩ـ ڪنهين نموني ١٠ـ جاءِ، هنڌ ١١ـ گلبوءِ نالي ٻانهي.

٦

کيچان آيو قافِلو، راتِ مُوچارِيءَ رُوءِ[۱]،
ٻوتي[۱a] ۽ بَلوچَ جِي، رِڙهِي پَسان رُوءِ[۲]،
لَنگهي لڪَ، لَطِيفُ چئي، پُڄانِ ڪيچِيَنِ ڪُوءِ[۳]،
گوڙِي تِيان گُلبُوءِ، جي مُون نِهو[۴] پانَّ سين.

۷

کيچان آيو قافِلو، ڍَلِيرو ڍانئيان،
پَٽي جا پيرَنِ جِي، لِڱَنِ کي لايان،
چَنبيلِي چايان[۵]، جي مُون نِهو پانَّ سين.

۸

کيچان آيو قافِلو، ڄامَنِ سَندو ڄامُ،
پَسَندي پُنهُونءَ کي، اکين ڪِيو آرامُ،
ناتَرِ[٦] چايان نامُ، جي مُون نِهو پانَّ سين.

۹

کيچان آيو قافِلو، جُنگُ[۷] سُونهارِيءَ جوڙَ،
تَلِيارا[۸] توڏَنِ کي، ڳِچِيءَ سُونهَنِ موڙَ[۹]،
دؤلَتَ[۱۰] چايان دوڙَ[۱۱]، جي مُون نِهو پانَّ سين.

---

۱- نموني ريت ۱a- اُٺَ ۲- منهن ۳- گهٽي ۴- نيو، ولي هلو ۵- چنبيليءَ نالي ٻانهي چوايان، سڏايان ٦- ٻانهيءَ جو نالو ۷- جوان، بهادر، وڏو ۸- ٽلين وارا (موڙ) ۹- ٽوٽر، جهابا ۱۰- ٻانهيءَ تي ڪوڏ جو نالو ۱۱- خسيس (ٻانهي).

۱۰

ڪيچان آيو قافِلو، طَرَحَ موچارِيءَ توڏ[۱]،
سِينگارِيائون، سَيدُ چي، ڪَرَها مَنجهان ڪوڏ،
لَڪَ لَهي تِي لوڏ، جِيجان! تَنِ جَتَنِ جي.

۱۱

ڪيچان آيو قافِلو، ساٿَ ڏِٺي سَروانڻ[۲]،
وارَ وَڏي واڳون ڪَرِيان، پُٺان[۲a] هُوند پَلاڻ،
جِهَڙو پُنهُون پاڻ، تَهِڙِي سِٿا[۳] ساٿَ جِي.

۱۲

جُهوڙا[۴] جَنِ جُهلَنِ[۵] ۾، هِيري لَڪَ هَزارَ،
لَڱا واٽَ وَٽَنِ جا، پُنهُونءَ ڪي پالارَ[۶]،
آن ڪي وِيندا گڏِيا، اِهَڙِيءَ سِٽَ سُوارَ،
لَنگهي ڪالهَ قَطارَ، تُون آئِي[۶a] اَڄُ نِهارِيين.

۱۳

مِزِمانَنِ مَهِرِي[۷]، آئي جهوڪِيا جهوڪَ[۸] ۾،
چائي[۹] چَنبَنِ ۾ وِيا، جيئَن بَازُ سَتي بَحرِي[۱۰]،
ڪوهِيارو[۱۰a] قهرِي، وِيو نِهوڙِي نِندَ ۾!

---

۱- لوڏ، رفتار ۲- سردار، شتربان، جت ۲a- پَوان ۳- ترتيب، رٿا ۴- لٽڪندڙ، ٽوڻر
۵- اٺ جو پوش ٦- ٽاريون، باندر ٦a- اَمڙ ۷- پلا اٺ ۸- اٺن جي وهڻ جي جاءِ
۹- جهپو هڻي ڪٽي ويا ۱۰- سامونڊي، وڏا ۱۰a- جابلو، پنهون.

١۴

ڪيچي ڪاله ڪَهِي وِيا، اَڏِيُون! آڏِيءَ راتِ،
جاڳان تان جيڪِين ٽِيو، وِهاڻِيَ پِرِياتِ،
ڦورٽائو[1] فَقِيرِ ڪي، ڏنو جَتَنِ ذاتِ،
رَفِيعَ الدَّرجَاتِ[2]، پَرَمَلُ[3] پُنهُون ميڙيين!

١٥

مُون ڀانيو مُون وَٽِ، هَميشَ هُوندا پِرِين،
ويڙهو ڏيئي ويڪرو[4]، ڀِهِري ويا پَٽِ،
ساهُ جَنِين جي سَٽِ[5]، وِڪِيمُ تِي وَٽِڪارِ ۾*.

١٦

مُونَ ڀانيو مِزمانَ، هَميشَ هُوندا پِرِين،
ڪُهِي ڪَمِيڻي هَلِيا، ڪَهَلَ ڪِيائُون ڪانَ،
ڏيئي وِيا ڏاهِ[6] کي، سُورَنِ جا سامانَ،
جورو[7] راتِ جُوانَ، جيڏِيُون! جَتَ ڪَري وِيا!

١٧

ڀانيَمِ جي سَرِواڻَ، ڇِلائِيندَمِ ڇِپَرين،
ڪانيَمِ[8] هوند پَلاڻَ، اُٺَ ڳُڏايَم[9] اُنِ جا.

---

١- جدائي ٢- اي وڏي درجي وارا ٣- پاڪ ۴- وڏو چڪر هڻي ٥- عيوض * جن تان ساه وٽڪار ۾ صدقي ڪيم. ٦- ٻانهي نياڳي ٧- جور، ظلم، زور، زبردستي ٨- ساڙيم ٩- ڏندن سان ڪٽايم.

۱۸

ڪاڏي مُنهن مَڪرانَ جو، ڪاڏي ڪيچ ٿِيو؟
هِهَڙو ساٿُ پَنهورَ تان، ڪَڏهِين ڪونَہ پِيو،
ڪوهِيارو ڪامڻ[1] هَڻِي، چوري چِتُ وِيو،
جَنِين جَتُ نيو، تَنِ اُنَنِ گهورِي آهِيان.

۱۹

بِرهَ مَٽايُسِ[2] بَرُ، ناتَ سُکِي ڪيرَ سَدون ڪَرِي،
گهڻُو ڏورِيائِين ڏُکَ سِين، ڏيرَنِ لئي ڏونگرُ،
وَرِي آيَسِ وَرُ، سَفَرَ مُيِيءَ جا ساب پِيا[3]،

۲۰

وَرَ[4] مِ ڪونهي وَرُ[5]، ڏيرَنِ وَرُ[6] وَڏو ڪيو،
نِهارِيندِيَس نِڪِتِي، بوتَنِ ڪارَڻِ بَرُ،
آڏو تَڪَرَ تَرُ، مَتان روهَ[7] رَتيُون ٿِيين!

۲۱

وَرَ وَراڪا وِچَ مِ، لَکين آڏا لَڪ،
هُو جي آڏا حَقَ[8]، سي ڪَندا ڪوهُ ڪَندِيَنِ[9] ڪي؟

---

۱- ڪامڻ، جادو ۲- منايم، قبول ڪرايم ۳- سجايا ٿيا ۴- مڙس ۵- ڏنگائي لڳائي ٦- مڪر، ديونگ ڦيرو ۷- جبل ۸- مڙس، خدا، سچ ۹- ڪوشش ڪندڙن، مجاهديائين.

## وائي

هوتَ! نہ پانيمِ هيئن، آئون جا ماڙي، سَجَڻَ تنهنجي نينهن،
وو! چِڏي تون کو چپر وِيندين.
لُڪون لڳن ڪوسِيُون، ڏاڍا تپن ڏيتهن،
وو! چَڏي تون کو چپر وِيندين.
عِشقَ آريءَ جامَ جي، ڪِيَس نماڻي نينهن،
وو! چَڏي تون کو چپر وِيندين.
جهونگاريندي جَهنگَ ۾، ڏوتِيَن ڏِنَڙي ڏينهن،
وو! چَڏي تون کو چپر وِيندين.
آن جا چَڏِي چپرين، ڪيچ رَسَندي ڪيئن،
وو! چَڏي تون کو چپر وِيندين.
وِلهِي[1] هِتِ وَسائِيا، سَندا مَحَبَتَ مينهن،
وو! چَڏي تون کو چپر وِيندين.
اَدِيُون! عَبدُاللَطِيفُ چي، پَهُچان سيڻن سِينءَ[2]،
وو! چَڏي تون کو چپر وِيندين.

---

١ـ غريب، مسڪين ٢ـ تائين.

## داستان چوٿون

۱

وارو![٥] وَرُ وَنِي وِيا، آرِيچا[۱] اَظلامَ[۲]،
آنڈائُون آرِيءَ جا، پَنهُونءَ ڏي پَيغامَ،
پَهُ ڪِيائُون پاڻَ ۾، مُونهان[۳] مَخفِي مامَ،
سَنيُوڙا[۴] ساٿُ ڪَٽِي، وِيساهي[٥] وَرِيامَ،
ڪاڪِيُون راتِ قِيامَ، جيڏِيُون! جَتَ ڪَري وِيا.

۲

وارو! وَرُ وَنِي وِيا، جابِرَ ڪَري جورُ،
بيدِي[٦] ٿِي يَنيورُ، حَشَرُ ڪَري هَلِيا.

۳

وارو! وَرُ وَنِي وِيا، ڪَري ڏِيرَ ڏمَرُ،
هاٿي ٿِيو حَشَرُ، پُنا قولَ[۷] قِيامَ* جا.

۴

وارو[۸]! وَرُ وَنِي وِيا، ڏير ڪَري ڏورو[۹]،
ساڄَنَ رِيءَ سَرَتِيُون! آتَڻُ[۱۰] اَڌُورو[۱۱]،
نِيءَ[۱۲] سين نسورو، حَشَرُ ڪَري هَلِيا!

---

٥- وارو ڪريو! ۱- آريءَ جو اولاد، پنهونءَ جا پائر ۲- ظالم ۳- مون کان ۴- سنيرائي روانا ٿيا ٥- ويساهه ڏيئي دولاب ڪري ٦- سچ، رڻ پٽ ۷- ڳالهيون (نشانيون) * قيامت ۸- وارو ڪريو! مدد ڪريو! ۹- زور زبردستي ۱۰- ڪتڻ لاءِ وهڻ جي جاءِ ۱۱- اڻ پورو، ناقص ۱۲- ڪنياٺيءَ.

٥

وارو! وَرُ وَنِي وِيا، جوڙي سين جابِرَ،
صَبُرُ ڪيئن صابِر، اَچي عَجِيبَنِ ري.

٦

وارو! وَرُ وَنِي وِيا، ڏاڙهِيءَ پَنيا[١] ڏيرَ،
ڏِينديَسِ ڏاڍين ڏونگرينِ، اُين لَئِي اُلير[٢]،
ڪيچ پَهچي ڪيرَ؟ وَڃَڻَ سين وَسُ ڪَريان.

٧

سَنجهي مُون نَہ سَنيالِيو، تَہ ڪِي اوٻِي ڪَندا ايئن،
ڪُهِي ڪَميٽِي ڪيئن، جَڏِي راتِ جَتَنِ ڪِي!

٨

سَنجهي مُون نَہ سَنپالِيو، صُبُحِ سارِيَمِ سُورَ،
جَتَنِ لاءِ ضَرُورَ[٢a]، گهٽا گهارِيَمِ ڏينهڙا.

٩

سَنجهي مُون نَہ سَنيالِيو، صُبُحِ سارِيَمِ سُورَ،
آڏِيءَ راتِ اُڏَميو[٣]، ڏينِ پَلٽِيو پُورَ،
جَتَنِ جي ضَرُورِ[٣a]، مادَر! مارِي آهِيان!

١٠

سَنجهي مُون نَہ سَنيالِيو، مارِيسِ سُورَ صُبُوحِ،
نيڻَ هيرايئہ نِندَ سين، جَتَنِ لَنگهي جُوءِ،
هاجو ڪَري هُوءِ، آڏِيءَ راتِ اُٿِي وِيا!

١١

آڏِيءَ اوءِ اُٿِي وِيا، ڪَرُ[٤] رَڪِياٿُون ڪيچَ،
ٻاروچاڻي پيچَ، مُنهِنجو مَنُ مُنجهائيو!

---

١- ڳاڙهي ڏاڙهيءَ وارا ٢- اَچل، ٽپو، اُلر ڪري ويندس ٢a- ضررَ وارا، ڏکيا ٣- جوش کائي، اُٿلي ٣a- گهرج، تانگهہ ٤- رخ

١٢

جَڏي وَتَ جالي، مانَ لِلهِ ڪارَڻِ لِکَ[١] سِڻءَ[٢]،
آهي آرِيءَ ڄامَ جي، هِتِ هُتِ حَوالي،
عَيبَ مُون ۾ اَڳرا[٣]، مانَ نِرمَلُ[٤] نِڪالي[٥]،
پَرِتِياٽي[٦] پالي[٧]، ڪامِلُ نيندو ڪيچَ ڏي.

١٣

پَرِيَتَنِ پالِيياسِ، ٻانيَڻِ ٻيٺِي[٨] آهِيان،
حُسنَ هوتَ پُنهُونءَ جي، ماري مُوتِ وِڌِياسِ،
جانڪِين تان[٩] جيئنديِاسِ، پِيَسِ وَرِ[١٠] وِصالَ جي.

١٤

پَرِتَنِ جي پاڙي، جاڙَ گُذارِيَمِ، جيڏِيُون!
جَنِين مُون کي مارِيو، سُورَنِ سين ساڙي،
اِيرادي آئي، سانگِيَنِ[١١] سين سَڱُ ڪِيو.

١٥

اَسِين پاڻَ پَرِتَ، پورهِيَتَ پُنهُونءَ ڄامَ جو،
هوتُ ڪَٽُورِيءَ هيرَئُون، مُون ۾ صابُڻَ ڇَٽَ،
آتِڻَ مَنجِهه اُڳهتَ[١٢]، ڪانڌُ ڪِهِين[١٢a] جي مَ ڪَري.

١ـ ذري، لحظي ٢ـ تائين ٣ـ گهڻا ۴ـ پاڪ ٥ـ ڪڍي ٦ـ ڪنياٽي ٧ـ پالي وڏي ڪري، پنهنجي ڪري ٨ـ ڏيءَ ٩ـ جيستين تائين ١٠ـ حوالي ١١ـ اتفاقي پرديسين ١٢ـ اوگهڙ، پڌرائي، راز کولڻ ١٢a ـ ڪنهن.

١٦

گڏيو ڏوريَنِ ڏوءِ، پُنهُونءَ پارچو[١] هَٿَ ۾،
اُتي آريءَ چامَ جو، قاصِدُ آيسِ ڪوءِ،
اِيءُ ڪامِلَ! ڪَمُ نَہ سَندوءِ، جيئن پَهَسَ[٢] پَچارِيين[٣] پرِتيين.

١٧

نَہ ڪو ڪيچُ پَنيورُ، نَہ ڪو مائِٽُ مُنڌَ جو،
هورُ[٤] مِڙوئِي مِنَ کي، هوتَنِ ڪونهي هورُ،
زاريءَ ڏاران زورُ، هَلي ڪونَہ حَبِيبَ سين.

١٨

چوري نِدوري، نَہ ڪو مائِٽُ مُنڌَ جو،
سَوين هَلَنِ سات ۾، ڪَمِي ۽ ڪوري،
آئون پُٺِ آهِيان اُنِ ۾، لَنگهي[٥] ۽ لوري[٦]،
لَنگهائِن، لَطِيفُ چئي، تَرَنِ جا توري[٧]،
آهِيان اَزوري[٨]، تُنهنجي جوري[٩] جَبَلُ لَنگهِيان.

---

١- ڪپڙو ٢- زور سان ٣- ڏوئين ٤- فڪر، ڳڻتي ٥- مڱڻهار، پينو ٦- ڪميڻي؛ ذات جو نالو ٧- ذات جو نالو ٨- ڪمزور ٩- زور تي، آسري.

## وائي

چاکي ٿا ڪَرَهَ قطارِيو، وو، مُون نِماڻِيءَ تان ڪِين نہ چَيو.

اَللهَ ڪارَڻِ، اوٺيا! اَئين واڳَ وَٺِي وَرُ وارِيو،

وو! مُون نِماڻِيءَ تان ڪِين نہ چَيو.

رَهو راتِ ڀَنيورَ ۾، تان ڪا گهڙِي هِتِ گهارِيو،

وو! مُون نِماڻِيءَ تان ڪِين نہ چَيو.

سِڪِي جنهن سَڱُ ڪِيو، تنهن مَعذورِ کي مَ مارِيو،

وو! مُون نِماڻِيءَ تان ڪِين نہ چَيو.

سائِينءَ ڪارَڻِ، سُپِرِين، دوستَ! دَرَسَنُ ڪارِيو[1]،

وو! مُون نِماڻِيءَ تان ڪِين نہ چَيو.

موڙِي مَجَرَ تارِيُون، چانگَنِ کي اَئين چارِيو،

وو! مُون نِماڻِيءَ تان ڪِين نہ چَيو.

اَيَري، عَبدُاللّطِيفَ ڏِي، واڳَ وَنهِيَلَ[2] اَئينِ[3] وارِيو،

وو! مُون نِماڻِيءَ تان ڪِين نہ چَيو.

## داستان پنجون

### ١

جيئن سو هَرَڻُ هُماءُ[4]، سَرگردانُ سَنسارَ ۾،

هِيءَ پَکُ[5] نہ کوڙِي پَٽِيين، هُو ڏَڙَ سِرِ ڏَري نہ ساهُ،

جيڪُسِ[6] تَنِ مُلاءُ[7]، سَنسُئِيءَ سُورَ پِرائِيا.

---

١ـ ڪرايو، حاصل ڪرايو ٢ـ مڙس، پتار ٣ـ اوهين ٤ـ (سوداءُ) وهمي پکيءَ جو نالو ٥ـ پير ٦ـ شايد ٧ـ وٺان.

٢

راتِ ڏٺائين روجهه[١]، ٻانءِ ڪِ اوٺي آئيا،
پِرِيَتِّي[٢] پِرِيَنِ جي، سِڪَڻَ ڪِي سَبوجهه[٣]،
هُئِي گهڻُو اَبوجهه، سُوَرَنِ سُونهائي[٤] سَسُئِي.

٣

روجَهه ڏِٺائين راتِ، هوتُ ڳوليندي حَبَ ۾،
ڪيچِيَنِ جي ڪَڙي ٿِيئِي، توءِ[٥] تَنين جي تاتِ،
ٻاروچاڻِي ذاتِ، مَناءَ[٦] مُٺِيءَ نَہ وِسَرِي.

٤

جَبَلَ ۾ جانارَ[٦a]، سَرَهَ[٧] گَڏِٻئي سَسُئِي،
ٻِنِيءَ ٻوءِ ٻَوارِئي[٨]، ٻانيَڙُ جي ٻاڪارَ،
هوبِتاڙِي هيڪارَ، مَولا! مون ڪي ميڙِيين.

٥

سَمَرُ جَنِين نَہ ساڻِ، هوتُ حِماتِي تَنِ جو،
ڪَري چِيچَ[٩] چِپَرَ ۾، پُنهُون اِيندو پاڻ،
ٿِيندِي رِيجَهه رِهاڻِ، لَحظِي مَنجِهه، لَطِيفُ چئي.

٦

پَسِي سِي سَرَهِي ٿِيئِي، جي مَيَنِ لنگهيا مَسَ،*
تتّ[١٠] تنهن کي ناهه ڪو، لَڪَ مِڙِيئِي لَسَ،
حُبَ جَهين کي هوتَ جِي، وندُرُ[١١] تنهن کي وَس[١٢]،
سَنديءَ نِچانگَنِ چَس[١٣]، پيرَ تَرَندءِ پَبَ ۾.

---

١ـ اڇن پيرن وارا هرڻ، جهنگلي جانورن جو قسم ٢ـ عشق ٣ـ سمجهو ٤ـ واقف ۽ هوشيار ڪئي ٥ـ تڏهن بہ ٦ـ من مان ٦a ـ جانور ٧ـ ڦاڙهي جهڙو جانور ٨ـ ٻؤ يا ڊپ واري، هيبتناڪ ٩ـ ناچ جو قسم * پيچرا جي اُن تڪليف سان لتاڙيا. ١٠ـ تت، اتي ١١ـ نئين ۽ جبل جو نالو ١٢ـ آبادي ١٣ـ ذائقو.

۷

سَسُئِي لَنگِهيو سو[۱]، مَردَ جنهن ماتُ ڪِيا،
جَبَلُ وَڏو جو، نُوڙِ[۲] مِڙوئِي نينهن ڪي.*

۸

جَبَلُ ماري جَکَ، جو آڏو آرِيچَنِ ڪي،
توٽي لَکَنِ لَکَ، سَي لَنگِهيندِيَس سِکَ سين.

۹

جَبَلُ جيڏوئِي، جو آڏو آريچَنِ ڪي،
وَٺِي وَرُ، واٽَ وِيا، بُرفَتَ[۳] بِروهِي،
رُجُنِ ۾ روئِي، پَسان شالَ پُنهُونءَ کِي!

۱۰

جَبَلَ سُجَن جالَ، آڏا آرِيچَنِ ڪي،
هاڙي ڏانهن هَٿُ ڪَٽِيو، ڇَپَرِ مِڙان شالَ،
ڪيچِي وِيٺَرِ ڪالَ،[۳a] تي[۳a] تِي ڏُونگَرَ ڏورِيان.

۱۱

ڇَپَرَ ڇَمَرُ[۴] يانئيان، ڪانيو ۾ ڪارو[۵]،
پَبُ وِجَهنديَسِ. پُٺِ تي، صُبُحِ سَوارو،
وَيَڻَ مُون وارو، ڪِينَ وِيهنديَسِ وِچَ ۾.

---

۱ـ اهو جبل ۲ـ هيٺاهين زمين* عشق اڳيان وڏو جبل بہ ميدان (آسان) آهي. ۳ـ ذات جو نالو، ڦورو، چور ۳a ـ ڪالهہ ۳b ـ تنهن ڪري ۴ـ ڪڪر، نالو جبل جو ۵ـ نالا ٽڪرين جا.

١٢

ڇَپَرَ ۽ ڇَپَرَ، تا لَڳَهَه[1] لَڳَنِ پاندَ ۾،
آڏا ڏونگَرَ ڪَرڪَرا[2]، ويڌَ[3]، وِنگايُون[4]، وَرَ،
آئُون پِيادِي پَنڌِيِن، نِماڻِي، نِڌَرَ[5]،
سُورِيُون جِتِ، سَگَرَ[6]، اُت پاتارِي[7] پيلي ٿِيِن!

## وائي

هينئڙو تو هُنِ ساري، منهنجو ساهُ سَيدَ کي تو ساري،
جيڏِيُون! آئُون هَلَندِي، وِيندِي هوتَ ڏي،
سَرَتِيُون! آئُون ڪَهَندِي، وِيندِي ڪيچَ ڏي.
هوتَنِ هَلَڻُ مَنَ ۾، ڪيرَ گهڙِي هِتِ گهاري،
جيڏِيُون! آئُون هَلَندِي، وِيندِي هوتَ ڏي،
سَرَتِيُون! آئُون ڪَهَندِي، وِيندِي ڪيچَ ڏي.
آسَرَ پَرِي آهِيان، مانَ واحِدُ آڻِينِ واري،
جيڏِيُون! آئُون هَلَندِي، وِيندِي هوتَ ڏي،
سَرَتِيُون! آئُون ڪَهَندِي، وِيندِي ڪيچَ ڏي.
پَندَ اڙانگا پَنڌِيِن، مون کي ڪوهيارو تو ڪاري[8]،
جيڏِيُون! آئُون هَلَندِي، وِيندِي هوتَ ڏي،
سَرَتِيُون! آئُون ڪَهَندِي، وِيندِي ڪيچَ ڏي.

---

١- ڪارا ڪڪر ٢- سخت، اڙڏا ٣- ويڌن، تڪليفون ٤- ڏنگايون ٥- نڌڻڪي ٦- رستا ٧- پتال، متجهيل ٨- ڪرائي.

سَچو سُخُنُ سُپرين، مانَ پُنهَلُ پنهنجو پاري،
جيڏيون! آئون هَلندي، وِيندي هوتَ ڏي،
سَرتيُون! آئون ڪَهَندي، وِيندي ڪيچَ ڏي.
ڄيرو اندَرِ ڄندَڙي، وِيو ٻاروچَلُ ٻاري!
جيڏيون! آئون هَلندي، وِيندي هوتَ ڏي،
سَرتيُون! آئون ڪَهَندي، وِيندي ڪيچَ ڏي.
وِڏا ڪَمَ ڪَرِيمَ تي، هِنَ ويچارِيءَ واري،
جيڏيون! آئون هَلندي، وِيندي هوتَ ڏي،
سَرتيُون! آئون ڪَهَندي، وِيندي ڪيچَ ڏي.
اَديُون! عَبدُاللطِيفُ چِي، وِهَندُمِ ڪِينَ وِساري،
جيڏيون! آئون هَلندي، وِيندي هوتَ ڏي،
سَرتيُون! آئون ڪَهَندي، وِيندي ڪيچَ ڏي.

## داستان ڇهون

١

آڏَ ترِاڇا[١]، آهُڙا[٢]، ڏُونگَر ڪَبي ڏاڪا،
ڪِيَمِ آهَ عَجِيبَ ڪي، سِڪَ مَنجهان سا ڪا،
پيئِي هَتِيڪِي هوتَ کي، ڪُوڪَ وَجِي ڪَنِ[٢a] ڪا،
منهنجو وَسُ واڪا، ٻُڏَنُ ڪَمُ ٻَروچَ جو.

١- ڏنگا ڦڏا، آڏا ابتا ٢- اوڪا، اهنجا. ٢a-(ڪن رسالن ۾)ڪاڪا

۲

آڏِتراڇا آهُڙا، ڏُونگر کي ڏاڪا،
وَٽِي وَرُ واٽَ ٽِيا، بَرِ چَڙهِي باڪا[۱]،
ڦٽِيا پيرَ فَقِيرَ جا، چَڙهندي چَڙهاڪا،
هُيَنِ جِيءَ اندَرِ جا ڪا،[1a] وِيا پُڄائي پانهنجي.

۳

آڏِتراڇا آهُڙا، ڏاڪا ڏُونگر کي،
هُو جي وَرَ وِندُرَ جا، مارِيندا مُون کي،
هاڙهو هيٺِيءَ کي، لَنگهائِج لَطِيفُ چي.

۴

آڏِتراڇا، آهُڙا، وِندُرَ وَراڪا وَرَ،
حُبَّ جِنهِين کي هوتَ جِي، سا ڏورِيندِي ڏُونگَرَ،
پَهُچايين، پَرَوَرَ! لُطِفَ سانُ، لَطِيفُ چي.

۵

آڏِتراڇا آهُڙا، وِندُرَ وَراڪا واڪَ،
اُجهايَسِ[1b] اُٺَنِ جي، ڦوڙائي فِراقَ،
پُنهُون پَرَمَلَ پاڪَ! واحِدَ لَڳِ وَرِيجِ تُون.

---

۱_ بانڪا، بهادر. 1a_ جيڪا 1b_ ساٿي ڪَيَس، نِسَتي ڪَيَس.

٦

آڏ ڌِراچيا آهُڙا، وِنگا وَرَ واٽُنِ،
جيرا، جِگَرِ، بُڪِيُون، آرِيَ لَئي آٽَنِ[1]،
ڪَسَي[2] ڪُنواٽَنِ[3]، سَنيُوڙا[4]، سَيّدُ چئي.

٧

ڪوڏِرِ نَہ ڪاتِي، جنهن سان تَڪَرُ تانڪِيان،
جيڪو جَبَلُ لنگِهيان، سو هَيبَتَ جو هاٿِي،
پِريَنِ جا پاتِي، سا جَڙَ جِيئَري نَہ لَهي.

٨

ڪَرِڙا[4a] ڏُونگَرَ، ڪَهَ[5] گهٽِي، جِتِ بَرَ پَٽَ، بَيرانُ،
ڏاهَنِ ڏاهَپَ وسَرِي، ٿيا حَرِيفَ ٿِي حَيرانُ،
سَسُئيءَ لَنگِهيو، سَيّدُ چئي، مَحَبَّتَ سين مَيدانُ،
جنهن جو آريانِي اڳوانُ، تنهن جي ڪانهي باڪَ[6] بَهيرَ[7] ۾.

٩

ڪَرِڙا ڏُونگَرَ، ڪَهَ گهٽِي، جِتِ واٽُنِ تي وارِي،
آڏا لَڪَ، لَطِيفُ چئي، بَرَ سُجَنِ بارِي[8]،
جا مَنزِلَنِ[9] مارِي، سا، قادِرَ ڪيچ رَسائِيين!

---

١- سڙن ٢- ڪشي، چڪي ٣- جڙا اٽ ۴- تيار ٿيا ۴a-ڪَهر، ڏکيا ٥- منّي، دز ٦- بات، پچار ٧- قطار ٨- وڏا ڳرا، تڪليف وارا ٩- ڊاهن، گهٽي پنڌ.

۱۰

ڪَرِڙا ڏُونگَرَ، ڪَهَه گھِٽِيُ، جِتِ جَبَلَ گُوناگُون[1]،
ليڙَنِ جون، لَطِيفُ چئي، تَنگِ[2] تَنوارُون پُونِ،
جَن ڏِٺو پِيرُ پُنهُونءَ جو، سي نه ڪِين رُونِ نه ڇُونِ،
هُوندَنِ[3] مَٿي هُونِ، لاڳاپا هِنَ لوڪَ جا*.

۱۱

ڪَرِڙا ڏُونگَرَ، ڪَهَه گھِٽِيُ، جِتِ ماتَرِ[4] مَتانهِين،
سُڄَنِ ٿيا، سَيّدُ چئي، اُتِ مِرُون مَهائِين[5]،
تُون، آرياڻي! آهِين، مَنَهِ[6] مَعذُورِيَنِ جي.

۱۲

ڪَرِڙا ڏُونگَرَ، ڪَهَه گھِٽِيُ، جِتِ وِيا روڏا[7] رِنگائي،
ساڳا پِي[8] سيڻَنِ جي، ٿِي وِندُرِ واجهائي،
رهِيَس، رَسُ، لَطِيفُ چئي، تنهن ڪَمِيٽِيءَ ڪاهي،
آرِياڻِي آهي، مَنَهِ مَعذُورِيَنِ جي.

۱۳

ڪَرِڙا ڏُونگَرَ، ڪَهَه گھِٽِيُ، جِتِ رِڻُ تَتو رائُو،
تِتِرُ تِئي مَ تَنِ ڪي، ڏُونگَرَ ۾ ڏائُو،**
جَڏهِن ڄامُ پُنهُون جائُو، تَڏهِن تِي وَسَ وَٽِڪارَ ۾.

---

۱- قسمين قسمين ۲- لڪ ۾ ٿوريون ۳- هستيءَ وارن * دنيا جو مامرو جيرن لاءِ آهي تارڪن کي هن دنيا سان ڪهڙو واسطو! ۴- ماٿري ۵- وڏا ٦- ڇپر، پناه، اجهو ۷- اٺ ۸- ماٺتيءَ **- شل! تتر سندن ڪابي پاسي کان نه ٻولي- (اهو بد سوڻ آهي).

۱۴

سِڪِي جان سُتياسِ، تان سِڪَ سُمَهَڻُ نه ڏئي،
جاڳِي سُتِيَسِ جَنِ لئي، سي آيا تان نَہ اُٿياسِ،
پينَرُ! اُٺون پِلياسِ، نَہ تَہ سِڪَ سُمَهَڻُ چا لَڳِي.

۱۵

ماڻِڪَ[1] مِٽُ سَندومِ، اُونداهِيءَ ۾ سوجهرو،
حَشَرَ ويلَ حِسابَ ۾، چِڏِي نَہ وِيندومِ،
سارِيو سَڌُ ڪَندومِ، ڪوهِيارو ڪيچَ- ڏِٺي.

## وائي- ۱

ويندِيَسِ ڪيچ ڪَهِي، سيڻَنِ سانُ سَهِي[2]،
وو پينَرُ! اُٺون جِيئَندِيَسِ تان نَہ جَتَنِ ري.
وِهان ڪيئن ماٽِ ڪَري، هيڏو سُورُ سَهِي[3]،
وو پينَرُ! اُٺون جِيئَندِيَسِ تان نَہ جَتَنِ ري.
هيڏِي شَهَرَ پَنيوَرَ ۾، سارِيان ڪونَہ سَهِي[4]،
وو پينَرُ! اُٺون جِيئَندِيَسِ تان نَہ جَتَنِ ري.
اَڳِيان آرِيءَ جامَ جو، وِيَڙو ساٿُ وَهِي،
وو پينَرُ! اُٺون جِيئَندِيَسِ تان نَہ جَتَنِ ري.
صَبحَ ڏُونگَرُ ڏورِيان، ڪنهن پَرِ راتِ رَهِي،
وو پينَرُ! اُٺون جِيئَندِيَسِ تان نَہ جَتَنِ ري.

---

۱- ياقوت (پنهون) ۲- برابر، تحقيق ۳- برداشت ڪري ۴- ساهي، آرام.

## وائي-٢

گهمان جالَ جَبَلُ، مِيان! جيڏِيُون! جانِبَ جَتَ لئي،
ڏورِينديَس ۾ ڏُونگرين، ڪَنديَس آئُون اُڇلُ،
جيڏِيُون! جانِبَ جَتَ لئي.
هيڏي شَهَرَ ڀَنيورَ ۾، رَهان نا هِڪُ پَلُ،
جيڏِيُون! جانِبَ جَتَ لئي.
پُنهُون پاڻ نَہ وَڃِڻو، ڪو مُنهِين ۾ وَلُ[1]،
جيڏِيُون! جانِبَ جَتَ لئي.
اوڏي ٿِي، عَبدُاللّطِيفُ چي، هوتَ ڪارَڻِ هَلُ،
جيڏِيُون! جانِبَ جَتَ لئي.

## داستان ستون

١

پُنهُون سين پِريتِ جو، ڪو جو پيچُ پِيومِ،
ڀَنڀِي[2] هِنَ ڀَنيورَ ۾، وِهَڻُ وِهُ ٿِيومِ،
مَتيُون[3] موتَڻُ سَنڌِيُون، ڪاڪيُون! ڪِيمَ ڏِيومِ،
سَرَتيُون! ساھُ سَندومِ، ٿِيو حَوالي هوتَ جي.

١- ور، ڏنگ، عيب ٢- بي ڍڱلي، بدزيبي ٣- صلاحون.

۲

ڪُچاڙِئان ڪاهي، شُتَر[۱] اُنِ سِينگاريا،
تَلِيُون، تؤنرَ، هَلوِيُون[۲]، وِيا چيرون[۳] چمَڪائي،
لَنگهيا لڪَ، لَطِيفُ چي، وِيا ڪَرَهَلَ ڪُڏائي،
ٻانيَڻِ کي ٻَروچَ جو، آسَرو آهي،
واڳُوُن وَرائي، ڦيرِينِ مانَ فَقِيرِ تي!

۳

ڏانجَهنِ تي ڏانجها،[۴] ڏِنائُون ڏُکِيءَ کي،
لَڪِيَسِ نائُڪَ[۵] نينهن جِي، ڪُڙِهه[٦] اَندَرِ ڪا جا،
تَرَنِ ۾ تاجا[۷]، ڪَري مُنڌَ مِرُنِ سين.

۴

ڪو مِنهُن[۷a] ڪُنَلِ آئِيو*، وَسِ نہ ويچاري،
هوتَ! تنهنجي هَٿَ ري، پَهُچي نَہ پارِي[۸]،
اَچِين جي، آرِي! تہ پاندَ پُڄِي لڪُ لنگهِيان.

۵

ڪو مِنهُنِ ڪُنَلِ آئِيو، ناهِ ويچارِيءَ وَسِ،
هوتَ! تنهنجي هَٿَ ري، گولِي ٿِئي مَ گسِ،
ڏُکَ ڏُکِيءَ کي ڏُسِ، تہ مُوڙهِيءَ ڪو مُنهُن ٿِئي[۹].

---

۱- اُٺ ۲- الن جي سينگار جون شيون ۳- آواز ڪندڙ زيور ۴- ڏنجهن يا عذابن تي عذاب ۵- نؤڪ ٦- سيني ۷- جتا، لولي؛ رهاڻ ۷a- بهانو، عذر، رنڊڪ * ڪنلَ جي منهن سامهون اهڙي ڪا مصيبت آئي. ۸- پاليل؛ ٻانهي ۹- منهن ٿئي، بلو ٿئي.

٦

ڪَڏهن تان ٻاجَهہ پَئي، ساڄَنَ! مُڄُ[o] سَلامُ،
سِڪَ تنهنجي سُپرين، ڪِيو تَنُ تَمامُ،
هَتين حاجَ وِهُ تِئي،[oa] نيٽين نِنڊَ حَرامُ،
دوسَ! نَہ سَهان دامُ[١]، تُونِ وِنڌُرِ تو ويلا ڪَرين[٢].

٧

سُرَهِي مَنجهان ساٿَ، آئِي بُوءِ ڀَنيورَ کي،
ٻِيئا بازارِنِ ۾، لائي جَتَ جَباتَ[٣]،
سَنڌِيَ هوتَ حِماتَ[٤]، ڪيچ پَهُتو قافلو.

٨

بَرُ مِڙوئِي بُوءِ، چَپَرَ چاڙُون[٥] مُڪِيُون،
ٻَهِ ٻَهِ تِي ڀَنيورَ ۾، هَنڌَ مِڙيئي هُوءِ[٦]،
راٽِنِ وَرِي رُوءِ[٧]، گُوندرَ لَٿا گولِيين.

٩

جَڏهن پيئي ڄَٽَ، چَپَرِ هوتَ پُنهُونءَ جِي،
ٻَرَهي[٨] وِينيُون پَٽَ، گُوندرَ لَٿا گولِيين.

١٠

جَڏهن پيئي باسَ، چَپَرِ هوتَ پُنهُونءَ جِي،
اَديُون! آرِيچَنِ جا، وَٽِنِ مُڪا واسَ،
آيَلِ! پِنِي آسَ، پُنهُون آيو ڪيچَ ۾.

---

o- مُنج، موڪِل، اُماڻِ. oa- تي (لاڙي لهجي ۾) ١- دم، پل ٢- وقت گذارين، دير ڪرين ٣- عمدي مشڪ (زباد) ٤- حمايت، مدد ٥- خوشبوءِ ٦- خوشبوءِ ٧- منهن وريو، سرهيون ٿيون ٨- پهري، ڍڪي.

۱۱

آيلِ! اوطاقُون، ڪَري ڪيچِي هَلِيا،
سُڪِيُون نہ سيڻَنِ جي، ماڳَنِ تان ماڪُون،
نِسورِيُون ناڪُون[۱]، سَجِي[۲] هَلِيا سُورَ جُون.

۱۲

جَتَنِ سان جانڪُون،[۲a] سَرَتِيُون! مُون سَڱُ ٿِيو،
ڪَري ڪوهِيارو وِيو، تَنُ چِڃِي تانڪُون[۳]،
آئُون پُڻِ تَڏاڪون[۴]، اَدَ-ڏُڪوئِي آهِيان.

۱۳

مَتان ڪا، ٻَڙِي! ٻولَ ٻاروچي وِسَهي،
هوندَ نہ سُتِيَسِ، سَرَتِيُون! وِيهِي رَهِيَسِ وَڙِي[۵]،
جَتَ پِنهنجي جُوءِ ۾، گهارِنِ مانَ گهڙِي،
ڪيچِيَنِ آن نہ ڪَڙِي، ڪنهن ڏُڪِيءَ ڏاوَڻُ ڏائِيو.*

۱۴

ڏيرَنِ ڏوهُ نہ جيڏِيُون، ماءِ! مِڙوئِي مُون،
آئُون اَسُونهِين، اُو سُونهان، پِرِين سَندا پَرِيُون[۶]،
اَصلِ آرِيءَ جامُ جو، پاندُ نہ پُڄِتوسُون[۷]،
جنهن جو تونهِين ٿُون، سي پِيادِيُون پَهُچائِيين!

---

۱- نائڪون، تيز چهنبون ۲- هٿي ۲a- جنّهن ڪان ۳- تڏهن ڪان ۴- انهيءَ وقت کان ولي ۵- واٽجي، مڙهجي * پنهونءَ کي آئون ڪڙي نہ آهيان، پر شادي وقت ڏاوڻ ڏائڻ جي رسم ڪنهن نياڳيءَ ادا ڪئي آهي، جو ڏيرن مون سان هي ظلم ڪيو آهي.
٦- پرديسي ۷- پهتوسون.

۱۵

اَدِيُون! آئُون نہ تيئَن، جيئَن پِرِيَتَئُو پِرِينِ سين،
پَدِّي سُتِيَسِ سوگهو، چِلوَرُ[١] چاتِيءَ سِينءَ،
تہ ڪيچِي ڪاهي ڪَرَها، مونهان وَڃَنِ ڪِيئَن؟
ڏوهُ منهنجي ڏينهن[٢]، پُنهُونءَ کي ڪامَ ڇَئي.

## وائي ا

لَڳُڙِي آهِ لغارَ، وو! يارَ! لُونءَ لُونءَ[٣] ۾ لالَنَ جِي،
سَنڌَ سَنڌَ ۾ ساڄَنَ جِي.
آئُون سُتِي، هُو هَلِيا، سَنجهي تِيئڙا سُوارَ،
وو يارَ! لُونءَ لُونءَ ۾ لالَنَ جِي.
جيڪِين اورَڻُ پِرِيَنءَ سين، جيڪِين پرِيَنِ پَچارَ،
وو يارَ! لُونءَ لُونءَ ۾ لالَنَ جِي.
ڪُوءِ[۴] سي جيئڻ ڏينهڙا، جي پُونِ پِرِيَنَان[٥] ڌارَ،
وو يارَ! لُونءَ لُونءَ ۾ لالَنَ جِي.
لَڳِي آهي، نہ لهي، سَنڌِي عِشقَ پَچارَ،
وو يارَ! لُونءَ لُونءَ ۾ لالَنَ جِي.
گهڻُو اُڪَنڊِي آهِيان، تَنِ جَتَنِ جي جِنسارَ[٦]،
وو يارَ! لُونءَ لُونءَ ۾ لالَنَ جِي.

---

١- چليوارن گهنبدار وارن وارو (پنهون) ٢- قسمت ٣- وار وار ۾ (رگ رگ ۾).
۴- ڪڏ ۾ پون ٥- پرين کان ٦- سينگار.

گَڏِي وينديَسِ گسَ ۾، ڪاڪِيُون! سانُ قَطارَ،

وو يارَ! لُونءَ لُونءَ ۾ لالَنَ جِي.

ميخُون مَحَبتَ سَنديُون، هينئَرِي مَنجهِ هَزارَ،

وو يارَ! لُونءَ لُونءَ ۾ لالَنَ جِي.

ڪانگَنِ قَطارُون ڪِيُون، چُڪِيءَ[1] ڪي چَوڌارَ،

وو يارَ! لُونءَ لُونءَ ۾ لالَنَ جِي.

آئُون نِماڻِي نِڪَڻِي[2] دَمِجِ[2a] تُون دِلدارَ،

وو يارَ! لُونءَ لُونءَ ۾ لالَنَ جِي.

## وائي-٣

هوتَنِ بِنا نِي، مِيان! دَردَ فِراقَ نِي، مِيان!

پُنهُونءَ سائِينءَ جيڏِيُون! اَلولو! مارِي آهيان!

اَڏِيُون! آرِيچَنِ جي، آئُون نِهوڙِيَسِ نِفاقَ،

هوتَنِ بِنا نِي، مِيان!

ڏُونگَرُ ڏورِيو نَہ ٿِئي، مُون وِلِهيءَ ڪان واڪ[3]،

هوتَنِ بِنا نِي، مِيان!

---

١- ٿڪل، مانديءَ ٢- بيجان، نِستي ٢a- ساه وجهج، جيئرو ڪج ٣- اصل، بنه.

## وائي-٣

تَنِ پِرِيَنِ کي اُڪَنڊِي آئُون، لَڪَ لنگھِيائُون،
ڏيرَ قَرارِيا ڏيهَ ۾، تَنِ اُتَنِ گھورِي آئُون،
چَڙهِي ڏادِين ڏُونگرين، ٻانيَڙِ اُچَلِي ٻانهُون،
ڏيرَ قَرارِيا ڏيهَ ۾.
هُيَسِ پاسِ پَرِتَ جي، ٻانيَڙِ ڏِيءَ نائُون،
ڏيرَ قَرارِيا ڏيهَ ۾.

## وائي- ٤

چورِي چَڏِ مَ ڇَپَرين، ٻاروچَلَ! ٻانهِي.
جانِبَ جَهِڙو جَڳَ ۾، ناهي ڪو ثانِي،
چورِي چَڏِ مَ ڇَپَرين.
پُنهَلَ! نِيو پانَّ سين، پورِهيَتِ پَرِتِياڻِي،
چورِي چَڏِ مَ ڇَپَرين.
پورِهيو ڪَندِيَسِ پِرَ** جو، پَرِيندِيَسِ پاڻِي،
چورِي چَڏِ مَ ڇَپَرين.
هوتَ! مَ چَڏِيو هيڪَلِي، هِيءَ جا وِندُرِ وِڪاڻِي،
چورِي چَڏِ مَ ڇَپَرين.
اَدِيُون! عَبدُاللّطِيفُ چي، اِيندَمِ آرِياڻِي،
چورِي چَڏِ مَ ڇَپَرين.

---

٥ پِرينءَ

# سُرُ ڪوهيارِي

## سر بابت:

ڪوهياري معنيٰ جابلو. هيءُ سر شايد جابلو قومن جو رچيل آهي.

## مضمون:

هن سر ۾ آيل مضمون جو تعلق، سسئي ۽ پنهونءَ جي آکاڻيءَ سان آهي، جا ۳۷۰ صفحي تي ڏنل آهي. جيئن هن سر ۾، سسئيءَ جي ڏونگرن ڏورڻ ۽ جبلن جهاڳڻ جو بيان آهي، تنهن ڪري مٿس اهو نالو رکيو اٿن.

## روحاني راز:

صوفين جو چوڻ آهي ته سالڪ جي حالت هميشه ساڳي نٿي رهي: سالڪ، رياضت ڪري، عيب ۽ اوڻايون دفع ڪري ٿو، پر جيڪي خاميون اڃا رهجيو وڃنس، تن جي ڪري الاهي نور جو جلوو، ڪڏهن گهٽ ٿيو وڃيس. انهيءَ وقت، هو اها اندر جي اونداهي ڏسيو ڏکيو وڃي. انهيءَ حالت کي، صوفي 'قبض' يا 'حجاب' يا 'استتار' سڏيندا آهن. هو جڏهن وري توبهه ۽ رياضت ڪري ٿو، تڏهن الاهي نور جون دل ۾ پالوٽون ڏسي ٿو، جنهن کي "بسط يا ڪشف" جي حالت چئجي ٿي. اهي مختلف حالتون تيسين تائين جاري رهنديون جيسين تائين هو نفس کي پورو پورو فنا نٿو ڪري ڇڏي. جيئن سسئيءَ کي ڏونگر ڏوري محبوب جو وصال حاصل ٿيو، تيئن سالڪ کي به ڪشالا ڪڍي واصل باالله ٿيڻ گهرجي. وڌيڪ ڏسو روحاني راز سر سسئي آبري صفحه ۽ روحاني راز سر سسئي آبري صفحه ۽ روحاني راز سر معذوري صفحه ۽ روحاني راز سر ديسي صفحه تي.

# سُر ڪوهياري

## داستان پهريون

۱

لَيلَ[۱] نہ جاڳينءَ لِڪَ[۲] سين[۳]، ڪُلّي[۴] ننڊُ[۵] ڪِياءِ،
ٿِمر تِي[۶]، پَهُچُ قَرِيبَ ڪي، اِجلِس[۷] تو نہ جڳاءِ،
مُٺِي! مِزمانَنِ سين، وِيهي راتِ وِهاءِ،
جِيلاَنهن نِندَ ڪِياءِ، تي روزُ رَهين تِي راهَ ۾.

۲

لَيلَ نہ جاڳينءَ لِڪَ سينءَ، شامَ سُتِينءَ سڀَ راتِ،
اوڳِي[۸]! اوٺيئَڙَن جا، تِي پَهَ[۹] پُڇِين پِرِياتِ!
تِيءُ سَگِرِ[۱۰] تَنِ جي ساٿِ، تہ پورِي! ڪنهن پالُ مِڙين[۱۱].

۳

اَيلَ نہ جاڳينءَ لِڪَ سينءَ، سُتِينءَ راتِ سَڄِي،
هِتان هوتاڻِيَنِ جُون، وِيئُون خُرزِينُون کَڄِي،
پورِي! تُون نہ پَڄِي، سڀِ ڪنهين ساٿَ مِڙين؟

---

۱- راتِ ۲- ذري ۳- تائين ۴- سموري ۵- ننڊ ۶- اٿي تيار ٿي ۷- ويهڻ (سستي) ۸- نادان ۹- رستا، ڏس ۱۰- راه ۱۱- فائدو حاصل ڪرين.

۴

اِجلِس ڪَري اُٺِيا، تَنواريو توڏَنِ،
نَوِمَ نوازيئہ، اُنِ جي، مَرحَبا موڏَن *،
رِڙهِي رَسُ روڏَنِ **، اَليوم سِيرُوا[1] سَسُئِي!

۵

غافِلِ! غَفِلَتَ ڇوڙِ، تُون ڪيئَن اَٽاسِي[2] اوجَهرين[3]؟
ڇُپا تا ن[4] ڇَڙهِي وِيا، وَجي پَهُتا توڙِ،
نيٽين نِندَ اُڪوڙِ، جِمَ[5] وَرَنِ ۾ واڪا ڪَرين.

٦

سَنجهي رَهين سُمَهِي، غافِلِ! مَنجِهہ گهرَنِ،
ليڙَنِ[5a] جو، لَطِيفُ چي، ڪَرَڳَلُ[6] سوءِ[7] نَہ ڪَنِ،
سي ڪيئَن مُحِبَ مِڙَنِ، جي سَنجهي رَهَنِ سُمَهِي.

۷

آلوڙو[8] اَڪِيَنِ، آيمِ نِندَ اَياڳَ ڪي،
هاٿي هِنَ يَنيورَ ۾، گهارِيان ڪارَڻِ ڪَنِ،
اَدِيُون! اونيٺڙن، هِنئين سين هاڃو ڪِيو.

۸

جَڏِهن سُتِيُون جي، پَٽَرِ[9] پيرَ ڏِگها ڪَري،
تَڏِهن تَنِين ڪي، ساٿَ سُتيئِي ڇَڏِيو.

---

* طعني طور تي چوي، تہ "سسئي توتي ننڊ نوازش ڪئي؛ وري بہ شاباس آهي اٿن ڪي، جو سجاڳ رهيا." (سگن بِنا، اٿن) ** نوڙهن، اُٺن. ١- اڄ سفر ڪر، اٿي هنن پنيان ڪاهہ ٢- بي نڪي ٣- جهوٽا يا پنڪيون ڪائين ۴- چپ چاپ ۾، ماٺ ميٺ ۾ ۵- متان ۵a اُٺن ٦- آواز ۷- ٻڏءِ ۸- آرس، گهيرٽ ۹- پٿراٽي يا بستري تي، سمهڻ جي جاءِ.

۹

سُتيڻءَ پيرَ ڏِگها ڪَري، وَڏِي جاڙَ ڪِياءِ،
ڏَرَ يَرِ اُپيڻءَ دوسَ جي، تہ سُرِ پُرِ هُوند سُياءِ،
اَصلِ آرِيءَ ڄامَ جِي، سَڳِي تُون نہ سِياءِ[1]،
پُنهُونءَ سين پِياءِ، تِي، نِياڳِي! نِندُون ڪَرين.

۱۰

اِي ڪَمَ ڪَميڻيَن، جيڻن سُمهَنِ پيرَ ڏِگها ڪَري،
لوچين چو نہ، لَطِيفُ چي، هارِي! لَئِي هوتَنِ،
نِندان[2] نِياڳِنِ ڪي، اوپالا[3] اَچَنِ،
سي پُنهُون ڪوهُ پُڄَنِ، جي سَنجهي رَهَنِ سُمَهِي.

۱۱

سُتيڻءَ سَوَارِي[4]، مُنهن ويڙهي مُتَنِ جيڻن،
ڏِٺِي نہ ڏيرَنِ جا، چوڏارِي چارِي[5]،
تيلانهن، ويچاري، ساٿُ سُتيئِي لَڏِيو.

۱۲

سُتيڻءَ سنجهي ئي، منهن ويڙهي مُتَنِ جيڻن،
اوجاڳو اَڪِيَنِ ڪي، ڄاتوءِ نہ ڏِيئي،
هَتانَ تو پيئِي، تِي ڪَڇو[6] ڪيڇِيَنِ ڪي ڪَرين!

---

۱ـ مائِٽنياڻي ۲ـ نند ڪان ۳ـ عتاب، ڏوراپا، جهوٽا ۴ـ سوپل ۵ـ جاسوس ٦ـ داغدار، ڏوهاري.

۱۳

اوچاڳو اَڄاڻ، ڪِيئي نہ ڪَميڻيَن جيئن،
اَساري اِهَڙيءَ پَر، پيئي ڪيچن سين ڪاڻ،
ٻانهِي چايو پاڻ، تِي سَڄيون راتيُون سُمَهين!

## وائي

گِلا ڪا مَ ڪَري، لِکِيو تان نہ ٽَري،
ٻَڙي جيڏيُون! منهنجي وو شَهَرَ ڀَنڀورَ ۾.
جو سينگارُ سَرَتيين، سو مُون ناهِ گَهري[1]،
منهنجي وو شَهَرَ ڀَنڀورَ ۾.
جِهَڙي تَهِڙي حالَ سين، وَڃان پيرَ ڀَري،
منهنجي، وو شَهَرَ ڀَنڀورَ ۾.
جنهن وَٽَ هيٺان هَليا، سَڄَڻَ سانگُ ڪَري[2]،
منهنجي، وو شَهَرَ ڀَنڀورَ ۾.
لامُون تنهن وَٽَ سَنڌيُون، لوڏِيان، لايان گهري[3]،
منهنجي، وو شَهَرَ ڀَنڀورَ ۾.
قَضا جا ڪَريمَ جِي، ڪِنهن تان ڪِينَ ٽَري،
منهنجي، وو شَهَرَ ڀَنڀورَ ۾.
جيڪي لِکِيو لوحَ ۾، پَارِيان، تان نہ پَڙي،
منهنجي، وو شَهَرَ ڀَنڀورَ ۾.
اَدِيُون! عَبدُاللّطِيفُ چي، شَلَ قادِرُ ڪَرَمُ ڪَري!
منهنجي وو شَهَرَ ڀَنڀورَ ۾.

---

۱- وٽ، گهر ۲- سفر ڪري، وڃوڙو ڏئي ۳- پاڪر پائيان.

# داستان ٻيو

١

ڏونگر! تون ڏاڍو، ڏاڍا، ڏاڍايون ڪرين[١]،
مون تن اندر تيئن وهين، جيئن وڻ وڍي وادو،
اي ڪرم جو ڪادو[٢]، نات پٿر ڪير پند ڪري؟

٢

ڏونگر! ڏک سنداءِ، پرينءَ گڏجان ته چئان[٢a]،
ٻنيءَ ٿيين ٻوارئون[٣]، ٻيا ونگا ور سنداءِ،
چڱي ڪانه ڪياءِ، پير وڃايئي پرينءَ جو.

٣

ڏونگرا ڏس پرين جو، قاف![٣a] نه ڏئين ڪو،
قطاريا ڪاله ويا، توڏا وٽان تو،
هوت مٺيءَ جو هو، ڪو ساڃن انهين سات ۾.

۴

ڏونگرا ڏس پرين جو، قاف! نه ڏئين ڪل،
قطاريا ڪاله ويا، توڏا توهين جهل[۴]؟
سٽي هوت هڪل، مان ٻڌي ٻاروچو وري.

---

١- سختيون ڏين ٢- قضا يا قسمت جي ڪشش ٢a- چوان ٣- ڊپ وارو، خوفناڪ ٣a- ڪوه قاف، (اصطلاحي معنيٰ) جبل، ڏونگر ۴- تنهنجي ٻرسان، تو وٽان.

۵

ڏُونگَرَ! ڏوراپو، پِهريون[1] چُونَدِيَسِ پِرِينءَ کي،
"پَهَڻَ پيرَ پِٽُون ڪيا، تَرِيُون چِنيُون تو،
رَحمر نہ پِيَئِي رُوحَ ۾، قَدُرُ منهنجو ڪو،"
واڪو ڪَندِيَسِ، وو، مون سين جَبَلُ تو جاڙُون ڪري.

٦

ڏُونگَرَ! مُون نہ ڏُکوءِ، آئون اَگَ ڏُکوئي آهِيان،
سارِيان ڪونَہ سُکوءِ[2]، سُورَ گهٽيِيي سَنيرَان.

۷

ڏُونگَرَ! ڏُکويَنِ کي، دِلاسا ڏِجَنِ،
گهِٽُو پُڇِجي تُنِ کي، جَنِ وَتان هوتَ وَڃنِ،
تُون ڪيئَن سَندا تَنِ، پَهَڻَ[3]! پيرَ ڏُکوئِيين؟

۸

ڏُونگَرَ! ڏُکَ پَئِي، ڪِيَمرِ توسين ڳالهڙي،
پاٽان آئون مُئِي، سُورُ سُٽائي پرينءَ جو.

۹

ڏُونگَرَ! مُون سين رو، ڪَڍِي پارَ پُنهُونءَ جا،
سَجَڻُ هومِ هيڪَڙو، وِيو ڦوڙائي[4] سو،
ڪنهن کي ڏِيان ڏوهہ، مون سين ايرادي[5] ايئن ڪِيو.

---

۱- اولِ ۲- تنهنجو سک ۳- اي جبل ۴- جدائي ڪري، فراق ڏيئي ۵- قسمت.

ڏُونگَرَ! ڏُکويُون، تو ۾ اوڙَڻُ[۱] آئيُون،
جي اَچَنِ ڦوڙايون،[۱a] ڏِجَنِ دِلاسا تَنِ کي.

۱۱

ڏُونگَرَ! ڏُکوينِ کي، ڳَلِ سُکا ڳوڙها،
هو جي پَهَڻَ پَٻَ جا، پَنجي ٽِيا پورا[۲]،
گوندَرَ[۳] جا گهوڙا[۴]، وَڃَنِ جانِ جُدا ڪِيو.

۱۲

ڏُونگَرَ! ڏِيهاڙِي[۴a]، پاڻُ مَٿان تو گهورِيان،
تو مَنجِهه رِهاڙِي[۵]، سَدا ٻاروچَنِ جِي.

۱۳

کي جي کَڌِيا پارَ، ڏُکي ڏُونگَرَ پاڻُ ۾،
سُٽِي سا تَنوارَ، مِرُون پِيا مامِري[۶].

۱۴

ڏُونگَرَ پُونيِنِ[۷] کِيرَ[۸]، سَڄَڻَ ميخُون ڏُونگرين،*
هَهِڙا سيڻَ سُڌِيرَ، کِينَ لَهَندينءَ کي ٻيا.

۱۵

ٻَٽِي ويٺا رُونِ، ڏُکِي ڏُونگَرُ پاڻُ ۾،
کنهن کي کِينَ چُونِ، مَنجِهنِ جو پِرِيتڙو[۹].

---

۱- سور سلڻ ۱a- ڦوڙائي، فراق جون ماريل، وچڙيل ۲- ذرا ذرا ۳- غمن ۴- لشکر، انبوه، ڪٽڪ ۴a- ڏهاڙي، هر وقت ۵- رهاڻ، ذکر ٦- عجب، افسوس ۷- زمين لاءِ ۸- کلا * زمين کي محکم رکڻ لاءِ جبل مثل کلين وانگر کتل آهن. ۽ سڄڻ وري ڏونگرن کي محکم رکڻ لاءِ ميخ مثل آهي. ۹- پريت، محبت.

۱۶

اَڄُ پُڻِ وينو رويءِ، ڏِکي ڏونگرُ پاڻَ ۾،
ڪوهِياري جو ڪويءِ، اَچي سُورُ اُڏَمِيو[۱].

۱۷

ڏونگرُ، تہ ڀيلي، ڏِجي ڀَنِ ڀيلِيَنِ ري،*
ڪانہ چُلَندِي[۲] چَپَرِين، سائُسِ سَهيلِي،
چوٽِيُون[۳] چَنبيلِي[۴]، جيئَن تيئَن جهاڳي اُڪَتِي[۵].

۱۸

ڀَڙي! تہ ڀيلي گهٽا، ساٿِي پُڃِي سُڪَ،
رِفاقَتَ رُڃَنِ ۾، ڏونگَرَ ڪارِي[۶] ڏُکَ،
آرِيءَ جو اُهُڪُ[۷]، مُون رَهَنُما راهَ ڏِيو.

## وائي

آهِيان جَنِ سَندي، ڙي آڙي مِيان!
مون کي تان سي نہ ڇَڏِيندا هوتا.
پُهائِيندِيَسِ[۸] پُنهُونءَ کي، اُئون ڳِچيءَ پائي گندِي،
مون کي تان سي نہ ڇَڏِيندا هوتا.
وينِي آهِيان واٽَ تي، آهِيان آسَرَوَندِي،
مون کي تان سي نہ ڇَڏِيندا هوتا.

---

۱ـ جوش ۾ آيو * ڏونگر ڏورڻو هجي تہ ساٿي ضرور هجي نہ تہ همراهَن سواءِ ڏونگر ڏورڻ ڪڏ ۾ پوي ۲ـ جهاڳيندي ۳ـ جبلن جون چوٽيون ۴ـ ٻانهيءَ (جو نالو) ۵ـ نڪتي، اُڪري ٦ـ اڪاري ۷ـ اُهنج، (عشق) ۸ـ پهچائيندس.

پِرِيَنِ پچاڻا ھِتَھِين، آئُون رَتِي تان نہ رَھندِي،
مون کي تانِ سي نہ ڇَڏِيندا ھوتا.
ڪَرَمَ سانُ ڪَرِيمَ جي، آئُون پرينءَ مِلَندِي،
مون کي تان سي نہ ڇَڏِيندا ھوتا.

## داستان ٽيون

١

رويو وينِي راڳِ[1]، اَمَڙِ! اوريان نِجهري[2]،
لاٿو مُون ڏيھَ وَٽنِ سان، لاڳاپو ۽ لاڳِ،
ڏُونگَرُ سي ڏورِينديُون، جَنِ اَندَرِ ٻَري آڳِ،
ھوتاڻِي ھِنَ ماڳِ[3]، مون کي ڇَڏِ مَ ڇَپرين.

٢

مون کي ڇَڏِ مَ ڇَپَرين، ھِتِ، ھوتاڻِي! ھاڻِ،
اوڏِي مُنڊَ[4] اُتَنِ کي، اَللهَ ڪارَڻِ آڻِ،
پورِھيو ڪَندِيَسِ پاڻُ، اَڳِيان آرِيچَنِ جي.

٣

مون کي ڇَڏِ مَ ڇَپَرين، ھوتاڻِيءَ ھِنَ ھَنڌَ،
توسين پُوندِيَسِ[5] پَنڌِ، ڏِيندِيَسِ باھِ ڀَنيورَ کي.

---

١ـ ارمان ڪر ٢ـ جهوپڙيءَ (گهر) وٽ ٣ـ هنڌ ۴ـ زال ٥ـ پونديس.

مون کي چڏِ مَ چيَرين، هاتڪَ[۱]، هوتاڻي!
توهِين لئي[۱a] ڪاڻي[۲]، ڏُکي ڏوري ڏونگرين.

۵

مون کي چڏ مِ چيَرين، پوءِ[۲a] رَهايَس 'پاڻِ[۳]'،
جي يُلايُون ياڻِ[۴]، تَنِ کي رَسُ، رَسِيلا[۵] راهَ مِ.

٦

سُتي پُونِ چرِڪَ، آيلِ! ٻاروچَنِ جا،
وَمَ[٦] وِهاڻِي[۷]، وو ڙي، ڪوهِياري ڪرِڪَ[۸]،
ڌَڙُ ڏُوڙيو[۹] تنهن ڌَڪَ، جڏِيءَ جيئڻ نہ ٿِئي.

۷

سُتي پُونِ چرِڪَ، آيلِ ٻاروچَنِ جا،
پُنهُونءَ جي پَيڪانَ[۱۰] جون، راسِيُون[۱۱] مَنجهان رُڪَ،
هَنَيمِ هوتَ ڪرِڪَ، لوچيان، لوهُ نہ نِڪَري.

۸

جيهِي جي تيهِي[۱۲]، تہ پِہ[۱۳] ٻانهِي ٻاروچَنِ جي،
حُجَتَ هوتَ پُنهُونءَ سين، مُون ڪَميِڻيءَ ڪيهِي[۱۴]،
اَصلِ آرِيءَ جامَ جي، پَلئي اَئُون پيئِي،
هُوءِ جا پائِين پيرَ مِ، تنهن جُتيءَ نہ جيهِي[۱۵]،
وِساري ويهِي، تَنِ ڪيچِيَنِ کي ڪيئن رَهان؟

---

۱- همت وارو، هوشيار ۱a- تو لاءِ ٿي. ۲- سڙيل ۲a- پوئتي. ۳- خوديءَ ۴- جسم، جاءِ ۵- رس پريا، مٺا ٦- رئيس عضوي ۷- زور سانِ ڦهڪائي ۸- تير ۹- بدن زور سان لوڏيو ۱۰- تير ۱۱- نوڪون، چهنبون ۱۲- جهڙي آهيان تهڙي ۱۳- تہ بہ، تنهن هوندي بہ ۱۴- ڪهڙي ۱۵- جهڙي.

۹

هُئي جي نہ هُئي، تہ بہ ٻانِهي ٻاروچَنِ جِي،
اِنَ سڳ مُقابِلِ سَسُئِي، سَندِيَن ٿي سُئِي،
هُنِ تان لَڄَ[1] لُئِي[2]، هِنَ جو هَلَڻُ هوتَ ڏي.

۱۰

ڪَنِيزَڪَ[3] ڪيچِيَنِ جِي، ٻانهي ٻانِهيوتِـي[4]،
ٻـَئِي[5] ٻاروچي هَـٿَ ۾، ڇَڳَنِ سِرِ چوٽِـي،
ٻانيَڻِ ڪي موتِـي، پاٿهي پَچَندو پَٻَ - ڏَٿِي.

۱۱

ڪَنِيزَڪَ ڪيچِيَنِ جِي، ٻانِهيوتِـي ٻانِهي،
سي ڪيئن وَڃَنِ وِسَرِي، جي جِيءَ اَندَرِ جانِي،
اَڳُڻِ امانِي[6]، شالَ ڪيچِيَنِ جيَ ڪا مَ ٿئي.

## وائي

مون ڪي نِيندا ساڻُ، ٻاروچا ٻاجَهہ پَئِي، اَلو! اَلو!
ڏِيندا مُون ڏُکِيءَ ڪي، اَللهَ لَڳِ اُهُجاڻُ،
ٻاروچا ٻاجَهہ پَئِي.
لاتَقنَطُوا مِن رحمَتِ اللهِ[7]، پِرِيَنِ چَيو پاڻُ،
ٻاروچا ٻاجَهہ پَئِي.

---

۱- شرمَ، زال ۲- ودِي، ڦَٽي ڪئي ۳- ٻانهي ۴- خسيس يا ننڍي ٻانهي ۵- چوٽيءَ جون ٻئي ڇڳون ٦- بي عزت ۷- الله جي رحمت کان نااميد نہ ٿيو (سورت الزمر، ۵۳)

اِنّ اللهَ يَغفِرُالذّنوبَ جَمِيعاً[1]، سَچو اِيءُ پَرِياڻُ[2]،
ٻاروچا ٻاجَھ پَئي.
اَديُون، عَبدُاللّطِيفُ چي، اِهَڙو آهِ اَڳِواڻُ،
ٻاروچا ٻاجَھ پَئي.

## داستان چوٿون

۱

ڳـائو[3] نَہ وائو[4]، اَدِيُون! آرِيچَنِ جو،
لَنگهي پَبُ پَري ٿِيا، جِنّي رِڻُ، رائو،
ڏيئي ڦوڙائو، وِيا وِيچارِيءَ سُپِرِين.

۲

ڳائِي، نَہ وائِي*، اَدِيُون! آرِيچَنِ جِي،
ڪنهن پَرِ ڪَهِي لَنگهيان، جَبَلَ جهاجهائِي[5]،
جيڪُسِ[6] واجهائِي، هاٿي مَرَندِيَسِ هوتَ لئي.

۳

هَلَڻُ سَهان نَہ هوتَ جو، وَڃَڻُ آئون گهورِيان،
هُونِ هَمِيشہ هِتَهِين، تَہ ڏونگرُ ڪُھُ ڏورِيان،
اَڪِينِ سين اورِيان، پَسان شالَ پُنهُونءَ کي.

---

۱ـ تحقيق، الله سڀ گناه معاف ڪري ٿو (سورت الزمر،۳۵) ۲ـ اهيڃاڻ ۳ـ ڳالھ، خبر
۴ـ ذڪر، بيان. * نڪا خبر، نڪا چار ٥ـ گهٽا؛ جبلن جي قطار ٦ـ شايد.

۴

هَلَڻُ سَهان نَہ هوتَ جو، وَڃَڻُ مون نہ وَسِ،
اَللّٰہَ! آرِيچَنِ جِي، گولِي ميڙِيين گَسِ،
پِرِين، پَهُنوارَا! تو پُڇان، ڏُونگَرِيا° مُون ڏَسِ،
اَکِينِ جي آرِسِ، مُنڊِ جيهائي[1] جوڙَڪِي[2]،

۵

هَلَڻُ سَهان نَہ هوتَ جو، وَڃَڻُ مَ وارِيو،
رَهو راتِ پَنيورَ ۾، ڪا گهڙِي هِتِ گهارِيو،
مَعذُورِ کي مَ مارِيو، سِڪِي جنهن سَگُ ڪِيو.

٦

مون کي جَنِين مارِيو، آن کي گَڏِيا سي؟
تَنَ ۾ طاقت ناهِ ڪا، اَدا! اُنين ري،
سُورَ سَلِيمُ[3] تي[4]، جيلانهن ڳالهہ ڳِري ٿئي.

٧

مُون کي جَنِين مارِيو، سُڃاتَمِ سيئِي،
پُنهُونءَ پَيڪانَ پَچَنڊِيا°، ٻِلَن تانِ[6] ٻيئِي،
وِيڄِنئُون ويئي*، تي وَهِيٽِي[7] سَڄَٽين.

---

° ڪوهيارا، جابلوُ ۱ـ ههڙي ۲ـ جاڙ يا جٽ ڪٽي ۳ـ سليم، ظاهر ڪيم ۴ـ تنهن ڪري، انهيءَ لاءِ °ـ تيرن جو وسڪارو مچايو ٦ـ اکين جي ٻنهي تارن مان * طبيبن جي علاج مان نہ ڇٽندي. ۷ـ وس ۾.

٨

مُون کي جَنِين مارِيو، سُجاتَمِ پاڻان[١]،
لوھُو[٢] لِڱَنِ ناھِ ڪِين، سَندَ ٻِرَّٽِي ساڻان،
دارُونءَ جا داڻا، ڏِنَمِ ھوتَ ھَٿَنِ سين.

٩

پَرتَوو[٣] پُنهُونءَ جو ڪِين ڇانئِين[۴] ڪِين اُسَ[٥]،
قَرِيبِاڻِي ڪُسَ[٦]، آھي ڪَر ٻَڪَرڙِي.

١٠

پَرتَوو پُنهُونءَ جو، سَھائِي، سِياھُ*،
مُنهن ڏيڻِي مُون آئِيو، رَنگا رَنگِي راھُ[٧]،
ٻِهرِين ڏِيندا پاھُ[٨]، پوءِ رَڱِيندا رَڱَ ۾.

١١

پَرتَوو پُنهُونءَ جو، جُهرَّ جيئن جهالا[٩] ڏي،
آئون تنهن آرِيءَ کي، وَنِيوِ راھ، رُئان گهڻو.

١٢

پَرتَوو پُنهُونءَ جو، رُڱِيائِي راحَتَ،
ٻانِيان ڏِيھُ ٻَوارَئُون[١٠]، ساڄَنَ لاءِ صِحَتَ،
مِنِّي مُصِيبَتَ، آھي آرِيءَ ڄامَ جِي.

---

١- وجود مان، اندر مان ٢- رت، خون ٣- عڪس، تجلو ۴- اونداھي (اونداھِيءَ جا سالڪ کي حجاب (قبض) جي حالت ۾ ڏسڻ ۾ ايندي آھي) ٥- سوجھرو (جو سالڪ کي ڪشف (بسط) جي حالت ۾ ڏسڻ ۾ ايندو آھي) ٦- ڪوس محبوب جو جورو جفا * سالڪ کي الاھي نور نظر اچي، وري رھيل ڪُھيل خاميءَ ڪري الاھي نور وٽانئس گم ٿي وڃي. ٧- طريقو، رستو ٨- رنگ ڏيڻ کان اڳي ڪپڙي صاف ڪرڻ جو تيزاب (ڏک ڏاکڙا) ٩- تجلا ١٠- پڙ يا ڊپ وارو، خوفائتو.

## وائي

ڀاروچي ساڻ، ڀڙي اي جيڏيون! هيڪڙ ٽيان هيڪاندي.
چڙهي نہ سگهان چوٽيين، ڀارَ بنا، دِلِ ماندي!
هيڪڙ ٽيان هيڪاندي.
پهچائِج پُنهون ڏَ کي، هيءَ پيادڙي، پاندي!
هيڪڙ ٽيان هيڪاندي.
ڀينرِ! هِنَ ڀنڀورَ ۾، آئون ايرادي° آندي،
هيڪڙ ٽيان هيڪاندي.
پورِهيتِ پُنهون ڏَ جامَ جي، باندِين جي باندي،
هيڪڙ ٽيان هيڪاندي.
ڪَرَمَ ساڻ ڪَرِيمَ جي، ڪيچي ٽيندَمِ ڪانڌي،
هيڪڙ ٽيان هيڪاندي.

## داستان پنجون

### ١

رِيءَ قَرِيبَنِ[1] قُوتُ ڪِيو، ويٺي وِرِهَ[2] چَران،
اِنَ عَذابان اڳهين[3]، مادَرِ! چو نہ مَران،
اَدِيُون، جو نہ اوان[4]، سو مان سُورُ سَرَتيُون.

---

° خدائي ارادي، مشيّت ١- محبوب کان سواءِ، جدائي ٢- ڏک ٣- اڳهين ۴- اوهان.

۲

زِيءَ قَرِيبَنِ قُوتُ ڪِيو، وِرهَ ڇَراڻ وِيٺِي،
ٻانيَڻِ ڪي ٻَروچَ ري، ٿِي ڏُکَنِ سين ڏيٺِي[۱]،
تو پُجاڻان سُپِرين! آئُون سُورَنِ سانيِيٺِي[۲]،
جا مَرضَنِ مَرِيٺِي[۳]، سا سَرِتيُون! ڪيئن سَگهي ٿئِي؟

۳

سَرِتيُون! ڪيئن سَگهي ٿِئي، ويڙهِي جا وِرِهَنِ[۴]،
چِتُ جنهن جو چُورُ ڪِيو، ڏُکويو ڏُکَنِ،
پُجاڻان پِرِيَنِ، اَدِيُون! اَگِهي آهِيان.

۴

اَدِيُون اَگِهي آهِيان، پِرِيَنِ پُجاڻا،
سي ڪوهِيارا ڪيڙِ[۵] وِيا، ساجَنَ سِياڻا،
جي سَسُئِيءَ سيباڻا[۶]، سي وَڃِي ڪيچِ قَرارِيا.

۵

حَقيقَتَ هِنَ حالَ جِي، جي ظاهِرُ ڪَريان ذَرِي،
لڳِي ماتِ مِرُوئَنِ ڪي، ڏُونگَرَ پُوَنِ ڏَرِي،
وَڃَن وَڻَ ٻَرِي، اوٻَرِ اُٻِري ڪِينَ ڪِين[٦a].

---

۱- واقفيت ۲- ويڙهي، وڪوڙي ۳- مرولو ڏنو، نپوڙي ۴- غمن ۵- ڪاڏي ٦- وڻيا، پسند پيا، محبوب. ٦a- ڪِي.

٦

حَقِيقَتَ هِنَ حالَ جِي، جي ظاهِرُ ڪَرِيان زَبانَ،
لڳي ماٺِ مِرُوئَنِ کي، رَسِي سُورُ شَبانَ[١]،
تـاڪَرِ[٢] تِکي ڪانَ، جَبَلُ سَبِ جَلِي وَيِي.

٧

جي حَبِ نَ هَلَنُ سِکيا، سي جَڏا ميڙِ جَلِيلَ[٣]،
لَنگھائي، لَطِيفُ چي، نِجَنِ ڪيچ قَلِيلَ[٤]،
وِساري، وَسِيلَ[٥]، مَتان مارَگِ[٦] چـَڏِيين.

٨

سارِيان تِي سَبِيلَ[٧]، پُرِ تَقصِيرون پاڻَ ڏي،
مَتان مُون کي چـَڏِيين، آرِي جامَ اَصِيلَ[٨]،
وَرُ، وِلهِينِ جا وَسِيلَ، رَس رَهَبَرَ راهَ ۾.

٩

اَچِيو اَچِيو چُونِ، 'وِيهُه، ويا تان گھورِيا،'
سَرَتِينِ سانگَ[٩] سُکَنِ سين، مُون جِيئَن رَتُ نَ رُوَنِ،
اوُ مَرُ وينِيُون هُونِ، مُون ساگَاتُو[١٠] سُورَ تِيا.

١٠

سَرَتيُون سُوراتِنِ جِي، ڪُهِ تِيُون پَتَرِ پُونِ[١١]،
گھاءُ نَ لَڳَنِ گھٽَ جو، رِيا[١٢] مان تِيُون رُونِ،
چِيتارِيو[١٣] نَ چُونِ، پارَ منهنجيَ پِرِينءَ جا.

---

١ـ ڏنار ٢ـ ٽڪري ٣ـ اي وڏا (خدا) ٤ـ ٿورا، ننڍڙا ٥ـ وسيلا، رهبر ٦ـ پيسچرو، راه
٧ـ گهيون ٨ـ اصل خاندان ٩ـ ڪم ١٠ـ سنگتي، رفيق ١١ـ ماتم جي جاءِ تي وهن
١٢ـ لڳي، مکر ڪريو ١٣ـ سنڀاليو، ڏيان ڏيو.

## وائي

توڙي نِينِ نَہ نِينِ، اَلو مِيان! آئُون اُنهين جِي آهِيان.
زورو هِنَ ضَعِيفِ سين، ڪامِلَ ڪوھ ڪَرِين،
اَلو مِيان! آئُون اُنهين جِي آهِيان.
جَتَ پنهنجي جُوءِ ۾، جانِبَ مانَ° جَتِينِ[1]،
اَلو مِيان! آئُون اُنهين جِي آهِيان.
پِڪَ پَدَمَنِئان[2] اَڳرِي[3]، سُرڪِي مانَ سَڃِينِ[4]!
اَلو مِيان! آئُون اُنهين جِي آهِيان.
ٻانهِي ٻَروچا پانهنجي، سَڳَرِ مانَ سَڏِينِ،
اَلو مِيان! آئُون اُنهين جِي آهِيان.
پيرين آئُون نہ پُڄَئِي، ڪَرَهَلَ هو نہ جَهلِينِ،
اَلو مِيان! آئُون اُنهين جِي آهِيان.
اَدِيُون، عَبدُاللّطِيفُ چِي، نينهن نباهِيو نِينِ،
اَلو مِيان! آئُون اُنهين جِي آهِيان.

## داستان ڇهون

١

ڪنهن پَرِ رُوئان پرينءَ ڪي روئي نَہ ڄاڻان،
مَٿي ڪِيو ڀُٽان°، هَنجُنِ-هاٿا[6] هَٿَڙا.

---

° شال، ڪاش. ١- جتناءُ ڪن، ترسن ٢- پدمن کان ٣- بهتر ۴- پيارين ٥- وتان، گهمان، هلان ٦- ڳوڙهن ڀريل.

۲

ڪنهن پَرِ رُوئان پِرينءَ کي، اَندَرِ ناهِ اُساٽَ[1]،
لوهُوڪا[2] لَڪَنِ ۾، ويرِي مٿي واٽَ،
ڇَپَرَ ۾ چونچاٽ[3]، ڏِنَمر ڏُڪوِينِ جا.

۳

ڪنهن پَرِ رُوئان پِرينءَ کي، پَچَرَ ناهِ پَچارَ*،
اَندَرِ تِي آهُون ڪَرِيان، ڪاٽِي مَنجِهه خُمارَ،
گِرِهِي[4] جي گُفتارَ، ٻِيءَ يَتِ[5] ٻاروچَنِ ۾.

۴

ڪنهن پَرِ رُوئان پِرينءَ کي، پارُ نَہ جاٽان پَنڌُ،
ڪيچِيَنِ ڪارَڻِ ڪَنڌُ، نائيو تِي نعرو هَٽان.

۵

ڪنهن پَرِ رُوئان پِرينءَ کي، پارُ نہ جاٽا پيرُ،
ٻِنَٽُ مُون ٻيڙو ٿِيو، سُورَنِ لايو سيرُ[6]،
آرِيءَ لئِي اُليرُ[7]، رَقصُ[8] ٻاڳِي رَنَ جي.

٦

ڪنهن پَرِ رَوئان پرين کي، رُوئَڻُ مُون رِياءَ،
بَرَنِ مَنجِهه بُڪاءُ[9]، ٻِيءَ يت ٻُڌمِ جيڏِيُون!

---

۱۔ اُج، عشق، اڪنڊ، پيار ۲۔ لوهيڙي جا وڻ ۳۔ سوساٽ، سڏڪا * اندر جي سور کي زبان سان چوڻ جو نمونو نٿو اچيم. ۴۔ روح راڙي ۵۔ ٻئي نموني ٦۔ واڪون، راهون ۷۔ ڳولا ۸۔ ناچ، ٿِنڪڻ ۹۔ دانهون، آواز.

٧

سُڄَ وَسندِي تَنِ کي، جوشَ جَلايا جي،
طالِبَ جي تَحقِيقَ جا، نينهن تَنين وَٽِ ني،
تيڏِي پَسِي تي، هو تان آهي هيڪَڙو.

٨

ٻيون ڏيئي ٻَنِ[1] کي، هَلِج پاسي هيڪَ،
وَرُ نہ سَهي وِيڪَ[2]، تُون تيڏِي! تِيايُون ڪَرين.

٩

اَڄا تُون اَواٽَ[3]، واٽان[4] پاسي ويسَرِي،
سُونهِين تيءُ[6] سُواٽَ[7]، تہ مَنجهان دِلِ دَڳُ[8] لهين،

١٠

پاهِين[9]، پَسِي پَٻُ، مَتان ڪا، مُنڌَ! ڏِيِين،
اَڳِيان ڪَٿو[10] مَ ڪَٻُ[11]، اِيءُ قالِي[12] آڏو ڪيچ ڪي.

١١

ڌادِي لُڪَ لڪَنِ جِي، پَٽَنِ پوءِ پَڇاءُ[13]،
ڇَپَرَ ڪوسو واءُ، هَرِيا[14] تو نيڻَ ڪِيا.

---

١- ڪوهہ، ڪڏ ٢- عيب (شرڪ) ٣- گمراه ۴- واٽ کان ٥- غافل ٦- واقف ٿيءُ ٧- سڌي رستي کان (طريقت کان) ٨- رستو، راه ٩- پٺي (اڳيي ٿو ڏيين سان) ١٠- هٿ ١١- ڪيباءِ ١٢- قالين، فرش (جبل) ١٣- سوز ١۴- آلا، سبز.

## وائي-١

زارِي سِا زارِي، اَلو يَلو! ڪوهِياري ساڻُ،
آئُون جا ڪَندِيَس زارِي.
ڪِينَ جِيئندِيَس، جيڏِيُون! سُورَ پِريان جي آئُون مارِي،
آئُون جا ڪَندِيَس زارِي.
اُتَ گُنگائي هَلِيا، بوتا[1] هُيَرَّنِ بارِي،
آئُون جا ڪَندِيَس زارِي.
ڪَري ڪوهِيارو هَلِيو، مُون سين قِيامَتَ ڪارِي،
آئُون جا ڪَندِيَس زارِي.
مانَ وِرَمَنِ[2] وچَ ۾، اولاٽي[3]، آرِي،
آئُون جا ڪَندِيَس زارِي.
هِندُوئَنِ جيئن هولِي ڪَري، مُون ڏُورِ مَٿي تان وارِي،
آئُون جا ڪَندِيَس زارِي.
لالَنِ لَگِ، لَطِيفُ چي، واجهائي تِي ويچارِي،
آئُون جا ڪَندِيَس زارِي.

---

١- اٺ ٢- ترسن ٣- راڳ، لوليءَ.

## وائي-٢

جنهن جي آهيان ڏونگرَ ڏوري،

تنهن ڪوهياري کي ڪَهَلَ پوي.

آئون تنهن گهوري گهوٽَ جي، ماڙهو° چُونم پوري[1]،

تنهن ڪوهياري کي ڪَهَلَ پوي.

نِهو[2] نماڻي پاڻَ سين، ڇِپَرِ ڇَڏيو مَ ڇوري،

تنهن ڪوهياري کي ڪَهَلَ پوي.

روئي رَڱينديَس رَتَ سين، ساڻُ چُڻاڪَنِ[3] چوري[4]،

تنهن ڪوهياري کي ڪَهَلَ پوي.

اَديُون! آريچَنِ جو، لَهُ لڳو مُون لوري°،

تنهن ڪوهياري کي ڪَهَلَ پوي.

ڪَشي ڪانُ ڪَمانَ مان، لائي وِيڙا لوري،

تنهن ڪوهياري کي ڪَهَلَ پوي.

نالائِقِ ساڻُ، لَطيفُ چي، قادِرُ ڪَرَمُ ڪَندو ڙي!

تنهن ڪوهياري کي ڪَهَلَ پوي.

---

° ماڻهو ١- نادان ٢- نيو ٣- ڦڙڪن ۴- چولي، ڪنجرو ٥- تير (چڪ)

# سرُ حُسيني

## سر بابت:

هي هڪ مشهور عربي ۽ فارسي سر جو نالو آهي، جنهن ۾ امام حسين ۽ ٻين ڪربلا جي شهيدن جا مرثيا ڳايا ويندا آهن.

هن سر ۾ عموماً، ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ واريون پڙهڻيون، اختيار ڪيون ويون آهن.

## مضمون:

هن سر جو مضمون سسئي پنهونءَ جي قصي تي ٻڌل آهي. هتي سسئيءَ جي دردناڪ دانهن ۽ سياپن جو بيان، نهايت گهائيندڙ لفظن ۾ ڪيو ويو آهي.

## روحاني راز:

هن سر ۾ سالڪ کي سستي ڇڏي، گهڻن ۽ گوهين کان گريز ڪري، 'ڳاڙهي سچ ڳالهه مڙڻ' لاءِ تلقين ٿيل آهي. سالڪ جو جسم سندس روح لاءِ اٺ بشل آهي، جيڪو ڪيس هن بيابان مان اڪاري پار ڪرڻ لاءِ هن کي استعمال ڪرڻ گهرجي. طريقت جي ترڪٽي گس ۾، پنهونءَ جو پير ڳوليندي، جيڪي ڏک ۽ ڏاڪڙا، سالڪ کي سهڻا پون ٿا، سي ڪيس چمي چشمن تي ڌرڻ گهرجن ۽ سورن جي ساءِ، مرڪي ماڻڻ گهرجي. عشق جي واديءَ ۾ 'اڳيان رائو رڱي رچ' آهي، تنهن ڪري خفي ٿي ورچڻ نه گهرجي. عشق جي چر ڇيپون ڪڍي، ته 'هينئڙو ڏاڙهون گل جيئن' رت ورنو ڪجي، ڇاڪاڻ جو ورهه ۽ ويراڳ ۾ عاشق جو جلڻ ۽ سڙڻ مرڪ آهي. جيئن جيئن تپي ڏينهن تيئن تيئن تاڃي پنڌ ڪي؛ جيسين منزل مقصود کي وڃي رسجي.

"تتي ٿڌيءَ ڪاهه، ڪانهي ويلَ وِيهَڻَ جي،
متان ٿيئي اونداهه، پير نه لهين پرينءَ جو."

هن سر ۾ دنيوي تعلقات کي ترڪ ڪري، سڄڻ جي ڪري سانگ وڃڻ لاءِ پڻ هدايت ٿيل آهي، ڀنڀور جي سکن تي ڀنيلجي، هوت جي پنيءَ نه هلڻ، سالڪ لاءِ نسوروئي نياڳ آهي. جانب جي جوءِ، ڀنڀور کان ڀلي آهي. ڀنڀور ۾ اکين جو ڏؤ ۽ پيٽ

جي بک آهي، ته جانب جي جوءِ، وري منڌ (سالڪ) جو ماڳ آهي. شاهه هن سر ۾ پنهور (دنيا) جي برائي دل کولي ڪئي آهي. دنيا ۾ ڪو ڪنهنجو ڪينهي. 'ولهن جي وٿاڻ تي توڏا نه تنوارينُ، هيڏا هاجا ٿين، بري هن پنهور ۾.' سالڪ کي هن 'بري پنهور' مان ڀڄي، ڏونگر ڏوري، وندر ورڙي، چاڙهيڪا چڙهي، آڙيڪا لتاڙي پرين جي پار پهچڻ گهرجي.

وڏيڪ ڏسو روحاني راز، سر سسئي آبري ۾ روحاني راز سر معذوري، روحاني راز سر ديسي ۾ روحاني راز سر ڪوهياري.

# سر حُسيني

## داستان پهريون

١

لَڙُ[١] مَ، لاڙائُو ٽِيو[٢]؛ گُهتُون گوهِيُون ڇَڏِ،
لاهِ مَ لَڏو لَڏِ، تَہ ڳاڙهي سِڄ ڳالِه[٣] مِڙين.

٢

لَڙُ مَ، لاڙائُو ٽِيو، هَلِي ڪَرِ هِمَٿَ،
سِجُ سامُهون[٤] مُنهَن ۾، مَتان ڪَرِين ڪَٿَ،
سُپِيريان جي سَٿَ[٥]، ڳاڙهي سِڄ ڳالِه مڙين.

٣

لَڙُ مَ، لاڙائُو ٽِيو، وَرَ چُوندِيندِي[٦] وَڄُ،
آهي اِيءُ اُهڃُ[٧]، هاڙهي هَلَندِيَنِ جو.

---

١- جهڪ، ترس، گوٺ نات ٢- سج لهڻ تي آهي ٣- مقصد ۴- منهن ۵- جماعت، مجلس، ڪچهري ٦- ڪُنجَ ڪٽندي، تڪڙي ٧- نشان.

۴

اُلَهِي سِجَ اَويرَ ڪِي، ڏِٺائِين ڏُونگَرُ،
سَسُئِيءَ ڪي، سَيَّدُ چي، سُورَنِ جو سَمَرُ،
ڪُٺَلِ رَڪِيو ڪَرُ[1]، ويچاريَ وَٽِڪارَ تي.

۵

اُلَهِي سِجَ اويرَ، مَ ڪرِ مَعذُورِيَنِ تي،
پَسِي مَران پيرَ، ڏُونگَرَ[2] ٻاروچَنِ جا.

٦

وِيو ٻاروچو نِڪَرِي، هاٿي ڪَرِيان ڪيئَن؟
سِجَ اُلٿِي[3] سيئَن[4]، سَنُون ڏِينديَسِ سُجَ ۾.

۷

وينٺي مُون وِيو، لَڙِي سِجُ لَڪَنِ تان،
آئُون ڏورِيندي ڪيتَرو، پَهُتَنِ پيرُ پِيو،
سُورَنِ ساڻُ سِهو[5]، اَچِي تِيُمِ جيڏِيُون.

٨

سَرَتِيُون! سُجِي[6] سُجَ، مَتان ڪا مُون سين هَلي،
پاٽي ناهه، پَنڌُ گهڻو، اَڳِيان رائو رُڳِي رُجَ،
مَجِڻُ[7] مَري اُجَ، ڪا ڏِٺِي پاراتو پِرِينءَ ڪي.

---

۱ـ بدن جو مٿيون ڌڙ، هٿ ۲ـ جبل ۳ـ لهڻ ۴ـ تائين ۵ـ لاڳاپو، واسطو ٦ـ سجهي
۷ـ متان.

## وائي

جي هوند ڏنائُون، وو جيڏِيون! حالُ منهنجو هِھڙو جَهِڙو،
چَڙهيِ نہ سگهان چوٽِيين، مارَگُ[۱] مَٿانهُون،
حالُ منهنجو هِھڙو جَهِڙو.
ڏُکِيءَ سَنڌِي ڏِيجَ ۾، ڏُونگَرُ ڏنائُون،
حالُ منهنجو هِھڙو جَهِڙو.
وِيندي کِيُون وٽِن سين، سَسُئِيءَ سُکائُون،
حالُ منهنجو هِھڙو جَهِڙو.
وَٽِي پُنهُون پاڻ سين، اَچان جي آئُون،
حالُ منهنجو هِھڙو جَهِڙو.
ڏِينديَسِ شاخَ سَيِڪَهِين، وَٽِ وَٽِ واچائُون[۲]،
حالُ منهنجو هِھڙو جَهِڙو.
هينئڙو ڏندڻ پاڙَ جيئن، چِڪي چِنائُون،
حالُ منهنجو هِھڙو جَهِڙو.
هينئڙو ڏاڙهُونءَ گُلَ جيئن، ريهِي[۳] رَتائُون[۴]،
حالُ منهنجو هِھڙو جَهِڙو.
هو جي پَهَڻَ پَبَ جا، مَٿِيا مُڪائُون[۵]،
حالُ منهنجو هِھڙو جَهِڙو.

---

۱ـ رستو ۲ـ وچن، واعدا ۳ـ ڳنڍي، ملائي، عشق جو پيچ پائي ۴ـ ڳاڙهو ڪيائون، راس ڪيائون ۵ـ موڪليائون.

هُونِ سَلامَتَ سُپرين، گهورِي سا آئُون،
حالُ منهنجو هِهڙو جَهڙو.
سو جي سُئُومِ كَنَنِ سين، پَهُ[1] جو كيائُون،
حالُ منهنجو هِهڙو جَهڙو.
ٻانهُون ٻيلَ[2] نہ لاهِيان پُنهَلَ كي آئُون،
حالُ منهنجو هِهڙو جَهڙو.
آيا، عبدُاللّطِيفُ چي، پُنِيُون مَنَ مُدَعائُون[3]،
حالُ منهنجو هِهڙو جَهڙو.

## داستان ٻيو

۱

كِين ڏَرَتَتِي[4]، ماءِ! كِين جَرَ[5] سَندِي سَجَڻين،
هَلي ۽ واجهاءِ[6]، ٻِنهي جيرَن وِچَ ۾.

۲

مَتِـئان[7] مَتي مَچُ، ٻَرِيُمِ ٻاروچَنِ جو،
مون كي طَعنا تي[8] ڏِيين، جيئَن نہ پَرُوڙِيين سَچُ،
امڙ! اوري اَچُ، سِتَ سُٽايِئين سُورَ جِي.

۳

مَتي مَنجهان مِينهُن[9]، پسو! پاڻِيءَ جيئَن وَهي،
مون ٻانئيو نينهن، جِيِيُون جيري سَنديُون.

---

۱- ارادو، خيال ۲- ٻئي ۳- اُميدون ۴- منجهند جي تَتِهڻ اس ۵- بره جي باه ٦- واجهاءِ، ڳول ۷- مٿي كان ۸- تنهن كري ۹- ڳوڙها.

۴

مَنجهان منهنجي رُوحَ، جي وَڃي ساڄَنُ وِسَرِي،
تہ مَرُ لَڳِي لُوهَ[۱]، ٿَرَ-ٻاٻِيهو[۲] ٿي مَران.

۵

لَڳِي مُون کي لُوهَ، وِرِهَہ[۳] واتُون لائِيُون،
راضي* جنهن سين رُوحَ، سو ڪوهِيارو ڪيچ وِيو.

٦

ٿِمَنِ نيڻَ، رَتُ وَهي، ڇُٽاڪا[۴] ڪِيو،
مُون کي ڏَنءُ ڏِيو، اَئِين ٿا وَڃو، اوٺِيا!

۷

امڙ وَڃِي آڻِ، ڇَرَخو آٽڻَ[۵] وِچَ مان،
ڪِتُمِ جِهِين ڪاڻِ، سو ڪوهِيارو ڪيچ وِيو.

۸

پَهِي[٦] ڪامَ پِڇاءِ، اَمڙِ! منهنجي آسَرِي،
ڏِيئِي لَتَ ڇَرخِي کي، پُوٽِيُون[۷] پاٽِيءَ پاءِ،
ڪِتُمِ جِهِين لاءِ، سو ڪوهِيارو ڪيچ وِيو.

۹

پَهِي ڪامَ پِڇاءِ، امڙ! منهنجي آسَرِي،
ڏِيئِي ڪِين[۷a] ڪَتاءِ، مون کي نينهن نِهوڙِيو.

---

۱- لُڪَ ۲- چانڊڪ پکي، جو مينهن جي ڦڙن تي گذران ڪندو آهي ۽ گرمي سهي نہ سگهندو آهي ۳- غم، ڏک* اصل. راز (راض= راضي) م-م ۴- ڦڙا، قطرا ۵- ڪتڻ جي جاءِ ٦ پڇيل ڪپاہ جو مچو. ۷- ڪتڻ لاءِ پهيون، پڇيل ڪپاھ جا مچا ۷a- ڪي، ڪجھ.

۱۰

ڪَتَڻُ ٻَنِ ڪَپاهُ ڪوءِ آتَڻُ، ٻَنِ جيڏِيون،
ساڄَنُ منهنجو ساهُ، هاجي مَنجِهه هَٽِي وِيو.

۱۱

آتَڻِ چُونِمِ ڪَتُ، تاڙِيان، تَندُ نه نِڪَري،
پاڻان روئِي رَتُ، چَرَخو مُون چِڪَ ڪِيو.

۱۲

ڪوءِ هاڙهو، ٻَنِ هوتُ، ڪوءِ پُنهُون، ٻَنِ پِريتَمُو،
مادَرِ! مُون مَوتُ، پَسَڻا پِرائِيو.

۱۳

ڪوءِ ٻولي، ٻَنِ ٻَروچُ، گهورِي ذاتِ جَتَنِ جِي،
مون ڪي چَٽِي لوچُ، پيهِي[۱] وِيا چَپِرِين.

۱۴

جيئن جيئن تَپي ڏينهن، تيئن تيئن تاڙِيان پَندَ ۾،
ڪو آڳانجهو[۲] نينهن، ٻانيَڻِ ٻَروچَنِ سين.

۱۵

جيئن جيئن پَڄي راتِ، تيئن تيئن تاڙي پَندَ ۾،
پورِيءَ ٻِي نه تاتِ، جيڪا سا جَتَنِ جِي.

---

۱ـ اندر گهڙي، لڪي ۲ـ آڳاٽو، جهونو، ازل کان.

١٦

نہ ڪو ليڪوئي ٽِيو،* نہ ڪو ٽَٽو ڏينهُن،
تِهان اوري نينهُن، ڇِنو آتَڻَ وارِيِن.

١٧

جان جيِين تان جَلُ، ڪانهي جاءِ جَلَڻَ ري،
تَتِيءَ ٿَڌِيءَ هَلُ، ڪانهي ويلَ وِهَڻَ جي.

١٨

تَتِيءَ ٿَڌِيءَ ڪاهہ، ڪانهي ويلَ وِهَڻَ جي،
مَتان ٿئي اُونداهِ، پيرُ نہ لَهين پرينءَ جو.

## وائي

شادِيءَ جو سِينگارُ، آيِلِ، آيِلِ! مَرَڪُ منهنجو مُون پِرين.
آهي ڳَهُہ ڳِچِيءَ جو، ڏِئي هالورا[1] هارُ،
آيِلِ! مَرَڪُ منهنجو مُون پِرين.
آهي اُگهاڙِيَنِ کي، جانِبَ جو جِنسارُ،
آيِلِ! مَرَڪُ منهنجو مُون پِرين.
آهِين ڪاڄُ بُکِيَنِ جو، تُون تان طَعامُ تِيارُ،
آيِلِ! مَرَڪُ منهنجو مُون پِرين.
اَعليٰ اَچو عِيدَ ۾، دوسِتاڻو دِيدارُ،
آيِلِ! مَرَڪُ منهنجو مُون پِرين.

---

* نڪو حساب ڪتاب ٿيو (نڪي سور سختيون سٺائون) ١ـ چمڪاٽ.

جُسنَ هوتَ پُنهونءَ جي، ڪَڪوريو[1] ڪوهيارُ[2]،
آيلِ! مَرَڪُ منهنجو مُون پِرين.
سُجَ ڪِيائِين سُرَهي[3]، واسِيائِين وَڻڪارُ،
آيلِ! مَرَڪُ منهنجو مُون پِرين.
چَپَرَ چاڻُون مُڪِيُون، عَطُرُ ٿِيو آوارُ[4]،
آيلِ! مَرَڪُ منهنجو مُون پِرين.
ڪوڙِيين ٿِيا ڪيتَرا، نالي تان نِثارُ،
آيلِ! مَرَڪُ منهنجو مُون پِرين.
سَدا صَلابَتَ[5] جي، گولِي گِرِفتارُ[6]،
آيلِ! مَرَڪُ منهنجو مُون پِرين.
گهورِيان گهرُ گهٽِيءَ تان، اَچي جِٽان[7] آڌارُ[8]،
آيلِ! مَرَڪُ منهنجو مُون پِرين.
اَدِيُون! عَبدُاللّطِيفُ چئي، مِلِيو مُون مَنٺارُ،
آيلِ! مَرَڪُ منهنجو مُون پِرين.

## داستان ٽيون

۱

ڪو گهمَندي گهورُ[9]، آيمِ ٻاروچَنِ جو،
چَڏِينديَسِ ڀَنيورَ، هِنيُون هِتِ نہ وِندُري.

---

۱- ڳاڙهو ڪيو ۲- جابلو ملڪ (ڪيچ) ۳- خوشبوءِ دار ۴- پکيڙيل، چِٽيل ۵- حشمت، مٿيا ٦- قيد ۾ (صدقي) ۷- جتان ۸- منهنجو پرجهلو (محبوب) ۹- خيال، پور.

۲

پَنيورَ جَنِ[1] سُکَنِ، مُون کي ساٿان[2] ڪاريو،
هاڻي ساڻ ڏُکَنِ، تان ڪِين ڏُونگرَ ڏورِيان.

۳

پينَر! پَنيوران، پَڄو تان اُبَهو[3]،
اَڳي اِنَ ماڳان[4]، سَرَتِيَنِ سُورَ پِرائِيا.

۴

پينَرُ! هِنَ پَنيورَ ۾، دوزَخَ جو دُونهون
سَوارو[5] سُونهون، پُڄِي پُورِجِ[6]، سَسُئِي.

۵

پينَرُ! هِنَ پَنيورَ ۾، گهايَلِ تِي گهارِيان،
سَڄَڻَ جي سانگِ وِيا، سيئي تِي سارِيان،
سي ڪيئِن وِيسارِيان، جي وَتان مُون واتَ تِيا.

٦

پَنيوران[7] اُجاڙُ[8]، سَرَتِيُون! سَکَرُ[9] پانِئِيان،
مُون سين تنهن پهاڙُ، ڏُکان[10] هَڏِ نه ڏورِيو.

۷

اُجاڙان پَنيورُ، سَرَتِيُون! سُکَرُ پانِئِيان،
آرِياڻيءَ اُتور[11]، ڏِنُم جِتِ اَکِيَنِ سين.

---

١- پنيور جي ٢- ساٿ (جماعت) کان ٣- چوڻڪارو پايو ۴- ماڳ (جاءِ) تان ٥- سويل ٦- هلّج ٧- پنيور (هن دنيا) کان ٨- سڄ (نيستي) ٩- بهتر، چڱو ١٠- ڏک کان ١١- بيمثل، اڻ لب.

٨

لَڳي لاڳاپي، ڀوري مُندَ ڀَنڀورَ جي،
پرين وِڃايو تي[1]، ڏُکي ڏوري ڏُونگرين.

٩

ڀُليو سَڀُ ڀَنڀورُ، جو پُنهيءَ هوتَ نه هَليو،
شَهَرَ سُڃاتو ڪِينَ ڪِين، آرِياڻي اُتورُ،
ماڻيو تَنين مورُ[2]، ديکِيو جَنِين دِل سين.

١٠

جَنين ديکِيو دِل سين، پُنهيءَ سي پِيئُون،
تَه پُڻ ٿي وِيئُون، جي پُنهُونءَ پانڻ لڳائيو.

١١

ڀُرو هو ڀَنڀورُ، آرياڻيءَ اُجارِيو،
لاٿو سَڀَ لوڪَ تان، هاڙهي-ڏَٿِيءَ هورُ[3]،
ڇورِيُون ڇُرَڻ سِکِيُون، پُنهُون ڪِيائُون پورُ[4]،
آيو سو اُتورُ، جِنهن ڏُکِيُون ڏِکَ[5] وِهارِيُون.

## وائي

لَڳو مَنجِهه لڪَن، آيَلِ آيَلِ! تازو پيرُ پُنهُونءَ جو،
نه ڪنهن واءَ وِڃائِيو، جهورِيو تان نه جَهڪَنِ[6]،
آيَلِ! تازو پيرُ پُنهُونءَ جو.

---

١- تنهنڪري ٢- مور جهڙو سهڻو محبوب ٣- فڪر، ڳڻتي ٤- ڇرڻ لاءِ ڪاٺ جو ٿپو
٥- سينگار ٦- تيز هوائون.

ڪِههَ[۱] ڪَٽُورِيان اَڳَرِي[۲]، هاٿِي جا هوتَنِ،
آيلِ! تازو پير پُنهُونءَ جو.
بورائو بَرَنِ جو[۳]، رِڙهِيو مَنجهِ رَندَنِ،
آيلِ! تازو پير پُنهُونءَ جو.
لُطفَ ساڻُ، لَطِيفُ چيِ، ڪَندو وَرِ وِلَهَنِ[۴]،
آيلِ! تازو پير پُنهُونءَ جو.

## داستان چوٿون

۱

لَڄايا مُونهان[۵]، ساجُهرِ تي[۶] سيڻَ وِيا،
پيئَنِ پَنيوران، سُڌِ منهنجي ذاتِ جِي.

۲

هُيَسِ جي آئُون، پانهِي پاروچَنِ جِي،
هوند نہ ڇَڏِيائون، ڏُکِيءَ کي ڏُکَنِ ۾.

۳

آئُون جي هُيسِ هَڏُ، اَدِيُون! آرِيچَنِ جو،
ساٿَ لَڏِيندي سَڏُ، مانَ ڪوهِيارا ڪَرِينِ مُون.

---

۱- ڪيهہ، دز، خاڪ ۲- بهتر ۳- برن جو سونهون (پنهونءَ جو پير) ۴- مسڪينن ۵- مون کان ۶- تنهن کري.

۴

هُيَسِ جي سِياءِ[۱]، تَہ ڪِيمِ ڏُڪُ ڏيرَنِ تي،
اَدبَ وِچان اُنِ سين، ڳالھ نہ ڪِيمِ ڪاءِ،
ذاتِ منهنجي ماءِ! ڪَچو ٿِي[۲] ڪيچِيَنِ ڪي.

۵

اوٺِيَنِ اُمارو[۳]، مُون جَهلِنديِ نہ رَهيا،
ساٿِيَنِ سَوارو، ڪِيو ڪيچُ اَڪِينِ ۾.*

٦

ساٿِي توءِ[۴] هَلَنِ، پَٽَرِ[۵] جي وارَ ڪَريان،
جيڪُسِ[٦] ڀاروچَنِ، ڪو ڏِنو عَيبُ اکين سين.

۷

ساٿِيَنِ سَئِين[۷] نَہ جاڳِين، پوءِ ڪُڄاڙِيا روءِ؟
اِيءَ پَرِ ڪُپَرِ[۸] هوءِ، جيئَن هو سانگِي[۹]، تُون سُمَهين.

۸

ساٿِي نَہ پَسان سي، هُئَمِ هِينئَين ٿُوٺِيُون[۱۰]،
هاٿِي ڪَنِين جي، وَڃِيو اَڳُڻِ اُڀِيان؟

۹

آن ڪي ساٿِي ڏِٺَ[۱۱]، جي مُون ويڙهِہ[۱۲] وِڃائِيا،
رُوئان رَتُ مَجُٺَ[۱۳]، هاٿِي تَنِ پِرِيَنِ ڪي.

---

۱- عزيز، مائٽياٽي ۲- عيب يا داغ ٿيو ۳- تياري * ڏيرن، جُي ڪجھ وقت ساٿي هيم، تن سويل ئي ڪيچ ڏانهن رخ رکيو. ۴- تلهن بہ، تنهن هوندي بہ ۵- پٽراٽي ٦- شايد ۷- سان، گڏ ۸- خراب روش ۹- مسافر، پنڌ ڪندڙ ۱۰- آڌار، ٽيڪ ۱۱- ڏٺا ۱۲- جهنگ ۾ ۱۳- ڳاڙهو، وڻ جو قسم، جنهن مان ڳاڙهو رنگ لهندو آهي.

۱۰

مُون سَڏِيندي سَڏَڙا، ساٿِي سَڏُ نَہ ڏِينِ،
وَلَهِيءَ جي وَٿاڻَ تي، توڏُ نَہ تنوارِينِ،
هيڏا هاجا ٿِينِ، بُري هِنَ ڀَنڀورَ ۾.

۱۱

ڪَهان°، تان ڪيچان پَري، وِيهان تان وَٽِ مُون،*
ڀُلِي ڏورِيَمِ ڀُون[۱]، عَبَثُ[۲] آرِيءَ جامَ کي.

۱۲

ڪَهان، تان ڪيچان پَري، سُمَهان، تان سِرَ هيٺِ،
ٻاروچي سين ڏيٺِ، جيڏِيُون! جيهِيءَ پَرِ ٿِي.**

## وائي - ۱

هوتَ هوتَ، اي هوتا! ڏِينديَسِ ماھُ[۲a] مِرَنِ کي،
اَٺُون جَرا[۳] جِيءَ کَرِي.
ڏِيئي باھِ ڀَنڀورَ کي، اَٺُون آيسِ تو ڳَرِي[۴]،
ڏِيندِيَسِ ماھُ مِرَنِ کي.
آرِياڻِيءَ پُنهُونءَ ري، مون کي سَرَتِيُون! تان نَہ سَري،
ڏِيندِيَسِ ماھُ مِرَنِ کي.
جَنڊِ ي° پايو جانِ ۾، ڏُکِي ڏُکَ ڏَري،
ڏِيندِيَسِ ماھُ مِرَنِ کي.

---

° ڪاهيان، هلان * جيڪڏهن هيڏانهن هوڏانهن جهوتون وجهان ٿي تہ دوست جو ديدار در لڀ ٿيو پوي؛ پر جيڪڏهن ويهان (آرامي ٿيءِ، اندر ۾ جهاتيون پايان) ٿي، تہ دوست پاڻ وٽ پسان ٿي. ۱- زمين ۲- اجائي ۲a- ماسُ ** اي سرتيون! محبوب جو ديدار اجهو انهيءَ الٽيءَ ريت ٿيو. ۳- ذرا، پرزا ۴- وٽ ۵- پيهڻ لاءِ جنڊ.

آءُ اورانهُون، سُپِرِين! وَڃُ مَ، پِي[۱] پَري،
ڏِينديَسِ ماهُ مِرُنِ کي.
مُون ڏِٺي، مُون وِسَهو[۲]، وِرچِي تان نَ وَري،
ڏِينديَسِ ماهُ مِرُنِ کي.
ڏُکِيءَ جي ڏيکارِيِن، ڌاران مُنهن مَري،*
ڏِينديَسِ ماهُ مِرُنِ کي.
پِيالي پِرِيَنِ جي، موهِيَسِ ميٺَ[۳] ڪَري،
ڏِينديَسِ ماهُ مِرُنِ کي.
آرِيءَ جي عِشقَ جِي، مون کي اَندرِ آڳِ ٻَري،
ڏِينديَسِ ماهُ مِرُنِ کي.
توکي توءِ[۴] نَ ڇَڏِيان، جي وَڃان ٻُونءِ ٽَري،
ڏِينديَسِ ماهُ مِرُنِ کي.
ڏَٽُ وِڃهندِيَسِ ڏُوٽِ ۾، مَتو ڌارَ ڌَري،
ڏِينديَسِ ماهُ مِرُنِ کي.
هَلَڻَ سُٺي هوتَ جو، ڏُکِي، پَسُ ڏُري،
ڏِينديَسِ ماهُ مِرُنِ کي.
پِرِين! ڪَٽِج پانهنجو[۴a]، اَکِيُون ٻاجَهه ڀَري،
ڏِينديَسِ ماهُ مِرُنِ کي.
اَدِيُون! عَبدُاللّطِيفُ چي، مَنَ ڪا مِهَر ڪَري،
ڏِينديَسِ ماهُ مِرُنِ کي.

---

۱- اي پرين! ۲- اعتبار ڪيو* شال اُنهيءَ ڏکيءَ کي (پنهون) ڏيکارين جيڪا (سندس) مُنهن ڏسڻ لاءِ مَري ٿي! ۳- ميناج جي ۴- تنهن هوندي به ۴a- پنهنجون.

## وائي-٣

ڏونگرِ ٿِي ڏوري، وِندُرِ[1] ٿِي وَوڙي[2]،
جَتَنِ لئي، جيڏِيُون ڏُونگرِ ٿِي ڏوري.
سُورَ پائِي ٿِيَسِ سُجَ ۾، جامَ پُنهَلَ کان اوري،
جَتَنِ لئي، جيڏِيُون ڏُونگرِ ٿِي ڏوري.
اُتَ چارِيندِيَسِ اُنِ جا، ٽَڪَرَ پاسِ ٽوري،
جَتَنِ لئي، جيڏِيُون ڏُونگرِ ٿِي ڏوري.
مَهارُون تَنِ مَيَنِ جون، خُوبُ خُوشِيءَ مان جوڙي،
جَتَنِ لئي، جيڏِيُون ڏُونگرِ ٿِي ڏوري.
ڪاهي ڪَڏَ[3] ڪيچِيَنِ جي، ڪِينَ پُڇي، ٽَڙَ ٽوڙي[4]،
جَتَنِ لئي، جيڏِيُون ڏُونگرِ ٿِي ڏوري.
اَدِيُون! شاهُ لَطِيفُ چي، آءُ آرِي جامَ اوري.
جَتَنِ لئي، جيڏِيُون ڏُونگرِ ٿِي ڏوري.

## داستان پنجون

### ١

ليڙَنِ لَنگِهي لَسَ[5]، مانباٽِئان[6] مَٿي وِيا،
وَٽِي وَرُ واٽَ ٿِيا، پُنهُون جامُ پَهَسَ[7]،
هُنا وَڏِي وَسَ[8]، باروچا پَنيورَ ۾.

---

١- ٿڻين ۾ جبل جو نالو ٢- ڳولي ٣- پٺيان لڳي ٤- ٽوڙي، لتاڙي ٥- سنوان پٽ ٦- مانباڻ يا ماباڙ (ٿڻين جو نالو) ٧- زوريءَ، زبردستيءَ سان ٨- آبادي (خوشيءَ جو باعث) وسندي، ڇهڇٽي جو سبب.

۲

وَڏِي وَسَ هُئا، ٻاروچا ٻَنيورَ ۾،
وِجي ڏورِ پِيا، سانگين پُٺيءَ سُپرينِ.

۳

سانڍِ پنهنجي ساهَ[۱]، ٻانهين[۱a] تِي ٻورا ڪَريان،
واڳِيُون[۲] جي وَرَنِ سين، تَنِ سَرَتينِ سيجَ سُهاءِ،
مون کي طَعنا تي ڏِيين، مُون جيئن مُٺيِنءَ نہ ماءِ!
آريءَ جِي آڪاهِ[۳]، رُلايس روهَن[۴] ۾.

۴

ماءِ! وِهاڻو وارِ[۵]، ڪَنُ پَٽَراڻِي پانهنجي،
جيڪين ڏُنئي ڏيجَ ۾، سو سَيوئِي سارِ[۶]،
وَجان تِي وَٽِڪارِ، ڏِنمِ پيرُ پُنهُونءَ جو.

۵

ڇِپُون ڇَپَرَ ڪَتَ، پَهَڻَ پَٽَراڻِيُون ٻانئِيان،
جِتِي رَهان راتِڙِي، مِرُون منهنجا مِتَ،
سيڻَنِ جي سَهَتَ[۷]، ڏُونگرُ ڏوئِلِي[۸] مُون ٿِيو.

٦

ڏِني سِڪَ سَسُئِيءَ کي، ٻيلِياڻِي[۹] ٻَروچَ،
لوڪَ وِچان ٿِي لوچَ[۱۰]، نيئِي پَهُچائِي پُنهُونءَ کي.

---

۱- ساهَ سان ۱a- ٻانهن ۾ پائڻ جو، عاجَ مان ٺهيل، چُوڙو. ۲- ٻدل، واصل ۳- ڪٽنب
۴- جبلن ۵- ورائي وٺ ٦- سنڀالي وٺ ۷- سڪ، اڪير ۸- ڏولي، پالڪي ۹- همراه،
ساٿي، ٻانهي ۱۰- ڳولا.

۷

مُسافِرَنڙُون[o]، ماءِ! وِرهُ وِهايُس[۱] وِترو،
اَچي تِيَمِ اوچِتي، تَنِ سانگِيَنِ سير ساچاءِ[۲]،
جِيجان! جَهلَ مَ پاءِ، هِنيون هوتَ هَٽي وِيا.

۸

ڪيٽَنِ اَڙايُئي پاندُ، پَلَئُہ پَرڏيهيَنِ سين،
مَتيُون مُوڙهُئِي، سَسُئِي! ڪِيُئي ڪوهِيارو ڪانڌُ،
رُلي! ٻانيُئي راندِ، ٻانيَڻِ! عِشقُ ٻَروچَ جو.

۹

منهنجو پاڙيچَنِ، ڪَچو[۳] ڪونَہ ڏِڪيو،
پاسي چَڙهِي پُنهُونءَ جي، ذاتَ سَلِتي[۴] جَنِ،
تيلانهن ٻاروچَنِ، نِنڊَرِ[o] چَڏي نِندَ ۾.

۱۰

حُسينيءَ جِي هاڪَ[۶] مادَرِ! مارِي آهِيان،
ڏِينهان ڏُورَنُ ڏُڪَ سين، رَاتِيان چِڪَنِ چاڪَ،
ڏِجان ٻَرِ فِراقَ، مَتان پوئِمِ[6a] پرينءَ سين.

۱۱

جيڪِي فِراقان، سو وصالان نہ تِئِي،*
اَچي اوطاقان[۷]، مون ڪي پِرِيَنِ پَري ڪِيو.

---

o۔ مسافرن وٺان ۱۔ خريد ڪيم ۲۔ واقفيت ۳۔ عيب ۴۔ سلي، ٻڌائي ۵۔ بيواهي ۶۔ آواز، آلاپ 6a۔پَويم * سالڪ لاءِ، جيڪو وڇوڙو ڪندو، سو وصل نہ ڪري سگهندو. جدائي هن جي اندر ۾ سڪ کي هميشہ تازو رکندي. جدائيءَ ۾ زياده لطف آهي. ۷۔ اوطاق مان (وصال کان).

قِرِي آءُ فِراقَ! مون کي وِصالان وِڇُ[١] پيو،
جي تِي ڇِڪِيمِ چاڪَ، سي پرينءَ ڳَنڍِجي پُوريا.

## وائي - ١

پُنهُون! پَريشانُ[٢]، ٻَرَ ٻَرِ! نہ ڪو خانُ[٣] نہ مانُ،
هَئي هَئي حالُ مُنهِنجو.
مون کي ٻُڪَ[٤] بوتَنِ جِي، ناقي[٤a] پانِيان نانُ، *
هَئي هَئي حالُ منهنجو.
شَهرُ صَحرا[٥] پانئيان، مون ليکي مَيدانُ،
هئي هَئي حالُ منهنجو.
رُئان تِي رُڃَنِ ۾، آرِيءَ لئي عُرِيانُ[٦]،
هَئي هَئي حالُ منهنجو.
پِٽِيان مُنهن پَسَڻَ لئي، هِتي تِي حَيرانُ،
هَئي هَئي حالُ منهنجو.
آهي آرِيءَ جامَ جو، مون کي ڪارِي[٧] ڪانُ،
هَئي هَئي حالُ منهنجو.
ديوانيءَ کي دِلِ ۾، سُورَنِ جو سامانُ،
هَئي هَئي حالُ منهنجو.

---

١- ويڇو ٢- آءٌ پريشان آهيان ٣- خان، گهر ۽ مال ملڪيت ۴- سڪ ۴a- ناقہ، ڏاچي.
* انن جو ديدار مون لئي ماني آهي ٥- بيابان ٦- اگهاڙي ٧- موتمار؛

وِجهج پِکَ پينارِ[1] تي، پِرِيَمَ![1a] ڪائي پانُ،
هَٿِي هَٿِي حالُ منهنجو.
ڪَڏهن ٿِيندو ڪيچَ ۾، مُنِيءَ جو مَڪانُ،
هَٿِي هَٿِي حالُ منهنجو.
آهِين، عَبدُاللّطِيفُ ڪي، اَڳِيان[2] تُون اَڳوانُ،
هَٿِي هَٿِي حالُ منهنجو.

## وائي-٣

پاڙيچِيُون! ڪا پَچارَ. منهنجا ڏيرَ ڏمَرِ ڪنهن ڏيهِ وِيا.
وينِي ڳوڙها ڳاڙِيان، تَنِ جامَنِ لاءِ ڄمارَ،
منهنجا ڏيرَ ڏمَرِ ڪنهن ڏيهِ وِيا.
ڪَرِ ڪا، ڪانگَ! اَچَڻَ جِي، تَنِ جي ڪا تنوارَ،
منهنجا ڏيرَ ڏمَرِ ڪنهن ڏيهِ وِيا.
مُئِي ماري هَلِيا، ڪيچِي ڪاهي قَطارَ،
منهنجا ڏيرَ ڏمَرِ ڪنهن ڏيهِ وِيا.
سيڻَنِ لاءِ، سَيَدُ چئي، جِهجِيَسَ[3] سَيَ ڄمارَ،
منهنجا ڏيرَ ڏمَرِ ڪنهن ڏيهِ وِيا.

---

١- گداگر، پِننڙ ١a- منهنجا پرين! ٢- اڳيان (محشر) ٢a- اڳواڻ ٣- ڳريس ۽ سڙيس.

# داستان ڇهون

۱

آيا، آسَ تِيامِ، ٻاروچا ڀَنيِورَ ۾،
پَسِي پَهَرَ[1] پُنهُونءَ جِي، تُنهَن سِيڻءَ[2] نيڻَ تَرِيامِ،
گوندرَ وِسَرِيامِ، سُکَنِ شاخُون مُکِيُون.

۲

ڏيکاريسِ ڏُکَنِ، گوندرَ گسُ پِرِيَنِ جو،
سونهائِي[3] سُورَنِ، ڪِي هيڪانڊِي هوتَ سين.

۳

ڪَنِين ڪَنِين ماڙُهوئين[3a]، گوندرُ وَڏِي وَٽُ[4]،
ٻَڌِي گوڏِ گَرَٽُ[5]، ساٿو[6] ڪَجِي سُورَ جو.

۴

سؤ سُکَنِ ساٿي ڏِيان، سِرُ پُڻ ڏِيان سَٽِ[7]،
جي مُون مِڙِي مَٽِ[8]، تہ وِرهُ وِهايان هيڪڙو.

۵

سَؤ سُکَنِ ڏيئِي، وِرِهُ وِهايم هيڪڙو،
مُون کي تنهن نيئِي، پيرُ ڏيکارِيو پرينءَ جو.

---

۱- ماڻهو، گهر جو ڀاتي ۲- نهن تائين ۳- رهبري ڪري ۳a- ماڻهن کي، لاءِ ۴- شيءِ ۵- ناڻو، پيسا ٦- سنو، سودو ۷- عيوضي ۾ ۸- متا يا عيوض.

٦

سُورَ مَ ڏي ڏوڻ، اَئُون آهيان اَڳِهين ڪاهِري[١]،
جا پَرِ پاڻِيءَ لُوڻ،* سا پَرِ منهنجي جِندڙي.

٧

سُورَا! مَ وڃيجاھُ، سَڄَڻَ جِيئن سانگِ وِيا،
پرينءَ پُڄاڻاءُ، اَئُون اوهان سين اوريان.

٨

سُورَنِ سانگھارو[٢]، ڪَڏِهن تان ڪونَہ ڪيو،
آيَلِ! اوپارو[٣]، ٻاڙوڏو[٤] ٻوڙَ وَهي.**

٩

سانگھارو سُورَنِ، ڪَڏِهن تان ڪونَہ ڏِنو،
ٻاٽِڙَ ٻوڙَ[٥] وَهَنِ، ڪالهوڻِيا اَڄُ گهڻا.

١٠

سُورَ نَہ ٻساڳاهِينِ[٦]، ڏِينِ اُڏَما[٧] اوچِتا،
مُون کي مُون پِرِيَنِ جا اَمِيا[٨] آهِينِ،
لَڄُون جي لاهِينِ، سيئِي تِيَمِ سامُهان.

١١

سُورَنِ لَڌو سَڄُھ[٩]، پاڻهي پيهِي آئِيا،
ڪنهن کي ڏيان مَنجُھ، مَرُ تان چِڙِڪَنِ چِتَ ۾.

---

١ـ اڳري، معصومڙي * جهڙي ريت لوڻ پاڻيءَ ۾ ڳري ويندو آهي. ٢ـ تنگي، گهٽتائي ٣ـ پاڻيءَ جو چاڙھ آهي ٤ـ (ٻاڙ ٻڏو) نار **اي امان! جيئن پاڻي چڙهندو آهي ۽ پوءِ ٻاڙ ٻڏي نار مان گهٽو پاڻي ڪڍبو آهي، تيئن منهنجا سور ٻہ وڃن ٿا گهٽا ٿيندا ۽ انهن ۾ سانگھارو (گهٽتائي) ڪونہ ٿو ٿئي. ٥ـ جڏهن پاڻي چڙهندو آهي ۽ نار جو ٻاڙ (چرخو) پاڻيءَ ۾ ٻڏو پيو هوندو آهي، تڏهن اهڙي پاڻيءَ کي "ٻاڙ ٻوڙ" پاڻي چئبو آهي. (تمام گهڻو) ٦ـ ساڃاھ ڪن، خيال ڪن ٧ـ پڙڪا ٨ـ اڻ ميا (گهٽا) ٩ـ وجھ، موقعو.

۱۲

سُورَا! مَ مَنِجِ ساءِ، اَئُون نَہ وِڪَنِي[1] آهيان،
وَڃِجِ مَ وِيلَ ڪِهِين، وِرِهَ! مُون وَتاءِ،
تُون پُرِ تڏهن جاءِ[2]، جڏهن ٿيان هيڪاندِي هوتَ سين.

۱۳

سُورَا! پہ[2a] يَتو- يَتِ[3]، هِيءُ ڇِٽِڪِيو ڪِين ٻِيو،
پِرِيَتِڻي پِرِيَنِ جِي، ماءِ! مُنجهايَمَ مَتِ،
پِينَرُا! پَلِي يَتِ، لَڳُمِ ٻانُ[4] ٻَروچَ جو.

۱۴

لَڳُمِ ٻانُ ٻَروچَ جو، ڪَرَها تِئا قَضاڪَ[5]،
اَهُڪِي جا اَتَنِ ڪِي، سا مَيَنِ پوءِ مَ ماڪَ،
اَڪَرِيَنِ خوراڪَ، پَسَنُ پُرَڏِيهِيَنِ جو.

۱۵

لَڳُمِ ٻانُ ٻَروچَ جو، اَمَرِ! پَلِ مَ مُون،
سَڀِ رَڳِينديَسِ رَتَ سين، ڪيچان اوري يُون[6]،
مادَرِ! مَتان مُون، لَڪَنِ لوڏُون لائِيُون.

۱٦

ڏُکَ لَڳو، ڏُونگَرَ ٻَرِيو، پِينَرُا! ڪاٽِي يُون،
مَنان[7] لاتو مُون، سندو جِيئَڻَ آسَرو.

---

١- ڪڪ، بيزار ٢- وج 2a- ٻ ٣- طرحين طرحين ۴- تير ٥- قزاق، رهزن، ڌاڙيل
٦- زمين ٧- من يا دل تان.

۱۷

ڏکويُون ڏيها، جيڪُس لَڏي وِيئيُون،
هاٿي ڪَن مُلا[1]، پُڇان پِرِيَنِ خَبَرُون.

۱۸

ڏکِيُون جان نہ مِڙَنِ، تان تان يَنَڻُ[2] نہ ٿئي،
ٻِيُون هونهِين هَٽَ هَٽَن، رُوندِيُون رُوڻَ وارِيُون.

۱۹

نَہ ڪي رُوڻَ وارِيُون، نہ ڪي اوسارِيُنِ،
مُنهِين ڪي مارِينِ، مُنهِين سَندا ڏکڙا.

۲۰

سُورَ وراهيان، سَرَتِيُون! جي ورهايا وَڃَن،
ٻِيُون ڪوهُ ٻُجَهنِ، جَنِ سَندا تَنِ سامُهان.

۲۱

مُٿِ مُٿِ سُورَنِ سَيَڪِهِين، مُون وَٽِ وَٿاٽانِ[3]،
پَرِيُون ڪِيو پِٽانِ[4]، وِيا وِهائو[5] نِڪَرِي.

۲۲

پِيڙي پِيڙي[6] ٻَنڌ[7]، سُورائِتِي سَندِرو،
ڪيچَ اڳانهُون پَنڌ، مَتان لَڪَن سين لَڳِي مَرين.

---

۱- وٿان، ڪان ۲- روح راڙو ۳- هنن جا وٿاڻ (بيٺڪون) آهن ۴- هلان، گهمان ۵- خريد ڪندڙ، سوداگر ٦- ور ڏئي، مضبوط ۷- ٻڌ.

پيڙي پَنڌُ پيهارَ، سُورائِتي سَندِرو،
ڏُونگرُ توهان ڏارَ، ڪانہ ڏورِيندي ڏکَ سين.

۲۴

ڏکَ سُکَنِ جي سُونهن، گهورِيا سُکَ ڏُکَن ري!
جَنِين جِيَ وِرُونهن[1]، سَجَڻُ آيو مان ڳري[2].

## وائي

ڪوهِياري جِي ڪاءِ، مارِينديَمِ ماءِ! جا مَنَ اَندَرِ ڳالهڙي.
چَڙهان ڏُونگرَ چوٽِيين، سُپيرِيان جي ساءِ[3]،
مون کي مَنَ اَندَرِ جا ڳالهڙي.
نِهارِينديَسِ نِڪَرِي، هاڙهو هوتَنِ لاءِ،
مون کي مَنَ اَندَرِ جا ڳالهڙي.
پانڌِيئڙا پيرَ پَرِي، پِريان کي پَهُچاءِ،
مون کي مَنَ اَندَرِ جا ڳالهڙي.
مؤلا! مون کي ميڙيين، سَنڌِيءَ جانِبَ جاءِ،
مون کي مَنَ اَندَرِ جا ڳالهڙي.
هوتَ هَلَنِ، آئُون وِهان تہ ڪا ايئن جُڳاءِ،
مون کي مَنَ اَندَرِ جا ڳالهڙي.

---

١- سک، اُڪير ٢- مون وٽ ٣- لاءِ، ڪاڻ، واسطي.

سَسُئِي جِيءَ سِرِيءَ کي، اوڏاهِين اُٺـاءِ،
مون کي مَنَ اندَرِ جا ڳالهڙِي.
پيراندِيءَ پُنهُونءَ جي، منهنجو لوڙهُ[1] لَٺاءِ،
مون کي مَنَ اندَرِ جا ڳالهڙِي.
اَلا! عَبدُاللّطيفُ چئي، اِيها[1a] آسَ پُڄاءِ،
مون کي مَنَ اندَرِ جا ڳالهڙِي.

## داسِتان سَتون

١

پُڇَنِ سِي پَسَنِ، جَڏهن تَڏهن پِرينءَ کي،
ڏورِينديُون ڏِسَنِ، اُڳُٺَ عَجِيبَنِ جا.

٢

پُڇيوئِي تان پُورِ[2]، ناتَہ[3] پُڇَڻُ هوءِ مَ پرينءَ کي،
ڏورَڻَ وارِيُون ڏُورِ، هَڏِ[4] نَہ اهِينِ[4a] هوتَ کي.

٣

ڏُورِيان، ڏُورِيان، مَ لهانَ شالَ مَ مِلاَن هوتَ،
مَنَ اَندَرِ جا لوچَ، مَچُڻِ مِلَڻَ سان ماٺِي ٿِئي.

۴

ڏورِيان ڏورِيان، مَ لَهان ساٿِي ڪالهُوٺا،
لاهي لاڏاٺا[5]، سَفَرِ ڪنهن سانگِ وِيا.

---

١ـ جنازو، قبر، ١a ـ اِها ٢ـ ڪاهه، هل ٣ـ نہ تہ ۴ـ اصل، بنهه ۴a ـ آهن ٥ ـ لڏون، تپڙتاڙي، سامان.

٥

آئُونِ ڏورِيئِين[o]، شالَ مَ لهئِين[oa] پِرين هُئِين[ob] پَري،
هَڏِ نَہ ساهَ سَري، تَنَ تَسَلّي نَہ ٿِئي.

٦

آئُون ڏورِيئِين، شالَ مَ لهئِين، تَنَ مَ مِلين تُون،
لُونءَ لُونءَ[1] مَنجهان مُون، لوچَ تُنهنجي نَہ لهي!

٧

آئُون ڏورِيئِين، شالَ مَ لهئِين، ساجَن! مَج سُوالُ،
سِڪَ تنهنجي، سُپِرين! ٿِئي جانِ زَوالُ،
وهاڻِيءَ[2] وِصالُ، اُٿِيان آرامِي ڪَري.

٨

ڇَڏِيَمِ حُجَّ هَلَڻَ جِي، چَڪِيَمِ چاڙهِيڪا[3]،
اَدِيُون! آڙِيڪا[4]، هينئَڙي پيم هوتَ سين.

٩

ڇَڏِيَمِ حُجَّ هَلَڻَ جِي، چاڙهِيڪَنِ چَڙهِي،
آڙِيڪَنِ اَڙِي، پيَسِ هوتَ پُنهُونءَ سين.

١٠

ڇَڏِيَمِ حُجَّ هَلَڻَ جِي، چاڙهِيڪا چَڪيامِ،
آرِياڻِيءَ جي آسَري، ڏُونگرِ ڏينهِن لَڳامِ،
پُڇج، پِرين سَندامِ، وينِيَسِ، وِڪَ نہ اُپڙي.

---

o– ڏورِيانءِ، ڳوليانءِ oa– لهانءِ، حاصل ڪريانءِ ob– هُجين، رهين. ١– بدن جا سنها وار، ذري ذري ٢– صبح جو (قيامت ڏينهن) ٣– جبل جون چاڙهيون ٤– وَر وَڪڙ، پيچ (محبت جا).

۱۱

وِيتَيَسِ وِکَ نہ اُبِڙِي، اَجَ آرِياڻِي تون آءُ،
چُڪِيءَ[۱] تو سين چاءُ[۲]، پاسي پَرِ پيئِي رِڙهي.

۱۲

جيڪا ڪَندِي نينهَن، مُون جيئَن پاروچَنِ سين،
سِڪَڻُ سارو ڏينهن، چَڙهَڻُ چاڙهِيڪَنِ تي.

۱۳

جيڪا ڪَندِي سِگُ، مُون جيئَنءَ پاروچَنِ سين،
اَنگُهنِ[۳] چاڙهي اَگُ[۴]، رُوندِي سا رَتَ ڦُڙا.

۱۴

جيڪا ڏِيندِي مَنجُهہ، مُون جيئَنءَ پاروچَنِ کي،
مَٿان ڳِلَنِ هَنجُ[۵]، ڪِينَ لاهِيندِي ڪَڏهن[۶].

## وائي

منهنجِي حُجّتَ ناهي واٽَ، ڪانهي واٽَ،
جِيجان! تَنِ جَتَنِ سين.
ڪاٽِيءَ ڪي ڪانئِي تِي، جيرِي جِي جَراٽَ[۷]،
جِيجان! تَنِ جَتَنِ سين.
ڪَندِيَسِ ڪيچَ ڏَٽِيَنِ لَئِي، لَڪَنِ ۾ لُولاٽَ[۸]،
جِيجان! تَنِ جَتَنِ سين.

---

۱- ٿڪل، مانديءَ ۲- محبت ۳- انگهَن تي، سوريءَ تي، ڦاهيءَ تي ۴- انگ، عضوا (بدن) ۴a- اندر، من، دل. ۵- (جمع: هنجون) ڳوڙهو، اکين جو پاڻي ٦- ڪڏهن ۷- تابش ۸- ليلڙاٽ، نيزاريون.

تازو پيرُ پُنهُونءَ جو، لُڙيو مَنجهِ لُڙاتَ[1]،
جِيجان! تَنِ جَتَنِ سين.
آهيمر آرِيءَ جامرَ جِي، اَندَرَ مَنجهِ اُساتَ،
جِيجان! تَنِ جَتَنِ سين.
ماريو ڪِيمرَ مُنِيءَ کي، ڪيچِي! ڪاهي ڪَنواتَ[2]،
جِيجان! تَنِ جَتَنِ سين.
ڪَٽِيو نيڻَ نِهارِيان، ڳوڙهَنِ پَرِيو ڳاتَ[3]،
جِيجان! تَنِ جَتَنِ سين.
سَبَبِ تنهن سُتِي وِيا، جُهوتِي ڏِنِيَمرِ جهاتَ[4]،
جِيجان! تَنِ جَتَنِ سين.
ڏِنَمر ڏُکوِينِ جا چَپَر ۾ چونچاتَ[5]،
جِيجان! تَنِ جَتَنِ سين.
اَدِيُون! عَبدُاللّطِيفُ چِي، لَعلُ ڏِنائِين لاتَ،*
جِيجان! تَنِ جَتَنِ سين.

## داستان اٺون

١

آتَڻُ اورانگهي وِيا، آئُون ٿِي مَران ماءِ،
پِٺُون تينديَسِ پيرَ تي، هَئِي هَئِي! ڪَري 'هاءِ!'
جِيئَڻُ مُون نہ جُڳاءِ، پِريَنِ تان پاسو ڪِيو.

---

١- لٽ، غبار ٢- نِنڊيا اُٿ ٣- ڳِچِي ۴- جهٽ، جهڙپ ٥- سوسات، آهون * ڳاڙهي لاٽ (قافلي جي باھ) ڏنائين.

٢

آتَڻُ اورانگهي وِيا، اَڳَڻِ مُون اَفسوسُ،
ديوانِيءَ سين دوسُ[1]، ساٿِي آهي سُڃَ ۾.

٣

آتَڻُ اورانگهي وِيا، پُنِيءَ توڏَنِ تاڻِ،
ويهُ مَ مُنڌَ! پَنيورَ ۾، هُنِ پُڄَندِينءَ هاڻِ،
رائِي مَنجِهہ رِهاڻِ، هَلُ تہ تِيئِيئي هوتَ سين.

۴

آتَڻُ اورانگهي وِيا، ڪَري ڪَميٽِي ڪيئن،
هاڻِ گهرجي هيئن، تہ ڏِجي باهِ پَنيورَ کي.

٥

آتَڻُ اورانگهي وِيا، پارِي[2] چَڏِي پوءِ،
آرِيچا اُٺَنِ تي، هِيءَ تان جَڏِي جوءِ،
ڪِين هَلي، ڪِين هَٿُ کَڻي، ڪِين رڙهي، ڪِين روءِ،
ڪو پُنهُونءَ کي چوءِ، تہ مُنِيءَ ماتَمُ آئِيو.

٦

چاٽِي سُجاٽِي، مون کي چَڏِي هَلِيا،
اَديُون! آرِيچَنِ لئي، آئُون کُوري جيئن ڪاٽِي،
پاهَڻَ ۾ پاٽِي[3]، هارِيُون! هارَڻُ آئِيو.

---

١ـ دوست ٢ـ ٻانهي، گولي ٣ـ ڳوڙهن جو پاٽي.

ڄاڻي سُڄاڻي، مون کي ڇَڏي هَلِيا،
اَئُون ڪيئَن ڇَڏِيان پانهنجو، اَدِيُون! آرِياڻي،
پَرِيُمِ جو پاڻي[١]، سو ڪيچِينِ ڪَمِ نَہ آئِيو.

٨

ڄاڻي جي ڄاتومِ، تَہ پُوندو فِلقُ[٢] فِراقُ جو،
اَڪَرُ اِرادَتَ جو، ڏُرِيائِين ڏوتومِ، *
پوءِ تان ڪونَہ ڪَيومِ، هوند ڪَشالو ڪيچَ ڏي.

٩

وارو![٣] وَڃَنِ ٿا، سيڻَ تنهنجا سَسُئِي،
هِهَڙا ٻاروچا، ڪِينَ لَهَندِيئَن ڪي ٻِيا.

١٠

واري وَرائِي، تو پنهنجا نہ ڪِيا،
ٻورِي! رَنجائِي، هوند نہ پيئِينءَ هيٺَري.

١١

جِڻان[٤] واري وَڳَ[٥]، اوتِي ٿِيا ڇُلِنگِيُون[٦]،
مَٿي تنهن مارَڳَ، پَئِي پُرزا نہ ٿِيين؟

١٢

ڏُکائِيندِي ڏُونهَڙا، ** مُنڌَ! سيڻائِي[٧] وَڃَ،
پِرِياڻُو[٨] مَ پَڃُ، ساٿُ ڇَڙهَندو لَڪِين.

---

١ـ جيڪو پورهيو ڪيمِ ٢ـ بدبختي، مصيبت * (پنهونءَ سان پيچ نہ پائي) شروعات کان لکيو (تقدير) مٽائي ڇڏيان ها. ٣ـ اڙي ورا ۴ـ جتان (جنهن پيچري تان) ٥ـ اُٺن جي قطار ٦ـ ٻن ٻن يا ٽن ٽن جون ٽوليون ٿاهي، ٽڙي پکڙي ويا ** محبت جو مچ ٻاريندي. ٧ـ ساٿن (هنن سان) ئي ٨ـ هنن جو پيرو (نشان)، دوستي.

۱۳

چيچَ مَ قَطاران[۱]، ساٿَ چَڙهندو لَڪِين،
مَچُرِ تِنِي پُٺان[۲]، وَڳَ واٽَ ئي نہ لَهين.

۱۴

ڪا جا ڪِيائُون، وائِي واري[۳] وِنگُڙي،
آيَلِ! تنهن آئُون، ٻولِيءَ ٻاتاڙِي ڪِئِي.

۱۵

وائي واري وِنگُڙي، ٻولِي ٻِي نہ ڪَنِ،
اَلا! ڪيچَ-ڌَڻِيَنِ، مُون سين پوءِ مَ مامِرو.

۱٦

ڪا جا آندي ڪيچِين، وَڏَڪارا وائِي،
سُٺِي مُون سائِي، نيٽين نِندَ وِهُ تِنِي.

۱۷

پُڇِيوئِي جان دوستُ، تان پاسي ڪَرِ پَرهيزَ ڪي،
جَنِين ڏِنو هوتُ، تَنِ دِينَ سَپيئِي ڏُورِ ڪِيا.

۱۸

هَلو ءِ مَلهو[۴]، ڏُکُ مَ پَسو، ڏوتِيا!
سُونهون جو ساٿَ جو، سو مُون هوتُ سَلو[۵]،
آن پُڻِ تِنِي پَلو، آئُون پِہ[۵a] گَڏِجان پرينءَ ڪي.

---

۱- انن جي قطار کان ۲- پنيان ۳- ورائي، وڪڙ ڏني ۴- هي لفظ همتائڻ لاءِ چئبا آهن ۵- سليو، پڌايو. ۵a- بہ، پڻ

## وائي

مُون کي ڇَپَرِ مِ ڇَڏِيجا، ٻاروچا! پلئہ لَڳِي آهِيان.
ڇورِي ڇِنِي آهِيان، نينهُن نِباهي نيجا،
ٻاروچا! پلئہ لَڳِي آهِيان.
ڇورِي ڇَڏِي ڇَپَرين، ڪيچِي! ڪِيمَ وَڃيجا،
ٻاروچا! پلئہ لَڳِي آهِيان.
پُنهُون منهنجو اُن سين، ساٿُ سلامَتَ نيجا،
ٻاروچا! پلئہ لَڳِي آهِيان.
مُون تان وَڙُ وِڃائِيو[۱]، آئِين پنهنجو وَڙُ ڪَرِيجا[۲]،
ٻاروچا! پلئہ لَڳِي آهِيان.
جوڳِئڪو[۲a] ويسُ ڪَري، سِگهڙِي سارَ لَهيجا،
ٻاروچا! پلئہ لَڳِي آهِيان.
آرِياڻِي! عَبدُاللَّطِيفُ چِي، مون تي وَهلو[۳] وَرِ ڪَرِيجا[۴]،
ٻاروچا! پلئہ لَڳِي آهِيان.

## داستان نائون

۱

ڪاتِيءَ تان نَہ ڪهِين[۵]، مَنُ وِجهلَٿَ[٦] وَڍِيو،
مارِيَسِ سُورَ تِهِين، جو نہ جِياري، جيڏِيُون.

---

۱ـ نالائق ٿيس ۲ـ مهر ڪجو ۲aـ جوڳين وارو ۳ـ جلدي ۴ـ ڦيرو ڪجو، مهر ڪجو ۵ـ ڪنهن ٦ـ جهوريءَ.

٢

ڪاٽيءَ تان نہ ڪُنو، ماءِ! منهنجو ڇِندڙو،
جنهين ماءِ مُنو[1]، سي جَتَ نہ پسان جُوءِ ۾.

٣

جِيءُ منهنجو جَنِ، اَنگڙيارو[2] وَڍِيو،
پُڄاڻان پِرِيَنِ، سِبان سَڃو نہ ٿِئي.

۴

اَچِيو مَرُ اَچَنِ، پارو چا پَنيورَ ۾،
پُٺيءَ لَڳِي جَنِ، ڪَميِٽي ماڙُهو ٿِئي.

٥

رَو[3]، وِسانئي راندِ[4]، پَهَ پَرورِڄ ساٿَ جا،
هوتَنِ سين هيڪاندِ، هُيَمِ پاتي[4a] ڏينهڙا.

٦

رُوئُنَ ۾ راڙو، مُون نِماڻيءَ جي نِجهري[5]،
ڪُنَلِ ڪي قَلبَ ۾، قُربَ جو ڪاڙهو،
هوتَنِ لئي هاڙهو، رِجائِيندِيَس رَتَ سين.

٧

روئِي ڪَندينءَ ڪوهُ، هاڻي ڪو هوتُ وَري،
جيڏيُون! جيڏِوئي ڪيو، سائُسِ سيڱَ سِتوهُ[6]،
ڏِوهِي[7] اَتِيان[7a]، ڏوهُ[8]، مَتان ڪَا مُون سين ڪَرِي.

---

١- جن مون کي آزار ۾ وڌو ٢- انگ وارو، آڏو اُبتو ٣- وڃ ۴- کل خوشي (اُجهائي) جِڏي ۴a- پَہ- ٿي ٥- گهر يا جهوپڙيءَ ۾ ٦- ظلم ٧- قسم ٧a-اَتو ٨- دغا، فريب.

٨

رُوئانِ تانِ راند[١]، کِلان، کامي هِينئون،
اَکَڙيُون وِيساندِ[٢]، پرينءَ گڏِجي کَنڊِيون.

٩

اَکِيَن کِينَ کِيو، رَتُ نہ رنائُون،
اُيـــي ڏِنــائـُون، قــوڙائِــبـا[٣] سُـپِــريِـن!

١٠

کاٽِيُون، لوٽِيُون اَکِيون، کُنِيُون کِينَ کُڇَنِ،
مُنِيُون ماٺِ نَہ کَنِ، هَنيُوَن[٣a] رَهَنِ نہ هوتَ ري.

١١

وَسِي[٤]، وِساٽِيُون[٥]، رَتو روئِي پرينءَ کي،
پِيِيُون کَٽَنِ پَٻَ ڏي، نَظَرَ نِماٽِيُون،
سِيِ[٦] کيئن پِيلِياٽِيُون[٧]، جَنِ وِيندو هوتُ نَہ وَاريو.

١٢

وَسِيِ، وَسِي مينهن، جيئن لَتي وِيِيَسِ کِيهَ[٨]،
توءِ پِريان جي ڏِيهَہ، پيئِي پُڇي خَبَرُون.

١٣

کاٽِيءَ مَ کانيو، مُنِيءُ مَنگَرُ[٩] مَ ڏِيو،
هيکَرَ اُجهايو، ڏيئِي ٻَرُ[١] لُهارَ جِيئن.

١ـ خوشي، راحت ٢ـ آرام، قرار ٣ـ جدا ٿيندا ٣a ـ هنيل، مُيون (اکين کي پٽ پاراتو)
٤ـ روئي ٥ـ وڏيڪ لڙڪ وهائڻ بند ٿي ويا ٦ـ اهي اکيون (جن ننڊ ڪري پنهون وڃايو)
٧ـ سڃڻ، مددگار ٨ـ مِڇي ٩ـ منگل، باه ١٠ـ چنڊو، پاٽي، گرمي.

۱۴

ڪاٺي ڪيرنِ[1] هيٺِ، وينِي روءِ رَتَ ڦُڙا،
ڪا مُون تيندي ڏيٺِ، ڀيهَرَ ڀاروچَنِ سَيْن.

۱۵

پُنهُونءَ پيرَڙِيُون[2]، گهرِ گهمَندي جي ڏِٺيُون،
سي مُون سيرَڙِيُون[3]، نِتُ نِهارَنُ پيئِيُون.

۱۶

مُيَسِ، مَرُ مرَان، سُيَسِ[4] وِچ سَرَتيين،
پورهَيتِ تِي پَران، پاڙي جامَ پُنهُونءَ جي.

۱۷

مارِيو جي مَعذُورِ، تہ هيڪارِي هورُ[5] لهي،
ساڄَنَ! آهنجي سُورِ، ڪِينَ جِيان تِي ڪيچِيا!

۱۸

نہ ڪِي تِي جِيان، نہ ڪِي مُئي آهِيان،
ساڄَنَ ساهہ ڏِيان، توکي سارِيو سُپِرِين!

۱۹

تُون جي ڪالهہ مُئِي، تہ ڪالهہ ٿِي گڏي پرينءَ کي،
ڪَڏهن ڪانَہ سُئِي، تہ ڪا سَکِهي گڏي سَڄَڻين.

---

۱- وڻ جو قسم ۲- پيرا ۳- پيچرا، گس ۴- ٻڌڻ ۾ آيس، مشهور ٿيس ۵- فڪر، ڳڻتي.

۲۰

آڳي پوءِ مَران، مَرُ مَران مارَڳ[۱] ۾،
مَتي پوءِ پِريان، خُونُ منهنجو جيڏِيُون.

۲۱

مَرُ متا ڏيئي[۲]، پُنهُونءَ ڪارَڻِ پَٻَ ۾،
تہ سَرَتِيُون سَيِيئي، واڪاٽِينِئي ويئيُون.

۲۲

سُتِي تان نہ سِياءُ[۳]، جي ڪوهِيارا ڪيچَ جا،
اَنگُهنِ[۴] چَڙهِيو آءُ، جي نالو ڳِيَڙءِ[۵] نِينهن جو.

۲۳

مَتان جِيءُ جَتَنِ، گهورِيو، گهوري سَسُئِي،
پازِي[۶] جي پُنهُونءَ جا، ڪارُون ڪَري[۷] تَنِ،
ڪيچِ مَتان ڪا ڪَنِ، بي شُڪرِي[۸] يَنيورَ جِي.

## وائي

هِتان تِي هَلَندِيَس، ميان! سامُهِين ساٽيهہ[۹] ڏي.
وڏا پيِنديا[۱۰] پَندَ جا، مَيزَلَ[۱۱] ماٽِيندِيَس،* ميان!
سامُهِين ساٽيهہ ڏي.
الا هَرَ[۱۲] عَجِيبَ ڪي، لَڪَنِ مان لَهَندِيَس، مِيان!
سامُهِين ساٽيهہ ڏي.

---

۱- رستي ۲- ڪوشش ڪري، تڪليفون سهي ۳- مانٽ ۴- سوري تان، ڦاسي تان ۵- ڳِڏوءِ، ورتوءِ ٦- پاجي، نيچ، نوڪر، ٻانها ۷- فرياد، آزيون نيزاريون ۸- گلا ۹- پنهونءَ جي وطن ۱۰- مفاصلا ۱۱- منزل * نيٺ وڃي منزل مقصود کي پهچندس ۱۲- الله جي آڏار.

جيڏيُون! جوڙُا جَتَنِ جو، جَنِّھن آئُون ٿِيندِيَسِ، مِيان!
سامُھِين ساٿيھ ڏي.
حُجائِتا ھوتَ کي، ڏوراپا ڏِيندِيَسِ، مِيان!
سامُھِين ساٿيھ ڏي.
فَريادُون فِراقَ جُون، پُنهَلَ کي چُوندِيَسِ[٢]، مِيان!
سامُھِين ساٿيھ ڏي.
اِديُون! عَبدُاللّطِيفُ چي، مَنَھِ[٣] آئُون مِلَندِيَسِ، مِيان!
سامُھِين ساٿيھ ڏي.

## داستان ڏھون

١

واڪِيو[۴] واڪِيو وِڪَ، پاہوھيو[٥] پير ڪَٽِي،
سي نَہ چڙھَندِيُون ڏِڪَ[٦]،* موڙِي پيرُ مَرَنِ جي.

٢

وِجُھ وَڏَندِي وِڪَ، مَچُڻِ لِڪَ[٧] لَڪائِيِين[٨]،
ڏُکُ تَنِين کي ڏِکَ، حُبَ جَنِين کي ھوتَ جي.

٣

واڪو ھَڏِ مَ لاھِ، سَڏَنِ متي سَڏَڙا،
مانَ تنھنجِي ڪاڇِ، سَگَرَ[٩] ۾ سارَ ٿِئي!

---

١- جھڙي، شريڪ، لائق ٢- چونديس ٣- چنِي ۾ ۴- واڪا ڪيا ٥- ڪليو، خوش ٿيو
٦- سينگار * مشاھدو نہ ماڻيندِيون ٧- ذرو ٨- پڌرو ڪرين ٩- رستي، واٽ.

۴

سَڏِنِ پُٺِيءَ سَڏَڙا، واڪو مَنجهِ وَٽِين،
سَڄَڻُ پَنڌِ گهٽِي، مانَ ڪوهِيارو ڪُوڪَ سُڻِي.

۵

ڪوهِيارو ڏِي ڪاتُ، مُيُون مارَڻَ آئِيو،
هوءِ مَرُ هوتُ حَياتُ، آئُون مُيائِي گهورِيي.

٦

وِهين° ۽ ويلا ڪَرِين[1]، پُڇِين ڏِي پانڌِي،
هارِي! هيڪانڊِي، ڪنهن پَرِ ڏيندينءَ هوتَ سين.

٧

وِهين ۽ ويلا ڪَرِين، اِيءَ نہ اُڪَنڊ آهِ،
سي لاڳاپا سَڀِ لاهِ، اوريان اُپيارِينِ[2] جي.

٨

وِهين° ۽ ويلا ڪَرِين، سَڏِيين ساڳاٽُو،*
هارِي! آپاٽُو[3]، تو سين سُونهَن نہ سَٽِئِي.

٩

پاڙي ناهِ پَرُوڙَ، تہ ڪا رات رَنجائي گُذري،
ٻانيَڻِ ٻَروچَنِ جي، گهائي وِڏِي گهورَ،
هِڪَ سَٽِئِي ٻِيا سُورَ، وِيا پُٺيندا پانَ ۾.

---

°- ويهين ١- ڪائڻ پيٺڻ، پيٺ پري خوش ٿيڻ ٢- بيهارين، روڪين. * مائٽيءَ جي دعوي ڪرين ٣- ڏاريا، اوڦٽو.

۱۰

پاڙيچيءَ[1] روئي، چاڪَ منهنجا چوريا،
پَگھرُ وِجھنديَسِ پرينءَ جو، ڏَکَنِ ۾ ڏوئي[2]،
ساڄَنَ سَيوئي، ساھ اوھان تان صَدَقو.

۱۱

اَڄُ نَہ مُون قرارُ، ڏِنُمِ سَتُنچو[3] ساٿَ ۾،
ڏَهِي[4] وينا بارُ، مَتي ساٿِيھ[5] سُپِرِين.

۱۲

ڪِيا ويچارِيءَ وَسَ، ڪارَڻِ ڪوھيارِي گھٽا،
گھڻُو پُڇي پانڌِيين، سَندا ڏيرَنِ ڏَسَ،
لَمُون[6] ڏوري لَسَ، سُتِي سَگَھرَ پَنيِين. *

۱۳

تان ڪا ڪِجاھُ وَرِ[7]، ڪَميڻِيءَ تي ڪيچِيا،
آئُون اوھان جي آھِيان، ٻَندِي ٻي سَمَرِ[8]،
اَچِي ڪوھِيارا! ڪَرِ، دِلاسو دِلگِيرِ ڪي.

۱۴

تان ڪا وَرِ ڪِجا، ڪَميڻِيَ تي ڪيچِيا،
آئُون اوھان جي آھيان، ٻانهِي، ٻاروچا،
دِلاسِي، دوسا[9]! مَتان مُون ڪي ڇَڏِيو.

---

۱- پاڙي واريءَ ۲- ڇڙڪي، ڇنڊ ۳- خطرو، تياري ۴- ٻڌي ۵- وطن، ڪيچ ۶- جبل جو مالو * سَنگھرَ پنيِين= سنگھر واري جوءِ جتي مسئي ۽ پنھونءَ جون قبرون موجود آھن (م- م) ۷- قيرو، مهرباني ۸- ٻنا توشي، غريب ۹- اي دوستو!

هُوءِ جي سُورَ سُڄَڻِ، سي مُون پينگهي ۾ پرائيا،
سانڍِيياسِ سُڪَڻِ، سُورَنِ ڪارَڻِ سَرَتيُون!

۱٦

سُورَنِ سانڍِيياس، پُورَنِ پالِي آهِيان،
سُڪَن جي، سَيّدُ چي، پُڪي نَه پِيياسِ، *
جِيڪُسِ آئُون هُياسِ، گُرِي[۱] گُوندرَ-وَلِ[۲] جِي،

۱۷

سِرِجِي، تان سُورَ، ساماڻِي، تان سُڪَ وِيا،
اِهي ٻَئِي پُورَ[۳]، نِماڻِيءَ نَصِيبُ ٿِيا.

۱۸

مُونهان[۴] مَهندِ[۴a] ٿِيا، سُورَنِ ٻَڌو سَندِرو،
هَلو تہ ڏورِيُون اُنِ کي، وِندُرِ جي وِيا،
ڪَنديَسِ ڪِينَ ٻِيا، هوتَ مَتائِي اَڳِيان.

۱۹

پُرِڻ وِهاڻِيَسِ راتِ، هَلي هاڙهي سامُهِين،
پُنهُونءَ جا پِرياتِ، اُڀِي پُڇي پَهِيَڙا[۵].

۲۰

نَہ ڪا تاتِ[٦]، نَہ تُوتِ ڪا، نَہ ڪا تاتِ تَنوارَ،
ڪانهي پِرِتِ پَچارَ،** لَنئُونءَ[۷] ويچارِيءَ لَڏيو.

---

* سڪ منهنجي نصيب ۾ نہ آيا ۱ـ ٽُڪري، ڀاڱو ۲ـ ڏکن جي ول ۳ـ منزلون ۴ـ مون کان ۴a ـ اڳيان ۵ـ قاصد ٦ـ تات توتِ، تات تنوار، پچار، ذڪر ** دنيا مان عشق لڏي ويو آهي. ۷ـ محبت.

۲۱

ڪِينِهين[۱] طالِبَ تاتِ جا، نہ تہ آهي تاتِ تيارُ،
ڏورِيان، پِيو ڏُڪارُ، گهورِينڊَڙ[۲] ڪَٽِي وِيا.

۲۲

جيڪي طالِبَ تاتِ جا، تاتِ پہ تَنين وَٽِ،
هڏهين ڪانهي هَٽِ، ڳهور[۳]، تہ گهران ٿي لَهين.

۲۳

ڪنهن جنهن[۴] نينهن نَنڌاهہ[۵]، جيئن مُون واجهائيندي نہ وَرو،
جيڪِين مُئي ڪَندا[۶]، سوِ جانِبَ! ڪَرهو[۷] جِيئري.*

۲۴

مَتان تِيين مَلُورُ[۸]، ڪِينَ اَڳاهُون[۹] آهِيان،
ڏِسَڻَ ۾ ڪَرَ ڏُورُ، حَدَ[۱۰] ٻنهِي جِي هيڪَڙي.**

۲۵

آن جي ڏِٺا هُونِ، اَللهَ ڪارَڻِ ڳالهہ ڪَرِيو،
نيڻَ منهنجا رُونِ، راتوڏينهان اُنِ ڪي.

۲۶

اَچا راتِ رتومِ[۱۱]، ڪوڏِ[۱۲] ڪوهِياري ڪَنجُرو[۱۳]،
پِينَرُ! پِرڀايومِ[۱۳a]، سُپاٽِي[۱۴] سُورَنِ سين.

---

۱- ڪونہ آهن ۲- ڳوليندڙ (سچا عاشق) ۲a- اُنهن ۳- ڳول ۴- اهڙي ڪنهن (ڳري) ۵- تِوهان ڪي ٻڌي چڏيو ٦- توهين ڪندا ۷- ڪريو * هي بيت شاہ جي والد سڪرات وقت نيابي طور شاہ کي موڪليو هو. ۸- ملول، غمگين ۹- اڳيرو، دور، پري ۱۰- منزل، هلڻ جي جاءِ ** هي بيت شاہ وري تيويهين بيت جي جواب ۾ پيءُ ڏي موڪليو هو. ۱۱- ڳاڙهو ڪيم ۱۲- شوق، محبت (يادگيريءَ) ۱۳- چولي ۱۳a- پُسايم، آلو ڪيم ( ڳوڙهن سان)۱۴- صبحاڻي، صبح جو.

۲۷

سَرَتيَنِ سَهجَ[۱] مَنجهاءِ، تي ڪوڏَ وَراهيا[1a] ڪپڙا،
تَڏِهن منهنجيءَ ماءُ، تي پَهڻَ آڇيا پَبَ جا.

۲۸

ڪَڏِهن ڪَڏِهن جيڏِيون! ڪو پَهُ اَچِيو پوءِ[1b]،
سو پُڻ ساڙو هوءِ، هِي جو ساهُ سَرِيرَ ۾.

۲۹

ڪِجي جيئن ڪيچِيَنِ لئِي، تو تان ڪِينَ ڪِيو،
وِيجهائِي[۲] وِڌوءِ، وِڪَ نَہ ڪنيَئِي هيڪَڙِيَ.

## وائي - ۱

هو اَرمانُ اُتَنِ، مِيان! سَسُئِيءَ جي سُورَنِ لَئِي،
ڪَجاوا ڪَرَهَنِ تي، جوڙِيا جالَ جَتَنِ، مِيان!
سَسُئِيءَ جي سورَن لَئِي.
پيرَ نَہ تِڪَنِ پوئتي، تا ڪامُنِ[۳] سان ڪُتِجَنِ ميان
سَسُئِيءَ جي سورَن لَئِي.
مُهارُون مَيَنِ جُون، واڳون وَسِ ڏَٿِيَنِ مِيان!
سَسُئِيءَ جي سورَن لَئِي.
تَڪَرَ ۾ تونڪارَ[۴] تِي، صُبُحِ ساتِيئَڙَنِ، ميان!
سَسُئِيءَ جي سورَن لَئِي.

---

۱- خوشيءَ، شوق، لاڏ 1a- وِرهايا. 1b- پوي. ۲- اينگهائي، وڌائي ۳- لڪڻ، چهن
۴- آواز، ڪنگهڪار.

سانگ تہ تنهنجو سَسُئِي! هاٺي هوتَ نہ ڪَنِ، ميان!
سَسُئِيءَ جي سورَن لِئِي.
اَدِيُون! عَبدُاللّطِيفُ چئي، سي مَرُ مُحِبُ مِلَنِ، مِيان!
سَسُئِيءَ جي سورَن لِئِي.

## وائي-٣

وَڃي وَڃي وِتري[1] تِتِي، جِتِ، پيرُ سُڃاتائِين پرينءَ جو.
پيرُ سڃاتائِين پِرينءَ جو، مَنجهان نينهن نِرتِي،*
پيرُ سُڃاتائِين پرينءَ جو.
هوءِ وِيا وَڻڪارِ ڏي، هِنَ پوريءَ پانئيا هِتي،
پيرُ سُڃاتائِين پرينءَ جو.
جنهن ڇيڙي وِڏِيَسِ ڇَپَرين، سو ڪوهِيارو ڪِٿي،
پيرُ سُڃاتائِين پرينءَ جو.
آما[2]، لِيما، ڦُلَ قارُوها، ڳاڱا[3]، راڱا[4] جِتي،
پيرُ سُڃاتائِين پرينءَ جو.
مَري رَهَنديَسِ ماڳِهين، نہ تہ، هادِي اَچِجِ هِتي،
پيرُ سُڃاتائِين پرينءَ جو.
مون کي ڇَڏي هَلِيا، ڪا پِيئَنِ متي پِتي،**
پيرُ سُڃاتائِين پرينءَ جو.
لَڪَنِ مَنجهہ، لَطِيفُ چئي، مِلِي سان سَرَتِي[5]،
پيرُ سُڃاتائِين پرينءَ جو.

---

١- زيادہ، گهڻو * نينهن جي نظر سان. ٢- انب ٣- ليار جهڙو جابلو ميوو ۴- جابلو ميوو ** ڪنهن ڳالھ کين غيرت ڏياري يا رنج ڪيو. ٥- هڪ جيڏي، دوست.

# داستان يارهون

۱

سُپيرِيان جِي ڳالهڙِي، رُڳو رَنجائو،
ڏُونگرِ ڏولائو[۱]، ڏِيندا مُون ڏيرَ وِيا.

۲

آريءَ اُتِنِ[۲] جيئن، اُونءَ[۳] تان اوتِيَنِ نَ ڪيو،
ڪيچ پَهُچبو ڪيئن، اِهَڙَنِ اَباجَهنِ سين.

۳

جيئن اُتُنِ آريءَ جامَ، اُونءَ تان اوتِيَنِ نَ ڪيو،
ٻَڙَڪِي[۴] ٻاهَرِ نِڪَتِي، گاڏَرِ[۵] مَنجهان گامَ[۶]،
ساهُه ڏِنائين سامَ[۷]، * سُتِي سَگَرَ پَتِيِين.

۴

لَڪِيُون آن يَرِ[۸] لِڪَ[۹]، ڪِي ڪوهِيارا وِرَميا[۱۰]؟
جَنِين سَندِيءَ سِڪَ، رُنمِ راتِ رَتَ ڦُڙا.

۵

"لَڪِيُون! آن لَڳا، ڪِي پَلَئَہ پانڌِيَئڙَنِ جا؟"
"توهان[۱۰a] گهٽيرو، ماءِ! روندا اُوءِ رَتُ وِيا!"**

---

۱- رولڙو ۲- چين، ٻڌاين ۳- ائين، تيئن ۴- ٻڙڪو ڏيئي، ڇال ماري ۵- ڪتياڻي ٦- ڳوٺ ۷- اَجهو، پناه، عيوضو، بدلو، صدقو *ساه صدقي ڪيائين. ۸- ٻرسان ۹- ذرو ۱۰- ترسيا.
۱۰a- تو کان ** لڪين جواب ڏنو، تہ "پنهون، توکان بہ وڌيڪ روئندو رڙندو ٻي ويو."

ڪو جو لڳسِ ڪانُ، ڪيچِيَنِ جي قُربَ جو،
تي نِماڻي نِيشانُ[٥]، چِڏي سانگو ساهَ جو.

٧

ڏوتِيَنِ چيُسِ، "ڏُور، ڪيچُ اَڳانهون[١] پَنڌُ تِيو"،
پاڻان چڙهي پُورِ،* وِڪَ وِڏائِين وِترِي[٢].

٨

ڏوتِيا! ڪو اوتِيَنِ جو، مون ڪي اُهڃُ[٣] ڏِهو[۴]،
سَچُ ڪِ ساٿَ نِهو[٥]، پُنهُون منهنجو پاڻَ سين؟

٩

ڪو جو اُنسِ مينهن، آرِيءَ جيءَ اُڪيرَ جو،
ٻاروچاڻو نِينهن، مَنان[٦] ماٺو نَہ ٿِئي.

١٠

جيڏِيُون! ڏِسو ڪيچُ، جو ڏيهُ ٻاروچَنِ جو،
پُنهُونءَ وِڏُمِ پيچُ، نِسوروئي نِينهن جو.

١١

سَسُئِيءَ جي سِرِيءَ[٧] سان، ڪيچ-ڏَٽي ڪانڊِي،
پَسَڻَ ڪارَڻِ پِرينءَ جي، مُنڌَ[٨] هُئِي مانڊِي،
لَڪَنِ تان، لَطِيفُ چئي، آرِياڻِيءَ آنڊِي،
پُنهُونءَ پيراندِي[٩]، نماڻِيءَ نَصِيبُ ٿِي.

---

٥- نشانو، هدف (Targét) ١- اڳيرو، ڏور* اتلو محبت ۾ محو ٿي. ٢- وڌيڪ تکي ٣- نشان، اهڃاڻ، ڏس ۴- ڏيو، ٻڌايو ٥- نيو، ولي ويا ٦- من يا دل تان ٧- سسئيءَ، لاش، جنازي ٨- زال ٩- عورتون ٻتار جي پيرن وٽان ويهي خدمت ڪرڻ، سڀاڳ سمجهنديون آهن، خدمت وصال.

۱۲

گهوڙَن[1] هَنيُون * گهٽِيُون، اُٺَنِ هَنئِي آءٌ،
جا نِينهن ڳَنهندِي نانءُ، سا مُون جيئَن پُوندِي[2] مامِري[3].

۱۳

لڪڙِيارِيُون[4] آگَرِيُون، پاروچاڻُو پيرُ[5]،
اَچِي پَسو، جيڏِيُون! تازو پُنهُونءَ پيرُ،
ويچارِيءَ سين ويرُ، جَتَنِ جيڏو ئِي ڪِيو.

۱۴

لُڇَڻُ نہ لاهِينِ، گوندر[6] هِنَ غَرِيبَ تانِ،
پَرِ ۾[7] پَچائِينِ، جِيجان! جوشَ جَتَنِ جا.

۱۵

هَئي تو وَڃي هوتُ، آئون ڪِ اڳيَرِي ٿِيان،
مَتان چوءِ بَلوچُ، "ڪَميِٽِيءَ مان ڪِينَ ٿِيو."

۱٦

ڪَمِيٽِنِ هَٿان[8]، ٿِينِ مُورائِين[9] مَدِيُون،
تُون ڪَرِ پانَّ وَڙان[10]، موتُ سَباجها سُپِرِين.

۱۷

نَہ ڪِين ٿِيان سَگَ[11]، نَہ ڪِين سَگيِٽِي[12]،
آهِيان ڪَمِيٽِي، ذاتِ پَروچيءَ نَہ جُڙان[13].

---

۱ـ گهوڙا (جانور)، مصيبت * گهوڙن جون منيون. ۲ـ پوندي ۳ـ مونجهاري، مصيبت ۾
۴ـ لڪڙيءَ جهڙيون، سنهيون، نازڪڙيون ۵ـ ڊؤل، نمونو ٦ـ غم ۷ـ ڳجهه ڳوهه ۾
۸ـ هٿان، کان ۹ـ هميشہ، بنهہ ۱۰ـ مهرباني ۱۱ـ مائٽياڻي ۱۲ـ مائٽي ڳنڍڻ جي لائق
۱۳ـ شريڪ ٿيان يا لائق ٿيان.

۱۸

كيچ مَ خَبَرَ هوءِ، هِنَ منهنجي ذاتِ جِي،
مَتان پُنهُونءَ پوءِ، لَڄَ منهنجِي لوءَ[۱] ۾.

۱۹

لَتو ڪَمُ ڪيچِيَنِ جو، ڇَڏي هَلِيا مُون،
اَللهَ آهِيِن تُون، هوتَنِ تان هيڏِي ڪِئي.

## وائي - ۱

منهنجو ساهُ وِيو سيٽانِ[۲]، آيَلَ آيَلِ! ويهان ڪيئن ڀَنڀورَ ۾.
مون ڪي وِيا نَہ وِسَرِي، نينهَن ڀَريا نيٽانِ[۳]،
آيَلِ! ويهانِ ڪيئن ڀَنڀورَ ۾.
سو ڪيئن هِينئڙو جَهليان، جِهڄي[۴] جو ڪيٽانِ[۵]،
آيَلِ! ويهانِ ڪيئن ڀَنڀورَ ۾.
ماڌَرِ! پايو مُنڊِيُون[۶]، ڪُوڪِيان[۷] وَرُ[۸] ڪيٽانِ،
آيَلِ! ويهانِ ڪيئن ڀَنڀورَ ۾.
اَدِيُون عَبدُاللّطِيفُ چئي، وَڃِي مانَ مِڙانِ،
آيَلِ! ويهانِ ڪيئن ڀَنڀورَ ۾.

## وائي - ۲

وَسان[۹] ٿي وِيياسِ[۹a]، آيلِ آيَلِ! لَڱُمِ ٻانُ[۱۰] ڀَروچَ جو.
پُرِزا پَبَ وَرَنِ ۾، پِٽُون[۱۱] ٿِي پِيياسِ،
آيلِ! لَڱُمِ ٻانُ ڀَروچَ جو.

---

۱- لوڪ ۲- ساٽن، هنن سان ۳- هنن جا نيڻ ۴- ڳِري ۵- ڪاٽن، هنن لاءِ ٦- هٿن جون آڱريون آڱرين ۾ وجهي، ادب سان ۷- آزيونِ نيزاريون ڪريان ۸- ٻلي، بهتر آهي تہ ۹- وس ڪان، ضابطي ڪان ۹a- وياس، مون کان ويا ٿِي ۱۰- تير ۱۱- ذرا ذرا.

تَہ پُڻِ ڪاڍو ڪيڄَ ڏي، توڙي ماءِ مُياسِ،
آيلِ! لڳمِ ڀانُ ڀَروچُ جو.
پاڻُ وِڃايمِ پيرَ تي، ڇڻي آئون[1]، ڇُٽياسِ،
آيلِ! لڳمِ ڀانُ ڀَروچُ جو.
آيمِ[2] انڌي[3] لوڪَ سين، مُني آئون، مُنياسِ،
آيلِ! لڳمِ ڀانُ ڀَروچُ جو.
هيڏي شَهَرَ ڀَنيورَ ۾، نہ ڪي پيءُ نہ ماسِ[4]،
آيلِ! لڳمِ ڀانُ ڀَروچُ جو.
پيئمِ وِڇُ[5] وِصالَ ۾، سَنجهي آئون سُتياسِ،
آيلِ! لڳمِ ڀانُ ڀَروچُ جو.
اَلا! اُنِ مَ وِسَران، ڏِني جَنِ جِيياسِ،
آيلِ! لڳمِ ڀانُ ڀَروچُ جو.
پيَسِ وَرِ[6] وِصالَ جي، جانڪِين تان جِيئَنديِاسِ،
آيلِ! لڳمِ ڀانُ ڀَروچُ جو.
اَڍِيون! عَبدُاللّطِيفُ چي، مُحبّنِ کي مِلنديِاسِ،
آيلِ! لڳمِ ڀانُ ڀَروچُ جو.

---

١ـ مون تان آسرو لاهيو ٢ـ گهارڻو پيمَ، ڪمر پيمَ ٣ـ عشق کان ناآشنا ۴ـ پيءُ ۽ ماءُ، اوهي نڪو واهي ٥ـ وڇوڙي ٦ـ حوالي ٿيس.

## وائي-۳

تہ کو ھوتُ سَڄَڻُ نيندا، ھوا! ڏيرا[۱]،
ڪَلَ نہ پپيَمِ ڪا، مُون نہ پَرُوڙيا، ماءِ!
ڪُھِي ڪَميِٽِي ھَلِيا، ٻانيَڙ ڪَري ٻيرا[۲]،
ڪَلَ نہ پپيَمِ ڪا.
پَسان شالَ اَکِيَنِ سين، دوستَ سَندا ديرا[۳]،
ڪَلَ نہ پپيَمِ ڪا.
سيٹَنِ ساجُھرِ[۴] لَڏِيو، پوءِ تِي پُڇِين پيرا،
ڪَلَ نہ پپيَمِ ڪا.
ڏاڻَ[۵] وِجھي ڏاگھنِ[۶] کي، وَنگِيَئِي[۷] نہ تنھن ويرا[۸]،
ڪَلَ نہ پپيَمِ ڪا.
ٻـَرِڪَنِ[۹] تا ٻانيَڙِ جا، جِيءَ اَندَرِ جيرا،
ڪَلَ نہ پپيَمِ ڪا.

## داستان ٻارھون

### ۱

ڏِنان[۱۰] جي ٻروچُ، مُون جيئن[۱۰a] ھوتَ اَکِيَنِ سين،
مون کي چَيان[۱۱] "لوچُ"، پاٹان پينِيُون[۱۲] ڇَپَرِين.

---

۱- منھنجا ڏير ۲- تڪر، قاڪون ۳- مڪان ۴- سويل ئي، گھٽو اڳي ۵- ڏاوڻ، نوڙيون ۶- ائن ۷- ٻـڌئي ۸- مـھل، وقت ۹- جلـن، ٻـھڪـن ۱۰- ڏِنَـوَ، تـوھـان ڏنـو ۱۰a- جيان، وانگر، وانگيان ۱۱- چَيَوَ، تـوھـان چيـو ۱۲- وينيون، گھڙيون.

۲

هوتُ نَہ ڏِنائُون، ڏوھُ نہ ڏِيان جيڏِيِن،
مُون جيئن رُنائُون، مَتي ڪِيو هَتَڙا.

۳

ٻاروچو ٻِيءَ پَتِ[۱]، جيڪُسِ ڏِنو جيڏِيِن،
مُون جيئن مُوڙِهيِن مَتِ[۲]، پَسنديئي پُنهُونءَ ڪَي.

۴

ٻاروچو ٻيءَ رُوءِ، جيڪُسِ ڏِنو جيڏِيِن،
سَنجهي ۽ صُبُوحِ، هوندَ نَہ وِيَئڙِنِ وِسَرِي.

۵

آن جي ڏِنِي، جيڏِيُون! پُنهُونءَ جِي پاٻوهَ[۳]،
سَنجهي ۽ صُبُوحَ، سُورَنِ تي سَجَڪِيُون[۴].

۶

جي هُيان° هوتَ پُنهُونءَ سين، مُون جيئن مُلاقاتَ،
ٻانهَنِ وِجِهي واتَ،* رِيهُون ڪِيان°a رُجُنِ ۾.

۷

جي تو ڳالهائِني، ماءِ! ٻاروچا پُڇِيا،
اُنِين جي وائِيءَ، هوند نہ وِييان[٦] وِسَرِي.

---

۱ـ نموني ۲ـ مستانيون ٿيون ۳ـ خوشيِ، مرڪ، ڪل ۴ـ ويڙهيون، چهٽيون، چنبڙيون ۵ـ توهان کي هجي ها * عشق جي غلبي ڪري، ٻانهن ۾ چڪ وجهي ۵a ـ ڪريو ها ٦ـ توهان کي وڃي ها.

٨

اَجُ مَعذُورِ هئُان، * اَلا! چَڱي مَ ٿِيان،
رِڙهان ۽ رُئان، پُنهيءَ سَڱرِ[١] ساٿَ جي.

٩

جي ڏُونگَرَ! مُون م ڏُکَ، سي پَڌرِ پُونِ مَ پرينءَ ري،
ويهَڻُ مُون وِهُ ٿِيو، ڪيرَ سانڍِيندي سُکَ،
هُيَمِ هوتَنِ سين چُکَ[٢]، سَچو سَڱُ نہ سارِيان.

١٠

پِيُون سَبِ سَڱَيٽِيُون، سَرَتِيُون! مُون چُکَ سين چاهُ[۴]،
اَندَرِ آهيمِ[۴a] ٻَالهڙي، ڪوهِيارِي جِي ڪاهُ،
لَڳُمِ ذَرو واءُ، ** سچو سَڱُ نہ سارِيان.

١١

"ووءِ! ووءِ" ڪَندِي وَتُ، مَچُڻُ "ووءِ!" وِسارِيِين،
پاڻِي هارِ مَ پَڌرو، رو[٦] مَنجهائِين رَتُ،
صَبُرُ وَڏو سَتُ، سِگها ميڙي سُپِرِين.

١٢

ووءِ ووءِ وِڏُوڙا[٧]، ووءِ ووءِ وَڃَنِ نِڱيا[٨]،
مُون سانگيِاڻِيءَ[٩] جا سُپِرِين، سَچُ ڪِ سَنيُوڙا[١٠]؟
لاٿُمِ نہ تورڙا،[١١] ماءِ! اوسيئڙو[١٢] اُنِ جو.

---

* اڄ جڏي ئي هجان ١- رستي ٢- ذرو، ٣- عشق جي لغار ۴- چاهہ، شوق ۴a- مون کي آهي ** عشق جي لغار لڳيم ٥- روئيندي ٦- تون روءُ ٧- ڪاوڙيا ٨- نڪري، نڪتا ٩- چوريءَ چني ١٠- سنيريا، تيار ٿيا ١١- توڙان، اصل ڪان، هرگز ١٢- انتظار، آسرو.

۱۳

ووءِ ووءِ[1] پڻ ويئي[2]، رَنُن[3] ڪارڻِ جا هُئي[4]،
پُنهونءَ کي پيئي، رُوندِي ڪيرَ رَتَ ڦڙا؟ *

۱۴

گهوڙا! گهٽيءَ پُونِ[5]، ووءِ ووءِ وَڃَنِ نِڱيا،
مادَرِ! مٿان مُون، ڪانگَ لَوَندا ڪَڏِهِين.

۱۵

ماٽِ مارينديَئي پرينءَ جي، مَڃُڻ رئين رَتُ،
چورِي! چَڏِ مَ سَتُ، هِمتَ هوتُ وِڃائِيو.

۱٦

جَرَ[6] جيئري جَنِ سين، مُئي پُڻ سين تَنِ،
جي هِتِ نَ هوتُ پَسَنِ، سي ڪنهِن پَرِ ڪيچ پَسَنديُون؟

۱۷

جيئن جيئن جَهلي جَڳُ، تيئن تيئن مُون تاڪيدُ ٿِئي،
ڳهريو[7] تو ڳالهِيون ڪَري، وِهُسي[8] پَٽو[9] وَڳُ[10]،
لوڪُ لَتاڙي[11] نِنڊَ ۾، پُنِي لالَنَ لَڳُ،
آرِياڻي اورَڳُ[12]، پَنيوران ٻَهَرِ[13] ٿِي. **

۱۸

اَوَجهڙِ وَتان آءُ، پِيُون سَبِ سَگَرِ ساٽَ جي،
جا نِينهن ڳِنهندِي نانءُ، سا مُون جيئن پوندِي مامِري[14].

---

۱- روح زاڙو ۲- مون لاءِ بند ٿيو ۳- جن جا مڙس مري ويندا آهن ۴- رواج هو * رنن لاءِ جيڪو روئڻ جو رواج آهي، سو پڻ منهنجي لاءِ بند ٿي ويو آهي، (گهٽي غم سبب رئڻ بند ٿيو آهي) هاڻي باقي ڪير پنهونءَ لاءِ رت پيئي روئندي؟ ٥- زمين، پنڌ، مفاصلو ٦- لغار، ميخ ۷- ننڊ (غفلت) جي گهيرٽ ۾ اچيو ۸- خوش ٿيو ۹- رهي، گذاري ۱۰- ولر (دنيا جا ماڻهو) ۱۱- اورانگهي، ڇڏي ۱۲- ڳول، جاچ ۱۳- ٻاهر ** دنيا کي ترڪ ڪري پنهونءَ کي ڳول. ۱۴- تڪليفن ۾ پوندي.

۱۹

ماڳهين° جي مُئي، تہ هونڊ نہ پيئي مامري،
ڇَڏيو جي ڪُهي، تہ هيڪاري هورُ[۱] لهي.

۲۰

ٻَڌو ڪنهن ٻَنڌاڻِ[۲]، هينئڙو هوتاڻيءَ سين،
ڪا جا پيِيَس ڪاڻِ، نبيريانسِ[۳] نہ نِبري.

۲۱

ڪُهُ جاڻان، ڪُهُ ٿيو، ڪيڏانهن ٿي وَيان،
هَٿَ، ڪَرايُون، آڱرِيُون، موڙيو سڀ پَيان،
ٻِيَن گهرِ ٻُجهان[۴]، مُون هاريءَ هوتُ وِڃائيو.

۲۲

ڇان ڪِ° آيسِ اڳاهين، تان اُتهين اُپي آهيان،
پِرتِ پَراهين، هاڻي مَران مَ جِيان.

۲۳

سَرَتيُون! سُورُ پِرِيَنِ جو، سُڄُڻ ۾ شامِلُ،
ڪوهيارو ڪامِلُ، مُون کي ڏُکَ ڏيکارِيو.

۲۴

ڏُونگرَ ڏنا[٦] لُوڻِ[۷]، مُون پارَڪُو[۸] پُڇِيا،
هيڪَلِيُون هَلَنِ جي، سي تاڪُنِ سنڌي ٽُوڻِ[۹]،
اِيءَ اَهُکِي پُوڻِ[۹a]، سُونهَنِ رِيءَ نہ سُٽِرِي.*

---

○- مُورڳو، صفا ۱- ڳنتي، خيالِ ۲- نوڙيءَ، ناتي، لاڳاپي ۳- جدا ڪريانس ۴- گهنڊ، دهل دمامہ، خوشيون ٥- ڇوان تہ، مون ليکي ٦- مٿاهيون زمينون، جبل جون چوٽيون ۷- هيٺايون، زمينون ۸- ڄاڻو، واقف ۹- شڪار، ڪاڄ ۹a- پُونءِ، جُوءِ * طريقت جي راه ڏکي آهي ۽ سونهي (مرشد) کان سواءِ سولائي سان طي ڪري ڪانہ سگهبي.

۲۵

لَڪِين لوڙائُو[1]، سَهَسِين آهِنِ سُڃَ ۾،
بَرَ ۾ بورائُو[2]، ڪَنُ پِيادِي پانَ سين.

۲۶

ٻاروچا ٻِيا گهڻا، منهنجو پُنهُون سِرُ[3] سَيَنِ،
چانگِي تي چَڙهِي ڪَري، ڪَندو وَرِ وِلَهِيَنِ*،
مَٿي مَعذُورِيَنِ، هوتُ ڏِريندو هَٿَڙا.

۲۷

ٻَاروچا ٻِيا گهڻا، منهنجو اُجهو آرِياڻِي،
چُونڊِي[4] رَڪِيمِ چِتَ ۾، ساڄَنُ سُڃاڻِي،
جا وِندُرِ وِڪاڻِي، تنهن جو موتَنُ ڪو مَسُ ٿِئِي.

۲۸

هُوءَ جا گهورِيِ گهوٽَ جِي، تنهن کي چِرِي چُونِ،
اُگهاڙِيُون آتَڻَ ۾، هوتَ پُڇاڻان هُونِ،
پُرا[5] تَنِين پُونِ، ڏِنو جَنِ اکيَنِ سين.

۲۹

ڏِنَمِ اُتُ اکين سين، مانَ ٻاروچا هُونِ،
جَنِين ڏارانُ پُونِ، موريسر[6]، اَکيَنِ ۾.

---

۱ـ لنيرا- ڏاڙيل ۲ـ بهادر (مرشد) ۳ـ سِردار * مسڪينن سان وڙ ڪندو ۴ـ چونڊي، ڳولي ۵ـ نشان پتو، خبرون ٦ـ چاليون، ڦلا (اکين ۾ ڪنڊا).

۳۰

سَڄَڻُ ڏِٺو جِن، موٽَڻُ تَنِين مِيهَڻُو،
اِي مَرَڪُ مَعذُورِيَنِ، جيئن مَرَنِ پِريان جي پير تي.

۳۱

وَرُ[۱] لَڪَنِ جِي لوڏ، گهورِيا سُڪَ پَنيورَ جا،
اَمڙ! جي تُون آڇِيين، سي ڪَمِ نَہ اَچَنِ ڪوڏ،
هِينئِين منهنجي هوڏ، ٻَڌِي ٻاروچَنِ سين.*

۳۲

ڪو جو آيس ڪوڏ[۲]، ٻاروچاڻِيءَ ذاتِ سين،
جي هو چُونسِ "ٻوڏ"، تَہ "جِيءُ" سُڻائي جَڳَ کي.

۳۳

ٻَلِي ڪَري ٽِيومِ، هِيءُ سَڳُ ٻاروچَن سين،
وَڃِي ڪيچُ ڏِٺومِ، پُنِيءَ لڳِي جُنِ جيَ.

۳۴

اَديُون! ڪا اِيندِي؟ ڇَپَرِ مُون سَڳُ ٽِيو،
لائِيندِيَسِ لِڳَن کيِ، مَلِيرا ميندِي،**
وِندُرِ اَئُون وِيندِي، آرِي جامُ اَجهو ڪَري.

۳۵

وَڃَڻُ تو وارِي[۳]، پُرَڻُ پُنهُونءَ پُٺِ ۾،
ڪَرَهہ ڪوهِيارِي،*** سُتِي تو سَبِ وِيا.

---

۱ـ بهتر * منهنجي دل ٻاروچي کي ملڻ لاءِ هوڏ ٻڌي (ضد ڪيو، پڪو پہ ڪيو) آهـي.
۲ـ شـوق، عشق ** مـلير جي ميندِي. ۳ـ جڳائي، مناسب آهـي ۴ـ هلڻ
***ڪوهياري (پنهونءَ) جا ڪرها (اٺ).

۳٦

مُون کي نَتا نِين، جَتَ مُلڪِ پانهنجي،
جي ڳهڳهيرِيَنِ[١] ڳَڏِينِ[٢]، تہ ٻِينِ ڳان ٻيٺُو ڪَرِيان.*

۳٧

اَڳِي ايئن هُياسِ، جيئن پُنهُونءَ ڏوتَمِ ڪَپڙا،
هاڻي ايئن ٿِياسِ، جيئن جتَ نہ نِينِمِ[٢a] پاڻ سين.

۳٨

ڪوهِيارو ڪيٽانِ[٣]، ڪِيئڙ[۴] وَڃِي، ڪاڏهِي وَڃان،
مُون ٻانيو سيٽانِ[۵]، ڇَپَرِ ڪَنڌِيَسِ پَنڌڙا.

۳٩

ڪوهِيارو ڪارِي[۵a]، پَنڌَ اَڙانگا پَٽِيين،
سي ڏِيهَ[٦] ڏيکارِي، جي اَڳَ نہ ڏِٺا ڪَڏهِين.

۴٠

ڏُکوِينِ اُهِجاڻُ، ڪُلهِي[٧] ڦاٽو ڪَنجُرو[٨]،
وَڃَنِ ڳُوندر ڳَڏِيُون، لوڪَ نہ آڃِنِ پاڻُ،
سُورَنِ آسان ساڻُ، نَنڊِيئِي نِينهن ڪِيو.

۴١

ڪُلهِي ڦاٽو ڪَنجُرو، مٿَو اُگهاڙو،
ٻِينَرُ! ڪُجاڙو، منهنجو هِنَ ٻَنِڀورَ ۾؟

---

١- ڳهڳها، وڏا چولا پائيندڙ، ٻروچاڻيون * تہ ٻين (ماين) کان ٻيٺو ڪَمُ ڪريان، وڌيڪ خدمت ڪريان ٢- ملائين، انهن جهڙو ڪري ليکين ٢a- ولي وڃنم ٣- انهن کي، ڪٽڻ لاءِ ۴- ڪيڏانهن، ڪٿي ۵- هنن سان ۵a- ڪرائي ٦- ملڪ ٧- ڪلهي ۾ ٨- چولي، گج.

۴۲

ڪُنِّيءَ[۱] لَئِي! ڪاٽِي! رکيئِي پِرتِ پُنھُونءَ سين،
سُھِيو[۲] سُکِيو ڄِندَڙو، وِڌءِ ڄيري ۾ ڄاٽِي،
توسِينِ ھاجُو ھوتاڻِي، صُباحَ ڪَندا سَسُئِي.

۴۳

ڀَنيوران ڀَھَرِ تِي، اَمَڙِ! مُون اُماڻِ،
مَڇُڙِ ڪا رِھاڻِ، مُون تو مونِي مَسِ تِئي.

۴۴

ڀَنيوران ڀَھَرِ تِي، مُون جي ڪِيا سَدَّ،
ڀاروچاڻِيءَ لَدَّ[۳]، لَڪَ سَويلا لَنگِھيا.

۴۵

ڇِپُنِ ڇِنا پيرَ، ھَلِي ھَلِي ماءِ!
ڪوھِياري جِي ڪاءِ، ڳِنھيو پُوٽان[۳a] ڳالھڙي.

۴۶

نينھن مَ نالو ڳِنُ، پِرِيَتَڻِي پيرَ ڀِيا،
سُورَنِ ساڻُ مَ چِنُ، وِرِھُ[۴] وِھائِجِ[۵] وِترو[۶].

۴۷

سَجَڻُ ڏنو جَنّ، تَنِ ڳِچِيءَ سِرِ[۷] ڳَھُ ڪِيو،*
ڀِيُون ڪوھُ ڀُڄَھنّ[۸]، قَدُرُ ڪِيميا اِنَ جو.

---

۱- مصيبت لاءِ، مشڪلاتن سھڻ خاطر، موت لاءِ ۲- سکيو ۳- قافلو ۳a- پٽان، وتان ۴- برھ، ڏک، عشق ۵- خريد ڪج ٦- زياده ۷- تي، مٿانِ * تن خوشيءَ وچان ھار سينگار ڪيو. ۸- سمجھن، ڄاڻن.

۴۸

هارِي! هينئون مَ لوڏِ، سُکَنِ پوندِينءَ[1]، سَسُئِي،
ڪوهِيارو تو ڪوڏِ[2]، اَچي ڪَرَهَ[3] قطارِيو.

۴۹

حُسيني حُسينَ لئِي، ٻِيٻِيءَ پاڻُ چَئِي،
تِهان پوءِ ٿـئِي، خَبَرَ ٻِـيءَ خَلقَ کي.

وائي

ڪارُون وَسَ ڪِيامِ، ڙي هَئِي هئِي! وو، لَڏِي ڏُورِ وِيامِ!
منهنجو هوتُ نَہ موٽِيو، وو! ڪارُون وَسَ ڪِيامِ.
ٻَنڌَڻُ[4] ٻاروچَنِ جا، پِينگهِي مَنجهِ پِيامِ،
وو! منهنجو هوتُ نَہ موٽِيو!
ڪَئِين قاصد ڪَيچَ ڏي، مُحبن لاءِ مڪامِ[5]
وو! منهنجو هوتُ نَہ موٽِيو!
سَدا سُپِيرِيَنِ جا، سانڌَڻُ سُورَ پِيامِ،
وو! منهنجو هوتُ نَہ موٽِيو!
هوتَ هَلَندي جي ڪِيا، نَہ سي سَڏَ سُئامِ[5a]،
وو! منهنجو هوتُ نَہ موٽِيو!
اَدِيُون! عَبدُاللّطِيفُ چي، آرِيائِي اِيندامِ،
وو! منهنجو هوتُ نَہ موٽِيو!

---

۱- پونديءَ ۲- شوق، عشق ۾ ۳- اُٺ ۴- نوڙيون، رسا، عشق جا زنجير ۵- موڪليم، روانا ڪيم. ۵a- ٻُڌامِ، ٻُڌمِ.

# سُرُ لِيلان چنيسرِ

## سر بابت:

هن نالي سان ڪابہ هندستاني راڳڻي ڪانهي، تنهنڪري سمجهجي ٿو، تہ رسالي کي ترتيب ڏيندڙن هن سر تي، مضمون جي لحاظ کان ئي نالو رکيو آهي. هن سر جون پڙهڻيون عموماً ڊاڪٽر گربخشاڻي واريون اختيار ڪيون ويون آهن.

## آکاڻي:

هن سر جو مضمون، ليلان ۽ چنيسر جي قصي تي ٻڌل آهي. جو مختصر طور هيٺ ڏجي ٿو:

سومري گهراڻي جي داستان جي ڪاھ مان، چنيسر نالي هڪ راجا، سن ۱۲۸۸ کان ۱۳۰۶ع تائين، ديول ڪوٽ يا ديول بندر جو (جيڪو مڪليءَ جي ٽڪريءَ جي چيڙي وٽ، پير پٺي جي مقبري جي ويجهو، سنڌو نديءَ جي بگهاڙ شاخ جي ڪنڌيءَ تي هو) حڪمران هو. سندس حشمت ۽ حسن جي، هر هنڌ امڙي هاڪ هوندي هئي جو هرڪا سهڻي عورت سندس سهاڳ لاءِ سڪندي هئي.

ساڳئي زماني ۾ راٺو ڪنگهار، ڍٽ ڏٺي راجپوت راءُ، پر واريءَ ننگريءَ ۾ حڪومت ڪندو هو: ڪيس ڪوئنرو نالي هڪ ڌيءَ هوندي هئي. جيڪا حسن ۾ حور مثل هوندي هئي. هڪ ڏينهن ڪوئنرو، وڏي هيج مان پنهنجي هار سينگار ڪيو، تہ سندس هڪ سهيليءَ چٽر ڪندي چيس، تہ "تون جو هيترو هار سينگار پئي ڪرين، سو جڻ تہ چنيسر کي موهت ڪرڻ جي مدعا اٿئي؟" ڪوئنروءَ چنيسر متعلق اڳيئي گهڻو ڪي ٻڌو هو، سو هاڻي اڻ ڏٺي، انهيءَ طعني ڪري هن تي عاشق ٿي پيئي.

جڏهن هن اڻ ڏٺي الفت جي ڪل، ڪوئنروءَ جي ماءُ، مرڪيءَ کي پئي، تڏهن پنهنجي مڙس سان ڳالھ ڪيائين. هن چنيسر سان سڱ ڪرڻ فخر جهڙي ڳالھ سمجهي، ۽ ڪنهن حيلي بهاني چنيسر کي راضي ڪرڻ لاءِ هنن کي اجازت ڏني. نيٺ هن رٿ تي متفق ٿيا، تہ ڪوئنرو ۽ ماڻس، وڻجارڪو ويس ڪري، چنيسر جي ملڪ وڃي، هن کي ريهڻ ريسڻ جون رمزون رچين. سنت ئي سامان سنڀالي، اچي ديول ڪوٽ ۾ ديرو دمايائون. ڪجھ وقت بعد، معلوم ٿين تہ سندن مقصد، چنيسر جي وزير جکري هٿان پورو ٿيندو. نيٺ هو جکري جي جاءِ تي ويون ۽ وڃي ساڻس حال اوريائون. درد جو داستان ٻڌي، وزير جي دل پني، سو دلاسو ڏنائين، تہ "سائين مڙئي سٺائي ڪندو، آءٌ چنيسر وٽ ٿو وڃان، اميد آهي تہ عرض اونائيندو."

صبح جو جڏهن وجهه وٺي، چنيسر سان ڪَوُنروءَ جي لاثاني حسن ۽ دل جي اُڪنڊ جي اُپَٽار ڪئي، جنهن تي هن جو هنيون البت هرڪيو، پر پنهنجي پٽ راڻي ليلان جون اکيون آڏيون آيس، تنهن ڪري ڪوُنروءَ سان ناتي رکڻ کان نابري واريائين. جڏهن جڪري اهو نااُميديءَ جو نياپو ڪوُنرو ۽ ماڻس کي ٻڌايو، تڏهن چيھ چڄي پين ۽ اکين اڳيان اونداهه اچي وين. آخر پهه پڇاياڻون ته "هلو ته هلي ليلانِ وٽ پورهتيون ٿي ٻيهون، من ڪو موقعو پائي راهُ ريجهايون." اها ڳالهه ڳئي ليلان وٽ لنگهي وييون، جنهن ڪئي پنهنجيون خاص ٻانهيون ڪري رکين.

وقت گذرندو ويو، پر وصال جو ڪو امڪان ئي نظر نه اچين. هڪ رات نااُميديءَ ڪري ڪوُنرو هنجون هارڻ لڳي. ليلان ڪانئس روئڻ جو سبب پڇيو. ڀيريائين گهڻي نمان نمان ڪيائين، پر آخر چيائين ته: "گذريل زمانو ياد اچي ٿيم. آءٌ به تو وانگر هندورن ۾ لڏي، وڏي ٿي آهيان. جڏهن هار وجهندي هيس، ته اونداهيءَ مان اجالو ٿي ويندو هو!" ليلان کيس، آخر انهيءَ هار ڏيکارڻ لاءِ آماده ڪيو. ليلان کي مٿين سان محبت هوندي هئي، سو ڪوُنرو جو نولکو هار پسي، هرڪجي پيئي. گهر جيڪي گهرڻو اٿيئي. فقط اهو هار حوالي ڪريم." هوءَ کيس چوڻ لڳي. ڪوُنرو ورندي ورائي ته، "چنيسر سان هڪ رات رهاڻ جي عيوض، هار حوالي ڪنديس." هار ليلان جا حوصلا خطا ڪري ڇڏيا هئا، تنهن هن ۾ هرج نه سمجهي، اهو شرط قبوليو. ليلان چيو: "هار مون کي ڏي. هاڻ وڃي دلجاءِ ڪري ويهه، رات جو آءٌ پاڻيهي چنيسر کي تو وٽ پهچائينديس."

اتفاق اهڙو ٿيو جو، انهيءَ رات راڻ محفل ۾ گهڻي مئي نوشيءَ سبب نشي ۾ مخمور ٿي ويو. هو جڏهن محلات ۾ آيو، تڏهن ليلان کيس خماريل ڏسي ڏاڍي خوش ٿي. ڳرهائڙي پائي ڪوُنرو سان محبت ونڊڻ لاءِ کيس چيائين. چنيسر جيتوڻيڪ هوش ۾ نه هو، ته به غيرت آيس ۽ پڙ ڪڍي بيٺو. گهڻي رد بدل کان پوءِ، ليلان ليلائي هٿ کان وٺي، ڪوُنرو جي ڪمري ڏانهن ڪاهي ويس. ٻانهن هڪيو تڪيو وينو هو، سو نهه پهه ويڏي پڙهائي ويئي. نشي ۾ الوٽ هئڻ سبب، چنيسر کي ڪو سڌ سماءُ ڪونه پيو. هو پلنگ تي پاسو وٺي پنجي رهيو. ٻيج ٻنيءَ، جان ڪئي اک اُپٽي ته ڪوُنروءَ جي پاسي ۾ پيو آهي. احوال پڇڻ تي ڪوُنروءَ بيان ڪري ٻڌايس، ته "مٺا! رات ليلان توکي، هار تي وڪيو ۽ مون توسان لائون لڏيون آهن. هاڻي تون منهنجو ڪانڌ ۽ آئون تنهنجي داسي." هن ڳالهه ٻڌڻ شرط چنيسر جو چت ڦريو: ليلان دل تان لاهي، ڪوُنروءَ جي قرب ۾ قابو ٿي ويو.

جڏهن ليلان کي خبر پيئي، ته هٿن سان کهڙو ويل وهايو اٿم، تڏهن ڏاڍي پريشان ٿي. پڇتاءَ جون هنجون هاريندي، ڏاڍيون ڪارون ڪيائين، پر چنيسر تي بي اثر ثابت ٿيون. هٿ جي وڍيءَ جو نڪو ويڄ نڪو طبيب، سو آسرو پلي، ماڻٽائي ملڪ رواني ٿي. انهيءَ اميد تي جي رهي هئي، ته ڪڏهن ٿو چنيسر مدايون ميٽي، مهر ڪري. ورهين جا ورهيه گذري ويا، پر چنيسر وري پڇيس ئي ڪونه.

جڪري وزير جو مڱڻو، ليلان جي ماڻٽن مان ٿيل هو، جڏهن هن ليلان جي ڏهاڳ جي خبر ٻڌي، تڏهن سڱ کان صفا نابري واري وينا. جڪرو ليلان وٽ ويو، جنهن سڱ

وٺي ڏيڻ لاءِ شرط وڌس، تہ "چنيسر کي هڪ وار مون وٽ وٺي اچ، پوءِ تون ڀانهن مون کان لهڻين." جکرو، شادي ۾ شريڪ ٿيڻ جي بهاني تي، چنيسر کي ليلان جي ساڻيھ وٺي آيو. ليلان ساهڙين ساڻ گهونگهٽ ڪڍي، ڇاڇين جي آجيان لاءِ ناچ ڳانو شروع ڪيو. ليلان جو ناز نخرو ڏسي، چنيسر، ٻنا سڃاڻڻ جي، منس اکن ڇڪن تي پيو ۽ گهونگهٽ کولڻ لاءِ کيس چيائين. هيڏانهن ليلان اکڙي کولي، هوڏانهن چنيسر جي چاهت جا ڦٽ چُناڪا ڪري اٿلي پيا. اگرچہ ظاهري طور چنيسر ليلان سان لاڳاپا لاهي ڇڏيا هئا، تڏهن بہ محبت جي ميخ اجا مخفي طور من ۾ لڳل هيس. هاڻ سندس روح اهڙو ريلو ڏنو، جو اتي ئي پساھ پورا ڪيائين. ليلان اهو لقاءُ ڏسي، پڻ پساھ ڏنا ۽ مري محبوب سان ميلو ڪيائين.

## روحاني راز:

صوفين جو عقيدو آهي، تہ خدا نهايت غيرت وارو آهي. بيشڪ خدا جهڙو ٻيو غيرت وارو ڪونهي. هو شرڪ پسند ڪونہ ٿو ڪري ۽ شارڪ لاءِ دوزخ جي باھ مخصوص ڪري ڇڏي اٿس. هو غيرت وارو آهي، تڏهن تہ آدم کي، بهشت مان نافرمانيءَ ڪري، نيڪالي ڏيئي ڇڏيائين! آدم کي جنت ۾ سڀيئي نعمتون موجود هيون، پر تنهن هوندي بہ شيطان جي اشاري تي منع ٿيل ميوو کائي، الله جي امر کي آڏو ڦريو. الله جي غيرت گوارا نہ ڪيو، تہ سندس ڀانهو، سندس احڪامن جي انحرافي ڪري، سو سزا طور آدم کي، جنت مان تڙي ڪڍيائين. آدم پوءِ سالن جا سال پشيمانيءَ جا لڙڪ وهايا. آخر جڏهن غير گمان ڪڍي ڇڏيائين، تڏهن توبھ قبول پيس ۽ وصال جو ورق وريس.

هن سر ۾ الله جي غيرتمند هجڻ ڏانهن اشارو ٿيل آهي. چنيسر مان مراد آهي غيرتمند الله. ليلان مان مراد آهي اهو سالڪ جنهن کي هڪ وار خدا جو وصال نصيب ٿيو هجي، (يعني اهو روح جو مالڪ سان مليو هجي، پر اجا دنيوي مزن ماڻڻ جو طمعدار هجي)، پر پوءِ نفس جي ڦندي ۾ ڦاسي، آدم وانگر وڃي اوجهڙ پيو هجي ۽ حقيقي محبوب وٽان، مجازي مزن جو شڪار ٻنجڻ ڪري، تڙجي نڪتو هجي. ليلا کي چنيسر جي وصال ۾، قسمين قسمين سک ۽ سهنج هئا، پر هار تي هرکجڻ ڪري، اهي سڀ ڦنا ڪرنا پيس. ڪؤنرو مان مراد آهي، ڏتاريندڙ شيطان يا ذات جي هٿان، صفات جي آزمائش ۽ امتحان. جيئن آدم کي شيطان دلبو ڏئي گمراهيءَ ۾ غرق ڪيو، تيئن ڪؤنرو وري ليلان کي وصال کان ويراڳ ڏيئي، ندوري ۽ نڌر بنايو.

هار مان مراد آهي شيطان جو ڦندو، يعني دنيوي مزا. هار مان بهشت ۽ ان جو سينگار بہ مراد ٿي سگهي ٿي. سالڪ مڪاشفن ۽ مشاهدن ذريعي، جڏهن بهشت ۽ ان جو جنسار ڏسي ٿو، تڏهن حق تان پنهنجي دل لاهي، انهيءَ ظاهريءَ ڏيک ۽ فريبي زيب و زينت تي عاشق ۽ مست ٿيو پوي. ڪي سالڪ ان تي اکن ڇڪن ٿي، حق جي ڳولا ڇڏي ڏيندا آهن، جنهن ڪري الله جي غيرت-جنبش ۾ اچي، کين ڏهاڳ ڏئي ڇڏيندي آهي. جيئن ليلان ڪؤنروءَ جي چوڻ تي، هار تي هرکجي، چنيسر جي غيرت کي للڪاريو ۽ جڏهن اها جنبش ۾ آئي، تڏهن چنيسر جي راڄ (جو گويا هن لاءِ بهشت مثل هو) مان تڙجي نڪتي،

تيئن سالڪ سان به ساڳي حالت ٿي سگهي ٿي. انهيءَ انديشي ۽ احتمال جو خيال رکي، سالڪ کي اصل ڏي مائل ٿيڻ گهرجي. ڪوڙو ڏيک پاڻيءَ جي ڦوٽي مثال آهي، جو لحظو کن جلوو ڏيکاري ڦسي پوندو. اصل کي بقا آهي ۽ فصل [نقل] کي بقا نه آهي، تنهن ڪري فاني فريب کان پاسو ڪري، لاثاني قريب ڏانهن لاڙو رکڻ جڳائي ۽ پاڻ کي گمراهيءَ جي کڏ ۾ ڪرڻ کان بچائڻ گهرجي.

ليلان سالن جي روح ۽ راڙي، پريشاني ۽ پشيمانيءَ بعد، نيٺ توبه تائب ٿيڻ سان، مري محبوب سان ميلو ڪيو. سالڪ کي هتي هدايت ٿيل آهي، ته جيڪڏهن ڪشف جي حالت ۾ ڪي ڪجهه ڏسين ته ان تي هوش ۽ حوصلا خطا ڪري، متان پنيلجي وڃين. هيءَ هڪ قسم جي رچ اٿئي، جنهن ۾ سيڪو واريءَ کي پاڻي سمجهي، واريءَ پٺيان پيو ڊوڙندو آهي؛ پر باخبر انسان توائي نه ٿيندو آهي. سالڪ کي صلاح ڏنل آهي ته، مشاهدي ماڻڻ ڪري پنهنجي محبوب کان منهن متان موڙين. حقَ هي به تنهنجي لاءِ هڪ آزمائش خلقي ڇڏي آهي، ته ڪري ۽ ڪوٺي جي خبر پوي.

# سُرُ ليلان چنيسرُ

## داستان پهريون

١

داغ[١] تنهنجو دائِما[٢]، ماري مَعذُورِين[٣]،
سائِينءَ ڪارڻِ، سُپرِين وَڃِج مَ ڏُورِين[٤]،
آئُون تو حُضُورِين[٥]، مَٽيو[٦] وِجهان مَڃَ ۾.

٢

مَٽيُو وِجهان مَڃَ ۾، هائِيءَ[٧] هَٽان هارُ،
پـرِي[٨] جي پَتارُ، تہ ميرِيائي[٩] مانُ لَهان.

٣

مَٽيو وِجهان مَڃَ ۾، هائِيءَ هَٽِي هارُ،
سوِيـي![١٠] سُڪُ، سَيّدُ چِئي، ڪَرِيِن ڪوهُ[١١] قرارُ،
راڄا رِيساٽو[١٢] گهٽُو، سَٽاٽو[١٣] سَردارُ،
ڇَوِڏِسِ چَنيسَرَ ڄامَ جو، ڏيهان ڏيهَ[١٤] ڌڪارُ[١٥]،
ٺاڪُرُ[١٦] اَکِيِن ٺارُ، مَٽِيِي تِي تِـي مَنِيِين.

---

١ـ ٽڪو، ڏنڀ (ڏهاڳ) ٢ـ هميشہ ٣ـعذر وارين کي، ويچارين کي ٤ـ ڏور، پري
٥ـ حضور ۾، روبرو (جي مون کي ملين تہ) ٦ـ ڪؤنروءَ جي نَوَ لکي هار ڏي اشارو آهي
٧ـ ستن دوزخن مان هڪ جو نالو، ڪڏ، باهہ ٨ـ وري ملي، ريجهي پوي، پرچي ٩ـ گدليءَ
حالت ۾، عيبن واري هوندي بہ، ڏوهاري هوندي بہ ١٠ـ اي سوپيا واري ١١ـ ڇو ١٢ـ ريساڙو،
غيرت وارو ١٣ـ زوراور، ضدي ١٤ـ ملڪان ملڪ ١٥ـ دهڪو، ڌاڪو ١٦ـ سردار.

٤

چَنيسرُ چِوَرَنگَ[1]، ٻِہ-رنگو[2] لوڪُ ٻِيو،
تنهن[3] سين چِنيو سَنگُ، وَڃِيو هارَ هَٿُ ڇُهِين.

٥

مَٽِئي تي مُوهِجِي، مُوڙهِي![4] ڪِيئِي مَرَڪُ[5]،
چَٽِي[6] چَنيسَرَ جامَ سين، وِڌو تو فَرَقُ[7]،
وَرِي وِيو وَرَقُ* آيِئي ڏَنءُ[8] ڏُهاڳَ جو.

٦

مَٽِيي تي موهِجِي، هارِي[9] گِيئَڙِءِ[10] هارُ،
ڪوڙين ڪِيا ڪيترا، اِنهِيءَ خَرَ[11] خُوارُ،**
ٻَرِي[12] وِيو ٻَتارُ، آيِئي ڏَنءُ ڏُهاڳَ جو.

٧

مَٽِيي مَٽي جي هُئا، تَنِ چِٽَنِ ڦيريُمِ چِتُ،
هارُ ڪَتَنديسِ هوڏ[13] ۾، نيبَهُ ٽِيندُمِ[14] نِتُ،
ڪَؤنرُوءَ جو ڪِرِتُ[15]، مُونهان[16] مَتانهُون[17] ٽِيو.

٨

مَٽِيو ناهِ مَٽِيو، جو تُون ٻَسِي هارُ هِرِکيين[18]،
اَصلِ آهي اَڳِهين، سَندو ڪُوڙَ ڪَٽِيُون،
اِنَ گهوڙَنِ هَنئِي[19] گهٽِيون، دوسَنِئان[20] دُورِ ڪِيُون.

---

١- چٺن (رمزن) وارو، ڪيڏاري ٢- ٻچاڙو، منافق ٣- تنهن (چنيسر) ۴- منجهيل، بيوقوف ٥- فخر، وڏائي ٦- رد ڪد ڏني، وات ڪري ٧- تفرقو، ويڇو، سَنڌو * لوح محفوظ (قسمت) جي ڪتاب جو ورق وري ويو، جيڪي ٽيڻو هو، سو ٽي ويو. ٨- ڏنڊ، سزا، عذاب ٩- نادان ١٠- ورتو اٿئي ١١- گڏهه (هار يعني شيطان) ** انهيءَ هار (شيطاني ڪوڙي ڏيک) فقط ليلا نہ، بلڪ ٻين بہ ڪروڙن انسانن کي بڇڙو ۽ بدنام ڪيو آهي. ١٢- ڦري، بگڙي ١٣- شرط، بازي ١۴- ڦٻسي ويندو ١٥- داءُ، بازي ١٦- مون کان ١٧- اڳرو، غالب ١٨- تنهنجي دل سرڪي ١٩- مصيبت ۾ ڦاٿي يا سزا مليل ٢٠- دوسن (دوستن) کان.

۹

تو جو ڀانئيو هارُ، سو سُورَنِ جو سَگُرو[1]،
چَنيسَرُ چِتُ ڪَٽي[2]، ٽِيو پورهِيَتَ[3] جو پارُ[4]،
اَوَٽَتِ[5] جو آچارُ[6] ڪانڌُ[7] ڪِنهِين سين[7a] مَ ڪَرَي!

۱۰

نَ ڪِين ڀانهَڙِيَنِ[8] ۾، نَ ڪِين ڳُرِ[9] هُئومِ،
نَ مُون سِيندِ نَ سُرمُو، نَ سِينگارُ ڪِيومِ،
تيلانَهَن[10] ڪانڌُ سَندومِ، رُکوئِي[11] رَءِ[12] ڳِڙِي[13].

۱۱

سونا ڪُرَ[14] ڪَنَنِ ۾، ڳِچِيءَ ڳاڙها هارَ،
ڀانهُوتا ڀانهُنِ ۾، سِيندِ سَٺِيا وارَ،
تيلانهن پِيَ[15] پَچارَ[16]، ڪانڌ منهنجِي چَڏِيي.

۱۲

چَنيسَرَ جي چِتَ ۾، ڪِين جو اَگُ هُئو،
تِنهان پوءِ ٽِيو، مَٽِيي مَتي مامَرو[17].

۱۳

جَرُ[18] هارِيو ٽِي جَڪَرِي، جَڏهن رُنو ڏيريدارَ[19]،
ڏِولي[20] تڏِهن ڏِيلِيين[21]، سوِيي! ٽِيَئِي نَ سارَ[22]،
چَنِيسَرَ يَتارَ، حِيلو ڪِيو هارَ جو.

---

۱ـ سنگهر، ڳٽ، طوق ۲ـ دل ڪٽي، محبت مٽائي ۳ـ ڪؤنرو، (جيڪا نوڪرياڻي ٿي هئي) ۴ـ پاسو ۵ـ اٻٽت، ناسازي ٦ـ هلت، فيصلو ۷ـ يتار 7a ـ ڪنهن سان بہ ۸ـ ٻانهن، ڪراين ۹ـ ڳچيءَ ۱۰ـ تنهن لاءِ، تنهن ڪري ۱۱ـ اٽيوئي ۱۲ـ تحقيق، بلاشڪ ۱۳ـ وئي، قبولي ۱۴ـ پنڙا ۱۵ـ پرينءَ ۱٦ـ ڳالهہ، ذڪر، رستو ۱۷ـ معاملو، تڪرار ۱۸ـ پاڻي، لڙڪ ۱۹ـ ديري- ڏٺي، سردار ۲۰ـ محبوب، مڙس ۲۱ـ توکي ڏيليو، ڏڪاريو، توکي دل تان لاهي ڇڏيو، وساريو ۲۲ـ سڌ، سرت، سماءُ.

۱۴

اُو ڏُمَريو ڏِسُ، حِيلو هُونهِين° هارَ جو،
سُٺِهو[۱] سَبَ سَرَتيُون! وَرُ نہ ڪِهِين وَسِ،
دَعَويٰ[۲] پِهرِين دَسِ[۳]، پَچِيو تو پورا[۴] ڪَري.

۱۵

پُوچا° ڏِنَمِ پير، دِڪَڻَ مَتي ديولَ جا،
مُون پانِئيو تنهن وِيرَ، ڪوجِهي ڪَندو[۶] پِريتَڙِي[۷].*

۱۶

سوڙِيِين سُتَڙِياءِ، پَڪو[۸] سَهُو[۹] وِلاڙِيو،**
چَنيسَرَ ڪانڌاءِ[۱۰]، تان مُون هيئن نہ پانئيو!***

۱۷

ڍولا! ڪُڄاڙِيان[۱۱]، پولاٽِيو[۱۲] پوڌُ چَٽِين[۱۳]،
آئُون تو پيراندِيان[۱۴]، ڪَرَ موڙِيو، وَرَا! اُٿِيان.

۱۸

نِيو[۱۵]، پَڏِيو روءِ، آڳڻِ جهوڪِيو[۱۶] ڪَرَهو[۱۷]،
ڪو چَنيسَرَ چوءِ، تہ لِيلان وَڃي لَڏِيو.

---

° هُونئن ٿي، هَروُ پَروُ ۱ـ مٺو، ڀلو ۲ـ حجت ۳ـ پهرئين پيري، هڪدم ۴ـ ذرا ذرا °ـ ڏنگا، ڦڏا ٦ـ ڪني ڪندو، اِتا پير هلندو ۷ـ محبوبڙي، پيارڙي زال * ڪن هندن ۾ شاديءَ جي رات در وٽ دِڪڻ رکي ڪنوار ۽ گهوٽ جو هڪ ٻئي ھنيان پير ان تي رکائيندا آهن. جيڪڏهن گهوٽ جو پير قدو پوندو آهي تہ اهو ڀلسوڻ سمجهندا آهن شاديءَ رات چنيسر جو پير ليلان جي پير جي مٿان پورو ڪونہ پيو هو، تنهن ڪري کيس شڪ هو تہ چنيسر سائس چڱا پير نہ ڪندو. ۸ـ گهر، محلات ۹ـ چڱو، لائق، شاناٿو (محلات) ** ڪوڙرو محلات والاريو آهي. ۱۰ـ اي ڪانڌا *** لوڪ روايت موجب، چنيسر ۽ ليلان سهي جو شڪار ڪيو، ليلان ڪل هئي سر سهي رهي. چنيسر ٻکيو هو، تنهن سهو پچائي، هڪ ٽنگ ڪاٽي. ليلان اُلي، تنهن پڇيس: اهو مهڻو ڏنس، ان سلسلي ۾ اها ٻہ چوڻي آئي تہ، 'سهي ٽنگون ٽي' يعني هر ڳالهہ کان نابري وارڻ، پڙهٽي پڪو سهو ۱۱ـ ڇا لاءِ ۱۲ـ ڇتايو ۱۳ـ ڦوٽ چٽين ۱۴ـ پيرانديءَ کان ۱۵ـ نيو، وَليو، ڪاهيو ۱٦ـ جهڪايو، هشايو ۱۷ـ اٺ.

## وائي

آءُ پِرِين! گهرِ پيهِي مِيان چَنيسَرَ،
هارُ هَتان[١] مُون چِڏِيو.
پُڇَنِ لِيلا، هو ڪَنِ حِيلا، ٻَهَران[٢] اَچِيو ٻِيئِي[٣]،
هارُ هَتان مُون چِڏِيو.
دوسُ[٤] نِياڻُون داسَڙو[٥] ويساهِي[٦] وَرُ ويهِي[٧].
هارُ هَتان مُون ڇڏِيو.
اَوَڳُڻَ، عَيبَ، مَنائِيُون، ڍولا! ڏِڪِ سَيئِي،
هارُ هَتان مُون ڇڏِيو.
تو دَرِ اَچِي، داسَڙا! آرِ[٨] ڪَرِيندِيَسِ ڪيهِي[٩]،
هارُ هَتان مُون ڇڏِيو.
آيَسِ، عَبدُاللّطِيفُ چِي، دوس! تو دَرِ پيهِي،
هارُ هَتان مُون ڇڏِيو.

## داستان ٻيون

### ١

ڪِي، پَسِي توڪُ[١٠]، تِرڪِي، تَڪبَرَ[١٠a] ۾ پِئِي،
اَچِيو اَچِيو، "اَگلِي[١١]"، چَئِي ليلان کي لوڪُ،
اَندَرُ اوبالَنِ[١٢] سِين، ساڙِي ڪِيانَڻُسِ[١٢a] سوڪُ،
ٻالاپَڻَ جو ٻوڪُ[١٣]، وِيو ويچارِيءَ وِسَرِي.

---

١- هٿ مان ٢- ٻاهران ٣- ڪؤنرو ۽ سندس ماءُ ٤- دوست ٥- داسڙن جي ذات وارو چنيسر ٦- ويساه، واعدا ڏئي ٻوءِ ٧- ٽڪِي، رهِي، مون وٽ نوڪري ڪري ٨- انگل آرا، ناز نخرا ٩- ڪهڙو ١٠- زيور، ڪابہ شيءِ، وقت، مدت، اگلي، عيبن واري ١٠a- تَڪَبّر (ع) هَٺُ ١١- گندي، خراب، مغرور ١٢- مهڻن، طعننا ١٢a-ڪيائونس ١٣- ڦولارجڻ، ٻور جهلڻ، جوانيءَ جي چلولائي ۽ چنچلتا.

۲

جيڪُسِ[۱] ڪَمَ سَندامِ[۲]، جُوئا[۳] ڏِئا جيڏِيِن،
ڪِلَنِ سَبِ مَٽامِ[۴]، ساهيڙِيُون ۽ سَرَتيُون.

۳

هُئِينءَ تہ گهڻُو هوشيارُ، ڪَلَ پہ[۵] هُيَئي ڪانڌَ جِي،
تو پانئيو موچارِي ٿِيان، ڳِچِيءَ پائِي هارُ،
ڪانڌَ ڪُوَڙِيءَ جو نہ وَٽِي، سَئِين پَٽِين[۶] سِينگارُ،
وَهَمَ[۷] لَهي وِينجهارُ[۸]، دِلِيُون پَرَکي داسَڙو.

۴

چان ڪِ[۹] چَڙَهندِيَسِ ڪَٽَ تي، رِيجهائِيندِيَسِ راءُ[۱۰]،
اِهَڙِوئِي اَللهُ، جو پورِهيتون پيشِ ڪَري[۱۱].

۵

ڏاهِي هُيَسِ ڏيهَ ۾، سَرَتِينِ مَنجهہ سُجاڻِ[۱۲]،
ڪا جا پِيَمَ ڪاڻِ[۱۳]، جِيئَن مُنهن مٿانهُون نہ ڪٿان.*

۶

اَلا! ڏاهِي مَ ٿِيان، ڏاهِيُون ڏُکَ ڏِسَنِ،
مُون سين مُون پِرِيَن، پوراِئِيءَ[۱۴] ۾ پالَ ڪِيا.

۷

وَڏيرِي هُياسِ، ميڙو مُون گهرِ سَرَتيين،
هَٽَ چُهَڻَ هارَ جي، ڪَڙِي ڪانڌ ٿِياسِ،
ڊولي ڊِيلِياسِ[۱۵]، آيَمِ ڏَنءُ ڏُهاڳَ جو.

---

۱ـ شايد ۲ـ منهنجا ۳ـ ڪوتا، ڪوڙا ۴ـ منهنجي مٿان ۵ـ خبر ہ ۶ـ سوين نمونن ۷ـ وسوسا ۽ خيال ۸ـ وينجهار، قابل شخص ۹ـ چوان تہ، سمجهيو ٿي۱۰ـ راجا، چنيسر ۱۱ـ اڳريون ڪري، وڏيڪ عزت واريون ڪري ۱۲ـ هوشيار ۱۳ـ گهٽتائي، عيب، وڏ
*مون ۾ ڪا اهڙي وڏ آهي، جو منهن ہ مٿي نٽي ڪٽي سگهان. ۱۴ـ ابوجهائيءَ، اڻجاڻائيءَ ۱۵ـ ڏڪيس.

٨

وَڏيرِي هُياسِ، ڇَنيسَرَ جي راڄَ ۾،
ڏُهلِين[١]، دَمامِين[٢]، نُقَرين[٣]، تي پِلَپِلِ پُڇِياسِ[٤]،
ڏِولي ڏِيلِيياسِ، تِيَسِ ڏاهِڻِ ڏِيهَ ۾! *

٩

هُيَسِ هِندورَنِ ۾، پِيِيَمِ ڪانہ پَرُوڙَ،
مَٽِيي سَندي مامِري، ڪوجهي[٥] وِڏِيسِ ڪُوڙَ[٦]،
سامُهان تِيَمِ سُورَ، وِيو وِلَتِي[٧] وَلَهو[٨].

١٠

ڏُهاڳان سُهاڳِڻِيُون، ڪِهَڙي ڏوھ ڪَنبِنِ؟ **
وَرُ وڏُوڻو[٩] اينهين[9a]، جيئن جيئن پاڻُ[١٠] پَسَنِ.

١١

گهورِيو[١١] سو سُهاڳُ، جنهن ۾ پَسين پاڻُ ڪي،
ڏوري لَهُ ڏُهاڳُ، جنهن ڪَرَلاهُو[١٢] داسَڙو.°

١٢

سارِجِ سَيِيئِي، ليلان! لَڪَڻَ[١٣] پانهِنجا[١٤]،
وَرَ سين وِڙهيو اُتِيِين، ڏوراپا ڏِيئِي،
نَہ جاڻان ڪيهِي، ڇَنيسَرَ جي چِتَ ۾!

---

١ـ دهلن تي ٢ـ ڏڪڙن ٣ـ توتارين ٤ـ مون ڪان ٿي پڇيائون، منهنجو ٻي پڇيائون، شادين ۾ ٻين مجلسن وقت پلپل منهنجي ئي پڇا پئي پوندي هئي. * يتار جي منهن موڙڻ ڪري ڪوبہ ڪونہ ٿو پڇيم. ٥ـ ڪني ٦ـ ڪپٽ ۾ وڌو ٧ـ پٺ ڏئي، پـوئتي موٽي ٨ـ شاهوڪار، مڙس، محبوب ** اهو ڪهڙو ڏوھ آهي جنهن ڪري سهاڳڻين کي ڏهاڳ جو ڊپ هردم رهي ٿو؟ ٩ـ ڪاوڙ 9a ـ ايئين، ايئن ١٠ـ خودي، آپو ١١ـ صدقي ٿيو ١٢ـ پرگهور لهندڙ ° اهو ڏهاڳ ڳولي لهہ جنهن ۾ داسڙو تنهنجي سارَ لهي! ١٣ـ لڇڻ، افعال ١٤ـ پنهنجا.

١٣

چَئِي[١] چَنيسَرَ جامَ سين، لِيلان! لَڪايوءِ[٢]،
تو جو پانيو پانهنجو، تنهن جو پَرو[٣] ڪونَہ پيوءِ،
ڪَؤنرُوءَ ڪانڌ سَندوءِ، دَستِ ڪِيو[٤] داسَڙو.

١٤

لِيلان! جِمَ[٥] لَڪائِيين، چَئِي چَنيسَرَ ساڻُ،
وَرَ سين وِڙهيو اُتِيين، مُوڙهِي! مُنُئِي[٦] پاڻُ،
پورِي! ڪِيئِي پاڻُ،* تي[٧] اَيِئِي ڏنءُ ڏُهاڳَ جو.

١٥

لِيلان! جِمَ لَڪائِيين، سوپِي! ساڻُ سُجاڻُ،
آهِيين گهڻو اَجاڻُ، مَچڻِ[٨] پُورِي نَہ پُئين[٩].

١٦

لِيلان پُورِي نَہ پئين، چَئِي چَنيسَرَ ساڻُ،
تو جو پانئيو پانهنجو، سو رِيسائُو راجاڻُ[١٠]،
پاڻان ڏارَ پِرياڻُ[١١]، ڪانڌ ڪنهن جو نَہ وَٽي.**

١٧

چَئِي چَنيسَرَ جامَ سين، لِيلان! تُون مَ لَڪاءِ،
دوسُ تنهنجو داسَڙو، ڪانڌِ[١٢] وَڏِيائي ڪاءِ[١٣]،***
تہ ڊِولو ڊَڪَ سَندِياءِ، عَيبَنِ ڪي آڏو پُئي.[١٣a] ×

---

١- رد ڪد ڏيئي، بحث ڪري ٢- تو لڪايو، ظاهر ڪيو، ڏنو ڪيو ٣- پتو، سماءُ ٤- هٿ ڪيو، حاصل ڪيو ٥- متان ٦- پاڻ کي مصيبت ۾ وڌءِ. * اي نادان! هٿ ڪيئي، (جنهن ڪري ڏهاڳ ڏسڻو پيئي.) ٧- تنهن ڪري ٨- متان ٩-پُوري نہ پوين، پڄي نہ سگهين، هار نہ کائين ١٠- راجا ١١- پرينئو، عشق ** پاڻ کان سواءِ ٻئي لاءِ پيار (شرڪ) محبوب کي پسند نہ آهي. ١٢- صبر، تحمل ١٣- ڪائي، ڪري *** چنيسر گهڻو صبر ڪري، سور پيو وجي تو. ١٣a-پوي × تہ محبوب، جو تنهنجي پناه آهي، سو تنهنجون مدايون ميٽي ڇڏي.

١٨

چَئِي چَنيسَرَ ڄامَ سين، لِيلان! لَکاءِ مَ تُون،
اِيءُ ڪانڌُ ڪنهن جو نَه ٿِئي، نَه ڪا مُون نَه تُون،*
رُوندِيُون ڏِٺيُون مُون، اِنَ دَرَ مٿي داڌِليون[1].

١٩

لِيلان! ڇيلا ڇَڏِ، جي تُون، سوڀِي! سِڪِيين،
پائي پاندُ ڳِچِيءَ ۾، پانُ غريبِيءَ گَڏِ،
هَڏِ[2] نَه چوندءِ[3] لَڏِ، جي ڪارُون[4] آڇِين ڪانڌَ کي.

٢٠

جي ڪارُون آڇِين ڪانڌَ کي، تَه روئِي رِيجهائيج،
لِيلان! لِيلائيج، اَتِئِي ماڳُ[5] مِنَتَ جو.

٢١

جي لِيلائي نه لَهِين، ته پُڻ لِيلائيج،
آسَرَ[6] مَ لاهيجِ، سَجَڻُ ٻاجِهيندَڙُ[7] گهڻو.

## وائي

مُون تي وَهَرَ[8] وَرِي، وارو ڏيندُمِ وَلَهو[9]،
توکي ساري، سُپِرين! آئُون پُوندِيَسِ ماڳِ مَرِي،
وارو ڏيندُمِ وَلَهو.

---

*هن کي منهنجي ۽ تنهنجي پرواه ئي نه آهي. ١ـ دل گهريون ٢ـ اصل، بنه ٣ـ چوندئي ٤ـ فريادون، دانهون، پڪارون ٥ـ جاءِ، مڪان، هنڌ ٦ـ آسرو، اُميد ٧ـ ٻاجهارو ٨ـ واهر، مدد ٩ـ شاهوڪار، پيتار.

توکي سَرِي[١] سُپِرين اَسان تان نہ سَرِي،
وارو ڏيندُمِ وَلھو.
اَسان تو رِيءَ ناھِ ڪا، ڳُجھاندَرَ[٢] ڳَرِي،[٣] *
وارو ڏيندُمِ وَلھو.
اَدِيُون! عَبدُاللَطِيفُ چئي، مُحِبَنِ مِھرَ ڌَرِي،
وارو ڏيندُمِ وَلھو.

## داستان ٽيون

١

چَنيسَرَ سين چاڳُ[٤]، مَتان ڪا مُنڊَ[٥] ڪَري،
جان مُون پوءِ پَروڙِيو، تہ هِيءُ نہ ماٺي[٦] ماڳُ،
ڏَمَرِيو ڏُھاڳُ، سِگھو ڏي[٦a] سُھاڳِڻِيين.

٢

چَنيسَرَ سين چاءُ[٧]، مَتان ڪا مُنڊَ ڪَري،
ڪانڊَ ڪِھِين جو نہ وَٽي، ڳيرَبُ[٨] ۾ گاءُ[٩]،
جي ٽِڙي ٽوڙَڙِياءُ[١٠]، تہ دوسَ دَسائي داسَڙو.

٣

سَيِيئِي سُھاڳِڻِيُون، سَيِئِي ڳِچِيءَ هارَ،
پَسَڻَ ڪارَڻِ پِرِينءَ جي، سَهَسين ڪَنِ سينگار،
ڏِولُ تَنِين جي ڏِارَ[١١]، هيٺاهِيُون[١٢] هَلَنِ جي.

---

١- پرواھ نہ آھي ٢- ڳوڙھو ڳجھ ٣- ڳلي، گھٽي، واٽ، واھ * اسان کي تو کان سواءِ اندر جي احوالن اورڻ لاءِ ٻي ڪا واھ يا واٽ نہ آھي. ۴- ناز، انگل ٥- پورڙي، زال ٦- ناز، نخري ٦a- ڏِبي ٧- ماٺو، ناز ٨- مغروري ٩- هٺ ١٠- ذري تان، ٿورڙي ڳالھ تان ١١- پنڌ، پيچري، واٽ ١٢- نئڙت سان.

۴

سَيِيئي سُهاڳڻيُون، سَيَنِي ڳِچِيءَ هَسَ[1]،
پَسَڻَ ڪارڻِ پرينءَ جي، وَڏا ڪِيائُون وَسَ،
ڏولُ تَنِين جي گَسَ[2]، هيٺانهيُون هَلَنِ جي.

٥

سَيِيئي سُهاڳڻيُون، سَيَنِي منهن جَڙاءُ[3]،
سيڪنهن پانيو پاڻ کي، ايندو مُون ڳرِ[4] راءُ[5]،
پينو تَنِ دَراءُ[6]، جي پَسِي پاڻُ لَڄائِيُون.

٦

اَوَڳُڻَ[7] ڪَري اَپارَ، تو دَرِ آيسِ، داسَڙا!
جيئَن تو رُسَڻَ سَنديُون[8] رُوحَ ۾، تيئَن مُون پيٽِي[9] ناھِ پَتارَا!*
سائِينءَ لَڳِ، سَتارَ! ميٽَ مَدايُون مُنهنجون.

٧

جيِ مُون مُوڙهِي مَتِ، تہ تُون پاڻُ سُجاڻَج سُپِرين،
اَصلِ اَوايِنِ[10] جا، عَيبَ ڏِڪِيِين تُون اَتِ[11]،
اِيءَ، پَرِ[12] تنهنجي پَتِ[13]، جيئَن وِلهِيُون[14] ڏِڪِيِين، وَلَها!

٨

لَڪَڻَ[15] ڪِيمَ لَڪِيج،** جي مُورانهِين[16] ناھ مُون،
مُون کي مَلهائِيج[17]، وارو ڏِيئِي وَلَها!

---

١ـ هَسي، ڳِچِيءَ جو زيور ٢ـ واٽ، پيچري ٣ـ جڙت ٿيل زيور ۴ـ گهر ٥ـ راجا ٦ـ دران، در کان ٧ـ ڪچا ڪم، گناھ ٨ـ رسڻ جون ڳالهيون ٩ـ گهر، اجهو، حد * تيئن منهنجي پچڻ جي جاءِ نہ آهي ١٠ـ موڳين، بيوقوف زالن ١١ـ انت، نهايت، گهڻا، بلڪل، بنھ ١٢ـ پرين ١٣ـ شان ١۴ـ بي جسيون، سڪٽيون ١٥ـ لڇڻ ** منهنجن لڇڻن ڏانهن نہ ڏسج، عدل چِتان نہ آڻون، ڪو ڦيرو ڪج فضل جو. ١٦ـ اصل کان، بنھ ١٧ـ پلائيج، سوپارو ڪج.

۹

تان ڪا وائي وارِ، دِلاسي جي داسَڙا!
تُون منهنجو وَلهو، آئُون تو ۾ طَمَعدارِ[۱]،
ڏَڪي ڍولَ! گُذارِ، لَڄَ منهنجي لوڪَ ۾.

۱۰

ڍولا! ڍيلِ[۲] مَ مُون، ڪانڌَ! ڪَميٽي آهيان،
سِڪَ تنهنجي سُپرين! ڀيري[۳] وِڌيسِ ڀُون[۴]،
مُون وَرُ[۵] تونهين تُون، تو، وَرَا! وَهُون[۶] ڪيتَرِيُون.

۱۱

تو وَرَ وَهُون ڪيتَرِيُون، مُون وَرُ تون وَريجِ[۷]،
سوڀي! اِنَ سُهاڳَ ڪي، ڀورِي! ڀَرُ[۸] مَ ڏيجِ، *
پِرتان پيرَ ڀَريجِ، مَلَهائِجِ مِسڪِينِ ڪي.

۱۲

ڪوڙيين[8a] تنهنجون ڪامِڻيُون[۹]، تُون ڪوڙيِنِ سَندو ڪانڌُ،
مُون ڪي ڇَڏِ مَ داسَڙا! تَہ وَڃان نَہ وِٽواندُ[۱۰]،
مون ٻَچِيءَ ۾ پاندُ، تو، چَنيسَرَا! هَٿَ ۾. **

۱۳

ڍولا! اولا[۱۱] نَہ سَهان، آڏا[۱۲] اَڏِيَئِي جي،
تو، وَرَا! وَهُون ڪيتَرِيُون، مُون وَرُ تُون وَري[۱۳]،
پِرتان پيرَ ڀَري، مَلَهائِجِ مِسڪِينِ ڪي.

---

۱- آسروند ۲- ڏڪ، هٺاءِ ۳- ڦيري ۴- زمين ۵- مڙس ٦- زالون ۷- ڀلائي ڪج ۸- ڀراءُ، ٽيڪ 8a- ڪوڙيون، وِيهون (Scores) * اي نادان! انهي سهاڳ تي ڀروسو رکي، مغرور نہ ٿج ۹- بيحد سهڻيون زالون، جادوگرياڻيون. ۱۰- ٻهڻي هاب ٿيڻ، گلارو ٿيڻ ** منهنجو ڪم آهي منٿ ڪرڻ ۽ وڏيڪ ساري ڳالھ تنهنجي وس ۾ آهي. ۱۱- پردو، وڇوٽي، جدائي ۱۲- سامهان، وچ ۾ ۱۳- وريج، ڀلائي ڪج.

۱۴

لِيلان! لُڇُ مَ ايتَرو، اُتِي اَڱڻُ سورِ[۱]،
اَبو ڏاڏو گهورِ، پاڻ سُوڏؤ پِرينءَ تان.

۱۵

لِيلان! لُڇُ مَ ايتَرو، اُتِي سورِ ٻُهار[۱a]،
ڍولو اَڱڻِ پارِ[۲]، ڪانڌ ڪَميڻِيءَ آئِيو.

## وائي

جيئري زِيارَتَ[۳]، جي مان هوءِ پِريَنِ سين.
سَڌرَ[۴] منهنجا سُپِرين، مُون تان لاهِ مَ هَٿَ،
جي مان هوءِ پِريَنِ سين.
مَولا! مُون کي ميڙِيين، سُپيرِيان جي سَٿَ[۵]،
جي مان هوءِ پِريَنِ سين.
ڇَنديان کِهَ[۶] اَکِينِ سين، پيرين وِجهان هَٿَ،
جي مان هوءِ پِريَنِ سين.
ڏُوران[۷] ڏِٺمِ سُپِرين، سَچِي جَنِ صِفَتَ،
جي مان هوءِ پِريَنِ سين.
مِلَڻَ ۾ مُشتاقِ[۸] سين، ڪانَہ ڪِيائُون ڪَٽَ[۹]،
جي مان هوءِ پِريَنِ سين.
اَدِيُون! عَبدُاللّطِيفُ چي، مَڃِيائُون مِنتَ[۱۰]،
جي مان هوءِ پِريَنِ سين.

---

۱ـ ٻهاري ڏيئي صاف ڪر ۱a۔ ٻُهَرُ، ڪچرو ۲ـ اڱڻ پاسي ۳ـ ملاقات ۴ـ مضبوط، پختا، سنا ۵ـ جماعت، مجلس ۶ـ دز، لٽ، مٽي ۷ـ ڏوران، پري کان ۸ـ اشتياق رکندڙ، ملڻ لاءِ واجهائيندڙ، عاشقياڻيءَ ۹ـ هٻڪ، ڳڻ ڳوت، ڪٽ ڪٽان، دير ۱۰ـ آزي نيزاري.

# سُرُ مُومَلَ راڻو

## سر بابت:

هِن نالي سان، ڪابہ هندستاني راڳڻي ڪانهي. سر جو نالو، مضمون مطابق رکيو ويو آهي.

هن سر ۾ پڙهڻيون ۽ ترتيب، ڊاڪٽر گربخشاڻي واري اختيار ڪئي وئي آهي. داستان جو اختصار هرهڪ داستان جي اڳيان ڏنو ويو آهي.

## آکاڻي:

هن سر جو مضمون مومل ۽ راڻي جي مشهور قصي تي مبني آهي، جو مختصر طور هيٺ ڏجي ٿو.

پندرهين ۽ عيسوي ۽ صدي ۽ جي اوائل ۾، راجا نند نالي، گجر ذات جو هڪ راجپوت سردار، ميرپور ماٿيلي جو حاڪم هو. هن کي نوَ نياڻيون هيون، جن مان مومل حسن کري هاڪاري ۽ سومل سياڻپ ڪري مشهور هئي.

هڪ ڏينهن جيئن راجا شڪار پئي ڪيو، تيئن سنڌو ندي ۾ هڪ سوئر لڀندو نظر آيس. جتان ٿي سوئر لنگهيو اتان پاڻي سڪي ٿي ويو. اهو لقاءُ ڏسي راجا نند سوئر جي پنيان پيو ۽ وڃي ٻي ٻڪ تي پهتس. سوئر کي ماري، ان جي هر هڪ عضوي کي، پاڻيءَ ۾ وجهندو ويو، تان جو سوئر جي ڏند ۾، اها ڪرامت ڏٺائين، جو پاڻيءَ ۾ پوڻ سان، اتان پاڻي سڪي ٿي ويو. اهو ڏند پاڻ سان کڻي درياه ۾ گهڙيو، تہ پاڻي ويو اتان سڪندو. پوءِ هن پنهنجو سارو خزانو کڻي، درياه جي پيٽ ۾ پوشيدو ڪري رکيو. هن مام جي ڪنهن کي بہ ڪل ڪانہ ڏنائين.

جادوءَ جي ذريعي، ڪنهن فقير کي، هن اسرار جي پروڙ پئجي ويئي. هڪ ڏينهن راجا سانگي سان سفر سڌاريو. سندس غيرحاضريءَ ۾ فقير اچي محلات جي در تي صدا هنئي. مومل دريءَ مان منهن ڪڍيو ۽ کهل وچان فقير جي چوڻ تي، اهو ڏند آڻي هن کي ڏنائين. فقير هن کي دعائون ڪندو رمندو رهيو، ۽ ڏند جي وسيلي درياه سڪائي، سارو لٽيل خزانو، ڍوئي وڃي ڪنهن ڏوراهين ڏيهہ ۾ ديرو دمايائين.

راجا نند سفر تان موٽڻ تي، جان کڻي ڏٻلي کولي تہ ڏند ليپئي ڪونہ. ڳهٽوئي ڳولا ڦولا ڪيائين، پر وڃايل شيءِ واپس هٿ نہ آيس. آخر پڇا ڳاڇا ڪرڻ مان معلوم ٿيس، تہ اهو ڏند، مومل ڪنهن رمتي فقير کي ڏيئي ڇڏيو آهي. اها ڳالهہ ٻڌڻ شرط هو باهہ ٿي ويو. نڪا ڪيائين هم نڪا تم، جلد ڪري ويو، مومل کي مارڻ، سومل اها روئداد ڏسي، پيءُ

ڪي دلاسو ڏنو ته، "مومل نه ماريو؛ اهو خزانو توهان مون کان لهڻو."

سومل جادوءَ جي فن ۾ ماهر هئي، تنهن ويچار ڪيو، ته اهڙو ڪو منڊ منڊجي جو ججهو مال متاع هٿ چڙهي. اها سٽ سٽي، هوءَ پينرون ۽ ڀيون ڀانهيون ساڻ ڪري، ماٺيلي مان نڪري، جيسلمير جي ويجهو لڊاڻي جي شهر ۾ وڃي رهي.

ٿورن ئي ڏينهن ۾ پرسان، ڪاڪ نئين جي ڪنڌيءَ تي، هڪ طلسمي رنگ محل تيار ڪرايائين. محل جي چوڌاري هڪ عمدو باغ ارڪيائين. باغ جي چوڌاري وڙاهه مان، اهڙو انگڙ ونگڙ پيچرو بنايائين، جو جنهن ۾ جيڪو هڪ واريءَ گهڙيو، سو گم- محلات جي ڀنيءِ وٽ شيشي جو تلاءُ ٺهرايائين، جنهن ۾ طلسمي پاڻيءَ، اهڙيون چوليون پي ماريون، جو ڏسندڙ جو ڏيل ڏڪيو ٿي ويو. دروازي وٽ ۽ محلات جي چئن ئي ڪنڊن تي، جادوءَ جا شينهن ڪٽي ڪڙا ڪيائين، جن جي گجگوڙ آسمان ڏاري ٿي وڌو. ديوان خاني ۾، ست کٽولا هڪ جهڙا سنواريل ۽ سينگاريل وڇارائي ڇڏيائين. انهن مان ڇهه کٽولا ڪچي سٽ سان واڻيل هئا ۽ هرهڪ جي هيٺان هڪ اونهو کوهه کنيل هو، باقي ستين کٽولي ۾ کوهه کوٽ ڪريب رکيل ڪونه هو.

محلات ٺهي راس ٿيڻ تي، شهر ۾ پڙهو گهمايائين، ته "جيڪو باغ لنگهي، تلاءُ اُڪري، شينهن جي چنبي کان پاڻ بچائي، سچي کٽولي تي اچي وهندو، تنهن کي مومل جو هٿ نصيب ٿيندو."

لڊاڻي جو شهر هڪ تيرٿ هو، جتي همون پرديسي پيا ايندا هئا. هوڪو پيو ۽ ساري ملڪ ۾ ڳالهه باهه وانگر پکڙجي وئي. مومل جي سونهن جي هاڪ ٻڌي، ڪيترا بادشاهه، مومل جي ڀانهن حاصل ڪرڻ لاءِ، ڪٺان ڪٺان ڪاهي ايندا هئا.

جيڪو عاشق ايندو هو، تنهن کي پهرين باغ جي در وٽ رکيل نغاري تي ڏونڪو هڻڻو پوندو هو. پير تي ڏونڪي لڳڻ شرط، مومل پنهنجي پاڙهيل ڀانهي ناتر کي آدرياءَ لاءِ موڪليندي هئي. پوءِ ناتر اڳيان هلندي هئي ۽ مهمان سندس ڪڍ لڳو ايندو هو. تانجو ناتر گوهي هٽي گم ٿي ويندي هئي ۽ مهمان پيو لوهون ڏيندو هو. پوءِ مومل جا ماري، هن کان سڀ هيرا جواهر ڦري، ٻاهر ڪڍي ڇڏيندا هئس. هو اهڙي خواري جي خبر، يا اهڙي جٺ جو سور ساڻين سان ڪين سليندو هو، اهڙي ريت مومل مايا ميڙي، پٺي پنهنجي پيءُ راجا نند کي پهچائيندي هئي. جيڪڏهن ڪو پيچدار پيچرو لتاڙي، وڃي ڪوڙي کٽوليءَ تي وهندو هو، ته کوهه ۾ ڪرندو هو ۽ اتي ڇيچلائي ڇيچلائي مرندو هو.

انهيءَ زماني ۾، همير سومرو عمرڪوٽ جو حاڪم هو. ڪيس ٽي وزير هئا، جن مان ميندرو، سندس سالو پڻ هو. هڪ ڏينهن هو چارئي شيل شڪار ڪندا، ڪنهن سواميءَ سان گڏيا. "سندس بت ڀڀوت سان پريل هو. ڪلهن تي سائي شال هيس، ڳچيءَ ۾ سوني مالها ۽ مٿي تي مڳٽ." شڪل نوراني هيس ۽ اکيون ڳاڙهيون جهڙيون لعل. گفتگوءَ جي دوران ۾ سواميءَ کان، مومل جو سارو قصو ٻڌائون ۽ پڪو پهه ڪيائون ته مومل کي ملڻ ڏاران، وطن ڏي واڳ ڪانه واريندا سون.

چارئي يار، پلن اُٺن تي سوار، ٽن ڏينهن ۾ ١٥٠ ميل، پنڌ ڪري اچي ڪاڪ پهتا.

مومل جي چارين هيءَ خبر پهچائي ۽ مومل سندن استقبال لاءِ حسب معمول ناتر کي روانو ڪيو. چارئي سونهن جا صاحب هئا، پر راڻي جي موهڻيءَ مورت ناتر تي البت عجيب اثر ڪيو. موٽي وڃي سائڻ کي راڻي سان سڱ ڪرڻ جي صلاح ڏنائين. غيرمعمولي طرح ناتر کي سفارش ڪندو ڏٺي، مومل کي ملوڪ لاءِ محبت جاڳي؛ پر تنهن هوندي به ڪاڪ جي قانونن موجب کيس ڪنڌ تي زور ڏنائين. ناتر هئي نوڪرياڻي، سو ڪيئن سائڻ سان سينو ساهي. آخر امر تي عمل ڪرڻ لاءِ آماده ٿي.

يارن مان حاڪم همير، پهرين قسمت آزمائي، پر جئيون جهلي واپس وريو. پوءِ ٻين ٻن پڻ نصيب آزمايو، پر ناڪام ٿي موٽيو پين. پڇاڙيءَ ۾ راڻي جو وارو آيو. هو ناتر سان پيچدار پيچري ۾ گهڙيو، ته ناتر گوهي ڏيڻ جي ڪئي؛ پر راڻي ڪٽي چوٽيءَ کان ورتس، تان جو پيچرو پورو ڪري اچي طلسمي تلاءَ تي پهتا. اتي ناتر کسڪي ويس. راڻو ٿورو گهبرائجي ويو؛ پر ستت ئي سرت سنڀالي اڳتي وڌڻ جي ڪيائين. چشمي جي خوفناڪ چولين کي ڏسي، خيال آيس ته هي جادوءَ جو ٽڪساٽ آهي. خاطري ڪرڻ لاءِ هڪ سوپاري ڪڍي، پاڻيءَ مٿان ڦٽي ڪيائين، جا ٻڏي وڃڻ بدران تلاءَ ۾ ترڳندي رهي. هاٿي هيڪاري پڪ ٿيس ته هيءُ مڙوئي منڊ آهي.

مومل دريءَ مان هيءَ ساري روئداد ويٺي ڏٺي ۽ راڻي جي فهم ۽ فراست تي هرکي پئي. مومل هڪ ٻي ٻانهي ڏياري موڪلي، جيڪا هن کي ديوان خاني ۾ وٺي ويئي. ٻانهيءَ چيس ته: "سائين! توهان هتي ڪتولي تي وسرام ڪريو ته آءٌ سائڻ کي، توهان جي آمد جو اطلاع ڏيئي ٿي اچان." ست ساڳيا ڪتولا ڏسي، راڻو شڪيو ۽ ڪمان جي نوڪ سان ويو هرهڪ تي زور ڏيندو. ڇهن ڪولن ڪتولن جي هيٺان کوهه ڏنائين، جنهن ڪري ڪاڪ جو سارو طلسم پاڻيي ويو ۽ ستين سالم پلنگ تي پاٿولي ماري ويهي، مومل جي ٻانهن جو پاڻ کي حقدار بنايائين. ٻانهيءَ اهو سارو رنگ لڪيو ويٺي ڏٺو، تنهن وڃي سائڻ سان سربستو احوال ڪيو. مومل راڻي کي ماڙي تي گهرايو. راڻو وڃي ڏسي ته نوَ ڇٽيون قطار ڪيو بيٺيون آهن. هر هڪ حسن جي حور آهي، پر منجهائن ڪهڙي مومل آهي سو سمجهي نه سگهيو. اجا انهي فڪر ۾ هو ته انهن مان هڪ تي پوئنر پرڻ لڳو. سهي ڪيائين ته اهائي مومل آهي. وڃي وڃي کيس مخاطب ٿيو. سڀ سندس سياڻپ، سورهيائي ۽ سونهن جي تعريف ڪرڻ لڳيون. حجاب جو پردو لٿو. ڪاڪ جا شرط پورا ٿيا ۽ شادمانا ٿي ويا. ٻنهي لاٿون لڏيون ۽ ساري رات محبت ونديائون.

راڻو صبح جو اچي سائين پيڙو ٿيو، جن پڻ ڪاميابيءَ تي مبارڪون ڏنيس. همير سومري، مومل جي منهن ڏسڻ جي خواهش ڪئي. آخر همير سائس ميهارڪو ويس ڪري اندر ويو. مومل مام معلوم ڪري وئي، سو همير کي چيائين ته "هيءَ ميںهن ته ڏهي ڏي." ويچارو اچي ڦاٿو، اهڙو شڪي ٿيو، جو واپس موٽي ويو. انهيءَ جٽ ڪري راڻي تي ڏاڍو ڪاوڙيو. پٺي ڏينهن راڻي کي چوائي موڪليائين، ته "اسين وطن ويجون ٿا، هلڻو اٿئي ته هل." راڻي نياپو موڪليو ته "آءٌ هاڻي ڪاڪ ۾ ڏينهن ڪاٽيندس"، پر مومل چيس ته "وڃي مٽن مائٽن کان موڪلائي اچو." نيٺ راڻو سائين سان ساٿيهه ويو، جتي همير ڪٽي

قيد ڪرايس ۽ ٿوري عرصي بعد، انهيءَ شرط تي آزاد ڪيائينس، ته "وري مومل جو منهن نه ڏسندين."

راڻي کي مومل سواءِ ڪٿي ٿو آرام اچي؟ هو وجهه وٺي، ٻلي اٺ تي ڪاڪ ڏي ڪاهيندو هو ۽ مومل سان رهاڻيون ڪري واپس ورندو هو. ڪجهه وقت ته انهيءَ ڳالهه جي ڪنهن کي به ڪل ڪانه پئي، پر آخر ڳالهه ڦاٽي پئي، ڇاڪاڻ جو "عشق ۽ مشڪ به ڪي ڪڏهن ڳجها رهيا؟" - واعدي وفا نه ڪرڻ ڪري، همير وري به ڪٺي راڻي کي ترنگ ۾ هنيو، پر وري به پنهنجي راڻيءَ يعني راڻي جي ڀيڻ جي چوڻ تي هن کي آزاد ڪري ڇڏيو. آزادي ملڻ تي راڻو هڪ پل به اتي نه رهيو. اٺ پلاڻي ڪاڪ ڏي رخ رکيائين.

هيڏانهن مومل راڻي جي فراق ۾ بيحال ۽ بيقرار هوندي هئي. دل بهلائڻ لاءِ سومل کي راڻي جو ويس اوڍائي رهاڻيون رچائيندي هئي. قضاني، جنهن رات راڻو ڪاڪ پهتو، انهيءَ رات ٻئي ڀينرون ٻڪ وجهيو، اگهور ننڊ ۾ پيون هيون. راڻي هيءَ حالت ڏسي، سمجهيو ته ڪو غير مومل سان ستو پيو آهي. ڏاڍي غيرت آيس. ڀهريائين ڀانيائين ته هڪ ئي ضرب سان ٻنهي کي پورو ڪري ڇڏيان، پر پوءِ سور پيو، پنهنجو لڪڻ نشانيءَ طور مومل جي ڀرسان رکي راهي ٿيو ۽ اچي عمر ڪوٽ پهتو.

صبح جو راڻي جو لڪڻ پاسي ۾ پيل ڏسي، مومل ماڻ معلوم ڪري ويٺي ته راڻو رسي ويو آهي. پوءِ ڏانهس گهڻائي قاصد موڪليائين، پر راڻو راضي نه ٿيو. آخر وڻجارڪو ويس ڍڪي، ڪاڪ ڪڙي ڪري، عمر ڪوٽ ڏانهن اسهي.

اُتي راڻي جي محلات جي سامهون هڪ ماڙي ڪٺي اڏارايائين. پاڙيسري هئڻ ڪري، هڪ ٻئي سان ڏيٺ ٿيڻ ۽ دوستانو تعلق ويو وڌندو. هڪ ڏينهن جيئن چوپڙ راند ڪري رهيا هئا، تيئن مومل جي ٻانهن تان ڪپڙو لهي ويو ۽ راڻي سندس ٻانهن جا ترَ سڃاڻي ورتا. پوءِ مومل پاڻ ظاهر ڪري، رئل راڻي کي پرچائڻ جا ڪئين حيلا هلايا، پر راڻو هوڏ تان نه لٿو.

مومل نااُميد ٿي، ڪاٺين جو هڪ آڙاه تيار ڪرايو ۽ ڪٺي پاڻ کي ان ۾ اڇلايائين. ستت ئي راڻي کي سماءُ پيو، سو ڊوڙندو آيو، هيءُ منظر ڏسي، دل ڀرجي آيس؛ متي مچ ۾ ڪاهي پيو؛ ۽ پتنگ وانگر شمع تان سڙي، ساه فدا ڪيائين.

## روحاني راز:

شاه عموماً سيني سرن ۾، سورمين کي سالڪ ۽ سائين کي انهن جو مطلوب بنايو آهي؛ پر هن سر ۾ خود خدا کي سالڪ جو ڳولائو ڪري ڄاڻايو اٿس. ٻين سرن ۾ شاه پڻ اهڙا اشارا ڏنا آهن، ته حق تعاليٰ طالب ٿئي ٿو، جڏهن سالڪ سندس سڪ ۽ سوز ۾ سڙي ٿو. مثلاً سر سسئي ۾ فرمائي ٿو:

"اندرِ جنين اُڃَ، پاڻي اُڃيو اُنِ کي."

(هيءُ مصرع مولانا رومي جي هيٺين بيت جو ترجمو آهي:

"تشنگان گر آب جويند از جهان،
آب هم جويد بعالم تشنگان."

وري سر سهڻيءَ ۾ فرمائي ٿو:

"پڇڻ جي ميهار کي، پڇي سي ميهار."

وري سر ڪلياڻ ۾ فرمائي ٿو:

"تو جنين جي تات، تن پڻ آهي تنهنجي."

وري فرمائي ٿو ته خدا ڪڏهن عاشق آهي، ته ڪڏهن معشوق:

"عاشقُ چوُ مَ اِنَ کي، مَ ڪي چوُ مَشعُوقُ."

وري فرمائي ٿو ته خدا حسين خلقي به ٿو، ته انهن جو طالب به ٿئي ٿو:

"پاڻهين خَلقي خُوبُ، پاڻهي طالِبُ تَنِ جو."

مطلب ته، ٻنهي سرن ۾ به شاه ڄاڻائي ٿو ته حق انسان جو طالبو آهي.

"ڪائنات ڪيڏي به ڪشادي هجي ۽ مطلوب پاڻ کي ڪهڙيءَ به ڪنڊ ۾ ڪٿي لڪائي، تڏهن به حق ان کي ڳولي لهڻ ۾ ڪامياب ٿئي ٿو. مومل وڏائي وس ڪيا ته ڪنهن عاشق جي ور نه چڙهان، پر حق جي اڳيان سندس سيئي حيلا نه هليا ۽ سندس باطل بازيون پيچي پيون."

راڻي مان رب، ۽ مومل مان انهيءَ منهن موڙيندڙ مومن جي مراد آهي، جيڪو پاڻ لڪائڻ جي ڪوشش ڪري ٿو. جيئن مومل پاڻ کي پوشيدي رکڻ لاءِ پيچدار پيچرا ۽ ٻيا منڊ منڊيا، تيئن انسان به پنهنجي چوڌاري حرص هوس ۽ ٻين دنيوي اسبابن جي ديوار جوڙي، پاڻ کي ڌڻيءَ کان دور رکڻ جي ڪوشش ڪري ٿو، پر اهي حيلا ۽ حرفتون، حق اڳيان نٿيون هلنس. ممڪن آهي ته اهي موتمار مونجهارا معمولي طالبن لاءِ، موت ثابت ٿين ۽ انهن مان ڪي پيچدار پيچرن ۾ پساه پورا ڪن، ته ڪي ڪنولن، يعني مطلوب کان هڪ منزل اڳي واري ماڳ تي پهچي به اوڙاهه ۾ اونڌا ٿي پون: پر جت راڻي يا رب جهڙو سڻائو ۽ جبرو عاشق سندس طلب ڪندو، اتي اهي سيئي طلسم ٽٽي پوندا.

جڏهن حق، ڪنهن انسان کي پنهنجو مطلوب بنائي، سندس بازيون پيچي، ڪيس هٽ ڪري ٿو، ته حق جي مدعا اهائي ٿئي ٿي، ته سندس اهڙو مقبول ٻانهو هميشه سندس محبت ۾ مخمور رهي. جيڪڏهن هو حق سان همڪنار ٿي وڃڻ بعد به، ساڻس سچو نٿو رهي، ته پوءِ ڪيس ڏهاڳ جو اهڙو ڏنڊ ڏئي ٿو جو عمر پيو ياد ڪندو.

خدا نهايت غيرت وارو آهي. ڪيس شرڪ بلڪل پسند ڪونهي. سندس اڳيان شرڪ جهڙو ٻيو ڪبيرو گناه ڪونهي.

رسولﷺ جن جو فرمودو آهي ته: "اِنّ سَعداً لَغَيُور وَ اَنَا اَغيَرُ مِن سَعدِ، واللهُ اَغيَرُ مِنّي، وَ مِن غَيرَتِه حَرّمَ الفَوَاحِشَ مَاظَهر مِنهَا وَ مَا بَطَنَ."

يعني "بيشڪ سعد (هڪڙي اصحابيءَ جو نالو) غيرت وارو آهي ۽ آءٌ سعد کان وڌيڪ غيرتمند آهيان، پر خدا مون کان به وڌيڪ غيرتمند آهي ۽ پنهنجيءَ غيرت وچان هن سيني ڳجهين توڙي پڌرين بڇڙاين کان روڪ ڪري ڇڏي آهي." هن سر ۾ مٿين حديث

۾ جاٿايل حقيقت جو ذڪر ڪيل آهي.

مومل پنهنجي پيڻ ڪي راڻي جا ويس وڳا اوڍائي، روح رهاڻ ڪئي، جنهن تي راڻي جي غيرت جنبش ۾ آئي ۽ انهيءَ ڪنَ جي خطا خاطر، عمر جو ڏهاڳ ڏئي ويس. وري تيستائين وصال جي وائي به نه وري، جيستائين مومل پاڻ ماري مات نه ڪيو. ساڳيءَ طرح، اهو مقبول ۽ محبوب پانهو، جيڪو عارضي وچوڙي وقت، وهلور وڃيو روح ربجهاڻ جا پيا وسيلا ڳولي، تنهن کي وري خدا جو وصال، تيستائين حاصل نٿو ٿئي، جيستائين هو غير گمان ڪڍي، مرڻ کان اڳي، پاڻ کي نٿو ماري.

سومل جا مومل سان ستي، تنهن مان مراد آهي بدعتون ۽ غير شرعي ڪم. راڻي ۽ روح جي وچ ۾ غير نٿو گهرجي. جڏهن مومل وچ ۾ غير واقع ٿيو، تڏهن راڻي کيس جدائيءَ جو داغ ڏنو. انهيءَ ڏهاڳ جي ڏنءُ کي مٽائڻ لاءِ مومل کي ڪاڪ (جنهن مان مراد آهي هي جهان ۽ ان جا ڦندا) ترڪ ڪري، راڻي جي راڄ ۾ وڃڻو پيو هو. ساڳئي طرح شاه صاحب سالڪ کي تلقين ٿو ڪري، ته "اي سالڪ! ڪاڪ وارا ڪوجها ڪم ترڪ ڪر، تان ته حقيقي راڻي کي رسين."

# سُر مومل راڻو

## داستان پهريون

**اختصار:** ڪاپڙي فقير جو همير سومري ۽ سندس ساٿين ڪي گڏجڻ.

١

ڪالهه گڏيوسُون ڪاپَڙِي[1]، بابُو[2] ٻيڪارِي[3]،
سامِيءَ[4] سيلو[5] سِرَ تي، مِالها[6] موچارِي،
ڏيٺِي ڏيڪارِي[7]، ڦٽِي دِلِ فَقِيرُ وِيو. *

٢

ڪالهه گڏيوسُون ڪاپَڙِي، جَهڙو ماهُ[8] مُنِيرُ[9]،
فَيض[10] فِراقَ فَقِيرُ، جوڳِي جاڳائِي وِيو.

٣

ڪالهه گڏيوسُون ڪاپَڙِي، پَهَرَ سِجَ ڪانِ پوءِ،
پَسو سونهن سامِيءَ جِي، رَتَ وَرَنو[11] روءِ،
جو مُنهنَ مُومَلَ جي پوءِ[12]، موتَڻُ تنهن مَسَ ٿِئِي.

---

١- جوڳي، فقير جو قسم ٢- دونهي دکائي ويهندڙ فقير ٣- پينو، فقير ۴- سائين، الله لوڪ ٥- مٿي ڪي ٻڌڻ جي ڏوري، دوشالو ٦- مالها، تسبيح ٧- ديدار ڪرائي * مومل جو قصو ٻڌائي، دل ۾ عشق جو اُمنگ جاڳائي ويو. ٨- چنڊ ٩- نور وارو، چمڪندڙ ١٠- عشق جو امنگ ١١- رت جي رَنگ جهڙو، رت ڳاڙهون ١٢- پوي، ديدار ڪري.

۴

ڪالهه ڳڌيوسون ڪاپڙي، بابو بانَ[۱] بَرِي[۲]،
سائِي سالَ[۳] ڪُلهنِ ۾، سامِيءَ سونَ سَرِي[۴]،
خَبَرَ ڏي ڪَرِي[۵]، ڪا مُومَلَ جي مَجازَ[۶] جِي.

۵

ڪالهه ڳڌيوسون ڪاپڙي، بابو رَنگِ يَپُوتُ[۷]،
سَرِيوسُون[۸] سُڪُوت[۹]، جوڳِيءَ سَندِيءَ ذاتِ ڪان.

٦

بيڪارِيءَ ڪي بَرَ ۾، وِيو ڪَيفُ[۱۰] چَڙهِي،
ڳالِهيون ڪَندي ڪاڪِ جُون، ڳوڙها پِيَس ڳَڙِي،
ڪا جا اَنگُ[۱۱] اَڙِي، جيئن چُتا ڦَٽَ چَڙِي پِيا. *

۷

سِجُ سُياٽي جا ڪَري، سامِيءَ سائِي رُوءِ، **
اَچِي ٿِي عَطُرَ جِي، مَنجهان مُگهَٽَ[۱۲] بُوءِ،
سا ڏيڪارِيَهُون[۱۲a] جُو[۱۳]، جِتان لاهُوتِي[۱۴] لعلُ[۱۵] ٿِيو. ***

۸

سِجُ سُياٽي جا ڪَري، سامِيءَ سائِي وَٽڪَ[۱٦]
سَهِي نہ سَگهان سات[۱۷] سيئن[۱۸]، تنهن[۱۹] جِي راسِن[۲۰] جِي رَونَقَ[۲۱]،
ڪِ رَتائِين لاڪَ ۾، ڪِ ڏِنائين پانَنِ پِڪَ×؟
سَندِيءَ سوڏَلِ[۲۲] سِڪَ، ڪَپَرَ ڪورُون جَهِلِيُون. ××

---

۱- رنگ ۲- متيءَ هاٿو، پيوت لڱل ۳- شال، دشالو ۴- سونن داڻن واري مالها ۵- سچي ٦- مزاج، طبيعت، البيلائي ۷- ڳئون جي ڇيڻي جي چار، چار ۸- اسان کي مليو ۹- سڪون، فرحت، راحت، خاموشي، ماٺ، صبر ۱۰- نشو، خمار ۱۱- انگهه، چهنب * ميڻيل زخم تازا ٿي پيا. ** ساميءَ جي منهن جو رنگ اهڙو لال هو جهڙو پره ڦٽي جي سج جو هوندو آهي. ۱۲- چٽ، موڙ ۱۲a- اسان کي ڏيکار ۱۳- جاءِ ۱۴- صوفين جي آخرين منزل تي پهتل فقير، خدا رسيده ۱۵- *** اي خدا! اسان کي بہ اها جاءِ ڏيکار جتان هي درويش رڱجي ريٽو ٿيو آهي. ١٦- رنگ، ڊول ۱۷- ساعت جي بگڙيل صورت، پل ۱۸- تائين ۱۹- سج جي ڪرڻن ۲۰- شعاع ۲۱- تجلو، چمڪو × (سامي) پنهنجي منهن کي لاڪ لائي لعل ڪيو آهي يا پان جي پڪ هڻي ۲۲- سوڍن راجپوتن جي ذات واري، يعني مومل ×× ڪپڙ ڪورون جهليون- پاٿي ٽمڪار پيو وهي، هن مصرع ۾ مٿين سوال جو جواب آهي تہ اها منهن جي لالاڻ عشق جي ڪري آهي.

٩

جوڳيءَ تي جَرَڻاءُ[١]، نِسورو ئي نينهن جو،
پَتَنگَ جيئَن پَيدا ٿِيو، سامِي سِجَ وَرَڻاءُ،*
آيو ڪاڪِ[٣] تَرَڻاءُ[٤]، ڪُنوارِنِ[٥] ڪَڪورِيو[٦].

## وائي

تان تُون وِهُ[٦a] سَبَهِي، ساڻِي مِيان! پانڊِي مِيان!
ڪاڪِ هَلبو ڪَڏهِين؟
لڪين لُڏُوڻِيان[٧] مَٿِي[٨]، مَٿي واٽَ وِيا ٿِي[٩] مِيان!
ڪاڪِ هَلبو ڪَڏهِين؟
جنهن ڪي پُڇان، سو چَوي: "آئِيو ڪونَه اُٿانِ[١٠] ٿِي مِيان!"
ڪاڪِ هَلبو ڪَڏهِين؟
ڪوناڻُو[١١] ڪَرِيمَ جو، آئِيو پَهِي[١٢] پِرِيان[١٣] ٿِي مِيان!
ڪاڪِ هَلبو ڪَڏهِين؟
حُڪمُ ڏِيندَءِ هَتَ مِ، "هاڻي هَلُ هتان[١٤] ٿِي، مِيان!"
ڪاڪِ هَلبو ڪَڏهِين؟
اَدِيُون! عَبدُاللَطِيفُ چي، پِرِيَنِ پاسِ[١٥] پُران[١٦] ٿِي، مِيان!
ڪاڪِ هَلبو ڪَڏهِين؟

---

١- رونق، زيب ٢- ورن يا رنگ وارو * سج جي رنگ جهڙو سامي، پتنگ وانگي اوچتو ئي اوچتو اچي پيدا ٿيو آهي؛ ٣- مومل جو محل، هيءَ دنيا ٤- تران، تڙ ڪان ٥- ڪنوارين ڇوڪرين، مومل جي پيٽن ٦- گاڙهو ڪيو، رڱي ڇڏيو ٦a- ويهُ ٧- لڏاڻيءَ ڪان، هن دنيا مان ٨- ڏانهن ٩- ويا اٿيئي ١٠- اُتان ١١- سڏيندڙ ١٢- قاصد ١٣- پرينءَ ڪان ١٤- هتان ١٥- ڏانهن ١٦- پنڌ ڪريان، هلان.

# داستان ٻيو

**اختصار:** مومل جي سوڍن جي فقير ڪانئن هاڪ ٻڌي، يارن جو روح رِسڪڻ- يارن جو ڪاڪ ڏي وڃڻ ۽ سوڍي جو سوپارو ٿيڻ.

١

آءُ لانگوٽيا[١] لالَ[٢]، ڪنهن پَرِ[٣] ڏِٺِي گُجَرِيُون[٤]؟
آبُ اَرَتو[٥] اَکِيِنِ، لُڙڪَ وَهائِيِن لالَ[٦]،
ڏِٺِي جي جَمالَ، سامِي! ڪُهُ نَہ سَلائِيِن[٧]؟

٢

گُجَرِ کي گَجَمِيلَ[٨] جُون، تارَنِ[8a] ۾ تَبَرُون[٩]،
هَٽِي حاڪِمِيَنِ[١٠] کي، زورَ پَرِيُون زَبَرُون[١١]،
ڪاڪِ ٻَکَنڊِيءَ[١٢] قَبَرُون، پَسو پَرَڏيهِيَنِ[١٣] جُون.

٣

گُجَرِ گارورِيَنِ[١٤]، اَچِيو آڏِي[١٥] اُڀِيِي[١٦]،
مَٿان پيئي ٽَنِ،* ٻَڌا[١٧] ٻانَّ[١٨] هَٽَنِ جي.

٤

مُومَلَ کي مَجازَ[١٩] جا، اَکين ۾ الماسَ[٢٠]،
نَہ ڪا عامَ نَہ خاصَ،** جي وِيا سي وَڍِيا.

---

١- لانگوٽي ٻڌندڙ فقير ٢- عشق ۾ رتل ٣- ڪهڙي حال ۾ ٤- گجر ذات واريون ڇوڪريون ٥- ڳاڙهو، رت جهڙا لڙڪ ٦- ڳاڙها ٧- ساراهين، تعريف ڪرين، ڀلائين ٨- فولاد، رڪ شهر جو نالو 8a- اکين جي تارن ٩- ڪهاڙيون ١٠- حاڪمن، وڏن ماڻهن ١١- ضربون، ڌڪ، گهاءُ ١٢- ڪاڪ نهر جي پر تي ١٣- پرديسين ١٤- نانگ منڊيندڙ اتڪلي، بهادر ١٥- سامهون، سامهين ١٦- بيهي رهي * انهن تي غالب ٿي. ١٧- ٻڌا، نشان تي پورا ١٨- تير ١٩- عشق، محبت ٢٠- هيرا، تيز، ڪٽيندڙ تلوارون ** عام ۽ خاص ۾ تميز ڪانہ ٿي ڪري (سڀ ڪنهن کي ٿي هٽي).

٥

مُومَلَ کي مُجازَ جا، اکِينِ ۾ اَنبُورَ[١]،
هَٽي جاڪِمِينِ کي، پَٽِ نِهارِي پُور، *
گهوٽَ پهرينءَ گهورَ، جي وِيا، سي وَڍِيا.

٦

مُومَلَ ماري مِيرَ، آهيڙِيَنِ[٢] کي آکِرِي[٣]،
سُوڍِيءَ گُهٽا سَڪائِيا[٤]، پڙهِيا، پَٽَتَ[٥] پِيرَ،
هَٽي تَنِ کي تِيرَ، مَٽِيُو جَنِ مَتَنِ ۾.

٧

جوڳِيءَ جاڳائِي، ماري وِڌو مامِرِي[٦]،
لَنءُ[٧] لُڏوٽِي ڪَنڌِيِن[٨]، اَمِيو[٩] آهي،
وَيو جي ڪاهي، تَہ نِڪُون[١٠] پَسو نينهن جُون.

٨

هَلو هَلو ڪاڪِ تَڙِين، جِتي نينهن اُجَلُ،
نَہ ڪا جَهلَ نَہ پَلُ، سَيُڪو پَسي پرينءَ کي.

٩

هَلو هَلو ڪاڪِ تَڙِين، جِتي گهڙِجي نينهن،
نَہ ڪا رِاتِ نَہ ڏينهن، سَيُڪو پَسي پرينءَ کي.

---

١- انبوريون، ڪوڪن ۽ ڪلين ڪڍڻ جو اوزار * پٽي پوري نهاري، اک چنبي+ تيز نگاھ. ٢- شڪارين ٣- کهري، تند، هيڪاري وڏيڪ سخت ٤- ڪنبايا، ڏڪايا ٥- پنڊت ٦- مصيبت، مشڪلات ٧- عشق ٨- لڏائي جي ڪنڌين تي، ڪاڪ جي ويجهو ٩- اڌ ميو، گهٽو ١٠- نهرون، ڪسيون.

١٠

هَلو هَلو ڪاڪِ تَڙِين، ڇَڙُو[1] جِتِ ڇَڙهَنِ،
ڪوڙِيِن رَنگَ رَچَنِ، پانوڙِيءَ[2] پِڪَ سِين.

١١

ڪَرها! ڪارڻِ ڪاههَ[3]، اِتوڪي ڏَٽِيَنِ ڏارِيو،
ساري ڏِيج، سَيّدُ چئي، لُڏاڻِي تان لاهَه، *
مُقابِلو[4] مُومَلَ سين، تيندو سَنجِهه صُباحَ[5]،
سودِي جِيءَ صَلاح[6]، ڪَوُنرَ[7] ڇَرَندين ڪاڪِ جا.

١٢

آڪُون[8]، ڍاڪُون، سِرڪَنڊ[9] شاخُون، جِتِ چوڪا[10] چَندنَ ڪَوُنرَ،
مَيِي سيئِي ماڻيا، جِتِ نَه پِرَنِ[11] پَوُنرَ،
ڪُنواريُون ۾ ڪَوُنرَ، ڪاهِ تَه پَسُون ڪاڪِ جا.

١٣

نَنڊيو[12]، تان ڪوهُ[13]، پَرَ وِڪِين آهي وِترو، **
وَڃيو ڪاڪِ ڪَنڌِينِ ۾، پَهَس[14] پَڪِيءَ جيئَن پوءِ،
اِنَ ڪُرَ[15] سَندو ڪوءِ، مَيو مانو[16] نَه تِئِي.

١٤

ڪَرَها! ڪاڪِ چَڙهي، ونءُ[17] وَٺانُون[18] نِڪَرِي،
لُڏُوِٽيا[19]، لَطِيفُ چئي، آيو ڪو نَه وَرِي،
گهڻا اِتِ گِهڙِي، وَگَ[20] وِساري هَلِيا.

---

١- ديگُبون (مجاز جون) ٢- پان واريءَ ٣- تکي هلڻ * لڏاڻي جي ٽڪريءَ تان لهندي سنيالي وک کڻج جو اتي هيٺائين آهي. ٤- ملاقات ٥- اڄ سڀاڻي ٦- راضپي، رضامنديءَ سان ٧- ڪنول جا گل، نيلوفر ٨- اڪروڻ ٩- صندل، چندن ١٠- سنا، چڱا ١١- ڦرن، اچن ١٢- ننڍو اڀ، ڪنواڻ ١٣- ڇا ٿي پيو ** هلڻ ۾ تکو آهي. ١٤- زور سان، ٽڪرو ١٥- ذات، نسل ١٦- ڍلو، جهڪو ١٧- وڄ ١٨- وڻن مان (دنيائي نعمتن) ١٩- لڏاڻي مان (ڪاڪ جي پرسان ٽڪري) ٢٠- ولر، يار دوست.

چڙهيا چارئي يار، سُودا[۱] شڪاري،
فڪر سان ڦِٽي ڪِي[1a]، سودي سوپارِي،*
وِيا ڪاهيندا ڪاڪِ ڏي، جِتِ مُومل موچارِي،
موتِيا نہ مارِي[۲]، ڪَؤنر لَتاڙي ڪاڪِ جا.

## وائي

راڻا جي رجبوت**، مُومَل سَهِي[۳] پَسَندا.
پَڙهيا، پَنِڊت[۴]، پير، توڻي مِير، هَمِير[۵] مَرندا،
مُومَل سَهِي پَسَندا.
مَجِي رَضا رَبّ جِي، هِئان[۶] سَڀ هَلَندا،
مُومَل سَهِي پَسَندا.
ڪَلِمي سان لَذائِيِن، هادِي! هِن هَندا،
مُومَل سَهِي پَسَندا.
سَهُڪِي[۷] سَڪراتِ[۸] ڪَرين، والي! وير وِداع[۹]،
مُومَل سَهِي پَسَندا.
اَهُڪِي وير اَچِيج تُون اُتي اَحمدا،
مُومَل سَهِي پَسَندا.
مَتان، ڇَڏِيِين مَڱڻو[۱۰]، مَهندان[۱۱]، مُرشِدا،
مُومَل سَهِي پَسَندا.

---

۱ـ هوشيار، قابل 1a ـ ڪَٽِي * غور ڪري (سياڻپ سان) سوپاري ڦٽي ڪري ڪاڪ جي جادوءَ واري تلاءَ جو طلسم پرکيو. ۲ـ شڪاري، صياد ** جيڪي راڻا تحقيق راجائن جو اولاد آهن، يعني سچا عاشق آهن. ۳ـ اهيڙي، سيڻي ۴ـ پنڊت ۵ـ امير ۶ـ هِتان، هن دنيا مان ۷ـ سولي، آسان ۸ـ مرڻ وقت غشي ۹ـ الوداع، موت واري موڪلاڻي ۱۰ـ پنندڙ، گدا ۱۱ـ اڳيان، آخرت ۾.

كُلُّ نَفسٍ ذَائِقَةُ المَوتِ[1]، سَچي اِيءَ صَدا[2]،
مُومَلَ سَهِي پسَندا.
اَصلِ لکِيو اَنگَ ۾، ٿِيندو تان بِپ[3] اَدا[4]،
مُومَلَ سَهِي پَسَندا.
آديُون، عَبدُاللَّطيفُ چي، فائقَ[5] فَضُلُ ڪَندا،
مُومَلَ سَهِي پَسَندا.

## داستان ٽيون

**اختصار:** مومل ۽ سندس سهيلين جي سونهن جو احوال- مومل ۽ راڻي جي رهاڻ- ۽ راڻي جو رسڻ.

۱

جِهَڙا گُلَ گُلابَ جا، تِهَڙا مَٿَن[6] ويسَ،
چوٽا تيل چَنبيليا[7]؛ ها هُا هو[8] هَميشَ[9]،
پَسِيو سونهن سَيدُ چي، نينهن اَچَنِ نيشَ[10]،
لالَنِ جي لِبيسَ[11]، آتَڻِ[12] اَكَرُ نَہ اُجَهي*.

۲

جِهَڙا پانَنِ پَنِ، تِهڙيُون سالُون مَٿَنِ سائُيون،
عَطُرَ ۽ عَبِيرَ سين، تازا ڪِيائُون تَن،
مَڙهيا گهڻو مُشڪَ سين، چوٽا ساڻُ چَندَنَ،
سُونهَن رَٻي سونَ سين، سَندا ڪامَڻِ[13] ڪَنَ،
ڪِيائين، لال لَطِيفُ چي، وَڏا ويِشَ وَرَنَ[14]،
مَنجهِ مَرَڪِيُس مَن،** "سودي سين سَگُ ٿِيو."

---

۱- هرڪو جاندار موت جو ذائقو چکندو (ق- ش ۳، ۱۳۴) ۲- آواز، قول، گفتو ۳- ٻه ۴- پورو ۵- مٿاهان، اوچا ٦- مومل ۽ سندس ساهيڙين مٿان ۷- چنبيليءَ جي تيل سان ۸- واه! واه ۹- هميشه، هردم ۱۰- ڏنگ، چوکون ۱۱- هار سينگار ۱۲- گهر، ڪتڻ جي جاءِ * ماڻ ۾ اچي ويون (حيرت ۾ پئجي ويون) ۱۳- زال، جادو ۱۴- رنگ
**(مومل) خوش ٿي.

٣

سونَ وَرَنِيُون[1] سوڍِيُون، رِيي رانڍِيُون ڪَنِ؛
اَگَرَ[2] اوطاقُنِ ۾، ڪَسْتُورِيُون ڪُٽَنِ؛
اوتِيائُون عَبِيرَ جا، مَٿي طاقَ[3] تَڙَنِ،
ٻاتَنِ[4] ٻِيلُون[5] ٻَڌِيُون، پَسِيو سونهن سَڙَنِ؛
ٿِيا لاهُوتي، لَطِيفُ چئي، پَسَڻَ لَئِي پِرِينِ،
اِڃھي ٿا اَچَنِ، ڪاڪِ ڪَڪورِيا[6] ڪاپَڙِي.

٤

جي ڪاڪِ ڪَڪورِيا، ڪاپَڙِي، تنِ لِهي نہ لالِي،
ڪَڙِي ڪَيفَ[7] خُمارِيا، مَئِي[8] پِي مَوالِي،
ڪَرِي حاصُلُ هَلِيا، ڪَيفِيَتَ[9] ڪَمالِي[10]،
وَتَنِ[11] وِصالِي[12]، لُڏُوٽِيان لوڏِي[13] ٿِيا.

٥

لُڏُوٽِيان لوڏِي ٿِيا، وَتَنِ مَنجھ وِصالَ،
اَڄ اَرَتو[14] اَکِيِنِ، ڪاڪِ پِيتائُون ڪالَ،
ويئي ويچارَنِ وِسَرِي، صُباحَ جي سَنيالَ*،
پَرِينءَ ڪان پاسي ٿِيا، مامُوِيَنِ[15] مِثالَ،
جانِبَ جي جَمالَ، رَڱِي، پَسُ! رِيتو[16] ڪِيا.

---

١ـ سون جهڙيون، حسين ٢ـ عود جي ڪاٺي ٣ـ ٿالهه ٤ـ ٿانءَ وارن، لائقن (لائق عاشقن) ٥ـ ٻن ٻن جون قطارون ٦ـ ڳاڙها ڪيل، محبت ۾ رڱيل ٧ـ خمار، نشو ٨ـ شراب ٩ـ حالت ١٠ـ پورن، مڪمل ١١ـ گهمن ڦرن، ڳولين ١٢ـ وصال جا طالب ١٣ـ سڪايل، شڪاري ١٤ـ ڳاڙهو * ننڊ ۾ اهڙا الوٽ ٿيا، جو خبر نه پئي پين ته سڀاڻي سندن ڪهڙو حال ٿيندو. ١٥ـ مصالح لڳل مردن يا لاشن Mummies، جيئرن لاشن ١٦ـ ڳاڙهو رتل.

٦

رچِي جي ريتو ٿِيا، ڪينَ اُباتجَنِ[1] اوءِ[2]،
ڪُنبُ نَہ ڪارِي، تنهن ڪِي، جو هالاري[3] هوءِ،
توٽي ڏوبِي ڌوءِ، تہ لالِي تِنهِين نَہ لهي.*

٧

جنهن تَڙِ ڌوڙُون[4]، ڏُونِ، چوتا چَندَنَ چِڪَ ڪِيو،**
اَچَنِ پَوُنرَ پَنيولِيا[5]، پاٽِيءَ تِنهين پُونِ[6]،
راوَلَ[7] رَتو رُونِ، ڪِوَ وَهُہ[8] لڳو واسُئين[9]***

٨

جتِ رايائين[10] رائن ڪِي، چَندَنُ چِڪَ ڪَري،
هاٽي اُنهين[11] پيٽِيين[12]، وِرهُہ[13] وَراڪا ڏِي،
سوڍِو سُجَ ڪَري، مُومَلَ ماري هَلِيو!

٩

گُجَرِ گهٽا گهائِيا، پاٽان لَڳُسِ گهاءُ،
ميندَري مُلاءُ[14]، لَڳُس ڪانُ ڪَپارَ ۾.

١٠

رُوءِ راٽِي جي ناهِ ڪو، × سوڍِو سَوائِي[15]،
لُڏُوٽِيان، لَطِيفُ چي، لالِي تنهن لائِي،××
ڪانهي ٻِي وَّائِي[16]، تِيو مِرُوئِي مَيندَرو.

---

١- ڪومائجن، رنگ ڪين ڇڏي ٢- اُهي ٣- هالار وارو (ڪاٺياواڙ جو هڪ ضلعو، جنهن جو ڪپڙو پڪي رنگ وارو هوندو هو.) * هتي محبوب سان لڳ ٿيل عاشق کي هالاري پڪي رڱيل ڪپڙي سان مشابهت ڏني ويئي اهي. ۴- ڌوڙُون (واحد: ڌُوڙُ) ڏُوجون (واحد: ڏُوڄ) سهيليون، هڪ جيڏيون، ثاني، ٻڏ ** چوٽيون (وار) چندن جي خوشبودار تيل سان جهيل ٥- موهجو، مست ٿيو ٦- پون، ڪرن (ڳاهٽ ٿين، مرن) ٧- شهزادا ٨- جوش، جذبو، اُڪير ٩- واس وارن، سرهاڻ سان پريلن، عاشقن *** جيڪي شهزادا مومل جي سرهاڻ مان واس وٺن ٿا، تن کي اهڙو ڪو عشق جو اڌمو اچيو وڃي، جو رت روئيندا وڃن. ١٠- رڱيائين ١١- انهن ١٢- ماڳن، هنڌن تي ١٣- جدائي، فراق، ڏک، غم ١۴- وٺان × راٽي جهڙو موچارو مهانڊو ٻئي ڪنهن جو نہ اهي. ١٥- سوايو ١/۴ سرس، وڌيڪ ×× لڏاٽي مان فقط هن ئي ميندي لاتي (مومل سان شادي ڪئي) ١٦- ٻچار، ڳالهہ.

١١

رُوءِ راڻي جي ناهِ ڪو، سوڍو سِپَن سونهن[١]،
لاتائين، لَطِيفُ چئي، مَتاءَ دِلين دُونهن[٢]،
ڪانهي ٻي وِرُونهن[٣]، ٽِيو مِڙوئي مينڌرو.

١٢

رُوءِ راڻي جي ناهِ ڪو، سوڍا ٻيا پہ سُڄانَ[٤]،
نِسوريائي[٥] نينهن جي، ڪَسيائين[٦] ڪانَ،
چَڏيَ وِيا چوهَ ۾[٧]، دَعوائُون ڏِيوانَ[٨]،
ٻِي رَهِيائِي ڪانَ[٩]، ٽِيو مِڙوئي مينڌرو.

١٣

ڪاڪ چَڏيائُون ڪُندَ تي، پاڻان وِيا پَئي[١٠]،
لوڏِيئَڙن[١١]، لَطِيفُ چئي، سوڍو ڪِيو سَهي،
مُومَلَ ماڳِ رَهي، ٽِيو مِڙوئي مينڌرو.*

١٤

ڪاڪ چَڏيائُون ڪُندَ تي، پاڻان وِيا پَري،
تَنِ ڪي ناتَرِ[١٢] ڪوهُ ڪَري، جي لُڏُوڻيان لنگهي وِيا.

١٥

ڪاڪ نہ جَهلِيا ڪاپَڙي، موهيا نہ مَحلَن،
ٻائِنِ[١٣] ۾ ٻانهين جي، ٻَنڌڻِ[١٤] ڪِينَ ٻَجَهن،**
لَڪِين لاهُوتِينِ، اِهَڙيُون اورِيان[١٥] چَڏِيُون.

---

١ـ سيني جو مرڪ يا نڪ آهي ٢ـ دونهون، انڌ جو پردو ٣ـ آواز، پڇار، ڳالهہ، وندر ٤ـ سُڄاڻ، ڄاڻو، عارف ٥ـ رڳو، نجو ٦ـ ڪشيائين، ڇڪيائين ٧ـ جلدي، هڪدم ٨ـ وزير، سڪر ماڻهو ٩ـ ٻي ڳالهہ يا پڇار ڪانہ رهي ١٠ـ پيهي، هلي ١١ـ لڏاڻي جي رهاڪن * مومل جي انفرادي هستي مينڌري ۾ لئہ ٿي وئي، جنهن ڪري رڳو مينڌرو رهجي ويو. ١٢ـ مومل جي ٻانهيءَ جو نالو (نفس اماره) ١٣ـ ٻاين، بيگمن، ٻيبين ١٤ـ لاڳاپي، ناتي ** دنيوي معشوقن جي ڇنبي ۾ نہ ڦاٿا اچن. ١٥ـ اورتي، اوريان، پوئتي، هن دنيا ۾.

١٦

اِھَڙيُون اوريان ڇڏي، وِيا لاھُوتِي، لَڪَ،
پايو پِٽين ويٺيُون، ڪاڪِ ڏَياٽيُون[١] ڪَڪَ،
پيٺِي اِيءَ پَرَڪَ[٢]، تَہ سوڍِيُون سِڄھائي[٣] وِيا.

١٧

ڪاڪِ نَہ ڄھليا ڪاپَڙِي، موھِيا ڪِنھن نَہ مالَ،
سوڍِيُون سِڄھائي وِيا، ھِھَڙا جَنين حالَ،*
جي ڇوڙين ڏِنا ڇالَ، تَہ پِہ لاھُوتِي لَنگھي وِيا.

١٨

توٽي ناھِ نَصِيبَ ۾، مُومَلَ! مينڌرو،
پُونڌءِ، ڄمَ[٤] پاھِين[٥] وَرِين[٦]، مَنجھان پِرتِ پَرو[٧]،÷
راٺي لَئي مَ رو، وھُ طَعني[٨] سين واڳِجي[٩].**

١٩

مُومَلَ ناھي مينڌرو، توٽي مَنجھ نَصِيبَ،
مُون کي، مُون[9a] حَبِيبَ! طَعنو ڏِي تنھنجو.

٢٠

آئُون طَعني سُوڍِي تنھنجي، تُون طَعنوئِي مُون،
سو ڪِين[9b] سَرِيوسُون[١٠]، جو سَرَتيون! ڪنھن نَہ سَرِيو.

---

١ـ ڏياٽيون، مالڪياٽيون (مومل ۾ سندس پينرون) ٢ـ خبر، سمجھ ٣ـ ساڙي، جلائي
*جيڪي مذڪور شاھاڻي شان سان رھنديون ھيون. ۴ـ متان ٥ـ پوئتي ٦ـ موٽيين
٧ـ خبر، پتو ÷متان پوئتي موٽيين، پرت منجھان ٿي تو کي پرو پوندو ٨ـ راڻو لڪڻ ڇڏي،
جيڪو لڪل طعنو ھٿي ويو اٿئي ٩ـ ٻڌجي** راڻي لاءِ روح راڙو ڇڏي، مخفي طعني سان
پيچ پائي ويھ، يعني اھي عيب سدار تہ راڻو پاڻھي ٿي ريجھي پوي. 9aـ منھنجا 9bـ سو ڪي،
اھو ڪجھ ١٠ مليوسون، حاصل ٿيو اٿئون.

٢١

سُٽِي طَعنو تنهنجو، حالُ وِجايُمِ حَقَ[١]،
لَڪين لوڌِي[٢] آئِيا، سوڍِي لاٿَمِ شَڪَ،
ڌِنَمِ ڪاڪِ ڪَهَڪَ[٣]، سِگهو موٽج سُپِرِين.

٢٢

ڪَڪورِي ڪاڪِ وَهِي،* راڻا! پانءِ مَ رَتُ،
سوڍا! اِيءَ شَربَتُ، نِسوروئِي نينهن جو.

## وائي

ميندرا! مُون کي، راڻا! جِمَ وِساري ڇَڏِيين.
مُون کي طَعنا تُنهنجا، ڏيهُ مِٽروئِي ڏي،
جِمَ وِساري ڇَڏِيين.
راڻي تي[٤] رِيسَ ڪِئِي، ڪَرَ[٥] سين ڪِلِيُمَ جي[٦]،
جِمَ وِساري ڇَڏِيين.

## داستان چوٿون

**اختصار:** مومل جي راڻي لاءِ انتظاري ۽ بيقراري.

١

شَمَعَ[٧] بارِيندي شَبَ[٨]، پِرِهَ باکُون[٩] ڪَڍِيُون،
موٽُ، مَران تِي، ميندرا! راڻا ڪارڻِ رَبَ،
تنهنجي تاتِ طَلَبَ، ڪانگَ اُڏايمِ[١٠] ڪاڪِ جا.

---

١- اي يتار! ٢- سڪايل، شڪاري، صياد ٣- چهڪ، چيرَ، عذاب، ايذاءَ * ڪاڪ جي نديءَ ۾ ڳاڙهي رنگ جو پاڻي وهي ٿو. ٤- تنهن ڪري ٥- خر، گڏهه، رَقيبُ (سومل ڏانهن اشارو آهي) ٦- جنهن صورت ۾ ٧- ميڻ بتي ٨- رات ٩- صبح جا ڪرڻا، روشني ١٠- انتظار ڪييم.

٢

أپي أپاريامِ[١]، نَکَتَ[٢] سَڀِ نِئي[٣] وِيا،
هِڪُ مَيو،[٤] ٻِيو مينڌِرو، راتِ سَڄِي سارِيامِ،
ڳوڙها ڳلِ ڳاڙِيامِ، سُورِجَ شاخُون[٥] ڪَڍِيُون.

٣

ڏِيا[٥a] تيلَ قُليلَ[٦] جا، ٻارِيَمِ تائِين ٻانگَ،
ڍولو ڏَٿ[٧] رَهائِيو، ڪنهن سَتاٽي[٨] سانگَ[٩]،
چانگي[١٠] چڙِهِي آءُ تُون، لالَ! وَرائي لانگَ،
ڪوڙيين ٻَتين[١١] ڪانگَ، اُڏايامِ، اَچيج تُون.

٤

وَٿَ سورِيندي[١٢]، وَلها[١٣]، وِيو تيلُ ٻَرِي،
موٽُ، مُسافِرَ سُپِرين! چانگي تي چڙِهِي،
راٽي لاءِ رَڙِي، ويٺِي وِهامِي راتَڙِي.

٥

ڪَتِيَن[١٤] ڪَرَ موڙِيا*، تيڙو[١٥] اُپا تيئي،
راٽو راتِ نَہ آئِيو، ويلَ ٽَرِي ويئِي،
ڪوءِ[١٦] سا ڪاٽي[١٦a] راتَڙِي! جا پِرِيَنِ ري پيئِي،
مُون ڪي ڏُنءُ ڏيئِي، وَڃِي ڍولو ڏَٿِ قَراريو[١٧].

---

١ـ ٻيئي ايرندا ڏنم ٢ـ تارا ٣ـ لڙي، لهي ٤ـ اُٺ ٥ـ ڪرٽا ٥aـڏيئا ٦ـ گلن جي (سرهي تيل) ٧ـ ٿر جي وچ وارو واراياسو پاڳو ٨ـ زوردار، سخت، خطرناڪ ٩ـ سانگي، اتفاق، سبب ١٠ـ اٺ ١١ـ نمونن ١٢ـ مٽي ڪندي ١٣ـ شاهوڪارا! محبوب! ١٤ـ ڪتيون، ثور، (Taurus) تارن جو ميڙ * وچ آسمان کان الهندي طرف لڙيون. ١٥ـ ٽن تارن جو جهڳٽو ١٦ـ ٻن (ڪڏ) ۾ پوي ١٦aـ سڙيل، ايذاءَ ڀري ١٧ـ آرامي ٿيو.

٦

سوڍي ڏاران[1] سَرَتِيُون! پِيو پِتِن ۾ پَنگُ، *
اُباڻِجِي اَڄُ وِيو، راڻا! تو رِيءَ رَنگُ،
هينئين سان هاجو ٿِيو، پِيو اوسِيئڙي اَنگُ، **
مون توهِي سين سَنگُ[2]، پُڇايو پُڇان پَهِي[3].

٧

توکي مَعلُومُ منهنجو، سوڍا! سَپِيئِي،
آڳانڍو[4] اَرواحَ کي، آهِين اُهوئِي،
وِهَڪَ[5] مُون ويئِي، پُڇايو، پُڇان پَهِي.

٨

ڍاٽِي[6] گهڻا اَچَن، مَنُ سوڍي وِنگسِيو[7]،
ڪا جا لائِي مينڌري، لالِي کي لِڳُنِ،
راڻو اَکَڙِيَنِ، *** وِسارِيان، نَہ وِسَرِي.

٩

راڻو ڪا راتِ وِيو، ڳُجِهي ڳالِه ڪَري،
سوڍي رِيءَ، سَرَتِيُون! هَڏِ نَہ ساهَ سَري،
وَڃِي، مانَ وَري! آسائِتِي[8] آهِيان.

١٠

سوڍي سُتي لوءِ[9]، ڪا جا مُون سين ڳالِه ڪِي،
سا جي پَدَرِ پوءِ،° تَہ سَرَتِيُون! ڪا نَہ سُمَهي.

---

١- ڪان سواءِ * گهر جي پِتين ۾ رخنو پيو آهي (هيٺي حال، بيوس ٿي آهيان). ** انگ (بدن) انتظار ۾ پيو آهي. ٢- تو سان سڱ (ناتو، شادي) آهي ٣- واٽهڙو، پانڌي ٤- ٽيڪ، آڌار، پرجهلو ٥- ويهڪ، آرام ٦- ڍٽ جا رهاڪو، راڻي جي وطن جا ٧- سوڳهو ڪيو، ٻڌو *** راڻو اکين اڳيان پيو ڦري ٨- اُميدوار ٩- لوڪ. ° سا جيڪڏهن پڌري ٿي پوي.

١١

راڻا تنهنجي راهه تي، ڏِيهاڙِي° ڏيکان[١]،
راڻي جِيَ رِهاڻِ[٢] جُون، رُوحَ اَندَرِ ريکان[٣]،
مَحَبَتَ جُون، ميکان[٤]، توسِنِ لالَ! لِپيٽِيُون°.

١٢

آءُ، راڻا راحَتَ! ڏاجَ![٦] ڏَرَتِيءَ جا ڏٽِي،
سِکَنِ تِيُون سُهاڳِڻِيُون، سوڍا! تنهنجي سَٿَ[٧]،
مُون تان لاهِ مَ هَٿَ، ڪامِلَ ڏَٽِي ڪاڪِ جا.

## وائي

مَيو تُون موٽاءِ، مُون رُوندي[٨] راتِ وِهاءِ[٩]،
سائِينءَ ڪارَڻِ، سُپِرِين، لا! مَيو تُون موٽاءِ.
گهرَ مَهارا[١٠]. گهوريا، سُرَهو[١١] مُون نَہ سُهاءِ[١٢]،
سائِينءَ ڪارَڻِ، سُپِرِين، لا! مَيو تُون موٽاءِ.
ڪاڪِئان[١٣] وَڃَڻُ ڪيڏهِين، راڻا! تو نہ رِهاءِ[١٤]،
سائِينءَ ڪارَڻِ، سُپِرِين، لا! مَيو تُون موٽاءِ.
سَتَمِ ساهيڙِيَنِ جا، طَعنا توهِين لاءِ[١٤a]،
سائِينءَ ڪارَڻِ، سُپِرِين، لا! مَيو تُون موٽاءِ.

---

° ڏهاڙي، روزانو، هر وقت ١- ڏسان ٢- صحبت، ڪچهري ٣- ليکون، لڪيرون، تندون، تارون ٤- ميخون ٥- لنبيون، جڪڙيون، جڙيون ٦- داٽي، موتي، اَمُلهه! ٧- جماعت، مجلس ٨- روئيندي ٩- وِهامي، گذري ١٠- مهاريون، مڇردانيون، مسهريون، پلنگ، ڇپر ڪٽون ١١- عطر، خوشبوءِ ١٢- سونهائي، منهن تي پوي، وٽي ١٣- ڪاڪ ڪان ١٤- جڳاءِ.
١٤a- تو لاءِ ئي.

سوڍا! سُکياڻي ٿيان، پيرُ پَرَچي پاءِ،
سائِينءَ ڪارڻِ، سُپرين، لا! مَيو تُون موتاءِ.
آسائِتِيءَ کي، عَبدُاللّطِيفُ چئي، مولا! مُحِبُ مِلاءِ،
سائِينءَ ڪارڻِ، سُپرين، لا! مَيو تُون موتاءِ.

## داستان پنجون

**اختصار:** شاه جي مومل کي تنبيه ۽ هدايت ۽ مومل جون ڪارون پڪارون.

١

سَڱُ ڪَري سين سِينهَن[1]، ڪَنڌ مَ قيرِج ڪيڏهِين،
رَمِج راڻي پُٺِ ۾، نِرتَئُون مَنجهان نِينهن؛
ايئن مَ وَسِج عامَ تي، جيئن، مُومَل وَسَنِ مينهن،
سَندي حَشَرَ ڏينهن، سوڍو سارِينديںءَ گهڻو.

٢

وَنِيو وَڃِج واٽَ، ڪَنڌ مَ قيرِج ڪيڏهِين،
لَوڻي قِيرَ[1a] لَپاٽَ، لَڳَندِيئَي، لَطِيفُ چئي.

٣

ڪَنڌ مَ قيرِج ڪيڏهِين، وَنِيو وَڃِج راهَ،
اَڄُ ڪِ سَنجهه صُباحَ، نيئِي ڏَرِينديئي ڏُوڙِ ۾.

---

١- شينهن. 1a- لوڙو قيرائي وجهندڙ، زوردار

۴

جا يُون[۱] پيرينِ مُون، سا يُون مَٿي سَڄَڻين، *
ڏِ گَ[۲] لَڏيا ڏُورِ ۾، اُيي ڏِٺاسُون،
ڏينهن مِڙيئي ڏُون[۳]، اُتي لوچ لَطِيفُ چي.

۵

لَڏِيو لَطِيفَن[۴]، پَلاڻي پَنڌَ پيا، * *
هَٿان حَبِيبَن، ڪونہ ڏٺيو ڪڏهين.

٦

راڻو پاڻئيو رانڊِ، وڃيو ڪيئن وِڙُ[۵] رائِيين؟[۵a]***
وَرُ وِڏوڻو[٦] اِيهين[٦a]، جيئن پَرُ[۷] پُڇتوءِ[۸] پاندِ[۹]،
هَئي! يَڳِيءَ هيڪاندِ[۱۰]، سودو سارِينديِنءَ گهڻو.

۷

رُسُ مَ، رُسَڻُ گهوريو، اُٺُ اوراهُون[۱۱] آڻِ،
ليڙي جو، لَطِيفُ چي، تَنگُ سَوارو[۱۲] تاڻِ×،
شَرمِنديُون سَيِنَ پَرين[۱۳]، پُٺيءَ لائِج پاڻ××،
اَچي مُشڪَ ماڻِ،××× تہ سودا! سُکِياڻي ٿِيان.

۸

رُسُ مَ، رُسَڻُ گهوريو، اُٺُ اوراهُون چوڙِ،
توريءَ ڪاڪِ ڪَڙي ٿِئي[۱۳a]، ساڻُ سِرڪَنڌُ[۱۴] سوڙهہ٥،
اَچِي چَندَنُ چوڙِ[۱۵]، تہ سودا! سُکِياڻي ٿِيان.

---

۱- زمين * جيڪا زمين منهنجي پيرن هيٺان آهي، سا ٻين دوستن جي مٿان پٽي وسي (قبر داخل آهن). ۲- متارا مڙس، جنگ جوان ۳- ٻہ ۴- دوستن ** انن تي چڙهي انهيءَ لاءِ راهي ٿيا، جو تو ۾ عيب ڏٺائون، نہ تہ ۵- ڪميڻو، لنگهو (جڙتو راڻو، سومل) ۵a- ماڻين، پسند ڪرين*** راڻي کي مسخري ڪري ليکيو هوءِ، جو جڙتو راڻي کي پسند ٿي ڪيئي. ٦- ڪاوڙيو ٦a- ائين، انهيءَ ڪري ۷- ڌاريون، غير ۸- تو قابو ٻڌو (توکي مليو) ۹- دامن، پلاند سان ۱۰- هڪڙائي، هڪڙي سان وفاداري ۱۱- اورتي، ويجهو ۱۲- سويل × هيڏانهن اچڻ جي تياري ڪر. ۱۳- نمونن، طريقن ×× جيڪي سيکنهن نموني پڇتاءُ ڪري، شرمنديون ٿيون آهن، انهن جي وري رهبري ڪر. ××× ڪاڪ جا واس وٺ. ۱۳a- ٿبي (لاڙي لهجي ۾: ٿَئي)۱۴- چندن ٥ سرڪنڌ (چندن) جي خوشبوءِ مان ويتر ساهہ کي سوڙهہ ٿي ٿيئيم، ساهہ ٿو گهٽجيم. ۱۵- ماڻ.

٩

رُسُ مَرَ، رُسَڻُ گهورِيو، پَرَچُ، مَرَ وانءُ[1] پَرِي،
مارِيَسِ ڦٽَ فِراقَ جي، جِهَتَ[2] جي ذَرِي،
لالَنِ جِي، لَطِيف چي، سُونهائِي[3] سَرِي[4]،
آيَس تو ٻَرِي[5] تَہ، سودِا! سُکِياٽِي ٽِيان.

١٠

رُسُ مَرَ، رُسَڻُ گهورِيو، راٽا! ڇَڏِ رِياءُ[6]،
ميٽِ مَدايُون، موٽُ تُون، ڪَري نِرتِ نِياءُ[7]،
لالَنَ جو، لَطِيفُ چي، ڪونهي سونهن سِياءُ[8]،
اَوَٻُڻَ[9] ڏِڪي آءُ، تَہ سودِا! سُکِياٽِي ٽِيان.

١١

رُسُ مَرَ، رُسَڻُ گهورِيو، ڇَڏِ، راٽا! رِيڏائِي[10]،
منهنجي ميٽِ، ميندرا، عاقِلَ! اَگلائِي[11]،
لِپِيٽِجِ[12]، لَطِيفُ چي، ڪامِلَ! ڪَچائِي،
ڪَرِ مَعافُ مَدائِي، تَہ سودِا! سُکِياٽِي ٽِيان.

١٢

ڪاڪِ ڪَڙهي، وَڻُ وِيا، جَلِي منهنجي جانِ،
رَکي ڪامَ[13] ڪِٽِڪيو[14]، مارِيَسِ تنهن گُمانَ،
هَڏِ نَہ جِيان[14a] هاڻِ، سِگهو موٽِجِ سُپِرِين!

---

١ـ وڄ ٢ـ لاڙو، عشق ٣ـ رهبري ٤ـ حاصل ٿئي ٥ـ وٽ، گهر ۾ ٦ـ مڪر، بي انصافي ٧ـ انصاف ٨ـ شريڪ، ثاني ٩ـ مدايون ١٠ـ رڏي، ڏنگائي، رُسامو ١١ـ ميرائي، عيب اگرائي، گستاخي ١٢ـ ڍَڪِج ١٣ـ لڪڻ ١٤ـ ڪسڪي ويو. ١٤a ـ جيئان.

١٣

ڪاڪِ ڪَڙهِي، وَڻَ وِيا، ٻَرِيا مَحَلَ ماڳَ،
سودِي جي، سَرَتيُون! وِڏِيَسِ وَھ[١] ويراڳَ[٢]،
سُورَنِ لائِيا سانگَ[٣]، سگھو موتِجِ سُپرِين!

١۴

ڪاڪِ ڪَڙهِي، وَڻَ وِيا، ٻَرِيا رَنگَ رَتولَ[۴]،
تو پُڄاڻان سُپرِين، هينئڙي اَچَنِ هَولَ[٥]،
جي مون سين ڪِيَئي قَولَ، سي سِگھا پارِجِ، سُپرِين!

١٥

ڪاڪِ ڪَڙهِي، وَڻَ وِيا، لُونئو[٦] لُڏاڻو[٧]،
تو پُڄاڻان سُپرِين! آتَڻُ[٨] اُجهاڻو[٩]،
مُيِسِ[٩a] سين ماڻو، مُناسِبُ نَہ مَيندرا!

١٦

حالُ قُربانُ، مالُ قُربانُ، گھورِيان لُڏاڻو،
فِدا تِيءُ[١٠] فَقِيرِ جو، شَلَ رُسي مَ راڻو،
مُيِسِ سين ماڻو، مُناسِبُ نَہ مَيندرا!

## وائي

ڏُورِ وَڃِيو ڏينهن لائي، ڪا سودِلَ کي سَمُجهائي،
جيڏِيُون! منهنجي رائَلَ کي ڪا ٻاجَھ پُئي[١١]!

---

١ـ عشق ٢ـ جدائي، وڇوڙي ٣ـ سورن طرحين طرحين صورتون اختيار ڪري، مون کي تنگ ڪيو آهي ۴ـ رتل، ڳاڙها (محل) ٥ـ هيبت، ڊپ (فڪر) [اصل لفظ حَولَ (ع): صدمو، آفت، ڊَپَ- ڀريا اُدما] ٦ـ ڇـليو، سڙيو ٧ـ لڏائي جي ڪاڪ ڀرسان ٽڪري (مومل جو وطن) ٨ـ ڪتڻ لاءِ وهڻ جي جاءِ ٩ـ رونق ڇڏي ويو ٩a- مُئلن ١٠ـ فدا ٿيل، گھوريل ١١ـ پوي.

چَنا، مَنهَہ ماڙِيُون، اوڏاهِين اَڏائي،
جيڏِيُون! منهنجي رائَلَ کي ڪا ٻاجَھ پُئي.
ميڙِ مُنجان تِيي،* مِينڌِرا! تو دَرِ تيلاهي[1]،
جيڏِيُون! منهنجي رائَلَ کي ڪا ٻاجَھ پُئي.
مِنٿَ منهنجيَ مينڌرو، مانَ مَرَ موٽائي،
جيڏِيُون! منهنجي رائَلَ کي ڪا ٻاجَھ پُئي.
ڦَٽيَلَ مِينهَن فِراقَ جا، وينِي وَسائي،*
جيڏِيُون! منهنجي رائَلَ کي ڪا ٻاجَھ پُئي.
سوڍا! سِرُ پُڙِ گهورِيان، آءُ ڪَرَهو ڪاڪِ وَرائي،
جيڏِيُون! منهنجي رائَلَ کي ڪا ٻاجَھ پُئي.
لُڏُوڙِٽان، لَطِيفُ چي، شَلَ پيرُ مُٺِيءَ ڏي پائي،
جيڏِيُون! منهنجي رائَلَ کي ڪا ٻاجَھ پُئي.

## داستان ڇهون

**اختصار:** مومل جا ورلاپ.

١

نَہ وارِثُ[2]، نَہ وَلَهو[3]، نَہ سَنگُ[4]، نَہ سِياڪو[5]،
تو پُڄاٽان سُپِرِين، آيُمِ اولاڪو[6]،
پانڌِيا![7] پاراپو[8]، ڏِجان ڏِاتِيءَ ڏِولَ کي.

* وفد موڪليان ٿي تہ مينڌري کي پرچائي اچن. ١ـ تنهن لاءِ، انهيءَ ڪري. ** هي عشق جي زخميل اکين مان مينهن وانگر ڳوڙها ويٺي ڳاڙي. ٢ـ اولاد ٣ـ پرجهلو ٤ـ ساهراڻي طرف کان مائٽ ٥ـ سڳو مائٽ ٦ـ ٻاھ جو مچ، غم ٧ـ اي پانڌي يا واٽهڙو ٨ـ نياپو، پيغام.

ڏِجان ڏاتِيءَ ڏولَ کي، سَنيهو ساري،
مون کي ڦَٽُ فِراقَ جو، مَيندَرا! ماري.
اَچين جي واري[١]، ڪَرَهو ڪَميٽِيءَ تي.

٣

ڪَرَهو ڪَميٽِيءَ تي، سوڍا! واڙِ سُڄاڻَ!
ڪُهُ ڪَرِيان ڪاڪ کي، تُنَ توهِين ڏي تاڻَ[٢]،
لاهي غَيرَ گُمانَ[٣]، اَگُڻِ آءُ اَڪَنڊِيِين[٤].

٤

اَگُڻِ آءُ اُڪَنڊِيِين، پَرچِي پِيارا،
پَلَڪَ پَرانهُون[٥] نَہ سَهَئِين[٦]، جِيءَ جا جيارا،
نِينهان[٧]، نيزارا[٨]، سَچَ[٩]، تَہ مان[١٠] سُورُ لهي.

٥

سَچَ تَہ مان سُورُ لهي، اَڪِيُون پَري پاڄَه،
راڻي جِيَ رِهاڻِ کي، وينِي وِڄهان واڄَه،
سوڍا! لهِي ساڄَه[١١]، پَسُ توشَڪُون[١٢]، تَڪِيا[١٣].

٦

پَسُ توشَڪُون، تَڪِيا سيئِي وِهاڻا،
پَسِيو هَنڌَ[١٤] پَچَرِي هِينئُون، جي حَبِيبَنِ- هاڻا،*
هِڪُ ڏُنگا[١٥] ڏاڏاڻا[١٦]، پِيو موٽِيو تان نَہ ميندرو.

---

١- موٽائي ٢- ڇِڪ، سڪ ٣- شڪ شبها ٤- سڪندڙن، عاشقن ٥- پري، دور ٦- آئون نٿي سهانءِ ٧- نينهن جا ٨- ڀالا، تير ٩- چِٽُ، نشان ڪر ١٠- مون کي ١١- وَڄُه وٺي ١٢- گاديلا، پٿراٿيون ١٣- وهاڻا ١٤- بسترا * جن کي حبيبن استعمال ڪيو هو. ١٥- دڙڪا، ڇڙٻون ١٦- ڏاڏاڻن کان.

ڪَري موٽَ مينڌرو، جي لُڏُوٽِيان لالُ،
گهرُ مِٽَرُوئِي گهورِيان، هوند پنهنجو حالُ،
راڻي ڏاران راڄَ ۾، مُون نَہ گُهرجي مالُ،
سوڍِي ڪي سُوالُ، ڪَرِيان ٽِـي قُربَ جو.

۸

سوڍِا! سُورَ سُڪائِيُون، اَڪِيُون آبُ نَہ ڪَنِ،
راڻي جِي رِهاڻِ ڪي[1]، وِرُوڻِيون،[2] وَڃَنِ،
سي ڪيئن مينڌرا! مَڃَنِ[3]، جي تو سُورِيءَ چاڙِهيُون.

۹

لوڏِي[4]، لَڪَ اچن، رُوءِ[5] راڻي جي ناهِ ڪو،
هِڪُ اَڪِيُون، ٻِيا اَڱڙا[6]، پَرِ ۾ ٽا پَچَنِ،
سي ڪيئن مينڌرا! مَڃَنِ، جي تو سُورِيءَ چاڙِهيُون.

۱۰

مُومَلَ ويٺِي مَينڌَرو، سَدائِين ساري،
وَلِيُون واسَ- وَرَنِيُون[7] چانگي ڪي چاري،
جَڏِهن تَڏِهِن[8]، سُپِرِين، اِندُمِ اوتاري[9]،
سوڍِي سين ساري، ڳالهيون ڪَندِيَس ڳُجَهہ جون.

---

۱- لاءِ ۲- سڪنديون، سسنديون ۳- ٽلهيون ٽين، ترقي ڪن ۴- شڪاري ۵- منهن، مهانڊي، سُونهن ۾جيسُ ٦- انگڙا، انگَ، عضوا ۷- خوشبودار ۸- ڪنهن مهل ۹- منزل، جاءِ.

١١

سوڍا تنهنجي سُورَ، اَندَرِ آڳِيُون[1]، لائِيُون،
راڻا! رِهاڻِيَن جا، مارِيِنِمِ مَذکُورَ[2]،
طَعنا ڏِينِمِ تُورَ[3]، آءُ تَہ پَرَچُون پاڻَ ۾.

١٢

راڻا! - رِهاڻِيُون، سوڍا! وينِي سارِيان،
سَهَسين سِجَ اُلٿا، راتِيُون وِهاڻِيُون،
ڪوڙِين مُون ڪاڻِيُون[3a]، ڍولا! ڏَکي، آءُ تُون.

١٣

مُون گهرِ اَچِي جي تِئِي، مَينڌرو مِهمانُ،
آئي جهوڪِيان آڳِ ۾، جيري[4]، وِجهان جانُ[5]،
تاڻِي تَنُورَنِ ۾، پيري[6] هَٽان[7] پانُ،
پيُڪَنِ[8]، سُوڌو پانُ، گهرُ تَڙَ گهورِيان پِرَ[9] تان.

١۴

اَڄَ نَہ ڳالهائُونِ[10]، هُونِ ڏيهاڙِي[10a] نِجُهري[11]، *
پَسو پَهُ پِيونِ، ** آتُڻُ سُڃو اُن[10b] رِي!

١٥

اَڄُ نَہ پَسان سِي، آتُڻِ ڪِتُم جَنِ سين،
هاڻِي تَنِين کِي[12]، ڪَنڌِيءَ ڪاڪِ نِهارِيان.

---

١- آڳ، باهيون، ساڙو ٢- يادگيري ٣- هڪ جيڏيون ٣a-(واحد: ڪاڻ) خاميون، غلطيون ۴- باه
٥- علم، عقل (خودي) ٦- ڦيري ٧- هٽ، وڏائي، خودي ٨- پيڪن، اباڻي سڱ وارن سمورن
مائٽن، ابن ڏاڏن ٩- پرينءَ، محبوب ١٠- سندن ڳالهاءُ (محبوبن جو ڳالهائڻ) ١٠a- ڏهاڙي، روزانو،
١٠b- انهن ١١- گهر. * محبوب هر روز مون سان گهر ۾ ويهي رهاڻيون ڪندا هئا، پر اڄ سندس
ٻولي نٿي ٻڌان ** ڪنهن خيال ۾ اچي ويا آهن (ڪو پور ائن). ١٢- انهن لاءِ

تُون ڏاتِي، ڏَتَ- ڏَٽِي، ڏيولا! تنهنجو ڏَتُ،
پائي تُراڙِيءَ[۱]، توريان، تَہ ملڪُ نَہ تنهنجو مَتُ،
لاهي ڪَسَرَ[۲]، ڪٽُ، اَچِي ڪوڙِ قَناتون[۳]، ڪاڪِ ۾.

۱۷

ڪوڙِ قَناتُون ڪاڪِ ۾، راڻا! ويهُ رَهِي،
ماڙُهو جي محلاتَ جا، سوڍا! ڪِجِ سَهِي،*
وِينديئَي ڳالهِ وَهِي،** وِڪَرِ[۴] پُوندين[۵] وَلهَا.

## وائي

نيئِي نيئِي ڏيجِ، اي اَدا، اَدا، پانڌي،
ساٿِي پِرِينءَ سَنيهو.
پيرين وِجِهي هَٿَڙا، زارِيُون زورِ ڪَريجِ،
ساٿِي پِرِينءَ سَنيهو.
ڪالَهِ ڪُوماڻا ڳُلَڙا، سُڪا مَتِي سيجَ،
ساٿِي پِرِينءَ سَنيهو.
تو لَئِي هَنجُون هاريان، هي جي مَنجهان هيجَ،
ساٿِي پِرِينءَ سَنيهو.
جي تو پيرو نَہ ڪِيو، تان مون[۶] مُئِي سُڻيجِ،
ساٿِي پِرِينءَ سَنيهو.

---

۱- توراڙي، ترازوءَ، ساهميءَ ۾ ۲- ڪس، زنگ ۳- خيما، تنبو * اي راڻا! ڪاڪ ۾ رهي ڪاڪ جي ماڙهن ڪان چڱي طرح پڇا ڳاڇا ڪر تہ آءٌ ڪنهن سان ستل هيس. ** هٿان ڳالهہ نڪري وينديءِ ۴- فڪر، ڳڻتيءَ ۾ ۵- تون پوندين+ اي آڏار نَہ تہ پوءِ توکي پڇتاءُ پوندو ۶- مونکي.

نِماڻيءَ جي نِجُھري، پيھي تُون پُڇيج،
ساڻِي پِرِينءَ سَنيھو.
اَھُڪِيءَ، عَبدُاللّطِيفُ چَئي، اَچِي آدَر ڏيج،
ساڻِي پِرِينءَ سَنيھو.

## داستان ستون

**اختصار:** مومل جو ورلاپ

١

ڏَيِ مَ وَڃج، ڊِولَ! ڪاڻِيارِي[1] ڪاڪِ ڪَري!*
آئُون اَڳِهِين[2] آهِيان، ٻَڌِي تنهنجي ٻولَ،÷
توکي ساري، سُپِرِين! رُنُم مَنجھ رَتولَ،
تِڪاڻا ۽ تولَ،** وِسَهُه[3] مُون وهُه ٿِيا.

٢

جي هٿا ڪوڏيا ڪاڪ جا، سُتا سي سونهن،
لُڊوڻيان لطيف چئي، لڏيو لوڊيئڙن،
سي موتِي مَسَ اچن، جي آئِڻ آرامِي ٿيا.

٣

لڊُوڻِيان[4]، لَطِيفُ چئي، ڪَنُون ڪَنيائُون،
ڇَڏي حِيلا هَلِيا،*** مُومَلَ مارِيائُون،
پيرو پَڳائُون، آسَڻِ آرامِي ٿِيا.

---

١ـ ڪاڻُ واري، بدنام * بدنام (مومل) کي ڪاڪ ۾ ڇڏي. ٢ـ اڳي ئي، اصل کان ÷ نڪاح ٻڌي زال آهيان ** مڪان ۽ مال متاع. ٣ـ اعتبار ڪر ٤ـ لڊوڻي (ڪاڪ پرسان ٽڪريءَ) کان ٥ـ لڊوڻي جا رهاڪو (محبوب، راڻو) *** منهنجن حيلن (آهن، دانهن) جي پرواه نہ ڪري هليا ويا.

٤

ڀيرو ڀَڃُ مَ، ڪاپَڙي[١]! لاهي ويهُ مَ لاگَ[٢]،
تان مُون هينئڙو ماگَ+، جان تُون، جوڳي! جُوءِ[٣] ۾.

٥

سوڍي سِرُ نِيو، هِتِ ڪَرَنگهرُ[٤] سَکِڻو[٥]،
راڻي جي رِهاڻِ کي، سِڪي ساهُ پِيو،
پَسان ڪِينَ پِيو، تو رِيءَ اَکَڙِيَنِ سين.

٦

سوڍي منهنجي ساهَ سين، جيڏِيُون! جيئن ڪِيو،*
ڪَڙي مُون ڪاڪِ تِي، آتَڻُ وِسَرِيو،
پَسان ڪِينَ پِيو، تو رِيءَ اَکَڙِيَنِ سين.

٧

جيڏِيُون! منهنجي جِيءَ سين، راڻي رِڻُ ڪِيو،*
قَلبُ[٦] ڪاڪِ ڪَنڌِيَنِ ۾، پُرزا تِي پِيو،
ٻُجهان[٧]، ٻَهَرِ وِيو، هِينئُون هَنڌِ نَہ اَڳِيِين.

٨

راڻي رِڻُ ڪِيو، جيڏِيُون! منهنجي جِيءَ سين،
مَنُ ميندَڙي وَڍِيو، ڏُٻِي[7a] ڏَڙُ پِيو،
ٻُجهان، ٻَهَرِ وِيو، هينئُون هَنڌِ نَہ هيڪَڙي.

---

١- جوڳين جو قسم (مسافر، محبوب) ٢- لاڳاپو+ منهنجي دل جاءِ آهي ٣- مڪان، جاءِ
٤- هڏن جو پڃرو ٥- خالي، فقط * اهڙي ڪا ويڏن ڪئي، ويل وهايو، قهر ڪيو.
٦- دل ٧- سمجهان، پانيان 7a- ڏڪي.

۹

راڻا! نہ ڇاڻان، ڪيئن وِڏوڙيين[1] وَلها!
اَڇي ڪاڪ ڪَندين ۾، پَرچي ڏي پاٽان[2]،
ميندرا! ماڻا[3]، تو رِيءَ ڪَنديس ڪَن سين؟

۱۰

رُئان ٿـِي، راڻا! هَندَ نِهاريو حُجرا[4]،
پيئِي کِهَہ[5] کَٿُنِ تي، ٿـِيا پَلَنگَ پُراڻا،
ڏَرِيائِي[6] ڏُوڙا ٿـِيا[7]، وَرُ[8] رِيءَ[9] وِهاڻا،
جايُون، گُلَ، جَباتَ[10]، وَڻا، تو رِيءَ ڪُوماڻا،
مَيندَرا ماڻا، تو رِيءَ ڪَنديس ڪَن سين.

۱۱

مِيان مَيندَرا! موٽُ، بَخشُ ڪَرِ بُڇائِيُون[11]،
تون گَهِٽَنِ جو گهوٽُ، مُون وَرُ تُونهين هيڪَڙو.

۱۲

جيئَن اِينڊِي[12] موٽَئين[13]، مَيندَرا! وَڏِي جاڙَ[14] ڪِياءِ،
وَرُ نَہ هُئين وَلها! هوند جَٽـِي[15] مُون جاڳاءِ،
تَہ سُتي جِي ساڃاءِ[16]، سودِا! سِکِيائِي ٿِئِيَئِي[17].

۱۳

جَڳُ جِيهِين[18] چوءِ، سودِو تيئَن نَہ سِکِيو،
راڻو تيئَن نَہ روءِ، ڳوڙهو جيئَن ڳَلِ ڳَڙي.*

---

۱ـ ڪاوڙيِن ۲ـ (واحد: پاٽو) ٽاٽا، منزلون ۳ـ ناز، انگل ۴ـ ڪوٺيون ۵ـ دز، مٽي ٦ـ رکيائي ۷ـ ڏوڙ هاڻا (دز سان لٽيل) ٿيا ۸ـ مڙس ۹ـ ڪانسواءِ ۱۰ـ مشڪ، سرهاڻ ۱۱ـ بڇڙايون، مديون ۱۲ـ اچڻ سان ئي ۱۳ـ موٽـي وئين ۱۴ـ غفلت، جٺ، ناحق ۱۵ـ جتاءُ ڪري، ترسي ۱٦ـ سماءُ، سڌ، خبر ۱۷ـ ٿيئي ها ۱۸ـ جنهن نمُوني ۾ * راڻو بين ماڻهن وانگر بدڪار زالن کي ڏوراپن ڏيڻ وارو ڪين آهي. هو سور پيو وڃي ۽ عام وانگر لڙڪ نٿو ڳاڙي.

١٤

سَهَسين جِتان[١] سِڪَن، تِتان[٢] مُومَلَ موتَڻُ لِکيو[٣]،
سي هونهين[٤] جاڙِ[٥] جِيئَن، جي ڪوڙي ڪاغَذِ[٦] آئِيُون.

١٥

ويٺِي نِتُ نِهارِيان، راڻا! تنهنجو راهُ،
موٽائي ماڳَنِ ۾، آڻِيندوءِ اَللهُ،
سوڍا! تو ڳَرِ[٧] ساهُ، ناتَہ راڻا گهڻا راڄَ ۾.

١٦

راڻي سَندو رُوحَ ۾، پَسو! پَڳهُ[٨] پيومِ،
ٻيڙِيءَ جيئَن ٻَڌِي وِيو، سوڍو ساهُ سَندومِ،
وِيهَڻُ وِهُ ٿِيومِ، جاڳِيو ٿِي جَرُ[٩] هارِيان.

١٧

تَنِ باغَنِئُون[١٠] ٻَسِ، جي ڪَنڌِيءَ ڪاڪِ ڪَڪوريا،
سوڍي رِيءَ، سَرَتِيُون! ڪاڪِ نَہ اَچي ڪَسِ[١١]،
راڻي پاڻي رَسِ[١٢]، تَنُ ٻيڙِيءَ جيئَن تاڻِيو.

١٨

لُوٽيَس لُڏاڻي، پَسو! جو پِرِيَن ري،
جيڏِيُون! جيهائي ڪِئِي، راتِ رُسِي راڻي،
هَلِبو هاڻي، ويرا[١٣]، ڪاڪِ وِهَ ٿِئِي[١٣a].

---

١ـ جتان ٢ـ تتان ٣ـ قسمت ۾ هو ٤ـ اُهينهين، هرؤُبرؤُ ٥ـ اجايو ٦ـ ڪوڙي نياپي تي (خالي سڌ ڪري) ٧ـ ڳهر ۾، وٽ، ڳليءَ (قبضي ۾، هٿ ۾) ٨ـ نوڙي، ٻيڙيءَ کي لنگر سان ٻڌڻ لاءِ رسي ٩ـ ڀاڻي (ڳوڙها) ١٠ـ باغن کان ١١ـ پسند، وڻندڙ ١٢ـ رسي، نوڙي ١٣ـ ويلا، هڪدم. ١٣a ـ ٿِي.

## وائي

ڪيئن ڪَريان، ڪاڏي وَڃان، مُون کي سوڍو سَڄُهہ[١] نہ ڏي.
راڻو راتِ وِيو، ڪَرَ[٢] تِي ڪُل[٣] مَتي،
ڪيئن ڪَريان، ڪاڏي وَڃان.
اَچِيو آتڻَ وارِيُون طَعنا ڏِينِمِ تي،
ڪيئن ڪَريان، ڪاڏي وَڃان.
پَٽَرِ[٤] وارَ وِڃائِيان، رِيجِهي[٥] راڻي ڪي،
ڪيئن ڪَريان، ڪاڏي وَڃان.
ڪارايان ڪِيرولِيُون، چاريان چانگي ڪي،
ڪيئن ڪَريان، ڪاڏي وَڃان.
اَدِيُون! عَبدُاللّطِيفُ چي، ايندُمِ هوتُ هِتي،
ڪيئن ڪَريان، ڪاڏي وَڃان.

## داستان اٺون

**اختصار:** مومل جو پڇتاءُ، صبر ۽ شڪر.

١

ڪِين ساڳاهِيمِ[٦] سُپِرين، جاڙُون ڪِيمِ جالَ[٧]،
سوڍا! مون کي ڪالَ[٧a]، موٽِي مُنهن ۾ آئِيُون.*

---

١- وجهہ، فرصت ٢- خبر ٣- سيني ماٺهن ٤- پٽراٺي ٥- خوش ٿي ٦- سمجهيمہ، هوش ڪيمہ ٧- گهڻيون، بيشمار ٧a- ڪالهہ . * انهن ڪري لوڙهيو اٿمہ.

۲

ڪِينَ ساگاهِيُمِ سُپِرِين، جاڙُون ڪِيُمِ جِتِ،
سوڍا! مون کي تِتِ، موتِي مُنهن ۾ آئِيُون.

۳

ڪِينَ ساگاهِيُمِ سُپِرِين، جاڙُون ڪِيُمِ جي،
سوڍا! مون کي سِي، موتِي آئِيُون مُنهن ۾.

۴

خامُوشِي[1] خَبَرَ[2] جِي، مُومَلَ تِي مَت،*
صَبر تِيو سُپَتِ[3]، مُنهنجي حَقّ، ميندرا!

۵

سوڍا! صبر تنهنجو، مومَلَ مَتِ تِيو،
تو جو ڪالهه ڪِيو[4]، تنهن مَڍِيُونِ ميڙي ڇَڏِيُون.

۶

تو ۾ پَڌِيَس تي،** جي مُنهن ۾ مَڍِيُون نَہ ڏِٺِين،
ڍولا! جي ڏَڪِيَئِي، سي مَتان عيبَ اُپِٽِين[5].

۷

جي منهن ۾ مَڍِيُون نَہ ڏِٺِين، تو ۾ تي پَڌِياس،
سوڍا! اِن سُهاڳَ کي، ويڙي واجهاياس،
ڍولي ڏَڪِيياسِ، ڏِٺِي پاندُ پَناهَ جو.

---

۱- صبر ۲- خبر تہ آءٌ ڏارئين ماڻهوءَ سان ستي پئي آهيان * مومل انهيءَ مان نصيحت پرائي آهي. ۳- چڱو رستو (سبق) ۴- ڪيو (صبر) ** تنهنڪري توسان منهنجي دل پڌجي ويئي آهي ۵- ظاهر ڪرين.

٨

ڏولِي ڏَڪِي آهِيان، هُيَسِ اُگهاڙِي،
ڏيئِي لِڪَ[1] لاڙِي[2]، ڪَڪَرُ[3] ڪِيائِمِ ڪاڪِ جو.

٩

ڏولِي ڏَڪِي آهِيان، هُيَس اُگهاڙِي اَڳَ،
جوڙِي[4] جَڳَ، ڪَڪَرُ ڪِيائِمِ ڪاڪِ جو.

١٠

ڏولِي ڏَڪِي آهِيان، هُيَسِ اُگهاڙِي آنءُ،
رَکِي پنهنجو نانءُ،* ڪَڪَرُ ڪِيائِمِ ڪاڪِ جو.

١١

ڪَڪَرُ ڪِيائِمِ ڪاڪِ جو، ڏيئِي لاڙِيءَ لِڪَ،
هاڻي مَٿِي ڏِڪَ[5]، چَڙهيو تِي چاڳَ ڪَريان[6].

١٢

سوڍا! صَبرُ تنهنجو، مَرَڪُ لَڄايَنِ،
چُپَ[7] سين جي چَوَنِ، اَدَبُ ڪِجي اُنِ جو.

١٣

سوڍا! صَبرُ تنهنجو، لَڄايَنّ مَرَڪُ،
نَہ ڪُڇَڻَ سين نَڪُ، رِيءَ رُڪَ[9] راڻي وَڍيو.**

---

١ـ ذري، ٿوري، لِڇَ ٢ـ آڳڙي ٣ـ ڇانو، رحمت، برڪت ٤ـ ٺاهي، چونڊي * مون تي پنهنجو نالو نامزد ڪري (شادي ڪري). ٥ـ هارسينگار ڪري ٦ـ نخرا ڪريان ٧ـ صبر ٨ـ ڪاتيءَ يا ترار، جيڪا رڪ مان ٺهيل هوندي آهي. ** راڻي بنا طعني هڻڻ جي مون کي شرمندو ڪري ڇڏيو آهي.

١٤

سوڍا! صبر تنهنجو، سَيـَنِ سيڪارِي،
مُومَلَ جي واري[١]، ڪُهُ ڄاڻان، ڪُهُ ٿِيو.

١٥

سوڍا! صبر تنهنجو، سيڪاري سَهَسَ،
پُڇِي تِئان پَهَسَ[٢]، مون ڪي نَصِيبَ نيئِي جَهليو.

١٦

سوڍا! صبر تنهنجي، ماڙُهو ڪِي[٣] مُومَل،
ڪُپَرِ[٤] منجهان ڪَل[٥]، پِيـَم پِرين! تنهنجي.

١٧

سوڍا! صبر تنهنجو، مون ڪي نَصِيحَتَ،
ريلا ڪَندِيَسِ رَتَ، مَيندَرا! تو مهندان[٦].

١٨

سوڍا! صبر تنهنجو، بي عَقُلَنِ عَقُلُ،
آهي اُنـَڱُ[٧] اَمُلُ[٨]، ماڻِ تنهنجي مَيندَرا!

١٩

سوڍا! صبر تنهنجو، بي عَقُلَ آٽي بازِ[٩]،
سَندي صبر سازِ[١٠]، توبَهَ ڪارِيَمِ تَڪِڙِي.

---

١ـ پيري، دفعي ٢ـ جلدي، تڪڙو ٣ـ ماڻهو ڪئي، انسان بنائي، سٺي ڪئي ٤ـ خراب هلت (عيب، سومل سان سمهڻ) ٥ـ خبر ٦ـ اڳيان ٧ـ چشم پوشي، سور پٺڻ ٨ـ سٺين راه تي آڻي ١٠ـ اوزار، وسيلي، ذريعي.

۲۰

سوڍا! شَرمايُون، پَسِيو عَيبَ اَڳِيان،
نَڪَ نرِڄايُون[1]، هُيُونِ منهنجي حَقّ ۾.

۲۱

موتـي آيو مُنهن ۾، سوڍا! شَرَمُ جَنِ،
سي لَڄايُون لُڇَنِ، پَسِيو عَيبَ اَڳِيان.

۲۲

اَدِيُون آتَڻَ وارِيُون! نرڄا نَڪَ ٿِيا،
وَڍِيا، نان نَہ وِيا، پاٽان مورِيا[2] مُنهن ۾.

۲۳

مورِي مُنهن وَڏا ٿِيا، وَڍِيا، تان نَہ وَڃنِ،
اَدِيُون! اَٽاسِنِ[3]، تَنِ ڪوجَهنِ کي ڪيئن ڪَريان.

۲۴

جَنِين سَندي مُنهن ۾، نِهائِيُون[4] نَڪَنِ،
تِنان وَڍِيو هيڪَڙو، تَہ ڪِهَڙو توروه[5] تَنِ،
سي مَرُ سُڄا ئِي سُونهنِ، جَنِ پَلِي پينگَ پَرَمَ جِي.

## وائي

آءٌ راٽا! رَهُ راتِ، تنهنجي چانگلَ کي چَندَنُ چارِيان،
راتِيان ڏِيهان رُوحَ ۾، تَنَ تُونهِين جِي[6] تاتِ،
تنهنجي چانگلَ کي چَندَنُ چارِيان.

---

۱ـ شرم حياءُ وچائڻ(واحد: نڪ نرڄائي: نڪ جي پڪائي، بيشرمائي. ۲ـ اُپرن، گوش ڪڍن ۳ـ اٽاسا ـ آ+ناسا= ناسَ پِٽي بنا، بيشرمَ ۴ـ (واحد، نهائين) گهٽا ۵ـ ڪهڙي ڪمي يا پرواه؟ ٦ـ تنهنجي.

وينِدي نِتُ نِهاريان، اَچين جي پِريَاتِ،
تنهنجي چانگلَ کي چَندَنُ چارِيان.
مُون کي آهي، مَيندرا! وائِي تنهنجِي واتِ،
تنهنجي چانگلَ کي چَندَنُ چارِيان.
اَدِيون! عَبدُاللّطيف چَئي، ڏاتَرُ ڏِيندُم ڏاتِ،
تنهنجِي چانگلَ کي چندَنُ چارِيان.

## داستان نائون

**اختصار:** راڻي وتان دلداريءَ ۾ دلاسي جو نئون نياپو.

١

راڻي جِي رِهاڻِ[1] مان، ڪو آديسِي[2] آيو،
چوڏِهينءَ ماهه چَندَ جيئن، ڪِيو ساميءَ سُهائو[3]،
لَٿو اُونداهو، جوڳِيءَ سَندِيءَ جوتِ[4] سان.

٢

راڻي جِي رِهاڻِ مان، ڪو آيو آديسِي،
ڪَٿُورِيءَ خُوشِبُوءِ سين، وِلاتَ[4a] سَبِ واسِي،
سُوڏو سَناسِي، اُتاهِين[5] ٿِي آئِيو.

١- مجلس ٢- جوڳي فقير (قاصد) ٣- روشني ٤- (روحاني) روشني ٤a- ولايت، ڏيهه پرڏيهه، چوڌس ٥- انهي هنڌان (مرشد يا روحاني محبوب جي دربار مان).

٣

راڻي ريبارو[١]، تو ڏانهن[٢] مُڪو تڪڙو،
لُڌُوڻِيان، لَطِيفُ چئي، ماڻِج موچارو،
صُبُحِ سَوارو، ڪاڪِ ڳهڙندو ڪَرَهو.

٤

راڻو رَبُ راضِي ڪَري، مانَ وَرائي واڳَ،
چَندَنَ سين چِڪَ ڪَري، مُومَلَ لِنبي ماڳَ،
سودي جي سُهاڳَ، ڏَٿُ مِڙوئي ڏِڪيو.

٥

نَئُون نِياپو آئِيو، راڻي مُلا[٣] راتِ،
لَڌِيسُون، لَطِيفُ چئي، ڪَنان[٤] ڏاتَرَ ڏاتِ،
ڪِهَڙي پُڇين ذاتِ، جي آئِيا، سي اَگهِيا.

٦

ڪيڏانهن ڪاهِيان ڪَرَهو[٥]، چَوَڏِسِ چِٽاڻو[٦]،
منجَهِين[٧] ڪاڪِ[٨] ڪَڪورِي، منجَهِين لُڌاڻو[٩]،
راڻو ۽ راڻو، رِيءَ راڻي ٻيو ناھِ ڪو.*

٧

ڪيڏانهن ڪاهِيان ڪَرَهو، چِٽاڻو چَوَڌارَ،
منجَهِين ڪاڪِ ڪَڪورِي، منجَهِين باغَ بَهارَ،
ڪانهي ٻِي تنوارَ[١٠]، ٿِيو مِڙوئي مينڌرو.

---

١ـ اوٺي، جيڪي پيغام ڪٺي وڃڻ سان پيٽ قوت پيدا ڪندا آهن. (قاصد) ٢ ڏانهن ٣ـ وٺان ٤ـ ڪان، وٺان ٥ـ اٺ (جسم) ٦ـ روشنائي ٧ـ اندر ۾ ٨ـ طلسم وارو محلات (هيءَ دنيا) ٩ـ ڪاڪ پرسان ٺڪري (هوءَ دنيا) * سڀ ۾ راڻو (الله) وسي ٿو. ١٠ـ تنوار، ڳالهه، ذڪر.

# وائي

ڪِي جو ڪاڪِ تَرّاءُ چانگي چَرَهو[1] چَڪِيو.
ڪَرَهو سَرَهو ڏيهَ ۾، نَہ تنهن ڏِپُ نہ ڏاءُ،
چانگي چَرَهو چَڪِيو.
پا ھُـہ[2] پِرائي آئِيو، لالِي لُڏُوڻِياءُ،
چانگي چَرَهو چَڪِيو.
ڪَرَهي ڪانيتا[3] رَتا[4] نائي[5] ناڪيلاءُ[6]،
چانگي چَرَهو چَڪِيو.
وَ گَ[7] واسِيائِين[8] پانهنجو، سَيَ ٿِي سُراهِڻاءُ[9]،
چانگي چَرَهو چَڪِيو.
تُون ڏاتِـي، ڏَتَ-ڏَاتِي، تُون راڻو، تُون راءُ،
چانگي چَرَهو چَڪِيو.
مُومَلَ مَحُتاجِيُون ڪَرِي، عاجِزِيُون اَڳِياءُ[10]،
چانگي چَرَهو چَڪِيو.
آءُ تون، عَبدُاللّطِيفُ چِي، موتِـي هِنَ مَحَلاءُ[11]،
چانگي چَرَهو چَڪِيو.

---

١- چارو، گاه ٢- ڀاڻي، رس، رونق، مک، طاقت ٣- نيش، ڏند ۴- ڳاڙها ڪيا ٥- نمي ٦- ونڻ جو نالو ٧- گروه، ٽولو ٨- خوشبودار ڪيائين ٩- سيني سرهاڻين سان، هر نموني جي خوشبوءِ سان ١٠- اڳيان، مهندان ١١- محل يا ماڳ تي.

# سُرُ مارئي

## سر بابت:

مارئي ڪنهن به هندستاني راڳڻيءَ جو نالو ڪينهي. رسالي کي ترتيب ڏيندڙن شاھ جي فقيرن، هن سر تي، مضمون مطابق نالو رکيو ٿو ڏسجي.

هن سر ۾ پڙهيون عموماً ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ واريون اختيار ڪيون ويون آهن. ابيات متفرقہ مان هڪ بيت اوپنو سمجهي ترڪ ڪيو ويو آهي؛ ڇاڪاڻ جو ان ۾ سنڌ جي ميرن جو احوال ڏنل آهي ۽ اسان کي خبر آهي ته شاھ ميرن جي صاحبيءَ کان اڳ فوت ٿي ويو هو.

داستانن جي ورهاست ۽ ترتيب پڻ، ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ واري قائم رکي وئي آهي. جيتوڻيڪ 'ابيات متفرقہ' ۾ قافيہ کان سواءِ ٻي ڪا شاعراڻي خوبي نہ آهي، تنهن هوندي بہ اهي قائم رکيا ويا آهن، تہ متان ڪي عتاب ڪن.

## آکاڻي:

هن سر جو مضمون عمر مارئيءَ جي آکاڻيءَ تي آهي، جا مختصر طور هيٺ ڏجي ٿي:

چوڏهين صديءَ جي پوئين اڌ ۾، عمر سومرو، عمر ڪوٽ ۾ حڪومت ڪندو هو. ڪيس رعيت جي لڄن ۾ هٿ وجهڻ جي بڇڙي علت هوندي هئي.

ٿر ملڪ جي ملير ڳوٺ ۾ 'مارئيءَ' نالي هڪڙي حسين نينگر رهندي هئي، جنهن جي ماءُ جونالو ماڏوئي ۽ پيءُ جو نالو پالڻي هو. ويچارا مسڪين مارو ماڻهو هئا، جي ڏٿ ڏوٿري ۽ جهڻ مکڻ تي گذران ڪندا هئا. وٽن هڪ همراه هاري هوندو هو، جنهن جو نالو ڦوڳ هوندو هو. ڦوڳ مارئيءَ جو سڱ ڇڪيو، پر پالڻيءَ پنهنجي نياڻيءَ جو ناتو کيت سين نالي هڪ ماروءَ سان ڪري ڇڏيو ۽ ڦوڳ کي ڇنبي ڇڏيائين. ڦوڳ کي ڏاڍي مٺيان لڳي، سو عمر ڪوٽ ۾ وڃي، عمر آڏو سنگهار جي سونهن جي صفت ڪيائين. عمر احوال ٻڌي، ويس بدلائي ۽ وهٽ پلاڻي؛ ڦوڳ سان ملير ڏانهن رخ رکيو. ٽن ڏينهن کان پوءِ هو پنيرڪي جو، ملير کي اچي ويجها پيا.

ٿر ۾ پاڻيءَ جي قلت آهي ۽ کوه اونها ٿيندا آهن، جن مان پاڻي ڪڍڻ ۾ وقت لڳندو آهي، تنهن ڪري ٿر ڄائيون اسر جو اٿي، کوه تي پاڻي ڀرڻ ويندڙيون آهن. مارئي بہ ائين ڪندي هئي. قضا سان اڄ ندوري ننڊ ڪٽي ويس، جنهن ڪري دير سان کوه تي پهتي. ٻيون گهڻيون پاڻي ڀري ويون هيون، باقي سندس هڪ ساهڙي وڃي بچي هئي.

عمر ۾ ڦوڳ، وانهڙو ٿي اچي اتان لنگهيا. ڦوڳ عمر کي ڪن ۾ ڦوڪ ڏني، ته مارئي اها اٿيئي. اهڙو لاثاني حسن پسي، عمر کي نينهن جا نوان نشا چڙهي ويا. پوءِ اُٺ هشائي، پاڻي پيئڻ جي بهاني، مارئيءَ کان پاڻي ڍڪ گهريائين. جيئن مارئي پاڻي آڇيس، تيئن ٻانهن کان ورتي، کڻي مارئيءَ کي زوريءَ اُٺ تي وهاريائين ۽ تکڙو ڪاهيندو اچي عمر ڪوٽ پهتو.

عمر ڪوٽ اچڻ سان مارئيءَ کي کڻي محلات ۾ قابول ڪيائين، پر مارئي جو اهوئي روح راڙو پي پيو. جيئن عمر دم دلاسا ٿي ڏنس، تيئن مارئي ماندي ٿيندي ٿي ويئي. عمر آسرا ڏنس ته، پٽ راڻي بنائيندوسانءِ، پر هوءَ پنهنجا پکا ۽ پنهوار ياد ڪريو ويتر ويئي هنجون هاريندي. عمر روز رات جو ونس ويندو هو، پر مارئيءَ پکن جي پريت ماڙين سانءَ مور نه مڃي. هڪ پاسي عمر جون آزيون ته ٻئي پاسي ماروئڙن جي بيپرواهي، سو ٻئي ويچاريءَ سور سٺا. وري ويتر ڪاڏي کائڻ کان به نابري واري ويئي؛ سو اچي مرڻينگ حالت کي پهتي.

ستيءَ جو سيل ڏسي، عمر جي دل پڇي پئي ۽ مارن ڏانهن نياپو مڪائين، ته اچي امانت ونئي وڃو. سنيهو سڻي مارن مارئيءَ سان اچي ملاقات ڪئي ۽ کيس سنيرائي، عمر کان سوکڙيون پاکڙيون ونئي، ساٿيهه ڏي سنيندا، وڃي سک سانت ۾ وقت گذارڻ لڳا.

## روحاني راز:

هن سر ۾ شاهه پڻ هڪ وڏي تمثيل رٿي آهي. مارئيءَ کي روح سان، عمر کي نفس سان، ملير کي وحدانيت جي واديءَ سان، عمر ڪوٽ کي هن دورنگي دنيا سان، مشابهت ڏئي شاهه سالڪ کي روحن جي اصليت ۽ انجام جو سارو قصو سڻايو آهي. جيئن مارئي، ملير لاءِ بيقرار هئي، تيئن روح وري عالم ارواح ڏانهن تانگهي ۽ تاتي ٿو. حقيقت ۾ هي سارو، سر، ڪل شيءِ يرجع الیٰ اصله (سيڪا شي پنهنجي اصل ڏي موٽي ٿي) جو تفسير آهي.

جڏهن اجا سارو عالم عدم جي اوڙاهه ۾ غرق هو، تڏهن رب رحيم پنهنجي ذات ۽ صفات، جي مخفي خزاني ۽ لڪل جلوي کي، نمايان ڪرڻ جي خواهش ڪئي. "ڪن" چئي ڪائنات جوڙيائين. انسانن جا روح خلقي، ميثاق منجهه ڪائن "قالو- بلیٰ" جو واعدو ونئي، ڪين عالم ارواح ۾ رکيائين. ارواح اتي آزاد ۽ البيلا هئا. هڪ ٻئي سان انهيءَ وحدت جي واديءَ ۾ ائين رهاڻيون ڪندا هئا، جيئن مارئي ملير ۾ سرتين ساڻ، روح رچنديون ڪندي هئي. اتي روح الله جي عبادت، يعني محبوب جي محبت ۾ ائين مستغرق هوندا هئا، جيئن مارئي، ملير ۾ کيت سين جي خدمت ۾ مشغول هوندي هئي.

آخر، الله ارواحن کي، "اهبطوا" (هيٺ لهو) جو امر ڪيو- روح، جسماني جامو پهري، عرش تان لهي اچي فرش تي پيا. مارئي به امتحان ڏيڻ لاءِ، ملير مان منتقل ٿي عمر ڪوٽ ۾ آئي. عمر ڪوٽ مان مراد آهي، "هي جهان" ۽ ۽ ڪوٽ ۾ جيڪي محل ۽

ماڙيون، پلنگ ۽ پٽراٽيون، پوش ۽ پوشاڪون، ۽ ٻيا انيڪ اسباب موجود هئا۔ تن مان مراد آهي، ”دنيوي اسباب ۽ هن جهان جا جنسار“، جن کان جملي سالم سالڪن جا روح بيزار ۽ پڇندڙ آهن. جيئن مارئي محلن ۾ ماندي هوندي هئي، تيئن سمجهدار سالڪن جا روح بہ هن دنيا جي پڃري اندر قيد آهن ۽ جنهن وقت اهو قضا جو قفس پڇندو، تنهن وقت، پنهنجي اصلي آکيري ڏي اڏامي ويندا. مارئي ملير مان نہ فقط ڪوٽ ۾ اچي قابو ٿي هئي، پر عمر جهڙي عياش جي قنديٰ ۾ پڻ ڦاٿي هئي. روح بہ، نہ فقط دنيا جي بنديخاني ۾ بند ٿيا، پر نجس نفس جي آور ۾ پڻ اچي ويا. ڪيترا مجازي مزن ۾ مبتلا ٿي وطن وساري ويٺا. ڪيترا دنيا جي نجاست تي مفتون ٿي، ڪتن وانگر هڏن پٺيان هلڻ لڳا، پر اصيل انسانن کي، هن قيدخاني ۾ قرار نہ ايندو. جيئن مارئيءَ جو من، ماڳ لاءِ ماندو هو، تيئن هتن جو روح بہ، اصلي آکيري ڏي تاٺيندو ۽ تانگهيندو رهندو هو.

حديث ۾ آيل آهي، ”اَلدُنيا جِيفَةٌ طَالِبُهَا كِلاَبٌ“، يعني، ’دنيا ڍونڊ آهي ۽ انجا طالب ڪتا‘. انهيءَ آيت جو تفسير، وري شاهہ، سر معذوريءَ ۾ ڪيو آهي. ٻي هنڌ حديث ۾ فرمايل آهي، تہ ”اَلدُنيا سِجنُ لِلمُؤمِنِينَ وَ جَنَّةُ لِلكَافِرِينَ“، يعني ’هيءَ دنيا، مومنن لاءِ قيد آهي ۽ ڪافرن لاءِ بهشت‘. جيئن مارئي جو قالب ڪوٽ ۾ قيد هو، پر قلب ملير ڏي مائل هو؛ تيئن سالڪن جو بت، بنديخاني ۾ آهي، پر لاڙو لامڪان ڏي اٿن. حق جي حب ۾ ’آرتو آب‘ اکين مان پيا اوتين. ٻئي پاسي پليت نفس، عمر وانگي ڏٽيءَ کان ڏتاري ڏار ڪرڻ جي ڏن ۾ لڳو پيو آهي. ڪين ڪٿين لقما ۽ لالچون آڇي ٿو، دڙڪا ۽ ڏمڪيون ڏئي ٿو، پر هو مارئيءَ وانگر ثابت قدم رهي، نڪي ٿا ساٿيہ جي سار ڇڏين ۽ نڪي ٿا مٺي منثار کان منهن موڙين. اهي صالح، سدائين نانگي نپٽي نفس سان جنگ جوٽيندا پيا اچن.

شاهہ عموماً سيني سرن ۾، نفس سان جنگ جوٽڻ ۽ ڪيس ماري مات ڪرڻ جي تلقين ڪئي آهي. هيءَ هدايت، هر ڪنهن سالڪ کي، مرشد وٽان ملندي آهي ۽ هو انهيءَ امر تي عمل ڪرڻ سان، اونداهي مان نڪري اوجالي ۾ ايندو آهي. هن سر ۾، شاهہ ڄاڻايو آهي تہ، نفس اٿين آخر نااُميد ٿي، سالڪ جي پڇر ڦٽي ڪري ٿو، جيئن عمر، آخر مارئي جو ست ۽ سچائي ڏسي، هن کان پڇي پاسو ڪيو. جيئن ملير مان مارئيءَ لاءِ مائٽ مٽ ملاقات لاءِ آيا، تيئن عالم ارواح مان، مقبول ٻانهي لاءِ، خدا تعاليٰ ڪونہ ڪو هادي موڪلي ٿو، جو ڪيس هن بي بقا مجازي محل مان، ماڳ ڏي موٽڻ ۾ مدد ڪري ٿو. شيخ جاميءَ هن دنيا جي فاني جنسار تي ٻارن وانگر موهجي وڃڻ کان منع ڪندي ’يوسف زليخا‘ جي منڍ ۾ فرمائي ٿو:

”دلا تاکي درين کاخ مجازي،
کنيٰ مانندِ طفلان خاکبازي

توئي آن دست پرور مرغ گستاخ،
ڪہ بودت آشيان بيرون ازين ڪاخ،
چرا زان آشيان بيگانہ گشتي؟
چو دونان چغد اين ويرانہ گشتي؟
بيفشان بال و پر ز آميزشِ خاڪ،
بپر تا ڪنگر - ايوانِ افلاڪ."

يعني: "اي روح! تون مجازي محلات ۾ ڪيترو وقت ٻارن وانگي مٽيءَ سان پيو راند ڪندين؟ تون اُهو دادلو ۽ ڪوڏ سان نپايل پکي آهين، جنهن جو اصلوڪو آکيرو، هن فاني محلات کان ٻاهر هو. چو انهيءَ آکيري کي ڇڏي، ويڳاڻو ٿيو، ڇپري وانگر هن دنيا جي ويراني ۾ پيو ڀٽڪين؟ هن دنيا جي دز پنهنجن پرن تان ڇنڊي، پرواز ڪري، وڃي عرش جي ڪنگرين مٿان ويهہ."

# سُر مارُئِي

## داستان پهريون

۱

”اَلَسْتُ بِرَبِّكُمْ[۱]،“ جَڏِهن ڪَنِ پيومِ،
”قَالوابَلىٰ[۲]“ قلبَ سين، تَڏِهن تِتِ[۳] چَيومِ،
تِهِين وير ڪِيومِ، وَچَن[۴] ويڙِهيچَنِ سين.

۲

جَڏِهن ”ڪُنْ فَيَڪُوْن[۵]،“ مَنُ تَڏهانڪُون[٦] مارُئِين،
تُون ڪيئَن وِجهين تَن[۷] ڪي، سُومَرا! شَڪُون[۸]،
هَمِيرَن[۹] هَڪُون[۱۰]، جارَّ[۱۱] جُسي کي پاتِيُون.

۳

چَئِي ”ڪُنْ فَيَڪُوْنُ“ جَڏِهن، خَلِقِيا رُوحَ خُداءِ،
گَڏُ جِتِ گُذرانُ هُئو، جَرَّ[۱۲] لَڳِي تنهن جاءِ[۱۳]،
مُون تونهِين سين[۱۴] آهِ، اُها ساڃاءِ[۱۵]، سِپِرِين![۱٦]

۱- چا، نه آهيان مان اوهان جو رب؟ (ق-ش، ۷، ۱۷۲) ۲- ”جواب ڏنو: ”هائو“ ۳- اُتي (عالم ارواح ۾) ۴- وعده ٥- (جڏهين خدا تعاليٰ ڪنهن ڳالهه جو ارادو ڪري ٿو، تڏهن فقط چوي ٿو ته) ”ٿيءُ ۽ پوءِ اهــا ٿي پوي“ ٦- تنهن وقت کان وٺي ۷- بدن ۸- ڪليون، بند ۹- اميرن ۱۰- بند، ۱۱- زنجير ۱۲- اجايو، بي فائده ۱۳- انهيءَ جاءِ (عالم ارواح) ۱۴- تو سان ٿي ۱٥- ڏيٺ، سڃاڻپ ۱٦- اي محبوب! (ڪيت ڏانهن اشارو آهي).

۴

"فَيَڪُوْنُ"[۱] فِدا ڪري[۲]، ڪَهِيائِين[۳] سين "ڪُنْ[۴]"،
تَعظِيماً[۵] تَمامُ ڪَرِي[۶]، پوءِ پَٽَرِيائِين[۷] پُون[۸]،
مارُو تِئائِين مون[۹]، پيئنر! ياڳي آئِيو.

۵

نَہ ڪا "ڪُنْ فَيَڪُوْنُ" هُئِي، نَہ ڪا هُونڳَ نَہ هُون،*
سَڄَڻُ اُنهِين ساعَتَ ۾، پيٺي[۱۰] ڏِٺوسُون،
مُون تَنَ تَڏهانڪُون، مِلِي مُلاقاتَ ڪِي.

٦

نَہ ڪا "ڪُنْ فَيَڪُوْنُ" هُئِي، نَہ ڪو لِڱُ، لَحَمُ[۱۱]،
بَڻيو هو نہ بُتَ ۾، اَڃا ڪِي آدَمُ،
مُون توهِين سين سَڱُ، اُها ساڃاءِ سُپِرِين!

۷

نَہ ڪا "ڪُنْ فَيَڪُوْنُ" هُئِي، نَہ ڪا مُورَتَ ماهَ[۱۲]،
نَہ ڪا سُڌِ ثَوابَ جِي، نَہ ڪو غَرضُ گُناهَ،**
هيڪائِي هيڪُ هُئِي، وَحدانِيتَ واهَ[۱۳]،
لَکِيائِين[۱۴]، لَطِيفَ چِي، اُتِ ڳُجهاندَرَ[۱۵] ڳاهَ[۱۶]،
اَکِيَن ۾ اَرواحَ، اُها ساڃاءِ، سُپِرِين!

---

۱- پوءِ ٿيندو ۲- قربان ڪري، خيال لاهي ۳- چيائين ۴- "ٿيءُ پؤ" ۵- عزت يا آدرڀاءُ لاءِ ٦- (آسمان وغيره) جوڙي راس ڪري ۷- پکيڙيائين ۸- زمين ۹- مون* اڃا جڏهن خدا تعاليٰ جهان جي خلقڻ جو ارادو ڪيو هو، نڪي دنيا جو هل هلاچو وجود ۾ آيو هو ۱۰- ياڪر پائي گڏجي، رهاڻ ڪري ۱۱- گوشت، ماسُ ۱۲- چنڊ ** اڃا ماڻهو پيدا ڪونہ ٿيا هئا جو ثواب يا گناه ڪن. ۱۳- واه جي! خاصي، رڳي، فقط ۱۴- معلوم ڪيائين ۱۵- لڪل مخفي ١٦- اشارو، پرولي.

٨

قِسمَتَ قَيدُ قَوِي،* ناتہَ ڪيرَ ٻچي هِنَ ڪوٺَ ۾،
آڻي لِکِئي لوحَ جي،** هنڌُ ڏيکارِيَمِ هِيءُ،
پَرچِي ڪِينَ پَنهوار[1] رِيءَ، جانِ، جُسو ۽ جِيءُ،
راڄا! راضي ٿِيءُ، تہ مارُنِ مِلي مارُئِي.

٩

قِسمَتَ قَيدِ ڪِياسِ، ناتَ ڪيرَ اچي هِنَ ڪوٺَ ۾،
"وَ نَحْنُ اَقْرَبُ اِلَيْهِ مِنْ حَبلِ الْوَرِيْدِ[2]"،
وَطنِ آن[3] وِينديِاسِ،
مارُنِ کي مِلَندِياسِ، ڪوٽِيُون[4] ڇَڏي ڪَڏِهِين.

١٠

"قَيْدُ الْمَاءِ[5]" ٽِيومِ***، هِتِ اَڙانگي[6] گهارِيان،
"هِنَاکَ جِسمِي وَالفُوَادُ لَدَ يڪُم[7]،" هِينئون هُتِ سَندومِ،
قادِرُ شالَ ڪَندومِ، ميڙائو سين مارُئين!

١١

"قَيْدُ الْمَآءِ" ڪَهَنِ[7a] جو، سو مُون پاندِ پيو[8]،
جَفَّ الْقَلَمُ بِمَا هُوَ کَائِنٌ[9]، وَهِي قَلَمُ وِيو÷،
اِيُ قَضا ڪَمُ ڪِيو، جيئن ٿَر مارو، آن مارُئين.

---

* قسمت هڪ باري بند آهي. ** قسمت ۾ لکيل هئڻ. ١- ٻيڪرار ٢- اسين (خدا) هن (انسان) کي ڪنڌ ۾ رڳ کان بہ وڌيڪ ويجها آهيون. (ق-ش ٥٠، ١٦) ٣- آئون ٤- ڪمرا، بنديخانا ٥- قيد الماءَ اشدٌ من الحديد (داٿي پاڻيءَ جو قيد لوهي ڪوٽ کان بہ وڌيڪ سخت آهي. عربي چوڻي)*** داٿو پاڻي لکيل- اٿم نصيب ۾ هت رهڻ آهي. ٦- اٿانگي، ڏکئي حال ۾ ٧- منهنجو بدن هت آهي ۽ دل اوهان وٽ آهي (عربي چوڻي)7a- چون، سڏين ٨- حاصل ٿيو اٿم ٩- جيڪي ٿيو هو، سو لکي، قلم سڪي ويو (حديث) ÷ خدا وارو تقدير جو قلم لکي وڃي پار پيو (جيڪي ٿيڻو هو، سو ٿي ويو).

جھَڙو "قَيۡدُ الۡمآءِ"، تَھڙو بَندُ نہ ڪو ٻيو،
"جَفَّ الۡقَلَمُ بِمَا ھُوَ ڪَائِنٌ" لِھي نہ ترُ[1] تِياءِ[2]،
عُمَرَ! تو ھٿاءِ، اَجائِي[3] ٿِئي اَجڙين[4].

۱۳

رِيءَ اِعرابِيَنِ[5] ھِتَّ، گھنگھرُ[6] گھارَڻُ مون ٿِيو،
"بَڪَتِ الۡعَيۡنانِ فِيۡ ھَوَاڪَ دَماً"[7]، پُڄان[8] سانُ پِرتِ،
مَنُ، اَڪِيُون، تَنُ تِتِ، جِتِي جَنَبُ[9] جيڏِيِن.

۱۴

ھِي ھندُ، پيٽُيُون ھانِ، ساڙيان سَڀِ ڏِيھِيَنِ رِي،
"ڪُلُّ شَيۡءٍ يَرۡجِعُ اِلیٰ اَصۡلِه[10]"، ٿِي جِھڄان[11] جھانگِيَنِ ڪانِ،
ڀِرِي[12] پنھنجي يانِ، پَسان مُلڪُ مَلِيرَ جو.

## وائي

منھنجو ھينڙو سَنگھارَن سارِي،
ھوءِ جي ويجھا رَھَنِ وَس[13] ڪي.
آءُ ھَمِيرَ![14] ڀَڃُ زَنجِيرَ، ھيئَن[15] نہ سَگھان گھارِي،
ھوءِ جي ويجھا رَھَنِ وَسَ ڪي.
قَلبُ مُنھنجو ڪوٽَ ۾، گھايَلُ ٿو گھارِي،
ھوءِ جي ويجھا رَھَنِ وَس ڪي.

---

۱ـ تر جيترو، ٿورو ۲ـ تنھن مان ۳ـ آزادي ۴ـ ڏنار، ٻڪرار ٥ـ برپٽ ۾ رھندڙ عربن، جھانگين ٦ـ حيران، پريشان ۷ـ "تنھنجي عشق ۾ (منھنجن) ٻنھي اکين رت رنو." (عربي شعر) ۸ـ مارن کي پھچان ۹ـ جنم، جم، حياتي ۱۰ـ سيڪا شيءِ پنھنجي اصل ڏي موٽي ٿي (عربي چوڻي) ۱۱ـ ڳران ۱۲ـ ڦري، موٽي ۱۳ـ جتي مينھن پوڻ ڪري ساوڪ ھجي ۱۴ـ امير (عمر) ۱٥ـ ھيئن، ھن حال ۾.

اِلاهي عنايَتَ سين، شالَ، کِينءَ[1] مَران کِينڪاري[2]،
هوءِ جي ويجها رَهَنِ وَس ڪي.
وَڃان شالَ وَطَنَ ڏي، پَرِ پِڃاٽِي[3] پاري، *
هوءِ جي ويجها رَهَنِ وَس ڪي.
مَران شالَ مَلِيرَ ۾، گولَنِ[4] سِيانُ گُذاري،
هوءِ جي ويجها رَهَنِ وَس ڪي.

## داستان ٻيو

١

نَہ ڪو اير[5]، نَہ ڀير[6]، نَہ ڪو اوڀي آئيو،
مُون وَٽِ آيو ڪونَہ ڪو، پانڌِيان[7] ڀَري پير،
ڪِتابَتُون[8] ڪير، آڻي ڏِيندُمِ اُنِ جُون.

٢

نَہ خَبَرَ، نَہ خوابُ، نَہ ڪو اوڀي آئيو،
هُتي جو هِتِ ڪِهِين، ڏِنو ڪونَہ جَوابُ،
هَمِيرَنَ حِسابُ، ڪُھ چاٽان، ڪيئَن ٿِيو. **

٣

اوڀي! ٻُوڏي[9] آئيين، ڪو هُتي جو هِتِ هير[10]،
تَہ ڪِنا جي ڪوٺَنِ جا، ٿِيَنِ سُرَها سِير[11]،
آءُ تَہ اَکِيين اُگهانِ، جي پانڌُ[12] ڏَنِئي پِير،
اَلله لَڳِ، لَطِيفُ چئي، لاءِ مَ تُون اوِيرَ،
ڪونِيين گهاري ڪيرَ، مَحَلين مُنجهي مُون هِينئُون.

---

١ خوشي مان ٢- ڪيڪاري، خوش خير عافيت ڪري ٣- پيءُ جي، اباڻي * اباڻي ريت رسم نباهي (ستر قائم رکي). ٤- گولاڙن (ول جو قسم) ٥- چاري، خبر چار آڻيندڙ ٦- واڻهڙو، مسافر ٧- پانڌيڙن مان ٨- خط، نياپو. ** اميرن (عمر) منهنجي لاءِ الائجي ڪهڙي ڳالھ رٿي آهي. ٩- ٻوڏائي، ٻوڙ جو ١٠- هينئر ١١- رستا، گس ١٢- ٽر جو ڏڪڻ وارو ياڳو.

٤

اَلا! اوٺِي آڏيين، جي نياپا نِينِ،
آئون اُنين[1] جِي آهِيان، توٽِي مُون نَہ مَڃِينِ،
مَسُ منهنجي هَٿَ ۾، ڪاغَذُ ڪِي آڻِينِ،
لُڙڪَ نہ لکَڻُ ڏِينِ، ڪِرِيو پُونِ قَلَمَ تي.

٥

جي اَمُرُ[2] هَٿِيو اَڏَ ڪَري، سي ڪاغَذُ لِکان ڪيئن،
واڳيُون[3] جي وصالَ سين، تَنِين چاڙهي چِيئَن[4]!
رُئان راتو ڏينهن، جيئَن اُنِ جي وائِيءَ ۾ وَرَ گهٽا.*

٦

تَنِ وَهِيَن[5] ويڙيچَنِ ڪي، رُئين نَہ راتو ڏينهن،
ڪالهہ پهُنوارَنِ لَڏِيو، مُون ڪي چاڙهي چِيئَن،
آئون جيئندي ڪيئن، جُهہ اُنِ تَرِ[6] وَڃِي ٿاڻا[7] ڪِيا.

٧

ٿَرِ ٿَرِ اَندَرِ ٿاڪ[8]، عُمَرَ! مارُوئَڙَنِ جا،
لاٿائُون، لَطِيفُ چي، مَٿان لوئِيءَ لاڪَ،**
عُمَرَ! ڪَرِيو آڪ[9]، پَهرِيون تِي پَنَ چَران.***

٨

ٿَرِ ٿَرِ اَندَرِ ٿانءُ[10]، وَنهِيَنِ ويڙهيچَنِ جو،
سَڀِ تنهنجو سُومَرا! ويٺا ڳِنهَن[11] نان[12]،
اُتي وينديَسِ آنءُ[13]، لوئِيءَ لَڄَ مَٿي ڪَري.÷

١- انهن ٢- تقدير ٣- ڪيئن ٤- پٽل، گڏ ٥- ڦاهيءَ (ڏاگهہ. ٻاهہ جو مچ) * مارن جو هڪ ڳالهہ تي ٽڪاءُ ڪونهي. ٥- شاهوڪارن، آسودن ٦- برپٽ ٧- مڪان، منزل ٨- ٽڪاڻو، منزل، گهر ** مارن مارئيءَ جي فراق ۾ لوئي تان لاک جو ڳاڙهو رنگ پوئتا ۾ بيا چٽ گل (هار سينگار) لاهي ڇڏيا آهن. ٩- امر، حڪم ÷ اي عمر! حڪم ڪر. تہ آءٌ مال سان پهري (گڏ وڃي) انهن ڪي پن چاريان. ١٠- وٿاڻ، منزل ١١- وٺن چون (تہ ظالم آهي) ١٢- نالو ١٣- آئون ÷ عصمت يا ڀرم قائم رکي.

٩

سَهَسين سيبا[١] ڪَنجُري[٢]، لوئي ليڙ[٣] ٽِيامِ،
اَباڻَنِ جي جي آسَري، ڪَتي[٤] ڪانَ ڪِيامِ،
جا ڏِٺ[٥] ڏِڪِييامِ، تنهن جو پَرِوَرَ پَنِ[٦] رَهائيين!

١٠

سَهَسين سيبا ڪَنجُري، لوئي ليڙُون لِيڙَ،
واسي[٧] وارَ، نہ ويڙهيان، مَرُ ڇُڳُون رَهَنِ چيڙَ[٨]،
مارُوءَ جي مُهاڙِ[٩] رِيءَ، اَندَرِ ناهِ اُڪيرَ،
هِهَڙو حالُ، هَمِيرَ! وَٺِي شالَ ويڙهہ وَڃان.

١١

سَهَسين سيبا ڪُنجُري، لوئي سين لِيڙُنِ،
هِهَڙو حالُ وَٺِي ڪَري، وَڃان مَنجِهہ ٽَرَنِ،
مارُو مانَ چَوَنِ، تہ هُئِي آسانهين[١٠] آسَري.

١٢

سِبِي، سيبا ڏِي، پورِي نينهن نَہ ڪَچوئي[١١]، *
ڪَٽِيءَ وَٽِيُون[١٢] ڪُٽِيُون، سَٽِي سِيٽِي[١٣] سي،
مَچُڻ[١٤] چُونڊ ڪي، لَجاِئِي ٽَرَ-جائِيُون!

---

١- ٽوپا، ٽاڪا ٢- ڳُجِ، چولي ٣- ڇيهون ڇيهون ٤- اَن جي ڪتيل لوئي ٥- ٽر جو وچون حصو ٦- پردو، عزت، پت ٧- سرهو تيل وجهي ٨- منجهيل ٩- منهن ١٠- اسان جي ئي ١١- سستائي، گهٽائي * ابهمڙي لوئي کي ٽوپا پٽي ڏي، پر مارن جي محبت مان تر جيترو بہ گهٽ نٿي ڪري. ١٢- (واحد: وَٽِ) ڪِنارِيون، اندريون انڊريون يا ڪنيون ١٣- اندي ورائي ٽوپو ڏيئي ١٤- متان.

## وائي

عُمَرَ! آئون وِيندَڙو[١] پُڇان ڪوءِ،
جِتي مارُو، تِتي پانڊِي،* الو.
مَتي ماڙِيءَ مارُئِي، رُوئاري ۽ روءِ،
جِتي مارُو، تِتي پانڊِي، الو.
پَندان[٢] کارِيو پَهيَڙا[٣]، ڪِي جو اُپَري[٤] چوءِ،
جِتي مارُو، تِتي پانڊِي، الو.
سارِيو سانِيڙَنِ[٥] کي، رُوحُ منهنجو روءِ،
جِتي مارُو، تِتي پانڊِي، الو.
پانڊِي پَهنوارَنِ جو، ڪالهه نه آيو ڪوءِ،
جِتي مارُو، تِتي پانڊِي، الو.
راڄُ پَرَتو رَبّ کي، سُومرا! سَندوءِ،
جِتي مارُو، تِتي پانڊِي، الو.

## داستان ٽيون

### ١

پَٽولا[٦] پَهُنوارِيُون، مُورِ نه مَٽي ڪَنِ[٧]،
جُهِ لاکَ رَتائُون لوئِيُون، تہ سالُيئان[٨] سُونهَنِ،
اُنّ ايلاچِنئُون[٩] اَگِري[١٠]، بَخمَلَ بافِتَنِ،
سَڪَرَ[١١] پانئيان، سُومِرا! ڪَتِيءَ کان کُهنبَن[١٢]،
جا ڏِيَمِ ڏاڏائُنِ، سا لاهِيندِي لَڄَ مَران.

١- واٽ ويندڙ، واٽهڙو * جتي مارو آهن، اوڏاهين ڪو وڃڻ وارو آهي؟ ٢- پنڌان، پنڌ کان ٣- واٽهڙو، مسافر ٤- ڳاٽ ڪٽي ٥- سانيڻن، محبوب، جن جي سار اٿم ٦- ريشمي ڪپڙا ٧- ڏڪين، پائين، پهرين ٨- شالن کان به وڌيڪ ٩- پٽاپٽي ريشمي ڪپڙا ١٠- بهتر ١١- سرس، بهتر ١٢- کهنبڻ ڪپڙن.

٢

اِرَمَ[1] هَڏِ مَ اوڍِيان، پَٽولا، پَٽ چِيرَ[2]،
پانڌُوڙا[3] ۽ پَٽِ ڍِيان، اَرِغَچَ[4] ۽ عَبِيرَ[5]،
مارُوءَ سين شَلَ ماٽِيان، ڪَتِيُون جهَڙِيُون ڪِيرَ،
اَندَرِ اُجَ اُڪِيرَ، مون کي پِرينءَ پَهُنوارَ جِي.

٣

سونَ بَرابَرِ سَڳَڙا، مارُوءَ سَندا مُون،
پَٽولا پَهُنوارِ کي، عُمَرَ! آءٌ مَ تُون،
وَرُ[6] لوئِيءَ جِي لُون[7]، ڏاڏَڻِ ڏِنيامِ جا.

٤

سونَ بَرابَرِ سَڳَڙا، لُون لُون بَرابَرِ لَکَ،
رُپو جنهن رَدِ ڪِيو،* ڪوڙَ[8] تِهِين کي ڪَکَ،
مُون مارُوءَ جو مَکُ[9]، تيلُ نَ لائِيان تُنهنجو.

٥

تيلُ نَ لائِيان تُنهنجو، مُون مارُوءَ جو مَنُ،
ڪَرِيان ٻِي نَ ڪَنِ، آهَرَ[10] اُنهِينءَ آهِيان.

٦

مُون مارُوءَ سين لَڌِيُون، لوئِيءَ ۾ لائُون،
سونَ بَرابَرِ سَڳَڙا، مون کي ٻانهُنِ ٻَڌائُون،
عُمَرَ جو آئُون، پَٽُ ڪِيئن پَرِهِيان[11]، سُومَرا!

---

١- اعليٰ اوني ڪپڙا ٢- ريشمي ڪپڙا ٣- پوتيون، چنيون ٤- بافتو، آسماني رنگ جو ڪپڙو ٥- (ع) هڪ خوشبودار مسالو، جيڪو ڪپڙن تي ڇنڪاربو آهي. ٦- بهتر (دولت، قيمتي) ٧- تند، ڌار، ڌاڳو * جنهن سون ۾ رپو، يعني دنيوي اسباب ترڪ ڪيو. ٨- ڪروڙ، ڪوڙي، ويهه (Scoire) ڪروڙ، تمام گهڻا ٩- مڳَّي وقت مکيل تيل ١٠- آڌار، اميد ١١- پهريان، اوڍيان، ڍڪيان.

پَٽُ نَہ پَرَھِيان، سُومَرا! جانڪِيتانِ[١] جِيان،
آئُون ڪيئَن لوئِي لاھِيان، ڪارَڻِ ٻِنِ ڏينھانَ،
جانسِين ٿِيَ جِيان، ڪانڌُ نَہ ڪَندِيَس ڪو ٻِيو.

٨

جَنِ ڪَرايَنِ ڪَڃَ[٢] جا، وَرُ[٣] ساھيڙِيُون سِيَ،
اُتَ[٤] اُڪندِي آھِيان، مَنھَن مارُوءَ جِيَ،
پَکَن سين نَہ پاڙِيان، ھَندُ ھِتي جا ھِيَ،[4a]
اَھلَ[٥] اَباڻَنِ ڪِيَ، مَرِي شالَ مَلھائِيان.*

٩

ڪَرايَنِ ڪَروڙِ جا، چُوڙا ڪُوڙا جَنِ،
سو مَرڪُ مارُوئڙَنِ، جِئان لوڪَ لَڄَ ٿِئي.**

١٠

ڪارا[٦] ڪَرايَنِ ۾، سونُ اَسان کي سُوءَ[٧]،
وَرُ[٨] جيئَڏَينِ سين جُوءَ[٩]، فاقو[١٠] فِرحَتَ پائِيان.

١١

اِيءَ نَہ مارُنِ رِيتِ، جيئَن سيڻَ[١١] مَٽائِنِ سونَ تي،
اَچي عُمَرَ ڪوٽَ ۾، ڪَندِيَس ڪانَ ڪُرِيت[١٢]،
پَکَنِ جي پِرِيتِ، ماڙِيءَ سين نَہ مَٽِيان.

---

١- جيئستائين ڪہ ٢- شيشي جا ڪوڙا چوڙا ٣- بھتر ۴- انت، نھايت، بلڪل، تمام ۴a- اِھي ٥- ماڻھو، ياتي *ستر وڃائڻ جي عيوض ھتي مري، شل اباڻي آڪھ (خاندان) جو منھن مٽي ڪريان، + جن شين استعمال ڪرڻ سان ٻين کي لڄ اچي، سي مارو فخر سان استعمال ڪن ٿا. ٦- ڪاري رنگ جا ڪپڙا ٧- ڏک، ماتم ٨- بھتر ٩- بک، لنگھڻ ١٠- بک، پينگ ١١- مائٽ، عزيز، محبوب ١٢- (ڪُ+ريت) بچڙي رسم، ڪُپر.

١٢

عُمَرَ! اَڇا ڪَپڙا، ڪاٽياريُون[١] ڪيئن ڪَنِ،
جَنِين جا ٿَرَنِ ۾، وَرَ[٢] ٿا ويڻَ[٣] سَهَنِ،
هُوءِ جي حقَ پَڄَنَ[٤]، سي ڪيئن سَتِيُون سُومَرا.

١٣

آئُون ڪيئن سَوَڙِيين سُمَهان، مُون وَرُ گهاري وِلَ[٥]،
ڪَتيرِيءَ تان ڪِلَ، عُمَرَ ڪِجِ مَ ايهَڙِي[٥a].

١٤

آئُون ڪيئن سَوَڙِيين سُمَهان، مُون وَرُ گهاري سُڄَ،
وَرُ[٦] اياڻَنِ سين اُڄَ، ڪوءِ[٧] شَربَتُ تنهنجو سُومَرا!

١٥

وَرُ سي وَطَنَ ڄائِيُون، صَحرا[٨] سَتُرَ[٩] جَنِ،
گولاڙا[١٠] ۽ گُگرِيُون[١١]، اوڇَڻُ[١٢] اَباڻَنِ،
ويڙهيا گُهمَنِ وَلِيين[١٣]، جهانگي مَنجهه جَهنگَنِ،
مون کي مارُوئَڙَنِ، سُڄَ ڳڻائي سيڄَ ۾.*

١٦

پَلَرُ[١٤] پيئَڻُ، اوڇَڻُ اُنَ، جَنِ جا پيرَ مَٿي پَٽَ پاڪَ،**
وِهَڻُ[١٥] وَراڪَنِ[١٦] ۾، اُنِ جي آجوڪِي[١٧] اوطاقَ،
پاڻُ نَہ پَسَنِ پاڻَ کي×، ويچارا بيباڪَ[١٨]،
عُمَرَ! اُووءِ نَہ عاقَ[١٩]، ڏُکِيا[٢٠] جِمَ ڏُکوئِيين!

---

١- ڪاڻ يا عذاب يا عيب واريون، مهڻي هاب ٢- مڙس، پتار ٣- مهڻا ٤- مڙسن سان بي وفا ٿين ٥- ولهه ۾، ٿڌ ۾ ٥a- اهڙي ٦- بهتر ٧- ڪڌ ۾ پوي ٨- برپٽ ٩- پردو، پناه ١٠- ول جو قسم ١١- وڻ جو قسم ١٢- ڪپڙو، ڍڪ، پناه ١٣- ولين سان * شاديءَ رات سيج ڏاج ۾ ڏني. ١٤- مينهن جو پاڻي ** جيڪي پير اُگهاڙا ڪيو پٽن تي پيا هلن. ١٥- وهڻ جي جاءِ، گهر ١٦- ويڙه، وٽن جي جهڳٽن ١٧- جوکي يا خطري کان خالي، سلامتي واري × منجهن خودي ۽ خود غرضي بنه ڪانهي. ١٨- بي ڊپا، بي فڪرا، البيلا ١٩- بي ڇيا، نافرمانبردار، نٽر ٢٠- مظلوم.

١٧

كارا كَپَڙَ ڏيهَ ۾، پِيا وارِيءَ مَنجهِ وَڻانءَ،
ساٿيَنِ کي، سَيّدُ چئي، پَرِيو ڏِيَنِ پانءَ[1]،
عُمَرَ! اِيءَ اُمانءَ[2] ثابِتُ[3] رَکِجِ، سُومرا!

١٨

جا عُمَرَ! تو مُلِ[4] عِيدَ، ساسان[5] سُوءِ[6] وَرَتِي[7] سُومَرا!
ويئي وِيچارَنِ وِسَري، خُوشِي ۽ خَرِيدَ،
سِڪَڻَ کِيا شَهِيدَ، مارُو جي مَلِير جا.

١٩

منهنجو تُورُ[8] تَلِنِ[9] ۾، چِيها[10] تو چاري،
ڍائِي[11] دَڻَ ڏاري، آهيم اُتي[12] مِينهَڙي.[13]

٢٠

منهنجو تُورُ تَلِنِ ۾، آئُون هِتِ بَندِيائِي،
مُون ڏاڏائي ڏيهَ ۾، ڦُرِهُ[14] ۽ لائِي[15]،
ڪَندِيَسِ رِهائِي[16]، مارُوءَ پاسِ مَلِيرَ ۾.

٢١

حَقّاڻو[17] هُتِ ٿِيو، آئُون هِتِ بَندِيائِي،
ساري ساڌُوهِيَنِ[18] کي، ڪوٺِيَنِ[19] ڪومائِي،
لِڳين لوهَ[20]، لَطِيفُ چئي، وِينِيَسِ وِسائِي[21]،
مُنڌَ مارُوءَ جِي نَہ لَهي، ڪَپَتِ[22] ڪِجائِي[23]،
سَمُنِ[24] سَچائِي[25]، اُتي آهيمِ اَنِ سين.

---

١- پيالا، وٺيون ٢- امانت ٣- سلامت ٤- وٽ، لاءِ ٥- اسان ٦- ماتم ٧- ورتائي، استعمال ڪئي، ملهائي ٨- جيڏو، سرتو، محبوب ٩- هيٺاهين زمين، ڍوري، ترائي ١٠- گاهه جو قسم ١١- ڍائي، وارو، وعده ١٢- وسئي ١٣- مينهن ١٤- اُن جو قسم ١٥- ٻوٽي جو قسم ١٦- رهاڻ، محفل ١٧- مڙس ١٨- مٺي جار جو وڻ ١٩- بنديخاني ۾ ٢٠- زنجيرن پئي ٢١- اُجهاڻل، ڪڪ، پريشان ٢٢- جهوري، ڳارو ٢٣- اندر جو سور، پريشاني ٢٤- وعده، انجام ٢٥- سچائي.

## وائي

لوئيءَ ۾ لائُون، مون مارُوءَ سين لَڌِيون،
سونَ بَرابَرِ سَگَڙا، ڀانئين ڀَڏائُون،
مُون مارُوءَ سين لَڌِيون.
سو ڪيئنءَ پَٽ پَرَهِيان[1]، سُومَرا! گهورِيو عُمَرَ جو آئُون،*
مُون مارُوءَ سين لَڌِيون.
ڪاج ڪَتيرِنِ سَفَرو[2]، سگُرُ[3] ۽ سائُون[4]،
مُون مارُوءَ سين لَڌِيون.
سا ڪيئن ڪائي ڪارِڪُون، جنهن کي ڏُونرا ڏيجُ[5] ڏِنائُون،
مُون مارُوءَ سين لَڌِيون.
ڪِهَه[6]، مانڌائِيُون[7]، مَکِڻِي[8]، قُوتُ جَنِين جو سائُون،
مُون مارُوءَ سين لَڌِيون.
عُمَرَ تي[8a] جورَ[9] ڪَري، جيلانهن راڄ آڳاهُون[10]،
مُون مارُوءَ سين لَڌِيون.

---

١- ڀِهِرِيان؛ اوڊِيان *عمر جو پٽ گهورئو! آئون انکي ڪيئن ڀهرينڊيس ٢- سَڦرو، سَڦَلُ، فائدي وارو، لائق ٣- ڪنڊيءَ جي وڻ جون سگريون ۴- ان جو قسم ٥- ڏاج، ڀاڳو، ورثو ٦- گاهه جو قسم ٧- گاهه جو قسم ٨- گاهه جو قسم 8a- تنهن ڪري ٩- زور، زبردستي، ڏاڍائي ١٠- اڳيرو، پري.

# داستان چوٿون

۱

مِينڊيا[۱] ڏوءِ نہ مارُئي، پيِيَسِ پَھُنوارِيُون چِتِ، *
راڄَ رُئارِي، هَنجُون هاري، هِيءَ هُتي جي هِتِ،
آهِسِ پائُرَ پارَ جو، کِجَڻُ ۾ کَپَتِ،
وِينگَسِ[۲] ويڙيچَنِ رِيءَ، مَسَ سُٺي کا مَتِ،
سُومرا! سُپَتِ، کَرِ، تہ کوٽِئان[۳] نِڪَري.

۲

مِينڊيا ڏوءِ نہ مارُئي، آهيسِ مَنِ مَلِيرُ،
کَڏِي تہ کاڻِ لَهي، هِتان هِيءَ هَمِيرُ،
کائُرِ پِيَنِ کِيرُ، ** جي اَمانَتَ اُتِ وَڃي.

۳

مِينڊيا ڏوءِ نَہ مارُئي، نَہ کِلي، نَہ کاءِ،
عُمَرَ جي انصافَ جا، وِينِي واساما[۴] ڳاءِ، ***
هِيءَ جا کَپِئي هاءِ[۵]، سا مهندان[۶] اِينڊِيَئي منهن ۾! ÷

۴

مِينڊيا ڏوءِ نَہ مارُئي، ٿِيَسِ کُرِنُون[۷] وارَ،
سَتِيءَ سيئِي سارِيا، جي پائُر جا پَهُنوارَ،
عُمَرَ اُنِهُونِ[۸] ڏارَ، مُورِ وِهي ماڙِيِن.

---

۱- وارن جون چڳون * پهنواريون ياد پونس ٿيون. ۲- وينگس، وينجهر (سياڻي، عقل واري) ۳- کوٽ مان، بند مان ** ٿر جا ماڻهو کير پين، يعني خوشيون کن. ۴- ڳڻتيون، فکر *** مارئي دل ۾ پئي ڳڻتيون پچائي تہ "الاهجي، عمر مون سان انصاف ڪندو يا نہ". ۵- هاجو ۶- اڳيان÷ هي جو مونسان ويل وهايو اٿئي، تنهن جو قيامت ڏينهن حساب ڏيڻو پوندءِ ۷- ڳنڍيون ڳوڙها ۸- انهن کان.

۵

مِينديا ڏوءِ نَہ مارُئِي، مَحَلِين مارُئِان[۱] ڌارَ،
پايو مِيٺُ مَلِيرَ ري، مُنڌَ نَہ ويڙهي وارَ،
جا هُتي- جن هارَ[۲]، سا ڪِينَ وِهَنڊِي ڪوٺَ ۾.

٦

مِينديا ڏوءِ نَہ مارُئِي، ڪوڙِنهي اُنَ اوجاهُ[۳]،
عُمَرَ جي اِنصافَ جو، پيِيُسِ ڪِنِ پَڙاءُ،
وينِي چوءِ، "اللهَ، مُون تي مِٽَ نَہ موٽِيا!"

۷

مَحَلِين ماندِي[۴] مارُئِي، ڏِٺِيمَ مُنهن مَلُورَ[۵]،
اَٺِيا[٦] سَٽِيا نَہ ڪَري، سُونهن وِجايَسِ سُورَ،
پِيَسِ لوهَہ، لَطِيف چي، لَٿَسِ ڪوڏَ ڪَپُورَ[۸]،
چِتَ جَنِين جا چُورَ[۹] سي مَکِي، مَرَڪَ[۱۰] نَہ ڪَنڊِيُون.

۸

ڪَرِيو مُهاڙِ[۱۱] مَلِيرَ ڏي، روءِ اُيِي چوءِ:
"سُهَڄ[۱۲] سُرِي ياڻِيان، سومَرا! سَندوءِ،
"مُلڪَ ماروءَ جِي آهِيان، جورِ[۱۳] نَہ ٿِيان جوءِ،
سو قَلبُ[۱۴] ڪوٺِ نَہ هوءِ، جو هُتي- جَن هَٿِ ڪِيو."

---

۱- مارن کان ۲- (۱) هُتي جي، هُتي واري ۲- هتي جي ماڻهن جي آڌار يا آسري تي ۳- وٽيءَ پسند ۴- بيقرار، پريشان ۵- ملول، پريشان ٦- اٺيا وار، ۷- لاڏ، خوشي ۸- ڪافور، سرهاڻ ۹- پرزا پرزا ۱۰- خوشيون، لاڏ ڪوڏ ۱۱- منهن ۱۲- سک سهنج ۱۳- زوريءَ ۱۴- دل.

٩

ڪَرِيو مُهاڙِ مَلِيرَ ڏي، اُپِيائِي آهي،
جا مَتي ڏِنيَسِ مارُئين، سا لوئِي نہ لاهي،
سُومَرا! ساهي[١] سَتِيءَ وِجُھ مِ سَنگھرُون[٢].

١٠

ڪيَمَ مُهاڙِ مَلِيرَ ڏي، مَتي ڪوٽَ چَڙهِي،
نِتُ نِهاري ڏِيهَہ ڏي، ڳوڙها پِيَمَ ڳَڙي،
نِڱِي[٣] ڪُوڪَ قَلبَ مان، مَنجهان رُوحَ رَڙي[٤]،
ويڙِيچَنِ وَرِي، ڪَرَہ نہ لَڌِي ڪَڏِهِين!

١١

جي ڪَرَ لَڌائُون، تہ بنڌِيءَ بَنڌُ نہ سارِيو،
مارُوئَڙَنِ آئُون، جيڪُس[٦] وِيَسِ وِسَري!

١٢

بَنڌِي ٻِيا قَرارِ، اَسين لوچُون[٨] لوهَ مِ،
مَتي تَنِ تَرارِ، سَدا سانِيئَڙَنِ[٩] جِي.

١٣

لِنگَڙِيارِي[١٠] لوءَ[١١] مِ، جَنِين لَئي تِياسِ،
تَنِين تِرَ جيتَرو، پَلڪُ نہ پُڇِياسِ،
جَهروڪَن[١٢] جهورِيو هِنيُون، ڪونِيَنِ آئُون ڪَنِياسِ،
مارُنِ مُونجَھ مُياسِ،* ناتہ ماڙِيَنِ مارِيَسِ ڪِينَ ڪِي.

١- ڇڪي تاڻي ٢- زنجيرون ٣- نڪتي ۴- رڙ ٥- خبر، پرگھور ٦- شايد، مڃاڻ ٧- ٻيا قيدي ٨- ڳوليون، بيقرار ٩- جن جي سار اٿم (محبوب) ١٠- ٽيگڙي پوش، ڦاٽل ڪپڙن واري ١١- لوڪ يا جهان ۾ ١٢- ڪنهڙو، بالڪني، ماڙي * مارن جي ڳڻتيءَ ۾ فنا ٿيس.

١٤

ماڙيَنِ مارِيَسِ ڪِينَ ڪِي، مُيَس مارُنِ لاءِ،
ڪَرَ لَهَندا ڪَڏِهِين، منهنجي اَچِي ماءِ[1]!
سانيسيئڙن سَنداءِ، ويٺو واجَھ وِجهي هِنيُون.

١٥

ويٺو واجَھ وِجهي هِنيُون، پَرِ ۾ پَهُنوارَنِ،
اَتِ [2] اُڪَندي آهِيان، پائُرَ ۾ پِرِيَنِ،
ڪَڙِيَانَ ٻِي نَہ ڪَنِ، ويندِيَسِ وَطَنَ سامُهِين.

١٦

ويندِيَسِ وَطَنَ سامُهِين، مَلِيَرُ منهنجو ماڳُ،
ڏُٿُ[3] چُوندِيندِيَسِ ڏيھ ۾، ساڻُ سَرَتِيَنِ ساڳُ[4]؛
تَہ مُون سَنئُون سَياڳُ، جي ويجِهي تِيان وَرَ ڪي.

١٧

جي ويجهي تِيان وَرَ ڪي، تَہ سَياڳُومِ[5] سَنئُون،
نِتُ نِتُ[6] آهِ نَئُون، مون ڪي پَسڻُ پَهُنوارَنِ جو.

١٨

اَئُونَ ڪيئَن ڇَڏِيان، سُومَرا! تَن پَهُنوارَنِ پَچارَ،
جَڙَ[7] جَنِين جي جانِ ۾، لَڳِي رِيءَ لُهارَ،
ميخُونَ مَحَبت سَندِيُون، هِينئڙي مَنجھ هَزارَ،
پَڪا ۾ پَهُنوارَ، ڏِٺي مُونَ ڏينهن تِيا.

---

١- اي ماءُ! ٢- انت، نهايت، تمام گهڻو ٣- جهنگلي گاه جو ان ٤- ڀاڄِي، ترڪاري
٥- منهنجو سياڳ ٦- هر هر، وري وري ٧- ميخ.

## وائي

مُون مَ کَسيجاھُ[۱]، مُون مَ کَٽيجاھُ[۲] لوِئي، مِيان عُمَرَ!
ساڻُ پُلاھَ نَہ پاڙِيان[۳]، سُونهين ڏُونرَنِ ڏوئي،
مِيان عُمَرَ! مُون مَ کَسيجاھُ.
کاندُ نَہ کَندِيَسِ کو پِيو، مُون وَرُ مارُو سوِئي،
مِيان عُمَرَ! مُون مَ کَسيجاھُ.
کوءِ سيءِ طَعامَ تَن جا، وَرُ سا ڏُونرَنِ ڏِوئي،
مِيان عُمَرَ! مُون مَ کَسيجاھُ.
جهانگِي جو جَهنگن جو، سِيڻُ کَميِٽيَ سوِئي،
مِيان عُمَرَ! مُون مَ کَسيجاھُ.

## داستان پنجون

۱

سُونهن وِجايُمِ، سُومرا مارُون مَسَ مَجِينِ،*
ڏُنگا[۴] ڏاڏي پوٽيين، کَنِ ڏِنا، کي ڏِينِ،
جي مان[۵] لوهَ لاهِينِ، تہ کوٽَن ۾ کِينَ هُئان.

۲

سُونهن وِجايَمِ، سُومَرا، ميرو مُنهن ٽِيومِ،
وَجَڻُ تِتِ پِيومِ، جِتِ هَلَڻُ ناهِ حُسنَ ري.

---

۱- کسائين ۲- کٽجائين ۳- برابر سمجهان * مارو ماڻهو مون کي سونهن (عصمت) کان سواءِ مشکل قبول کندا. ۴- طعنا، ميهڻا ۵- منهنجا.

٣

سونهن وِجايَمِ سُومَرا! سِکَرَ[١] جِهَڙي سُونهن،
دِلِ ۾ ڏُکي دؤنهن، منهنجو مُنهن ميرو ٿِيو.

۴

سُونهن وِجايَمِ سُومَرا! هِتِي اَچِي هاڻِ،
ڪيئن لَهَندِيَمِ ڪاڻِ، حُسنُ مُون هِتِ وِيو!

٥

سُونهن وِجايَمِ، سُومرا! ڪيانهن وِيَم ڪمال،
وِجا ڪيئن وطن ڏي، هِهَڙو وَتِي حالُ،
جي مان ڏِين جَمالُ،* تہ پَسان منهن پَهُوارَ جو.

٦

سُونهن وِجايَمِ سُومَرا! وَطَنِ وَجان ڪيئن؟
حُسنَ ڏاران هِيئَن، پَسان ڪيئن پَهُنوارَ کي.

٧

سونهن وِجايَمِ سُومرا! پَسان ڪيئن پَهُنوارَ،
ڏِٺِي[٢] جا ڏَرَارَ[٣]، تنهن[۴] رِيءَ رُوءِ[٥] رُچَڻُ[٦] ناهِ ڪو.**

٨

سُونهن وِجايَمِ سُومَرا! عُمَرَ! ٿِيَس اَسِيرَ[٧]،
مارُو مَنجِهہ مَلِيرَ، مُون سين هِتِ هيئَن ٿِيو.

---

١ـ لعل * جيڪڏهن منهنجو جمال مون کي ورائي ڏين. ٢ـ چوندي ٣ـ ڏٺار، ڏراڙ، ڏنار ۴ـ تنهن کي (مارئيءَ کي) ٥ـ (سهڻي) منهن ٦ـ فرحت، خوشي ** جنهن ڏنار (ڪيت سين) چونديو اهي، تنهن کي سهڻي منهن (نيڪ اعمالن) کان سواءِ خوشي حاصل ڪانہ ٿيندي. ٧ـ بنديائي.

٩

سُونهن وِڃايمِ سُومَرا، ڏيندِيَسِ ڪيئن قَبُولُ،
ڪُونهي سُهَڳُ[١] نہ سُولُ[٢]، پُوڇي مُنهن پَهنوارِ سين.

١٠

تَنِ مُنهن موچارا مارُئِين،* مَلِيرُ[٤] جَنِين ماڳُ،**
ناقِصَ نوازي گهڻا، سَندو تَنِ سَياڳُ،***
اَڱڻِ مُون اَياڳُ، حُسنُ تي[٤a] هِيئَنِ ڏِيو! +

١١

ڪونهي قادِرُ ڪو ٻِيو، اُنهين جو اَياڳُ، ÷
"قُل لَن يُّصِيبَنَا اِلاَّ مَا كَتَبَ اللّٰهُ[٥]،" ايءُ مَعذِرَتَ[٦] ماڳُ،
سَيوئي سَياڳُ، مارُئيءَ مُساوِي[٧] ڏِيو.

## وائي

مَنجهِ رَهي مَلِيرَ، هارِي! مُون ڪوهُ ڪِيو.
مُون هَٿان، منهنجا ڏِٿي، سَهَسين ٿِيا صَغِيرَ[٨]،
هارِي! مُون ڪوهُ ڪِيو؟
پکي مَنجهِ پَهنوارَ جي، ڪوڙين ڪِيمِ ڪَبِيرَ[٩]،
هارِي! مُون ڪوهُ ڪيو؟

---

١- سهاڳ ٢- فرحت، مزو ٣- ڪوجهي، ڦڏي * انهن مارن جا منهن موچارا آهن (نور الاهي سا پيا چمڪن). ۴- ملير، وطن (عالم ارواح) ** جن مرڻ کان اڳي مري عالم ارواح وڃي وسايو آهي.
*** اهو هنن جو سياڳ آهي جو هو عيبدارن جا عيب ڍڪي، انهن تي مهربانيون ٿا ڪن.
۴a- تنهنڪري + منهنجي قسمت ۾ ئي ڪا اوڻائي آهي جو منهنجي سونهن هن ريت برباد ٿي وئي. ÷ الله کان سواءِ ٻي ڪنهن کي طاقت نہ آهي. اياڳ بہ سندس طرفان ئي آهي. ٥- چؤ تہ ڪا بہ مصيبت اسان کي نہ رسندي، سواءِ انهيءَ جي جا خدا اسان جي حق ۾ لکي آهي (ق- ش ٩، ٥١) ٦- عذر ﴿ اهوئي عذر جو رستو آهي. ٧- هڪجهڙو، برابر ٨- ننڍا (گناه) ٩- وڏا (گناه).

ٻُڙو[١] لاهِ ۾ ٻاچهہ ڄجو، مُون تان مِنهنجا پِيرَ،
هارِي! مُون ڪوهُ ڪِيو؟
ٽَڏِيُون وَلِيُون ٽَرَنِ ۾، ڪوڙيِن ڪِرڙَ، ڪَرِيرَ[٢]،
هارِي! مُون ڪوهُ ڪِيو؟

## داستان ڇهون

١

جِهَڙي آيَسِ جيئن، جي تِهَڙِي وَڃان تَنِ ڏي،
تہ لالائِيءَ[٣] جا، لَطِيفُ چي، ڪَرَ[٤] مُندَنِ[٥] اُنا[٦] مينهن،
ماڙيءَ لَڳُمِ مِيهَڻو[٧]، سَبَ جَماندَرَ[٨] سِيٺءَ[٩]،
تِيَسِ ڪاٽيارِي ڪانڌَ جِي، هِتي اَچي هيئن،
ڪَنڌُ ڪَٺَندِيَسِ ڪيئن، مَنهَ[٩a] مارُوئَڙَن جي.

٢

جَهڙي آيَس جيئن، جي تَهڙِي مِلان تَنِ ڪي،
قِران، قُرَ چارِيان، هِنيون ڇَپيم هيئن،
وَڃانِ ڪيئن وَطَنَ ڏي، ڪاڻِ لَهَندِيَمِ ڪيئن؟
مُندائِتي مِينهن سونهان سَرَتيَنِ وِچَ ۾.

٣

هيڪُ جيئن نہ جاياس، ٻيو ڄاپندي حي مَران،
گهنگهر[١١] گهڻو تِياسِ، جاپِي، مارُوئڙَن ڪي!

---

١- ڦرو، منڊيءَ جي ٽڪ، مهر ٢- جهنگلي ٻوٽو ٣- ڳاڙهاڻ (خوشي) ٤- جيڪر ٥- مندن، موسمن ٦- وٺا ٧- مهڻو، ٽوڪ، طعنو ٨- ڄمار، زندگي، حياتي ٩- تائين ٩a- ڇنو، اڱڻ ١٠- ڪيئن ١١- پريشاني، جنجال.

٤

هِيءُ مُنهُن ڏيئي ٻَنِ، تُون وِھُ کائِي نَہ مرين؟*
تان جي مَلِيرَ-ڄائِيُون، تو سين سَڱُ نَہ ڪَنِ،
تُون ڪيئن مَنجهان تَنِ، پاڻُ ڪوٺايين مارُئِي.

٥

عُمَرَ ٻَنِ جِيو[1]، ڪوءِ منهنجو سُومَرا،
جا پَرِ نہ پَهُنوارَنِ جِي، مُون سين تيئن ٿِيو،
وَٺِي مُنهن ڪِهو[2]، وَڃان وَطَنَ سامُهِين.

٦

مَ سَپَنِي[3] مارُئِي، مُئِي، مَ ڄائِي،
جنهن اَچِي عمر ڪوٽَ ۾، لوئِي لَڄائِي،
جا سانگِيَنِ سِيڏائِي، سا ڪِينَ مَرَڪي ماڙِيِنَ.

٧

بِاللهِ[4] آهِيان بَندَ ۾، ڏٺان ٿِي ڏِہَرُ[5]،
ويٺ وَراڻِي ناهِ ڪا،** سُومَرو سَبِرُ[6]،
مِيان! مِهرِبانُ ڪَرِين، اِلاهِي! عُمَرُ،
ويڙهِ[6a] پَسان سو وَرُ، جيڏانهن عالَمَ آسَرو.

---

* پاڻ کي عتاب ڏيندي خطاب ٿي ڪري تہ "هيءُ منهن، جو تو کي آڏو آيو آهي، سو ڪڏ ۾ وجهي، زهر کائي، پاڻ کي پورو ڇو نٿي ڪري ڇڏين؟" ١- جيئڻ، حياتي ٢- کهڙو ٣- پيدا ٿِي، سامائي ۴- الله جو قسم ٥- اچي لوئي ** ڪچڻ جي مجال ٿي ڪانهي ٦- سگهارو، زبردست. ٦a- ويڙهي (ﷲ)، گهر (ﷲ)، وطن (ﷲ)

۸

اَلا! اِيئن مَ ھوءِ، پوءِ جيئن آءٌ مَران بَندَ ۾،
جُسو زَنجيرنِ ۾، راتو ڏِينھان روءِ،
پھرِين وَڃان لوءِ[۱]، مَرُ پُڄَنمِ[۱a] ڏينھڙا! *

۹

آئون بَندَ ۾، ڪِ ڪِي[۱b] پيِيَس بَندِ؟ **
مُونھين[۲] لڳو ميھڻو،*** ڪِ مُونھِين ڪَڙو[۳] ڪَندِ؟
مَران جي ھِنَ ھَندِ، تَہ نِجاھہ[۴] مَٽُ[۵] مَليرَ ڏي.

۱۰

واجھائِي وَطَنَ ڪي، ساري ڏِيان ساھُ،
بُتُ منھنجو بَندَ ۾، قَيدِ مَ ڪَريجاھُ[۶]،
پَرَڏيھياڻِي پرينءَ ري، ڏارَ مَ ڏريجاھُ،
تَڏِي وَسائِجاھُ تَرَنِ جي، مِٽِي مُئيءَ مَٿاھُ[۷]،
جي پوِيُون تِئِي پَساھُ، تَہ نِجاھُ مڙھ مَليرَ ڏي.

۱۱

واجھائِي وَطَنَ ڪي، ساري ڏِيان ساھ،
ھِيءُ سِرُ ساٿِيھَ[۸] سامُھون، منھنجو نِجِ، مِيان!
مُقامياڻِي[۹] مارُئين، وَڃِي تَرِ تِيان،
مُيائِي جِيان،÷ جي وڃي مَڙھُ مَليرَ ڏي.

---

۱- لوڪ، ملڪ ۱a- پُورا ٿِيَنمِ ۱b- ڪِ ڪئي، ڇا ڪَيَمِ؟ ڪھڙي عمل جي نتيجي ۾؟ * پوءِ پِلي مران ** آءٌ ڪھڙي ڏوھ ڪري قيد ڪئي وئي آھيان يا ڪنھن مون کي زوريءَ قيد ڪيو آھي؟ ۲- مون کي ئي ۳- زنجير *** مون کي ئي مھڻو لڳو آھي (ڪچيءَ ۾ ڳنڍ پيو آھي) يا ٻين کي بہ مون جھڙيون نياڳيون آھن. ۴- نجائين، ڪٽي وڃجائين ۵- ميت، لاش ۶- ڪجائين ۷- مٿان ۸- ساٿيھ، وطن ۹- ھڪ ئي مقام ۾ پوريل ÷ تنين سر حياتي مليم.

۱۲

واجهائي وَطَنَ کي، آئون جي هِتِ مُياسِ،
گورَ[1] منهنجي سُومرا! ڪِجِ پَهُنوارَنِ پاسِ،
ڏِجِ ڏاڏاڻي ڏيهَ جي، مَنجهان وَلڙِينِ واسِ[3]،
مُيائِي جِياسِ، جي وَڃي مَڙهُ مَلِيرَ ڏي.

۱۳

ڳِچِيءَ ڳانا[4] لوهَ جا، زيرِيُون[5] ۾ زَنجِيرَ،
پَيڪَڙا[6] پيرَنِ ۾، ڪوٽِيَنِ اَندرِ ڪِيرَ،
چارِيُ[7] چَوڪانَن[8] ۾، واهِيَتَ[9] ڪَنِ وَزِيرَ،
چَنِ[10] نَہ چَڄي[11] آهِيان،* اِهڙِيءَ سِٽَ سَرِيرَ،**
مارُو جامَ مَلِيرَ، پُڄِڃ ڪِي پَهنوارِ ڪَيَ.

۱۴

چَنِ نَہ چَڄي هيٺِ، ڪُچَن[12] آهيان ڪوٽَ ۾،
لوُئِيءَ سين، لَطِيفُ چئي، پيڙيو بَدان پيٽ[13]،
سَرَهِيُون سي سَرَتِيُون، وَطَنِ جَنِين ويٺ[14]،
اُتِ سَپَجي اُنَ سَسَن[15] جي، هِتِ رَڃائِين[16] ريٺ[17]،
ماڻيان شالَ مَلِيرَ ۾، مُدائِتي ميٺ[18]،
ڏيهِياهَ[19]! ڪِجاهُ ڏيٺ[20]، ڪا مَدَتَ[21] مُون سين ماڙِيين.

---

۱ـ قبر ۲ـ ولين ۳ـ واس ڏوپ ۴ـ ڪڙو، ڳٽ ۵ـ بيڙي، پيرن جون ڪڙيون ٦ـ پيرن جون ڪڙيون ۷ـ جاسوس، پهريدار ۸ـ چوڪنڊون، اڱڻ ۹ـ واهپو، چوڪسي ۱۰ـ خوشيءَ سان ۱۱ـ چت يا چني ۾، ڪوٺي * آءٌ رضا خوشيءَ سان ڪوٺيءَ ۾ ڪانه ويٺي آهيان.
** بدن اهڙي طرح (زنجير ۾ جڪڙيو پيو آهي). ۱۲ـ (ڪ+چن)= بنا مرضيءَ، لاچار ۱۳ـ ڪمر، چيلهه ۱۴ـ وهڪ، گهر (پاٽاري) ۱۵ـ گهيٽن ۱٦ـ ريڍائين، رڍن جي ۱۷ـ رڍ جا وڏا وار (اُن) ۱۸ـ مٺاڻ ۱۹ـ اي ڏيهي! اي هموطنو! ۲۰ـ ملاقات ۲۱ـ مدد.

١٥

ڇَنِ نَہ ڇَڄي آهِيان، ڪُڇَنِ ۾ ڪوتَنِ،
اِيندي[١] پيِيَمِ اُبَتا، پَيڪَڙا پيرَنِ،
هَتَڙيُون[٢] هَٿَنِ، ڇَنگهون ٻانهُون ڪاتَ ۾!

١٦

هَٿين هَتَڪَڙولَ، هِينئَڙي پِيَمِ هُنِ جا،
سانگِي سارِيَم، سُومَرا! ڏِنِي پاسي ڏولَ،
ٻاٻانئِنِ سين ٻولَ، ڪِيَمِ نَہ ڪوتَ ويهَڻَ جا.

١٧

زيرين ٻيڙِين لوهَ ۾، ڳَنَنِ[٣] ڪِيَسِ ڳاهُ[٤]،
سُونڪي[٥] سَندي سُومَري، هَڏِ نَہ چاڙهِيَمِ ماهُ[٦]،
سَرَتِيُون! دُعا ڪِجاهُ تَہ يَرَمُ ياروڙِيءَ[٧] رَهي.

١٨

يَرَمُ ياروڙِيءَ رَهي، جنهن ۾ اَچِي اُنَ،
تَہ پُڻِ ويٺِي وِنڊِيان[٨]، توڙِي پُونِسِ تُنَ[٩]،
غافِلِ رَکُ غَرِيبَ کي، عُمَرَ! مَنجهہ اَمُنِ،
سَرَتِيَنِ ساڻِ سَمُنَ[١٠]، آهِمِ اُتي مِينهَڙي.*

١٩

آهِمِ اُتي مِينهَڙي، سَمُنَ سَرَتِيُنِ ساڻِ،
ڪنهن پَرِ لاهِيان ڪاڻِ، وَڃِي ويڙِيچَنِ سين.

---

١- ايندي ئي، اچڻ شرط ٢- هٿڪڙيون ٣- ڦاسين، طوقن ٤- ڇُورڪ اٽو، ڪُنو ٥- فڪر، ڳڻتيءَ، ڏَپَ ٦- ماس، گوشت ٧- اوني اچي لوئي ٨- تنتاڻ، رفو ڪريان ٩- سوراخ، تنگ ١٠- وعدو، انجام، ڏاڻي * ساهيلين ساڻ مينهن وٺي ڏاڻي ڀڏي اٿم.

## وائي

عُمَرَ! آئُوَن مَري، تان نَہ ڇَڏِينديِ، لو!
مِٺي مارُوئڙَن جي.
ميِنهَنِ اُٺي[1] مارُئِين، لالَنِ ساڻ لَڏِينديِ،
مِٺي مارُوئڙَن جي.
سِرِي[2] منهنجي، سُومَرا! ٿَرَنِ کِينَ ٽَڪينديِ[3]،
مِٺي مارُوئڙَن جي.
هَمِيراٺا هَٺَڙا، مِهري[4] کِينَ مَڃِينديِ.
مِٺي مارُوئڙَن جي.

## داستان ستون

١

ڀَهُنوارَنِ ڀاڀوهِيو[5]، وَرِيا واهوندا[6]،
سارِيَمَ سيڻَ، سَيَّدُ چئي، ڳاڏِيلُيُون[7] ڳوندا[8]،
ڀِنُّن ڀَرِ هوندا، ڀُنگا[9] ڀَڙَ[10] ڀَتارَ جا.

---

١- مينهن وٺي ٢- سسي، ڪنولو، جنازو ٣- ٽڪائيندي ٤- زال (مارئي) ٥- مشڪيو، ڪليو ٦- بهارجون هوائون ٧- چؤپائي مال جي اچ وڃ جو رستو، گس ٨- ننڍن ڦرن ڪي رات جو مِرُن کان بچائڻ لاءِ جايون، واڙا ٩- ڀونگا، جهوپڙيون ١٠- سگهاري، موچاري.

٢

پَنھُوارَنِ پاپوھِيو، ڪِي وَسَ واھوندنِ، *
لَٿو سِيءُ، لَطِيفُ چئي، ٻَڌو ڦَٽُ[١] ڦَرَنِ، **
اوءِ ٿا ڪورِنِ[٢] ڪُونئَرِي[٣]، سَرِتيُون! مَٿان سَسَنَ[٤]،
عُمَرَ! اُن اَگُوندَرِي[٥]، پاسي ڪانڌ ڪَتَنِ، ***
پائُرِ[٦] ڏنيون پُنِيون[٧]، نَنڊِين نوراپنِ[٨]، +
ڪائُرَ ڪَتِيُون خاصِيُون، اُوڇِيُون اُتِ اُجَنِ،
ڪَڍِيو پيڻُ[٩] ڪَھَنِ، × "مَلِيرِ گُھرِجي مارُئِي!"

٣

پَھنوارَنِ پاپوھِيو، ڪِي واھوندنِ وَسَ،
عُمَرَ اُنھِين ڏِيھَ جا، ڏوٿِيَنِ[١٠] ڏِنَمِ ڏَسَ،
وَلِيُون، وَڻَ ڦَلارِيا[١١]، لُلَرُ[١٢] نِڳِيو[١٣] لَسَ[١٤]،
آٽِيو وِجَھنِ آھَرِين، سَندا ٿُوھَنِ[١٥] ٿَسَ[١٦]،
ميوا، مَچُرَ[١٧]، ماڪِيُون، سَڀَ ڪا چَکَنِ چَسَ[١٨]،
مارُيِءَ وِھي مَسَ، مَلِيرِ وِينڍِي مارُئِي.

٤

آٽِينِ ڪِي چاڙھِينِ، ÷ ڏُٿُ ڏِيھاٽِي سُومَرا!
سَٿِيا ڪِيو، سَيّدُ چئي، سائُون سُڪائِينِ،
مَنجھان لَنبَ[١٩] لَطِيفُ چئي، چانئُرِ[٢٠] ڪِيو چاڙھِينِ،
پِلاءُ نَہ پاڙِينِ، عُمَرَ! آراڙِيءَ[٢١] سين.

---

* بھار جي مينھن وسڪارو ڪيو. ١- پير جو اڳيون پاڱو ** ڦر وڏا ٿيا ٢- ڪپين، وڍين ٣- نرم ٤- گيھڻن، رڍن جي ڏرن ٥- بي اوني، بنا ڪتيءَ ٦- (ٿر جي ڏاڪڻين پاڱي) پائر (ڀر) *** اي عمر! منھنجون سرتيون پنھنجن پتارن جي پر ڀر ويھي بنا فڪر جي، اُن ڪتين ٿيون ٧- پنيءَ جا وار (اُن) ڏني ٨- ٿڄ پياڪ ڦرن + پائر ڀر رڍن جي ننڍن ٿڄ پياڪ ڦرن ٻر اُن جون پنيون ڏنيون آھن! ٩- چانورن جي پيچي (ڪلف) × سرتيون نئين لوين پائڻ ڪان اڳ (خوشيءَ جي موقعي تي) ڪپڙن مان پيچي لاھيندي چون پيون ت: ١٠- ڏٿ تي گذران ڪندڙن ١١- ٻور جھليو ١٢- ٻاجيءَ جو قسم ١٣- نڪتو ١٤- لس لڳي پيئي آھي (گھڻو پيدا ٿيو آھي) ١٥- گدرن جھڙو ميوو جو تمام ڪڙو ٿيندو آھي ١٦- ڪاريون، ٽوڪريون ١٧- ڪنڊيءَ جي وڻ جون سڱريون ١٨- لذت، ذائقو ÷ ٿوري تي قناعت ڪن، ان جا انبار پيل ڪون اٿن ١٩- گاھ جو قسم ٢٠- رب، چانور، گاھ جو قسم.

٥

تَنِ وَهِيَنِ وِيڙِهچنِ ۾، سَدائِين سُڪارُ،
چوندِيو، آئِيو چاڙهِيُونِ، سَندو ڏُونرَنِ ڏارُ[1]،
جنِ جو ويڙن[2] سيڻ واپارُ[3]، سي ڏونِٽي هُونِ نَہ ڏيرا.

٦

توري قُوتِ قَرارِيا، رَهَنِ سَبَرَ[4] سَتَ، *
کَٽِيءَ ۾ کِهَہ[5] پَڪِلِيا[6] پُوٺَنِ[7] اِهَڙِيءَ پَتِ[8]،
پَهُنوارَڪِي پَتِ[9]، پيهِي پچ مَلِيرَ ۾.

٧

نَڪا جَهلَ نَہ پَل، نَہ ڪو رائُرَ[10] ڏيهَ ۾،
آئِيو وِجَهنِ آهُرين، روڙِيو[11] رَتا[12] گُلَ،
مارُو پاڻُ اَمُلَ[13]، مَلِيرون[14] مَرَڪَٽُو[15].

٨

مَٿَنِ[15a] ٽُپَڪَ[16] ٽُپَڪَڙا[17]، ڇِڪَندَڙا[18] اچَنِ،
کُڙِيُونَ کيهَ پَڪِلِيُونِ، پَگهرَ، سِرِ[19] پيرنِ،
اِي وَرَ[20] وِيڙهِيچَنِ، مُون لوڏائِين[21] لِکيا[22].

٩

تَنِ ساڏوهِيَنِ سَڌَ مَران، ڏِنگا جَنِين ڏارَ،
پُٽِي ساڻُ پَتارَ، پائُر پيرُونِ چُونڊِيان!

---

١- تاري ٢- وٹن ٣- واهپو ٤- مضبوطِ * تورو کائي ٻہ سٽ ۾ سيل تي محڪم آهن.
٥- دز، مٽي ٦- مٽيءَ هاڻا، ميرا ٧- پٽن، گهمن، ڦرن ٨- طرح، ريت ٩- عزت، (سيل لاءِ شهرت) ١٠- دِل محصول ١١- چنيو ١٢- ڳاڙها ١٣- بي بها، لاثاني ١٤- هنن جو ملڪ ملير ١٥- ٻهڪندڙ ١٥a- مَٿن تي. ١٦- ڪارا، توڪرا ١٧- ننڍا ڪارا ١٨- پگهر ڳاڙيندا، جهجندا ١٩- تي ٢٠- نشان، پتا ٢١- لوڏ يا هلڻ جي تور مان ئي ٢٢- سهي ڪيا.

۱۰

پاڻهي پَچي پيئِيُون،* رِيءَ واهِيَتَ° رِيءَ واڙِ[۱]،
جُوءِ ڪُشادِي جيڏِيِن، مَلِير موڪَ[۲] مُهاڙِ[۳]،
اُتِ اَباڻا جنهن جا، سا ماڙِيءَ مُورِ مَ چاڙهہ،
جي اُڪَندِيُون آراڙِ[۴]، لوهہَ تَنِين کي لاهِيِن!

۱۱

دَرَ، دَروازا، دَرِيُون، هاڻي هِتِي هو،[۴a]؟
ڪوڙِيِن اَڏِيان ڪيتَرا، تَنبُو مَتاءَ تو،
جي مُلِ° نَہ آيا، مارُئي! تَنِين[۶] رَڙُ مَ رو،
ڪُوڪَٽَ[۷] آهي ڪو، پُسِيءَ پَهُنوارَن[۸] ۾.

۱۲

سَنِهِيءَ سُئِيءَ سِبِيو، مُون مارُوءَ سين ساهہ،
وينِي سارِيان، سُومَرا! گولاڙا ۾ گاهہ،
هِنيُون منهنجو هُتِ تِيو، هِتِ مِتِي ۾ ماهہ[۹]،
پَکَنِ مَنجِهہ پَساهَ، قالِب[۱۰] آهي ڪوٽَ ۾.

۱۳

سَنِهِيءَ سُئِيءَ سِبِيو، مُون مارُوءَ سين مَنُ،
هَٿِي ڪَڻُ[۱۱] حلمَ[۱۲] جا، تَهہ[۱۳]° وِڌائين تَنُ،
ڪيئن تـوپايان ڪَنُ،** اَباڻِيءَ اِبرَ[۱۴] ري؟

---

* ساڌوهيون قدرتي نموني ۾ پچي راسِ ٿيون ○ سنيال ۱ـ لوڙهو، رک ۲ـ موڪري، ڪشادي، گهڻي ۳ـ اڳو، مهاڳ ۴ـ آراڙي گاه لاءِ ۴a ـ هُج، رهي پئا! ۵ـ مور، بنهہ، بلڪل ٦ـ تن لاءِ ۷ـ ويڌن، هل هنگامو ۸ـ پسيءَ تي گذران ڪندڙ پهنوارن ۹ـ گوشت ۱۰ـ جسم، بدن ۱۱ـ توپا، بخيا ۱۲ـ نرمي، مهر ۱۳ـ پڙن ۾، ٻن ٽهن جي وچ ۾ ** مڱڻي وقت ڪنوار جا ڪن ڳهڻ وجهڻ لاءِ توپائيندا آهن، اهڙ تنهنجن ڳهڻ پائڻ لاءِ ڪيئن ڪنن ۾ ٽُنگ ڪدايان. ۱۴ـ سئيءَ

۱۴

پاڇـاهِـي[1] نَہ پاڙِيان، سَرَتيُون! سُئِيءَ ساڻُ،
ڏِکي اُگهاڙِنِ کي، ڪِينَ ڏِکيائِين پاڻُ،
پِـيهَرَ ڇاپِي ڇاڻُ، اِبرَ جي اوصافَ[2] کي.*

## وائي

رُوندي راتِ وِهاءِ مون کي رويو راتِ وِهاءِ[4]،
عُمَرَ! مِيان سُومَرا!
آئُون بَندِياڻِي بَندَ ۾، ڪِ ڪِي بَندِ پِيا؟
عُمَرَ! مِيان سُومَرا!
مون کي ڏيهان[5] نِڪَري[5a]، پَـ تي ٽوڪَ[6] ٽِيا،
عُمَرَ! مِيان سُومَرا!
هِڪُ عُمَرَ مَندِيا[7] مامِرا[8]، پِيو مارُو ٽَرِ ٽِيا،
عُمَرَ! مِيان سُومَرا!
عُمَرَ! بَندِياڻِيَنِ سين، جورو[8a] تو نَہ جُڳاءِ،
عُمَرَ! مِيان سُومَرا!

---

۱- بادشاهي ۲- ڳڻ، وصف * جي فنا ٿيڻ بعد بقا حاصل ڪنديءَ تہ (مرڻ کان اڳي مري.وري جيئرو ٿينديءَ تہ) پوءِ سڻيءَ جي ڳڻن (سچي محبت) جي پروڙ پونديءِ ۳- گذارڻ گهرجي ۴- وهامي، گذري ٥- ڏيهہ (وطن) مان ٥a- نڪتي ٦- ڏينهن ۷- جوڙيا ۸- معاملا، رٿون. ۸a- جور، جبر، ڏاڍُ.

# داستان اٺون

١

چُرَنِ، چُٽِڪَنِ چِتَ ۾، وِسارِيان، ڪِينَ وَري،
ڪَنان[1] عَهۡدَ ”اَلَسۡتَ“ جي،* ڪِ تِهائِين پَري،**
”لَمۡ يَلِدۡ وَلَمۡ يُولَدۡ[2]،“ مارُئِي ڪوھُ ڪَري،
اَجُ ڪِ ڪالھ مَري، ساري[3] سانيِئَڙَن[4] کي.

٢

چُرَنِ، چُٽِڪَنِ چِتَ ۾، وِسارِيان، ڪِينَ وَري،
جَنِ تي پَيءُ[5] پِيارِيو، مَنجهان سِڪَ سَري[6]،
وَهِيَنِ ويڙِيچَنِ جي، سِتائُنِ[7] سَري[8]،
تَرَنِ[9] تُوڪَ[10] ڌَري، اُني[11] وِيئَڙا اُڪَرِي.***

٣

چُرَنِ، چُٽِڪَنِ چِتَ ۾، وِسارِيان، ڪِينَ وَرَنِ[12]،
”لَيۡسَ ڪَمِثۡلِه شَيۡءٌ[13]“ پَسَڻُ ناھِ پِرِيَنِ،
پَکا، پَهُنوارَنِ، نيئي آڏِيا ناھِ[14] ۾!÷

۴

چُرَنِ، چُٽِڪَنِ چِتَ ۾، گهارِينِ مَتي گهٽَ،
ڪَهَ مانڌاٽُو، مَکَٽِي، ڏِوٽِينِ[14a] پاسي ڏِبَٽَ،
پَهُنوارَڪي پَکَڙِين، وَڃِي ڪَرِيان وَٽَ[14b]،
ساٿِيھ ٿامُهِينِ سَٽَ[15]، ڪَنڌِيَسِ يَڃِي ڪَڙَنِ کي.

---

١- ڪان * روحن جي خلقجڻ جي وقت کان وٺي. ** يا اڃا انهيءَ کان به اڳ، يعني جڏهن اڃا روح خدا جي ارادي ۾ موجود هئا. ٢- هو (خدا) نڪي ڄڻي ٿو، نڪي ڄائو آهي (ق- ش، ١١٢، ٣) ٣- ياد ڪري ۴- محبوبن ٥- (١) صاف پاڻي (٢) کير (٣) ڄڃهڻ، ڏڌ ٦- محبت جي چشمي مان ٧- مانڌاڻن، ڄهوڙين ٨- تکي، هلي چلي ٩- ماڳن يا مڪانن تي ١٠- سامان ١١- مينهن وٺي *** برسات پوڻ تي مارو گهرن ۾ سامان رکي، وڃي وس وسائيندا آهن. ١٢- پيتار (محبوبن) ١٣- ڪابه شيءِ هن (خدا) جهڙي نه آهي (ق- ش ۴٢، ١١) ÷ افسوس جو اهڙن پرين کي آءٌ ڏسي نٿي سگهان جنهن جهڙو ٻيو ڪوبه ناهي. ١۴- نابودي، سچ + جيئن پنهوارن جي طالبن کي انهن جي لاءِ سچ ۾ ويٺو پوندو آهي، تيئن خدا جي طالبن کي هستي ڇڏي، نيستيءَ ۾ ويٺو آهي. ١۴a- ڏوٽڻ مصدر جو مضارع= ڪٽن ١۴b- وٽ ڪرڻ، تبرڪ ڪرڻ، چکڻ ١٥- سٽ سٽ ڪري وڃان، ڪاهيان.

٥

چُرَنِ، چُٽِڪَنِ چِتَ ۾، هُرَنِ مَنجهِ هِيئِين،
لُطفُ ڏِيو، لَطِيفُ° چي، مِهرَ ڪِي مِيين،
ڏُکِيءَ کي ڏِٺِين، سَرَهايُون سانِيهَ جُون.

٦

چُرَنِ، چُٽِڪَنِ چِتَ ۾، سَدا مَنجهِ سَرِيرَ،
لَڏِي ڪنهن لوءِ[1] وِيا، مارُو مَنجهِ مَلِيرَ،
ويٺِي پُوڄِيان پِيرَ، مانَ مِلَنِمِ ڪَڏهِين!

٧

چُرَنِ، چُٽِڪَنِ چِتَ ۾، رَهِيا اُندَرِ رُوحَ،
اُتي وِيئَڙا اُڪَرِي، مارُو مَٿي مُوهَ[2]،
وِيرُون[3] وِلوڙَنِ[4] جُون، سارِيان گهڻو صُبُوحَ،
وَڃُ سي ڪارا ڪُوهَ، سِنجِيَمِ جي[6] سانِيهَ جا!

٨

وڃُ اُهائِي ويرَ، جيئن ڏَنُ تَسِي[7] تَڙَ آئِيو،
سَرَتِيَنِ ڏُٺُ سَبِيل[8] ڪِيو، اَگهُ ڏِوئِي ڏيرَ،
هنئُون اُن جي هيرَ، تو جِهڄِي جَهروڪَن[9] ۾.

---

° ميان، مرشد، ڏٺيءَ ١ـ لوڪ (ملڪ) ٢ـ موهڙ، مهاڙ (ميدان) ٣ـ وقت ٤ـ ڏڌ ولوڙڻ ٥ـ بهتر ٦ـ جن مان پاڻي پريم ٧ـ اُڃايو، اُساتيو ٨ـ گهڻو ٩ـ محلاتن، ماڙين.

٩

ٻِيرَ[1] ڪَنياٺُون ٻَرَ ۾، پِيارِينِ پَھُون[2]،
سِنجَنِ سائِيڪَنِ[3] تي، وَڏِيءَ ويرَ[4] وَھُون[5]،
پايو جَرُ[6] جَندَنِ[7] ۾، ڪوڏان[8] ڪَنِ ڪَھُون[9]،
ڏِينهان ڏينهن نَئُون، مون کي وِرهُ ويڙِيچَنِ جو.

١٠

آڏِيءَ اَٽيَنِ تي[10]، جيلانهن پاٽِي پاتارَ[11] ۾،
وارو ويسَرِيَنِ کي، ڏِينهانَ ڪونہ ڏِٺِي،
مُون ڪَميٽِيءَ کي، مَٽان ڪُوهَہَ ڪَٽِي وِيا.

١١

سَرَتيَنِ سِنجَڻُ چَڏِيو، سَتيَنِ ڳالھ سُئِي،
ماڙيچِي[12] ماڙِيَنِ ۾، ڪَڏهن ڪانہ هُئِي،
عُمَرَ! آن نہ مُئِي، اِنَ اوياڻان[13] اَڳهِين.

١٢

پِنِيءَ[14] جي پُوٽَن[15]، پيحَ[16] پِٽِڪو نہ سُٽِيانِ،
سِنجَڻَ وارِيُون سَتِيُون، وَڃِي ويڙِ[17] وَرَنِ،
پِيا سيٽَ[18] سَڙَنِ، تَرهِي[19] پنهي ڪَنڊِپِين.*

١٣

سَپَ نہ وَڃِي سُتِيُون، اَڃا ڪِي سِنجَنِ،
پِيو، سِي پَهَرِن، جي اُڃائِجِي آئِيُون.

---

١- کوه ٢- ٻڪريون، ڌڻ، مال ٣- سٽ پُرهَ، اونها کوه ۴- سوير صبح جو ۵- زالون
٦- پاٽي ٧- ڏولن، ٻوڪن ٨- شوق مان ٩- ڪاهون، ڊوڙون ١٠- تنهن ڪري، انهيءَ لاءِ
١١- زمين جي تري ۾ ١٢- ٿر جي رهاڪو ١٣- مهڻن کان ١۴- پره ڦٽيءَ ١۵- پٽن،
هلن، گهمن ١٦- پره ڦٽيءَ ١٧- اوپڙه ۾ ١٨- نوڙيون ١٩- کوه * مارئي جي کهي وڃڻ
کان پوءِ پهنواريون کوهہ تي پاٽي پرڻ بند ڪري، ڳوٺ ڦٽائي ويون آهن، جنهن ڪري
پاٽي ڪڍڻ جون نوڙيون کوه تي پيون سڙن.

۱۴

ٻُرِيُ[1] نَہ ٻَڪَرَ دانهن، پوڻَ[2] پِٽڪو[3] نَہ سُٽيانِ،
مِيان! مارُوئَڙنِ جا، اوٺا[4] ڏِسان آنهن[5]،
جَنِ سانيڪا سِنجيا، سِي ڏٺي! ڪِيَڙءِ ڪانهن[6]،
پَکا ڪَٽِي پَرانهن[7]، جيڪَسِ لَڏِيو لوئِڙيارِيِن[8].

۱۵

سِنجي سِنجي ڪُوهَڙا، ويڙهِيِ وِيا وَرتَ[9]،
مِيان! مارُوئَڙَنِ جِي، مون ڪي هينئڙي ۾ حَيرَتَ،
چُٽِڪَنِ اندَرِ چِتَ، سانيِيئَڙا، ساڏوهِيُون.

۱۶

ڪُوهَرَ[10]، ٿُوهَرَ[11] ٿَرَ، جِتِ سانيڪا ۾ سَتِيُون[12]،
چارِنِ اُتِ چاهَ مَنجهان، پاسِي ڦوڳَين[13] ڦرَ،
ڪيئن لهندَمِ ڪَرا، جيئن مارُو پاڻ اَپارِيا[15].

۱۷

عُمَرَ! تِيَمِ اَپارَ[16]، وِرِهُ وَتِيان[17] ڪَنِ سين؟
ڏوٿيئَڙا ڏُورِ ٿِيا، تَڳان جَنِ تنوار، *
سِنَائُون[18] سَنگهارَ، ڪُوهَنِ تان ڪَٽِي وِيا. **

۱۸

مُون ماڙِيءَ جو، سُومَرا! ٻنهِي پارين[19] ڏُکُ،
هِتِ عُمَرَ جو اَهُکُ[20]، هُتِ مارُو ڏِينمِ مِيهَٽا.

---

۱- ٻُڌي، سٽي ۲- پوٽيءَ جي (ڦرڻ جو) ۳- آواز ۴- ٿلها، خالي ۵- جانورن جي پاڻي پيارڻ جا حوض ٦- ڪيڏانهن ۷- پراهون، پري ۸- لوئي ڍڪيندڙن ۹- نوڙيون، کُوهه مان پاڻي ڪڍڻ جا واڏ، رسا ۱۰- ننڍيا کوه ۱۱- وڻ جو قسم ۱۲- رسيون، نوڙيون ۱۳- پوٽي جو قسم ۱۴- خبر ۱۵- مشغول ۱٦- مشغول ۱۷- محبت ونديان، حال اوريان * جن جي تنوار (نالي ڳنهڻ) تي جيان ٿي. ۱۸- مانداڻ ** برسات پوڻ ڪري مارو کوهن جي پرسان ڳوٺن مان لڏي وڃي وس وٽ ويٺا آهن. ۱۹- پاسن کان ۲۰- ڏک، ايذاءُ.

## وائي

پَرَچَنِ شالَ پِهُنوارَ، ڏولا! مارو مُون سان، لا!

مُون[١] مُورائِين[٢] مَڏيُون، آهِنِ سينَڻ[٣] سَتارَ،

ڏولا! مارُو مُون سان، لا!

عَيبَنِ ڀَرِي آهِيان، سَتُرُ[٥] ڪِج[٣] سَتارَ،

ڏولا! مارُو مون سان، لا!

اُنا مينهن مَليرَ ۾، تَرُ تَرُ پوءِ[٤] تنوارَ،

ڏولا! مارُو مُون سان، لا!

پائي آيس پاندَ ۾، اَوَڳُڻ، عَيبَ اَپارَ،

ڏولا! مارُو مُون سان، لا!

## داستان ناٺون

جُهڙِ ڦُڙِ[٥] جتِ ٿِيا[٦]، اُت آڏِياٺون پَڪَڙا،

هِنَ منهنجي حالَ جو، قَدُرُ نہ ڪيٽانِ[٧]،

جيڪُسِ آنِ وِسَرِيانِ، مارُو قُوتِ قَرارِيا.

١- مون کي ٢- اصل کان، شروع کان ٣- ڍڪ ڍڪج ۴- پوي ٥- وسڪارو، برسات ٦- هئن لاءِ ٿي ٧- ڪٿن، انهن کي؛

۲

جُهڙِ ڦُڙِ مَتي مارُئِين، جت چِيها چِلڙا[۱] چِڪَ،
اَندَرُ تو اُڃَ مَري، ساهُ اُنين جي سِڪَ،
پِپهُون[۲] شالَ پِهيُون[۳] پَري، تِڏان[۴] ڏِيئي تِڪَ،
وَرُ[۵] پِريان سين پِڪَ، پِيا پان[۶] پَرِيائي گهورِيان.

۳

ڏِٺين پَٽين ڏِيرَ، مَهِيَن[۷] مارُوئڙَنِ جا،
پاٹُرَ سَبِ پَچِي پِيو، گهرِ گهارِيندي ڪيرَ؟
ڪوٺِيپن لڳنِ ڪِيرَ[۸] مَحَلين مُنجهي مُون هِنيون.

۴

هِنَ مُندَ[۹] مارُو سَنَرا[۱۰]، ويڙِهين وَڳَ وارِين[۱۱]،
چَرِئانِ[۱۲] چِيڪارِيو[۱۳]، چِيلڙا، پَٽين[۱۴] پِهرائِينِ،
نيڻَ منهنجا اُنِ ڪي، جهجهو جَرُ هارِينِ،
تاڙا[۱۵] تنوارِينِ، مينهن وَسَندا، موٽَ تُون.

۵

هِنَ مُند مارُو سَنَرا، ڪاڻُرَ ۾ خُوشحالَ،
سائُون، سِيارِڇ[۱۶]، مَکَڻِي، جيڏِيُون! آئِين جالَ[۱۷]،
سَتِيءَ جِي، سَيَدُ چئي، ڪا ساٽيه[۱۸] مَنجهِ سَنيالَ،
لِڳنِ تان، لَطِيفُ چئي، لوئي لاهه مَ لالَ!
پَلو ڪَندو پالَ، مينهن وَسَندا، موٽَ تُون.

---

۱- گپ، چِڪ ۲- پيون ۳- وٺيون ۴- تنهن مان، اُتان (سِڪ جي چشمي مان) ۵- بهتر ۶- جايون ۷- وهين، شاهوڪارن ۸- ڪلا ۹- مند، مُوسم ۱۰- خوش ۱۱- ولر ورائين ۱۲- چِچر مان، هيٺانهين زمينن مان، تراين مان ۱۳- ڪاهيو، هليو ۱۴- مٿاهين ميدانن ۱۵- ٻابيهو پکي، جو مينهن جي موسم ۾ اچي پرگهٽ ٿيندو آهي ۱۶- ول جو قسم (پاڃي) ۱۷- گهڻي انداز ۾، ڍڳ ۱۸- وطن.

٦

هِنَ مُندَ مارُو سَنَرا، ڏِنگَرَ[1] ڏارَ[2] رَهَنِ،
پاڻِي پُوڄَ[3] پَڻَنِ ۾، پَکي پاندِ[4] پِيَنِ،
هِنَ کي لوهہ، لَطِيفُ چئي، هُوءِ ڪاٺُرَ مَنجِهہ ڪِلَنِ،
ڪاٺُونباه ڪاڄَنِّ، مينهن وَسَندا، موٺُ ٿُون.

۷

هِنَ مُندَ مارُو سَنَرا، ساٺيهہَ مَنجِهہ سُڌِيرَ[6]،
هِنَ کي لوهہ، لَطِيفُ چئي، ڪوٺِيَنِ اَندَرِ ڪِيرَ،
مِها[7] مَنجِهہ مَلِيرَ، مينهن وَسَندا، موٺُ ٿُون.

۸

هِنَ مُندَ مارُو سَنَرا، جِيائِي[8] جالِينِ[9]،
چاريو لَنبَ، لَطِيفُ چئي، واڳِيِين[10] وِهارِينِ،
ڪِينائِي[11] ڪاهِين، مينهنِ وَسَندا، موٺُ ٿُون.

۹

ڪارُوڙِيانِ[12] ڪَٽِي، وِيڙِيجَهپَ[13] وِيا،
سِيڻَ منهنجا، سَيّدُ چئي، هاڻِي هِتِ هُئا،
پَسِي پَڊَ[14] اُتِين جا، لَڙِي لَڙڪَ پِيا،
ڏيهِي ڏُورِ وِيا، ڏِيان ڏوراپو ڪَنِ کي.

---

۱- ڊينگهر، ڪنڊن جي لوڙهي ۲- وٽ، پرسان ۳- گهٽو، جام ۴- پر سان ۵- ٻوٽي ۽ ميوي جو قسم ٦- خوش، آسودا، ٻود ۾ ۷- ميها (ٻاجي) ۸- ڪپري تعلقي ۾، هگورني ڳوٺ جي اتر طرف، ٻن ڪوهن تي هڪ ٽڙ جو نالو ۹- گهارين، گذارين ۱۰- واڳهيون جو ٽڙ ۱۱- ٽڙ جو نالو ۱۲- ڪاروڙو، ڳوٺ جو نالو (ننگرپارڪر) ڪاروڙي ڪان ۱۳- ڏيپلي ڪان تي ڪوه پري ڳوٺ ۱۴- قتل ڳوٺ، ويرانو.

۱۰

سَدا جَنِ پَرِياڻُ[۱]، پانڌي پَکي لَڌَ سين،
مارُو ڳُڻَنِ ساڻُ، وِئُڙا ٿَبِرِ اُڪَرِي!

۱۱

مَٿي ٿَرَ رَهِي، وِيا ڳُذاري ڏينهڙا،
ڪَڏِهن ڪونَہ آئيو، تَنِ پَهُنوارَنِ پَهِي[۲]،
وِيئَڙا سي وَهِي[۳]، جَنَبُ[۳a] ڳُذارِيَمِ جَنِ سين!

۱۲

پاسا پولَڙِيَنِ ۾، ٻانهُون سِرِ[۴] ٻيئِي،
اَڪِيُون، نَڪُ اَريجَ[۵] رِي، تِمايَمِ تيئِي،*
ڏُورِ ٿِيا ڏيهِي، پِرين پائُرَ وَٽِ[۶] ۾!

۱۳

ٿاجا[۷] ٿَرَ بَرَ جَهَلَ[۸]، پِپُون[۹] پائُرَ وَٽِ ۾،
سيئِي سارِيو، سُومَرا! اَچِي آبَ اُجَلَ،**
سانبِيَنِ[۱۰] ڏِنَمِ سَلَ[۱۱] ڏِنِي جَنِ ڏينهن ٿِيا!

۱۴

جُهران، جِهجان تي[۱۲]، جيئِن پَسڻا[۱۳] پَري ٿِيا،
اَلا! اوٺِي آئِيِين، جو ڪِينءَ[۱۴] جِي خَبَرَ ڏِي،
ٻَنَ منهنجي ڪي، واڪو[۱۵] لهي وِيڙهِ جو.

---

۱ـ اُهڃاڻ، نشان ۲ـ قاصد ۳ـ هليا ويا، پنڌ پيا ۳a ـ جنم، حياتي ۴ـ مٿي هيٺان (وهاٺي بدران) ۵ـ ريج بنا زمين، ٿر * ٿر کان سواءِ (جدا ٿي) روئي روئي ٻہ اکيون ۽ ٽيون نڪ سمي رهيا آهن. ٦ـ ور وڪڙ ۷ـ مجلسون، ڪچهريون ۸ـ وٽ، پرسان ۹ـ ميوي جو قسم ** هنجون وينِي هاريان. ۱۰ـ مائٽن (جي فراق) ۱۱ـ ٽُنگ، زخم ۱۲ـ تنهن ڪري ۱۳ـ ڏسڻ کان ۱۴ـ خير سلامتيءَ، خوشيءَ ۱۵ـ روح راڙو.

## وائي

وِيڙهِيچَنَ ڏي وِينڊِي، عُمَرَ! آئون مارُوئَڙَنِ ڏي وِينڊِي،
ڏيهَ ڏاڏائين پَکَڙين.
سَگُرَ ساهيڙِيَنِ سين، سائيه مَنجهه سَنِيندِي،
ڏيهَ ڏاڏائين پَکَڙين.
اُتا مينهن مَلِيرَ ۾، ڏآگِا[1] ڏِبَرَ[2] ڏوندِي،
ڏيهَ ڏاڏائين پَکَڙين.
عُمَرَ! اُنهِين ڏيهَ جا، کوڏَرَ[3] ڦوتُ کَرِيندِي،
ڏيهَ ڏاڏائين پَکَڙين.
گولُون گولاڙَنِ جُون، جَهپِي ساڻُ جَهتِيندِي،
ڏيهَ ڏاڏائين پَکَڙين.
کوکَڙِ[4] کَنڌِيرِنِ[5] ۾، ڦوکِيو، ڦکَ ڀَرِيندِي،
ڏيهَ ڏاڏائين پَکَڙين.
عِيڊُنِ بَراڊُن تي، کِهَ مانڊائُو کِينڊِي[6]،
ڏيهَ ڏاڏائين پَکَڙين.
پُسِي کائِي پيٽَ ۾، ڏؤنرا ڏُنُ[7] آن ڏِينڊِي،
ڏيهَ ڏاڏائين پَکَڙين.

---

١ـ ليڙون، چوٽيون ٢ـ گودڙيون، رليون ٣ـ ڏٿ. جهنگلي ميوو ۴ـ ڪابہ سڪل شيءِ
٥ـ گندي، جنهن ۾ ٻهراڙيءَ جا ماڻهو سيڌو سامان رکندا آهن ٦ـ ڪائيندي ٧ـ محصول.

## داستان ڏهون

١

اُنـِي[١] تِـي وَراڻ[٢]، کِينءَ[٣] واڏايُون آئِيُون،
لَـتـِي لوئِڙِيارِيِن[٤]، مِڙِنـِي مُنهن ڪاڻِ،
صُلحُ واريو سُومَري، چَڙِـي پَهُنوارَنِ پاڻِ،
هَمِيرَنِئُون هاڻِ. مُهُتَ[٥] لَهَندِينءَ مارُئِي.

٢

ڏُرِيائِين ڏارَ، جي وَڏِي وَٽَ جدا ڪِيا،
تَنِ سُڪَنِ ڪِهَڙِي سارَ، تہ ڪِ اُتا مينهن مَلِيرَ ۾.

٣

آيو ڪِيرُ ڏيهاءِ[٦]، جنهن ڪَرَ پُڇان خَبَرُون،
وِڄُون اِنَ وَڻاءِ[٧]، راتِ مارُوءَ تي وَٺِيُون.

٤

اُتان اوٺِـي آئِيو، خَبَرَ اِيءَ ڪَرِي[٨]،
وِساريج مَ وَرَ ڪي، پَنِجِ مَ مُنڌَ! مَرِي،
وِينڌِينءَ اُتِ وَرِي، ڪو ڏينهن آهِين ڪوٽَ ۾.

---

١ـ مينهن وٺي ٢ـ آسودگي ٣ـ سلامتي ۴ـ لوہون ڊڪيندڙن ٥ـ عزت، آبرو ٦ـ ڏيهان، وطن کان ٧ـ ورٺاءِ، ورن يا رنگ واريون، اهڙي نموني جون ٨ـ صحيح، سچي.

۵

ڪو ڏينھن آھِين ڪوٽَ ۾، لوئي ھَڏ مَ لاھِ،
ڪامِني[١]! آنھنجي ڪُرَ جِي، آڏِ[٢] وَڏائِي آھِ،*
ھِـبِ مَ پاڙِج ھيڪڙو، پاڻِرِ جي پَساھِ،**
سَنِي! سِيلُ[٣] نباھِ مَلِيرِ وِيندِينءَ مارُئِي.

٦

سي ساھيڙِيون سارِينِ تو، سِيلُ جَنِين جو سَچُ،
مارُوءَ رِيءَ مَ مَچ[٤]، سِيھوؔ يانئج سونَ کي.***

٧

ساھيڙِيُون سارِين تو، سَچُ جَنِين جو سِيلُ،
نَہ ڪو قالُ نَہ قِيلُ[٦] اُنِين جي اَدَبَ ۾.

٨

جو ڏيھُ ڏاڏاڻَان آئِيو، پيرين تنھن پُنّان[6a]،
سانگَائِتُوءَ[٧]، سَيّدُ چي، سَندِيُون چِتَ چُنّان[7a]،+
ھِتِي تان نَہ ھُنّان[7b]، حرفَ لَتِي ھيڪڙِي!×

٩

جو ڏيھ ڏاڏاڻَان آئِيو، ڏِنُم تنھن طَعنو:
"پائي ويھُ مَ پلنگين، ڳِچِيءَ سِرِ ڳانو،
مَتّان لڪ[٨]، لَطِيفُ چي، ڪانءِ[٩] مَ خزانو،÷
سَرَتيَنِ سِيلُ چَوائِيو[١٠]، جورِ ھَٿِي جانو،
ڏِيو سَڏُ سَمانو[١١]، حَرفَ لَتِي ھيڪڙِي."

---

١- اي ڪامِني، اي مندا مارئي ٢- مکيہ، خاص * اي مارئي! لوئي اوھانجي ڪُرَم جي خاص خوبي يا مکيہ زيور آھي. ** عمر ڪوٽ ۾ جيڪي دم کڻين ٿي، تن مان ھڪڙو بہ پنھنجي وطن ۾ کنيل دم جي برابر نہ سمجھج، عمر ڪوٽ ۾ جيئڻ اجايو سمجھج. ٣- (١) سِياءُ، گُڻ، خاصيت، سينگار (٢) سپت، نيڪ اخلاق (٣) سَتُرُ ۴- تلھي متاري ٿيءُ ۵- شيھو *** سون جا زيور تيج ڪري سمجھج. ۵- بحث مباحثہ، شڪ شبھو 6a- پُوان ٦- مسافر، سڱ واري (مڙس)7a- چُوان 7b- ھُجان + دل جو احوال اوريان. × ايتري وقت ۾ جنھن ۾ ھڪ حرف ڳالھائي سگھجي، دم يا پل ۾. ٧- چيلھ، ڪمر ٨- ساڙ، جلائي÷ اي مارئي! لوئي جنھن سان تو چيلھ ٻڌي آھي، سو خزانو اٿئي، چاڪاڻ جو ان تي تنھنجي پرم جو مدار آھي، انھيءَ کي متان ساڙين (نقصان پھچائين). ٩- سيل رکڻ لاءِ عرض ڪيو ١٠- شانائتو، مانائتو، اجھو تو عزت سان وطن رسڻ لاءِ مائٽن طرفان سڏ ٿيئي، اجھي تا مائٽ ولڻ اچيئي.

١٠

مُون سين مارُوئڙيُون، کِهَڙيءَ رِيتِ رُسَنديُون،
چوتِيءَ ۾ چيڙُ پيو، پيئَمِ رَتُ-جَيُونِ[١]،
نيڻِين ننڊَ وِهُ ٿِئي، ساري ساڏوِهُيون[٢]،
هِتي جي هُيُون، تہ سُڌِ پيئِن سِيلَ جِي.

١١

سَتِي! تنهنجي سَتَ ۾، ڳالِه گُهرجي ڳُجُ،
وَڍيو، چيريو، چِچِريو، پَرِ ۾ اُڀِي پَجُ،
سانڍِ امانَتَ اڄُ، تہ ٿِيئِين سَمانِي[٣] سانئيه ۾.

١٢

جانِکِي سَتِيَنِ سِير[٤]، تانَ کِينَ وِيهَندِيَسِ کوٽَ ۾،
سپَ سَمُندين سَپَجِي، نَديءَ پيئي نَہ نِير[٥]،
جيئَن هُوءَ اَبر[٦] آسَريءَ، تيئَن مُون مَنِ مَلِيرُ،
کاٿُرِ پيئَڙ کِيرُ، جي اَمانَتَ اُتِ وَجِي!

١٣

جَرَ ۾ سِپُون جِيئَن، آهِينِ اَبرَ آسَري،
جيئَن کُنجُون[٧] سارِنِ[٨] روهہ[٩] کي، مُون تَن اَندَرِ تيئَن،
هُتِ وَعِدا وَجَڻَ جا، هِت نَہ ياڻيمِ هِيئَن،
کوٽِيَنِ وِهان کيئَن، جي نَظَرَپَندِيائِي نَہ هُئان.

---

١- جون ١a- ٿي ٢- ڄار جا وڻ، جوءِ، ڄاريون ٣- شانائتي، عزت آبروءَ واري
٤- سيل ٥- پاڻي ٦- ککر (مينهن) ٧- پکين جو قسم جي ولر کري اڏامندا آهن
٨- سارين، ياد کن ٩- جبل وطن.

۱۴

سِپَ سَمُنڊِين سَپَجي برُ آساروس[1]، ÷
ٻـاڙو[2] پيئـي نَہ ٻـپـُڙي[3]، ٥سو مُنهن لَڳوسِ[4]،
ماڻِڪُ تي مِڙيوسِ، جيئن تَندَ۫ه ڪَڍيائِين تارِ ۾.

۱٥

سِڪو، سَپَ سَرَتيُون! سِپُنِ مُلا[6] سِيرُ،
ٻـِيو مَٿائي نِيرُ، * اُڀـيُون اَبرَ آسَري.

۱٦

سِڪو سِپُن ڪان، سَرَتيُون! رِيتِ سڪَڻَ جِي،
مَڱِنِ جَرُ مَٿان، اوري ڪَنِ نَہ آسَرو.

۱۷

پِهَرِينءَ راتِ پَسِي، مُون ماڙِيءَ مَنُ ڦِڪو ڪِيو، **
موهَـر[7] مارُوئَڙَنِ ڪي، واحِدَ! ڏيجِ وَسِي[8]،
آهَرَ[9] جنهن اَسِينِ، سو مِلَندو شالَ مَلِيرَ ۾.

۱۸

وَطَنَ رِيءَ ويهِي، جي هِتِ گهارِيَمِ ڏينهڙا،
اوءِ مارُو ڏِيندَمِ منهن ۾[10]، ڏاڏاٽا ڏيهِي،
پَکَنِ ۾ پيهِي، شَلَ مَحلَنِ جي مَرُ ڏُئان!

---

٥ ڪڪر ١ـ آسرو آهيس ÷ ڪڪر جو آسرو اٿس ٢ـ سمنڊ جو کارو پاڻي ٣ـ سپ، جنهن کي ٻہ پڙ آهن ۴ـ مُنهان پيس، کاري پاڻيءَ کان نفرت اٿس ٥ـ ڪشالو، لنگهڻ ٦ـ کان * ٻيو سپ ڪنهن قسم جو پاڻي ترڪ ڪري. ** پهرين رات ٿي عمر جي ماڙي ڏسي، منهنجو روح ڪنو ٿي پيو. ٧ـ مهاڙو، موهَرُ، (ٿر جو هڪ حصو) ٨ـ وسيع، ويڪري ٩ـ آڌار ١٠ـ طعنا هڻندم.

## وائي

منهنجو مَنُ، مِيان! واڳِيو ويڙِيچَنِ سين.
پا هيِ[1] پاڪِي[2] پَنَڙِي، پِريَنِ سانڱ پِيان!
واڳِيو ويڙِيچَنِ سين.
پيرُ نَہ ڇَڏِيان پِريِنءَ جو، جانسين تِي جِيان،
واڳِيو ويڙِيچَنِ سين.
حَرفَ لَتِي هيڪَڙِي، هِتي تانِ نَہ هُئان،
واڳِيو ويڙِيچَنِ سين.
ڪِيرُون[3] ڪَتيرِيَنِ ڪي، وَڃي ڏيهِ ڏِيان،
واڳِيو ويڙِيچَنِ سين.
آئون ڪيئن لوئِي لاهِيان، ڪارَڻِ ٻِنِ ڏِينهان،
واڳِيو ويڙِيچَنِ سين.

## داستان يارهون

١

مَلِيران[4] مارُو، پَکِي[5] پيهِي آئِيو،
وَرِيا واهارُو[6]، هاڏُو[7] سَڀِ هِيٽا ٿِيا.

٢

پَهِيءَ[8] سُکَ! پيرَنِ ڪيهَ[9]! ڪو نينهن نِياپو مارُئِين،
اَتِ اُڪَندي آهِيان، تيئن آتَڻَ، تيئن ڏيهِ،
سَندِي جا ساٿِيه، ڪِهَ ڪَٿُورِي يائِيان.

---

١- پيالي ٢- پانڪي (پنڙي)، پاڪري جهڻ، لسي، رب ٣- مبارڪون ۴- ملير مان ٥- پکي ۾، مڪان يا ڪوٽ ۾ ٦- واهَرُو، مددگار ٧- ظالم ٨- اي قاصد! ٩- دز، مٽي، (٢ ڪان ۴ بيت تائين مارئي قاصد کي مرحبا ڪري، ساٿيه جون خبرون پڇي ٿي).

٣

ڪنهن تَڙِ ڏيهائِي، ڪِتي اُٺَنِ مينهڙا،
مُون وَٽِ مُون پِرِيَنِ جِي، وِيهِي ڪَرِ وائِي،
آئُونَ اَگَہَ-ڍِائِي، سَنِيهو سُٽِي جِيان.

٤

جِيڪُسِ اُٺا مينهن، مُونهان پوءِ مَلِيرَ ۾،
ڪالھ سَجوِئِي ڏينهن، منهنجي اَکڙِيَنِ اُکيرِيو[1].

٥

سَچُ ڪِ اُٺا مينهن، مونهان پوءِ مِلِيرَ ۾،
ڏوٿِيَنِ لائِيا ڏينهن، پَهِريا جي پُسِيءَ ڪِي.*

٦

اُٺَنِ مينهن گهٽا، ٿِيَنِ موڪَ[2] مَلِيرَ ۾،
اَکِيُون آبَ-يَرِٿُو[2a]، اُنهِين[2b] ڪوڙِ[3] ڪَٺان،
مارُنِ شالَ مِڙان، ڪوئِيُون چِڏي ڪَڏِهِين!

٧

"تنهن پَرِ اُٺَنِ مينهڙا، جنهن پَرِ گُهرِيائُون،
رَضا جا رَحمانَ جِي، پُڇِي[4] پارِيائُون،
مَلِيرُ ماٺِيائُون، حُڪُمَ سانُ حَبيبُ جي."

---

١- واجهايو * جي پسيءَ جي ٻِڪولا ۾ جهنگن پٽن ۾ پڪڙجي ويا آهن. ٢- ججهو يا گهڻو پاڻي، آبادي ٢a-ڳوڙهن سان پريل اکيون. ٢b- اُنهيءَ ٣- طرف، پاسي ٤- گهري، عرض ڪري (هن بيت ۾ قاصد جواب ٿو ڏئي).

٨

سَڪَرَ[١] سيئِي ڏينهن، جي مُون گهارِيا بَندَ ۾،
وَسايم وَڏَ-ڦُڙا، مَٿي مارِئِيَن مينهن،
واجهائِيَسِ[٢] وِصالَ کي، ٿِيَسِ تَهوارُون[٣] تيئَن[٤]،
نِيئَرُ[٥] منهنجي نِينهن، اُجاري اَڄو ڪِيو.

٩

عُمَرَ! اَڄُ گَڏِيام، ڏوٿِي اُنهِين ڏيهَ جا،
پازايا[٦] پِرِيَنِ جا، اُيِي اُن چَيامِ،
لَهِي لوهَ پِيامِ، لُطفُ سانُ، لَطيفُ چئي.

## وائي

ڪَٿِيءَ مَنجِهه ڪَتيائِين، مارُو چامُ مَلِيرَ جو.
پَرَچِي پَهُنوارَنِ سين، لوئِي ڏيجُ لَڌائين،
مارُو چامُ مَلِيرَ جو.
سِيلُ نِباهِي، سُومَرا! پنهنجو پِي[٧] پُڇيائين،
مارُو چامُ مَلِيرَ جو.
جُهوپِو جهانگِيئَڙَنِ جو، مارِئِيءَ سان نَہ مَٽيائِين،
مارُو چامُ مَلِيرَ جو.
سَگُرَ ساهيڙِيَنِ سين، ڪاتُونبا ڪاڏائين،
مارُو چامُ مَلِيرَ جو.

---

١- چڱا، سٺا ٢- واجهايم پئي ٣- پرزا پرزا ٤- تيئن، تنهن ڪري ٥- زنجير ٦- پيغام، سنيها ٧- پرين، محبوب.

مارُوءَ پاسِ مَلِيرَ ۾، چَسا[1] سَبِ چکيائين،
مارُو چامُ مَلِيرَ جو.
اُتي، عَبدُاللّطِيفُ چي، شَرمُ رَکين، رَبَ سائِين،
مارُو چامُ مَلِيرَ جو.

## ابيات متفرقه

١

جُهُہ[2] سي لوڙائُو[3] ٿِيا، جَنِين پَرِ[4] رَهَنِ،
مارُو مَنجِهہ ٿَرَنِ، رَهِي رَهَندا ڪيتَرو؟ *

٢

جُهُہ سي لوڙائُو ٿِيا، جَنِين سَنڌِيءَ ڏِيرَ[5]،
مارُوئڙا فَقِيرَ، ڪنهن ڏَرِ ڏِيندا ڏانهڙِي؟

٣

وَطَنُ مُون مَلِيرُ، قَضا آنديَسِ ڪوٽَ ۾،
چانڪِ[6] پِيَنديَسِ پِرِينءَ سين، پاٹُرَ جو پَنِيرُ[7]،
هاچو ڪِيو هَمِيرُ، بِاللهِ نِئِي ٿو بَندَ ۾!

٤

سُهُمَ[8] پَسان ٿِي، سُومرا! پِرِيَنِ رِيءَ پيئِي،
مُہلِ[8a] رَساٺِي مارُئين، مون کي کو نيئِي،
تہ ساٺِنِ سَيئِي، ڳُجَهہ ڳرِهِيان ڳالهِيون.

---

١- لذت، سواد، چشڪا ٢- جڏهن ٣- ڦورو ۴- آڌار، آسري *جن جي آڌار تي مارو ماٺهو ٿر ۾ رهن ٿا، سي جيڪڏهن خود ظالم ڦورو ٿي پوندا تہ مارو ڪيترو وقت ملير ۾ رهي سگهندا؟ ٥- آڌار ٦- چوان تہ، مون ليکي ٧- پاٺي ٨- تيز چرٻ، دڙڪو، طعنو. ٨a- (ماروئن) وَٽ.

٥

جي گهرِ گهارِيَمِ ڏِينهڙا، هَيڪانديءَ حُضُورِ،
سيئي سِڪان، سارِيان، پَچان پائُرَ پُورِ[١]،
هَمِيراٽا هَٽَڙا، ڪِينَ مَچِينديَسِ مُورِ،
سَنجهي سَتِ گُذارِيان، اَچين شالَ اَسُورِ[1a]،
ڏَران[٢] ٿِيان مَ ڏورِ، مارُوءَ چامَ مَلِيرَ جي.

٦

اَتِ اُڪَندِي آهِيان، عُمَرَ! آئُون اَڪاجَ[٣]،
سُومَرا سُڪاجَ[۴]، جَهلِ مَ بَندِ جِهجَندِيُون.

٧

اَجُ اَڏِنگا وِڻَ، مون کي مُڪا جيڏِيين:
"هارِي! هَمِيرَنِ جا جيڪُسِ ڪاڏَءِ کيڻَ[٥]،
سانيِيئڙا ۾ سيڻَ، ڪِ تو وِيا وِسَري"

٨

وينِي ڪوٽَ وَتِنِ[٦] ۾، ڪامَڻِ[٧] ڪُوارِي[٨]،
مَلِيرُ سارِيو مارُئِي، رويو رُئارِي،
آلا! اوتارِي، مُنڌَ مارُوءَ جي ميڙِيين!

---

١ـ خيال يا يادگيريءَ ۾ 1a ـ اسُرِ ٢ـ در كان ٣ـ نڪار، نالائق ۴ـ لائق ٥ـ ڪاج، طعام ٦ـ پاسي ڪنڊن ٧ـ ڪامڻي، سهڻي زال ٨ـ پارانا ڏيئي، پڻي، گلا ڪري.

٩

جيھا جي تيھا، مون مارُو مَچِيا،
مون جيڏيون مَلِيرَ ۾، چُوندِنِ موڪ مِھ°.
منھنجي آھ اِھا، ڪَڏِھن ڪيرائيندي ڪوٽ کي.

١٠

مارُوءَ پاسِ مَلِيرَ ۾، ڏوئِي[١] مَرُ مَران،
پاٽي واري[٢] پانھنجو، وِينديائِي[٣] وَران،
ٿورو مَنجِھ ٿَران، ھوند لَڳي لوئَڙِيارِيين.

١١

مارُوءَ پاسِ مَلِيرَ ۾، ھَميشہ ھُئان،
پيرين تنھن پُئان، نَيَ[٤] وِھاٽِيءَ نُورَ سين.*

١٢

مائٽ منھنجا، سومَرا، مارُو نَہ ميرا،
اُٺِيو ڏِينِ اَسُورَ جو، پيٺُنِ پَرِ پيرا،
پَھُنوارَنِ پيرا، وِڙُھ مَ ويڙِيچَنِ سين.**

١٣

ڪيئُن ڏُٿَارِيان ڏَيَڙا، وِيندِيَسِ ڪنھن نَہ وِھاھِ°،
مون مُلِ[٦] مارُو ناھِ، آچا اوڍِيان ڪَنِ کي[٧]؟

---

° ميھا، ڏنڊا (ٻاجي) ١- وھنجي ٢- وھنجي ٣- وجڻ سان (مون کي ايترو وقت ڇڏ جو وطن وڃي وھنجي، موٽي اچان) ۴- رات * آءٌ پنھنجي پرين کي اکين سان اُسر وقت پيرين پونديس. ** اي عمر! مارن جا پيرا ڏسجن پيا، اھي آيا ڪي آيا، تنھن ڪري ھنن سان ھرويرو ھٹ نہ اٽڪاءِ. ٥- وھانءَ تي، شاديءَ تي ٦- وٽ ٧- ڪن جي لاءِ يا خاطر.

١۴

آکَڙِيُون مَلِيرَ ڏِي، جَنِين راتو ڏينهن،
هاڻي ڪَنڌِيَس ڪِيئن، عُمَرَ! اَسائُنِ[۱] سِين.

١٥

ڪانڌُ نَہ ڪَنڌِيَسِ ڪو پِيو، ڪَتِيرو ئِي خُوبُ،
مِيروئِي مَحبُوبُ، آسان مارُو مَنَ ۾.

١٦

مُنهن منهنجو، سُومَرا! مَرُ مِيروئِي هوءِ!
مَتان مارُو چُوءِ، تَہ ڏوتوءِ ڏورائِنِ[۲] ۾.

١٧

جي لُوڻُ لِڳِينِ[۲a] لائِيِين، چِيري چِيري چَمُ،
مُون[۲b] ڪُرَ[۳] اَڳِ نَہ ڪِيو، اِهَڙو ڪوجهو ڪمُ،
جان جان دَعوِيٰ دَمُ، تان تان پِرتِ پَهُنوارَ سين.

١٨

تنهن کِنوڻِ[۴] تِي کِنواءِ،* جا ڏِسِ[۴a] ڏاڏاڻِنِ جِي،
سارِيو سانِيِئَڙَنِ کي، رويو راتِ وِهاءِ،
سُوڻا[٥] ڪِيمِ سَهاءِ، عُمَرَ! بَندِياڻِنِ کي.

---

۱- آسن، اميدن وارن ۲- محلاتن ۲a- لڳن کي. ۲b- مُنهنجي ۳- ڪُرُم، خاندان
۴- طرف، پاسي، ڏس * تنهن طرف کوڻ پٺي کنوي. ۴a- ڏانهن، طرف ٥- طعنا.

١٩

جِتِ ڀُونگا، ڀِٽُون، ڀيٽِيُون، تنهن ڪِنوَٽِيون ڪِنوَنِ،
پائُرَ سَڀِ پُسائِيو، وَسِي وِڄَڙِيَنِ،
مارُوءَ رِي مَ مَرَنِ، اَللهَ! ھِيءَ° آسائِتيُون.

٢٠

جِتِ ڀُونگا، ڀِٽُون، ڀيٽِيُون، تنهن ڪنوڻِ ٽِي ڪِنواءِ،
سا وِڄُ پَسِيو وِندُران، مون رُوندِي راتِ وِهاءِ،
سِيليتِيَنِ[١] سُهاءِ[٢]، مارُو جو[٢a] مَلِيرَ جو.

٢١

ڀَهرِي ڪِيا پَٽَنِ ۾، وِڄَڙِيَنِ واڌاٽا[٣]،
سُورَ اُنِين جا، سُومَرا! مون ڪي اَندَرِ اُڌاٽا[٤]،
اُٺي وِيئَڙا اُڪَرِي، عُمَرَ! اَباٽا،
ٻَڪَرَ ٻاٻاٽا، پَسان شالَ پَرِ ڪَهِين!

٢٢

وِڄَڙِيَنِ وِيسَ ڪِيا، موٺِي آئِي مُندَ،
اَڪِيُون اَبائَنِ ڏي، بَسِ نَہ ڪَرِنِ بُوندَ°،
هيئَن نَہ ٿِيَنِ هوندَ، جي ڪَرَ لَڏائُون ڪَڏِهِين.

---

° اِهي ١ـ سيل واريون، سٽيون ٢ـ سهائي، منهن تي پوي ٢a ـ جيڪو ٣ـ ويجهه، پالوٽ
٤ـ پڙڪو ڏئي ٻاهر نڪتا °ـ بونديون، ڦڙا، ڦوڙها.

٢٣

جِتِ ڪَرَڙَ[1]، ڪَتا ۽ ڪاهِيُون[2] پالَ[3]، پَڪا[4] ۽ پَڪَ[5]،
سَرَهِيُون سي سَرَتِيُون، حاضُرُ پاسي حَقَ[6]،
مارُوئَنِ سين ماٺِيان، شالَ مُندائِتِي مَڪَ[7]،
ڪينڪاريان خَلَقَ، جا ٿَرَجائِي ۾ ٿُوهَرِين.

٢٤

پَڪا پَهُنوارَنِ ڏي، ميوا، مَچَرَ، مَڪَ،
عُمَرَ! اَتِ اُڪَنڊِيو، حالُ هَمارِي[8] حَقَ،
لوئِي ۽ لَڪَ[8a]، سَمُنَ[9] سُپِيرِيَنِ سين.

٢٥

پانڌِي! پِرِينءَ پَهُنوارَ ڪِي، چَيِمِ تيئَن چَئيجِ:
"سَندا سَنگَتِ ڏينهڙا، وَرَ! مَ وِساريجِ،
ڪوئِيَنِ ڪُنِي آهِيان، سِڱهي سارَ لَهيجِ،
مُٺِ مانڊاٺي مُنجيجِ، تہ نِيئَرنِ ۾ نَئُون ڪَريان[10]."

٢٦

پانڌِي! پِرِينءَ پَهُنوار سين، روئِي ڪِجِ رِهاڻِ:
"جيئَن تَرِ وِڃُون اُنِيُون، تيئَن آن سُورَنِ ساڻِ،
ڪِجاهہ ڪا وَراڻِ[11]، ڏُکَنِ ڏِيلُ ڏُهِيُون[12] ڪِيو."

---

١- اوني فراسيون ٢- ڏاس جو ٻهيل ٻورو، خرزين، ٣- ڪاهيءَ جهڙي شيءِ جيڪا گوار جا سُڪل پن وغيره (گواٽي) ۽ ٻاجهريءَ جا ڪانا ڍوئڻ لاءِ ڪم اچي ٿي. ٣- ڪڪائان جهوپڙا ۴- ڪرڙ جو ميوو ٥- ڪرڙ جو ميوو ٦- مڙس ٧- ڪبڙ جو (ڪچو) ميوو ٨- منهنجي ٩- وعده، مقرر ٿيل ١٠- وٹ ڪريان، مند جو نئون ميوو ڪري ڪانءُ ١١- موٽ ١٢- ٻرزا ٻرزا. 8a- ٻٽن جي لاهين تي ٿهيل گس.

٢٧

پانڌِي پِرِينءَ پَهُنوارَ جا، جان تو وَجين وَسِ[١]،
ساڙي ڏيج سَرَتِيِن، سَلامَنِ سَنهَس:[١a]
”آئون اَوهان جِي آهيان، گولِي مَٿي گَس،
ويٺِي ڪَرِيان وَسَ، ايڏي[١b] جي اَچَڻَ جا.“

٢٨

پانڌِي! چَئِجِ پِرِينءَ کي، جورِ هَٿِي جانا:
”پَيڪَڙا[٢] پيرَنِ ۾، ڪَرايَنِ ڪانا[٣]،
آن[٣a] رِيءَ اَمانا[٤]، گهنگهرِ گهارِيان ڏينهڙا.“

٢٩

پانڌِي پِرِينءَ پَهُنوارَ جا، نِياپا ني ڪي،
ساري ڏيجِ سَرَتِيِن، يادِ پُونَئِي جيڪي،
وَلِيُون، وَڻ ڦُلارِيا، ڪِرڙَ پَڪا ڪي ڪي،
سَگُر کِينِ[٤a] سَرَتِيُون، سِيِيَنِ[٤b] جيئَن سيڪي،
زيرِيُون[٥] يَجِي جي ڪي، مِلان ماروئَڙَنِ کي.

---

١ـ مينهن ڪري آبادي ١a ـ (سهسين) سؤ، سوين. ١b ـ ايڏانهن ٢ـ پيڙيون ٣ـ ڪڙا، ڳٽ ٣a ـ اوهان ٤ـ بي مانا، بي عزتا ٤a ـ ڪائن ٤b ـ سَيون، سيوُيون (Vermicell)
٥ـ زنجيرون.

٣٠

جي هِتِ هُئِي مارُئِي، تہ لَڏِيمِ ڪَرَ[١] ڪيٽاسِ[٢]،
اَرداسِيُمِ[٣] عُمرَ کي، ويجهو تِـي وَتـاسِ،
جي نہ ڇَڏِيائِين، ڪِ جَهلِيائِين، تہ پنهنجو انگُ آڇِيانسِ،
لاهي لوهُ، لَطِيفُ چئي، هِتان هوند هَلانسِ،
موڪِي[٤] مَلِيرَ سامُهِين، وَتِـي پـانهن وَڃانسِ،
رَهَبرُ تِـي ريڙهِيانس، سونهاري ساٿيہ ڏي.

٣١

نَنگا آهِيُون نِگِّيا[٥]، اَسِين مارُو لوڪَ،
تَـرَ کي پـانيُون تـوڪُ[٦]، جو ڍَڪَ ڍاتِـيئَڙنِ جِي.

٣٢

اوڏا جان هُئا، تان نِتُ نِياپا آئِيا،
مارُوئڙا مَلِيرَ ڏي، واري وَڳَ وِيا،
تَنِين ڏونهن[٧] ڪِها[٨]، ڏي[8a] ڏوراپا، چائِيان[٩]؟

٣٣

ڪَنيائُون ڪائُر ڏي، ساري هاڄَ هِئا[١٠]،
لاهي لَڏَ، لَطِيفُ چئي، پَرِيين تَـرِ تِيا،
ڇَـڏي ڳُـڻَ ويا، مارُوئَڙا مَلِيرَ ۾.

---

١ـ خبر ٢ـ سنديس ٣ـ عرض ڪيم ٤ـ ڇڏائي، ڇنائي ٥ـ نڪتا، پيدا ٿيا ٦ـ ڳهڻو، نعمت ٧ـ ڏانهن ٨ـ ڪهڙا 8aـ ڏيئي (ڍاٽڪي، پارڪري ۽ سرائيڪيءَ ۾) 9aـ ڏانهن ٩ـ چوائيان ١٠ـ هتان.

٣٤

جيئن ڳنڍيون مَنجھ ڳنڍيرَ، تيئن مُون مَنَ ماروئڙنِ سين،
سي ماروئڙا ٿَرِ ٿِيا، جي ڳُٽَنِ جا ڳھيرَ[١]،
تَنين رِيءَ، ھَمِيرَ! گھنگھرِ گھارِيان ڏينھَڙا.

٣٥

جيئن ڳنڍيون مَنجھ ڳنڍيرُ، تيئن مُون مَنَ ماروئڙنِ جُون،
ڏِنيُون لَسَ[٢]، لَطِيفُ چي، ھينئڙي کي ھَمِيرَ،*
وَڃِي مَنجھ مَلِيرَ، سَڀِ ڇوڙِينديَسِ سُومرا!

٣٦

سي ٿارِيلا[٣] ٿَرَنِ ۾، جي مان[٣a] گھٽ[٤] گھري،
وَطنُ وَسَ، وَسَنديُون، ھينئَڙي نِتَ ھُري،
اَندَرِ ڇِتَ ڇُري، وِرِھُ ويڙِيچَنِ جو.

٣٧

وَھِيان ٿِيَنِ وَٿانَ، ڏوکاھِي[٥] ھُٿانِ جي،
اوءِ پيٽِيُون[٥a] ۾ يانَ، موٽِي مارُنِ اَڏِيا.

٣٨

ٿورا مَنجھ ٿَرَنِ، مُون سين ماروءَ جي ڪِيا،
عُمَرَ! اُنِ ڳُٽَنِ، آئون ڪيئن لوڻِي لاھِيان؟

---

١- ڳؤرا، بردبار ٢- لسيون ڳنڍيون، جي جلدي ڇڙي سگھن ٿيون * ماروئڙن منھنجي من کي ڳنڍير جھڙيون ڳنڍيون ڏنيون آھن، پر عمر لسيون ڏنيون آھن. ٣- ٿر جا رھاڪو ٣a- منھنجي، منھنجو ٤- نڙي، اندر، دل ٥- ڏوکاھي ۾، مصيبت يا ويڌن ۾. ٥a- جايون، ماڳَ.

٣٩

هَڏِ نَہ پَڙان هيڪَڙي، توري تَرَ جايَنِ،
مون کي مارُوئَڙَنِ، ميرِي ڪَري نہ مَنيو.

٤٠

نِيئَرُ نَہ لَهي نينهن جو، لوھ جا وِيا لَهي،
ڪُنجِيُون جي قُفلَنِ جون، سيڻَنِ هَٿِ سَهي،
وِيئَڙا راجَ رَهي، ڏِيان ڏوراپا ڪَنِ کي؟

٤١

نِيَرءَ نَہ لَهي نينهن جو، لوھ جا لَهي وِيا،
مارُنِ ڌاران ماڙِيين، ڏُهلا[٢] ڏينهن ٿِيا،
ڏيِهي ڏُورِ وِيا، ڏِيان ڏوراپا ڪَنِ کي؟

٤٢

سُڻي ساڻيھَ ڳالهڙي، وِهُسي[٣] ويڙِيچِي،
سَڀِ سُڌِ پيِيَمِ سُومَرا! هِتي هُتي جِي،
پيِنَرُ ۽ پيچِي[٤]، سُوايا[٥] سارِين مُون.

٤٣

سُڻي ساڻيھَ ڳالهڙي، لَهي وِيا لوھَ،
اَندَرَ جا اندوھ، لَٿا ڏُکَ، سُکَ ٿِيا.

---

١- نجس ٢- مشڪل، ڏکيا ٣- خوش ٿئي ٤- ٻيلي، همراه، جيڏيون ٥- سٺي وائيءَ وارا، وٽندڙ گفتگو ڪندڙ.

۴۴

توکي تورائين لِکِي، عُمَرَ! اَچائِي[1]،
جنهن تو سامائِي، مامَ[2] نَہ يَکِي مارُئين. *

۴٥

وِيا ڳُڻَنِ ساڻ، مارُوئڙا ٽَرِ اُکَرِي،
تَنِ پُڇاڻان هاڻِ، آئون جاڙَ جِيان[2a] ٿِي، جيڏِيون!

۴٦

چَنڊِ سَپِرايُون[3] سُومَرا، عُمَرَ! لَڳِ اَللهَ،
ٿِيَمِ نَہ تورا ڏينهڙا، مارُيين ڳارِيَمِ ماهَہ،
سِڪَ منهنجي ساهَ، مارُوءَ جِي مَسَ لَهِي.

۴٧

مَ کِي روءُ، مَ رَڙُ کِي، هَنجُون هَڏِ مَ هارِ،
تو تان بَندُ بِدا[4] ٿِيو، پيرِڙِيون[4a] نيئِي پارِ،
پَهُچَنديِنءَ پَهُنوارِ! سِکِهي سَنگهارَنِ کي.

۴٨

مَ کِي روءُ، مَ رَڙُ کِي، مَ کِي هَنجون هارِ،
جِهَڙا اَچَنِ ڏينهڙا، تَهڙا وينِي گهارِ،
ڏُکَنِ پُنِيان سُکَڙا، سِگها ٿِينِ سَنگهارِ،
لَتا، لوهَ لَطِيفُ چي، پَرورِج پَهُنوارِ،
پيرِڙِيون نيئِي پارِ، تو تان بَندُ بِدا ٿِيو.

---

١ـ پاڪدامني ٢ـ لڄ، شرم * جيڪنهن تو (مارن جي) ساماٿل لڄ پر هٿ نہ وڌو.
٢aـ جيئان ٣ـ ڏاڏائيون، بردستيون ۴ـ وداع، معاف. ۴aـ پيرڪڙيون.

مَ ڪِي روءُ، مَ رَڙُ ڪِي، مَ ڪِي ڪَرِ دانهُون،
سُتي لوڪَ، لَطِيفُ چي، ڀيئي ڪَنّج ڀانهُون،*
لَڌيُئي جِتِ لائُون، سو ڏيهُ پَسَنديِنءَ مارُئي!

٥٠

مَ ڪِي روءُ، مَ رَڙُ ڪِي، مَ ڪِي ڪَرِ ڪِيهُون،
اُتي اَچَنِ اتهِين،÷ وانديَنِ[1] جُون وِيهُون[2]،**
ميڙِيندوءِ مِيُون، مِينهين اُتي مارُئي!

٥١

لوئڙيارِي آهِيان، وارِيان تان نَہ وَرَقُ،
سانڍِيمِ سُپِريَنِ لئي، لوئيءَ اَندَرِ لَڪُ[3]،
ڪَنڌِ ڪاسو[4]، پَٽِ پاسو، ڏِنمِ تَنَ تَرَڪُ،
سَندو ماروءَ حَقُ، جان جِيان تان پارِيان.

٥٢

اَڄُ پُٺِ چِڪِيمِ[5] چاڪَ[6]، وَنهِينِ ويڙيچَنِ جا،
سُورَنِ اَچِي، سُومَرا! اَندَرِ ڪِي اوطاقَ،
ماروءَ جي فِراقَ، هَڏَ منهنجا ڪَپيا.

---

÷ اوڏهين، اُتي (ملير ۾) * (دعا لاءِ) ٻڪ ڪٽي رب کي ٻاڏائج. ١- ڇڙن، ڪنوارن، بهادرن ٢- ڪوڙيون (Scores)، گهڻا ** اُتي (ملير ۾) وسڪاري ۾ اچان ۽ ونديارن جو لوڏون اچن ٿيون. (ڏسڪار ڪونهي، سُڪار ۽ خوشحالي آهي.)٣- چيلهہ يا ڪمر ٤- جاريءَ جي ڳوٿري، جنهن ۾ مارو ماٺهو سامان وجهي ڪلهي ۾ لٽڪائي ڇڏيندا آهن ٥- وهيا، رت پونءِ ڇڏيائون، سور ڪيائون ٦- ود، زخم.

٥٣

چِڪِي، چِڪِيَمِ چاڪَ، وَنهِيَنِ ويڙِيچَنِ جا،
واجِهيندِي وِصالَ کي، فَنا ڪِيَسِ فِراقَ،
سيٺِي سارِيَم، سُومَرا! ٿَر جَنِين جا ٿاڪَ،
مارُوءَ جي اوطاقَ، گهڻُو اُڪَندِي آهِيان.

## وائي

مُون مَنُ مارُوءَ جو، مارُوءَ جو منهنجو مِيان!
مُون مَنُ مارُوءَ جو.
منهن منهنجو، سُومَرا! مَرُ ميروئِي هوءِ،
مُون مَنُ مارُوءَ جو.
"ڏوتوءِ ڏورارَنِ[1] ۾"، متان مارُو چوءِ،
مُون مَنُ مارُوءَ جو.
لارُون[2] جي لُڙِڪَنِ جُون، ڳَٽِي[3] وِجان توءِ[4]،
مُون مَنُ مارُوءَ جو.

---

١ـ ڏوراٽن، محلاتن ٢ـ ڏارون، لينڊيون ٣ـ ڳنهي، ڪٽي ٤ـ ٽتهنڪري.

# سُرُ ڪامـوڏ

## سر بابت:

ڪاموڏ، هڪ هندستاني راڳڻيءَ جو نالو آهي، جا ديپڪ راڳ جي پنجن پارياڻن (زالن) مان هڪڙي آهي. هن کي "سمپورڻ" راڳڻي پڻ چوندا آهن. ڪاموڏ سنسڪرت لفظ ڪامودا جي بگڙيل صورت آهي ۽ معنيٰ اٿس؛ ڪام وهيڻي.

هن سر ۾ ڪُل ڏاريون ڪلام نظر ڪونہ ٿو اچي. هن سر جون پڙهڻيون عموماً، ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ واريون قائم رکيون ويون آهن.

## آڪاڻي:

هن سر جي مضمون جو مدار، ڄام تماچيءَ ۽ نوريءَ جي قصي تي آهي، جو مختصر طور هيٺ ڏجي ٿو:

سمي گهراڻي جو هاڪارو حاڪم، ڄام تماچي ٺٽي ۾ حڪومت ڪندو هو. سندس حد ۾ هيلايا ٺڪريءَ جي هيٺان، ڪينجهر ڍنڍ جي ڪپ تي ڪيترائي مهاڻا رهندا هئا. اهي اڪثر ڪري ڪارا ۽ ڪوجها هوندا هئا، پر منجهن، نوريءَ نالي هڪڙي نينگر، نهايت حسين هوندي هئي.

هڪ لڱا، ڪينجهر ڍنڍ تي سير ڪندي، ڄام تماچيءَ جي نظر وڃي نوريءَ تي پيئي. هن جو نوراني نراڙ ۽ ناز ڀريا نيڻ ڏسي، ڄام جي من ۾ محبت جي ميخ لڳي ويئي؛ ترت ئي مهاڻن کان سڱ گهريائين، مهاڻن جون ڏهہ ئي گهہ ۾ پيون؛ سو خوشيءَ سان قبول ڪيائون. پوءِ تہ شاديءَ لاءِ منڊل مندبجي شادمانا ٿي ويا. نوريءَ سان ڏاڍا سنهج ۽ سولايون ٿيون. مهاڻن تان محصول معاف ٿي ويو ۽ ڍنڍ امداد ٿي مليس. آخر ڄام نوريءَ کي نوازي، آڻي محلات ۾ راڻين سان راڻي ڪري رهايو.

ڄام جو، نوريءَ تي ايترو تہ آر هوندو هو، جو ڪڏهن ويهي مورڇل مٿانئس هڻندو هو، تہ ڪڏهن شيل شڪار لاءِ پاڻ سان ڪينجهر ڍنڍ تي ولي ويندو هوس. چوندا آهن تہ "ور سهاڳڻ سا جڳ سهاڳڻ،" سو سيڪا پيئي نوريءَ اڳيان نمندي هئي. خود سميون بہ اچيو هن جو نياز ڪنديون هيون. انهيءَ اوج ۽ عزت هوندي بہ، نوريءَ جو من نہ وڌيو. هٺ ۽ وڏائيءَ جو منجهس نالوئي ڪونہ هو.

هڪ ڀيري، نوريءَ جي نئڙت ۽ نياز جي امتحان لهڻ لاءِ، ڄام سيني راڻين کي سنيهو موڪليو ته، "اڄ شام جو سڀ سنهري وهجو ته اچان. اوهان مان جنهن کي وڻندم، تنهن کي شيل شڪار لاءِ ولي ويندس. نياپو سڻي، سيني سميون سينڌ سرمون ڪري سنهري ويئيون، پر نوريءَ نڪو ڪيو هار، نڪو ڪيو سينگار، اُللو اباڻو وڳو ڪري ويهي رهي. ڄام حويليءَ ۾ آيو ته سڀڪنهن تي اوچو ڳاٽ ڪئي. ناز نخري سان ڪيس ريجهائڻ جي ڪوشش ڪئي؛ پر ڄام کي نوريءَ جي نهٺائي وڻي سو ڪيس ولي گهمائي آيو. شاهه سچ چيو آهي ته:
"ڏول تنين جي ڏار، هيڻاهيون هلن جي."

## روحاني راز:

شاهه، مختلف سرن ۾ ڄاڻايو آهي، ته سائين سڀاڻو سردار آهي، ڪيس شرڪ ڪونه وڻي؛
"پاڻن ڏار پريان، ڪانڌ ڪنهنجو نه وڻي."

هي ماڻي جو ماڳ نه آهي. ڪنبي ڪتڻ گهرجي. چنيسر سان جيڪو چاڳ ڪندو، سو خطا کائيندو، چاڪاڻ جو:

ڪانڌ ڪهين جو نه وڻي، گيرب ۽ گاءُ.
کائيندي سا گهاءُ، جا هوڏ ڪندي حبيب سين.

ساڳي هدايت ڏيندي، شاهه نوريءَ کي نئڙت ۽ نياز جي پتلي ڪري ٿو پيش ڪري ۽ ان مان سالڪ کي، سبق پرائڻ لاءِ تلقين ٿو ڪري.

پنهنجو حسب نسب ياد ڪري، نوريءَ کي هميشه اهو انديشو هوندو هو، ته متان اپار عيب ڏسي، ڪنهن وقت به محبوب مهر جو هٿ ڪئي، دربدر ڪري ڇڏيم- انهيءَ اڌڪي ڪري، هوءَ سهاڳ تي ٻاور بنهه ڪانه ڪندي هئي ۽ سدائين پانهون ٻڌي ٻاجهه لاءِ ٻاڏائيندي رهندي هئي. ساڳي طرح سالڪ کي به سائين کان هردم عاجزيءَ سان عنايت گهرڻ گهرجي. ڀلي ڀلاري جو ڪيڏو به ڪٽي ڪير لاڏلو ۽ دادلو هجي، ته به آزي نيازي ۽ نئڙت ۽ نياز ڪرڻ جڳائي.

هن سر ۾ شاهه 'الّتي طلب' جو ذڪر دوباره ڇيڙيو آهي. سر مومل راڻي ۾، الله کي انسان جو طالب بنائي، ڄاڻايو اٿس ته:

"تو جَنين جِي تاتِ، تَن پُڻ آهي تُهنجِي."

وڌيڪ ڏسو روحاني راز سر مومل راڻي جو.

نوريءَ کي ڄام ڇو نوازيو؟ تنهن جو راز پڌائيندي، شاهه واضح ڪري ٿو، ته نوري جي دل جو آئينو نهايت اوجل هو. مولانا روميءَ جو فرمودو آهي ته:

"جنهن جي دل جو آئينو ڪٽ ۽ گندگيءَ کان صاف ٿيل آهي، سو حقاني سچ جي سوجهري سان چمڪيءَ ريت پرپور رهي ٿو."

"اِنَّ اللهَ جَمِيلٌ يحِبُّ الجَمَالَ"، يعني خدا خود سهڻو ۽ سونهن تي عاشق آهي، هڪ حقيقت آهي. جنهن انسان جي اندر ۾ سونهن ۽ سوجهرو هوندو، تنهن کي ڏاڍي ڳوڙهي ڦولي پنهنجي وصل جو پيالو پياريندو.

# سُر ڪاموڏ

## داستان پهريون

١

ٽُون سَمُون، آئُون گندِرِي[١]، مُون ۾ عَيبَنِ جُوءِ[٢]،
پَسِي راڻين رُوءِ[٣]، مَتان ماڳُرِ[٤] مَٽيين!

٢

ٽُون سَمُون، آئُون گندِرِي، مُون ۾ عَيبَ اَپارَ،
پَسِي لِيءَ[٥] لغارَ[٦]، متان ماڳُرِ مَٽيين!

٣

ٽُون سَمُون، آئُون گندِرِي، مُون ۾ عَيبَنِ ڪوڙَ[٦a]،
پَسِي ڪِڪِي ڪوڙَ[٧]، مَتان ماڳُرِ مَٽيين!

٤

ٽُون سَمُون، آئُون گندِرِي، مُون ۾ عَيبَنِ وِيهَه،
پسِي مِڻڪي[٨] ڏِيءَ، مَتان ماڳُرِ مَٽيين!

٥

ٽُون سَمُون، آئُون گندِرِي، مُون ۾ عَيبَنِ لَڪَ،
هِنَ منهنجي حالَ جِي، توڪي سَڀَ پَرَڪَ،
ڪارڻِ رَبَ اَلَڪَ[٩]، مَتان ماڳُرِ مٽيين!

---

١ـ مهاڻن جي هڪ ذات ٢ـ مڪان، جاءِ ٣ـ منهن ٤ـ مهاڻن جي هڪ ذات (نوري)
٥ـ مڇيءَ جي مٿان لڳلڳدار گگ ٦ـ نشان؛ ذرو ٦aـ ڪوڙي، ڪوڙيون (Scores)
٧ـ عيب، داغ ٨ـ ميءَ جي (مي هڪ مهاڻن جي ذات آهي) ٩ـ اهو خدا جنهن کي جسماني اکين سان ڏسي نه سگهجي.

٦

تُون تَماڇِي، تَڙَ-ڏَٿِي، آئُون مُهاڻِي مِي[1]،
مُون ڏُهاڳُ مَ ڏِي، آئُون جا نالي سُيَسِ تنهنجي.*

٧

تُون تَماڇِي تَڙَ- ڏَٿِي، آئُون گندِرِي غَرِيبِ،
تو سين ڄامَ! قَرِيبِ[2]، ڪِي ڏَنُ[3] ڇَڏَائِي ڏيج مُون.*

٨

ڪاڄُ جَنِين جو ڪِڪِيُون، مالَ جَنِين جا مَڏَ[4]،
سَمِي سيئِي سيڻَ ڪِيا، هيڻَ[5] جَنِين جا هَڏَ،
ڄامَ! پَرتِيَئِيءِ لَڏَ،** سانگِيَنِ[6] جي، سَيَّدُ چي.

٩

ڄارا[7] ۽ ڪارا، مالُ جَنِين جو مَڪُرِيُون[8]،
تَماڇِيءَ جي تَڪِيي[9]، اَڇَنِ سَوارا[10]،
مِيءَ[11] مَڇِيءَ مارا، سَمِي سي سيڻَ ڪِيا.

١٠

ڪِڪِيءَ هاڻِيُون ڪارِيُون، ڇِڇِيءَ[12] هاٿا ڇَڄَ،
پاندُ جَنِين جي پاندَ سين، لَڳو تِئِي لَڄَ،
سَمُون ڄامُ سُهَجَ[13]، اُيو ڪَري اُنِ سين.

---

١- مهاڻن جي هڪ ذات *آءٌ تنهنجي زال آهيان ٢- ويجهو مائٽ ٣- محصول ** اي ڄام! تون منهنجو ويجهو عزيز (پتار) آهين، سو مهاڻن تان محصول معاف ڪرائي ڏي ٤- (١) مڇين جا ڍير، مياٽي (٢) ڪکن جو لاهيل ترهو ٥- هيٺا، ضعيف *** اي ڄام! سيڪجھ تنهنجي حوالي آهي ٦- مسافرن (مهاڻن) ٧- وڏيون ڄارون ٨- ننڍيون ٻيڙيون ٩- آڌار، اجهي، مڪان ١٠- سويل ١١- مهاڻا ١٢- مڇيءَ جي آنڊن ۽ گچين ١٣- انعام.

١١

ڪارِيُون، ڪوجِهيُونِ، ڪُوَڙيُون[١]، مُورِ نہ موچارِيُون،
وَتِـي وينِيُون واتَ تي، ڪِڪِيءَ جُون ڪارِيُون،
اُنين جُون آرِيُون[٢]، سَمي رِيءَ ڪيرُ سَهي؟

١٢

ڄارِيُون، ڪارِيُون، ڇَڄَ، ڇِپرِيُون، جَنِ جِي محبّتَ مَڇِيءَ ساڻُ،
رَهَنِ، وِهَنِ سِرِ[٣] ٻانڊِين[٤]، سَيِيئِي بَدِبُوءِ هاڻُ[٥]،
لُڌِڙَنِ[٦] جيئن، لَطِيفُ چي، پاڻِيَ وِچَهِنِ پاڻُ،
تَنِ مَلاحَنِ[٧] جو ماڻُ[٨]، سَمي سِرِ ڪِيو پانهنجي.

١٣

گَندَ[٨a] جَنِ جِي گوڏِ ۾، پاٻوڙا[٩] پوشاڪَ،
اُنِين جِيَ اوطاقَ، راجا رِيجهِي آئِيو.

١٤

گندَ جَنِ جِي گوڏِ ۾، پاٻوڙا پينامُ[١٠]،
اُنين ڪي اِنعامُ، مَڇِرُ[١١] مِٽرِئِي ڏِيو.

١٥

گندَ جَنِ جِيَ گوڏِ ۾، مَٽَنِ تي مُوڙِيُون[١٢]،
اَڇَنِ سَنيُوڙِيُون[١٣]، سَمي جي سَلامَ تي.

١- ٻچڙن وڙن واريون، نالائق ٢- انگل آرا ٣- تي، مٿان ۴- مڇي ڦاسائڻ جي مانداڻ ٥- بدبوءِ هاڻيون، بدبودار ٦- ٻاڻيءَ جو ننڍو جانور ٧- مهاڻن ٨- ماڻو، انگل ٨a- پيڻ جي ٻاڙ، جيڪا ڪائبي آهي ٩- ٻاٻوڙن (ميوي جو قسم) جا پن ١٠- پهراڻ، پوشاڪ، ڍڪ ١١- ڍنڍ ١٢- ڪڪن جون سنيهيون ١٣- تيار ٿيو.

١٦

ٽِيا تَماچِيءَ جامَ سين، مُهاڻان مَحرُومَ[١]،
نَنڍيءَ وَڏِيءَ گندِريءَ، مَٽي ماڙِيءَ ڏُومَ[٢]،
جي ڪِينجَهرِ، جي رُومَ[٣]، سي سَڀِ اِنعامي ٿيا.*

١٧

نَہ وَڏِي، نَہ وِڪِٽي، نَہ ماري، نَہ ڏاري[٤]،
ڪارو وِڏائين ڪُوهَہ ۾، نِرتُؤن[٥] نِهاري،
سائِي پَرِ پاري، جا گهرِ سَمي جي سَپَجي.**

١٨

نَہ وَڏِي، نَہ وِڪِٽي، نَہ ڪَٽي ۾ ڪاري،
اُهِجَ[٦]، سُهِجَ[٧]، ساهِمِيُون، ڏُريان[٨] نَہ ڏاري،
سائِي پَرِ پاري، جا گهرِ سَمي جي سَپَجي.

١٩

پاٻوڙو پيشِ ڪِيو[٩]، نَٿُون نُورِيءَ نيئِي،
حاضُرُ هُيُون هَڪِيُون[١٠]، سَمِيُون سَپِيئِي،
نَوازي نيئِي، گاڏي چاڙهِي گندِرِي.

٢٠

مُهاڻِيءَ جي مَنَ ۾، نہ گِيرَبُ، نَہ گاءُ،
نيٺَنِ سين نازُ ڪَري، رِيجهايائين راءُ[١١]،
سَمُون سَيَنِ مُلاءُ،*** هيرِيائِين حِرفَتَ[١٢] سين.

---

١- محرَمَ، گهائل مائل، گستاخ، حال ڀائي ٢- ڏماڏم، ڏوڪ ڏوڪان، اچ وڃ ٣- روم (Rome) يورپ جا ملڪ، ڏورانهان ملڪ. *ڪينجهر کان وٺي روم تائين، ساري جڳ جي سيني مهاڻن کي انعام مليا ٤- رڪي، جهلي ٥- نرت سان، ڏسي وائسي، ڇاٽي واٽي ** هاڻي اهائي روش هلي ٿي، جيڪا ڄام جي حويليءَ ۾ ورتي وڃي ٿي. ٦- ڪسو (گهٽ تور)٧- ڪشرائتو (وڌيڪ تور) ٨- اصل ٩- حاضر ڪيو، ڊوڙو ڏنو ١٠- حاضر، موجود ١١- راجا (ڄام) *** سيني راڻين وچان. ١٢- سياڻپ، عقل.

٢١

نورِيءَ جي نِيازَ جو، عَجَبُ اَجَهلُ[١] هوءِ،
سَمُون سِرُ سَيَنِ ۾،* مي مُورَچِيو[٢] سوءِ،
اَچيو اُپِيَنِ پوءِ[٣]،÷ حُجَتَ پَکِي راٽِڀِن.**

٢٢

مي مَڇِيءَ ۾ هَٽَڙا، وِيٺِي ڪَرِي وَرَنَ،
راءَ اَڳِهين[٤] رَکِيِي، مُهاڻِي مُنجهِ مَنَ،
تَماچِيءَ جي تَنَ، ڳالهيون ڇَپَسِ ڳُجهِيُون.

٢٣

هَٽين، پيرين، آرِڪَٽِين[٥]، مُنهُن نَہ مُهاڻِي.
جيئن سَڳو وِچ سُرُندَڙي[٦]، تيئن راٽِنِ ۾ راڻِي،
اَصلِ هُئِي اُنَ ڪي، اَهلَ[٧] جاماڻِي،
سَمِي سُجاڻِي، ٻِيڙو[٨] ٻَڌَسِ ٻانهن ۾.***

٢٤

تِهَڙو ڪينجهر ۾ ڪِينَ ٻِيو، جِهَڙي سونهن سَندِياسِ،
مَڌَ، مِياڻِيُون، مَڪُڙا، مِڙَئِي مُعافُ تِياسِ،
مُورِڇَلَ مَتاسِ، اُيو تَماچِي تِي[٩] هَٽِي.

---

١ـ بنا جهل، گهٽو * سمون سيني جو سردار. ٢ـ موهيو ٣ـ پٺيان، مرتبي ۾ هيٺ ÷ نوريءَ
کي پٺيان اچيو بيهن ** سيني سمين جون دعوائون پنهنجي پيون ۽ اهي نوريءَ کان مرتبي ۾
پوئتي پنهنجي ويون ٤ـ اڳهين، اصل کان، ازل کان ٥ـ ارڪانن ۾، مهانڊي، روش
٦ـ سرندي ۾ ٧ـ لاڙو، روش، ڍنگ ٨ـ سڳڙو *** ساٿس شادي ڪئي. ٩ـ تنهنڪري.

تَڙُ تَماچِيءَ ڄامَ جو، تَماچِي تَڙَ-راءُ،
تَماچِيءَ جي تَڪيي[١]، تُون تَماچِي ڳاءِ[٢]،
تہ تُونِ تَماچِياءِ[٣]، تَماچِي تَڙِ لَهين. *

٢٦

ڪوءِ سَمِيُون! ہَن سُومَرِيُون! جي اَچَنِ اُونچِي ڳاٽِ،
وَرُ سي ڪينجهَرَ ڄائِيُون، جَنِ تَماچِيَ جي تاتِ،
راٽِنِ مُلا[٤] راتِ، ماڻِڪُ مِي پِرائِيو.

## وائي

هِيري هَٽُ وِڏائِين، ويھِي ساٿِيَنِ وِچَ ۾،
نَوازَشِ نُورِيءَ جِي، آهي تَماچِيَ تائِين،
ويھِي ساٿِيَنِ وِچَ ۾.
گَندَگِيءَ گوشو ڪيو، عطِر اوتَ[٦] اوتيائين،
ويھِي ساٿِيَنِ وِچَ ۾.
انڌا منڌا آئيا، سَخا سَڌَ[٧] وِڌائِين،
ويھِي ساٿِيَنِ وِچَ ۾.
پَسو جُودُ[٨] جُوانَ جو، ڪو هَنڌُ ڪونہ مَتِيائِين[٩]،
ويھِي ساٿِيَنِ وِچَ ۾.
قِيمَتَ[١٠]، ڪَميڻَنِ سِين، جِهڙِي وَٿَ[١١] وَتِيائِين[١٢]،
ويھِي ساٿِيَنِ وِچَ ۾.

---

١- آڌار، اَجهي، مڪان ٢- تعريف ڪر ٣- (١) تماچيءَ وٽان (٢) اي تماچيءَ جا تعريف ڪندڙ. * تماچيءَ جو ديدار ڪرين ۴- وٽان، ڪان ٥- هيري (جواهر، نوريءَ) ۾ ٦- پلٽ، ريلو ٧- هوڪو ٨- سخا ٩- ڇڏيائين ١٠- قيمتي (هي لفظ "جهڙي" لفظ سان لڳي ٿو.) ١١- مند جو نئون ميوو، سوکڙي ١٢- ونڊيائين، وراهيائين.

پَسُو جو پَيدا ٿِيو، جوهَرِي ڄِيائِين[١]،
ويهِي ساتِيَنِ وِچَ ۾.
موتِي مَڇِيءَ هَٿَ تي، ڪِوڏِنِ جيئن ڪَڍِيائِين*،
ويهِي ساتِيَنِ وِچَ ۾.
ماڻِڪَ مِياڻِيَن ۾، ڇِلُرَنِ جيئن ڇَنِيائِين،
ويهِي ساتِيَنِ وِچَ ۾.
ڏيئي سونُ سُوالَ[٢] ۾، رُپِي راندِ ڪِيائِين،
ويهِي ساتِيَنِ وِچَ ۾.
پاڻِيَٽَ[٣] آٿي پاڻَ سين، لَعلُون سَڀِ لَٽِيائِين،
ويهِي ساتِيَنِ وِچَ ۾.
فيروزا[٣a] فَقِيرَنِ تان، گهوري سَڀِ گهورِيائِين،
ويهِي ساتِيَنِ وِچَ ۾.
اُتي عَبدُاللّطِيفُ چي، اُڄَلي اَمُلَ ڏِنائِين،
ويهِي ساتِيَنِ وِچَ ۾.

## داستان ٻيو

١

سِرُ سَلامَتَ[٤] سِپَرِين، مَرَڪَزَ![٥] تُون مَ مَرِيج،
آهِيِنِ ٿارُ اکين جو، وَٿان مُون مَ وَڃِيج،
تَماچِي تَڪِيج، ڪو ڏينهن، ڪينجَهرَ ڪَنڌِيِن.

١- وانگر، مثل * ڪوڏين وانگر خسيس سمجهي وراهيائين. ٢- عرض، سائِل جي صدا
٣- آبدار موتي ٣a- نيري رنگ جا هيرا ٤- سلامت ٥- اي منهنجا مرڪندڙ مڙس.

٢

ڪو ڏينهن ڪينجهرَ ڪنڌِين، تُون، تَماچي! تَڳُ،
اُونچو ٿيومِ اڳُ[1]، مُون ڪَرُ، مَلاحَنِ ۾.

٣

هيٺِ جَرُ، مَٿي مَڇَرُ، پاسي پِرين سَندامِ،
ڪوڙين ڪاڄَ سِڌامِ[2]، انَّ سِڌو ڪونهَ رَهيو.

۴

هيٺِ جَرُ، مَٿي مَڇَرُ، پاسي ۾ وَٺراهَ[3]،
اَچي وَڃي وِچَ ۾، تَماچِيءَ جِي ساءَ[4]،
لَڳي اُتَرَ واءَ، ڪِينجُهرُ هِندورو ٿِئي.

٥

هيٺِ جَرُ، مَٿي مَڇَرُ، ڪَنڌِيءَ ڪَؤنرَ[5] تَرَنِ،
وَرِئي واهُوندَنِ،* ڪِينجُهرُ ڪَتورِي ٿِئي.

٦

سَمِيُون ڪَري سِينگارُ، راءُ رِيجهائِڻَ آئِيُون،
جامَ هَٿَ ۾ جارُ، ڄُلي[6] جَهبِيرِنِ[7] وِچَ ۾.

٧

ميءِ هَٿَ ۾ مَڪڙِي، جامَ هَٿَ ۾ جارُ،
سَڄو ڏينهن شِڪارُ، ڪِينجُهرَ ۾ ڪالهه هُئو.

---

١- ڳاٽ ٢- منهنجا پنا، راس ٿيا ٣- وٽڪار، ٻيلو ۴- لذت، شوق ٥- ڪنول جا گل
* بهار جي موسم اچڻ تي. ٦- هلي، وڃي ٧- جهبيرن، مهاڻن جي هڪ ذات.

٨

نَورِيءَ جي نَوازِيو، ٿِيو تماچِي[١] تي[٢]،
گاڏِي چاڙهي گندِري، ماڙهُو ڪِيو[٣] مي،
ڪِينجهرِ چُوندا[٤] ڪي، تہ سَچُ سَيائِي ڳالهڙي.

٩

جامان[٥] اَڳِي جي جائِيُون،* تَنِ جِي نِرتِ نُورِيءَ ڪي ناهِ،
نَہ مَنهَہ[٦] نہ مارِڪِي[٧] نہ وَجَنِ ڪنهن وِهانءِ[٨]،
سي ڪِينجهرَ ڪَنڌِيُون ڪاهِ[٩]، جَنِ تَماچِي تَڪِيو[١٠].

١٠

نَہ ڪنهن جايو جامَ ڪي،** نہ ڪو جامَ وِياءُ[١١]،
نَنڍِيءَ وَڏِيءَ گندِريءَ، سَيَنِ آهِ سِياءُ[١٢]،
"لم يَلِد وَلَم يُولَد[١٣]"، اِيءُ نِجابَتَ[١٤] نِياءُ[١٥]،
ڪِبرُ[١٦] ڪِبرِياءُ[١٧]، تَختُ تَماچِيءَ جامَ جو.***

١١

پَکنِ پوءِ پَچارَ، "اَڄُ تَماچِي آئِيو"،
مَرِڪَنِ مَلاحَنِ جا، مَٿي پانڊِيءَ[١٧a] پارَ،
وَڏِي جامَ جَمار، جنهن مِياڻِيُون موڪِيُون[١٨].

١ـ تماچيءَ جو نالو مشهور ٿيو ٢ـ ٺهنڪري ٣ـ عزت وڏائي، ماڻهپي ۾ آندو ٤ـ چوندا ٥ـ جام ڪان * جام جون وڏڙيون. ٦ـ شاديءَ جو شاميانو ٧ـ زالن جو ميڙ (شاديءَ يا غميءَ وقت) ٨ـ شاديءَ تي ٩ـ ڪانھ، ڪيڏانهن ١٠ـ نظر ۾ رکيو، آڌار ** ڪنهن مهاڻي جام ڪي ڪونہ ڄڻيو. ١١ـ اولاد ١٢ـ ڏوراهون مانُ ١٣ـ نہ ڪنهن ڄائو ۽ نہ ڪنهن کي ڄڻيائين (ق.ش) ١٤ـ شرافت، بزرگي ١٥ـ (١) طريقو، روش (٢) انصاف، عدل ١٦ـ شان، بزرگي ١٧ـ دٻدٻو، شان شوڪت *** هن بيت جي معنيٰ آهي: نہ ڪنهن مهاڻي جام کي ڄائو آهي ۽ نہ ڪو مهاڻو سندس اولاد آهي، تنهن هوندي بہ سيني مهاڻن جو نوري جي ناتي سبب ڏوراهون مانُ آهي (سيني کي هڪ نظر سان ڏسي ٿو.) اهوئي سچي شرافت ۽ بزرگيءَ جو طريقو آهي، جو سمين ۽ نيچ نوريءَ جو درجو هڪ جهڙو ڪري ڇڏيائين. جام جو تخت رواجي تخت ڪونهي بلڪ بزرگيءَ ۽ شان شوڪت تي ٻڌل آهي. ساڳي ريت خدا بيپرواھ بادشاھ آهي. هو، جنهنجو اندر اوجل ڏسي ٿو، تنهن کي نوازي ٿو، پوءِ ڀل ماڻهن جي نظر ۾ هو ڪهڙو بہ ڪنو ۽ ڪوجهو هجي. ١٧a ـ ٻنڌ تي، (ڍنڍ جو) ڪناري تي ١٨ـ ڏولون معاف ڪيون، امداد ڪيون، ملهائيون يا مرڪايون.

١٢

پڪا پڪارِيو[1]، چارُ تَماچِي آئِيو،
گوندَرَ لاهيو، گندِرِيُون! آتَڻَ اُجارِيو،
ڪِينجهرُ قَرارِيو، سَمي سامَ[2] بَخشِئِي.

١٣

ڪو جو ڪامَڻُ[3] مِي، آهي اَڪَڙِيَنِ ۾،
تَنُ تَماچِي چارَ جو، نايُون[4] پايو نِي[5]،
عِشقُ ايئن ڪَري، جيئن چارو چارَ ڪُلهي[6] ڪِيو.

## وائي

تنهن ڪي ڪيرُ چَوندو مِي، اَڙي! اِيءَ سَمي جا سَمَنگِي[7].
سَمي جي سُهاڳَ جو، مِيندو[8] ڳُتو[9] مِي،*
اَڙي! اِيءَ سَمي جا سَمَنگِي.
جَن وِيهَڻُ نه ڏِني وَٽِ ۾[10]، ٿِيا سَلامِي سي،
اَڙي! اِيءَ سَمي جا سَمَنگِي.
عالَمُ اِنعامِي[11] ڪِيو، نُورِيءَ نازُ ڪَري،
اَڙي! اِيءَ سَمي جا سَمَنگِي.

---

١ـ صاف ڪريو!، وڇايو! ٢ـ اجهو، پناه ٣ـ جادو ٤ـ نهن، نيزا (نيٽن جا) ٥ـ نئي، ڪنيو وجي ٦ـ ڪلهي تي ٧ـ نوازئي ٨ـ وارن جون چڳون ٩ـ ويڙهيو * مهاڻن سمي کي پرڻائي ڏيڻ لاءِ ڪنوار کي سنيرائي وارن جون چڳون ويڙهيون ١٠ـ پاسي ۾، پرسان ١١ـ انعام رسيدو، انعام وٺڻ وارو.

# سُرُ گهاتو

## سُرَ بابت:

هن نالي سان ڪاب هندستاني راڳڻي ڪانهي. هن سر تي مضمون موافق نالو رکيو ويو آهي. 'گهاتو' لفظ جي معنيٰ آهي ماري يا شڪاري. هن سر ۾، مَڇَ' مارڻ جو ذڪر ڪيل آهي، تنهن ڪري اهو نالو پيو اٿس.

هن سر ۾ پڙهيون عموماً ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ واريون اختيار ڪيون ويون آهن.

## آکاڻي:

اوباڻي نالي مهاڻي کي ست پٽ هوندا هئا. انهن مان هڪڙو پٽ مورڙو البت چولڙو ۽ منڊڙو هوندو هو. ٻيا ڇهه ئي ڀائر پهلوان هوندا هئا. هو مڇي مارڻ لاءِ ويندا هئا ۽ جسم جي جڏي ڀاءُ کي گهر جي سُتسماءَ ۽ سنڀال لاءِ پٺيان ڇڏي ويندا هئا.

دوداڻي، ٻروچن مان هڪ ماڻي، جنهن جو نالو ڪلاچي هو، تنهن پنهنجي وگر سان سمنڊ جي ويجهو اچي ڳوٺ ٻڌو هو. انهيءَ ڳوٺ تي ماڻيءَ جو نالو پيو. اهو ساڳيو ڳوٺڙو وڌي، هاڻي ڪراچي جو وڏو شهر ٿي پيو آهي. انهيءَ کان ٿورو پري، يعني هاڻوڪي ڪلفٽن ۽ منهوڙي جي وچ ۾، ڪلاچيءَ جو اونهون ڪُن هوندو هو، جنهن ۾ غوراب غرق ٿي ويندا هئا. انهيءَ ڪان سواءِ منجهس هڪ مانگرمڇ پڻ رهندو هو، جنهن کي جيڪي ور چڙهندو هو، تنهن کي نهوڙي نيندو هو. اتفاقاً هڪ ڀيري مورڙي جا ڀائر اچي، انهيءَ ڪن وٽان نڪتا. اتي جي ملاحن گهڻوئي سمجهاين ته ڪن ۾ قهر لڳو پيو آهي، پر هي يار ڪٿي ٿا مڙن. اچا رچ وجهي اڳتي وڌيائي ڪين، ته ڪن ڀريون پائي، آٽي اونهي ۾ هنين. ٻيڙي غرق ٿي ويئي ۽ هي مانگرمڇ جو لقمو ٿي ويا.

گهر ورڻ جي ويل ويئي، ته ماٽن کي اچي آنڌمانڌ ٿي. مورڙو ڳولا ۾ نڪتو. واردات تان حقيقتون حاصل ڪري، موٽي ماڳ تي آيو. مٽن ماٽن، بدلي وٺڻ جون صلاحون ۽ رٿائون ڪيون. آخر هڪ لوهي پڃرو تيار ڪرايائون، پڃري جي اردگرد ڪيترا تکا ڪيل ۽ ڪلا هئا. هرهڪ ڪلي ۾ رسو ٻڌل هو. اهو سارو ساز ۽ سامان کڻي، هو ڪراچيءَ جي ڪن ڏانهن ويا.

مورڙو پڃري ۾ ٿي ويٺو ۽ همراهَن کي چيائين، ته "هاڻي پڃرو ڪن ۾ ڪيرايو، جڏهن رسا لڏندا ڏسو. تڏهن ڇڪي ٻاهر ڪيجو." پڃري کي ڏسي، مانگرمڇ منهن کولي ڳڙڪائڻ جي ڪوشش ڪئي ته ڪيل ڄاڙيءَ ۾ اڪري ويس. مڇ ونجي وين. مورڙي وٽي رسا لوڏيا ۽ مهاڻن وٽي ڇڪيو. سڪيءَ تي پهچڻ سان، مهاڻن مانگرمڇ ماري مورڙي کي پڃري مان

صحيح سلامت ٻاهر ڪڍيو. موري مڇ جو پيٽ چيري، ٻانرن جا ڪرنگها ڪڍي، آڻي ڪراچيءَ جي اتر- اولهه طرف جبل جي پاڙ وٽ دفن ڪيا ۽ پاڻ مقام جو مجاور ٿي ويٺو.

موري، هو چونڙو پر هو سو عقل جو اڪابر. شيخ سعديءَ به گلستان ۾ چونڙي شهزادي جي هڪ آکاڻي ڏئي ثابت ڪيو آهي ته:

گهوڙو تازي هجي ضعيف پلي، ته به سو گڏهن جي ڪڙه کان بهتر آهي.

## روحاني راز:

سڀيئي صوفي، نفس کي نهوڙي نيڻ تي خاص زور ڏيندا آهن. شاه به سڀني سرن ۾ نجس نفس کي ناس ڪرڻ لاءِ ورجائي ورجائي پئي تلقين ڪئي آهي. هن سر ۾ ته نفس کي مانگرمڇ سان مشابهت ڏئي، 'بري تي بڇ' ڪرڻ جي خاص هدايت ڪئي اٿس. جيئن ڪلاچيءَ جي ڪن واري مانگر مڇ مارڻ لاءِ معمولي اوزارن مان ڪين وريو ۽ موري جهڙي مانجهي مڙس.خاص اوزار استعمال ڪيو هو، تيئن سالڪ کي به گهرجي، ته فقط روزن ۽ نمازن تي اڪتفاءِ نه ڪري، پر 'او ڪو ٻيو فهم' ڳولي لهي جنهن سان پرينءَ کي پسجي. هن کي موذيءَ ۽ ملعون مارڻ لاءِ زبردست مجاهدن ۽ رياضتن جو ضرور آهي.

هن سر ۾ شاه جاڻائي ٿو، ته دنيا مهراڻ ۽ انسان ڪن جي مثل آهي، جيئن ڪن ۾ ڪئين بيءَ بها خزانا پيا آهن: تيئن انسان جي اندر ۾ به ڪئين روحاني خزانا موجود آهن. انهن خزانن جي چوڌرد، هڪ هيبتناڪ مانگرمڇ وات ڦاڙيو ويٺو آهي. جنهن کي اهي روحاني املهه ماڻڪ هٿ ڪرڻا هجن، سو هن سنائي سيسار سان مقابلي لاءِ تيار ٿئي. معمولي ماڻهن کي هيءُ مانگرمڇ ڳڙڪايو وڃي ۽ رواجي اوزارن سان به مات ٿيڻ جو ناهي، تنهنڪري سالڪ کي گهرجي ته خاص اوزار استعمال ڪري. سمجهه ۽ سياڻپ کان ڪم وٺي، وڃي موري وانگر منزل مقصود تي پهچي ۽ ابدي آرام حاصل ڪري.

# سُر گهاتو

## داستان پهريون

۱

گهنگهريا[۱] گهڻَ - جاڻ[۲] مُوڙهِي مَتِ مَهائِين[۳]،
وِيا گَڏِجِي وِيرِ ۾، پِيا مُنهن مهراڻ[۴]،
آڳِيان پويان تاڻ[۵]، وِيا ويچارَنِ وِسَرِي.

۲

ماکَ پِچايَنِ مولهيا[۶]، مَتان رات پَئِي،
اولِيُون[۷] اُجهڻ[۸] لَڳِيُون، وِيا وَنجَهه[۹] وَهِي،
کَلاچِيان[۱۰] کَهِي، کَڏِهن کونَہ آئِيو.

۳

کو جو قَهرُ کَلاچَ ۾، جو گِهڙِي سو نَئِي،
خَبَر کونَ ڏِئي، تَہ رَڇَ کُڄاڙِي[۱۱] رَنڍِيا[۱۲] ؟

۴

کالهہ کَلاچِيءَ ويا، چِتِيُون[۱۳] کَٽِي چِڳِير[۱۴]،
پائِرِن پيرو نَہ کِيو*، آڏَنِ کِي اويرَ[۱۵]،
اِهَڙِي خاصِي کيرُ،[۱۶] کُنَ وَرائي جَهلِيي.

---

۱- پريشان ٿيا، منجهيا ۲- گهڻو ڄاڻندڙ، داناءُ ۳- وڏن وريامن يا بهادرن ۴- وڏي سمنڊ، اوڙاه ۵- تاڻا، وقت ٦- پڳون، پٽڪا ۷- ٻيڙي هلائڻ جا ڳڻ ۸- هلي وڃڻ، لڙهي وڃڻ ۹- بانس جي لٺ، جنهن سان ٻيڙيءَ کي ڪناري تان ڌڪبو آهي ۱۰- ڪلاچيءَ جي (ڪن) ڪان ۱۱- ڪنهن ۱۲- روڪيا ۱۳- وڏا ڀالا، گرز ۱۴- طري وارين پڳن وارا، پهلوان (موروڙي جا پائر) * ڦري يا موٽي نہ آيا. ۱۵- دير ۱٦- جماعت، ٽولي، گروه.

۵

تَرِيُون[۱] پَسان نَہ تار ۾، جُهڳا[۲] جاءِ نَہ ڪَن،*
مادَرِ! مَلاحَنِ، ماڳِ نَہ ڏِويا مَڪُڙا[۳].

٦

ڏِيهاڙِي ڏِنَمِ ڪيتَرا، جَنِين مَاريو[۴] موڪَ[۵]،
گهرَ ۾ گهاتُوئَڙَنِ[٦] جا، تا مارِينِمِ توڪَ[۷]،
لَڏِي وِچان لوڪَ، اُونِهي وِيا اوهَرِي[۸].

۷

ڪالَ ڪَلاچِيءَ وِيا، گهاتُو ڪَري گهورَ،
مادَرِ! مَلاحَنِ جا، وينِي سَهاڻَ سُورَ،
مون ڪِي ڪَري مَلُورَ[۹]، اُونِهي وِيا اوهَرِي.

۸

اُيي اوسِڙان[۱۰] اُسَ ۾، جَهلِيو ڪُنَ ڪِنارَ،
گهاتُو گهرِ نَہ آئِيا، وَڏِي لَڳِيَنِ وارَ[۱۱]،
هُيَسِ جَنِينِ هارَ[۱۲]، سي موڙِي چَڙهِيا مَڪُڙا.

۹

ڪِلي جان ڪِينڪارِيان[۱۳]، تان ساڻِي[۱۴] سَگُ نَہ ڪَنِ[۱۵]،
وارِيو وَهِڻَ وَجَنِ، ڪَنِ سَياڳِينِ سامهان.**

---

۱- اهي شيون جن کي ترجي، ننڍي ٻيڙي ۲- رچ، وڏيون جاريون* هڪ مهاڻي جنهن جو وِيلن مان هڪ مڙس هو، سا ٿي چوي تہ "نڪو ٿي سنڌن ٻيڙيون ڏسان ۽ نڪو ٿي سنڌن رچ سڪڻ وارين جاين تي ڏسان." ۳- ماڳ ٻيڙيون نہ موٽايون ۴- مڇيون ماريون ٿي ۵- گهڻيون ٦- مارين، مهاڻن ۷. شيون (هنن جي هٿن جون نشانيون) ۸- پري ويا، گم ٿي ويا ۹- ملول، غمگين ۱۰- اُس ۾ پٽڪان ۱۱- ويرم، دير ۱۲- جنجي آڌار ۱۳- آڏرياءُ ڪريان ۱۴- مهاڻن کان مڇيون ولي وڪڻڻ وارا ۱۵- منهن ٿي نٿا ڏين، خوش خير و عافيت بہ نٿا ڪن** اسان وٽ مڇيون نہ ڏسيو، ٻين ڪن سٽورين وٽ وهڻ ورايو وڃيو واپار ڪن.

١٠

جِتي گهورِيو[١] گهاتُئِين، تتي وارِيءَ بُٺَ[٢]،
سَهَسينِ ساٿِي مُٺَ[٣]، سَرُ[٤] سُڪو، سُونڪِي[٥] گيا[٦].

١١

نَہ ڪا بُوءِ بازارِ ۾، نَہ ڪا چِلُرَ چَٽَ[٧]،
جِتي ڏَنيَرِيَن[٨] جِي، اَڳِي هُئِي اُگهٽَ[٩]،
سي پِڙَ پَسِيو پَٽَ، مارُهُو وَڃَنِ موٽِيا.

١٢

مُون اُڌارِيا مَچِرّا[١٠]، اَللهَ! گهاتُو آڻِ،
مِيان! مُدارَنِ[١١] سين، مون ڪِي، قادِرَا! وِجُهہ مَ ڪاڻِ،
هَبِڻَ[١٢] منهنجي هاڻِ، قَدُرَ لَڌو جَنِ ري*.

١٣

اوري هُئا تہ آئِيا، جيڪُس[١٣] وِيا پَري،
ساٿِي سَڌَ ڪَري، ماڳَ نِهاري موٽِيا.

١٤

آئِين جا لڌو لوڏَ، اِيءَ پَرِ[١٤] گهاتُوئَڙَنِ جِي،**
ڪُنَ ڪَلاچِيءَ ڪوڏَ[١٥]، سُڪَ نَہ سُتا ڪَڏِهِن.

١٥

گهورِيندي[١٦] گهورِ[١٧] پِيا، اَگهورُ[١٨] گهورِيائُون،
مَيڪَرُ[١٩] مارِيائُون، مَلاحَنِ مُنهن سَنَرا[٢٠].

---

١ـ (١) گهميو ڦريو (٢) ڳوليو ڦوليو ٢ـ ڍڳ، ڍير ٣ـ مٺا ٤ـ درياه ٥ـ محصول اُگاڙيندڙ ٦ـ ويا ٧ـ بدبوءِ ٨ـ وڏين مڇين ٩ـ ججهائي، گهڻائي ١٠ـ مڇيون ١١ـ پنـدار يا ڪـوئـي دارن ١٢ـ هاڻيءَ، بدن * جن جي جدائيءَ ۾ منهنجي جسم کي انهن جو قدر پيو آهي، تن کي آهن. ١٣ـ شايد ١٤ـ طريقو؛ ريت، عادت ** مارين (نفس مارڻ وارن) جي روش اها آهي جيئن توهين ڪلاچي جي ڪن ڏانهن مڇ مارڻ لاءِ سنبرو پيا. ١٥ـ شوق يا هيج ڪري ١٦ـ گهمندي، تلاش ڪندي ١٧ـ ڪن ۾ ١٨ـ جيڪو ڳولي نہ سگهجي (سمنڊ، پاتال) ١٩ـ مانگرمڇ ٢٠ـ خوش، سرها.

١٦

جان ڳِھڙندا ڳھاتُوئان، تان رَچَنِ ڏِھو[1] رَڳَ،
سَڳَائِيُون ۽ سَڳَ، ڪَلاچِيءَ ڪيرُ ڪَري؟*

١٧

جيئن جُھڳا[2] پائين جھولَ[3] ۾، اِيئن نَ مَرَنِ مَڇَ،
سَبِرَ[4] ڏارِ[5] سَمُنڊَ جا، ڪي رائُون[6] رَڳِيُون رَڇَ،
هي ڇاڙون[7] ۽ ڇَڇَ[8]، اَچا اوڙاھ اَڳانھُون ٿِيو.

## وائي

جيڪُسِ جَھلِيا مَڇَ، ڳھاتُو گھرِ نَ آئِيا.
ڪاھي وَڃو، ناکُئا[9]! ڪَرِيو ٻُرِي[10] تي ٻَڇَ[11]،
ڳھاتُو گھرِ نَ آئِيا.
ڪاٿي سَندِيَنِ ڪُنڊِيُون، ڪاٿي سَندَنِ رَڇَ،
ڳھاتُو گھرِ نَ آئِيا.
ڪُنَ ڪَڙَڪو ڏاڍو، اَتَوَ اَڳِيان اَڇَ[12]،
ڳھاتُو گھرِ نَ آئِيا.
اَڊِيُون! عَبدُاللَّطِيفُ چي، سڀ لَنگھيندا ڇَڇَ،
ڳھاتُو گھرِ نَ آئِيا.

---

١- ڏيو * جيڪو ڪلاچيءَ جي ڪن ڏانھن وڃڻ گھري، سو وري منيون مائٽيون کھڙيون ٿو ڪري؟ ٢- رڇ ٣- اونھي پاڻيءَ جي ڪڏ، جيڪا درياه لھڻ بعد ٿيندي آهي ٤- مضبوط ٥- هٺ ڪر ٦- ڇاريءَ جي ڪناريءَ ۾ وٽيل ڏوري ٧- ڪاري يا سمنڊ جي شاخ جنھن ۾ پاڻي تانگھو ھوندو آھي ٨- ترايون، ڊورا ٩- ملاح، خلاصي ١٠- ٻيڙي (مانگرمڇ يعني نفس) ١١- هلان، حملو 11a -ڪٽي ١٢- پاڻيءَ جي اڇ ٿي اڇ.

# سُر سورٺ

## سُر بابت:

هندستاني موسيقيءَ موجب، سورٺ هڪ راڳڻي آهي، جا 'ڀيرو' راڳ جي ڇهين پٽ جي زال آهي. ڪاٺياواڙ کي اڳي سوراشٽر (عمدو ملڪ يا عمدي ملڪ جي) ڪري ڪوٺيندا هئا ۽ هيءَ راڳڻي اُتي عام جام ڳائي ويندي هئي، تنهن ڪري شايد اهو نالو پيو اٿس. سورٺ "سوراشٽر" جي بگڙيل صورت ٿي ڏسجي.

هن سر ۾ پڙهيون، عموماً ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ واريون اختيار ڪيون ويون آهن.

## آکاڻي:

هن سر جو مضمون، راءِ ڏياچ ۽ سندس راڻيءَ سورٺ جي قصي تي ٻڌل آهي، جو مختصر طور هيٺ ڏجي ٿو:

ڪنهن زماني ۾ راءِ ڏياچ نالي هڪڙو راجا جهونا ڳڙهه تي راڄ ڪندو هو. سنديس ڀيڻ کي ڪنهن فقير جي دعا سان پٽ ڄائو. پر هن اهو صندوق ۾ وجهي انهيءَ لاءِ لوڙهي ڇڏيو، جو فقير ٻڌايو هوس ته پنهنجي راءِ ڏياچ جي سِسِي ڌڙ کان ڌار ڪندو. صندوق لڙهندي لڙهندي اچي انيراءِ جي ملڪ مان نڪتي ۽ ڪنهن چارڻ جي هٿ اچي ويئي. چارڻ ٻار نپائي وڏو ڪيو ۽ مٿس نالو رکيائين ٻيجل. ٻيجل چنگ وڄائڻ ۾ اهڙو ته ماهر ٿي ويو، جو ماڻهو ۽ مرون سندس چنگ چورڻ تي مست ٿي ويندا هئا.

ٻيجل جي جمڻ وقت انيراءِ کي ائين ڌيءَ ڄائي. هن ڪاوڙ وچان اها ڌيءَ صندوق ۾ بند ڪرائي لوڙهائي ڇڏي. اها صندوق راءِ ڏياچ جي راڄ ۾ رتني نالي ڪنڀر کي هٿ لڳي. هن ڇوڪريءَ تي سورٺ نالو رکيو ۽ پالي نپائي وڏي ڪيائينس. سورٺ جي حسن جي هاڪ ٻڌي انيراءِ رتني کان سڱ گهريو. رتني شادي جي آڇ قبول ڪئي، پر جڏهن راءِ ڏياچ کي خبر پئي، تڏهن زوريءَ سورٺ ڪڍائي آڻي محل ۾ وهاريائين. پوءِ ته سورٺ راءِ ڏياچ سان ريجهي شادي ڪئي.

انيراءِ، پنهنجي نالي ٿيل ٻانهن جي ٻئي سان شادي پنهنجي هتڪ سمجهي. هو راءِ ڏياچ تي ڪٽڪ وٺي ڪاهي آيو. قلعو هو مضبوط ۽ کاڌ خوراڪ منجهس هو مٿو، سو سال کن ته انيراءِ ٻاهر پئي جهڪ ماريا: آخر پنهنجي وطن وڃي منادي ڦيرايائين، ته جيڪو راءِ ڏياچ جو سِرِ آڻي ڏيندو، تنهن کي ٿالهه اشرفين جو اڳواٽ ۽ اڌ راڄ ٻياڳ جو پوءِ ڏنو ويندو. ٻيجل جي زال مڙس تي ٻانور ڪري، اهو اشرفين وارو ٿالهه وٺي رکيو. تڏهن ٻيجل کي پنهنجي ٻانڙيءَ جي ٻول جو پرو پيو، تڏهن ڏاڍو ڪاوڙيو پر قول پاڙڻ لاءِ جهونا ڳڙهه پنڌ پيو. چارڻ کي سڀ

ڪنهن هنڌ وڃڻ جي آزادي هوندي هئي، سو هن کي ڪنهن ڪونہ روڪيو. جهونا ڳڙہ ۾ وڃي هن سرندو سوريو، جنهن تي آلاپ پٽوءِ تنهن تي سندس ساراہ ڪئي. راءِ ڏياچ، چارڻ کي چوڏول ۾ چاڙهائي پاڻ وٽ رنگ محل ۾ گهرايو. راڳ ٻڌي چيائينس: تہ "گهر جيڪي گهرڻو هجيئي."

ٻيجل اهڙو ڪچي جهڙي پٽ. ويئو وري تندون تنوارڻ. راءُ هيڪاري ريجهي پيو، تنهن وري ٻہ چيس، تہ "گهر جيڪي گهرڻو اٿيئي." ٻيجل ورندي ڏني، تہ "آءٌ ڪو معمولي مڱڻهار ڪونہ آهيان. مون وٽ مال متاع جي ڪا ڪمي ڪانهي. باقي جيڪي گهرڻو اٿم، سو جي گهرندس ۽ توهان نہ ڏيندا تہ مفت ۾ ڏنا ٿيندا." راءِ ڏياچ وچن ڏنس تہ "جيڪي گهرندين، سو پائيندين." آخر ٻيجل سر جي سَئَنَ (صدا) هنئين. اهڙي عجيب ۽ انوکي گهر ٻڌي راجا حيران ٿي ويو، پر تنهن هوندي بہ چيائينس، تہ "بس!- اهڙي خسيس گهر!- هن هڏي مان ڇا هڙ حاصل ٿيندئي؟"

سورٺ کي جڏهن سڌ پيئي، تڏهن هنيون هارجي ويس. ٻيجل کي گهڻيون ئي آزيون نيزاريون ڪيائين، پر وريو ئي ڪين. نيٺ راءِ ڏياچ ڪپار ۾ ڪرٽ هنيو ۽ سِر ڏيئي سرهو ٿيو.

ٻيجل پوءِ سر سوڌو انيراءِ وٽ پهتو. هن چيس، تہ "ڪميڻا! تو اهڙي سخيءَ جو سر لاهي ڪلور ڪيو آهي. جوفي وچان اهڙي داتا مان بہ ڪين ڳئين، سو اسان اسان ڪهڙا پير ڪٽندين- هاڻي توکي ملڪ نيڪالي آهي: وري پنهنجو منحوس منهن اسان کي نہ ڏيکارج."

ٻيجل واپس وريو ۽ انهيءَ باہ جي اوڙاہ ۾ ڏوڪي پيو، جنهن ۾ راءِ ڏياچ جو ڌڙ ٿي چکيا تي چاڙهيائون ۽ جنهن ۾ سورٺ پڻ پنهنجي ور سان ستي ٿي.

## روحاني راز:

سر کنيات ۾ شاہ انهيءَ سالڪ جو احوال ڏنو آهي، جو اڃا طريقت جي راہ ۾ تازو گهڙيو هجي ۽ جنهن کي نفس اماره تمام تنگ ڪيو هجي. هو جڏهن ان کي ڪرهو ڪري مٿس سوار ٿئي، تہ نجس نفس کيس سنوت نہ ڏئي ۽ لڪيو وڃو لاٿو ڪائي: يعني دنيوي نجاست يا عيش عشرت ڪري، هن سر ۾ شاہ هڪ اهڙي سالڪ جو ذڪر ٿو ڪري، جنهن نفس اماره تي قبضو ڪيو هجي ۽ کيس سورٺ جهڙو "نَفسُ مُطمَئِنَهُ" هجي ۽ ٻيجل جهڙو ڪامل مرشد ملي.

هن سر ۾ راءِ ڏياچ اهو مرادوند مريد آهي، جو مرشد جي چوڻ تي، تن من ۽ ڌن سندس قدمن تان قربان ڪري ٿو، بلڪ سر ڏيڻ کان بہ گريز نٿو ڪري. نفس مطمئني جڏهن اماره نفس جي ذريعي مرشد کي مال متاع آڇي ٿو، تہ هن کي سر ڏيڻ جي ماهيت معلوم نہ هئڻ ڪري خبر ئي ڪانہ ٿي پوي تہ ڪهڙو ويل وهايان ٿو. هو اڃا "هئڻ" جي مڪان ۾ هجڻ ڪري، اهو نٿو معلوم ڪري، تہ مريد جو روح اصل ڏي تاڻي رهيو آهي. ٻيجل جي تندن مان 'الست بربکم قالو بليٰ' جو آواز نڪري ٿو، تہ ڏياچ جي ڏيل ۾ ٿرٿلو مچي ٿو ۽ هو مرشد ۾ محو ٿي "لا اله الا الله" جي ڪاتيءَ سان ڪپار ۾ ڪرٽ وجهي 'فنا في الله' ٿئي ٿو، يعني صفات کي فنا ڪري، ذات ۾ لئي ٿيو وڃي، ڇاڪاڻ جو ذات جڏهن ذات سان ملي هڪ

ٿئي ٿي، تڏهن صفتون سڀ گم ٿيو وڃن ٿيون.

مرشد جي حڪم جي پيروي ڪرڻ جي حافظ هيئين اکرن ۾ تلقين ڪري ٿو:

"بمي سجاده رنگين کن، گرت پير مغان گويد،
ڪ سالڪ بي خبر نبود ز راه و رسم منزلها."

يعني جيڪڏهن توکي مرشد نماز جي مصلي کي شراب سان تر ڪرڻ لاءِ ارشاد ڏئي، ته اکيون پوري ائين ڪر، ڇاڪاڻ ته مرشد کي طريقت جي رستي جون سڀئي راهون ۽ منزلون معلوم آهن.

مولانا رومي وري هيئن فرمائي ٿو ته:

"نيم جان بستاند و صد جان دهد،
آنچ در وهمت نہ مايد آن دهد."

يعني "مرشد هيءَ اڌوري حياتي وٺي، ان جي عيوض سئو حياتيون بخشي ٿو ۽ اهڙيون نعمتون عطا ڪري ٿو، جي تنهنجي خواب و خيال ۾ به نہ ايندين."

# سُر سورٺ

## داستان پهريون

### ١

اَللهَ جِي آسَ ڪَري، هَليو هِٿائِين[١]،
چارَڻَ[٢] ٻَڌا چَنگَ[٣] ڪي، جُهوڙا[٤] ۽ جهائِين[٥]،
ڏُئِلِي[٦] راءَ ڏِياچَ جِي، ڏُوران ڏِٺائِين،
وِيِنَتِي[٧] واحِدَ دَرِ، تنهن وِيرَ ڪِيائِين:
"سَباجها سائِين! راءُ رِيجهايِين راڳَ سِين."

### ٢

پَرَديسان[٨] پَنڌَ ڪَري، هَلِي آئِيو هِتِ،
جاجِڪُ[٩] اُيو جِتِ، سِرَ جون صَدائُون[١٠] هَٿِي؛

### ٣

پَرَديسان پَنڌَ ڪري، هَلي آئِيو هِيءُ،
مالُ نَه مَڱِي[١١] مَڱڻُو، جاجِڪُ مَڱِي جِيءُ،
"وَڍِ، وَهِلو[١٢] تِيءُ، ساعَتَ صَبرُ نَه سَهان."

---

١- هتائين، انيراءِ جي ملڪ مان ٢- مڱڻهار ٣- تنبوري، سرندي ٤- ڳوڙا ٥- گهنگهرو ٦- ڏولي، پالڪي (محلات) ٧- عرض ٨- ڏوراهين ڏيهه کان ٩- مڱڻهار ١٠- سڏ، سوال ١١- پني، گهري ١٢- جلد، تکو.

٤

"ٻَرَديسان ٻَنڌ ڪَري، هَلِي آئيو هُون[1]،
اُونچو تُون عَرشَ تي، آن ٻُوٽو[2] مَٿي ٻُون[3]،
ڪيئن تُسَندين[4] تُون، هِيءُ سِرَ سُوالِي مَڱڻو."

٥

"ٻَرَديسان ٻَنڌ ڪَري، آيَسِ اَڳاهِينءَ[5] ماءِ[6]،
جي وِهاڻِيَ[7] ويرَ[8] تِيِي، تَہ مُون هِيرَ ٿِي[9] هَلاءِ،
سونهارا[10] سورَٺِ وَرَ! ڳالهه هِيئِين سين لاءِ،
سو مَڱڻهارُ مَلهاءِ[11]، جو وِچان ويرِينِ آئيو."

٦

"ٻَرَديسان ٻَنڌ ڪَري، سُٽِي آيَسِ شانُ،
مَڱان کِهَڙِيَ مَتِ سين، نِسورو نادانُ،
سو ڪو ڏِيارِيِين ڏانُ[12]، جو طَمَعَ کي تَرڪُ ڪَري"*.

٧

"سَرِديءَ سالِمُ[13] نَہ رَهان، گَرمِيَ تِيان گُدازُ[14]،
اَمُنُ ڏيجِ اَمانَ تُون، سائِلُ[15] هَٿِي سازُ،
رَبابِيءَ[16] کي رازُ[17]، خالِصُ[18] ڏيجِ خَلِيلَ[19] جو."**

---

١ـ آئون، مان ٢ـ بيٺل، اُڀو (گربخشاڻي "ٻـورو" يعني نادان لفظ اختيار ڪيو آهي) ٣ـ زمين ٤ـ پرچندين، راضي ٿيندين، ريجهندين ٥ـ بند هاڻي ٦ـ صبح ٧ـ مان ٿاٿين ٨ـ دير ٩ـ هينئر ٿي ١٠ـ سهڻا ١١ـ خوش ڪر، مرڪائي ١٢ـ خيرات، دان * اهڙو ڪو دان ڏيم، جو سڀ تمنائون پوريون ٿي وڃنم. ١٣ـ تندرست، توانو ١٤ـ ڳران، پگهرجان ١٥ـ سوالي، مڱڻهار ١٦ـ رباب وڄائيندڙ ١٨ـ ڳجهه (مخفي ملاقات) ١٨ـ نجو اڪيلو ١٩ـ دوست ** مون مڱڻي کي گهري دوست جهڙي ملاقات ڏي.

٨

"سَرديءَ سالمُ نہ رَھان، ڪوسِي سَھان ڪانہَ،
اَمُنُ ڏيجِ اَمانَ تُون، ڏُورِ ڪَري ٻِيا دانَ،
پاندَپ[١]! ڪائِي پانَ، وِجھجِ پَڪَ پينارَ[٢] تي."

٩

"تو دَرِ آيَسِ، راڄيا[٣]! جاجِڪُ وَئي جِيءُ،
ڪَنانِ "نارُ خامِيه[٤]"، ھاڻِ بَچائِجِ ھِيءُ،*
والِي[٥] ڏِيارِيئِي[٦] ويءُ[٧]، جِتِ آھِ "جَنّاتُ عَدَنِ[٨]."

١٠

"تو دَرِ آيَسِ، راڄيا! ھِھَڙو وَئي حالُ،
اوناٿيجِ عَلِيلَ[٩] جو، سَباجھا! سُوالُ،
اَڳِڻ مٿي آنھِنجي[١٠]، ڪَھِي[١١] ڪِي قَوالُ[١٢]،
يَلا! ڪَري يالُ، اَمُنُ ڏِھو[١٣] اُنَ ڪي.

١١

"تو دَرِ آيَسِ، راڄيا! ٻِيا دَرَ ڪَري ڏُورِ،
سائِلُ تو سَٽِنَ[١٤] ھَٽِي، ھَردَمِ آن حُضُورِ[١٥]،
ٻِيو نہ مَڱي مُورِ، اَمُنُ ڏِھو اُنَ ڪي."

---

١ـ بهادر (راءِ ڏياچ)! ٢ـ مڱڻهار، فقير ٣ـ راڄ ڌڻي، راجا ٤ـ جلائيندڙ باه (دوزخ) *(پنهنجو سر ڏيئي) مون کي انيراءِ جي عذابن کان بچائج ٥ـ ڌڻي، الله ٦ـ توکي ڏياري ٧ـ (١) لوڙهو (٢) باغ ٨ـ عدن (بهشت) جو باغ ٩ـ بيمار ١٠ـ اوهان جي حضور ۾ ١١ـ چوي ١٢ـ ملحي قصيدو ڳائيندڙ ١٣ـ ڏيو ١٤ـ صدا، سوال ١٥ـ اوهانجي حضور ۾.

١٢

"تو دَرِ آيَسِ، راڄيا! ٻيا دَرَ ڏيئي ٻَنِ[١]،
کَهان جو کَماچَ[٢] سين، سو سُڻُ سَباڄهي کَنِ،
جا مَڱَ منهنجي مَنِ، سا توکي مَعلُمَ[٣] سَيَکا."

١٣

"ٻيا دَرَ ڏيئي ٻَنَ کي، آيَس تُنهنجي دَرِ،
سونُهارا سورٺِ وَرَ! کا منهنجي کَرِ،*
ڀلا! ڀيري[٤] ڀَرِ، پالهو[٥] پانڌُ پينارَ جو."

## وائي

ڏِنو راءِ ڏياچَ، هِيءُ سِرُ صاحِبَ تانَ صَدَقو.
ڇَڏي هَلِيو هِتَهِين، راڻِيُون پنهنجا راڄَ،
هِيءُ سِرُ صاحِبَ تان صَدَقو.
اَگِهيو دَرِ اَللهَ جي، کوڙِيين پُنَسِ کاڄَ،
هِيءُ سِرُ صاحِبَ تان صَدَقو.
مَڱِي وَتو مَڱڻي، کَهِي ساڻُ کُماچَ،
هِيءُ سِرُ صاحِبَ تان صَدَقو.
اَدِيُون! عَبدُاللّطِيفُ چي، تِيَسِ کَمَ سُکاجَ[٦]،
هِيءُ سِرُ صاحِبَ تان صَدَقو.

---

١ـ کڏ ۾ وجهي ٢ـ سرندي، تنبوري ٣ـ معلوم * اٿي ڪا منهنجي واهر يا مدد ڪر.
٤ـ ڦيري، وري وري، ڀيرا ڏيئي ٥ـ خالي ٦ـ چڱا ڪم، سڦلا ڪم.

# داستان ٻيو

١

جاجڪ[١] جھونا گڙھ ۾، ڪو عطائي[١a] آيو،
تنھن ڪامل[٢] ڪَڍي ڪينرو[٣]، ويھي وڄايو،
شھر سڄوئي سُر سين، تندن تپايو،
دايون درمانديون[٣a] ٿيون، ٻاين[۴] ٻاڏايو،
چارڻ تي چايو[٥]، تہ ماري[٦] آھي مڱڻو.*

٢

ساري رات صاحب کي[٧]، ڳڙھ[٨] ڀر ڳايائين،
اُتس[٩] ماڻڪ، مينھن جيئن، ھڻ نہ ڇُٽائين[٩a]،**
تي لائق لڏائين، جيئن ھو ميراثي مڱڻو.÷

٣

نبرتي[١١] تند نياز سين، ٻيجل ٻرائي[١٢]،
راڄا رتولن[١٣] ۾، ورنائي[١۴] وائي،
ڪوناياڻين ڪوٽ ۾، ٻارڻ[١٥] ٻاجھائي[١٦]،
راڄا راڳائي، ھردوئي[١٧] ھيڪ ٿيا.***

---

١- ميراثي، گوَئيو (ٻيجل) ١a- عطا ٿيل، ذات مليل، بنا استاد ڪمال تي پھتل ٢- ھوشيار، قابل ٣ ساز، ٻرندو، ڪماچ، تنبورو ٣a- درمانده (ف) بيقرار ۴- راڻين ٥- چوارايو [آلاپ ڪڍيا] ٦- شڪاري، صياد * چارڻ چنگ ڪان پنھنجي چوارايو تہ "آءٌ مڱڻھار نہ، بلڪ قاتل ٿي آيو آھيان." ٧- لاءِ ٨- ڪوٽ، قلعي ٩- مٿس ورڪا ٿي ٩a- ڇڻيائين ** مٿانئس ماڻڪ موتي نڇاور ڪيا ويا، پر ھن ھڪ کي بہ ھٿ نہ لاتو ÷ انھيءَ ڪري ئي سانئس وڙ ٿيا جو ابي ڏاڏي کان ولي ڳائڻ جو ھنر سندس پيٽ ۾ ھو ١١- چٽائي نھاري ١٢- وڄائي ١٣- محلاتن ١۴- قبول ڪئي ١٥- لائق؛ گوَئيو ١٦- ٻاجھ ڪري ١٧- ٻنھي جڻا [ڏياچ ۽ ٻيجل]. *** ٻنھي خلاصا مخفي طرح مليا.

۴

نِرتي تَندُ نِيازَ سين، ٻُرائي ٻيجَلَ،
راڄا رَتولَنِ ۾، اونائِي اَمُلَ،
رازُ ڪِيائين راءَ سين، ڪنهن موچارِيءَ مَهَلَ،
"اَنا اَحمَدُ بِلاَ مِيمِ[١]"، سَينَ هَنئي سائِل،*
ڪنهن ڪنهن پيئِي ڪَلَ، تہ هردوئِي هيڪُ ٿِيا.

٥

ڪَنِي ڪَنِي[١a] ماڙهين[١b] پيئي ڪَلَ ڪائِي،
رَسِيا جي رَمزَ کي، تَن پارسِي[٢] پائِي[٣]، ÷
"اَلاِنسَانُ سِرّي وَ اَنا سِرّه[۴]"، وَرَتي اِيءَ وائِي،**
راڄا راڳائِي، هَرِدوئِي هيڪُ ٿِيا.***

٦

راڄا رَنگِ مَحَلَ ۾، جاڄِڪُ سِرِ زَمِينَ،
جا هَنيائِين هَٿَنِ سين، سا سُئِي بالا[٥] بِينَ،
جِتِ اَچَنِ نہ اُردابيگيون[٦]، اُتِ ڪوٺايو اَمِينَ[٧]،
"تازِي[٨] ڏِهوسِ[٩] تَڪِڙو، جَوهَرَ پائي زِينَ"،
ٻيو مَڱي ڪِينَ، ڏاران[١٠] سِرَ، سَيّدُ چئي.

---

١ـ آئون 'احمد' آهيان 'ميم' کان سواءِ [حديث]. * ٻيجل [مرشد] صدا هَئين تہ تنهنجي.[ڏياچ يا سالڪ] ۽ منهنجي وچ ۾ ڪو سنڌو سيڙهو ڪونهي ١a ـ ڪن ڪن ١b ـ ماڻهن کي ٢ـ فارسي يا ڏارين ٻولي ÷ تن اها ڳجهي ڳالهہ سمجهي ٣ـ حاصل ڪئي ۴ـ انسان منهنجو [خدا جو] ڳجهہ آهي ۽ آئون هن جو ڳجهہ آهيان [حديث] ** اها پچار پنجي ويئي، اها ڳالهہ ٿي چڪي *** راڄا (راءِ ڏياچ) ۽ راڳائي (ٻيجل) گڏجي هڪ ٿي ويا ٥ـ مٿي (محلات ۾) ٦ـ مرداني لباس ۾ ٻانهيون ٧ـ ايماندار (راءِ ڏياچ) ٨ـ عربي گهوڙو ٩ـ ڏيوس، هن کي ڏيو ١٠ـ ڏاران، کانسواءِ.

٧

راڄا جو راضِي ٿِيو، تنهن ڏِنا وَڏا ڏانَ،
موتِـي ڪَارِيا[١] مَڱڻي، طَرَحَ[٢] تُنبي[٣] ڪي تانَ[٤]،
"مُون وَٽِ مالَ مَتاعَ جِي، ڪَمِي آهي ڪانَ،
ڪارَڻِ رَبَ رَحمانَ، سِرُ وَڍِي، سُلطانَ ڏِي."

٨

سِرَ جِي،* هُٺائِين[٥] هَلِيو، چارَڻُ چِتائي،
سو مُوڙا[٦] جَهلي نَہ مالَ جا، تو ماڻڪَ موتائي،
"تو ڏَرِ آيَسِ تِي، جيئن تو 'ناهِ' نَہ سِکِيو."**

٩

"پائِي پَٽَ ڪٿا، مُون تان مُورَ نَہ مَڱِيو،***
تازِي طَنبيلَنِ ۾، گهوڙا گهرِ گهڻا،
هاٿِيءَ ڪارَڻِ هيڪَڙي، آن[٦a] ڪا تَندُ هَٽان،
جا مَتي تو مَٽيا[٧]، تنهن سِرَ جو آهِيان سيڪَڙُو.[٨]"

١٠

"جي مِيراثِي مَڱڻا، آئُون پُڻِ مَنجهان تَنِ،"
"ڪِي ڪَهُ[٩] منهنجي ڪَنِ، اِرتَ[١٠] مَنجهارا[١١] اُنِ جيx."

---

١ـ ڪرايا ٢ـ طرحين طرحين ٣ـ سرندي ٤ـ سر، آلاپ * سر لاءِ صدا. ٥ـ هتائين (گهر کان ٿي) ٦ـ نوڪرا ** جيئن تہ خاطري هئم تہ ناڪار اصل ڪين ڪندين*** ڪشتي يا پيالي ۾ اُن داڻا مون ڪنهن بہ ڪونہ پنيا آهن. ٦a ـ آءٌ ٧ـ زيور، سينگار (سر) ٨ـ طالب ٩ـ ڇو، ڳائي بڏاءِ ١٠ـ ورثو، ڏات ١١ـ اندر مان x انهن کان ورثي ۾ مليل ڏات مان ڪي مون کي ڳائي بڏاءِ.

١١

ڪا ڄا ڳالھ ڳري[1]، ٻيجَلِيا! ٻُڌاءِ مُون،
پيئين جيئن ڳِرنارَ ۾، تُندُنِ تانُ ڪَري، *
ڪِ تو پَنڌُ پَري، ڪِ مَڱَڻَ جَھلِيندين[2] مَڱڻا؟"

١٢

"مَڱَ نَہ جَھلِيان مُورِھين[3]، نَہ مُون پنڌُ پَري،
ڳِڌِي[4] آيس ڳالھڙي، ڳُجھي تو ڳري[5]،
سا سَمُجھِجِ، سَورِٺِ - وَرَا! وِينديس ڪِينَ وَري[6]،
پُرِيان[7] پيرَ پَري، تو لئي آئيو آھيان."

١٣

مَڱَ نَہ تُسي[8] مَڱڻو، نَہ ملڪَ، نَہ مالِ،
ڏاتَنِئُونَ[9] ڏُورِ ٿِئي، ڪا جا ڳِنس[10] ڳالِ،
آھي اِنَ خيالِ، تَہ ڏِيئي ٿِيان[11] ڏاتارَ سين.

١٤

سِرُ مَڱي، سِرُ گُھري، سِرَ رِيءَ ٿئي نَہ صَلاحَ[12]،
غَرِيبَنِئُون[13] نَہ گُڏَري[14]، ٿو ماري مِيرَ مَلاحَ[15]،
نايو[16] نَوابَنِ جا، سورِيوُ[17] ڪَڍي ساھَ،
خالِقَ سَنجھِ صُباحَ، ڪونَہ ڇَڏِيندو ڪِتَّھِين.

---

١- چوي، ٻڌائي * جيڪا گرنار ۾ گھڙڻ وقت پئي ھنئي، سا مون کي وري ھئي ٻڌاءِ.
٢- وٺندين ٣- موراھين، اصل، بنھ ۴- ڳنھي، ڪٽي ٥- وٽ ٦- موٽي ٧- پري کان، پريان ٨- راضي ٿئي ٩- ڏاتِن يا داتِن کان ١٠- وٽس، ڪيس ١١- ملاقات ڪريان ١٢- چڱائي، راضپو، مصلحت ١٣- غريبن وٽان ١۴- نٿو ڇڏي ١٥- واحد ملِيح، سھڻا، نمڪدار، حسين ١٦- نمايو ١٧- تاڻيو، ڇڪيو.

١٥

موٽِي مَڱڻهارَ، شالَ مَ اَچين ڪَڏهِين،
اَٿَئِي پَهَرَ اَجَلَ[١] جو، ڪُنڌيو مَنجهِ ڪَپارَ،
جنهن تو سَبَ جِمارَ، هَنيا ڇَتَ پَٽَنِ سين.*

## وائي

تنهنجِي تَندُ تنوارَ، يارَ! مُون مَنُ موهِيو،
مَلهِي[٢] آيين[٢a]، مَڱڻا! گجِي[٣] ۾ گِرنارَ،
يارَ! مُون مَنُ موهِيو.
سِرَ جِي صَدا ڇَڏِ تُون، ڏِيانءِ ڏيجَ[٤] اَپارَ،
يارَ! مُون مَنُ موهِيو.
دانَ ڏِيانءِ ڏُهِرا[٥]، هَزارين هَزارَ،
يارَ! مُون مَنُ موهِيو.
آلا! عَبدُاللَطِيفُ چئي، پسان پِريَنِ پارِ،
يارَ! مُون مَنُ موهِيو.

---

١ـ موت * جيئن تو سارو وقت تاجدارن کي عرش تان ڪيرائي فرش تي پٽي ڦٽو ڪيو آهي. ٢ـ مرڪي، خوش ٿي ٢a ـ آئين ٣ـ گجگوڙ ڪري، غلغلو ڪندو ٤ـ دان ٥ـ ٻيڻا، جهجها، گهڻا.

# داستان ٽيون

١

ڪِي جو ڀيجَلَ ڀولِيو، پِڙِيءَ[1] وِيهِي ڀانَ[2]،
راڄا رَتولَنِ ۾، سيباڻو[3] سُلطانَ،
"آءُ مَٿانهُون، مَڱڻا! مقابِلِ مَيدانَ، *
گهورِيان لَکَ، لَطِيفُ چئي، تنهنجي قَدَمَن تان قُربان،
مَٿو هِيءُ، مِزمانَ! هَلِي آءُ تُہ هت ڏيئِين."[3a]

٢

"آءُ مَٿانهون، مَڱڻا! چَڙهِي ۾ چَوڏولَ[4]،
توکي گهوٽَ گهرائِيو، راڄا مَنجهِ رَتولَ،
ڀيجَلَ! تو سين ڀولَ، وِهاڻِيءَ وَڏَنَّ جِي."

٣

مَحَلِين آيو مَڱڻو، سازُ ڪَٽِي سُرَندو،
سِرَ جِيَ صُدا سُرَ ۾، گهورَ هَٽِي[5] گهرندو،
مَٿي رِيءَ مَلُوڪَ[6] جي، چارَڻُ نہ چُرَندو،
جُهونا ڳَڙهہ جُهرَندو، پُونِدِي[7] جهانءِ[8] جهروڪَ[9] ۾.

١ـ اسر جو ٢ـ مڱڻهار ٣ـ وڻيو، پسند ڪيو * ڪليو ڪلايو، ظاهر ظهور، روبرو. ٣a ـ ڏيانءِ
٤ـ ڏولي؛ محفو ٥ـ تندن کي گز سان ڇڪ ڏئي (ڳائڻي جو اصطلاح) ٦ـ بادشاه، امير
٧ـ پوندي ٨ـ روح رازو، واويلا ٩ـ محلات.

۴

مَحَلين آيو مَڱڻو، ڪَٿي سازُ سِري[1]،
لَڳي تَندُ تُنبِرَ[2] جي، پيا ڪوٽَ ڪِري،
هَندين ماڳين هُوءِ[3] ٿِي، تنهنجي ٻيجَلَ! دانهن ٻُري[4]،
جُهوناڳڙهه جُهري، پُوندي جهانءِ جَهروڪَ ۾.

۵

ڏاتارَ ۾ مَڱڻي، ڪونَہ وَسِيلو وِچ،
سائي ٻالَ تَندُنِ جي، سائي چارَڻَ چِتِ،*
جي هُتي، جي هِتِ، تہ ڳالِهه مِڙيائي هيڪڙي.

٦

جاجِڪَ! تو جُهارُ[5]، ڏِهَ ٻيرا ڏِياڄُ ڇپي،
جنهن ۾ مالُ نہ مِڙيءَ[6] جيتَرو، تنهن تُون طَمعدَارُ،
جي اڇيٺي ڪمِ ڪپارُ، تہ وِيهَ ٻيرا وِڍي ڏِيئين."

٧

"ٻيلِي ٻئي پارَ، جان مُون نينڻَ هَٿي نِهارِيا،
چوري رَڪِيمِ چِتَ ۾، ڏِسِيَنِ[7] جا ڏاتارَ،**
هِيءُ سِرُ توهانَ ڌارَ، ٻيجي[8] ڪنهن نہ ٻولِيو."

---

١ عجيب، ڳجهو ٢ـ تنبورو وڄائيندڙ (ٻيجل) ٣ـ آواز، گهمسان ۴ـ ورڳي * جيڪي منگتي جي من ۾ هو، سو ٻئي پنهنجي سرندي کان چوارايائين. ٥ـ هندن جي سلام جو نمونو (جڙ هر) ٦ـ ڪارو مرچ ٧ـ طرفن، ڏيهن، ملڪن ** جيڪي ملڪن جا سخي آهن تن جي سخاوت جو ويهي دل ۾ اندازو لڳايم ٨ـ ٻئي.

٨

"سو جيءُ مَکُٿَهارَ، مَ هوءِ، جنهن ٿو مَٿي سِرَ سَنو[۱] ڪيو،
جو مُون مُلِ[۲] مُورِ نَه سَپَجي[۳]، تان جي سو گُهرِيوءِ،
تَه جُڳان جُڳِ[۴] ڏِنوءِ[۵]، ڏُنگو ڏاتارَنِ کي." *

٩

مَتو مَتائِين[٦] گهورِيان، مَتو تو مَتاءِ،
سو مُون تِئي نَه هَتاءِ، جنهن[۷] تُون لائِقُ مگَٿا!

١٠

مَتو مَتائِين گهورِيان، مَتو تو مَتاءِ،
هَڏو[۸] هِيءُ هَتِ ڪَري، جاجڪُ! وَهلو[۹] جاءِ[۱۰]،
تُون سين اَنِيراءِ، جِمَ[۱۱] واَچا[۱۲] ۾ وِلهو[۱۳] وَهين[۱۴].

١١

مَتو مُورِ نَه پاڙِيان، تنهنجِيءَ تَندُ تَنوارَ،
سِرَ ۾ سَچَڻُ[۱۵] ناهِ ڪِي،** موٽُ مَ مَکُٿهارَ،
ڪِينهَين[۱٦] مَنجِهه ڪَپارَ، لَجِيندو[۱۷] تو لاهِيان.

١٢

سَؤ سِرَنِ پائي، جي تَندُ بَرابَرِ تورِيان،
اُتَلَ[۱۸] اوڏاهِين[۱۹] تِئي، جيڏانهن پيچَلُ پُرائي،
سَکَٿُو هَڏُ آهي، سِرَ ۾ سَچَڻُ ناهِ ڪِي.

---

۱- سودو، مٿاسٽا ۲- پيدا ٿئي ۴- هميشهه لاءِ ۵- داغ، ٽڪو * جي تون ڪا اهڙي شيءِ گهرين ها، جيڪا مون وٽ بنهه نه هجي ها، ته آءٌ ناڪار ڪري وڃان ها ۽ انهيءَ ڪري سخين تي هميشه لَٽڪو اچي وڃي ها. ٦- تنهن جي مٿان ۷- جنهن جو ۸- خالي ڪوپري ۹- جلد ۱۰- وڃ ۱۱- مٿان ۱۲- وچڻ، وعدو ۱۳- سکئو، نڌڪو ۱۴- پئين (مٿان انيراءِ سان انجام ۾ ڪوڙو ٿئين.) ۱۵- نذرانو ڏيڻ ** منهنجو سر تنهنجي نذراني ڏيڻ جي لائق نه آهي، ۱٦- ڪجهه نه آهي ۱۷- شرمايو، لڄ ۱۸- اُٿل، ليٽ، (زياده) ۱۹- انهيءَ پاسي.

مَتي اُتي[1] منهنجي، جي هُٿا سِرَن سَوَ هَزارَ،
تہ تنهنجيءَ تَندُ تنوارَ، هَرَ هَرَ وَڍِيمَ هيڪِڙو.

۱۴

مَتي اُتي منهنجي، جي ڪوڙين هُونِ ڪپارَ،
تہ وارِيو وارِيو[2] وَڍِيان، سِسِيءَ ڪي سَوَ وارَ،
تہ پُڻِ تَندُ تنوارَ، مُونهان[3] مَٿانهُونِ[4] مَڱڻا.

۱۵

جو تو ڏِيَڻُ، ڏِياچَ! لاهِيو اِي سِرُ سَيُڪو ڏي،
ڪي ناهِ جِهَڙو ڏي، جو سَنَدَ[5] تِٿي سُوالِيِن.*

۱٦

"ڏِيَڻُ گهڻو ڏُهلو[6]، سِسِي ڏِيَڻُ سُڪ×،
سو تان ڏِياچَ! ڏُڪَ[7]، جو تَعلُقَ[8] رَکي تَندُ سِين.

۱۷

جو تَعلُقُ رَکي تَندُ سِين، سو ڪِي پَلئہ پاءِ[9]،
مُون ڪي مَ مونساءِ، آنءُ اَڳاهُونِ آئِيو.

۱۸

پَسِي پاتُ پُرِ[10] ٿِيو، سَندو جادمَ[11] جُودُ[12]،
مَڱَ[13] وِهاڻِيءَ[14] مَڱڻا! مَتو هيرَ[14a] مَوجُودُ،
بَلڪِ آهي بُودُ[15]، ناڪَسِيءَ[16]، نابُودَ ۾.**

---

۱ـ تي ۲ـ وَرِيَ وري، پيرا ڪيو ۳ـ مون کان ۴ـ اعليٰ، افضل ۵ـ دستاويز، اختيار نامو ۵ـ (سر ڏِيڻُ سولي ڳالھ آهي)* تون مون کي ڪو اهڙو دان ڏي جو پين سوالين لاءِ حجت يا دستاويز ٿئي ٦ـ مشڪل × سر ڏيڻ (عزت يا مال مرتبي لاءِ) سولي ڳالھ آهي، پر خيرات ڏيڻ مشڪل آهي. ۷ـ ڏکيو ۸ـ لاڳاپو ۹ـ جهوليءَ ۾ وجھ ۱۰ـ پرپور (خوش) ۱۱ـ (هتي مراد) راءِ ڏياچ (جادم جکرو جيڪو سنڌ جي ڏهن ڏاتارن مان هڪ هو) ۱۲ـ سخا ۱۳ـ گهر، تنهنجو سوال ۱۴ـ صبح جو ۱۴a ـ هينئر ۱۵ـ هستي، حياتي ۱٦ـ شخصيت وڃائڻ، انفرادي هستيءَ **انفرادي هستيءَ (خودي) وڃائڻ ۾ سچي زندگي آهي.

چارڻ چَنگُ ڪُلهي ڪَري، رَمِي رَهيو[۱] راتِ،
صَدا جِي، سَيّدُ چي، وائِي ڪِيائين واتِ[۲]،
ديهه[۳] ڏِنا تنهن ڏاتِ[۴]، ميڙِي مَڱڻهارَ ڪي.

۲۰

چارڻ چَنگُ ڪُلهي ڪَري، پير پُري پاتا،
صَدا جِي، سَيّدُ چي، وائِي ڪِيائين واتا[٦]،
تنهن تي راءُ راضِي ٿِيو، دِلِ وَڏِيءَ داتا،
مَرڪي مَرُ[۷] ماتا[۸]، رُوڙِي[۹] راءَ ڏِياچَ جِي.

## وائي

مَٿو مِ ڪِينڪارَ، يارَ! ڏاڻ ڏيندوسَئِين*، مَڱڻا.
جاجِڪَ! جُهونا ڳُرَهه مِ، هَلُ تَه ٿِيهُون[۱۰] يارَ،
ڏاڻ ڏيندوسَئِين، مَڱڻا.
مَتان ڪا منهنجي ڪَرِين، ڳِلا جِي گفتارِ،
ڏاڻ ڏيندوسَئِين، مَڱڻا.
مَٿي اُتي منهنجِي، جي هُونِ سِرَ هَزارَ،
ڏاڻ ڏيندوسَئِين، مَڱڻا.
هَرَ هَرَ وَڏِيان هيڪَڙو، تنهنجي تَندُ تنوارَ،
ڏاڻ ڏيندوسَئِين، مَڱڻا.

---

۱- ويو هليو ۲- وات ۾ ۳- گهڻا ملڪ ۴- دان (گهڻيون جاگيرون ڏنيون) ۵- هلي
٦- وات مان ۷- پلي ۸- ماءُ ۹- نيڪ، اشراف، سلڇڻي * سرخوش خيرعافيت ۾ ئي
ڏيندوسانءِ، ازانسواءِ پيا به دهرا دان ڏيندوسانءِ. ۱۰- ٿيون.

لَڄِيندي ٿو لاهِيان، ڪِينهي مَنجھ ڪَپارَ،
ڏاڻَ ڏِيندوسَئِين، مَڱڻا.
اَڊيُون! عَبدُاللّطِيفُ چئي، لَڳِيَسِ لَنءُ لِغارَ،
ڏاڻَ ڏِيندوسَئِين، مَڱڻا.

## داستان چوٿون

١

رِيءَ[١] مَصلحَتَ[٢] مَڱڻا، قَصرِ[٣] ڪِينَ اَچَنِ، *
نُورَ تَجلُو نُورَ سين، نَمِيو نينڻَ پَسَنِ، **
خيمي[۴] ۾ ڪَنگهارَ[٥] جي، چانڊُوڻا[٦] چَمَڪَنِ،
لَڌائِين[٧]، لَطِيفُ چئي، سَندا ڏاڻَ[٨] ڏِسِيَنِ[٩]،
تيلانهن[١٠] مُلڪَ - ڏَٿِيَنِ[١١]، مَجِيو مَڱڻهارَ ڪي.

٢

مَرُ تَہ آئين، مَڱڻا! مامَ[١٢] پَرُوڙِي مُون،
جيڪا ڳاھ ڳالهائِيين، سا سَڀَ سَمُجهيسُون،
تنهن ۾ تُسِج[١٣] تُون، جيڪِي پوئِي[١۴] پَٽَ[١٥] ۾.

٣

چارَڻَ! تنهنجي چَنگَ جو، عَجَبُ آهيم اِيءُ،
هَٿِين اُيو هَٿَنِ سين، جيئرو رَکِيو جِيءُ، ***
راتِ منهنجو رِيءُ[١٦]، ڪاتِيو تو ڪُماچَ سين.

---

١- ڪان سواءِ ٢- چڱائي، ڀلائي ٣- محلات ۾ * تارڪ درويش محلاتن ۾ ڪنهن مصلحت ڪان سواءِ ڪونہ ايندا. ضرور اِلاهي امر هوندن** راءِ ڏياچ (سالڪ) جون اکيون مرشد جي اکين ۾ الاهي نور ڏسن ٿيون. ۴- تنبوءَ (محلات) ٥- راءِ ڏياچ ٦- چنڊ جا ڪرڻا ٧- حاصل ڪيائِين ٨- فيض ٩- طرفن، ملڪن ١٠- تنهن ڪري ١١- وڏن وڏن بادشاهن ١٢- ڳجهارت، رمز، اشارو ١٣- راضي ٿيج ١۴- پوي، وجهان ١٥- پيالي، ڪشتي *** (ڀيا تنهنجو چنگ ٻڌيو جليو فنا ٿيو وڃن) پر عجب آهي توتي ڪو اثر ڪونہ ٿو ڪري. ١٦- هيڻون، دل (ڦقرا).

تانُ نَہ آهي تَندُ جو*، رُونِ رُون ڪَري رازُ[١]،
هَنِّندَڙَ سندا هَتِڙا، سَيُڪو چُئي سازُ،
سَٽَ ڏِيئي[٢] شَهِبازُ[٣]، تِيءُ تہ تُوڪُ[۴] پِرائِيين.

٥

تَندُ تُمارِيءَ[٥] تانُ، ڪَهِيو سو قَبُولُ پِيو،
سِرُ تَہ آهي سَٽِ ۾، پَرَ ٻِيو ڪي مَڱَجِ دانُ،
خاڪِ، مِٽِيءَ ڪا[٦] بانُ[٧]، ڪاٽِيا[٨] پوءِ ڪُجهہ نہِين.

٦

چارَڻَ ٻولِجِ ڪِيَ ٻِيو، جو گُهرِئُي سو گهورِيانِ،
گهرُ، سورَتِ نَہ پَڙي[٩]، جي تَندُنِ بَرابَرِ تورِيانِ،
ڳُجهي آهيم ڳالِهڙي، آءُ اوري تان اوريان،
ڪِ ڪُلَهِئُون ڪورِيان، ڪ، جاجِڪ! جُسي سين ڏِيئين؟

٧

چارَڻَ چَنگَ، ٻَنگَ[١٠] لَهِي، وَڄايو وَڄاڻَ[١١]،
سِرَ جو هَڏِ آسانُ[١٢]، پَرَ مَڱَڻهارُ مَتي وَهي.**

٨

ڳُجهہ پنهنجي ڳُجهہ سين، رِندَ[١٣] رَسائِي[١۴] لاءِ،
اَجَلُ اُيو آهِہ، پُٺِيءَ تو پلاڙِيو.

---

* اهو آلاپ تندن جو ناهي بلڪ الاهي آواز آهي. ١- ڳجهہ- جيتوڻيڪ سڄڪو پيو چوي تہ اهو آواز سربندي مان پيو نڪري ٢- سيڳهہ ڪري، همت ڪري ٣- وڏو باز (ڏاتار) ۴- نعمتون ٥- تنهنجيءَ ٦- جي ٧- بناوت [سر يا جسم جو مٽيءَ جو لهڻل آهي] ٨- وڍئي ڪان ٩- لائق ٿئي، برابر ٿئي ١٠- وٽ، پيچ، وڙ ١١- وڄاڻ، چنگ، واڄو ١٢-احسان، تورو **سر جي سخاوت جو هيڏو احسان مڱڻهار تي ٿيو، پر هو اڃا بہ وڌيڪ پيو گهري. ١٣- متوالي، مجذوب ١۴- پهچائڻ، نيڻ.

٩

وَڏِ سِرُ ٿِيءُ سَرَهو، مَ ڪِي آءُ، مَ ٻَاءُ، *
جاجِڪَ! تو مَتاءُ، مُلڪُ مِڙوئي گهورِيان.

١٠

ٿِيئِي پَرچِيا پاڻَ ۾، تَندُ، ڪَنارو[١]، ڪَنڌُ،
تنهن جِهو ئِي[٢] ناهه ڪِي، جو تو، چارَڻ! ڪِيو پَنڌُ،
اِيءُ شُڪرُ اَلحَمدُ[٣]، جيئن مَتو گهرِيوءِ مَڱڻا.

١١

ڪَنجهي[٤] ڪيرَتِ[٥] ڪِينَرو[٦]، واڄو وِلاتِي[٧]،
هَنئِي تَندُ حُضُورَ ۾، تنهن پارِسَ[٨] پيراتِي[٩]،
ڏِسنديئِي[١٠] ڏياچ کي، ظاهر ٿيو ذاتِي[١١]،
ڪِيي تنهن ڪاتِي، وِڏو ڪَرتُ[١٢] ڪَپارَ ۾.

١٢

ڳُلُ[١٣] ڇِنو ڳِرنارَ جو، پَٽَڻِ[١٤] ٿِيو پِٽِين،
سَهَسين سورَٺِ جِهَرِّيون، اُپِٿيُون اوسارِين[١٥]،
چوٽا چارَڻَ هَٿَ ۾، سِرُ سِينگارِيو ڏِينِ، **
نارِيُون[١٦] ناڏُ[١٧] ڪَرِينِ، "راڄا راتِ رَمَڪيو[١٨]!"

---

* هاڻ پِلا سر وِڍي، خوش ٿي تہ هر هر اچڻ ۽ مگڻ کان ڇِني پئين. ١- ڪنار، ڪاتي، خنجر ٢- جهڙوئي ٣- خدا کي شڪر ۽ وڪاڻ هجي ٤- آواز ڪري، رون رون ڪري ٥- راڳ، آلاپ ٦- تنبورو ٧- ولائت جو، عمدو ٨- اهو پٿر جو لوه کي لڳي تہ سون ڪري وجهي (ڪامل مرشد، پيجل) ٩- پيرائتي، سربستي، ساري، بنيادي، حقيقت جي ١٠- ڏسڻ شرط ١١- جوهر ١٢- وڍ ١٣- راءِ ڏياچ ١٤- شهر، ننگر ١٥- روج راڙو ڪن ** راءِ ڏياچ جو سر سينگاري پيجل کي ڏين. ١٦- زالون ١٧- روج راڙو ١٨- ويو هليو.

# سر ڪيڏارو

## سر بابت:

ڪيڏارو معنيٰ جنگ جو ميدان. "ڪيداري" هڪ هندستاني راڳڻيءَ جو ٺالو آهي، جا ديپڪ راڳ جي پنجن پارياڻن (زالن) مان هڪ آهي.

ڪن صاحبن جو چوڻ آهي ته ڪيڏاري سر جا بيت احسان فقير جا چيل آهن، جو شاه جو هڪ همعصر هو. پنهنجي دعويٰ هن ڳالهه تي ثابت ڪرڻ گهرن ٿا، ته گهڻو ڪري سيني بيتن ۾ 'احسان سين' لفظ اچن ٿا، جي حقيقت ۾ اڳي 'احسان چوي' هئا، پر پوءِ فقيرن بدلايا آهن. هي دليل ضعيف آهي. ڪابه بيروني ثابتي ڪانهي. اندروني ثابتي مان صاف ظاهر آهي، ته هي ڪلام شاه جو آهي. احسان فقير وارا امامن بنسبت چيل بيت پڙهي، هتي ڏنل بيت پڙهبا، ته فرق نمايان ٿي پوندو. احسان فقير وارن بيتن ۾، اهي شاعراڻيون خوبيون ڪونهن، جيڪي هنن بيتن ۾ موجود آهن.

ڪي صاحب شايد شاه کي صرف سني ثابت ڪرڻ جي خيال کان، سر ڪيڏارو شاه جو ڪلام ڪري نٿا مڃين. اها هنن جي تنگ دلي آهي. شاه فرقي بازيءَ جي فتني کان گريز ڪندو هو. سني سادات هئڻ ڪري، امامن سان اهائي الفت هوندي هيس جيڪا هر ڪنهن سني کي آهي. ازانسواءِ هن سر ۾، شاه اهڙي ڪابہ ڳالهه ڪانہ چئي آهي، جنهن تي ڪو سنين کي اعتراض ٿي سگهي. هن سر ۾ شاه پاڻ سنين جو نقطہ نگاه واضح ڪيو آهي ته امامن جي شهادت امر الاهي هو ۽ ازل کان لکيل هو؛ تنهن ڪري انهيءَ واقعي تي سينہ زني ڪرڻ ۽ بازارن ۾ سرگس ڪڍي نمائشي واويلا ڪرڻ نہ جڳائي. امامن جيڪا شهادت جي سختي ڏٺي، سا الاهي محبت جو هڪ اسرار هو. خدا دادلا دوست ڪهائي ٿو- تنهنڪري سورهين جيڪو شهادت جو درجو ماڻيو، تنهن تي اسان کي ارهو ٿي، روڄ راڙو ڪرڻ نہ سنهائي. اسين جنهن کي شهادت جي سختي سڏيون ٿا، سا امامن واسطي ازلي آزمائش هئي. هنن خدا تعاليٰ جو فرمودو بجاءِ آندو. هنن 'في سبيل الله' موت ماڻي ابدي حياتي حاصل ڪئي، ۽ ازلي واعدو، وفا ڪيو. اهو ته هڪ الاهي اسرار هو، جنهن جي حقيقت ۽ مام جاڻڻ وارا ئي پروڙي سگهندا. باقي جيڪي نقلي دلدليون ڪڍي، گهوڙا سينگاري، هوليءَ جي سانگ وانگر منبل منبي، مزا ۽ موجون ڪن ٿا، سي ته پاڻ امامن تي ٺٺوليون ڪن ٿا.

## مضمون:

هن سر جو مضمون ڪربلا جي قضيي تي ٻڌل آهي، جنهن جو احوال مختصر طور هيٺ ڏجي ٿو:

حضرت محمد ﷺ جن جي وفات بعد اهم سوال اٿيو، ته مسلمانن جو خليفو ڪنهن کي ڪجي. هاشمين جو خيال هو، ته حضرت عليءَ ڪرم الله وجهه کي خليفو مقرر ڪجي، پر قريشين خلافت جو فيصلو، اجتماعي چونڊ تي ڇڏيو ۽ حضرت ابوبڪر رضي الله تعاليٰ عنه خليفو منتخب ٿيو. مسلمانن ۾ انهيءَ ڪري تفرقو پيو ۽ قوم، سنين ۽ شيعن ۾ ورهائجي ويئي. حضرت ابوبڪر رضه بعد حضرت عمر فاروق رضه، ان بعد حضرت عثمان رضه ۽ آخر ۾ حضرت عليءَ ڪرم الله وجهه خلافت جو عهدو سنڀاليو. حضرت عليءَ کان پوءِ سندس وڏو فرزند، حضرت امام حسن خليفو چونڊيو ويو، پر هن شام جي حاڪم معاويه کي خلافت سونپي ۽ وڏا وظيفا ورتائين، پاڻ امام حسين سميت، مديني ۾ اچي آرام سان زندگي بسر ڪرڻ لڳو. معاويه جي مرڻ تي سندس پٽ يزيد شام ۾ خلافت جون واڳون ورتيون ۽ امام حسين ۽ عبدالله بن زبير کان بيعت ڪرائڻ لاءِ مديني جي امير کي لکي موڪليو. امام حسين ۽ عبدالله بن زبير راتو واه مدينو ڇڏي، عيالن سميت اٿي مڪي ڏي پنڌ پيا.

ڪوفين امام حسين کي خط لکيا، ته "اسين تنهنجا تابعدار آهيون. ڪوفي ڏانهن اچو، ته يزيد خلاف جنگ جوٽيون." امام حسين خبرچار لهڻ لاءِ پنهنجي سوٽ امام مسلم کي ڪوفين ڏانهن موڪليو. امام مسلم ڪوفي ۾ پهتو، ته هزارن سندس هٿ تي اچي بيعت ڪئي. انهن ۾ جوش ڏسي، امام مسلم، امام حسين کي ڪوفي ڏانهن اچڻ لاءِ لکي موڪليو.

جڏهن يزيد کي ڪوفين جي بغاوت جي ڪڙڪ پئي، تڏهن نعمان کي برطرف ڪري، عبيدالله کي امير ڪري موڪليائين. عبيدالله جي ڏاڍاين ۽ حرفتن ڪري، ڪوفي امام مسلم کان ڦري ويا ۽ کيس شهيد ڪري ڇڏيائون، جنهن جي امام حسين کي مڪي ۾ ڪا به خبر نه پيئي.

امام مسلم جي لکڻ تي، امام حسين ڪوفي ڏانهن روانو ٿيو. محرم جي پهرين تاريخ، خميس جي ڏينهن سن٦١ هجريءَ مطابق ٦٨٠ع، بابل جي سرحد تي رسيو، جتي عبيدالله جي موڪليل هڪ سالار، حر، کيس اچي امام مسلم جي شهادت جي خبر ٻڌائي ۽ کيس نظربنديءَ جي حالت ۾ ڪربلا جي ميدان ڏانهن وٺي ويو. هو محرم جي ٣ تاريخ، فرات نديءَ جي ڪناري وٽ، ڪربلا جي ميدان ۾ اچي پهتا.

امام حسين مڪي موٽڻ لاءِ تيار هو. هو يزيد ڏانهن وڃي ساڻس روبرو ڳالهين ڪرڻ لاءِ به تيار هو؛ پر عبيدالله اجازت نه ڏني. الٽو بيعت تي اصرار ڪري بيٺو. ناڪابندي ڪري پاڻي وغيره بند ڪرايائين. امام حسين سان فقط چاليهه پيادا ۽ ٻٽيهه سوار هئا. پوءِ حر،

عبيدالله جي لشڪر کان ڇڄي، اچي امام سان ساٿي ٿيو.

شمز نالي سالار، محرم جي ڏهين تاريخ، ونس تيرن جا وسڪارا مچارايا ۽ امامن جي خيمن کي ساڙڻ جو حڪم ڏنو. آخر ٻنهي ڌرين لڙائي لاءِ تيار ٿيون. پوءِ ته ڪونڌر ڪسجڻ لڳا. هڪ ٻئي پٺيان امام جا عزيز شهيد ٿي ويا. آخر امام حسين مصري قبا پهري، مٿي تي پيغمبرﷺ جن جي دستار مبارڪ رکي، ڪلهي تي حضرت حمزي واري ڍال ڍاري، چيلهہ سان حضرت عليءَ واري ذوالفقار ٻڌي، ذوالجناح تي چڙهي، رڻ ڏي رخ رکيو ۽ ڪيترا ڪافر ڪيرائي، آخر جام شهادت پيتائين.

## روحاني راز:

هن سر ۾ شاه سچ جي راه ۾ سور ۽ سختيون سهي، سر فدا ڪرڻ جو سبق امامن جي ڪربلا واري قضيي مان پرائڻ جي تلقين ڪري ٿو. امامن دنيا تي دين ڪونہ وڪيو. جيڪڏهن يزيد جي بيعت ڪن ها ته جيڪر وڏا وظيفا ۽ دنيوي سک ۽ سهنج حاصل ڪن ها. ائين ڪرڻ سان هنن کي هڪ طرف مان ۽ مرتبو ملي ها، ته ٻئي طرف سورن کان نجات. جيتوڻيڪ کين يقين هو ته يزيد سان پڄڻ محال آهي؛ ته بہ بي سروساماني جي حالت ۾ حق جي راه کان نہ مڙيا. نفس سان جنگ جوٽڻ، وڏو جهاد آهي، پر جبري حاڪم کي سچ چوڻ انهيءَ کان بہ وڏو جهاد آهي. حق تي بيهي، اصولن کان نہ مڙڻ، مانجهي مڙسن جو ڪم آهي. جهڙي تهڙي جي جاءِ ڪانهي. سچ چوڻ ڪٿي سولو هجي، پر ڪوڙي حاڪم کي حق چئي، پوءِ جيڪي سور سهڻا ٿا پون، تن جو اندازو فقط اهو ڪري سگهندو، جو انهي آزمائش مان گذريو هوندو. خود غرضي انسان کان الائجي ڇا ڇا ٿي ڪرائي. عهدي ۽ انعام جي لالچ، شمر کان هي شيطاني شغل ڪرايو. دنيوي حڪومت ۽ ان جي الفت يزيد کي اهلبيتن کان بيعت ڪراڻ لاءِ ڪيترائي خراب حڪم صادر ڪرايا.

سچ تان سر صدقي ڪندڙن جا مثال، دنيا جي تاريخ ۾ ٻيا بہ گهڻائي ليندا، پر ڪربلا جي واقعي جهڙو رقت آميز حادثو مشڪل ملندو. حضرت عيسيٰ صليب تي سر ڏنو ۽ منصور سوريءَ تي پساه ڇڏيو پر امامن جهڙي آزمائش ڪنهن سان ڪانہ ٿي. هت ته هر هڪ، پاڻيءَ جي بوند لاءِ سڪي، ٻڪ ۾ پاه ٿي، سچ تان سر صدقي ڪيو. امام جيڪر اڪيلو شهيد ٿئي ها ته ٻين جهڙو ليکجي ها. شاباس آهي سندس اهل و اولاد کي جن مان هرهڪ ساڻس متفق ٿي بيٺو ۽ کانئس اڳ شهادت جو جام پيتو. هر هڪ عزيز، پٽ، ڀائٽي وغيره کي اکين اڳيان اجل جو شڪار ٿيندو ڏسي جيڪا ماڻڻ جي دل جي حالت ٿيندي، سا سمجهڻ يا محسوس ڪرڻ بہ سٿري ڪانهي.

صبر ڪري سور سهڻ؛ اصول تي اکين اڳيان اولاد ڪهائڻ، ننڍڙن ابهمن کي پاڻيءَ

لاءِ پياسو ترپي ترپي ساه ڏيندو ڏسي، ثابت قدم بيهڻ، ڪا معمولي ڳالهه ڪانهي. محڪم ارادو ڪندڙ اصول جي پابندي ڪندڙ انسان، دنيا ۾ سختيون سهي ٿو، پر ابدي حياتيءَ جو مستحق ٿئي ٿو. شال ڪو دنيا خاطر دين برباد نه ڪري. شل ايمان تان هن دنيا جون سو حياتيون قربان ڪرڻ جي اسان کي قادر قوت ڏي!

# سُر ڪيڏارو

## داستان پهريون

١

ڏِنو مُحَرمُ ماهُ[1]، سَنڪو[2]، شَهِزادَنِ[3]، ٿِيو*،
جاٽي هيڪُ اللهُ، پانّ وَٽَندِيُون[4] جو ڪَري.

٢

ڏِنو مُحَرمُ ماهُ، سَنڪو شَهِزادَنِ ٿِيو،
مڪي، مَدِيني، ماڙهُوئين[5]، رُنو مَتي راهَ،
تنهن واحِدَ کي واهَ[6]، جو حُڪُمَ هِهَڙائي ڪَري.

٣

مُحَرمُ موٽِي آئِيو، آئِيا تان نَہ اِمامَ[7]،
مَدِيني جا ڄامَ×، مولا! مُون کي ميڙِيين!

٤

مُحَرمُ موٽِي آئِيو، موٽِيا تان نَہ اَمِيرَ،
مَدِيني جا مِيرَ، ڏاتَرَ! مون ڏيکارِيين!

---

١ـ محرم (جنهن ۾ جهيڙو جهٽو حرام آهي) جو مهينو ٢ـ انتظار، ڳڻتي ٣ـ امامن جو
*محرم جو مهينو ڏنو آهي؛ امامن جو انتظار (ماتم) ڪرڻو پيو ٤ـ جيڪي ڪيس وٽن
٥ـ ماڻهن ٦ـ واه، واه، واڪاڻ ٥ـ اڳواڻ، پيشوا × مديني جا شاه (امام)

٥

مِيرَ مَدِينئان[1] ، نِڪَرِي ، ڏيرا ، ڏِنائُون÷ ،
ڪاٺِيءَ ، پاٽِيءَ ، گاهَ ڪي ، ماڙهُو مُڪائُون ،
چَڙهَندي[3] ، چِيائُون ، تَہ ٽِيندي ويڙه وَڏاندِري[4] .

٦

مِيرَ مَدِينئان نِڪَري ، رِڙهيا مَتي رَندَ[5] ،
گهوڙا تَنِ گهوٽَنِ جا ، پُرِيا[6] مَتي پَندَ ،
جِتي رَهِيا راتڙي ، سي سُونهارا هَندَ ،
ڪُلها ، ڪَرِنگهَرَ ، ڪَندَ ، جُهَرَنِ جُهونجهارَن[7] جا .*

٧

مِيرَ مَدِينئان نِڪَري ، آئِيا نَہ موٽِي ،
ڪارا رَڱِجِ ڪَپڙا ، آدا نِيروٽِيَ !
آئُون تَنِين لاءِ لُوٽِي[8] ، جي مِيرَ مُسافِرَ راٺِيا[9] .

٨

سَختِي شَهادَتَ جِي ، سُڻُ ! شادِيءَ جو ڏينهن ، **
ڏَرو ناهِ يَزيدَ کي ، نِسوروه ئِي نينهن ، +
مَرگُ[10] آهي مِينهُن[11] ، عَلِيءَ جي اولاد کي .

---

١ـ مدينيءَ مان ٢ـ ڇانوٽيون÷ خيما کوڙيائون ٣ـ گهوڙن تي سوار ٿيڻ وقت ٤ـ طول ، طويل ، لنبي ٥ـ رستي ، گس ٦ـ هليا ٧ـ وڙهندڙن ، پهلوانن *مسافريءَ ڪري بهادرن جا لڱ (ڪلها ، ڪرنگهو ۽ ڪنڌ) سور پيا ڪن . ٨ـ مٺي ، جلي ، رلي ٩ـ (١) رمگيا ، گذر ڪري ويا (٢) رڱجي ريٽو ٿيا ** اي مومن پنڌ ! تہ جيڪا (تون) شهادت جي سختي سمجهين ٿو ، سا (امامن لاءِ) شادي جي ڏينهن مثل هئي . + ذرو بہ يزيد جو ڏوه نہ هو : امامن لاءِ اها سختي نج الاهي محبت جو آثار هو . اها سختي کين الله جي طرفان ملي ، جو "دوست ڪهائي داذلا" ١٠ـ موت ١١ـ مينهن (رحمت) ـ

٩

سَختيءَ شَهادَتَ جِيءَ، مِڙوئِي مَلهارُ[١]،
ڏَرو ناهِ يَزِيدَ کي، اِي عِشقَ جو آثارُ[٢]،
ڪُسَڻُ جو قَرارُ[٣]، اَصلِ اِمامَنِ سين.

١٠

سَختِيءَ شَهادَتَ جِي، مَلهارُ مِڙوئِي،
ڏَرو ناهِ يَزِيدَ کي، آثارُ اُهوئِي، *
ڪُسَڻُ هو ڪوئِي، اَصلِ اِمامَنِ سين.

١١

سَختِيءَ شَهادَتَ جِي، نسورو ئِي نازُ،
رِندَ پَرُوڙِينِ رازُ، قَضِيءَ[٤] ڪَربَلا جو.

## وائي

اَڄُ مِيرَ مومِنَنِ جا، مَدِينو ڇَڏي هَلِيا،
مَدِينو ڇَڏي هَلِيا، سي مَدِينَئُون[٥] لَڏي هَليا.
هَئي هَئي! مَدِينو ڇَڏي هَلِيا!
سِڄُ، چَنڊُ، مُصطَفيٰ ڏي، يَڪدِلِ گڏي هَليا،
هَئي هَئي! مَدِينو ڇَڏي هَلِيا!
اَنڌارو ٿِيو، اُنِ رِي، تارا لَڏي هَليا،
هَئي هَئي! مَدِينو ڇَڏي هَلِيا!

---

١ـ جهڙ، مينهن ٢ـ اهڃاڻ، نشاني ٣ـ وعدو * شهادت لاءِ يزيد جو ڏرو ڏوهه نہ آهي: شهادت جي سختي انهيءَ ازلي وعدي پاڙڻ لاءِ هئي. ٤ـ معاملي، واقعي ٥ـ مديني مان.

## داستان ٻيو

١

چَندَ وِهاڻِيءَ[1] چَڙهِيا، مَلَ[2] مَدِينئان مِيرَ،
اُنِ سين طَبَلَ، بازَ، تبرُون، ڪُندَ، ڪَٽارا، ڪِيرَ،*
عَلِيءَ پُٽَ اَمِيرَ، ڪَندا راڙو[3] رُڪَ[4] سين.

٢

چَندَ وِهاڻِيءَ چَڙهِيا، مَلَ مَدِينئان گهوٽَ،
اُنِ سين طَبَلَ بازَ، تبرُون، ڪُندَ، ڪَٽارا، ڪُوٽَ[5]،
عَلِيءَ پُٽَ اموٽَ[6]، ڪَندا راڙو رُڪَ سين.

٣

چَندَ وِهاڻِيءَ چَڙهِيا، مَلَ مَدِينئان چامَ،
اُنِ سين طَبَلَ، بازَ، تَبرُون، نيزا ۽ نِيشان[7]،
عَلِيءَ پُٽَ اَيامَ[8]، ڪَندا راڙو رُڪَ سين.

٤

ڪَربَلا جي پِڙَ ۾، خِيما کوڙِياڻُون،
جهيڙو يَزِيدَ سامُهُون، جُنبِي[9] جوڙِياڻُون،
مُتهن نَہ موڙِياڻُون، پَسِي تاءُ تَرارِ جو.

---

١ـ چندڊ لٿي ۴ شعبان جي ڏينهن جڏهن امامَ اسهيا تڏهن چنڊ سنجهي ئي لٿو هو ٢ـ ملهه پهلوان * هنن سان (نمبروار) دهل، شڪاري باز، ڪهاڙيون، ڀالا، خنجر ۽ برڇيون هئا. ٣ـ جنگ ۴ـ رڪ جي ٺهيل هٿيارن ٥ـ گُرز ٦ـ پٺيان نہ هٽڻ وارا ٧ـ جهنڊا، عَلم ٨ـ ابهم، معصوم ٩ـ محو ٿي، جذبي يا جوش ۾ اچي.

٥

کامِلَ ڪَربَلا ۾، آهل-بَيتَ آيا،
ماري مِصرِيَنِ[١] سين، تَنِ ڪافِرَ ڪَنبايا،
سَچُ ڪِ[٢] بِيبِيءَ[٣] جايا، هِهَڙا سُورهيہ سُپِرِين.

٦

کامِلَ ڪَربَلا ۾، آيا سَيّدَ شِيرَ،
ماري مِصرِيَنِ سين، ڏُونڊِيَ[٤] ڪِيائُون ڍيرَ،
دَهِليا[٥] اُتِ دِليرَ، پَسِي حَملو مِيرَ حُسَينَ جو.

٧

کامِلَ ڪَربَلا ۾، آيا جُنگَ جُوانَ،
ڌَرتِي ڌُٻِي، لَرزِي، تَرتَلِيا[٦] آسمانَ،
ڪَرَهِ[٧] هُئِي ڪانَ، هو نِظارو نِينهن جو.

٨

کامِلَ ڪَربَلا ۾، پانْ آيا پِيهِي،
پَهُ ڪِيائُون پانْ ۾، مُقابِلِ[٨] وِيهِي،
قَضا[٩] هِيءَ ڪيهِي، هَئِي هَئِي! ٿِي حُسينَ سين.

٩

کامِلَ ڪَربَلا ۾، آيا اَڄُ اَمِيرَ،
وِيهِي وِيرِينِ[١٠] سامُهان، تِکا هَنيائُون تِيرَ،
هُئِي اِيءَ تَقدِيرَ، اِمامَنِ سين اَگِهِين[١١].

---

١ـ مصر جون لهيل تکيون ترارون ٢ـ بيشڪ ٣ـ بيبي فاطمہ ٤ـ لاش، مڙدا ٥ـ ڊنا، ڪنبيا ٦ـ ڏڪيا، ڏڪيا ٧ـ لڙائي ٨ـ سامهون ٩ـ تقدير، الاهي امر ١٠ـ دشمن ١١ـ ازل کان.

١٠

دوستَ ڪُهائي دادُلا[١]، مُحِبَ مارائي،
خاصَن خَلِيلَنِ[٢] کي، سَختيُون سَهائي،
اَللهُ اَلصَّمَدُ[٣] بي نِيازُ، سا ڪَري جا چاهي،
اِنَهِيءَ مَنجه آهي، ڪا اُونِهي ڳالهِ اِسرارَ[٤] جي.

## وائي

واويلا! واويلا! مَلَڪَنِ[٥] ڪيو رڻُ ماتَمُ،
هَئي هَئي! شاهَ حُسينَ سِڌارِيو[٦].
ڪَربَلا جي پَڙَ ۾، خيما کوڙِيائُون،
جيڪا رَضا رَبَّ جي، لِکيو لوڙِيائُون،
هَئي هَئي! شاهَ حُسَينَ سِڌارِيو.
ڪَربَلا جي پِڙَ ۾، آيا اِڄ اَمِيرَ،
جُهڙَ وَرائي جهورِيءَ جَهِليا، طَرَفَ سَندي تَقدِيرَ،
هَئي هَئي! شاه حُسَينَ سِڌارِيو.
پَسِي سَختِي مِيرَ حُسينَ جِي، رُنو نَبِيَنِ زارون زار،
مَلَڪَ، فَلَڪَ[٧]، ڌَرتِي ڌُبِي، آئي عَرش مَٿان اوچِنگارَ،
هَئي هَئي! شاهَ حُسَينَ سِڌارِيو.

---

١- پيارا ٢- دوستن ٣- خدا بيپرواه آهي (ق- ش ٢٠١٢) ۴- ڳجهه ٥- فرشتن ٦- لڏيو، وفات ڪئي- ٧- آسمان.

# داستان ٽيون

١

ڏِٺو ڪاله ڪِنهين، جُهونجهارَڪو[1] جَهيڳڙو،*
هاٿِيَنِ[2] هَڏَ مُڇائِيا[3]، ريلو رَتَ نَئِين[4]،
پانئِينِ[5] سا سَنئِين، جِئان جِيءَ جوکو ٿِئي.**

٢

ڪاري ڪَڪَرَ هيٺِ، مُون جهيڙِندا ڇَڏِيا،
ڪارا ڪُنڌَ هَٿَنِ ۾، اَڙَلَ[6] وَڇيرا[6a] هيٺِ،
ٿِي ٿِئين سِين ڏيٺ[7] موتَنُ جَنِين مِيهَٽُو.

٣

آيا، اُجارِينِ تَنڪَ[8]، تَرارِيُون، تيڙُرا[9]،
سانگِيُون[10] سائُنِ[11] هَٿَ ۾، ڪُلهنئُون[12] نہ لاهِينِ،
اُيائِي آهِينِ، مُهائِي[13] مَرَڻَ تي.

۴

هَٿَ، هَڪَلَڻُ، ٻيلِي[14] سارَڻُ[15]، مانجِهيان[16] اِيءُ مَرڪُ،
وِجَهنِ تان نہ فَرَقُ، رُڪَ وَهَندِيءَ رانڊِ[17] ۾.

---

١- بهادرن جو* آهي ڪو جنهن ڪاله هنن جي جنگ ڏٺي؟ ٢- هاٿين جهڙن پهلوانن ٣- وڍيا ۴- نمي، هاري، وهائي (رت جا ريلا وهائي) ٥- پانئين، سمجهين + جنهن اوکي وات مان جان جو نقصان آهي، سا سورهيه صراط المستقيم سمجهي، سر فدا ڪن ٿا.
٦- ڪُنڌُتا ٦a- جوان گهوڙا ٧- ملاقات ٨- ڪهاڙيون ٩- هٿيار اجاري تکا ڪندڙ ١٠- نيزا، پالا ترارون (هٿيار) ١١- بهادرن ١٢- ڪلهن تان ١٣- (١) مٿل، ڪٺل، قربل (٢) اڳواڻ، بهادر ١۴- همراه ١٥- سنڀالڻ، پرگهور لهڻ ١٦- بهادرن جو ١٧- اها راند (جنگ) جنهن ۾ نرڪ جا هٿيار وهڻ کان بس نٿا ڪن.

٥

بَهادُرَ گَڏِيا بَهادُرِين، ڪَڙَڳَ[١] ڪِلولِ[٢] ڪَنِ،
وِجَهنِ ڌَڙَ ڌَڙَنِ تي، هاڪارِينِ[٣] هَٿَنِ،
ڪِرَنِ، ڪَنڌَ نَچَنِ[٤]، رَڻُ گَجِيوَ[٥]، راڙو ٿِيو.

٦

هوڏانهن هُنِ هاڪارِيو، هيڏانهن هِي هَٿَنِ،
سُرِ نائِيُون[٦] ۽ سُنڌِڙا[٧]، ٻِنهِي پارِ ٻُرَنِ[٨]،
گهوٽَنِ ۽ گهوڙَنِ، رِڻَ ۾ لاٿُون لَڏِيُون.

٧

گهوڙَنِ ۽ گهوٽَنِ، جيئَڻ تورا ڏِينهڙا،
ڪَڏهن مَنجِهه ڪوٽَنِ، ڪَڏهن واهِي[٩] رِڻَ جا.

٨

گهوڙو گهوٽَ پَلاڻِيُو، مَتِس زِينَ ڌَري،
عَلِي شيرُ پُٽَنِ ڪي، اُيو سَڏَ ڪَري،
قَضا ڪيئن ٽَري، جيئن اَمرُ اِلاهِي آئِيو.

٩

جِهمَنڊِيُون[١٠] اَچَن، جهوليُون[١١] جُهونجهارن جون،
پايو ٻُڪَ ٻُهارَ[١٢] جا، اَن جون وَهُون[١٣] واڪا ڪَنِ،
پِٺِينِ، پارَ ڪَڏَنِ، رِڻُ گَجيو، راڙو ٿِيو.

---

١ـ ترارين ٢ـ آواز، ڪڙڪو ٣ـ هڪلون ڪن ۴ـ ترار لڳڻ ڪري سسيون ڌڙ ڪان ڌار ٿي ڦٿڪن ٥ـ جنگ جي ميدان ۾ گجگوڙ ٿي ٦ـ توتاريون ٧ـ سرنڌڙا، توتارا ٨ـ ٻڌڻ ۾ اچن، وڄن ٩ـ نگهبان ١٠ـ لڏنديون ١١ـ ڪپڙن جا لکر جن ۾ زخمين يا لاشن کي کڻي ايندا هئا ١٢ـ ڌوڙ، مٽيءَ ١٣ـ زالون.

١٠

ڪانڌَ[١] ڪَلاڙين[٢] ڪَپڙين، وَرَ! وناهِيو آءُ،
جِتِ سانگين جي سَٿَ وَهي،* اُتِ وِڪَ وَڌندي پاءِ،
تان تان پَنهِ مَ پاءِ[٣]، جان جان لُونِديِن[٤] نَه چڙهين.**

١١

"پَکو"، آئون نَه چُئان: "ماريو" تَه وِسهان،
ڪانڌَ مُنهن ۾ ڏَڪَڙا، سيڪينڌي سُونهان[٥]،
تَه پُڻِ لَڄَ مَران، جي هُونسِ پُٺِ ۾.

١٢

"پَڄِي آئِيين، پَڄَڻا! لَڄايُئي مُون، يار!
وينيُون ڪَنِ ڪُوارَ[٦]، مُنهن مَٿانهان جَنِ جا."

١٣

پَڄِي آئِيين، پَڄَڻا! لَڄايُئي مُون سيڻ،
وينيُون وِڄهنِ ويڻ، مُنهن مٿانهان جَنِ جا.

١٤

مُنهن مٿانهان جَنِ جا، سي پِنيو ڪَڍَنِ پارَ،
جيڏِيُون! هِنَ جونجهارَ، اُجاري سَٿِ اڄا ڪِيا.***

---

١- اَيتاڙ ٢- چِٽِن-گلن واري* جت تراڙن جو ڦهڪو لڳو پيو آهي. ٢a- پؤ، ڊپ ٣- پاڻُ، سمجهه ٤- اصل لُونڊي= وڻ جي ٽاري، جا ڪي ماڻهو شاديءَ وقت گهر آڏو کوڙيندا آهن** گهوٽ نه ٿئين. (جنگ جو سنڌي اصطلاحي لفظ، جنهن موجب پڙ ۾ سسي لهڻ کان پوءِ به مانجهي مڙس جو جنگ جاري رکڻ.) ٥- مرڪان ٦- گلا (١١ کان ١٢ بيت تائين ڪنهن سپاهيءَ جي زال چوي ٿي). *** ساري امت لاءِ چوٽڪاري جو باعث ٿيا.

## وائي

يا عَلي عَلِيّ! سِرِ[1] يتيمن جي آئي، *
آيو حُڪمُ اَللهَ جو، يا اِمام،
يا عَلي عَلِي! سِرِ يَتيمَنِ جي آئي.
ٻَنِ وِڇوڙو مَوتَ جو، هَئي وو! هَئي! چارِئي پَهَرَ جُدائِي،
يا عَلِي عَلِي! سِرِ يَتيمَنِ جي آئِي.
اَٿَرَ پَٿَرَ[2] ميڙي، سائين، اَلا! بِيبيءَ ديڳِ چڙهائي[2a]،
يا عَلي عَلِي! سِرِ يَتيمَنِ جي آئِي.
جَنِين ڪارَڻِ چاڙهيائِين، سي تان ڪَرِن[3] لَڙائِي،
يا عَلي عَلِي! سِرِ يَتيمَنِ جي آئِي.

## داستان چوٿون

١

ڪا جا ڏِري[4] ڏُنگِرِي[5]، ڪو جو وَرِيو واءَ،
عَلِيءَ شيرَ وِياءَ[6]، رِڻَ ۾ پيئَنِ راتڙي.

٢

جهيڙو لاهِہ[6a]، يَزِيدَ! عَلِيءَ جي اولادَ سين،
سا نَہ پَسَندِين[7] عِيدَ[8]، جا هوندي مِيرَ حُسَينَ سِين.

---

١- مٿان، تي * يتيمن جي مٿان مصيبت اچي ڪڙڪي. ٢- ڀڀهڙ ۽ پٿر.٢a- چاڙهي، چاڙهائي٣- ڪنن ٤- هيٺ لٿي ٥- ماڪ، غبار٦- اولاد ٦a- ختم ڪر. ٧- تون ڏسندين ٨- خوشي، راحت.

٣

جَنِينَ جهيڙيو ڪَالَ[o]، عَلِيءَ جي اولادَ سين،
هَٿِي تَنِينَ جي حالَ، جي جَماتِي[١] يَزِيدَ جا.

٤

جَنِينَ جهيڙيو اَڄُ، عَليءَ جي اولادَ سين،
يَئِي[٢]! تَنِينَ ڪان يَڄُ، جي جماتي يَزِيدَ جا.

٥

ڪُوفِيَنَ قَهَرُ ڪيو، تِيا جماتي يَزِيدَ جا،
پَلِيتَنِ ڪَي پِڙَ ۾، وَرِنَهُ[٣] وَرِ پيو[٤]،
سَدَرُ[٥] هونِ سِهو[٦]، شيرُ شَهادَتَ رَسِيو.

٦

ڪُوفِيَنِ ڪاغَذُ لِکيو، وِچِ وِجهي اَللهُ،
"اَسِين تابِعَ تنهنجا، تُون اَسانهنجو[٦a] شاهُ،
هيڪَرَ هيڏي آءُ، تہ تَختُ تابيني[٧] تنهنجي."

٧

ڪُوفي ڪَربَلا ۾، پاڙِي نہ پِيارِينِ،
اُتي عَلِيءَ شاهَ ڪي، شَهزادا سارِينِ،
نِکَرِيو نِهارِينِ، چَڙهُ مِيرَ مُحَمّدَ عَرَبِي.

---

o۔ ڪالهہ ١۔ جماعتي، حمايتي، همراهہ، طرفدار ٢۔ اي ياءَ! ٣۔ گيرو، پهلوان (امام حسين) ۴۔ آور ۾ اچي ويو ٥۔ مضبوط، پختو ٦۔ مراد، مقصد ٦a۔ اسان جو ٧۔ حوالي، بلي (تابع).

٨

پِرِهَ پَکِي آئيو، ڪَربَلا مان ڪَهِي،
روضي پاسِ رَسُولَ جي، تنهن هَلِي هاڪَ[1] هِنئِي،
”ڏِئيَمِ رُڪَ رَئِي[2]، چَڙهُ، مِيرَ مُحَمَّدَ عَرَبِي.“

٩

پِرِهَ پَکِي آئِيو، صُبُحِ سَوارو،
روضي پاسِ رَسُولَ جي، هَنيائِين هاڪارو[3]،
”مانجِهيَنِ ڪِيو مارو، چَڙهُ، مِيرَ مُحَمَّدَ عَرَبِي.“

١٠

پِرِهَ پَکِي آئيو، ڪَربَلا مان ڪالَ،
”آهِ آلودو[4] رَتَ سين، حَيرَتَ گَڏِيو حالَ،
گهوٽَ وِڻاهِيا[5] ڪالَ، ٻيلِي مِيرَ حُسَينَ جا.“

١١

ڪَربَلا ۾ ڪُوڪَ، ساجُهرِ شَهِزادَنِ جِي،
عالَمَ جا مَلُوڪَ[6]، رُڪَ روهي[7] جَهلِيا؛

**وائي**

سارو ڏينهن رِڻَ ۾، رَهِيا سي اِمامَ،
رِڻَ ۾ رَهِيا سارو ڏينهن، رِڻَ ۾ رَهِيا،
هَئِي هَئِي! رِڻَ ۾ رَهِيا.

---

١ـ هوڪو، نعرو ٢ـ چمڪاٽ، جهلڪو ٣ـ نعرو (اطلاع ڏنو) ۴ـ پسيل، ڀڳل، ڀنل ٥ـ نابود ٿيا، ناس ٿيا، ونواهه ويا، شهادت جي سيجَ چڙهيا ٦ـ امير، سردار ٧ـ سوڙهو گهٽي (شهيد ڪيا).

”تُون جا وَچين، ڪُونجڙي، هَئي هَئي ناني[1] ڏيج سَلامَ“
هَئي هئي! رِڻَ ۾ رَهِيا.
مون ڪي ويرِين ويڙهِيو، مولا! مينهن وَساءِ،“
هَئي هَئي! رِڻَ ۾ رَهِيا.

## داستان پنجون

١

حَسَنُ ناهِ حُسَينَ وَٽِ، ٻيلِي نَہ ٻاهُون[2]،
ساڏِيهُ[3] شَهزادَنِ جو، آهي اَڳاهُون[4]،
يَزِيدَ! جُلاهُون[5]، تيلانهن[6] ڪَرِيين تَڪِڙِيُون.

٢

ڪِلي[7] ويرَ ڪَنَڪَ ۾، هَئي جي حَسنُ هُئو،
ٻيڙو[8] ٻيڙو ٻاءُ تي، پَتَنگَ جيئن پِيو،
آهي ڪيرُ ٻِيو، جو ڪَري هَلان مِيرَ حُسَينَ تان؟

٣

ڪِلي ويرَ ڪَنَڪَ ۾، سائُو[9] سَڀ نَہ هُوِن،
پِڙَ تي سَڀِئي پون، موتَڻُ جَنِين مِيهَڻُو.*

١ـ رسول پاڪ ﷺ (جو امام حسين جو نانو هو) ٢ـ همراه ٣ـ وطن ٤ـ اڳيرو، پري ٥ـ جهلون، حملا، ڪاهون ٦ـ تنهن لاءِ ٧ـ جنگ ٨ـ همراه، ساٿي ٩ـ بهادر * جنگ جي ميدان ۾ سي ئي بيهندا جن کي ڀڄڻ کان عار هوندو.

۴

ڪلِي ويرَ ڪَنَڪَ° ۾، پاکَرَ[1] جو پائي،
اَچا اُنَ ڪي جيئڻ جو، آسانگو[2] آهي،
سُورِهيہ سو چائي[3]، جو رُکو ئِي[4] رِڻِ گِهڙي.

۵

سُورِهيہ مرين سوبَ ڪي، تہ دِلِ جا وَهَمَ وِسارِ،
هَڻُ يالا، وِڙهُ ياڪُرين، اَڏِي ڍالَ مَ ڍارِ،
مٿان تِيغَ° تَرارِ، مارِ تہ متارو ٿِيين. *

٦

حُرَ[6] هَلِي آئِيو، مانجِهي مَردانو:
"آهِيان عاشِقُ آگِ جو، پَتَنگُ پَروانو،
مانَ راضي ٿِئي رَسُولُ رَبَّ جو، نَبِي تو نانو،
هِيُ سِرُ سَمانو[7]، گهوتَ! مَٿانئِين گهورِيان."

٧

هُئِي هدايَتَ حُرَّ کي، اَزَلَ ۾ اَصلا[8]،
چَڙهِي آيو جَنگِ تي، هَلِي هُنَ پارا،
اِينديِهي[8a] چَيائِين اِمامَ کي: "گهورِيُسِ آن متاءَ،
"لا يُڪَلِّفُ اللهُ نَفساً اِلاَّ وُسعَها"[9]، جيڪا پُڄَنديَم سا،"
گهوتَ پہ لَگا گهاءَ، هِيءُ پہ[9a] شيرُ شَهِيدُ ٿِيو.

---

°- لشڪر ١- زره ٢- آسرو، محبت ٣- چوائي، سڏائي ۴- فقط (زره کان سواءِ) °- ترار
* جيڪڏهن دشمن توتي ترار سان وار ڪري، تہ تون ترار تي ترار هڻ تہ بهادر ليکجڻ ۾ اچين. ٦- شريف؛ نالو ٧- مانُ يا عزت وارو (حر يزيد جي لشڪر جو سالار هو، جو پوءِ امامن سان شامل ٿيو هو) ٨- اصل کان، شروع کان ٨a- اينديئي، اچڻ شرط ٩- الله ڪنهن بہ شخص کي سندس وت کان ٻاهر سختي نٿو سهائي (ق- ش ٢، ٢٨٦). ٩a- پڻ، بہ.

٨

پاوَنگ[١] اُيو پِڙَ ۾، هَٽي هَزارِي[٢] هولُ[٣]،
جَوهَرَ[٣a] ۽ جَڙاءَ سين، ڪامِلَ سِرَ ڪَنگولُ[٤]،
رَتورَت رَتولُ، مولِهيو[٥] مِيرَ حُسَينَ جو.

٩

ڏاڙهِي رَتَ رَتِياسِ، ڏَندَ تہ ڏاڙهُونءَ گُلَ جيئن،*
چوڏهِينءَ ماهَ چَندَ جيئن، پِڙَ ۾ پاڳِڙِياسِ[٦]،**
ميڙي[٧] ۾ مُحَمَّد جي، مَرُ مَرَڪي ماسِ[٨]،
تنهن سُورِهَيہ کي شاباسِ، جو مَتي پِڙَ پُرزا ٿِئي.

١٠

ڏاڙهِي رَتَ رَتِياسِ، ڏَندَ تہ موتِيَنِ ڳُتِيا،***
چوڏهِين ماهَ چَندَ جيئن، پِڙَ ۾ پيشانِياسِ[٩]،
"اَللّٰهُ نُورُالسَّمَاوات"[١٠]، جَلوو زَميناسِ[١١]،
"سِيمَاهُم فِي وُجُوهِهِم"[١٢]، مُنهن ۾ مَڻِ[١٣] ڳُتِياسِ[١٤]،
ڪَڪِرا ڪَربلا جا، مادَرِ تي ميڙِياسِ،
ڦِٽَنِ تان رَتَ ڦُڙا، عَلِيءَ تي اُگهياسِ،
مِڙَئي[١٥] مَعافُ ڪِياسِ، خالِقَ بَدِلي خُونَ[١٦] جي.

١١

ڪَربَلا ڪَڪوري[١٧]، دُلدُلِ[١٨] رَتا پيرَ،
سَٿُون ڏِيندي[١٩] شيرَ، مَٿاءَ سِڄُ مُرڪيو.÷

---

١- پهلوان، بهادر (پانبپ، امام حسين) ٢- هزارن جي قيمت واري ٣- رڪ جي ٽوپي ٣a- جواهر ٤- ڪلنگي ٥- پڳ *سندس ڏند رت لڳڻ ڪري ڏاڙهونءَ جي گل جهڙا ڳاڙها ٿي پيا ٦- سندس پڳ ** امام حسين جي دستار جنگ جي ميدان ۾ چوڏهينءَ جي چنڊ مثل پٺي بکي. ٧- قيامت جي ڏينهن جڏهن امت اچي مڙندي ٨- هنجي ماءُ (بيبي فاطمہ) *** ڏند اهڙا هئس جو جڻ موتي ڳتيا پيا آهن. ٩- سندس پيشاني ١٠- الله آسمانن ۽ زمينن جي روشنائي آهي (ق- ش ٢٤، ٣٥) ١١- هن جو زمين تي ١٢- سندس منهن ۾ سجدي جي نشاني آهي (ق- ش ٤٨، ٢٩) ١٣- مٿيو، موتي ١٤- لڳل هئس ١٥- سيئي امتي ١٦- شهادت ١٧- ڳاڙهي ٿي ١٨- امام جي گهوڙي جو نالو ١٩- دشمن مٿان حملا ڪندي ÷ تان جو سج لٿو.

۱۲

چارِ تَرارِيُون چيله سين، ٻَڌِي ٻَہ پاڳُون[۱]، *
اَڳِيَن[۲] جُون آڳُون[۳]، ڪَونرَ[۴] ڪِلي ۾ موڪِيُون[۵].

## وائي

اَڄُ نَہ آيو اِمامُ، واويلا! مومِنا! ماتُم! واويلا،
اَنُ نَہ پاڻِي اُنِ کي، نہ کو وُنَڙُنِ مينهن،
مومِنا ماتامُ واويلا!
هُئا سَٺاڻِيءَ جَنگِ ۾، نَوَ راتِيُون، ڏهَ ڏِينهن،
مومِنا ماتامُ واويلا!
دُلدُلِ گهوڙو شاهہ جو، مَٿِسِ لالَ[٦] پَلاڻِي[۷]،
مومِنا ماتامُ واويلا!
شيرَ شَهِزادي لَڏِيو،** سَيّدَ سيجَ نَہ ماڻِي،
مومِنا ماتامُ واويلا!

## داستان ڇهون

۱

ڪَوُنرَ ڪِلِي[۸] جا ڪوڏِيا، جان ڪِي تائِين جِيءُ،***
مَٿاءَ اَڙِيَنِ[۹] اُسَرِي، رُڪَ پِيالو[۱۰] پِيءُ،÷
ڳاهُ[۱۱] ڳِجهنِ جو ٿِيءُ، ويٺي[۱۲] جَنِ وَرِهيہ ٿِيا.

---

۱ـ ڀڳون * ترارن. ٻن ڀڳن مان امام جي شجاعت ڏانهن مبالغہ آميز اشارو آهي. ۲ـ مائٽن، وڏن (Ancestors; Predecessors) ۳ـ داءَ، شرط، بازيون (قول) ۴ـ ڳڀرو، پهلوان، شهزادي ۵ـ ملهائيون، پورا ڪيا ٦ـ لعل جهڙي يا رت مان رتل (امام) ۷ـ زين رکي ** حضرت قاسم شهيد ٿيو. ۸ـ جنگ *** جيستائين جسم جيءُ هو، مرڻ تائين ۹ـ ترارن جي نوڪن ۱۰ـ ترار جو جوهر ÷ ترارن، ڀالن وغيره جي چهنبن مٿان ڀاڻ اچلائي، انهن جي جوهر يا ڀاڻيءَ جي ڀڪ پيءُ (انهن جو نشان ٿيءُ، سر ڏي). ۱۱ـ ڪاڌو، خوراڪ ۱۲ـ انتظار ۾ وهندي.

٢

پاڪَ جَنِين جا پيرَ، ڪَتان[١] هيٺِ نَہ ڪوڙِيا،
تَنگَ[٢] تَرارِيَنِ تِڇِئا[٣]، ڇِٽِيو پُونِ ڇِڳير[٤]،
ڏُونڊيَ[٥] تَنِين جا ڏيرَ، ڳِجَهڙِيَنِ ڳِرِ لائِيا[٦].

٣

ڇَپَرِ جيئَن پَهُون[٧]، تيئَن رِڻَ ڳِجُهنِ رانِئيو[٨]،
وَنڪا[٩] وَنڪَنِ گَڏِيا، دوڙِيو ڏِينِ ڌَهُون[١٠]،
مهايَنِ[١١] وَهُون[١٢]، نِيرُ[١٢a] مَهانگو[١٣] ڪَنديُون.

٤

ڳِجُهون ڳوٺِ نَہ هُونِ، وَتَنِ ڪلي ڪوڏيُون،*
حَسَنَ، ميرَ حُسينَ ڪي، لَميو[١٤] لائُون ڏِينِ[١٥]،
ڳُتا[١٦] اُڪوڙِينِ، چوٽا چُوڙِيئَڙَنِ[١٧] جا.

٥

ڳِجَهڙِيَنِ ڳارو[١٨]، راتو ڏينهان رِڻَ ۾،
پُڇُيُون پُڇَنِ پاڻَ ۾، "ڪنهن مُنهَن ڪيڏارو؟"**
ڪائِنِ ڪَڳَمارو[١٩]، ڪانئِرُ پِيو ڪِنُو ٿِئي.

٦

ڳائو[٢٠] ڳِجَهہ نَہ ڪاءِ، مِهي[٢١] ماسَ نَہ هيرِئِين،
تَنِين لاءِ واجهاءِ، ڪَلَنگِيُون جَنِ ڪَپارَ ۾.

---

١ـ ڪتان، ڪتن تان ٢ـ پاڪڙن پِڏڻ جا پنا ٣ـ وڍيا، تُڪيا ۴ـ بهادر ٥ـ لاش ٦ـ گلي سان لائي (انهن تي چڙهي ويهي کاڌو) ٧ـ ڀڄڪريون ٨ـ سينگاريو ٩ـ بانڪا، بهادر ١٠ـ (واحد: ڌهہ) ٽَڪَرَ ڏڪا، ٽيلها ١١ـ ڪٽلن ١٢ـ زالون ١٢a ـ ڪارو رنگ جنهن ۾ ماتمي لباس رنگيو آهي ١٣ـ مهانگو (گهٽي استعمال ڪرڻ ڪري) *ڳجهون هڪ هنڌ نٿيون وهن پر وتن جنگ جي ميدانن ۾ جهوتون پائينديون. ١۴ـ لامارا ڏيو ١٥ـ پنهنجا متا امامن جي مٿن سان لڳائين ١٦ـ ڳتل وار (چوٽا) ١٧ـ چٽ ڀريندڙن، پهلوانن ١٨ـ کاڌو، خوراڪ ** هڪ ٻئي کان هليو وڃيو پڇن تہ جنگ جو ميدان ڪٿي آهي؟ ١٩ـ ترار هڻندڙ، بهادر ٢٠ـ ڏڳيءَ جو (گوشت) ٢١ـ ميهي، ماهٽي، مينهن جو (گوشت).

٧

اَڪِيُون ڪَڏُ مَ ڳِجَهڙِي، تارا تان مَ ڪاءُ،
پِيو نَہ پَسين پَٽَ ۾، ريگِڙِيارو[١] راءُ[٢]،
جيري[٢a] جنهن جُوانَ جي، لِڳا نَوَ سَؤُ نَوَ گهاءَ،
راتِ جنهن جي ماءُ، روِئِي، پِرِنيو[٣] رَبَّ کي.

٨

ڪَنبَ ڪُسَنِئِي ڳِجَهڙِي، لِڳيِن پوئِي واءُ[۴]،
اَميرَنِ مَٺاءُ، جيئن تو ڦُلين[۴a] ڇائُون[٥] نَہ ڪِيُون.

٩

ڳِجُهنِ وِيئِي ڳاڙِيا، ڏَنجها[٦] ڏُکَ، گهٽا،
تَنگِي لَٿِيَنِ تُوڻِ[٧] جِي، سُورِهَيہ ساماٺا،
ڪَندا راماٺا[٨]، ڪَؤنرَ ڪِلِي جا ڪوڏِيا.

١٠

ڪُوپا[٩] ڪِلِي ڪوڏِيا، راوَتَ[١٠] ڪِينَ رَهَنِ،
سائُنِ[١١] سِرَ فِدا ڪِيا، اڳيانِ اِمامَنِ،
يُجاهِدُونَ فِي سَبِيلِ اللّٰهِ[١٢]، ڪَمُ اِهو ئي ڪَنِ،
حُورُون هارَ ٻَڌَنِ، سِهَرا[١٢a] شَهِيدَنِ کي.

---

١ـ واريءَ سان لٽيل، رت جي ريگاڙن ۾ لت پَت ٿيل (ڪربلا جي ميدان جو) ٢ـ راجا ٢a ـ جيري ۾، جگر ۾ ٣ـ حوالي يا سپرد ڪيو ۴ـ وائي سور، سنڌن جو سور ۴a ـ گُلن جون ٥ـ ورڪا، وسڪارو ٦ـ سور، تنگيون ٧ـ توڻِ، ڪاڏو، خوراڪ، رزق ٨ـ هنگاما، لڙايون ٩ـ غازي، غيرتمند ١٠ـ بهادر ١١ـ بهادرن ١٢ـ هو (سچا مومن) خدا جي واٽ ۾ وڙهن ٿا [ق. ش ٥، ٥۴] ١٢a ـ موڙ.

١١

ڪُوپا ڪِلِي ڪوڏِيا، سائُو سِلحِدارَ[١]،
هِڪُ پائُرَ، پِيا پائِيئا[١a]، تِيا جانِي جِگَرَ يارَ،
اَرِڙَنِ[٢] ۾ اِحسان سين، سوايا[٣] ٿِيا سَردارَ،
حُورُنِ ٻَڌا هارَ، سِهَرا شَهِيدَنِ ڪي.

١٢

جَنَّتَ سَندِيَنِ جُوءِ[٤]، فائِقَ[٥] هَلِيا فِردَوسَ[٦] ڏَيِ،
فانِي ٿِيا "فِي اللّٰہ[٧]" ۾، هُوءِ[٨] ۾ پِيا هُوءِ[٩]،
رَبَ! ڏيکارِيِين رُوءِ[١٠]، اُنِين جِي اِحسانَ سين!

١٣

حَسَنَ مِيرَ حُسينَ جِي، سُٺِي جَنگِ جَهانَ،
اُڏاٽا اوڙِي[١١] ڪَري، ڪارِنِ پَکين ڪانَ،*
پِيءُ ڏاڏاٽا پانُ، سَيِّدَ سَڀِ مَلهائِيا.

١٤

حَسَنَ، مِيرَ حُسَينَ ڪي، رُنو ٽِنِ ٽولَنِ[١٢]،
گهرِ ماڙهُوئين، جَهنگِ مِرُوئِين، اُڀَنِ[١٣] ۾ مَلَڪَنِ،
پَکِيَنِ پانُ پَڇاڙِيو، تَہ لَڌِيو هوتَ وَڃَنِ،
اَلا! شَهِزادَنِ، سوِيُون ڏئِينَ، سَچا ڏِٺِي!

---

١- هٿيارن وارا ١a- پائيئا (پائرن جا پُٽ) ٢- بهادرن، تلوارون ٣- سوپارا، سرخرو ٤- مڪان ٥- مٿاهان، ممتاز ٦- بهشت ٧- اللّٰہ ۾ ٨- اللّٰہ ٩- هو، اُهي ١٠- منهن ١١- قطارون * ڪارن ڪنين لڱل تير هڪ ٻئي پٺيان پٺي اُڏاٽا. ١٢- گروهن، جماعتن ١٣- آسمانن.

١٥

حَسَنَ، مِيرَ حُسينَ جو، جَنِ نَہ هِينئڙي[١] جارُ[٢]،
خالقُ ربُ جبارُ[٣]، ڪِينَ مَرهِيندو[٤] تَنِ کي.

## وائي

ماتامُ اِمامَنِ جو ڪَريو، ماتامُ شَهِيدَنِ جو ڪَريو،
ماتامُ اِمامَنِ جو ڪَريو.
روئِي روئِي اَکِيُون، رَتَ سِين ڇو نَہ ڀَريو،
ماتامُ اِمامَنِ جو ڪَريو.
جيڪِي اِمامَنِ سَين ٿِيو، سو پاڻَ ڏَٽِيَ پَيدا ڪِيو،
ماتامُ اِمامَنِ جو ڪَريو.

١- دل ۾ ٢- سوز، درد ٣- زور وارو، جبرو ٤- بخشيندو، معاف ڪندو.

# سُر سارنگ

## سر بابت:

سارنگ هڪ راڳڻيءَ جو نالو آهي، جا برساتي موسم ۾ يعني سانوڻيءَ ۾ ڳائبي آهي. چون ٿا، ته جيڪو هن سر کي پوري سر ۽ تال ۾ ڳائيندو، سو جهڙ لائيندو ۽ مينهن وسائيندو. عام طرح وس تي وڄڻ وقت ماڻهو هن بيت جهونگاريندا آهن.

هي سر ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ واري شاه جي رسالي جي ٽن ڀاڱن ۾ درج ٿيل ڪونهي، شايد چوٿين ڀاڱي ۾ آئي ها. ڊاڪٽر ٽرمپ توڻي سرڪاري ڇاپي موجب داستان ٻهرين ۾ صرف ١٥ بيت ڏنل آهن. ٻين ڇپيل توڻي قلمي نسخن مان چنڊڇاڻ ڪري ڪل ٣٣ بيت ڏجن ٿا. اڃا به هڪ بيت داستان ٻئي ۾ مضمون جي مدنظر لڀايو ويو آسي ۽ هڪ بيت 'ميون' جو ۽ ٣ بيت ٻين سگهڙن جا رد ڪيا ويا آهن. داستان ٢ ۾ ڊاڪٽر ٽرمپ 'عبدالله' جي وائي ڏني آهي، جا پڻ ڪڍي ويئي آهي. رواجي نسخن جي داستان ٣ مان ڪيسر، سمن، گنگوءَ، عنايت ۽ لکمير جا درج ٿيل ٥ بيت ڌاريون ڪلام سمجهي خارج ڪيا ويا آهن، ۽ ٻيا بيت هٽ ڪري وڌا ويا آهن. داستان چوٿين مان هڪ ڪيسر جو، هڪ جوٽيجي جو، هڪ عيسيٰ جو، ٻه ٿانور جا ۽ ٢ ٻين سگهڙن جا بيت رد ڪيا ويا آهن؛ تنهن هوندي به ٻيا بيت هٽ ڪري، جتي ٽرمپ ۽ سرڪاري ڇاپي ۾ ٢٣ بيت آهن، اتي اسان ٢٠ بيت ڏنا آهن. ٽرمپ واري نسخي ۾ ڏنل بلند شاه واري سرائڪي ٻوليءَ ۾ وائي رد ڪئي ويئي آهي.

## مضمون:

١٩٥٠ع واري شاه جي ورسيءَ تي شمس العلماءِ ڊاڪٽر عمر بن محمد دائود پوٽي جي ڪيل تقرير، سندس اجازت سان هيٺ ڏجي ٿي، جنهن ۾ صاحب موصوف نهايت خوش اسلوبيءَ سان سارنگ جي سر جي مضمون کي واضح ڪيو آهي:

شاه سارنگ کي پنهنجو يار ٿو سڏي 'اڄ پڻ منهنجي يار، وسڻ جا ويس ڪيا.' سانوڻ ۽ بهار، سال جي جوانيءَ جا ڏينهن آهن. مون جهڙا ڪتابن جا ڪيڙا ۽ گهر گهيتڙا به جوش ۾ اچي ويندا آهن. اڃا جهڙ جهاما ٿيو، رعد جي رڙ ٿي ۽ وڄڙين ور وڌا، ته حال في الحال ٽپڙ سيري ڇڏيندس. پير ۽ ٽنگون بي اختيار نچڻ لڳنديون ۽ وات مان سارنگ جي بيتن جي جهونگار نڪرندي. اهڙي وقت موڙهلن کي به مت اچيو وڃي ۽ اهي به قدرت جي موج مستيءَ ۾ سڀ ڪجهه وساري، ڪو وقت اونگهه ۾ اچي ويندا آهن.

ڏينهن ڏاڍا ٿيا آهن ۽ ڪانوَ جي اک پئي نڪري، هاڙهه لڳو پيو آهي، گاه سڪي ويا

آهن، وڻن جا پن پيلا پيا لڳن، پٽ تاساريل آهن، پري کان رڃ پئي جرڪي. ماڻهو، مرگهه، مينهون، سڀ سارنگ کي پيا سارين، آڙيون ابر جي آسري ۽ انتظار ۾ آهن، تاڙا تنواري رهيا آهن، سمنڊ جون سپون سڄ ڏي سڪ سان پيون نهارين. ساريءَ جوڙ ۾ آنڊ مانڊ آهي، ڏڪار پريان ڏيکر پيو ڪري، ٽري بري ويلا ڪڍي رهيا آهن: باقي مالدار موڏين جا پاندا پريل آهن، ڪڳيون پيا هڻن، چي: جاڻ اسان جي انن جو اگهه ٿيو پر اجهو ٿو سندن سانڍيل ان گرڪي ٿئي. مطلب ته ساريءَ ڪائنات ۾ ٽرٽلو آهي.

اتي خدا جي رحمت جنبش ۾ اچي ٿي. اتر جي ڪنڊ کان ڪڪر چوٽي ٿو ڪڍي. لڳهن جي لالائي پسو. چوڌاري ڪارونيار آهي. رعد جي رڙ تي ڪليون ٿين ڪنبن. وڄن وسڻ جا ويس ڪيا آهن. سارنگ کي ساٿ ڪري، ڏکي چنّي رسيلا رنگ ڏيئي سيج تي چاڙهيو اٿن. اجهو مينهن لهه لهه ڪري پيو لمي. سيڪو پنهنجي اجهي پيڙو اچي ٿيو آهي. مينهون پناريون ۽ پڄنديون پنهنجي وٿاڻن تي اچن ٿيون. سڀ هنڌ سرهائي آهي. ڪانٺر ڪم کان ڇٽي پيا آهن. جتي ڪٿي ساز، سرندڙا، سارنگيون ۽ چنگ پيا وڄن، پر انهيءَ آگم جو انگ اهڙو ناهي، جهڙو پرين جو پسڻ. مينهن ۽ نينهن ٻئي هڪڙي اکر آهن. ورهن جا وڇڙيل اچي مڙيا آهن. چو ته سيڻن کانِ سواءِ روح رچنديون ڪيئن ٿينديون؟

انهيءَ عالمگير خوشيءَ ۾ ٻه اسان جي لاثاني شاعر جو خيال وڃيو غريبن تي پوي. چي: ويچارا هن وڏڦڙي ۾ ڪيئن ڪندا؟ هنن جا ڇپرا ڇيٽا آهن؛ واءُ ۽ مينهن انهن کي وڏيڪ جهوري وجهندو. ويچارا ڪهڙي وهه ويندا، نه اوڄڻ اٿن نه آجڪو. پر پر حال واندين جا، جن جا جاني ور هميشه لاءِ جدا ٿي ويا آهن. شال سندن پکا نه پسن! ويچاريون گجگوڙ ٻڌي وسميو ٿيون وڃن ۽ ساه سڪيو وڃين. شال! وارث مٿن اچي اولو ڪري ۽ سندن جهڳي کي جوکو نه رسي!

پر اهي منڊل ته منڊ تي وڳا آهن. منڊائتن مينهن جي کنوڻ ڪا ڪولي ٿئي؟ ٽر ٻر ولا آهن. تل ترايون پاڻيءَ سان پرجي ويون آهن. پلر جي پالوٽ سين پٽن پاه جهليا آهن. گسن تي گاه ٿيا آهن. وڻ ٻه ساوا ڇهڇ پيا لڳن. اگوندري آب ڪري سانگين جا ساه وريا آهن. ڏنار ڏڻ ڪاهي چنا چڏي، سمر سنباهي، پٽن تي پکڙجي پيا آهن. هاري ٻه ٻج ڪٽي هيج سان ٻنين ڏي هليا آهن ۽ هر سنباهيا اٿن. ان ارزان ٿيو آهي. جن مهانگو ميڙيو هو، سي اڄ هٿ پيا هڻن. شل اهي ڏڪاريل موڏي، جن کي پنجن مان پندرهن جو آسرو هو، سي ڏيهه مان مري کپي وڃن! سنگهارن ۾ سک ٿيو آهي. مينهون پاڻ مراديون ٿڌا گاه پيون چرن، وڏي اوه سان ڦر پٽيءَ لائي آيون آهن ۽ سامهون سچر کير پيون ڏين. مکڻ ماٽيءَ ۾ ڪُنَ پيو ڪري. شل اهڙي وقت پرين پاسارا نه ٿين.

نيٺ سارنگ ملڪ تان سوڙهه لاٿي ۽ ساندهه سهائو ٿيو. اهي وڄڙيون جي لال لبيس ڪري آيون، تن جي مهر فقط هن ملڪ سان ناهي! اهي ساري جهان جو سير ڪري، رسول ﷺ جن جي روضي پاڪ تي وسي، روم، شام، ڪابل، قنڌار، دهلي، دکن، چين ماچين ۽ گرنار کان گهمي ڦري ڍٽ ۽ عمر ڪوٽ تي پنهنجي ورڪا ڪرڻ آيون آهن. اي سائين! شل سنڌ تي سڪار ڪرين ۽ سڀ عالم آباد ڪرين!

شاهه جي همدردي سنڌ تائين محدود ناهي، بلڪ ساري جهان کي سميٽي پنهنجي دامن

۾ آئي ٿي:

"اکيون ميگھہ ملھار، صورت تنھنجي سڀ جڳ موھيو.
اکنڊيا جي ابر کي، سرھا ٿيا سنگھار،
صورت تنھنجي سڀ جڳ موھيو.
موکل ٿي مينھن کي، دوست ھٿان دلدار،
صورت تنھنجي سڀ جڳ موھيو."

## روحاني راز:

برسات کان اڳ زمين ۽ ملڪ جي حالت بلڪل ڏکي ھوندي آھي، ھر چيز جو ڏڪر ھوندو آھي. برسات بعد گاھ، ڏڌ، مکڻ، اَنُ ۽ کير وغيره جام ٿيندو آھي ۽ ھرڪو سکيو ستابو ٿي پوندو آھي. ساڳئي ريت اسلام کان اڳ عربستان جي حالت بلڪل خراب ھئي؛ مگر اسلام کان پوءِ اتي جون حالتون ائين ڦريون، جيئن برسات کان پوءِ ملڪان ملڪ ڦرنديون آھن. اسلام جو لشڪر اسلام جي تبليغ ۽ قانون الاھي جي رائج ڪرڻ لاءِ ملڪن ۾ پکڙجي ويو ۽ پنھنجي رحمت جا ڪڪر ساري دنيا مٿان وسايا.

"مکي مٿان موٽيون، اتيون تي عرفات،
روزي پاڪ رسول جي، رنگ ڪيائون رات،
وچڙيون پرڀات، موٽي مصر آئيون."

# سُر سارنگ

## داستان پهريون

١

اَڳَمِيو[1]، آهي لَڳَهَ[2]، پَسُ! لَطيفُ چئي،
اُتو مينهن وَڏڦڙو[3]، ڪَڏيو ڏَنَ ڪاهي،
ڇَنَ[4]، ڇَڏي پَٽِ پَئو، سَمَرُ[5] سَنباهي،
وِهو مَ لاهي، آسَرو الله مان.

٢

اَڳَمَ[6] ڪِيا الله، لَڳَهَ پَسُ! لَطيفُ چئي،
پَلَرَ[7] جي پالوٽَ[8] سين، پَٽَنِ جَهِليا پاهَ[9]،
واحِدَ وَڏائِي ڪِيا، مَٿي گَبِسَنِ گاهَ،
سانگين[10]، وَرِيا ساهَ[11]، اِئَنِ آبُ[12] اگُونڊِرو[13].

٣

آڳَمَ اِيئَن نَہ اَنگَ[14]، جِهَڙو پَسَڻُ پِرِينءَ جو،
سيڻَنِ رِيءَ، سَيّدُ چئي، رُوحَ نَہ رُچَنِ[15]! رَنگَ،
سَهَسِين ٿِيا سارنگَ[16]، جاني آيو جُوءِ[17] مَ.

---

١- جهڙ ڪيو ٢- گهاٽو ڪڪر ٣- زوردار مينهن ۴- هيٺانهين جاءِ، چِپر ۵- سامان، ڪاٺو ٦- جهڙ، مينهن جو سعيو ٧- مينهن جو پاڻي ٨- پلٽ، اُٿل ٩- رنگ، ريج، پٽ ساوا ٿيا ١٠- اهي ماڻهو جي مال سانگي ڪڏهن ڪٿي، ڪڏهن ڪٿي رهن، خانہ بدوش، مارو ماڻهو ١١- خوشيون ٿيون ١٢- پاڻي ١٣- بنا گوندر، گهڻو ١۴- ڪڪرن جا ليڪا، چِٽ، آثار ١۵- خوش ڪن، وڻن ١٦- راڳڻي جو نالو، جهڙ، خوشيون ١٧- مڪان.

٤

جانِي آيو جُوءِ ۾، تِيو قَلَبَ[١] قرارُ،
وَهِلو[٢]، وِچائِين وِيو، ڪَري غَمُ گُذارُ،
نِظارو نِرِوارُ[٣]، پِيءُ[٣] پَسايو پانھنجو.

٥

اُڀُونِ ڪَڪَرَ ڪَڏَرِيُون، اُتَرَ ڏي آهِينِ،
ڪَرِيُنِ آگمَ آئِيُون، مُندَ نَہ مَٽائِينِ،
مَٽانِ لوڪُ، لَطِيفُ چئي، گُوندَرَ گنوائِينِ[٥]،
پَلَرَ[٦] پِيارِينِ، اُجِيَنِ آبُ اَگُوندِرو[٧].

٦

اَڄُ پُڻِ اُتَر پارَ[٨] ڏي، ڪَڪَرَ تو ڪَري[٩]،
وَسَايو واتَرَيَنِ تي، تو خالِقُ کَنڊَ[١٠] ڀَري،
پاسارِيانِ[١١] پَري، سانگَ[١٢] مَ وَجَنِ سُپِرِين.

٧

اَڄُ پُڻِ اُتَر پارَ ڏي، تاڙِي[١٣] ڪِي تنوار[١٤]،
هارِين هَرَ سَنباهِيا، سَرها ٿِيا سَنگهارَ[١٥]،
اَڄُ پُڻ منھنجي يارَ، وَسَڻَ جا ويسَ[١٦] ڪِيا.

---

١- دل کي ٢- جلد، سگهو، ترت ٣- ظاهر، پڌرو ٤- پريءَ ٥- وڃائين ٦- مينهن جو پاڻي ٧- غمنار ٨- طرف ٩- ملار يا جهڙ تو ڪري ١٠- کنڊ (Continents) ملڪ ١١- پاسي کان ١٢- ڪنهن ڄڻ ١٣- ڄڪويل (تاڙو) ١٤- آواز، لات ١٥- ڌنار ١٦- ويگا، ڪپڙا.

٨

اَڄُ پُرِ اُتر پارَ ڏي، ڪَڪَرِيُون ڪارِيُون،
وَسِي ٿو وَڏَڦُڙو، ٿَهڪَنِ[١] ٿِيُون تارِيُون،
لٿِيَن لُڪَ، لَطِيفُ چي، ڍايُون تاسارِيُون[٢]،
پِڄَندِيُون[٢a] پَنّارِيُون[٣]، وَرِي وَٿاڻِين[٤] آئِيُون.

٩

اَڄُ پُرِ اُتر پارَ ڏي، ڪَڪَرَ ڪِي چوٽِي،
منداِئتِي[٥] مينهن جِي، ڪِنوِڻِ نَ ڪوٽِي،
آءُ لالَنَ موٽِي، گهورِيا رُسَڻَ ڏينهڙا.

١٠

اَڄُ پُرِ اُتر پارَ ڏي، ڪارا ڪَڪَرَ ڪيسَ[٦]،
وِڄُون وَسَڻَ آئِيُون، ڪَرِي لال لِبيسَ[٧]،
پِرين جي پَرديسَ، مون ڪي مينهَنِ ميڙِيا.

١١

اَڄُ پُرِ اُتر پارَ ڏي، ڪَڪَرَ ڪِيائين،
مُنداِئتَنِ مينهن جِي، رُتِ[٨] نَ روڪِيائين،
پَلَرَ[٩] پَلِٽِيائِين[١٠]، سانگِيَنِ[١١] گهٽا سِڪَ ٿِيا.

---

١- سهٽيون لڳن ٿيون، وٽن ٿيون ٢- اڃايل ٢a- پُسنديون ٣- متاريون، ڪوڏ مان جانورن کي چوندا آهن ٤- وَٿاڻ، (ڏانهن) جايون، آستان، مڪان ٥- موسم واري ٦- ڪيس جي رنگ جهڙا ڪارا ٧- لباس، پوشاڪ، وڳا ٧a- ملايا ٨- مند، موسم ٩- مينهن جو پاڻي ١٠- اوتيائين، وهايائين ١١- سانگ وارن، پرديسين، مارو ماڻهن.

١٢

اَڄُ پُرِ اُميدُون، آگم سَنديُون اُڀَ[١] ۾،
سانوَڻُ پَسِي سَرَتِيُون! سَڄَڻ سارِيُو مُون،
آئُون آسائِتِي[٢] آهِيان، مانَ پِرڀائي پُون[٣]،
گهرُ تہ گهرِجين تُون، مُندَ[٤] مِڙِيئي مِينهَن جِي.

١٣

اَڄُ پُرِ اُترَ پارَ ڏي، کَکَرَ تو کَري،
روضي[٥] پاکَ رَسُولَ جي، پَلِٽيو پَٽَ پَري،
وِڄُن[٦] ساڻُ وَري، تہ سَنگهارَنِ[٧] سُکُ ٿِئي.

١٤

اَڄُ پُرِ اُترَ پارَ ڏي، کَکَرَ تو کَري،
وَسِيو سي پَري، جي ڏُرَ[7a] ڏِينهن[7b] کانِئيا[7c].

١٥

اُتَران ٿِي اَئِيُون، کَرِي هَکَلَ هُوءِ،
پَري تَلَ[٨] ترائِيُون[٩]، جوڙِي هَلِيُون جُوءِ[١٠]،
پَسو جا پَٽَنِ ۾، کَٿُورِيءَ خُوشبُوءِ،
اَچِي رُوبَرُوءِ، اُنِيون[١١] روضي تان رَسُولَ جي.

١ـ آسمان ٢ـ اُميدوار ٣ـ زمين ۴ـ موسم ٥ـ قبي، مقبري ٦ ـ کنوڻين ٧ـ مارو ماڻهن ٨ـ تلاءَ ٩ـ هينيانهيون زمينون، چشما، ڍورا ١٠ـ نهر ١١ـ وسيون، وُٺيون. 7a ـ سوراخ، کڏا، (Depressions) 7b ـ (گرم) ڏينهن 7c ـ ساڙيا.

١٦

روضي تان رَسُولَ جي، ڪِيو وِڄڙِينِ وارو،
پَرِيائُون پيرَ پَٽِي[١]، نُظَرَ سين نارو،
هادِي! پَرُ حُڪمَ سين، هِيءُ تَڙُ[1a] تاسِيارو[1b]،
نِرمَلُ[٢] نِظارو، پِيّ[٣] پَسايو پانهنجو.

١٧

پِيّ پَسايو پانهنجو، نِظارو ناگاهَ[٤]،
لَٿو ڪَٽُ قُلوبَ[4a] تان، ٿِي وِرُونهَڻَ[٥] واهَ،
اُميدُون اَرِواحَ[٦]، پِيّ پَسَندِي پُڄِيُون.

١٨

وِڄُون وَسَڻَ آئِيُون، سارَنگُ سِينگارِي،
اُڃِيا لَکَ، لطيف چي، پَلَرَ[٨] پِيارِي،
وِڄڙِينِ وارِي، ڪَٽِي ڪَعبِي تي ڪَرَ نائِيا[٩].

١٩

وَسي تَڏهن وَسَ[١٠]، مُندَ[١١]، مِڙوئِي مينهن جِي،
ڪتَرِن[١٢] ڪيتا[١٣] چِڏِيا، جي مِڙيون ٿِي مَسَ،
گابا مَٿي گَسَ، ڏُکَ نَہ ڪَندا ڏِبِرا[١٤].

---

١- پيرو ڪري، قيرو ڏئي، چمڪاٽ ڪري 1a- (ٿر ۾) ڪوهُ 1b- اُڃايل، سُڪَلُ ٢- پاڪ، نور وارو، روشن ٣- پريں ٤- اوچتو 4a- قلبن، دلين ٥- وِرونهن، خوشي، وندر ٦- دل جون مرادون ٧- گهٽا، لڪين ٨- مينهن جو پاڻي ٩- پاسا ڍرڪايا، پاڻي هاريو، ڪنڌ نمايا. (ڪَرُ بدن جي مٿين ڀاڱي کي چئبو آهي) ١٠- آبادي، سڪار ١١- موسم ١٢- جي مينهون ڪير نہ لاهين ١٣- ڪتراڪ، تيسو، ضد ١٤- ڪمزور، ضعيف.

٢٠

وَسَڻُ اَکِڙيُنِ جيئن[١]، جي هوندَ[٢] سِڪِيين مينهن،
تہ هوندَ راتو ڏينهن، بَس ٻُوندِيُون نہ ڪَرِيِين.

٢١

ڪَڪَرَ مَنجهِ ڪَپارَ[٣]، جُهڙُ نيٽَنِيُون[٤] نہ لَهي،
جِهَڙا منهنجا سُپِرين، تَهِڙا ميگهہ مَلهارَ[٥]،
ڪَڻُ اَڪِيُون، ڪِلُ يارَ! وَڄَنِ سُورَ سَندا[٦] ڪِيو.

٢٢

جُهڙُ نيٽَنِيُون نہ لَهي، ڪَڪَرَ هُونِ نہ هُونِ،
سارِيو سُپِرِيَنِ کي، لُڙڪَ ڳَلَنِ تي پُونِ[٧]،
سي مَرُ[٨] رويو رُونِ[٩]، جَنِ مُسافِرُ سُپِرِينِ.

٢٣

گامَ[١٠] گُنديءَ[١١] گنجَ[١٢]، اَبرَ م أهاءُ[١٣] تيو،*
پَسيءَ پَرِ پِرِينءَ جي، ڏُورِ تِيا سَڀِ ڏنجَ[١٤]،
شالَ وَسَندو سَنجَ[١٥]، عاشِقَ تي اوهيڙا[١٦] ڪري.

٢٤

اُتو اوهِيڙا ڪَري، عاشِقَ مَٿي اَڄُ،
ڏورِ ڏڪارِيا ٻَڄُ، مِينهَنِ منهن ڏيڪاريو.

---

١- جيئن ٢- هوند، جيڪر ٣- ڪاپار، مٿو ۴- نيٽن يا اکين سان ٥- مينهن وارا ڪڪر، برسات ٦- نشان، ڦٽ ٧- ڪريو پون ٨- ڀل تہ ٩- روئين ١٠- ڳوٺ ١١- انُ رکڻ جي گندي ١٢- خزانا، گهٽو ١٣- چمڪو، روشنائي ١۴- ڏنجهہ، ڏک، ڏولاٿا، اهنج ١٥- سنجهي ساڻ ١٦- چوها مينهن، وڏيون ڦڙيون، وسڪارا.

* راڳائي فقيرن جي پڙهٽي: ڪامَ ڪنندي ڪنجَ، آبر م اهاءُ تيو

٢٥

اَڳڻَ تازِي[١]، ٻَهَرِ ڪُنڊِيُون[٢]، پَڪا پَٽَ سُونهَنِ،
سُرَهِي سيجَ[٣]، پاسي پِرِين، مَرُ پِيا مينهن وَسَنِ،
اسان ۽ پِرِين، شالَ هُونِ بَرابَرِ ڏينهڙا*.

٢٦

بَرَ وِنا، ٿَرَ وَنا، وَٿِيُون تَرايُون[٤]،
پِرهَ جو پَٽَنِ تي، ڪَنِ وِلوڙا[٥] وايُون،
مَڪَڻَ پَرِينِ هَٽَڙا، سنگهارِيُون[٦]، سايُون[٧]،
ساري ڏُهَنِ سامُهِيُون[٨]، ٻولايُون[٩]، رايُون[١٠]،
ٻانِهِيُون ۽ ٻايُون[١١]، پَڪِي[١٢] سُونهَنِ پانهنجي.

٢٧

بَرَ وَنا، ٿَرَ وَنا، وَٿو جيسَرُمِيرُ[١٣]،
آگَمَ ڪَرِي آئِيُون، پائُرِ[١٤] پَرِي پيرَ،
لاٿائون، لَطيفُ چئي، وانڊِيُنِ[١٥] مَٿان ويرَ[١٦]،
سَرَها ڪِيائون سيرَ، سَرَهِيُون سَنگهارِيون ٿِيُون.

٢٨

بَرَ وَنا، ٿَرَ وَنا، وَٿِي ڪَڇَ ڪِنارَ[١٧]،
پوچاڙِيءَ[١٨] پَٽَنِ تي، ڏِسُ! نايائون نارَ[١٩]،
سَٻاجهي[٢٠] سَتار، لاٿا ڏُرُتَ[٢١] ڏيهَ تان.

---

١- عربي گهوڙو ٢- ڪنڊيدار سڱن سان مينهون، (مالدار هجڻ جي نشاني) ٣- ڪٽ، پلنگ *- هميشه پاڻ ۾ صلح هجيئون (شاهوائي)، شال اسان ۽ اسان جي پرين لاءِ ڏينهن هڪ جهڙا هجن: يعني ڪي ڏينهن ڏکيا ۽ ڪي سکيا نہ هجن! ٤- ڍورا، ماٽريون ٥- ڏڌ ولوڙڻ ٦- مارو ماڻهن جون زالون، موچاريون زالون ٧-سکيون، آسوديون ٨- سامهون بيٺل ٩- خاص رنگ جون مينهون ١٠- خاص رنگ جون مينهون ١١- رئيسياڻيون ١٢- مَنهَ ۾ ١٣- جيسلمير جو هڪ ملڪ ١٤- ٿر جي وچ وارو حصو ١٥- وڏيرين، چڱين زالن، ڪنواريون زالون ١٦- ڏمر، چڙ، ڪينو ١٧- پاسو، طرف ١٨- شام جو، پوئين وقت ١٩- ڪوهن مان پاڻي ڪڍڻ جو چرخو ٢٠- مهر ڪندڙ، رحيم ٢١- ڏک، ڏڪار.

٢٩

سارَنگَ! سارَ لهيج، اللهَ لَگِ[١] اُجيَنِ جِي،
پاڻِي پُوڄَ[٢] پَٽَنِ ۾، اَرزان[٣] اَنُ ڪَريج،
وَطَنُ وَسائيج، تہ سَنگهارَنِ سُکُ ٿِئي.

٣٠

سارَنگَ ڪي سارِينِ، ماڙهُو، مِرگھ[٤]، مينهِيُون،
آڙِ يُون[٥] اَبرَ آسِري، تاڙا[٦] تَنوارِينِ،
سِپُون جي سَمُونڊَ ۾، نئين سِجُ[٧] نِهارِينِ،
پَلَرَ پِيارِينِ، تہ سَنگهارَنِ سُکُ ٿِئي.

٣١

ڪانڊَ[٨] مَ وِڪُڻِ ڪُنڊِيُون، ڏَنُ سَيوئي[٩] ڌارِ،
اِيَرِيُون، سَيَرِيُون[١٠] پانهنجون، سَبيُون[١١] سَبِ سَنيارِ[١٢]،
بَنَ[١٣] چِڏي، چَنَ[١٤] پَئِي، وَڃِي وَلهارَنِ[١٥] وارِ[١٦]،
تہ اَچي اَگِٿان[١٧] بَهارِ، سَرِلا[١٨] ڪَندي سَڌَڙا.

٣٢

سارَنگَ ڪي سَعيو[١٩]، توڪي سَعيو نہ ٿِئي،
گَرُڙي[٢٠] تو گُمانَ ۾، آيو ڪِي آيو،
هارِين لَئي هَرُ هَرِ جاءِ ۾، هادِيءَ هَلايو،
مَتان ايئن ڀانئيو، تہ بادَلَ آهِ بَسِ ڪِي[٢١].

---

١- واسطي، ڪارڻ ٢- گهٽو ٣- سستو ۴- هرڻ ٥- ڍنڍ جا پکي ٦- پکيءَ جو نالو، جو مينهن ۾ پرگهٽ ٿيندو آهي ٧- هر روز ٨- پتار، خاوند ٩- سڄوئي ١٠- ڏٻريون خواه ٿلهيون ١١- رڍون ١٢- سار، ڳڻ، لهه ١٣- جهنگ، ٻيلو، مٿانهين زمين ١۴- منهه، هيٺائين جاءِ ١٥- ولرن، مال جا ڌڻ ١٦- ورائي ١٧- اڳڻ ۾ ١٨- چٽو، وڏي سڌ، جهڙ، ملار ١٩- ڪوشش ١٠- گوڙ ڪري ٢١- ڪئي.

٣٣

سارَنگُ سينگارِي، وِڄُون وَسَڻَ آئِيون،
بَرِسِيِ پَـتـارِي، پَرِيا پَـتَ پُراڻَ[١] جا.

## وائي

منهنجي سَيِّدُ سارَ لهندو، مون کي آهِ اُميدَ الله ۾.
سَجِدي پَئِي سپرينءَ، زارِي زورِ ڪَندو،
مون کي آهِ اُميدَ الله ۾.
اُمَتَ ڪارَڻِ احمَدُ اُتِ، پَرمَلُ[٢] پاڪُ پِنَندو،
مون کي آهِ اُميدَ الله ۾.
صُورَ[٣] ڌَڪا[٣a] ٿيندو، اڪِيُون سَڀُ سِڄُ ڪَڍَندو،
مون کي آهِ اُميدَ الله ۾.
ميڙو ٿيندو مومِنِين اُتِ مُحمَّدُ مِيرُ مَلهِيندو[٤]،
مون کي آهِ اُميدَ الله ۾.
نَفسا نَفسِيِ[٥] سَيَڪو ڪَرِي، داتا[٦] دَرِ دوڙَندو،
مون کي آهِ اُميدَ الله ۾.
مُهتُ[٧] ڏِيندُسِ مَولو[٨]، اُتِ بَديُون بَخشائِيندو،
مون کي آهِ اُميدَ الله ۾.

---

١ـ مڪان جو نالو، ڊورو، پراڻي ٢ـ پين جو مددگار، پاڪ ٣ـ اسرافيل وارو توتارو ٣a ـ ڌڌڪو ٤ـ خوش ٿيندو، سرخرو ٿيندو ٥ـ پنهنجي پنهنجي جند ٦ـ ڏيندڙ سخي ٧ـ مان، عزت ٨ـ مالڪ.

# داستان ٻيو

١

سارَنگَ سائِي سِٽَ، جهَڙِي لالِي[1] لاکَ[2] جِي،
اِيئن سي اُهُنِ[3]. اَنگيا[4]، جيئن سِي چُنِيءَ[5] چِٽَ،
ٻَرسِيو پاسي پِٽَ، ٻَرِيائِين ڪُنَ ڪِراڙِ[6] جا.

٢

ٻِرِي[7] پِٽَ تي آئيو، سارَنگُ سِهَجَ مَنجها،
ڪِرِڙِيُون[8] ڪنڌُهار جيئن، وِڄُون اُتَرَ وا،
سَرها سَبِزا[9] ٿِيا، ڍامَڻَ[10] ڍِٻَ ڪِيا[11]، *
ڦِهرِي ڦِنِيا[12]، ٻَرِيائِين ڪُنَ ڪِراڙِ جا.

٣

ٻَرِيائِين ڪُنَ ڪِراڙِ جا، وَٺو وارِياسو[13]،
ڪُٽِيتِيءَ[14] ڪِنوَٽِ ڪِيو، چَڱو چوماسو[15]،
ماڪاٽِيءَ[16] تان موتِيو، ڏيئِي ڀَٻَ[17] پاسو،
خالِقَ ڪِيو خاصو، چِيهو[18] چُڪِيءَ[19] ڪَنڌِيِن[20].

٤

چِيهو چُڪِيءَ ڪَنڌِيِن، ڪِيائِين گَڙَنگَ[21] تي گَلَ،
هَڏا ڪَٽِيان[22] هَلِيو، ٻَري تَرايُون تَلَ،
آنڊائِين آبَ اُچَلَ[23]، مَٿي باغَ بَهارَ ٿِي.

---

١ـ لالاڻ ٢ـ لاک جو ڳاڙهو رنگ ٣ـ ڀاڻن ۴ـ چِٽ ڪيڻ، رنگ ڏيڻ ٥ـ جيئن مٽي جي رنگدار پوتي ٦ـ پِٽ جي ويجهو هڪ ڍنڍ ٧ـ ڦري، وري، ڀيرو ڪري ٨ـ ڪليون، خوش ٿيون ٩ـ ساوڪون ١٠ـ گاهہ جو قسم جنهنجون ڀاڙون غريب ڏٽ ڪري کائيندا آهن ١١ـ واري جو دڙو، دڙيون ڪيون، گهٽو نڪتيون * ڍِٻَ ڍامڻ اُپايا، ڍبَ تي ڍامڻ اُڀريو ١٢ـ ڦِٽن کان ڀا جا ١٣ـ واريءَ واري زمين، ٿر ١۴ـ پوري وقت يا موسم تي اينڌڙ ١٥ـ سانوڻ جا ڏينهن، برسات جي مند ١٦ـ مڪان جو نالو ١٧ـ جبل جو نالو ١٨ـ هڪ قسم جو گاهہ ١٩ـ هڪ ڍنڍ جو نالو ٢٠ـ ڪنڌين تي ٢١ـ پِٽ شاهہ کان اڌ ميل پري هڪ زمين جو ٽڪرو ٢٢ـ مڪان جو نالو ٢٣ـ اٿل، پلٽ، ڀالوٽ.

٥

اَڄُ رَسِيلا[1] رَنگَ، بادَلَ ڪَڍيا، بُرجَنِ[2] سِينِ،
سازَ، سارَنگِيُون، سُرَندا، وَڄائِي بَرُ[3] چَنگَ[4]،
صُراحِيُون[5] سارَنگَ، پَلِٽِيُونِ راتِ پَدامَ[6] تي.

٦

مينهان[7] ۽ نينهان[8]، ٻَئِي اَڪَرِ هيڪَڙِي،
جي وَسَڻَ جا ويسَ ڪَري، تہ ڪَڪَرَ ڪَنِ ڪِيهان[9]،
بادَلُ تِي بيهان، جي آگَمَ اِڇَڻَ جا ڪَرِين.

٧

بادَلَ! تُمَ پَي ڪَرُن،* ڪَنَڪَ جِتِ مِڙَنِ،
تَنگَ[10] پِڃَنِ، تَرڪَشَ[11] پُسَنِ، سَڄَڻَ جِتِ پَونِ.

٨

ڪُنُڪَن[12] ڪانڊَ[13] جِتِ ڪِيو، جُهڙَ پَسِيو جِهجَنِ[14]،
وَرَ[15] رِيءَ وانڍِيَنِ[16] اَڏِيا، پَکا سِي مَ پُسَنِ،
اُتَرُ ڏاهي اُنِ جا، تہ ڪنهن ڪي ڪارُون[17] ڪَنِ،
وارِثُ وَرِي تَنِ، اَڇي شالَ اولُون ڪَرِي[18].

٩

ڪُنُڪَنِ ڪانڊَ جِتِ ڪِيو، جُهڙَ پَسِيو جُهُڪَنِ[19]،
سُٽيو رَڙِ رَعَدَ[20] جِي، ڪَلِيُون[21] ٿِيُون ڪَنبَنِ،
ڪَلِيُون[22] ڪِينَ ڪُڇَنِ، ويچارِيُون وَرَنِ ري.

---

١- رس وارا، وٹندڙ ٢- تارن جي جهڳٽن ٣- سڄو ٿر ٤- ساز جو قسم جو وات ۾ وڄهي ان جي وچ ۾ پيتل تار کي آڱر سان هلائڻ سان سريلا آواز نڪرندا آهن ٥- گهگهيون ٦- پٽ پرسان مڪان جو نالو ٧- مينهن ٨- نينهن ٩- ڪيهون، دانهون * اي ڪڪرا تون اتي زور سان مينهن وسائين ٿو. ١٠- گهوڙي جا تنگ ١١- تيرن رکڻ جون بگڙيون ١٢- ڪنجهن، ڪرڪن ١٣- ڀتار، مڙس ١٤- ڦسن، غم ڪن، ڳرن ١٥- مڙس ١٦- ماني وندبيندڙ، رنڙن ١٧- پڪارون، دانهون ١٨- يادگيريون ڪري، ڏڪ ڏڪي، پردو ڪري ١٩- ڪڙڪن، تنوارين ٢٠- گجگوڙ ٢١- ڪليجا ٢٢- ابوجهہ جوان زالون.

## وائي

ڪَرُ[1] مَرُ[2] ڪامي پَچِي، آئون وِينديِ دَرِ دوستَنِ جي.
جِيائِين[3] ڏُجَھنِ[4] تَڪِيو[5]، سَڄَڻُ تِيائِين[6] اَچِي،
آئون وِيندِي دَرِ دوستَنِ جي.
نُورا پايو نِينهن جا، دَرِ پِلي جي نَچِي،
آئون وِيندِي دَرِ دوستَنِ جي.

## داستان ٽيون

١

مُندَ ٿِي مَندَلَ[7] مَندِيا[8]، ڪِي اوھِيڙَنِ[9] اوڪَ[10]،
ڇاڇَرِ[11] ٿِي ڇَنَنِ ۾، مينھُون ڇَرَنِ موڪَ[12]،
سَرَھِيُون ٿِيُون سَنگهارِيُون، پويو[13] پائِنِ طوقَ[14]،
ميھا، ڇيڙ، ڦُنگيُون[15]، جِتِ تِيَنِ سيئِي ٿوڪَ[16]،
لاھِيِن مَٽان لوڪَ، ڏولائِي[17] جا ڏينھڙا.

٢

مُندَ ٿِي مَندَلَ مَندِيا، تاڙِي[18] ڪِي تنوار[19]،
ھارِين ھَرَ سَنباھِيا، سَرَھا ٿِيا سَنگهارَ،
اَڄُ پُرِ منھنجي يارَ، وَسَڻَ جا ويسَ ڪِيا.

---

١- گڏھ، دشمن، رقيب ٢- پلي تہ ٣- جتان، جيئن تہ ٤- ڏجهن غمن، دشمنن ٥- اکيون وڌيون ٦- تتان، تنهن ڪري ٧- سر منڊ جو ساز، مزا ٨- تيار ڪيا، بنايا، لڳايا ٩- مينهن جي ڪڪرن ١٠- وسڪارو ١١- پاڻي جي اڇ، ڍوري ١٢- گهڻو ۽ جالارو پاڻي ١٣- هار ٺاهيو ١٤- ڳيٽ ١٥- ترڪاريون، ڪنيپيون ١٦- اسباب، شيون ١٧- ڏکن، رولڙي ١٨- نندڙو پکي جو مينهن جي موسم ۾ لنوندو آهي، ١٩- آواز.

٣

مُندَ تِـي مَندَلَ مندِيا، آيو جُهڙُ جهاتِي[١]،
هِڪُ اَرزان[٢] اَنُ تِيو، پِيو مَڪَڻُ مَنجهِ ماتِي،
ڪَلِمِي سين ڪاتِي[٣]، لاتُمِ ڪَسُ قُلُوبَ تان.

٤

ڏِيئِي رِيجُ راڻڪَ[٤] کي، ڪِيائين لُوتَڙِيءَ[٥] تي لَلَ[٦]،
ڏُلهي[٧] چَڏِيائين ڏَرُ[٨] کي، پاڻِيءَ پَرِيائين پَلَ[٩]،
آندَئين آبَ اُڇَلَ، موڪَلَ تِي مينهَنِ کي.

٥

مُون جُهڙُ ڏِٺو اُبَ ۾، دِولِيا! لَڏَ مَ لاهِ،*
اَچَنِ آبُ اَکِئين ڪِيو، وِچُون اُتَرَ واءِ،
چَـنَ[9a] چَڏِي پَٽِ پاءِ، اَڏُ اُتاهِين پَڪڙا.

٦

مُحِبُ منهنجا سُپِرين! آئِينڊُءِ اَللهُ،
توکي ساري ساهُ، اُڪَندِيو[١٠] آهُون ڪَري.

٧

پاچِاتِيان[١١] پَئِي، تِيو آڳاتِيان اَڳرو[١٢]،**
چُڪَسِ سَبِ چَئِي، تَڏِهن مولِيٰ مِينهَن وَسائِيا.÷

---

١ـ جهڙ پٽ، تکو ٢ـ سهانگو ٣ـ مينڍي ٤ـ پٽ جي ويجهو مڪان ٥ـ مڪان جو نالو ٦ـ مهر، ٻلاٽي ٧ـ ٻري ٨ـ پٽ جي ويجهو هڪ مڪان جو نالو ٩ـ پٽ جي ويجهو هڪ مڪان جو نالو *اي پيارا! هلڻ لاءِ جو بوجهو يا بار لڏيو اٿئي، سو لاهي نہ رک، يعني سعيو ترڪ نہ ڪر. 9a ـ هيٺاهين، جهڪاڻ، پٽ جي ويجهو هڪ مڪان جو نالو ١٠ـ سڪندڙ، آسروند ١١ـ موسم جي پڇاڙيءَ ۾ ١٢ـ بهتر، واڌو. ** جيتوڻيڪ مينهن پاڇاتو پيو آهي پر اهو آڳاتي مينهن کان بہ سٺو پيو آهي. ÷ جڏهن دعائون گهڙي گهڙي ٿڪجي پيس تڏهن مس مولا مينهن وسايو.

٨

آگمَ ڪِيو اَچَنِ، سَجَڻَ سانوڻ مينهن جيئن،
پاسي تَنِ وَسَنِ، جي سَبُ° جماندرُ[1] سِڪِيا.

٩

اوچَڻُ گهرجي آجِڪو[2]، جُهوپو[3] سَهي نہ سِيءُ،
سُٺائيجِ سُوَرِ[3a] کي، حالُ منهنجو هِيءُ،
اَڳَڻَ آيو تيءُ، تہ ڏولِيا! ڪنهن ڏِنگِ[4] تِيان.

١٠

ڪانڌَ! تنهنجي پاندَ° ري، سَنجهي سِيءَ مَران،
ڪامِلَ! ڪَپاهُنِ[5a] ۾، پيئِي ٺارَ ٺران،
تارِيءَ[6] تِنهن[7] تَران، جيئن وَرُ وِهاڻِيءَ[8] وارِيو.

١١

ڪانڌَ! تنهنجي پاندَ ري، سِيءَ مَران سَبُ راتِ،
ڪامِلَ! ڪَپاهُنِ ۾، جَهپَ[9] نہ اَچي جهاتِ[10]،
اَچِين جي پِرِياتِ، تہ اَئون سِيءُ نَہ سارِيان.

١٢

مِينڊو[11] مينهن پُسائِيو، سِرِي ٿِيو سِيلو[12]،
پَکي پيهِي آئِيو، رَحمَتَ جو رِيلو[13]،
ساجَنُ سَوِيلو، پيچَ پِرِيءَ[14] گهرِ آئِيو.

---

°- سجي ١- ڄمار، حياتي ٢- آڌُو، توشو، سمر ٣- جهوپڙي ٣a- وڙ ڪندڙ، محسن، ڪانڌ ٤- حال ۾ ٥- پلاند، پلؤ، ڏَڪ ٥a- ڪپهہ جي اوچڻن ۾. سَوَڙين ۽ پٿرڻين ۾. ٦- تات، ذڪر ٧- تنهنجي ٨- رات گذرڻ بعد، صبح ساڻ، جلدي ٩- ننڊ، پنڪي ١٠- ذات، بلڪل، مور، بنهہ ١١- وار ١٢- سيلهو، مٽي کي چوڌاري پڌل وارڊ جي چگهہ ١٣- وهڪ، لار ڪري وهندڙ پاڻي ١٤- صبح جو، اسر جو.

## وائي

اَکيُون ميگھ ملهارَ، صُورَتَ تنهَنجي سَبُ جَڳُ موهِيو[١].
سَجدو فِيلَ[٢] فِي الحالُ ڪِيو، پَسِي مُطّلب[٣] نُورُ[٤] نراڙَ،
ڄاپَڻَ[٥] وَقتِ ڄامَ[٦] جي ڪِريا ڪُنگِرا ڪوٽ ڪُفّارَ،
صُورَتَ تنهنجي سَبُ جَڳُ موهِيو.
آڳي سَبُ اُيَنِ جو، توکِي ڪارِيو[٧] سِيرُ سَتّارَ، *
وَلَسَوْفَ يُعطِيکَ رَبُکَ[٨]، توسين قادِرَ ڪِيا قرارَ،
صُورَتَ تنهنجي سَبُ جَڳُ موهِيو.
قادِرَ پاڻَ قَسَمَ ڪِيا، خاڪِ قَدَمَنِ جا ڪَلتارَ[٩]،
آهِنِ ڪَرَمَ ڪَرِيمَ جا، اَحمَدَ ساڻُ اَپارَ[١٠]،
صُورَتَ تنهنجي سَبُ جَڳُ موهِيو.
اُڪنڊِيا[١١] ٻجي اَبرَ[١٢] کي، سَرَها ٿِيا سي سَنگهارَ[١٣]،
موڪَلَ ٿِي مينهن کي دوسَ هَٿانِ دِلدارَ
صُورَتَ تنهنجي سَبُ جَڳُ موهِيو.

## داستان چوٿون

١

سَڄَڻَ سانوڻَ مِينهَن جان، جُهڙڪَنِ پاسي جهوڪَ[١٤]،
ڏِيندا پاهُ[١٥] پَٽَنِ کي، مَنجهان مِينهَنِ موڪَ[١٦]،
لَسَ[١٧] پِيارِينِ لوڪَ[١٨]، آگمَ ڪِيو اَکِينِ سين.

---

١ـ عاشق ڪيو، چريو ڪيو ٢ـ هاٿيءَ (شيطان) ٣ـ عبدالمطلب، حضرت محمد ﷺ جن جو ڏاڏو ٤ـ روشني، مٿيا ٥ـ ڄمڻ ٦ـ سردار حضرت محمد ﷺ ٧ـ ڪرايو * آڳي (ڏٺي) سيني آسمانن جو سير ڪرايو! (معراج ڏانهن اشارو) ٨ـ سگهوئي تنهنجو رب توکي عطا ڪندو، راضي رکندو ٩ـ ٻخالق ١٠ـ گهڻا ١١ـ سڪيا ١٢ـ ڪڪرن، برسات ١٣ـ ڏنار، محبوب ١٤ـ وٿاڻ، اوطاق، مڪان جو نالو ١٥ـ رنگ، ريج ١٦ـ جالارو پاڻي ١٧ـ پاڻيءَ جي اڄ ١٨ـ ماڻهن.

٢

اَڄُ پُڻِ اُتَرَ پارَ ڏي، ڪَڪَرَ ٿو ڪَري،
وَسِيو سي پَري، جي ڏَرَ ڏِينهن ڪانئِيا[١].

٣

واهُوندا[٢] وِڄُون ٿِيون، ڪُڙِيُون ڏانهن ڪَنياتَ[٣]،
ڪُنڊِيُون ڪاهي ڳَسِ ڪَرِيو، وَڄُون ڪَرِيو واٽَ،
سَنگهارَنِ سُکُ ٿِيو، لَٿِي اَڄَ اُساتَ[٤]،
جُهڙُڦُڙُ ڏِيٺِي جهاتَ[٥]، پُسائيندو پَٽِيُون[٦].

٤

سَڄو صافُ نَہ اُپِري، سَرِلي[٧] وِڄان سِڄُ،
مُنهن چَڙهِيو ماڙُهَنِ[٧a] ڪي، ڏِٺِي واڏائِي وِڄُ،
هينئڙا ڪِپُ مَ ڪِڄُ،* سِگها مِلندءِ سُپِرِين.

٥

ڏِ ٽ ِ[٨] ڏِرِي پَٽِ پِيئُون، پاسي پارِ ڪَرَ،
سَيِيٺِي پَرِيا سَرَ[٩]، پَلَرَ جي پالوٽ سين.

٦

ڏَٽِ ڏِرِي پَٽِ پِيئُون، آيُون عُمَرِ ڪوٽَ،
پُسايائون پَلَرَ سين، سُڪا پَٽَ جي سوٽَ[١٠]،
چَنچَل[١١] ڏِيٺِي چوٽَ[١٢]، سَبِ سامارو[١٢a] سَرِ ڪيو.

---

١ـ جلايا، ساڙيا ٢ـ الهندي جي هوا لڳڻ ڪري، اُلهندان، اولهه طرف کان، طرف ٣ـ گجرات ۾ هڪ شهر ۴ـ اَڄَ ٥ـ جهٽ، جلدي ٦ـ ميدانَ ٧ـ جهڙ، ملار ٧a ـ ماڻهن * اي دل ڳڻتي ۽ فڪر نہ ڪر. ٨ـ مڪان جو نالو، ريگستان ٩ـ ڊورا، تلاءَ ١٠ـ خشڪ ١١ـ چست، چالاڪ (هي بيت چنچل جو چيل ٿو ڏسجي) ١٢ـ چوٽيءَ تائين پريل، گهٽو. ١٢a ـ هاٿوڪي ضلعي ميرپورخاص جو شهر سامارو (۽ پسگردائي)

٧

ڏَٺِ ڏَرِي پَٽِ پپيُون، آيون ڪاهي ڪامارِي،[o]
وَٺا پَٽَ پُراڻَ جا، وَٺيُون ساماڙِي،
ڪَڪَر ۾ ڪاڙِي، وِڄُڙِيُن پَسوا ويسَ ڪِيا.

٨

ڏَٺِ ڏَرِي پَٽِ پپيُون، ٺيا وَلهارَن[1] وِيءَ[2]،
سِڄُ چَنڊُ نه پاڙِيان، سيڻَن جي شَبِيهَ[3]،
جي جانِي اَندَرِ جِيءَ، سي پِرين پيهي گهر آئِيا.

٩

ڏَٺِ ڏَرِي پَٽِ پپيُون، وِڄُن ڪِيو واڄو[4]،
پَکو پنهنجي پِرينءَ لَئِي، سِبي ڪَرِ ساڄو،
سَڄَڻُ سَباجهو، پيچَ پِنيءَ[o] گهرِ آئِيو.

١٠

ڏَٺِ ڏَرِي پَٽِ پپيُون، وِڄُنِ ڪِيا ڌَرمَ[6]،
واحِدَ وَڌائِي[7] ڪِيا، ڪُنڊينِ[8] ساڻُ ڪَرمَ،
سَنگهارَنِ شَرمَ، رَکُ منهنجا سُپِرين.

١١

وَسي سارِي راتِ، صُبُحَ جو ساهُ کَٽي،
مَنجهيئِي مِينهن پِرين جو، جي تَنَ ۾ هُوئِيئِي[9] تاتِ،
تَه وِهائِيءَ پِرِياتِ، هوندَ[10] بادَلَ بَسِ ئي نه ڪَرِين.

---

o۔ هاٿوڪي ضلعي ميرپورخاص جو ڳوٺ ڪامارو (شريف) ١۔ ولرن، ڌٽن ٢۔ چارو، ساوڪ، ٻيلو ٣۔ شڪل ۴۔ سر آلاپيا ٥۔ پرھ ڦٽي ٦۔ ٻلايون ٧۔ گهٽائي ٨۔ ڏنگن سگَن واريون، مينهون ٩۔ آٿئي، هُيئي، توکي هُئي ١٠۔ هوند، جيڪر.

## ۱۲

موتِي مانداڻ[1] جِي، واري ڪِيائِين وارَ[2]،
وِڄُون وَسَڻَ آئِيُون چوڏِسِ تِي چوڌارَ،
ڪي اُتي هَلِيُون اِستَنبولَ-ڏِي، ڪي مَٽِيُون[3] مَغرِبَ[4] پارَ،
ڪي چِمڪَنِ چِينَ تي، ڪي لَهَنِ سَمَرقَندين سارُ،
ڪي رَمِي[5] وِيُون رومَ تي، ڪي ڪابُلَ، ڪي قَندارَ،
ڪي دِلِيءَ، ڪي دَکَن، ڪي گُڙَنِ[6] مَٿي گِرنارَ،
ڪَهِين جُنبِي جيسَرَمِيرَ تان، ڏِنا بِيڪانير بَڪارَ[7]،
ڪَهِين پُڄُ پِڄائِيو، ڪَهِين ڍَٽَ مَٿاهِين ڍارَ[8]،
ڪَهِين اَچِي عُمَر ڪوٽَ تانِ، وَسايا وَلهارَ[9]،
سائينم! سدائين، ڪَرِين مَٿي سِنڌُ سُڪارُ،
دوسَ[10]! مِٺا دِلدارَ! عالمُ سَڀُ آبادُ ڪَرِين.

## ۱۳

موتِي ماندانِ جِي پَرِي ڪِيائِين پيچَ[11]،
وِڄُون وَسَڻَ آئِيُون، سارَنگُ چَڙهِيو سيجَ،
تنهن نِوَرِيُون[12] نَوازِيُون، ڏِئي ڏوٽان[13] ڏيجَ[14]،
پِجَ ڪَئِي پَٽَ هَلِيا، هارِي مَنجهان هيجَ[15]،
راضِي مَنجهان ريجَ[16]، عالمُ سَڀُ آباد ٿِيو.

---

۱- جهڙي ڦڙي ۲- پيرو، ڪاهه، حملو ۳- ڏانهن (رخ رکيائون) ۴- اولهه ۵- رڙهي ۶- گجگوڙ ڪن ۷- ملڪ جو نالو ۸- پاسي، وٽ، لاڙو، جهڪاءُ ۹- ولر، ڌڻ، مڪان جو نالو ۱۰- دوست ۱۱- ريج ۱۲- وانديون، ورن ڪانسواءِ زالون، ڇڙيون ۱۳- پيٽا، جهجها ۱۴- سامان ۱۵- محبت، شوق ۱٦- پاڻي.

١٤

موتِي ماندانِ جي، جَڙِي ڪِيائِين جوڙَ،
وِڃُون وَسَڻَ آئِيُون، ٻَهِ ٻَهِ[١] ٻَڌائُون ٻوڙَ[٢]،
اَنَنِ جا عالَمَ[٣] ۾، لَکِين ٿِيا ڪوڙَ[٤]،
سارَنگَ لاٿِي سوڙَهِ[٥]، ساندَهِ[٦] سُهائو[٧] ٿِيو.

١٥

موتِي ماندانِ جا، ڀَرِي ڪَيائِين ڀَرَ[٨]،
وِڃُون وَسَڻَ آئِيُون، ڪوڏان ڪَٺِي ڪَرَ[٩]،
مينهون پاڻَ مُرادِيُون، ٿڏا چَرَنِ ٿَرَ[١٠]،
وَڏِي اوهَ[١١] آئِيُون، پُٺِيءَ لائي ڦَرَ[١٢]،
ساري اَچِيو سُوا مينهون[١٣]، ڏِيَنِ کِيرَ سَڄَرَ[١٤]،
ساڻُ وانڍِينِ وَرَ، پَرِيُون[١٥] پَرِچَڻَ جُون ڪِيُون.

١٦

حُڪُمُ ٿِيو بادَلَ کي، تہ سارَنگَ ساڻَ ڪِجَنِ[١٦]،
وِڃُون وَسَڻَ آئِيُون، ٿَهَ ٿَهَ[١٧] مِينهن ٿِمَنِ،
جَنِ مَهانگو لِهِي ميڙيو، سي ٿا هَٿَ هَٽَنِ[١٨]،
پَنجَنِ مَنجهان پندرَهن ٿِيا، ايئن ٿا وَرَقَ وَرَنِ،
ڏُکارِيا[١٩] ڏيهَنِ مان، ٿُلَ مُوڙِي سَبِ مَرَنِ،
وَرِي وَڏِي وَسَ جُون، ڪِيُون ڳالهيون ڳنوارَنِ،
سَيِّد چَئِي سَيڻِ، آهِ توهِ[٢٠] تنهنجي آسِرو.

---

١- واهہ واهہ ٢- ڀاڻي جي اُٿل، گهڻو مينهن ٣- جهان ٤- ڊِگهہ (ٻِي پڙهڻي: اَنَنَ جا عالم ۾، کَرِنِ اندر ڪوڙ) ٥- تنگي، مهانگائي ٦- لڳاتار ٧- روشني، خوشي ٨- ڪپر، ڪنارو ٩- ڪنڌ ١٠- بيابان، پٽ ١١- ٿڻن (سان) کير جي جاءِ ١٢- ٻَچا ١٣- کير ڏيندڙ مينهيون ١٤- مٺو، تازو ١٥- ڀلايون، لائق ١٦- خوشيون ڪجن، ساڻ سڳن ١٧- خوشيءَ مان، مزي مان ١٨- پڇتائين ١٩- ڏکاري، مهانگو وڪڻندڙ ٢٠- مهرباني، ڀلائي.

١٧

اَندَرِ جُهڙُ جهورِ[1] وَهي، پَهَرِ ڪَڪَرُ نہ ڪوءِ،
وَسائِيندِي وِڄُڙِي، حُبَ جَهِين ڪي هوءِ،
لالَنُ جَنهِين لوءِ[2]، سي اوڪاٽِينِ[3] نہ اَڪِيُون.

١٨

اَندَرِ جُهڙَ جهورِ وَهي، پَهَرِ بَرسي[4] بُوندَ اَپارَ[5]،
وَتِ جَنِهين هُنِ[6] يارَ، سي اوڪاٽِينِ نہ اَڪِيُون.

١٩

آڳَمِجِي آئِيُون، اُتَران ڪَري اُورِ[7]،
جي پِرِين هُتَڙا ڏُور، سي مونِ کي مينهَنِ ميڙِيا.

## وائي

آئِي مُندَ مَلهارَ، آئون کُهنبا[8] ڪَندِيَس ڪَپڙا.
وَسَڻَ جا ويسَ ڪِيا، اَڄُ منهنجي يارَ،
آئِي مُندَ ملهار.
لارَ[9] لائِيندي[10] وَڄِڙا، پِنَڙِسِ پَنيا وارَ[11]،
آئِي مُندَ ملهار.
پَکي آءُ پِرِين تُون، لَهُ منهنجي سَيّدَ سارَ،
آئِي مُندَ ملهار.

---

١- زور، گهٽو ٢- گهر، مڪان ٣- موڪيون ڪن ۴- وسي ٥- گهٽو ٦- هُونِ، هجن
٧- ميڙ، ڪاه ٨- ٻگاڙها ٩- چڙي جي اندران وڄائيندڙ هڏي جو گهڙيل ٽڪرو
١٠- ٻڏندي (وڄڙن کي گهنڊٽيون) ١١- ٻڪتيل يا وٽيل وار.

# سُر آسا

## سُر بابت:

آسا هڪ هندستاني راڳڻيءَ جو نالو آهي.

هي سر ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ واري نسخي ۾ ڏنل ڪونهي. ڊاڪٽر ٽرمپ واري نسخي جي پهرئين داستان ۾ ١٦ بيت آهن، پر سرڪاري ڇاپي وارا ١٧ بيت قائم رکيا ويا آهن. ٻئي داستان واري وائي، سرڪاري ڇاپي ۾ ڏنل وائيءَ جي عيوض ڊاڪٽر ٽرمپ واري نسخي مان اختيار ڪئي وئي آهي.

ٽئين داستان ۾ ٽرمپ صاحب واري نسخي وارا ٢٦ بيت قائم رکي سرڪاري نسخي مان ٻيو نمبر بيت اضافو ڪيو ويو آهي. داستان ٽئين جي ٽيون نمبر وائي پڻ سرڪاري نسخي مان اختيار ڪئي وئي آهي. چوٿين داستان ۾ ٽرمپ صاحب واري نسخي ۾ ڏنل بيت قائم رکي بيت نمبر ٣٦ سرڪاري نسخي مان اضافو ڪيو ويو آهي. ٻبئي واري ڇاپي ۾ ڪئين اوپٽو ۽ اجايا بيت آهن جي نظرانداز ڪيا ويا آهن.

## روحاني راز:

شاه هڪ سچو صوفي هو ۽ سندس رسالو صوفي اصولن ۽ معنوي خيالن جو مجموعو يا مخزن آهي. هن سر ۾ شاه حرص ۽ هوس کان پناه پني آهي ۽ نفس کي ڏاوڻ ڏائي قابو ۾ رکڻ جي رمز ٻڌائي آهي. خدا تعاليٰ انسان جي آزمائش ۽ امتحان وٺڻ لاءِ هن کي حرص ۽ هوس جي مڪان (جهان) ۾ موڪلي ارشاد ڪيو آهي، ته نفس جي چنبي ۾ نه اچجانءِ، بلڪ سڌي سٽڪ وڃجانءِ ۽ پنهنجو پاند پليد پاڻيءَ (نفساني خواهش) ۾ نه پسائجانءِ.

"مون کي مون پرين، ٻڌي وڌو ٻار ۾،
ايا ائين چون، مجڻ پاند پسائين."

انسان ٽپرس ۾ پڇجي سوال ڪري ٿو ته ڀلا ڪهڙي طرح پاند نه پسايان؟ تنهن تي جواب ٿو ملي، ته:

"شريعت سڃاڻ، ڪر طريقت تڪيو،
هيئنون حقيقت هير تون، ماڳ معرفت ماڻ،
هوءِ ٿابوتيءَ ساڻ، ته پسٽا پالهو رهين."

شاه امام قشيريءَ وانگر سالڪ لاءِ شريعت جي پابنديءَ تي زور ڏنو آهي، ڇاڪاڻ جو صوفين جو اصول آهي ته سچو صوفي اُهو آهي، جو الله ۽ رسول کي مڃي، شريعت جي احڪامن تي پورو رهي ۽ اندر اجاري.

شاھ، عموماً سيني سرن ۾ سمجھائي ڏني آھي ته سالڪ کي 'پاڻ' جو پردو مالڪ کان جدا ڪري ٿو. "آئون سين ان پار ڪڏھ تان ڪو نه ٿيو." اھو اصول شاھ گھڻئي ڀيرا دھرائي سالڪ جي رھبري ڪئي آھي، پر ھن سر ۾ ته خاص طرح انھيءَ حقيقت ڏي توجھ ڇڪائي ٿو ۽ دعا گھري ٿو ته: "پاڻا مون کي پل." - "وڃائي وجود کي پاڻا پاسي ٿيءُ" جو سبق پڙھائيندي ٿو فرمائي، ته پاڻ پردو پاڻ کي آھي:

"جان جان پسين پاڻ، تان تان ناھ نماز،
سڀ وڃائي ساز، تھان پوءِ تڪبير چئو."

چاڪاڻ جو "نابوديءَ نيئي، عبد کي اعليٰ ڪيو" ۽ "جن وڃايو وجود کي، سي فاني ٿيا في الله ۾." 'لقا پر' ۾ لنگھ تڏھن ملندو جڏھن ھئڻ يا خودي کي حرف غلط وانگر ميٽي ڇڏبو. خودي ۽ خدا ھرگز نه مڙندا، ڇاڪاڻ جو "ٻن ترارين جاءِ ناھي ھڪ مياڻ ۾" "ترڪ ڪر ترڪ کي، وڃڻ ڪنا وڄ" جي اصول تي جيڪي عمل ڪندا سيئي محبوب جو مشاھدو ماڻيندا.

ھن سر جي ٻئي داستان ۾ شاھ اکين ۽ عجيبن جي ناتي ۽ نينھن جو ذڪر ڪري باريڪ نڪتا بيان ڪيا آھن. اکين جي عجب جھڙين عادتن جي اپٽار ڪندي ٿو فرمائي ته- "وسن ساڻوڻ مينھن جان" پر اھا خبر نه اٿن ته اتي وري: "جيءَ ڏني زيءَ نه جڙي." سالڪ کي صلاح ٿو ڏئي ته (اکيون سيئي ڏار جن سان پسجي پرينءَ کي،) ورنه ته "پرين سي پسن، ٻئي (مجازي يا ظاھري اکيون) جنين ڀوليون." درلڀ دلبر جي مدامي ديدار ماڻڻ ۽ پاڻ کي غير کان پري رکڻ جي، ھن کان وڌيڪ ٻي ڪھڙي تمنا ٿي سگھي ٿي؟-

"ونين ۾ ٿي ويھ، ته آئون واري ڏيکيان،
تو کي ڏسي نه ڏيھ، آئون نه پسان ڪِ ٻيو."

اڳي ڄاڻايو ويو آھي ته شاھ وحدت الوجود (ھمہ اوست) جو قائل ھو، يعني دنيا حق جو پاڇو آھي ۽ جيڪي ڪي آھي سو خدا آھي ۽ ان کان سواءِ ٻي ڪابه شيءِ حقيقي طرح موجود نه آھي، مختلف سرن ۾ اھو سر آلاپيندي پئي چيو اٿس ته "سڀ ۾ پنھون پاڻ، ٻيو ڪو نه ٻروچ ري." ھن سر ۾ به اناالحق جو نعرو ھڻندي ٿو فرمائي، ته "اسين سڪون جن کي، سي اسين پاڻ." يا "ڏسڻ ڏسين جي، ته ھم کي حق چئين." جيڪڏھن 'الف جي، عينڪ' سان ڏسبو ته اثبات ۽ نفي ٻئي ھڪ ڳالھ معلوم ٿيندا.

# سُر آسا

## داستان پهريون

۱

لوچان ٿِـي لاحَدَ[۱] ۾، هادِيءَ لَهان نَہ حَدُ،
سُپيرِيان جي سونهن جو، نہ ڪو قَدُ نَہ مَدُ،*
هِتِ سِڪَڻُ بي عَددُ[۲]، هُتِ پِرينءَ پَرواهہ ناهہ ڪا.

۲

"آئون" سين اُنَ پارِ، ڪَڏهن تان ڪونَہ ٿِيو،**
"اِنّ الله وِ تر يُحِبُ الوِترَ[۳]"، نيئي ٻِيائِي[۴] ٻارِ،
هيڪَڙائِيءَ وَٽ هار، هَنجُون[۵] جي هُئَڻَ[۶] جُونِ.

۳

ٻَنِ ٻِيائِي سُپِرين، پاٽان مُون کي پَلِ،
"آئون" اوريان جَهلِ، توکي رَسي "تو"، ڏِٺي!***

۴

توکي رَسي "تو"، ڏَٺي! سَيوئِي جَمالُ[۸]،
ڪونِهي ٻِيو خِيالُ، جي شارِڪَ[۹] شَڪُ وِجايِن.

---

۱- حد کان ٻاهر جاءِ، لامڪان (وڏيڪ ڏسو سر ڪاهوڙي) * نڪا ڊيگهہ، نڪا ويڪر، نڪا حد نڪو حساب. ۲- ڳاڻاٽي کان ٻاهر. ** ڪوبہ خوديءَ سان خدا کي ڪونہ مليو. ۳- تحقيق خدا هڪ آهي ۽ هيڪڙائي هن کي پسند آهي (حديث) ۴- دئي، شرڪ ۵- ڳوڙها ٦- خوديءَ ۷- خوديءَ کان *** اي مالڪ! مون کي خوديءَ کان محفوظ رک، جيئن سڀ وڏائي توکي رسي. ۸- حسن، وڏائي، بزرگي ۹- ٻئي ڪنهن کي خدا جهڙو سمجهڻ وارا.

٥

"آئون" اوريان جَهلِ تُون، ڇڏِيمِ پاڻَ پچارَ[١]،
شِرڪَ ساڻُ سَتارَ! گهٽا گهارِيَمِ ڏينهڙا.

٦

عينُ[٢] شِرڪُ ايئن، جيئن بي شِرڪُ ياپين پاڻَ کي،
وِڃائي وُجُود کي، پاٽان[٣] پاسي ٿِيءُ،
هَڏِهين[٤] ڪونهي هِيءُ[٥]. هُو[٦] پُڻِ ڪونهي هِن ري.

٧

هُو پُڻِ ڪونهي هِنَ ري، هِيُ نَہ هُنَهان[٧] ڌارَ،
"اَلانِسَانُ سِرِي وَاَنَا سِرِهُ[٨]،" پَروڙِج پَچارَ،
ڪَندا وِيا تنوارَ[٩]، عالِمَ[١٠]، عارِفَ[١١] اِهڙي.

٨

نَہ ڪا اِبتَدا عَبد[١٢] جي، نہ ڪا اِنتها،*
سي وَڃَڻَ کي وِيا، جَنِ نَہ سُڃاتو سُپرِين.

٩

تَعظيما[١٣] تَرڪُ ٿِيا، واجهائِيا[١٤] وِيا،
وَڃِي تِتِ پِيا، جِتِ نِهايَتَ[١٥] ناهِ ڪا.

---

١ـ ذڪر، ڳالهه ٻولهه ٢ـ نسورو، نج، خالص ٣ـ خوديءَ کان ٤ـ اصل، بنهه ٥ـ هيءَ زندگي يا وجود ٦ـ خودي ٧ـ هن کان (خدا کان) ٨ـ انسان منهنجو (خدا جو) ڳجهه آهي ۽ آئون سندس ڳجهه آهيان (حديث قدسي) ٩ـ تنوار، پچار، ذڪر، ڳالهه ١٠ـ علم وارا، ڄاڻو، پڙهيل ١١ـ معرفت وارا، خدا کي سڃاڻيندڙ ١٢ـ ٻانهي (انسان) *انسان جو روح فاني نہ آهي، جمڻ يا موت اُن جي شروعات يا پڇاڙي نہ آهي ١٣ـ تعظيم کان، بزرگيءَ کان ١٤ـ واجهائڻ يا سڪڻ يا طلب ڪرڻ يا عرض ڪرڻ يا بندگي ڪرڻ کان ١٥ـ حد

١٠

"أَنَا عَبدُ"[١] مَعبُودُ[٢] تُون، اِتِ نَہ ڪو شِرڪُ نَہ شَڪُ،
پچارُون پِرِيَن جُون، مَحَبتِيَن مَرڪُ،
سو سَيوِئِي حَقُ، جنهن ۾ پَسَڻُ پِرِينءَ ڪي.

١١

جان جان پَسِين پاڻُ ڪي،* تان تان ناهِ نِمازَ،
سَڀِ وِڃائي سازَ[٣]، تنهان[٤] پوءِ تَڪبِيرَ چَئُو[٥].

١٢

جان جان پَسِين پاڻُ ڪي، تان تان ناهِ سُجُودُ[٦]،
وِڃائي وُجُودُ، تِنهان پوءِ تَڪبِيرَ چئُو.

١٣

نابُودِيءَ[٧] نيئِي[٨]، عَبدَ[٩] ڪي اَعليٰ ڪِيو،
مُورَتَ ۾ مَخفِي ٿِيا، صُورَتَ پُڻِ سيئِي،
ڪِبِيءَ اِتِ ڪيهِي[١٠]، ڳالِهِ پِريان جي ڳُجَهہ جِي.

١٤

ڳالِهِ پِريان جي ڳُجَهہ جي، ڳالهِ مِڙوِئي ڳُجهہ،
هينئڙا[١١] ! اُجُهہ مَ مُنجُهہ[١٢]، تہ پِرِيتَنئُون[١٣] پِرِين تِيِين.**

١٥

صُورَتَ سوجَهيمِ[١٤] تنهن جِي، پِيِ[١٥] پُڇِين تو جو،
سُخَنُ ناهي سو، جو منهن مُقابِلِ نَہ ٿِئي.***

---

١ـ آئون بندو آهيان ٢ـ عبادت جو لائق، ڏٺي * جيسين تون خوديءَ جو بندو آهين. ٣ـ اوزار، حيلا وسيلا، وهم ۴ـ تنهن کان ٥ـ نماز شروع ڪر ٦ـ سجدا، نمازون ٧ـ فنا في الله ٿيڻ ٨ـ وٺي وڃي ٩ـ ٻانهي ٩a ـ ڪَبِي ١٠ـ ڪهڙي ١١ـ دل ١٢ـ پريشان نہ ٿي ١٣ـ پريت يا عاشق مان (ڪري) ** الاهي عشق ۾ مستغرق ٿي، خدا جي ذات ۾ لءِ ٿي وڃين ١۴ـ ڳوليم، ڏٺم، ياد ڪيم ١٥ـ پرين، محبوب *** جيسين منهن سامهون نہ ڳالهايل لفظن کي گفتگو نہ چئي سگهبو، تيئن صاحب جي صورت نہ ڏسڻ کي ملاقات ڪونہ چئي سگهبو.

۱٦

سُجاڻي نہ صُورَتَ ري، صُورَتَ هَڏِ مَ سوجِھ،
تِني ٻاراٽيءَ ٻوجِھ،* وِڃائي وُجُودَ کي.

۱۷

جَنِ وِڃايو وُجُودَ کي، سي فانِي ٿِيا ”فِي اللهَ“،**
نَہ تَنِ قِيامُ[۱] نَہ قُعُودُ[۲]، نَہ کو ڪَنِ سُجُودُ،
جيلانهن[۳] ٿِيا نابُودُ، تيلانهن[۴] ڳَڏِيا بُودَ[۵] کي.

## وائي

پِرِيَنِئُون[٦] پوءِ، مُون تي نَہ وِهامِي راتِ رَمَنديئِي[۷]،
ڦوڙائو[۸] فَقيرَ کي، قادِرَا! ڪوھُ[۹] ڏنوءِ؟
مُون تي، نَہ وِهامِي راتِ رَمَنديئِي.
چڙهِيا ڏاڍين ڏُونگرين، سيڻَنِ سانگَ[۱۰] نَہ ڪوءِ،
مُون تي، نَہ وِهامِي راتِ رَمَنديئِي.
اَچِي اوراهُون ٿِئي، سِيدَا! ساٿُ سَندوءِ،
مُون تي، نَہ وِهامِي راتِ رَمَنديئِي.
وينِي واٽَ نِهارِيان، مَنَ پِرِيَن ٻاجَھ پوءِ،
مُون تي، نَہ وِهامِي راتِ رَمَنديئِي.
اَدِيُون! عَبداللّطِيفُ چي، مُحِبُ سِکھو مِلَندوءِ،
مُون تي، نَہ وِهامِي راتِ رَمَنديئِي.

---

* ٻارن وانگر ٿورو عقل ۽ زياده معصوميت رک ** جن نفس کي ماري مات ڪيو تن جڻ الله سان اصل حاصل ڪيو. ۱ـ نماز ۾ بيهڻ ۲ـ نماز ۾ ويهڻ، قعده ۳ـ جنهن صورت ۾ ۴ـ تنهن صورت ۾ ۵ـ ابدي هستيءَ، بقا ٦ـ پرينءَ کان، محبوب کان ۷ـ راند روند ڪنـدي ۽ ۸ـ جدائي ۹ـ ڇـو ۱۰ـ سانگو، پرواھ.

# داستان پهريون

۱

اُيرَنديئي سِجَ[1]، پِرين جي[2] نَہ پَسَنديُون،
ڪَڏِهِ پيئي ڏِجِ، اَکَڙيُون ڪانگن کي.

۲

اُيرَندي سِجَ سان[3]، پِرين جي نَہ پَسَنديُون،
ڪَڏِهِ کي ڪانگان[4]، نِوالا[5] نيڻَ ڏِيان.

۳

مُون کي اَکَڙيَنِ، وَڏا تورا لائِيا،
تہ پُڻ پِرين پَسَنِ، ڪُتان جي ڪَرَ[6] سامُهيُون.*

۴

اَکَڙيُون پِرينِ ري، جي ڪِي پيو پَسَنِ،
تَہ ڪَڏِهِ کي ڪانگنِ، نِوالا نيڻَ ڏِيان.

۵

نيراني[7] نيڻَ، نيئِي آڇِ پِريَنِ کي،
سَتَر ڪاڏا کيڻ[8]، جَہ[9]، ڏنو مُنهن مَحبوبَ جو.

۶

تَنِ نيڻَنِ ڪِي نيرانِ[10]، جَنين ساجُهر[11] سيڻَ،
جِيءَ، جُسي ۽ جانِ، ڪَرَ حُضُورِي حَجُ ڪِيو.**

---

۱ـ صبح جو سج ايرڻ مهل ۲ـ جيڪي (اکيون) ۳ـ ساڻ ۴ـ ڪانگن کي ۵ـ گراهه، لقما، ڪاچ-۶ـ خر، گڏهه، رقيب * جيڏانهن بہ نظر ڪريان ٿو تيڏانهن پرين پسان ٿو. ۷ـ صبح جو ڪاڌي ڪائڻ کان اڳ ۸ـ ڪاچ، سنا طعام ۹ـ جيڪڏهن ۱۰ـ ناشتو، صبح جو ڪاڌو ۱۱ـ صبح جو سويل ئي (ڏٺا) ** جيڪڏهن اکين محبوب جو مشاهدو ماڻيو تہ جڻ ساري جسم حضوري حج (وڏو حج، حج اڪبر) ڪيو.

٧

اَڪَرِيُون عَليٰ الصُّباح[١]، دوسُ[٢] ڏيکَڻَ[٣] آئِيُون،
اُيندِيُون اَرِداسَ[٤] ۾، ٻِي نَہ ڪِندِيُون ڪا،
رَچَندِيُون[٥] رِيءَ پاھَ[٦]، پَرچَندِيُون پِرِيَنِ سين.

٨

ڪِي جو ڪيڏانهِين، اَڪِيُون پَسِي آئِيُون،
ٿِيُون تاڻِن تيڏانهِين، پِپِيُون پاڻَ مُهاڙِيُون[٧].

٩

ڪِي جو ڪَهِين پارِ، اَڪِيُون پَسِي آئِيُون،
ٿِيُون ديوانِيُون[٨] دِلِ ۾، اَپِرِ[٩] لَڳِيَنِ آرِ[١٠]،
تِنهان پوءِ قَرارِ، سُتِيُون ڪِينَ، سَيّدُ چَئي.

١٠

ڪِي جو وَڃِي اَڄُ، اَڪِيُون پَسِي آئِيُون،
سيڻَنِ ڪِيو سَهَجُ[١١]، لالُون ٿِيُون[١٢] لَطِيفُ چَئي.

١١

ڪِي جو وَڃِي ڪالَ[١٢a]، اَڪِيُون پَسِي آئِيُون،
لالُون ڪِيُون، لَطِيفُ چَئي، جانبَ جي جَمالَ،
ٿِيا نيڻَ نِهالَ[١٣]، جَنِين دِلبَرُ ڏيکِيو.

---

١ـ صبح جو سويل، فجر جو ٢ـ دوست، محبوب ٣ـ ڏسڻ ٤ـ حاضري، خلمت، عرض يا منٿ ڪرڻ لاءِ ٥ـ ڳاڙهيون يا لعل ٿينديون، رڱبيون جيڪڏهن رچنديون پڙهبو تہ معنيٰ ٿيندي پسند پونديون، خوش ٿينديون ٦ـ رنگ (رونق، گهڻي سمر يا توشي) ٧ـ خودبخود، پنهنجي منهن ٨ـ مست ٩ـ بي حد، گهڻي ١٠ـ عشق، قرب، چاھ، پيار ١١ـ خوشيون ١٢ـ قيمتي جواهر ٿي پيون ١٢aـ ڪالهہ ١٣ـ خوش.

١٢

وَسَنِ[١] ۽ وِهُسَنِ[٢]، ڏِيهاڙِي ڏِسَڻَ لَئِي،
جِيئَن جِيئَن پِرِين پَسَنِ، تِيئَن تِيئَن نَشا[٣] نينهن جا.

١٣

وَسَنِ ۽ وِهُسَنِ، ڏِيهاڙِي ڏِسَڻَ لَئِي،
ڏِسِي ڏِسِي آئِيُون تَہ پہ[٤] تَلاشُون[٥] کَنِ،
ڍاپِيو نَہ ڍاپَنِ، پَسَڻَ مَنجهان پِرِينءَ جي.

١٤

ڏِسَنِ ڏِيهاڙِي[٥a]، تَہ پہ تَرسَنِ[٦] اوڏهِين،
آيا سُجاڻِي، نيڻَ نِهاري پِرِينءَ کي.

١٥

اَکَڙِيُون اَکَڙِيَن تي، ڏَمَرَ ڏوسَ[٧] کَرِينِ،
جيلانهن سِکَڻُ سِکِيُون، تيلاَنهن دَعويٰ مَنجهِ دَڙِين[٨]،
کِلَنِ ۽ کَرِينِ[٩]، رُسَن پَرچَنِ پاڻَ ۾.

١٦

اَکِينِ کي آهِينِ، عَجَبَ جيهُون[١٠] عادَتُون،
سُورَ پَرائي ساٽَ جا، وَڃِيو وِهائِينِ[١١]،
اُتي لَنئُون لائِينِ، جِتِ حاجَتَ ناهِ هَٿيارَ جي.*

---

١ ڳوڙها ڳاڙين ٢- خوش ٿين، مُرڪن ٣- خمار ۴- تہ بہ، تنهن هوندي بہ ٥- ڳولائون ٥a- ڏيهاڙي ٦- خواهشمند رهن، تڙپن، انتظار ڪن ٧- ڏڪ ڏوراپا ٨- تڪو ڳالهائين، تڪرار ڪن، مارين ٩- ڪڙن، روشني ڪن ١٠- جهڙيون ١١- سودين، خريد ڪن * محبوب جي اکين ڪي هٿيارن جي ضرورت ڪانهي هو خود تکيون ترارون آهن، منهنجيون اکيون قهر ٿيون ڪن جو محبوب جي اکين سان وڃيو پاڻ اڙائين.

١٧

اکين کي آهِنِ، وَڏا وَڄَهه وِڙهَڻَ جا،
منڊ‍ِي[١] بِيٺِيون مامِرو،* جهيڙو نه لاهِينِ،
جيئن سي ڪَڪَرَ اُپَ ۾، اَگمِيُون آهِنِ[٢]،
جُهڙُ ڦُڙُ نه لاهِينِ، وَسَنِ سانوَڻَ مِينهن جان.[٢a]

١٨

اَکين کي آئون، جان کي جَهلُون[٣] پائِيان،
لوڪَ لَتاڙي نِندَ ۾، ساڄَنُ سونائُون[۴]،
مُون کي مارِيائُون، پاڻَ پَرچِي آئِيُون.

١٩

اکين پنهنجي مَتِ[٥]، پاڻَ سين پاٿهين ڪِئي،
اُتي وَڃِي لَڳِيُون، جِتي جانِ ڪَپَتِ[٦]،
نَه ڪا ڳالِ[٦a] نَه ڳتِ، جِيءَ ڏِني رِيءَ نه جُڙي.**

٢٠

اَکَڙِيَنِ آرو[٧]، مونهان[٨] پُڇِي نه ڪِيو،
اُتي وڃِي اَڙِيون، جِتي چَوَڻَ نَه چارو،
هينئڙو ويچارو، واٽُون[٩] جَهلِيو وِجُهلي[١٠].

---

١- جوڙي، لڳائي * معاملو يا جهيڙو لڳائي بيٺيون. ٢- جهڙ ڪيو اٿن (ڳوڙهن سان پرجي ايون آهن) a٢- جيان، وانگر ٣- منع، جهل، روڪ ۴- سجاتائون، لڌائون، پسند ڪيائون، اختيار ڪيائون ٥- سمجهه، صلاح مصلحت ٦- ڪاپارو، نقصان، ڳرڻ a٦- ڳالهه ** جتي جان ڏيڻ سواءِ ڪو چارو يا واٽ ڪونهي ٧- لاڙو، ميل، عشق، چاهه ٨- مونکان ٩- رستا، دڳ ١٠- ڳري، روئي.

٢١

اَکِ اُلِٽِي[١] ڏارِ، وَنءُ[٢] اُبَتو عامَ سِپِن،
جي لَهوارو لوڪُ وَهِي، تُون اُوچو وَهُ اويارِ،
مَنجهان نوچَ[٣] نِهار، پُرُ[٤] پُنِيرو پِرِينءَ ڏي. *

٢٢

اَکِيُون سي ئِي ڏارِ، جَنِ سان پَسِين پِرِينءَ کي،
پِئي ڏانهن ڪِيمَ نِهارِ، گهڻو رِيسارا[٥] سِپِرِين.

**وائي**

جيڏيُون! آئُون ڪا پانَّ وَهِيٽِي[٦] آهيان؟
ڪا مُون سارَ لَهيجا.
جيڏانهن وارِينَمِ سُپرِين، پيرُ اوڏاهِين پايان،
ڪا مُون سارَ لَهيجا.
قَلمُ ڪاتِبَ[٧] هَٿَ ۾، ڪيئن لِکِئي مان لِکَ[٨] لاهيان؟
ڪا مُون سارَ لَهيجا.
واڳَ- ڌَڻِيَنِ[٩] هَٿَ ۾، ڪيڏانهن ڪَرَهَلُ[١٠] ڪاهِيان؟
ڪا مُون سارَ لَهيجا.
سَدا سُپرِيَنِ لَئِي وِيئِي، آئُون ڪانگ اُڏايان[١١]،
ڪا مُون سارَ لَهيجا.
اِينْدا عَبدُاللّطِيفُ چِي، آسَ اُمِيدَ نہ لاهِيان،
ڪا مُون سارَ لَهيجا.

---

١- اُبتي ٢- وچ ٣- نٽرت، نياز، نماڻائي ۴- هل، وڃ * ادب وچان پنيرو هلج (پويان قلم ڪٽج) هميشہ منهن محبوب ڏي رکج ٥- غيرتمند ٦- پنهنجي هٿ وس ٦a- مون کي جيڏانهن وارين، موڙين ٧- لکندڙ (خدا جنهن لوح محفوظ تي قسمت جو قلم وهايو) ٨- ڏرو ٩- مالڪن، خدا ١٠- اُٺ ١١- انتظار ڪيان، اوسيئڙي ۾ گذارايان.

# داستان ٽيون

١

ڏيکُ مَ تُون سين تَنِ، هي جي مَجازياڻيُون[١] مُنهن ۾،
جَنِ نَہ سُڃاتو سُپرين، نِهاري نيڻَنِ،
پِرين سي پَسَنِ، ٻَئي جَنِين ٻوتِيُون[٢]. *

٢

حَقِيقَتَ[٣] هَٿِي، منهنجي جانِ جُدا ڪِئي،
هيڪو پَساهُ[٤] پِرينءَ ري، سَگهان تان نہ ڪَٽِي،
ڏِٺي ئِي ڏِٺِي، رَهيو آهي رُوحَ ۾.

٣

سنَئين سُونهائي[٥] سَيَڪا، ڪا مُون مُنجهائي،
طَلَبَ[٦] ۽ تَحصِيلَ[٧]، اوريان ئِي آهي، **
مان[٨] تَنُ تِتِ لاهه، جِتِ آهِ[٩] نہ ناهِ ڪا.

٤

جِتِ آهِ نہ ناهِ ڪا، اِيءُ خاڪِيءَ جو خيالُ،
جانِبَ جو جَمالُ، پَسَٽا[١٠] ئِي پَري ٿِيو. ***

---

١ـ مجازي محبت واريون، ڪچيون (اکيون) ٢ـ پوريون * جن مجازي عشق واريون اکيون پوري اندر ۾ ليئو پاتو سي ئي محبوب جو مشاهدو ماڻينديون. ٣ـ حقيقت جي منزل تي پهچڻ ڪري حق جي حسن يا ديدار ۴ـ دم ٥ـ ڏيکاري، ٻڌائي، بتائي ٦ـ تمنا، خواهش ٧ـ حاصل ڪرڻ × ديدار لاءِ تمنا ڪرڻ ۽ ديدار حاصل ڪرڻ تہ معمولي ڳالهہ آهي (مان انهي کان بہ اعليٰ منزل تي آهيان). ٨ـ آئون ٩ـ اميد ١٠ـ ڏسڻ کان ** تمام گهڻو ۽ ايترو آهي جو اکيون ڪٿي ڏسي نٿو سگهجي.

٥

جِتِ، آهِ نہ ناهِ ڪا، اِيءُ خِيالُ خاڪِي،
پِرِينءَ جِي پاڪِي[١]، پَسَڻا ئِي پَري ٿِي.

٦

نيڻين نَظَرَ نِينهُن جَڙون جِتِ جَڙن،*
ساهُ اُنِين تان صَدِقو، اَندَرُ سين عُضبَن[٢]،
قَلِبُ قُرِبانِي ڪَريان، مَٿان دِلِ دوسَنِ[٣]،
هِنيين ۾ اَکِيَن، ڦاهِي ڪاڍِي پِرِيَن لَئِي.

٧

پِرِين نہ اَکَڙِيَنِ ۾، هِينئُون نہ حاضُرُ[٤] جَنِ،
سي هُئِهِين[٥] جاڙَ[٦] جِيَنِ، ٿَلَها ٺابَرَ[٧] سَکِٽا.

٨

مورَکَ مامَ[٨] نہ بُجِهڻا[٩]، هيڏانهن هوڏانهن ڪَنِ،**
سي ڪيئن پِرِين پَسَنِ، ڪَٽَرُ[١٠] جَنِ اکِينِ ۾.

٩

جان تَنُ ڪِيوءِ نہ تيئن، سوِئيرِيان ئِي[١١] سَنهِڙو[١٢]،
پِرِين پائِيندا ڪيئن، توکي اَکِڙِيَنِ ۾؟

١٠

اَکِين ۾ تي ويهُہ، تہ آئُون واري ڏِکِيان،
توکي ڏِسِي نہ ڏيهُہ، آئُون نہ پَسان ڪِي ٻِيو.

---

١- پاڪائي (جمال) * جيڪي اکين جا پيچ پائي، عشق جون ميخون هڻن ٿا ٢- عضون، جسم جي ڀاڱن ٣- دل جي دوستن ۴- محبت نہ آهي ٥- هونئن ئي، هروڀرو، خواه مخواه ٦- اجايو ٧- خالي، ٺاٺا ٨- ڀرولي، ڳجهارت، راز، اسرار ٩- سمجهندڙ، واقف ** اجايون سجايون ڳالهيون ڪن. ١٠- ڪکرو، ڪک، مٽي ١١- ننڍيءَ سئيءَ ڪان، سوئيري ڪان، سُرمي ڪان ١٢- سنهو، سوڙهو.

١١

تارَنِ ۾ ڪَرِ تَڪيو[1]، وِنيَنِ[2] ۾ تِي ويھ،
اَکِيَنِ ۾ تِي پيھ[3]، تہ آئُون اڄارُو[4] ٿِيان.

١٢

ڪَران[5] وِجُھ مَ واتِ،* ڍولَ! منھنجي ڳالھَڙي،
مَچُڻِ رَتِيءَ راتِ[6]، اورَڻ[7] ۾ اُونھي[8] ٿِئي.**

١٣

سِڪَ سِڪائي سِڪُ، سِڪَ نَہ آھي سُتِرِي[9]،
لِڪَ لِڪوتِيَ لِڪُ،*** تہ ڪَرَنِ[10] خَبَرَ نہ ٿِئي.

١٤

خَبَرَ ٿِيي ڪَرَنِ کي، تہ مون کي ڪَندا ڪوھ؟
صُورَتَ سُپِرِيان جي، ڏِٺي ڪونھي ڏوھ،
لورِيءَ[11] لَڱِمِ لوھُ[12]، جَنھِينءَ رَتُ رُئارِيو.

١٥

ڪَرَ جا ڪَڏَ ڪَنِئي، پَوَڻ ڪارَڻِ پِرِينءَ جي،
تِنھن ۾ پاڻ پَئي، غِيبَتِي[13] سو غارُ ٿِيو[14]

١٦

اَلا! ڪَرَ جِيَنِ، مَدِي جَنِين جي مَنَ ۾،
آسان ۾ پِرِيَنِ جُون، اُميدُون پَسَنِ،
تِنھان پوءِ مَرَنِ، سَڙِي اِنھيءَ سُورَ ۾.

---

١- وھڻ يا ليٽڻ جي جاءِ، وھاڻو ٢- اکين جي پلڪن ٣- پيوست، اندر گھڙ ۴- چم جي ڳوٺري
٥- خرن (گڏھن)، رقيبن جي * عام . کي خبر نہ ڏي جو ھو تنھنجي عشق جي اپٽار ڪن.
٦- ڳاڙھي رات، خوشي يا وصل جي رات، ٿورڙي يا ذرڙي رات ٧- ذڪر ڪرڻ، سمجھاڻي ڏيڻ
٨- عميق، پراسرار، وڏيڪ مونجھاري واري. ** متان وصل جون گھڙيون ڏک ڏوراپن ڪڍڻ ۾ گذري
وڃن. ٩- آسان، سولي *** راز مخفي رک، ڳجھ لڪاءِ ١٠- گڏھن، عشق کان بيخبرن
(شيطان)، رقيبن ١١- عشق جو ١٢- تير، ڪان ١٣- ڳلا ڪندڙ ١۴- ڪڏ ۾ پيو، غرق ٿيو، نابود ٿيو.

١٧

ڪَرُ ڪارِيندو سي، مانُو[١] جَنِ پِرِيَتَڙو[٢]،
جوشَ جَلايا جي، ماري تَنِ ماتُ ڪِيو.*

١٨

ڪَرَ ڪي ڪَپُرُ[٣] ڪاءِ، نانگُ مَٽِيارو نِڪرِي،
اُيو جو اوناءِ[٤]، سُرپُرُ سَندِي سَڄَڻَينِ.**

١٩

ڪَرَ خَرابُ ٿِيين، هَيا! هَچارا!
پُورائِي پِرِيَنِ جا، چَوِڏارِي چارا[٥]،
مَرين، مُنهن ڪارا! سَڙِي اِنهِيَ سُورَ ۾.

٢٠

سَڄَڻَ سَنئُون[٦] ڪَنِ، لوڪان ليڪي وِنگِيُون[٧]،
سَندِيُون سُپِيرِيَنِ، پَرُون[٨] پَروڙَڻُ ڏاڪِڙو.

٢١

ڪا جا پَرِ[٩] پِرِيَنِ، نہ سا سُئِي نہ ٻُڌِي،
مَتِيُون سَبِ مُنجَهنِ، اِهَڙِي ڏِٺي قَضِيي[١٠]

٢٢

نہ ڪو ڏيگهہ نہ ويلُ[١١]، نہ ڪو مُنهن نہ مُهاڙِ ڪا،
اِيءُ اِهوئِي ڪيلُ،*** ڪُورُ[١٢] پَروڙِي ڪِينَ ڪِي.

---

١_ گهٽ، ٿورو ٢_ عشق، پريت * جن جو عشق عميق آهي، تن خر (ڪاڙو، ڪبر، شيطان) کي ماري فنا ڪري ڇڏيو. ٣_ وڏو نانگ (ڪامل مرشد) ٤_ عرض قبول ڪري، ٻڌي ** جيڪو محبوب (خدا) جي چرير پيو ٻڌي (جيڪو محبوب کي وينو ڏسي).
٥_ رستا، گس ٦_ سڌيون ٧_ ڏنگيون ٨_ دستور، عادتون، طريقا، رمزون ٩_ عادت، رمز ١٠_ جيڪي ٿي گذري، واردات، واقعي ١١_ ويڪرائي *** هي سڀ غيبي نظارو يا اسرار آهي. ١٢_ انڌو، نابين.

٢٣

حَوصِلو[١] حَيرَتَ ۾، ڪَري ڪِينَ دَرَڪُ[٢]،
جو حُسنَ سَندو حَقُ[٣]، سو ڪُورُ پَروڙي ڪِينَ ڪِي!

٢٤

حَوصِلو حَيرتَ ۾، وَڃِي ٿِيو وِيڃُون[٤]،
مَحَبَتَ جُون ميڃُون[٥]، ڪُورُ پَروڙي ڪِينَ ڪِي.

٢٥

حَوصِلو حَيرَت ۾، وڃِي لَڄاٽُو[٦]،
ويچارو ڪاٽُو، ڏِسِي ٿِيو ڏِسَڻَ ڪي. *

٢٦

حَوصِلو حَيرَتَ جو، آهي نَہ مَتي عامَ،
سَندِي مَحَبَتَ مامَ[٧]، ڪُورُ پَروڙي ڪِينَ ڪِي.

٢٧

مُئي هاتِيءَ تِي مامِرو[٨]، اَچِي ڪِيو اَندَنِ،
مَنارِڙِينِ[٩] هَٿَنِ سِين، اَکِيِنِ ڪِينَ پَسَنِ،
فِي‌الحَقِيقَتَ[١٠] فِيلَ[١١] ڪي، سَڄا سُڃِاڻَنِ،
سَندِي سَردارَنِ، بَصِيرَتَ[١٢] بِينا ڪَري[١٣].

---

١- عقل، هوش، جرات، طاقت ٢- (جمع: ادراڪ)، سمجهہ (سمجهہ جو ڪم ڪري) ٣- قدر، اهميت ٤- پرزا پرزا ٥- اشارا، اهڃاڻ ٦- لڄي ٿيو، ڦڪو ٿيو * محبوب جي مشاهدي جي تجلي سهي نہ سگهيو. ٧- ڳجهارت، راز ٨- معاملو، جهڳڙو ٩- لوئين، ڳوهين، زور ڏين، هٿوراڙيون ڏين ١٠- سچ پچ ١١- هاٿيءَ (شيطان) ١٢- نور، اکين جي روشنائي ١٣- ڏسڻ واري ڪري (ڏئي).

## وائي-١

مُنهن مَنجھ خَلِيلُ[١]، اَندَرِ آذَرُ[٢] آهِين.
سَڏَ مَ ڪَرِ صِحَتَ جِي، اَچا تُون عَلِيلُ[٣]،
اَندَرِ آذَرُ آهِين.
نالو ناھِ نفاقَ[٤] جو، جِتي رَبُ جَلِيل[٥]،
اَندَرِ آذَرُ آهِين.
مُنهن ۾ مُسلمانُ تون، قَلبُ تان قَلِيلَ[٦]،
اَندَرِ آذَرُ آهِين.
والِيءَ جي وِصالَ ۾، دُبِي[٧] ناھِ دَلِيلُ[٨]،
اَندَرِ آذَرُ آهِين.
اَلا عَبدُاللّطيف چي، سَچو رَڪائِجُ سِيلُ[٩]،
اَندَرِ آذَرُ آهِين.

## وائي-٢

مَؤتَ مُندَ[١٠] نَ آهي،* تائِبَ ٿِيو تَڪِڙا.
"عَجِلُوا بِالتَّوبَهِ قَبلَ المَوتِ[١١]،" ويھُ تُون ويرمَ لائي.**
تائِبُ ٿِيو تَڪِڙا.
پِريان ڪارَڻِ پاڻَ کي، سِگھو ويھُ سَنياهي[١٢]،
تائِبُ ٿِيو تَڪِڙا.

---

١- دوست، حضرت موسيٰ ٢- نقاش جو نالو، جو پاڻ کي خدا سڏائيندو هو ٣- بيمار ٤- ٻيائي، جهگڙو ٥- جلالت وارو، وڏو (خدا) ٦- ٿورو ٧- ٻيائي ٨- شڪ، ڏڍ، وسيلو، رستو ٩- سپت، سچائي ١٠- موسم * مرڻ جي وقت جي خبر نہ آهي. ١١- مرڻ کان اڳ، توبھ ڪرڻ جي تڪڙ ڪريو. ** دير نہ ڪر ١٢- تيار ٿي.

اَجَلُ[1] آسارَنِ[2] کي ڪامَ[3] وَنِي ٿو ڪاهِي،
تائِبُ ٿِيو تَڪِڙا.
عِمارَتُون[4] اَندنِ جون، ڍاهِيو ٿو ڍاهِي،
تائِبُ ٿِيو تَڪِڙا.
بنا ڪوٺَ[5]، ڪَڙَ[6] نہ ڏِي، ڪنهن وَڏِي ويرَمَ ناهِي،*
تائِبُ ٿِيو تَڪِڙا.
اُٺي، عَبدُاللّطِيفُ چي، بنا ڪَفَنَ پَراهِي[7]،
تائِبُ ٿِيو تَڪِڙا.

## وائي-٣

اَللهَ سائِين! سائِين! پُٺان[7a] پرِيَنِئُون[8] مَ پاهِين[9]،
مُون تان آسَرو آهي اوڏاهِين.
جِتي ديرو دوستَ جو، سا ڪيئن جُوءِ[10] اڳاهِين[11]؟
مُون تان آسَرو آهي اوڏاهِين.
ڀَنيرِيُون[12] ڀرِي[13] اَئِيُون، آيلِ! مُون اُتاهِين،
مُون تان آسَرو آهي اوڏاهِين.
قَلَمُ جَنِين جي هَٿَ ۾، سي سِپِڻَ سَڀاجها سائِين،
مُون تان آسَرو آهي اوڏاهِين.
بَندِيءَ جي بابَ ۾[14]، شالَ مَ لِکَنِ لائِين[15]،
مُون تان آسَرو آهي اوڏاهِين.

---

١- موت ٢- غافلن ٣- اٺ هڪلڻ جو لڪڻ ٤- جايون (اميدون، خيالي آسرا) ٥- دعوت، سڏ ٦- خبر * موت بنا سڏئي، خبر ڏيڻ کان سواءِ جلدي اچي ٿو. ٧- پهرائي، ڍڪائي 7a- پُوان ٨- پرينءَ (محبوب) کان ٩- پري، پراهون، پٺ تي ١٠- جاءِ ١١- اڳيري، پري ١٢- اکيون، چڱيون، موچاريون ١٣- ڦري، پرچي، راضي ٿي، گڏجي، ملي ١٤- حق ۾، بابت، لاءِ ١٥- ڪسي، گهٽ، قصور.

## داسـتان چوٿـون

١

ڏيکِيندي ڊِيدارَ[١] کي، ڪِينَ سُڃاتو ڪُلَ[٢]،
تازِي طَنبيلَنِ ۾، آهي احاطو[٣] جُهلَ[٤]، *
هُئا جي اَمُلَ، سي حسابان هَڃِي ويا. **

٢

ڏيکِيندي ڊِيدارَ کي، ڪُلَ سُڃاڻِي ڪِيٿَن؟
جانب منجهان جيٿَن، مَحرُومَ تَي منجِهي پيا. ***

٣

مَحرومَ تَي مَري ويا، ماهَرَ[٦] تَي نه مُئا،
چِڙ[٧] جيٿَن ڇُهُنج[٨] هٿَي، لَڏياڻُونِ لُئا[٩]
حِباب[١٠] ٿِي هُئا، اِنهِيءَ وادِيءَ[١١] وچ ۾.

٤

تَرڪُ ڪَ تَرڪَ کِي، وِڃَڻَ[١٢] ڪَنانِ وَڃُ،
آهي اِيءُ اَهُڃ[١٣]، سُٽِي سُٽائِيج تُون.

٥

وَڃِي رَسُ وَڃَڻَ کِي، وَڃَڻُ پُڻُ وِڃاءِ،
لوڪان[١٤] پاڻُ لڪاءِ، لڪِان[١٥] پُڻِ لڪيج تُون.

---

١- مشاهدو، ڪثرت ۾ وحدت ٢- عام ماڻهن ٣- ٻاهرين حد، چوگردي پٽ، آسرو ٤- گهوڙن مٿان وجهڻ لاءِ لپڙي، ڍڪ، پناه. * گهوڙن (مال متاع) عام ماڻهن لاءِ آسرو ۽ آڌار آهي. ** پر جيڪي ٻي ٻها (وڏي روحاني مرتبي تي پهتل شخص) آهن، سي ته انهي مال متاع جي ڳڻڻ يا هڃڻ جي ڪري ئي پاڻ کي نابود سمجهن ٿا. عام ماڻهو دنيوي ملڪيت تي ناز ڪن ٿا، پر خدا رسيده انهيءَ کي روحاني ترقي جي راهه جي رنڊڪ سمجهن ٿا. ٥- ٻيا ته لهيو ۾ راز محرم، معرفت جا صاحب *** خدا کي معرفت جي صاحبن ۾ وڏن وڏن صوفين ۽ ولين ئي پوري طرح ڪين پروڙيو. ٦- قابل، ڄاڻو، عارف، استاد ٧- جهرڪي ٨- چهنب ٩- لٽي، وڃي، ڪِڪ ڪنياڻون ١٠- پاڻيءَ جا ڦوٽا، پاڻيءَ جا ڦوڪٽا ١١- ماٿري (وحدت جي واٽ) ١٢- نابودي، فنا، موت + موت جي حد کان به اڳري، اڳتي وڃ، فنا في الله ٿي. ١٣- نشاني، اهڃاڻ، پتو، ١٤- لوڪان، لوڪ کان ١٥- لڪان، لڪڻ کان.

٦

لوڪان لِڪي سَيِڪو، لِڪان لِڪي ڪونہ،
اُتي ويني اون[١]، اِنَ اَلِتي[٢] ڳالِهِ جي.

٧

هَتَنِ سين هاجَ ڪَرِ، نيڻَنِ سين نِهارِ،
اُيا اَڱڻان پارِ،* پَسُ پنهنجا سُپرِين.

٨

اِسين سڪون جن ڪي، سي اسين ياں،
هاڻي وچ گمان! صحيح سڄاتا سپرِين.

٩

آسين سڪون جن ڪي، اسين پڻ سيئي،
لَمَ يلد وَلَم يُولَد[٣] ونءُ[٤] اُوڏاهين پيهيءَ،
تِهان مُنجهيئي،* پارِکَ[٦]! پرِکِج حق ڪي.

١٠

ڏُسڻ ڏِسِين جيءَ، تہ هَمَہ[٨] ڪِي حق چئين،
شارِڪَ شَڪَ مَ ٿِئي[٩]، انَدا اِنهِيءَ ڳَالِهِ ۾!

١١

مُنهن ڪَرَ مَنجهارا ٻَهران[١٠] ڏُونئي[١١] مَ ڏيوَر[١٢] جيئن،
جيءَ اَڪَرِيين آرا[١٣] پر ڪَندِيءَ اَچَڻ ڏاڪِرو.

١- فڪر، ڳڻتي ٢- ابتي (پراسرار) * ويجها ٻيلن (دل ۾). ٣- چڱيءَ طرح سان پروڙجي
ويا ٤- نہ ڪنهن جو ڄڻيو، نہ ڪنهن کي ڄڻيائين (خدا) ٥- وڃ ** اتان ئي، اندر مان، دل ۾ ٦- پرکيندڙ، استاد، ماهر (سالڪ) ٧- عين جي اکين، اندر جي اکين ٨- سڀ ڪنهن ۾ ٩- گمان نہ آڻ ١٠- ٻاهران ١١- ڳول ١٢- حيوان ١٣- ڪُنُ، گهيرو، پيار، سچي دوست.

١٢

آڏو جو اِثباتَ[١] ڪي، سو شِرڪُ لاهي شَڪُ،
هُئي[1a] جنهن ۾ حَقّ، تنهن نَفيءَ[٢] جِهو[٣] ناهِ ڪو.

١٣

وَڏِي تان اِنَ واتَ ۾، ٻيلَپَ[٤] ٻِيائي،
آهي اونداهيءَ جو، شرڪُ سهائِي،
چِٽِي چِٽائِي، اَلفِ جي عينڪَ ۾.

١٤

اِن ۾ پر نہ ايمان، جيئن ڪلمي گو ڪوٺائيين،
دغا تنهنجي دِل ۾، شرڪ ۽ شيطانُ،
مُنهن ۾ مُسلمان، اَندر آذَر آهيين.

١٥

ڪُوڙو تُون ڪُفرَ سين، ڪافِرُ مَ ڪوٺاءِ،
هِندُو هَڏَ[٨] نہ آهيين، جَڻيو[٩] تو نہ جڳاءِ،
تِلڪُ[١٠] تَنِين کي لاءِ، سَچَا جي اِشرڪُ سين.

١٦

مُنهن نہ مُوسيٰ[١١] جهڙو، عادَتَ ۾ اِبليس[١٢]،
اِهڙو نجام خَبيثُ[١٣]، ڪَڏِي ڪُوهُ نہ ڇَڏِيين؟

---

١ـ هاڪار، اقرار، بقا [نفي جو ضد] 1a ـ هوئي، هجي ٢ـ انڪار، نابودي ٣ـ جهڙو، مثل ٤ـ مُلڪ ٥ـ اونداهيءَ ۾، ڪفر جي حالت ۾ ٦ـ خدا سان ڪنهن ٻئي کي برابر سمجهڻ ٧ـ روشنائي، رهبري * ڪافر ڪفر تي ناز ڪري ٿو. ٨ـ اصل، بنهه ٩ـ ڌاڳو جيڪو هندو ڳچيءَ ۾ وجهندا آهن ١٠ـ سندور سان پيشانيءَ تي داغ جيڪو هندو ڌرمي رسم پوري ڪرڻ لاءِ هڻندا آهن ١١ـ حضرت موسيٰ پيغمبر ١٢ـ شيطان ١٣ـ پليد، شرارتي، بڇڙو.

۱۷

مُنهن تہ موسيٰ جهَڙو، سِيرَتَ شَيطاني،
بازي[۱] بيراني[۲]، ڪَڍي ڪوهُ نہ ڇَڏِين.

۱۸

مُنهن تہ آهيريان ئِي[۳] اُجرو[۴]، قَلبَ ۾ ڪارو،
پيهران[۵] زيب زُبانَ سين، دِل ۾ هَچارو،
انَ پرِ ويچارو، ويجهو ناهه وِصال سين.

۱۹

تُون ڪا ڪاني پاءِ[۶]، وَنيَنِ[۷] ۾ وصالَ جي،
دُبيتائِي[۸] دورِ ڪري، معرفت مَلهاءِ[۹]،
سُپيريانَ جي سُونهن ۾، رُخنو[۱۰] ڪونہ رهاءِ[۱۱]
اَڪِ، اَشهَدَ[۱۲] چاءِ[۱۳]، تہ مسلماني ماڻِين.

۲۰

سُرمو سِياهِيءَ جو، رَنُنِ ڪي رِهاءِ،
ڪانِي ڪارائيءَ[۱۴] جي، مُرُسُ تِي م پاءِ،
اکين ۾ اتِڪاءِ[۱۵]، لالائي لالَنَ جي.

۲۱

سُرمو سُرخِيءَ جو، جَڏهن پاتو جَنِ،
تَڏهن ڏِٺِي تَنِ، رَونَقَ ريتِي[۱۶] جِهَڙي.

---

۱- راند، اٽڪل ۲- ويراني، بي معنيٰ، بڇڙي ۳- آرسيءَ ڪانِ ۴- صاف، چلڪندڙ ۵- پاهران ۶- سرمي جي سرائي وجھ ۷- اکين جون پنبڻيون ۸- ٻيائي، شرڪ ۹- سرخرو ٿي، مرڪ ۱۰- ٻيڪڙي (شرڪ) ۱۱- منهن تي پوي، مناسب آهي، جڳاءِ ۱۲- شاهدي ڏيندڙ، ڏسڻ واري ۱۳- ڪڻ (پاڻ وٽ رک) ۱۴- ڪارنهن (سرمي) ۱۵- وجھ، لڳاءِ ۱۶- سني ڳاڙهي رڱيل ڪپڙي.

۲۲

سُرمُو سُفيدِيءَ جو، جَڏهن پاتو جَنِ،
تَڏهن ڏِٺي تَنِ، اَڇائِي عالَمَ ۾.

۲۳

جي فارسي[۱] سِکيو، گولو، توءِ غُلامُ[۲]،
جو ٻَڌو ٻِنِ ڳالهِين،* سو ڪِيئن چائي[۳] چامُ؟
اُجو تان آبُ گهري، ٻُکِيو تان طَعامُ،
اِيءُ عامِيَنِ[۴] سَندو عامُ، خاصَنِ[۵] مَنجهان نہ ٿِئي.

۲۴

اَوَڳُڻَ[۶] رُسي سيڪو، ڳُڻين[۷] پِرين رُنامِ،
ليڪِيَمِ جي لِسانَ سين،** سي ڪَرَڪِينَ ڪِيامِ،
پاڻُ وِجائي پانهنجا، تورا[۸] تُڪَ هَنيامِ،***
بَندَگِي شَرمَندگِي، اِها ميڙَ[۹] مُڪِيامِ،
پِرين تَڏهن پَرِچيامِ، "آئون" جَڏهِن اُٺ ڳِئي.÷

۲۵

اَوَڳُڻَ رُسي سَيَڪو، ڳُڻين پِرين رُنامِ،
ٻَهُون[۱۰] ٻاروتَنِ[۱۱] ۾، ڪوڙين ڪُوڙَ ڪِيامِ،
تيلانهِين سَرِيامِ[۱۲]، سُڪَنِئُون[۱۳] سُورَ گهٽا.

---

۱- ڏارين ٻولي (حاڪمن جي ٻولي) ۲- ٻانهو، گولو * جيڪو هڪ پاسي خسيس تہ ٻئي طرف اعليٰ آهي، جنهن جو ڏڙ ريڊيو ۾ سسي ٻاڪبري آهي. ۳- ولي وجي، همراه رکي ۴- عام رواجي ماڻهو ۵- خاص يا اعليٰ يا افضل ماڻهن ٦- خرابي يا بڇڙائي يا ڏوه يا گناه ڪري ۷- ڳڻن يا خوبين هوندي ** جيڪي گناه سمجهيم تہ زبان سان ڪيا اٿم. ۸- مهربانيون، ثواب *** خودي ڪڍي، ثوابن کي تڇ سمجهيم. ۹- منت، آزي نيازي، پرچائڻ لاءِ وسيلو يا شافي ڪري ÷ جڏهن خودي گم ٿي وئي ۱۰- گهڻو ۱۱- ننڍيءَ لهيءَ ۾، ٻالجتيءَ ۾ ۱۲- حاصل ٿيم، مليم ۱۳- سکن مان.

٢٦

اَلتِيَمِ[١] جا هينئان[٢]، سا نہ سَلِتِيَمِ[٣] ساھَ کي،
سُپيرِيان جِي ڳالهڙِي، لِڪايَمِ رُوحان[٤]،
ويئِي مُون وَسان[٥]، پَڌرِ پيئِي پِرِينءَ ري.

٢٧

مُون تان لِڪائِي گهڻُو، رُنَّ ڪِي روشَنُ،
رَسِيو ريزالَنِ[٦] ڪي، مَنجهان زَردِيءَ[٧] ظَنُ[٨]*،
ويرِي مُون[8a] وَرَنُ[٩]، ڳالهِ ڪِيائِين ڳُجَهہ جِي.

٢٨

عاشِقُ يانئين ايئن، تہ سِڪَ ڪنهن کي نہ سَلان،
وِچِ رَهَندِي ڪيئن،** وَهَنِ اَکِيُون، وِرچِي[١٠] هينئُون[١١].

٢٩

اَندَرِ رَهِي نہ گهٽَ[١٢]، سُپيرِيان جِي ڳالهڙِي،
چِاڳَرَ[١٣] سَهِي نہ سَٽَ، جُهہ[١٤] مَهَراڻَ[١٥] مَوجَ ڪِي[١٦].

٣٠

لَڪِين سَئِين[١٧] مَهَراڻَ، آتِي[١٨] سَبِ اُڌَميا[١٩]،
سَڙان مَنجِهہ ئِي ماڻَ[٢٠]، ٻَهَرِ[٢١] ٻاڦَ نہ نِڪِري.

٣١

"پاڻُ"[٢٢] پَڙِدو پاڻَ کي، سُٽِي ڪُرِ سَنيالَ،
وِچان جو وِصالَ، سو تان هُئَڻُ[٢٣] هِنَ جو.***

---

١ـ الي ويس، نہ ٻڌايم ٢ـ هِنيئين کي، دل کي ٣ـ سليَم، ٻڌايم ٤ـ روح کان ٥ـ وسان، وس کان، هٿان، قبضي مان ٦ـ رذيلن، بدڪارن، ڪمينن ٧ـ پيلاڻ ٨ـ شڪ، گمان 8a ـ مُنهنجو * منهنجي منهن جي پيلاڻ ڏسي شڪ پيو. ٩ـ رنگ [زردي] ** ڳالھ لڪل ڪيئن رهندي. ١٠ـ ٻري، ڦٿڪي، پريشان ١١ـ دل ١٢ـ نڙيءَ ۾ ١٣ـ ڊنل، سيٺاه، ٻڪري، ساندارو ١٤ـ جنهن ١٥ـ درياه ١٦ـ ڦوڪيو، ڇوليون يا لهرون هڻڻ لڳو ١٧ـ سوين، گهڻا ١٨ـ محو ڪري، ڳاري ١٩ـ اُڌما ڏيارايا، اڀاميا ٢٠ـ شل ٢١ـ ٻاهر ٢٢ـ هجڻ ٢٣ـ هجڻ موجودگي ***هن (خوديءَ) جو هجڻ يا موجودگي وصال جي وچم رنڊڪ آهي.

٣٢

"پاڻُ" پڙدو پاڻَ کي، طالِبَ سُڃيج تُون،
نَہ ڪا ها نَہ هُون[١]، پَڙِدا سَڀِ پاسي ٿِيا.

٣٣

"مُون" مونهين[٢] ۾ سَپَجي[٣]، مُون کي "مُون" جُڳاءِ،
مونهين مَنجهان مُون ٿِيي، مونهين جي ساجاءِ[٤]،
ڪچڻ ڪانهي جاءِ، ڪيڏانهن ڪريان پَنڌڙو.

٣۴

اُنهين[۴a] ايئن جُڳاءِ، آن[۴b] کي[٥] ايئن نَہ چَوَڻُو،
بِنُ[٦] جنهن جي ذاتِ جو، اُتي آهِ اَللهُ، *
تُهَ[٧] نَہ پَچِي ماهُ[٨]، گُنديءَ[٩] نينهن نَہ سَپَجي. **

٣٥

گُنديَ نينهن نَہ سَپَجيءَ تُهَ نَہ پَچِي ماهُ،
ڪَچِيءَ پَرِ[١٠] ڪياءُ[١١]، ٿِيي سَماجوڳُ[١٢] سَڄَڻين؟

٣٦

نَظَرُ[١٣] نَزِديڪِيونِ[١۴]، سَهِي[١٥] نہ سَگهان ساعَتَ سِينءَ[١٦]، ***
پَسَڻُ پَري سَندون، آئون نالِي گِيئُڙِي[١٧] نِجُهران[١٨].

٣٧

عِلّتيءَ[١٩] آرامُ، پَسِي عِلّتَ[٢٠] آئيو،
حُسُنَ جو حَقَ جو، سو خامِي[٢١]! پانيين خامُ[٢٢]،
اَچِي ٿِيا اِسلامُ[٢٣]، ڪُفُرُ ڪافِرُ پاڻَ ۾.

---

١- ناڪار، سوال پڇڻ يا نہ چوڻ جو آواز ٢- مون ٣- پيدا ٿئي، اُسري ۴- واقفيت، سڃاڻپ ۴a- انهن ۴b- اوهان ٥- اوهان کي، توهان کي ٦- اصل، بنياد، نهايت * "آئون" چوڻ خدا کي جڳاءِ نہ انسان کي، ڇاڪاڻ جو سندس ذات اصلي آهي. ٧- تهن ۾ وجهڻ سان ٨- گوشت ٩- ان رکڻ جي جاءِ ** جيئن تهن ۾ رکڻ سان گوشت پچي ڪين سگهندو يا گنديءَ مان عشق نہ اپرندو يعني اها ڳالهہ ناممڪن آهي. تيئن خوديءَ ڪري خدا سان ملڻ ناممڪن آهي. ١٠- اڻ سهائيندڙ طريقي سان ١١- ڪيئن ١٢- ميلاپ، ملاقات ١٣- ديدار ١۴- هنن جو نزديڪ يا ويجهو ١٥- برداشت ڪري ١٦- ٿاڻين * دوست جي ديدار جو تاب نہ برداشت ڪري سگهان. ١٧- ڳٽي، ورتي ١٨- ڳران، سڙان ١٩- عادتيءَ، جنهن کي عادت هجي ٢٠- اها شيءِ جنهن جي هنکي عادت هجي ٢١- اي ڪچا! ٢٢- ڪچو ٢٣- خدا کي تسليم ڪندڙ، قبولدار.

٣٨

مُون کي مُون پِرِيَنِ، ٻَڌي وِڌو تارِ ۾،
اُيا اِيئن چَوَنِ، مَڇُڻِ[١] پاندُ پُسائِيين.

٣٩

پيو جو پاتارِ[٢]، سو ڪيئن پُسَڻَ کان پالهو[٣] رَهي؟
سالِڪَ مُون سيڪارِ، ڪو پَهُه[٤] اِنهِيءَ پاندَ[٥] جو.

٤٠

ڪَرِ طَرِيقَتَ تَڪيو[٦]، شَرِيعَتَ سُڄاڻِ،
هينئُون حَقِيقَتَ هيرِ[٧] تُون، ماڳُ مَعرِفَتَ ڄاڻِ،
هوءِ[٨] ثابوتِيءَ[٩] ساڻُ، تَہ پُسَڻَ کان پالهو رَهِين.

٤١

ڪُوڙِي ڪِج مَ ڪَڌِهِين، ڦِڪي ياڻِيج ڦانگَ[١٠]،
ساري سناسِيَن جِي، لائِقَ! رَکِج لانگَ[١١]*،
تَہ چارِئي چُنِيءَ[١٢] پاندَ، اوسا[١٣] ڳنهي اُڪَرِيين.

٤٢

سُتو ئِي سيجَ گهرين، جَفا ڏِيين نَہ جانِ،
صُلحَ رِيءَ سيڻان[١٤]، مَتان نُونڌين[١٥] نَہ چَڙهين.*

٤٣

سُتوئِي سيجَ گهرين، جَفا ڏِيين نَہ جِيءُ،
پَهَنِي[١٦] ڏاران پِيءَ[١٧]، مَڇُڻِ نونڌِين نہ چَڙهين.

---

١- متان ٢- اونهي درياہ جي تري ۾ ٣- خالي، پري ٤- خيال، راز ٥- پلاند، دامن ٦- آڌار ٧- عادي ڪر ٨- هج، ٿي رهه ٩- بقا واري، بقادار (خدا) ١٠- سڪل ٽاري ١١- لنگوٽي *(شهوت پرستيءَ کان پاسو ڪج) ١٢- پوتيءَ ١٣- سڪل، سڪا ١٤- انهن کان ١٥- بنديءَ، ڪنڌي، حساب * متان بدنام ٿيين يا سزا جو لائق بڻجين ١٦- پرچڻ، راضي ٿيڻ، ريجهڻ ١٧- پرينءَ جي، محبوب جي.

٤٤

صُلحُ جَنِ سَجَڻَ سين، سيجَ ماڻيندا سي،
"اَلَّذِيْنَ آمَنُوْا وَ كانُوْا يَتَّقُوْنَ"[١] اِنَ پرِ[٢] اُيا[٣] جي،
نيٺي نُونڌِين تي، ڏِکي[٤] چِٽي چاڙهِيا.

٤٥

جي تِيا حَلُ حَبيبَ سين، سُمهَڻُ تَنِ ثَوابُ،
نيڻَ هيرائي نِندَ سين، خُوشِ ڪِيائُون خَوابُ،
اوسيئڙو عَذابُ، دِليان تَنِ دُورِ ٿِيو. *

٤٦

تَنُ تَسبِيحِ، مَنُ مَٽيُو، دِلِ دَنبورو[٦] جَنِ،
تَندون جي طَلَبَ جون، وَحدَتَ سِرُ[٧] وَڄَنِ،
وَحدهُ لاشَرِڪَ له[٨]، اِهو راڳُ رَڳُنِ،
سي سُتائِي جاڳَنِ، نِندَ عِبادَتَ اُنِ جي.

٤٧

رُٺي[٩] جا رِهاڻِ، سا پِي[١٠] پَهَنِي[١١] نَہ ٿئي، **
ڪنهن ڪَرَ وِڌِي ڪاڻِ، پاڻان نينهن نڪيريو.

٤٨

رُسَڻُ نَہ آهي رِيتِ، پَهَنِي پاهَتُ[١٢] ناهِ ڪو،
پَسو مَنجهِ پِريتِ، جَيهائِي[١٣] جوڙَ[١٥] وَهي. ***

---

١- اهي جن ايمان آندو آهي ۽ پرهيزگار يا ڊڄندڙ آهن (ق- ش) ٢- رستي يا طريقي تي ٣- بيٺل ٤- سينگاري ٥- لءِ * انهن جي دلين مان انتظار ۽ عذاب جو ڊپ نڪري ويو. ٦- تنبورو، وڄائڻ جو ساز ٧- ڳجهه، اندر جو مطلب، اسرار ٨- هو (خدا) هڪ آهي ۽ سندس ڪو شريڪ ڪونهي ٩- رسي وئي، پري ٿي ١٠- اي محبوب! ١١- ويڪري، موڪري ** اي محبوب! هي جو وصال ۾ گهٽو ويڇو پيو آهي سو شل اجا بہ وڌيڪ وڌو نہ ٿئي. ١٢- مناسب، لائق، صلح، لاه، محبت ١٣- جيئن ١٤- دنيا، جڳ. *** جيئن دنيا جو دستور آهي.

## وائي

ڪِي اُنهِين مَنجھ آهي، هُو جي جُهونا پَسِجَنِ جُهوِيڙا.
اِنَ دَرِ سيئِي اَگِهيا، جَنِ ڪي ڪونہ چِتائي،*
هُو جي جُهونا پَسِجَنِ جُهوِيڙا.
ڏارِيان[1] ياٿِنِ ڏارِيُون، پاڻَ پِريان سينَ ڪائي،
هُو جي جُهونا پَسِجَنِ جُهوِيڙا.
"اِنَّ اَوْلِيائِي تَحْتَ قَبائِيْ[2]" پنهنجا پاڻَ پَراهي[3]،
هُو جي جُهونا پَسِجَنِ جُهوِيڙا.
"لا يَعْرِفُهُمْ غَيْرِي[4]" پَرَ[5] ڪي ڪِين پسائي،
هُو جي جُهونا پَسِجَنِ جُهوِيڙا.
پَنهنجِي[6] چِڏي پَٽَ ۾، رِڙهُ اُنِين جي رائي[7]،
هُو جي جُهونا پَسِجَنِ جُهوِيڙا.
خِدمَتَ ڪَرِ خُلْقَ سين[8]، پاندُ ٻِڳِچِيءَ ۾ پائي،
هُو جي جُهونا پَسِجَنِ جُهوِيڙا.
اَديُون! عَبدُاللّطِيفُ چِي، اِتاهِين ڪِي آهي،**
هُو جي جُهونا پَسِجَنِ جُهوِيڙا.

---

* جن کي ڪو هن دنيا ۾ اهميت جي نظر سان ڪونہ ڏسي. ١- ڏاريان، اوڦٽو ٢- تحقيق منهنجا اوليا يا دوست منهنجي قبا يا چوغي هيٺ لڪل آهن (حديث) ٣- ڍڪائي ٤- مون کان سواءِ اوليائن کي ٻيو ڪوبہ ڪونہ ٿو سڃاڻي (مٿين مصرع ۾ آيل حديث جو ڀاڱو) ٥- ڏارين، اوڦٽو ماٺهن ٦- پنهنجي مت يا راءِ ٧- راءِ، مرضي، رستو، راھ ٨- ڪلمک ٿي، خوش خلقيءَ سان ** انهيءَ (خدمت) مان ئي ڪجھ روحاني ترقي حاصل ٿيندي.

# سُرُ رِپَ

## سر بابت

رپ نالي ڪابہ راڳڻي ڪانهي. رپ جي معنيٰ آهي وڏي پربت جيڏي آفت يا اهو دشمن جنهن جي ڏسڻ سان هينئون هارجي ۽ دل دهلجي وڃي. جيئن تہ هن سر ۾ ڦوڙائي ۽ جدائيءَ جي غم جو ذڪر ڪيل آهي، تنهن ڪري جدائي جي غم کي رپ سڏي هن سر تي اهو نالو رکيو ويو آهي. هيءُ سر، ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ واري نسخي جي ٽنهي جلدن ۾ ڪونهي. بمبئيءَ واري ڇاپي ۾ گهٽائي ڪڇا ڦڪا بيت ڏنل آهن جن مان پهرئين داستان ۾ چار بيت، نمبر ١٥، ١٦، ٢۴، ٢٨، ۽ ٻئي داستان مان ڇهہ بيت (١ کان ٦ تائين) ڪنيا ويا آهن ۽ باقي نظرانداز ڪيا ويا آهن. سرڪاري ڇاپي جي ٻئي داستان ۾ ۴ وايون ڏنل آهن جن مان ٻہ (نمبر١ ۽ ٣) سسئي جي قصي سان ٺهڪي اچن ٿيون تنهن ڪري هتان خارج ڪيون ويون آهن ۽ ٢ نمبر وائي هتي پهريون نمبر ڪئي ويئي آهي ۽ منجهانئس جيڪي ٣ مصراعون ڊاڪٽر ٽرمپ واري ڇاپي ۾ نہ آهن ۽ جن مان هڪ "ميمڻ" جي ڇپيل آهي، سي ترڪ ڪيون وييون آهن.

## مضمون

هن سر ۾ وره جا ورلاپ، ڦوڙائي ۽ فراق جا آلاپ نهايت رقت رنگيز نموني ۾ ڏنا ويا آهن. هن سر ۾ عاشق فراق جي گوندرن ۾ غرق هئڻ ڪري، مشاهدي ماڻڻ لاءِ پنڌڙو ڪرڻ پاڻ تي لازمي سمجهي، ڪارون ۽ پڪارون ڪري، اندر جو حال اوري ٿو.

## روحاني راز:

ڪانيءَ کي سر کان جدا ڪري، منجهس سوراخ ڪڍبا، تہ بانسري بنجي پوندي ۽ ان کي ڦوڪڻ سان ڪئين سريلا ۽ درد ڀريا آواز ڪڍي سگهبا. بانسريءَ مان اهڙيون درد ڀريون دانهون ۽ فراق جون آهون، تڏهن نڪرن ٿيون، جڏهن ڪيس اصلي ماڳ کان وڍي ڌار ڪجي ٿو. جيڪڏهن ڪيس وڍي، مڇو ڏيئي نہ سلبو، تہ هزارن حيلن ۽ ڦوڪن سان هڪ آلاپ بہ نہ نڪرندو. روح کي بانسريءَ سان مشابهت ڏيئي مولانا روميءَ مثنويءَ ۾ سمجهايو آهي، تہ روح رب کان جدا ٿيڻ تي بانسريءَ وانگر فراق ۾ پيو ڪارون ڪري. شاه هن سر ۾ اها تات تنواري آهي.

هن سر ۾ هڪ سالم سالڪ جو روح، رب کان ڌار ٿيڻ تي، آه و زاري ڪري ٿو. هو جيڪي وڇوڙي جون درد ڀريون دانهون ڪري ٿو ۽ هنجون هاري ٿو، سي پڙهندڙن کي

نہ فقط ڳھائيندیون، پر منجھن مخفي الاهي عشق کي پڻ پڙڪائيندیون. پڙھندڙ کي معلوم ٿئي محسوس ٿيندو تہ آءٌ ڪھڙي اعليٰ آستان مان نڪري ڪھڙي نہ ادنيٰ آستان ۾ اچي پيو آھيان ۽ ڪھڙين سعادتن کان ڇڄي ڪھڙين پليدگين ۾ اچي ڦاٿو آھيان.

جڏھن سدوري سالڪ کي اھا سمجھ ايندي، تڏھن ھو ويجھڙائي ۽ وصال لاءِ واجھ وجھندو ۽ فرش تان وري عرش ڏي اڏامڻ جي ڪوشش ڪندو.

# سُرِ پَ

## داستان پهريون

١

گوندَرَ ڪيو غَرَقُ، ماءُ منهنجو چندَڙو،
ڏکوئين مَرَڪ[1]، مَٿي سَگَرَ[2] پَندَڙو.

٢

گوندَرَ گَڏياس صحتَ نيشَتِرَم[3] چٽين،
مادَرِ! مارِياسِ، قوڙائي[4] پرينءَ جي.

٣

گوندَر هَٿ پِيرَ وِرِهُ[5] مَتجِهين[6] وَهٽوءِ
ڪُڙهِ[7] ۾ قَطارُون ڪَري، سُورَن لايا سِيرَ[8]
مون جيهي[9] گهاري ڪير، هيڪلي رِيءَ سَجَڻين.

٤

اُتي[10] جيئن موڙن[11] اوبَرَ[12] وَلهارَنِ[13] ۾[14]
سا پَرِ گوندَرَ ڪَنِ، جُهِ[15] قوڙائو[16] سَجَڻين.

---

١- لائق ٢- رستي، راه ٣- ولي وبو، تباه ڪئي ٤- جدائي، فراق ٥- غم، عشق ٦- اندر ۾ ٿي ٧- ڪک، بدن ٨- رشتا، گس ٩- جيان، وانگر، مثل ١٠- ڪان سواءِ ١١- ميڻهن وٺي ١٢- اپرن، نڪرن ١٣- اوبَڙ، فصل، گاه، بوٽا ١٤- غيرآباد زمين ۾، جتي جهنگلي وڻ ٽڻ ۽ بوٽا قدرتي طرح اپرندا آهن. ١٥- جڏهن، جيڪڏهن ١٦- جدائي، فراق، وڇوڙو.

٥

لائي جو وِيا، سو مَنجهِهِين تو مَچُ ٻَري،
سو اُجهامي ڪِئا[1]، جنهن سورِينَدڙ[2] سُپرِين.

٦

ڪَهَڻُ[3] ته ڪَچائِي، سُورَ نه سانديَنُ سُٽرا[4]،
اَچا تَ، آئِي! ڏِيلَ منهنجي، ڏُکَ سين *

٧

جيئن سو تِئِيءَ تَرو، ڪامي ڪوري وِچ ۾،
مُون ڪي ڏِٺو سَجَٽين، مَنجهان سڪَ سَرو[5]،
ور جِهيٽو[6] اِيءَ[٦الف] ٻَرو، ۾ قُورِاٺو[7] سجٽين.

اُيـرِيامِ آنگُورَ[8]، سُتي سُپيرِيَنِ جا،
ڪاپِڙهَ ڪايو سُورَ، لُچِيو لوچِيو[9] اُتِيانِ.

٩

ڳِرِن ۾ ڳَرهيج روئِي ڪَچ ۾ پَڌرا،
تانَ[12] سوران ٿي سَهيج، جانَ[13] لاهِيندڙ ڪو لهين.

١٠

ڳَرا[14] ۾ ڳجهو روءِ، پڌرِ وِجهه ۾ پرينءَ ڏي،
سُورَنِ سيٽر[15] هوءِ، هيٺٽرا ڪمَ[16] ڪَنَ[17] ٻجيئن**.

---

١- ڪَٿان، ڪيئن ٢- جوري زور وٺائيندڙ ٣- سچون ٤- سولا، آسان * اي مائي! اچا ته غم منهنجي جسم سان آهي. ٥- عشق جي شراب جو چڪو ٦- بهتر، چڱو ٦الف- اهو ٧- بخار، ساڙو (ٻره جي باهه) ٨- ڏک، ڦٽ ٩- ڳوليو، لوڙيو، ڦٿڪيو، پاسا ورايو ١٠- ڳجهه ١١- سورن جون ڳالهيون ڪچ ۾ اورج ١٢- تيستائين ١٣- جيستائين ١٤- ڳجهه، اندر ١٥- چڱي طرح، وڏو، تلهو ١٦- نيلوفر يا پٻڻ جي پاڙ جنهن ابي ٻوٽي ۾ ڪوٽيون ٿين ٿيون، ڪيهه ٻراڻ ٿي ٻوٽي (ول) مان خاصول ڪيا ويندا آهن. ڪوٽيون پاڻيءَ جي مٿاڇري تي ظاهر ٿين ٿيون جلدن ته ڪم ورن وڪڙن وارين ڏانڊين سان ٻوٽي جي پاڙو وٽ هوندو آهي پر پاڙ ناهي. ١٧- اونهي پاڻيءَ
** جيئن اونهي پاڻيءَ ۾ پٻوڙن جو پاڙون تلهيون هونديون آهن، تيئن تون ٻه غمن جي غلبي ڪري متارو ٿيءُ.

١١

لاهه مَ پَچاراڻِ[1]، سُکِ مَ سُمهُ جِندڙا،
ڪَرَ[2] جهوري ڪيٽاڻِ[3]، ڪالهوڻا[3a] اڄُ گهٽي.

١٢

جهجي[4]، جهاڻءِ[5] ڪري، ماٺ نہ اچي مون هينئين،
سڄڻ سي ساري، هو جنئين جو هيرئون.

١٣

جهوري، جهجڻ، جهاڻءِ،[6] مون جنين جي نہ لهي،
آئيل ايئن[7] م ياڻ[8]، ڪ اُنون جيئندي اُن ري.

١٤

جاءِ تہ سڄو ڏيهن، هينڙو اوٺي وَڳ جيئن،
مون پريان سين نينهن، جنهن ڪارڻ ڪونہ ڪيو.

١٥

لاهيان جي نہ چتاڻ، آلا اُن مَ وسران،
مَتِ هيو منجهاران، جيءُ منهنجو جن سين.

١٦

پَل پَل ۾ پَلياڻَ، پَلُ نہ رهي پرين ري،
جيئن جهوريءَ ڪان جهلياڻ، جهنجيو تيئن جهوري پوي.

---

١- هنن کي پچارتان، هنن جي تات ٢- جڻ تہ، گويا ٣- انهن کي ٣a- ڪالهوڪيءَ ڪان ٤- روئي، پاٺي هاري ٥- روح رازو ٦- هرپل، هيرايل ٧- ايئن ٨- هڪ هنڌ، قرار ٩- ڏڻ، ولر ١٠- اندران.

١٧

ڪَڪَرَ مَنجهه ڪَپارَ[١] جُهڙُ نيٽنٿُون[٢] نہ لهي،
اَڄُ منهنجي چِتَ ۾، اُتا[٣] پِرين اَپارَ،
آءُ، سَجَڻَ! لهُ سارَ، وِرهَ[٤] ويڙهِي آهِيان.

١٨

مون مَنجهيئي مينهَن، ڪوهه ڪريندَيس ڪَڪَرين؟
سَرَلو سارو ڏينهن، مون پِريان جو نہ لهي.

١٩

ستي سَنيرِيومِ، آڪو ڳُڻُ ٻاروچَنِ جو،
ڪُنڊِ وِهاٽو پِنو، هَرِيو[٨] هَٽُ ٽِيوم،
سَجَڻُ ياد پيوم، جاڙَ[٩] جيان تي جيڏيُون.

٢٠

سَجَڻَ سَنيرِيامِ، پِيَمِ ڪَرَ ڪَپارَ ۾،
جِهڙِي تهڙِي حالَ سين پِرين نہ وِسَرِيامِ،
هَرِيا هَٽَ ٽِيامِ، نيٽَنٿُون نيرُ وَهي.

٢١

سَنيرِيو جِيان، ڳالهيُون پِرِيَمِ![١٠] تنهنجون، *
ڳُڻَ ڪيتَرا ڳَڻِيان، تورَنِ مَتو[١١] ناهِ ڪو.

---

١- نرڙ، متي، سر ٢- نيٽن يا اکين مان ٣- وسيا، ياد پيا ٤- عشق، برهہ، غم ٥- چا ٦- جهڙ، ملار (يادگيري) ٧- ياد پيوم ٨- آلو، پنل ٩- اجايو ١٠- اي منهنجا پرين! * اي منهنجا پرين، تنهنجون ڳالهيون ستياريو پئي جيان ١١- حد، شمار، ڇيڙو، سرو.

٢٢

جُہ[١] سي سَنيرجَنِ، سَهَ[٢] تَنين شَين اوريان[٣]،
لُونءَ[٤] لُونءَ هيٺِ وَڄَنِ، رَڳُون رَبابَنِ جيئن.

٢٣

چَتُرُ[٥] رَهِي نہ چِتُ[٦]، ويٺين[٧] واڳيو[٨] نہ رَهِي،
رَئِيءَ[٩] لَٿِجي نِتُ، هينئڙو واتَ-وِرکَ[١٠] جيئن. *

٢٤

چَتُرُ رَهي نہ چِتُ، سُوران[١١] صَبُرُ نہ ڪَري،
سَڄَڻَ ساري نِتُ، ويڳاڻو ٿِيو وِڄُهلي[١٢].

٢٥

چوري چوري چِتُ[١٣]، مان ويئِيءَ وِهاڻِيءَ[١٤] نِڪِران،
تنهن گُهرائي نِتُ، پِريان سَندي پير[١٥] ۾.

٢٦

چِيتاريان[١٦] چِڻُڪَنِ[١٧]، سَنياريانِ سَهِي[١٨]،
اَندرِ رُوحَ رَهِي، مون کي صُورَتَ سُپِرِيَنِ جِي.

٢٧

چيتارِيانِ چِڻُڪَنِ، وساريانِ نہ وِسَري،
ويرو تارَ[١٩] ڏُکَنِ[٢٠]، سَڄَڻَ پَڳي- هَڏَ جيئن. **

---

١ـ جڏهن، جيڪڏهن ٢ـ پساهہ، دم (اندر جون ڳالهيون) ٣ـ وندِيان، ڪريان ٤ـ بدن جي نندين وارن ٥ـ هوش وارو، ريٽل ٦ـ دل، من، اندر ٧ـ طعنن، ملامت ٨ـ ڀٽل ٩ـ دز، لٽ ١٠ـ وڻ *جدائيءَ ڪري دل قرار نہ اهي ۽ دوستن جي لوڪن ڪري بيقرار آهي. دل ائين غم جي غبار سان ڀرجيو وڃي جيئن رستي جو وڻ آمد رفت سبب مٽيءَ سان ڀرجي ويندو آهي ١١ـ سورن کان ١٢ـ روح راڙو ڪري، پريشان ٿيڻ ١٣ـ دل کي دلاسا ڏئي سڌير ڪري ١٤ـ اسُر جو، پريات جو ١٥ـ گس، پيچرو ١٦ـ هننکي ياد ڪريان ١٧ـ ڦٽ نيندبيون ڪري وهن ١٨ـ برابر ١٩ـ هميشہ ٢٠ـ سُورُ ڪَنِ، ڏک پيدا ڪن، ياد پون، هرن ٿا ** سڄڻ هميشہ پڳل هڏي وانگر (سور ڪرائڻ سبب) ياد رهن ٿا.

## ۲۸

چيتاري[1] چُونديِاسِ، ڳالهيُون سَيوئِي سَجَڻين،
جُهہ[2] مُقابِلِ ٿِياسِ، تہ سَڀِ وَڃِنِ وِسَرِي.

وائي

جو نَوازِي ڏڏ، آسَرَ لاهِ مَ اُنَ جِي،
ويهُ داتا جي دَرَ تي لَنگها[3] لاهي لَڏَ[4]،
آسَرَ لاهِ مَ اُنَ جِي.
اوڏايان[5] اوڏو گهڻو، ڪِهڙا ڪَرِيين سَڏَ،
آسَرَ لاهِ مَ اُنَ جِي.
اَنگِلِين[6] کي اوڏو وِهي، گَندا[7] ڪَري گَڏَ،
آسَرَ لاهِ مَ اُنَ جِي.
ڪِهڙا جڏَ[8] جَڏوئِيين[9] جُودَ[10] مَهَندان[11] جَڏَ!
آسَرَ لاهِ مَ اُنَ جِي.
اَڳِيان عَجِيبَنِ جي، اَهُکا[12] پَڌَڻُ مَڏَ[13]، *
آسَرَ لاهِ مَ اُنَ جِي.
آدَمَ تِئائِين اُپيو[14]، هُوءَ جا کَڃِي مَنجهان کَڏَ، **
آسَرَ لاهِ مَ اُنَ جِي.
اَوِلِيءَ[15] ۾، عَبدُاللَّطِيفُ چي، سَڃَڻُ ڏِيندو سَڏَ[16]،
آسَرَ لاهِ مَ اُنَ جِي.

---

۱۔ چت تي رکي، ياد ڪري ۲۔ جڏهن ۳۔ مگڻهار، فقير ۴۔ سازو سامان ۵۔ اوڏيان، اوري ڪان، ويجهي ڪان ٦۔ ناز يا ماڻو ڪندڙن ۷۔ خراب، ڪنا ۸۔ عيب ۹۔ چڏيندين ۱۰۔ سخا ڪندڙ ۱۱۔ اڳيان ۱۲۔ مشڪل ۱۳۔ ڪکن ۾ ڪانين جا لهيل وڏا ترها، نقلي ڪتولا *محبوب جي هوندي ٻين جو آذار ۾ ٽيڪ ڳولڻ عبث آهي. ** مٽي، جيڪا کڏ مان کٽبي آهي ۱۴۔ پيدا ٿيو ۱۵۔ (سَوَليءَ جو ضد)، ڏکئي وقت ۱٦۔ واهر ڪندو، فرياد ٻڌي عرض اونائيندو.

## داستان ٻيو

١

سَڄَڻَ سان نہ ڀيٽَ، ڳُجهہ ڳِرهِيان[١] ڪَنِ سين،
ڳالِهيون اِنهِيءَ ريتَ[٢]، سَلا ٻَڌِي مورِيُون[٣]. *

٢

ڳالِهيون ڀيٽَ ورَنِ ۾، وَڏِي وَڻُ ٿِيُون،
پَرَ[٤] سين مُون نہ ڪِيُون، گوشي[٥] پِرِين نہ ڳَڏِيا.

٣

ڏولِيو وِيٺڙو ڏورِ[٦]، تي[٧] ٿِـي سِيءَ ڳَڏارِيان،
مادرِ! مُون مَ چورِ، نہ تہ پَڌر پُونديَس پِرِينءَ ري.

٤

وِيو ٻاروچو نِڪِرِي، اَنگهُنِ[٨] چاڙهِي اَنگُ[٩]،
روئِي، ڏِنَمِ رَنگُ، وِيچارَنِ وَٽَن ڪي.

٥

ٻاهَرِ لَڳُهُ[١٠] نہ ڪوءِ، اَندَرِ جهورِ[١١] جُهڙُ وَهي،
وَسائِيندِي وِجُڙِي، حُبَ جَنِين ڪي هوءِ،
لالَنِ جَنِين لوءِ[١٢]، سي اوڳائِينِ[١٣] نہ اَڪِيُون.

---

١- اوريان ٢- درياه جي ڀرسان ڪچي زمين ٣- ڦلاريون، اُڀريون * دل ۾ ڳالهيون تمام گهڻيون اچي گڏ ٿيون آهن. ٤- ڌارين، ٻين ٥- ڪنڊ ۾، اڪيلو ٦- نهر جو نالو؛ دور، پري ٧- تنهن ڪري ٨- ڦاسيءَ ٩- عضوا، جسم ١٠- ڪڪر ١١- تمام گهڻو ١٢- مهڻي (هٽ هٽي ڪپڙن جي استري وغيره بگيڙڻ ڪي لوئڻ چئبو آهي)؛ وطن ١٣- موڳيون ڪن، غافل ٿين.

٦

مُون تان لاهِ مَ، سُپِرينَ! اَکِيُن جا آگمَ[١]،
ڪَري مَلارُ مينهن جيئن، وَسِي لاهِ وَهمَ[٢]،
تو ڏِنِي مُون غمَ، ڏينهَن جا ڏورِ ڏِيا.

٧

نيڻَ نہ نِندون ڪَنِ، پِگو آرَسُ[٣] اَکِين،
اُجهامِيو پِرَنِ، توکي سارِيو سُپِرين!

٨

سَئِين نہ سيٽانِ[٤]، ناهِ اُبَتِي اُنِ سين، *
ونءُ سَهِي وِپٽانِ[٥]، تو نہ سَرَندِي تَنِ ري.

٩

گوليِ[٦] ۽ گُونِي[٧]، پِرِين پَتائِين[٨] گَجَ جيئن،
جي مَنَ مَجُونِي[٩]، سي ڪيئن وِجنَئِي وِسَرِي؟

١٠

اَندَرِ آندَرِيُون[١٠]، جيئن سي وانجِهيءَ[١١] لَٽِ ۾،
مُون تَنَ تيتَرِيُون، تہ "ڪيئن مِلبو سَجَڻين؟"

١١

جيئن سي ڪُوهِيءَ نارَ[١٢]، وَهَنِ وارِيءَ گاڏُئان، **
هينئڙو پِرِيان ڏار، نِبيرِيانس[١٣] نَہ نِبري.

---

١- جهڙ ٢- وسوسا، خيال، غم ٣- سستي، ننڊ ٤- هنن ساڻ * (تون سمجهين ٿو تہ) محبوب توسان سڌو يا چڱو نٿا هلن پر حقيقت ۾ اها اجائي ۽ ابتي روش نہ آهي ٥- وڃ ٦- چريل، رنگ ڏنا ٧- گوناگون، گهڻن رنگن واري ٨- پٽ جي ٩- شوخ ١٠- ڪانيءَ جو ڳپ ١١- ونجھ جي، وانجهيل، پوري، ڪوڪلي. ١٢- کوه تي چڙهيل نار ** جيئن ڪچي کوه تي چڙهيل نار مان واري گڏيل پاڻي نڪرندو آهي ۽ ان کان جدا نہ ٿي سگهندو آهي. ١٣- جدا ڪيانس.

١٢

سَپِرَ[1] سيءُ پيو، نہ مُون سورَ[2]، نہ گبرو[3]،
نہ مُون ڪاندُ، نہ قُوتُ ڪِي، جويَن[4] وَهِي[5] ويو،
تَنِين حالُ ڪِهو[6]، نِڌَرَ[7] جَنِين نِجُهرا[8].

١٣

اُتَرُ اوتُون ڏِي[9]، نَہ مُون سوڙِ، نہ گبَرو،
سِيءُ ساڙِيندو سِي، جَنِين نِڌَرَ نِجُهرا.

١٤

اُتَرَ ڏِنِي اوتَ، نہ مُون سوڙِ، نہ گبَرو،
چارِئِي چُنِيءَ پوتَ[10]، مون ريڙِهيندي راتِ گِئِي،*

١٥

نينهن نِهائِيءَ جان، ڏَڪِيو ڪوهُ نہ ڏَڪِيين،
جَرَ[11] جيري جَڏِي، تہ ڪيئن پَچَندا تان؟
سَندِي ڪُنيـاران، ڪَنِ ڪَريجا[12] ڳالهڙي.

١٦

نينهن نِهائِيءَ جيئَن، ڏَڪِيو ڪوهُ نہ ڏَڪِيين؟
جَرَ جيري جَڏِي، تہ رَڇَ[13] پَچَندا ڪيئن؟
تُون پِرِ ڪَرِيجِ تيئن، جيئن ڪُنيارَ ڪَرِنِ ڪَمَ سين.

---

١ـ مضبوط، گهٽو ٢ـ سوڙ، گاديلو ٣ـ رلي، گاديلو ٤ـ حسن، جواني ٥ـ شادي ڪرڻ ڪانسواءِ ٦ـ ڪهڙو ٧ـ ضعيف، غريباڻا ٨ـ جهوپڙيون، گهر ٩ـ زور سان لڳي ١٠ـ پوتيءَ جا پلاند * پاڻ کي گرم ڪرڻ لاءِ چريل پوتيءَ جا چارئي پلاند يا ڪنڊون پٺي ڇڪيم ۽ ائين ڪندي رات گذري وئي. ١١ـ باه، آگ ١٢ـ ٻڌج، خيال ۾ رکج ١٣ـ ٿانو، برتن.

١٧

نِهائِينءَ ڪان نِينهُن، سِڪُ، مُنهنجا سُپِرِين!
سَڙِي سارو ڏينهن، ٻَهَرِ ٻاقَ نَہ نِڪري.

١٨

نيڻَ نِهائِينءَ جان، سُتِي لوڪَ ڏِڪِيان،
اُجهامِيو ٻَران، توکي سارِيو، سُپِرِين!

١٩

ڪِين[1] جو ڪُنيارَنِ، مِٽِيءَ پائي مَنِيو[2]،
تنهن مان تِرَ جيتَرِي جي پُوِي[3] خَبَرَ ڪَرَنِ[4]،
هِي[5] تان هُوندَ مَرَنِ، هُنِ[6] اَڳُڻِ اوراتو[7] ٽِيِي!

## وائي

سَرَتِيُون! سَڱِيُون[8]! ساريان[9] پيرُ[10] پِرِينءَ جو،
مُون پنهنجي پِرِينءَ سين، ڳُجِهيُون ڳالهڙيُون،
ساريان پيرُ پِرِينءَ جو.
ڳالِهيُون پِرِيَم![11] تنهنجُون، وَڏِي وَنُ ٽِيون،
ساريان پيرُ پِرِينءَ جو.
گوشِي پِرِين نہ گَڏِيا، ڪَرَ[12] سين مُون نہ ڪِيُون،
ساريان پيرُ پِرِينءَ جو.

---

١ـ ڪجهہ ٢ـ ڳوهيو، ملايو ٣ـ پئي، پوي ۴ـ گُلهن، خبيثن، رقيبن ۵ـ هي يعني ڪنير ٦ـ هنن جي يعني خبيثن جي ٧ـ روچ راڙو، غمہ ٨ـ سڱَ واريون، مائٽياڻيون ٩ـ ياد ڪريان، سنڀاليان ١٠ـ گس ١١ـ اي منهنجا پرين! ١٢ـ گُنڊ (شيطان) رقيب.

لالائِـيءَ[1] جي لوءِ[2] ۾، سارِي راتِ سَيُون[3]،
ساريان پيرُ پِرينءَ جو.
توبهَ آهي تَنِ کان، جي هَتان مُون تِـيُون[4]،
ساريان پيرُ پِرينءَ جو.
مون کي ڏي نہ مُنهن ۾[5]، جي مُون ڪالهہ ڪِيُون،
ساريان پيرُ پِرينءَ جو.
آرِتو[6] اوتَڙُ[7] سِکِيُون، عادَتَ آکَڙِيُون،
ساريان پيرُ پِرينءَ جو.
منهنجا ڪَمَ ڪَرِيمَ تي، ٻيا ڪَنِ ٻِيون،
ساريان پيرُ پِرينءَ جو.
آلا عَبدُاللّطِيفُ چئي، صاحِبَ ڪِجِ سَيُون[8]،
ساريان پيرُ پِرينءَ جو.

---

١ـ ٻرم، حيا، سرخروئي ٢ـ ملڪ ٣ـ اتي مان ناهيل ڪاڏي جو قسم ۴ـ گناه مون ڪيا ٥ـ طعنو نہ هڻي ٦ـ رت گاڏڙ، ڳاڙهو ٧ـ وهائڻ ٨ـ سَنيُون، سڌيون يا مراديون سڄا ڪم سولا ڪج، مشڪل آسان ڪج.

# سر ڪاھوڙي

## سر بابت:

هن ناليِ سان ڪا هندستاني راڳڻي ڪانهي، تهنڪري پاڻئجي ٿو، ته مضمون مطابق مٿس اهو نالو پيو آهي. 'ڪاھوڙي' جي معنيٰ آهي جبلن ۾ ڏٿ ڳوليندڙ، يعني ڏوٿي. نانگ کي منڍي ڦاسائڻ وارن کي به ڏوٿي چوندا آهن. ڊاڪٽر گربخشاڻي واري نسخي ۾ هيءُ سر ڪونهي. ٽرمپ توڙي سرڪاري نسخن جي پهرين داستان ۾ هڪ وائي ۽ ٻاويهہ بيت آهن، جي سمورا قائم رکي، ٻمبئي واري ڇاپي مان بيت نمبر ۱، ۱۵، ۱۸، ۲۳ ۽ ۲۸، اضافو ڪيا ويا آهن. ٻئي داستان مان هڪ بيت ٽپائي پهرين داستان ۾ ۸ نمبر هيٺ ڏنو ويو آهي.

## مضمون:

هن سر ۾ سيلاني فقيرن جون صفتون بيان ڪيون ويون آهن. ڪاهوڙي انهن الل ارادي ۽ مستقل مزاج وارن فقيرن کي چوندا آهن، جيڪي جبلن ۾ نانگن کي مرليءَ سان موهي ۽ منڍي پنهنجي قبضي ۾ آڻيندا آهن ۽ ڏٿ تي گذران ڪندا آهن. نانگن ڦاسائڻ لاءِ کين ڪئين ڪريون ۽ ڪشالا ڪڍڻا پوندا آهن.

## روحاني راز:

شاه هن سر ۾ سالڪ کي ڪاهوڙيءَ سان مشابهت ڏئي ٿو ۽ غفلت ڇڏي ڏٿ ڏورڻ لاءِ ڪمر ڪشڻ جي هدايت ٿو ڪري. ڏٿ مان مراد آهي روحاني خزانو يا الاهي عشق. عشق جي منزل اڙانگي آهي، جيڪو انهيءَ ميدان ۾ پير پائيندو تنهن کي مشڪلاتن ۽ مجاهدن جو مقابلو ڪرڻو پوندو؛ تن کي تسيا ڏيئي، نفس کي ماري سڀ ۾ سبحان سوجهي لهڻ جي پاڻ ۾ طاقت پيدا ڪرڻي پوندي.

هن سر ۾ شاه 'لامڪان' جو ذڪر ڪيو آهي، جنهن ۾ پکي به پير ڪونہ پائين ٿا؛ پر صرف صالح ۽ عالم سالڪ پهچي سبحان سوجهي لهن ٿا. لامڪان انهي صوفيانہ منزل جو نالو آهي، جيڪا سالڪ معرفت جي منزل تي پهچڻ بعد حاصل ڪري حق جي ويجهو ٿئي ٿو. اِها اُها جوءِ آهي، جا 'سٺي نہ ٻڌي.'

سالڪ کي سنجهي سعيو ڪري، سنڌ سنواري ۽ سبحان ساري سپرينءَ ڏانهن سفر ڪرڻ گهرجي. جيڪڏهن ڪو ويسرو ٿي وهندو ته واحد جو مشاهدو ڪيئن ماڻي سگهندو؟ جيڪو هن سناٽي سفر لاءِ سنبرندو، تنهن کي ڏن دولت ۽ ٻيا دنيوي تعلقات ترڪ ڪري، ڏڙ کي ڏوڙ ۾ گڏي، ڳهيلي لوڪ جون ڳالهيون نظرانداز ڪري؛ ڪامل ۽

اڪمل مرشد جو پلاند پڪڙي، ساجهر سندرا پڌي، پراهينءَ پنڌ پرتو پوندو.

هن سر ۾ شاه 'ڪپيريءَ' يعني اهڙا واٽ جا عام رواجي انسان گمراهيءَ جو گس ڪري ليکين ٿا، تنهن جو ذڪر ڪيو آهي. ڪيترا ظاهر پرست زاهد، مجذوبن ۽ ٻين قسمن جي الله لوڪن ۽ سندن طور طريقي تي اعتراض ڪندا آهن. شاه انهن کي هدايت ٿو ڪري ته هنن تي ننوليون نه ڪريو. هنن انهيءَ واٽ ولڻ سان محبوب جو مشاهدو ماڻيو آهي. موليٰ مرڪز جي نقطي مثال آهي ۽ ماڻهو محيط مثال سندس اردگرد آهن ۽ سيڪو رستو ولس پهچڻ لاءِ کليو پيو آهي. ڪواٽ انهي واٽ کان بهتر آهي، جنهن ۾ پرين پسي نه سگهجي. مولانا رومي به مثنويءَ جي پهرين دفتر ۾ الله لوڪن تي اعتراض نه ڪرڻ لاءِ هدايت ڪري، طوطي ۽ لوڙهي فقير جي هڪ آکاڻي تمثيل طور ڏني آهي.

# سُرُ ڪاھوڙي

## داستان پھريون

۱

ڪاھوڙِيَنِ[۱] خَفيءَ[۲] سين، سُوجھي[۳] لڌو سُبُحانُ[۴]،
عاشِقَ اِھَڙِي اَکَرِين، لَنگھِيا لامَڪانُ[۵]،
ھُوءَ[۶] ۾ گڏِجِي ھُوءِ ٿيا، بابُو[۷] جي بِرِيانُ[۸]،
سَيِوئِي[۹] سُبُحانُ، آيو نَظَرُ اُنھنِ جي.

۲

مُون ٿي ڏِٺا ما[۱۰]، جَنِين ڏِٺو پِرِينءَ کي،
ڪَري نَہ سگھان ڪا، اُنِين سَندِي ڳالھڙي.

۳

مُون سي ڏِٺا ماءِ، جَنِين ڏِٺو پِرِينءَ کي،
رَھِي اَچِجي راتَڙِي، تَنِ جُنگَنِ[۱۱] سَندِيءَ جاءِ،
تَنِين جِي ساجاءِ[۱۲]، تُرَھو[۱۳] ٿِئي تارِ[۱۴] ۾.

---

۱ـ سيلاني فقير ۲ـ خفي، ذڪر جو لڪل طريقو ۳ـ ڳولي ۴ـ الله ۵ـ مڪان جو ضد لامڪان (۷ ۽ ۸ بيت ۾ وڏيڪ بيانَ آهي) ٦ـ الله ۷ـ فقير ۸ـ پڪل، پڳل (عشقَ ۾ رڃي رينو ٿيل) ۹ـ سيڪنهن شيءِ ۾، هر هنڌ ۱۰ـ اي ماءُ! امڙ! ۱۱ـ بهادرن ۱۲ـ صحبت، واقفيت ۱۲ـ ترڻ لاءِ ڪکن جو موڙو، آڌار، ٽيڪ ۱۴ـ درياه.

٤

وِيُون پَبِ پَٿِي[1]، ڪِيرون[2] ڪاهوڙِيَنِ جُون،
آئُون تَنِ ڏوٿِيَنِ[3] جو، پُڇان پير، پَهِي[4]،
رُڃُنِ راتِ رَهِي، ڏونگَرَ جَنِ ڏورِيا.

٥

پاران[5] پُڇي آءُ، خَبَرَ ڪاهوڙِيَنِ جِي،
تَہ ڏوٿِيَنِ ڏونگرانءُ[6]، ڪَنهن پَرِ[7] ڏورِيو ڏُٺَ ڪي.

٦

تُون هَڏِ[8] ڪُچاڙِيا[9]، سَنجهي سَعيو نہ ڪَرِين،
سَوارا[10] سَنڌَ[11] ڪَٿِي، ڪاهوڙِي وِيا،
آڻِيندين ڪِٿا[12]، ڏُٺُ ڏوراڻي ڏِيهَ جو.

٧

هُو ڏوٿِي، هو ڏِينهن، هُو ڏُونگَرَ، هُو لڪِيُون،
ڪنهن جنهن لُڌا نينهن، پُٺا لُوسَنِ لڪَ ۾.

٨

ڏِيهَ ڏِيهائِي ناهِ، جِتي پير نہ پَکِيان، *
تِتي ڪاهوڙِيان، وَرَ ڏِيٺِي[13] وَٿُ چُونڊِيا[14].

---

١ـ پب جبل ڏي ٢ـ قطارون ٣ـ ڏٺ تي گذران ڪندڙ، فقيرن ٤ـ اي قاصد! اي مسافر! اي واٽهڙو ٥ـ طرفان، پاسي کان، پريٺين پارَ کان. ٦ـ ڏونگر مان ٧ـ طريقي، رستي، ريت ١٨ـ اصل، بنھ ٩ـ ڇو؟ ١٠ـ سويل ١١ـ سانداريون ١٢ـ ڪٿان * عام رواجي ملڪن جهڙو ملڪ نہ آهي (لامڪان آهي) ۽ جتي پکين جو پير بہ نہ آهي، يعني جتي پکي پکڻ بہ نظر نٿو اچي. ١٣ـ پيرا ڏئي، هر هر ١٤ـ وٿن مان ڏٺ حاصل ڪيو (ڏٺ مان مراد آهي روحاني خزانو).

٩

ڏوٽِي سا ڏورِينِ، جا جُوءِ[١] سُئِي، نَہ ٻُڌِي،*
پاسا مَٿي پاهَٽِينِ[٢]، ڪاهوڙِي ڪوڙِينِ،
وِچا[٣] اُتِ وَوڙِينِ[٤]، جِتِ نِهايَتَ[٥] ناهِ ڪا.

١٠

ڪاهوڙِي ڪِجَنِ[٦]، پَسِيو پررِهيَتَ ويسَرا[٧]،
ڏوٽيئڙا ڏُورِ وِيا، رُجُنِ مَنجِھ رَهَنِ،
ڪا مُلِ[٨] آهي تَنِ، مُون پِريان جِي ڳالهڙِي.

١١

ٻَـڪُلِيا[٩] ٻُـوٽَنِ[١٠]، ڌَڙَ[١١] کي گَڏِيو ڏُوڙِ ۾،
ڳالِهيُون، ڳِهِلي[١٢] لوڪ سين، ٻَڌِرِ ٻِئِي[١٣] نہ ڪَنِ،
ڪا مُلِ آهي تَنِ، مُون پِريان جِي ڳالهڙِي.

١٢

تُون وَنءُ[١٤] ويهي آءُ، اَڱڻَ آڏُوتِيَنِ[١٥] جي،
جوشُ[١٦] ڏِنائُون جِيءَ[١٧] کي، لڪائي لوڪاءِ،
ڏوٽِيُنِ ڪنهن ڏڪاءُ[١٨]، سُمهِي سُکُ نہ ماڻيو.

١٣

ڪِي[١٩] ڪو ڪاهوڙِي، ڇِپَرَ ۾ سَڏُ ٿيو،
اَڳِي ٿي سُئِي، اُنهنِ سَندي ڳالهڙِي.**

---

١- ملڪ * لامڪان ٢- پٿرن ٣- علم، دينوي ڳالهيون ٤- ڳولين ٥- انتها، پڇاڙي حد ٦- چڙن، ڪاوڙجن ٧- غافل ٨- وٽ ٩- پريا ١٠- پٽَنِ، گهمن ١١- جسم ١٢- ڳهيلي، بني عـقل ١٣- ظاهر، ڪليو ڪلايو ١٤- وڃ ١٥- درويشن، فقيرن ١٦- جذبا، بره جي باهه ١٧- جان جسم ١٨- ڏک ڪان ١٩- ڪجھ ** اي ڪاهوڙي! ڏٺي وٺان ڪا الست ۾ ڪيل وعده جي وفا ڪرڻ لاءِ طلب ٿي آهي ڇا؟ انهيءَ ڳالھ جي اڳيئي خبر پئي ٿي.

۱۴

ڏُٽ[۱] گهٽائي ڪَنِ، اِنَ اوراهين[۲] ڏيهَ جو،
سَندا ڪاهوڙِيَنِ، پَري[۳] سُڄَڻِ[۴] پيچرا.

۱۵

ڏُٽُ نہ ڪُٽو ڏوٽِيين، جيڪِي ڏُٽُ ڪَرِينِ،
اُهڃاڻِيُون[۵] عالَمَ[۶] جُون، اوريائين آٽِينِ، *
تنِهان پوءِ ڏِسِينِ، پِريان سَندي ڳالهڙي.

۱٦

جي ڪو ڏُٽُ ڪَري، تہ ڏُونگَرَ ڏورَڻُ ڏاڪڙو،
ڇَپَرَ ڪِينَ ڏِئي، سُوڪِڙِيُون سُتَن ڪي!

۱۷

مُون ڪاهوڙِي لَکِيا[۷]، گهرينِ نہ گهارِينِ،
واحِدَ لَڳَ[۸] وِلهَنِ[۹] ۾، رويو جَرُ[۱۰] هارِينِ،
گُوندَرِ گُذارِينِ، جُهَ[۱۱] ڏوٽِي ڏُٽَ گَڏِ تِيا. **

۱۸

مُون ڪاهوڙِي لَکِيا، آيَنِ نہ آرامُ،
ڪِياڻُون تَنُ تمامُ، جُهَ ڏوٽِي ڏُٽُ گَڏِ تِيا.

---

۱- سمر ۲- اوريين، دنيا ۳- دور، هُن دنيا ۴- سمجهن، پتجن ۵- نشانيون ٦- عالم بالا، ملڪوت * هن دنيا ۾ ٿي ڪاهوڙين (ڪامل مرشدن) کي هُن دنيا جي خبر چار پوي ٿي.
۷- معلوم ڪيا، ڏٺا ۸- ڪارڻ، لاءِ ۹- سخت سرديءَ، ماڪ ۱۰- پاڻي، ڳوڙها ۱۱- جڏهن ** جن روحاني خزانو هٿ ڪيو آهي يا جيڪي روحانيت جا صاحب آهن؛ سي هميشہ غمن ۾ گذارين ٿا (تن کي تسيا ڏين ٿا).

١٩

مُون ڪاهوڙِي لَڪِيا، ويهِي نہ ويرَمَ ڪَنِ،*
ڏينهن تَتي ۾ ڏُونگرَين، ڪارَڻِ قُوتَ ڪَهَنِ[١]،
جَهنگلَ ۾ جُهِٽڪَنِ[٢]، جُهہ ڏوتِي ڏُٿَ گڏِ ٿِيا.

٢٠

مُون ڪاهوڙِي لَڪِيا، سُمهَنِ ڪِينَ پَٽِي،
سَمَرُ ڪِيائُون سُجَ ۾، ڏوري ڏُٿُ لَهِي،
وِيا اُت وَهِي، جِتِ نِهايَتَ ناهِ ڪا.

٢١

رائو[٣]، رُڄُ، رَهُون[٤]، جِتي نِيهان[٥] نِڪَتِي[٦]،
لَڳِيو پيرَ لَڪَنِ سين، ڇِڄِيو تِيَنِ ڇِهُونِ[٧]،
تان[٨] ڪا سارَ لَهُون[٩]، هوتَ! ڪَمِيتِيءَ، سُپِرِين!

٢٢

ڪاهوڙِيَنِ ڪَتِي، ساجُهرُ ٻَڌا سَندِرا،
ڏوريندي ۾ ڏُونگرين، ڪِيائُون پانُ پَٽِي[١٠]،
ڏُکَنِ ڏِيلُ هَٽِي، ڇِپهہ[١١] لَڌائُون ڇَپَرين.

٢٣

ماءُ! ڪاهوڙِي هَلِيا، ڏُکائي ڏُونهان،
ڇَپَرَ جا سُونهان[١٢]، ڏوتِيَنِ ڏُٿَ چيتارِيو[١٣]

---

* غفلت ۾ اجايو وقت نٿا وڃائين ١- هلن، پنڌ ڪن ٢- تنوارون ڪن، ذڪر ڪن ٣- پٽريون، ڪڪريون ٤- جبل؛ لڪ ٥- لڪن ۾ جهولن وارو ارهڙ ٦- بلڪل، فقط، رڳو ٧- ڇيهون، پرزا پرزا ٨- توهان ٩- لهو ١٠- مٽي ١١- انت، پڇاڙي، راز، ڳجهہ ١٢- واقف، اڳواڻ ١٣- چت تي آندو، ياد ڪيو.

٢۴

ڪَٺَنِ نہ ڪَهَڪانُ[١]، پَنڌَ پَراهين هَلِيا،
ڏوٿِيئَڙا ڪنهن ڏُٺَ ڪي، جُنبِيا[٢] ڏي جابانُ[٣]،
ڪاهوڙِيَنِ اُهِجانُ[۴]، انگ[٥] نہ سَڃي اَڳِڙِي.

٢٥

ڪَرڪَٽا[٦] لاهي، سُکُ نہ سُتا ڪَڌِهِين،
اوسِيئَڙو[٧] آهي، ڪاهوڙِيَنِ ڪي پَنڌَ جو.

٢٦

سُڪا مُنهن سَندِنِ، پيرين پُراٽا ڪيترا[٨]،
سا جوءِ[٩] ڏوري آئِيا، سُونهان[١٠] جِتِ مُنجَهن،
ڳُجهان ڳُجهون ڪَنِ، تِنهان پَرانهين پَنڌَ جُون*.

٢٧

سُڪا سَندَ[١١] ڪَڇُنِ ۾، ڪَرِڪَٽا پيرين،
تِمَندي نيٽِين، آن ڪي ڪاهوڙِي گَڏِيا؟

٢٨

سُڪا مُنهن سَندِنِ، ڪَرِڪَٽا پيرين،
وِهائِيءَ ويرين[١٢]، اُنَّ تُنُ هُيَنِ[١٣] اَڳِ[١۴] جِي.

---

١- وهٽ (گهوڙو، اُٺ) ٢- هليا ٣- بيابان ۴- نشان ٥- بدن تي ٦- نوڙين مان وٽيل جتيون ٧- فڪر، خيال، ڳڻتي ٨- پراٽا ڪرٽل، چنل جتيون ٩- جاءِ، مڪان، ملڪ ١٠- رستو ڏيکاريندڙ، رهبر * اهي معرفت جون منزلون ماري آندرئي اندر ۾ انهيءَ ڪاڻ ۽ اعليٰ مرتبہ ۽ منزل ڏانهن وڃڻ جون سٽون پيا سٽين. ١١- ساندارا ١٢- وقت ١٣- هنن ڪي فڪر يا انتظار يا ڳڻتي هئي ١۴- اڳتي اعليٰ مرتبو، الله سان لڳي ٿيڻ، قيامت.

## وائي

وَسائِينديِ مينهن، مانَ مِلان کي سَڄڻين،
آئُون مِلنديَس پِرينءَ کي، راتيُون ڏوري ڏينهن،
مانَ مِلان کي سَڄڻين.
مُون پِرينِ ميڙِيين، روڄهڙِيُون[1] ميڙِيين مِينهن،
مانَ مِلان کي سَڄڻين.
اَکِيُنِ آگمَ[2] لائِيان، * ڪَرَ مُندائِتا[3] مِينهن،
مانَ مِلان کي سَڄڻين.
مادَرِ! موتِي نہ وِهان، مُون پِريان سي نينهن،
مانَ مِلان کي سَڄڻين.
اَدِيُون عَبداللّطِيفُ چي، وِينديَسِ ساڄَنَ سيئَن[4]،
مانَ مِلان کي سَڄڻين.

## داستان ٻيو

۱

پيِيو جَنِ پَرو، گَنجي[5] ڏُونگَرَ[6] گامَ[7] جو،
چِڏي کِيتَ[8] کَرو[9]، لوچي[10] لاهُوتِي[11] ٿِيا.

۲

پيئي جَنِ پَرَکَ[12]، گَنجي ڏُونگَرَ گامَ جي،
واري سَبُ وَرَقَ، ** لوچي لاهوتِي ٿِيا.

---

۱- اڄن پيرن وارا هرڻ ۲- ڪڪر * اکين ۾ بادل يا ڳوڙها پرجي آيا آهن. ۳- مند وارا ۴- تائين ۵- خبر ٦- (گنجي) لڪر ۷- ڳوٺ ۸- آبادي، فصل ۹- (۱) صحيح سلامت، پلو (۲) فصل لٿي گڏ ڪرڻ جو هنڌ، خرمن (ف) ۱۰- ڳولي ۱۱- لاهوت جي صوفيانہ منزل کي پهتل، معرفت وارا ۱۲- جاڻ، پروڙ ** سڀ ڪجھ ڇڏي.

٣

پيئِي جَن پَٽي[١]، گنجي ڏُونگَرَ گامَ جي،
ڇَڏي نِندَ گهٽِي، لوچي لاهُوتِي ٿِيا.

۴

پيئِي جَنِين بُوءِ[٢]، گنجي ڏُونگَرَ گامَ جِي،
ڏوري سا جُوءِ[٣]، لوچي لاهُوتِي ٿِيا.

٥

پيئِي جَنِين پَروڙَ، گنجي ڏُونگَرَ گامَ جِي،
ڇَڏي سَڀِ ضَرُورَ[۴]، لوچي لاهُوتِي ٿِيا.

٦

جَنِين پيئِي باسَ[۴a]، گنجي ڏُونگَرَ گامَ جِي،
ڇَڏي سَڀِ لِباسَ[٥]، لوچي لاهُوتِي ٿِيا.

٧

گنجو ڏُونگَرُ گامُ، پيهي[٦] جَنِ پَرُوڙِيو،
ڪَري تَنُ تَمامُ،* لوچي لاهُوتي ٿِيا.

٨

ڪِهَڙو اَٿَئِي ڪامُ[٧]، گنجي ڏُونگَرَ گامَ ۾؟
پَسِي تنهن پَهاڙَ[٨] کي، اَچي نہ آرامُ،
مَتان ڏُونگَرُ ڏورِيين، اُجَهِين[٩] ڪوهُ عَوامُ[١٠]؟
هَرا[١١] ڪَري حَرامُ، ڪامُ تہ ڪاهوڙِي ٿِيين.

١- منّي ٢- خوشبوءِ ٣- جاءِ ۴- ضروري ڪم، (تعلقات) ۴a- بوءِ ٥- ڪپڙا، ٽگيون، دغائون؛ دئي ٦- اندر گهڙي * جسم جلائيو يعني نفس ماري. ٧- ڪم ٨- جبل ٩- جاچين، ڳولين، سمجهين ١٠- ڪوهه عوام، معمولي ٽڪري ١١- سڀ ڪجهه، هر هڪ (هرا! ڪري پڙهبو تہ معنيٰ اڙي! ٻيلي!).

۹

پيرُ پَرُوڙي پاءِ، گَنجِي ۾ گُنَ[۱] گهڻا،
ڪاهوڙِي ڪَرا[۲] وِيا، نہ ڪا اوڏِي ماءِ[۳]،
جَنِين ڏِٺي جاءِ، تَنِين موٽَڻُ مِهڻو[۴].

۱۰

جِتِ نَہ پَڪيءَ پيرُ، تِتِ تِمِڪي باهِڙِي[۵]،
ٻِيو ٻارِيندو ڪيرُ، ڪاهوڙِڪِيَ ڪيرَ[۶] رِي[۷]؟

وائي

آئُون جيهائِي[۸] ذاتِ، تُون پاڻُ سُڃاڻِج سُپِرِين!
اوڍُون[۹] آديسِين[۱۰]، جُون، پَرِيان سارِي راتِ،
تُون پاڻُ سُڃاڻِج سُپِرِين!
جي ٻانِهي ڪوٺِين ٻاجَهہ سين، تَہ ڪَرَ لَديَمِ ذاتِ[۱۱]،
تُون پاڻُ سُڃاڻِج سُپِرِين!
تان ڪي ڏُونگَرَ ڏورِيان، جان نَہ وهامِي راتِ،
تون پاڻُ سُڃاڻِج سُپِرِين!
ڪَنديَسِ عَرَضُ اَللهَ کي، وِهامِيءَ پِرِڀاتِ،
تُون پاڻُ سُڃاڻِج سُپِرِين!
اَڊيُون! عَبدُاللّطِيفُ چي، منهنجي مُحَبَنِ سان مَصِلاتِ[۱۲]،
تون پاڻُ سُڃاڻِج سُپِرِين!

---

۱- ڳڻ ۲- پختا، پڪا ۳- پاڻي؛ امڙ ۴- طعنو ۵- باهہ ٦- جماعت، قطار، ساٿ ۷- ڪانسواءِ
۸- جهڙي ٻہ ۹- پخالون ۱۰- فقيرن ۱۱- بخشش ۱۲- مصلحت، ڏيٺ

# داستان ٽيون

١

اَچِي پِيا آتَ[١] ۾، واٽَ وڃائي جَنِ، *
سي بيرانِ[٢] بَرَنِ ۾، اندا ٽِيو اُيَن، * *
ڪَنَنِ آڏو تاڙِيُون، گُنگَنِ[٢a] جيئن گُهمَنِ،
فراقي فرمان جو، آهي پَرُ پوڙن،
لنگها ٽيا لاهوت کي، سڪا پيا سڪن،
ڪَپَتِ[٣] ڪاهوڙِيَنِ، آهَ[٤] اُتي پِئي[٥] نَ لَهي.

٢

ڏِسِي[٦] ڏوري ڏونگرين، واٽَ وِڃائِي جَنِ،
ڪُرَندان[٧] ڪِي پَروڙِيو، *** رَندُ[٨] نَ سي رِڙهنِ،
پيئي دارَ[٩] ڏيُون ڪِيو[١٠]، پيرُتِ[١١] تان نَ پُڇَنِ،
ڏوڙِ، پِرِيان لَئِي، ڏارِ[١١a] ڪِيو، ويچارا وِڄهن،
خَبَرَ ڪاهوڙِيَنِ، آهي لِڪَ[١٢] لاهُوتَ جِي.

٣

ويجهو وَنءُ[١٣] مَ واٽَ کي، ڪَهِج[١٣a] ڏونهن[١٤] ڪُواٽَ[١٥]،
اُجِهي[١٦] مَنجهان آتَ[١٧]، آديسِي[١٨] ٽِي آءُ تُون.

---

١- سازي، سوز، گداز * جن ظاهري سنئون سڌو رستو اختيار نہ ڪيو؛ جن جاناٺون ۾ ياترائون پيئي ڏٺيءَ سان لہ ٽيڻ چاهيو ٢- ويران **دنيا ترڪ ڪيو، جوڳ پيا جوٽين. ٢a- گونگن٣- روج راڙو؛ زاري ٤- اُميد؛ فرياد، دانهن ٥- اُڀِئي وِيئي ٦- ڏسي وائسي، ڄاڻي ٻجهي ٧- خراب رستي؛ اوجهڙ رستي ***هنن انهي طريقي سان ڪجھ الاهي اسرار سمجهيو، جنهن رستي کي عامي ماڻهو خراب يا اوجهڙ سمجهن ٿا. ٨- رستو، واٽ، طريقو ٩- ڦاسين تي چڙهي ١٠- چمڪيو، تابش ڪيو (خوش ٿيو) ١١- رسم، طريقو، پيچرو ١١a- ڏاڙ، هاءِ گهوڙا، پتڪو ١٢- ٿورڙي، ذري (ڪجھ قدر) ١٣- وڃ ١٣a- هلج ١٤- ڏانهن ١٤a- هَلج ١٥- رستو جنهن کي عوام گمراهي يا غلط رستو سمجهن ٿا ١٦- اورانگهي، لتاڙي ١٧- سازي، سوز (برہ جي باہ، عشق جي آگ) ١٨- جوڳِن جو قسم.

۴

ڪُپيرِيءَ[١] ۾ پيرُ، ڪَنين پاتو پيرِين[٢]،
جِتان[٣] مُنجَهڻُ ماڙهوئين،* سَجَڻَ[۴] تِتان ئي سيرُ[٥]،
اِنَ پُونءَ[٦] سَندو پيرُ[٧]، ڪوڙِينِ[٨] مَنجهان ڪو لَهي.

٥

ڪُپيرِيان[٩] پَري ٿِيا، اَبِدِي[١٠] بُدائُون،
اُنِين ڪي آئُون، هِيرَ[١١] ڏِسِي آئِيو.

٦

سُونَهپَ[١٢] ۾ سَپَ[١٣] گُهٽا، مَنجِهڻ ماڪِي هوءِ،
پَرو[١۴] تَنِهين پوءِ[١٥]، جو اُجِهي[١٦] پوءِ اُنِ تان.

٧

ڏوري ڏوري ڏيهَ، ماءُ! ڪاهوڙِي آئِيا،
مَيَنِ[١٧] پيرِين ڪيهَ[١٨]، ڪُهُ جاڻان ڪنهن پارَ جِي؟

٨

جَهنگَلِ هَلِيا، سي نہ پَلِيا، راهہ هَلِيا ڦُرجَنِ.**
اَوجَهڙِ[١٩] سي نہ پَوَنِ، پَٽِي[٢٠] جَنِين چِڏِيُون.***

٩

جَهنگَ ڪامِي[٢١] پَٽُ ٿِيو، پَڳِي چوران[٢٢] لِڪَ، ÷
سِيڪَڙُو ۾ سِڪَ، پَٽِي گَڏِيا پانَ ۾.

---

١ـ غلط واٽ، گمراهي ٢ـ پير يا پيچري تي هلندڙن، سالڪن (واحد: پيري، پيرن جي نشانن وسيلي چورن جي صحيح سڃاڻپ ڪندڙ ٣ـ جتان* جنهن هنڌ عام ماڻهو منجهي پون. ۴ـ دوست سالڪ ٥ـ رستو، لنگهہ ٦ـ زمين (رستي، واٽ، طريقي) ٧ـ ڦيرو، انت، حد ٨ـ ڪوڙين، ويهن، ڪروڙن ٩ـ ڪپيريان، ڪپيريءَ يا گمراهيءَ کان ١٠ـ اڻ ٻڌل، غيرمعمولي، جيڪو الاهي اسرار يا آواز عام خلق نہ ٻڌو هجي ١١ـ هينئر ١٢ـ ظاهري ڏيک، سهڻائي، حسن ١٣ـ نانگ ١۴ـ خبر ١٥ـ پوي، پوندي ١٦ـ لتاڙي، اورانگهي ١٧ـ اُلن ١٨ـ مٽي، دز، غبار** جن عامي رستو اختيار نہ ڪيو پر الڳ طريقو ورتو سي ڀليل نہ آهن. حقيقت ۾ جيڪي رواجي رستو وٺن ٿا سي نقصان ۾ آهن. ١٩ـ گمراهي، منجهيل رستي ٢٠ـ ٻئي دنيائون؛ هيءَ دنيا ۽ عقبيٰ ***جن نہ فقط دنيا ترڪ ڪئي پر بهشت جي بہ تمنا ترڪ ڪري صرف الله خاطر جوڳ ورتو. ٢١ـ سڙي ٢٢ـ چوران، چورن جي (شيطان جي) ÷ دل ۾ نفساني خواهشون، جيڪي جهنگ مثل شيطان جي لڪڻ جو آستان هيون، سي جڏهن سڙي ڀسم ٿي ويون تڏهن شيطان جي پناه جون جايون ڀڄي پيون.

١٠

جهنگل[١] آهيڙين[٢] کي، ينڻ[٣] ڪيو روءِ،
نه ڪُتا[٤] نه ڪوڙڪو[٥]، چڙهيو اُيو چوءِ،
هاٿي هنان[٦] پوءِ، لڳي لوٿو[٧] نه ٿئي.

١١

جهنگلُ آهيڙين کي، ينڻ ڪيو رُوندو،
نه ڪُتا، نه ڪوڙڪو، چڙهيو اُيو چُوندو،
هَڏهين[٨] نه هُوندو، انهان[٩] پوءِ عالم ۾.

١٢

ڪُتا نه ڪُوڪار[١٠]، نه سي سَڏ شڪارين،
پنيو ڪَٽي پار[١١]، جَهنگلُ آهيڙين کي.

١٣

وَرُ[١٢] سا سُڄي ويڙهه[١٣]، جتي سَڄڻُ هيڪڙو،
سو ماڳُ[١٤] ئي ڦير، جتي ڪوڙ[١٥] ڪُماڙهُوئين[١٦].

١٤

وَرُ سا ڪاري راتِ، جنهن ۾ راهه گُمُ ٿئي،
نَه ڪا هُنين جي تاتِ، هِيءَ پُڻ وَڃي وسري.

١٥

ڪاري راتِ، اَڇو ڏينهن، اِيءُ صِفتان نُورُ،*
جتي پرينءَ حُضُور[١٧]. تِتي رَنگ نه رُوپُ ڪو.**

١ـ نفساني خواهشون (شيطان) ٢ـ شڪارين، صيادن ٣ـ وڏي واڪي روج راڙو ۴ـ ڪتا جيڪي شڪار ڦاسائڻ ۾ مدد ڪندا آهن ٥ـ ڪوڙهڪو، ڪوڙهڪي، پکين ڦاسائڻ لاءِ اوزار (دام) ٦ـ هن ڪان ٧ـ رليل، بدحال، پريشان، ڪاٿو ٨ـ اصل، بنهه ٩ـ انهيءَ ڪان ١٠ـ ڀونڪ جو آواز ١١ـ اوساري، ڳڻ ياد ڪيو بلند آواز سان رويو ٻڏائي ١٢ـ بهتر ١٣ـ جوءِ، مڪان (قبر) ١۴ـ جاءِ، مڪان ١٥ـ ڪروڙين ١٦ـ خراب ماڻهن جون* (نور) اڪين وارن جي صفت اها آهي ته هو ڏينهن کي اڇو ۽ رات کي ڪارو ڏسن ٿا. ١٧ـ حاضر، ملاقات × نڪا رات نڪو ڏينهن (نڪو رنگ، نڪا صورت).

١٦

تَحقِيقَ[١] جي پَرِي[٢]، تُون مَ ي ڀِيءَ کَٽيج،
هَڪَلَ[٣]. حَقيقتَ جِي، ٻوڙو ٿي ٻُڌيج، *
اَندو ٿِي پَسيج، مُشاهدِو[٤] مَحبُوبَ جو.

١٧

ڏُونگرين ڏِسَجَنِ، اَڄُ پُٺِ رُون[٥] اُنِ جُون،
ڏوٿِيئڙا ڏُٿَ کيِ، اَڻِ آئِيي[٦] نہ اَچَنِ،
خِيما[٧] کاھوڙِيَنِ، اَڄُ نہ اُنھِين پيٽِين[٨].

١٨

ڏُونگَرِ[٩] نَہ ڏوٿِي، ڏُونگَرُ سُڄو ڏوٿِين ري،
پُڇان پَرو[١٠] ٿِي، ڪ ڏوٿِي ڏُٿَ اَچِٽا[١١]؟

١٩

کاھوڙِي کَرا، سُوڙِي خَبَرَ پَکيان،
سوجھي جَنِ ڪِيا، مَٿِي اَگُڻِ آھِرا.

## وائي - ١

سِياڪو[١٢] سيٽانِ[١٣] پورِي تو پاڻُ سُڄاڻِي نَہ ڪِيو،
موتِيو ماڳُ نِھارِيئين، ڪَھڙِي مُنھن[١٤] ڪيٽانِ[١٥]؟
پورِي! تو پاڻُ سُڄاڻِي نہ ڪِيو.

---

١ـ حقيقت؛ طريقت جي واٽ (الاهي عشق) ٢ـ بار، ٻوجھو ٣ـ آواز * جڏھين الاهي سڏ ٿيئي يا الاهي اسرار توتي کلي پون تہ ٻڌڻ جي يا سلڻ جي ڪوشش نہ ڪج ٤ـ ديدار ٥ـ غبار جو قافلي جي ھلڻ ڪري اٿندو آھي ٦ـ آڻڻ کان سواءِ ٧ـ تنبو ٨ـ جاين تي ٩ـ جبلن ۾ ١٠ خبرون ١١ـ ايندا ڇا؟ ١٢ـ صحبت، واقفيت ١٣ـ ھنن سان ١٤ـ ڪيئن! ايئن ڪندي توکي لڄ نٿي اچي؟ ١٥ـ اُنھن کي.

هُوندَ[١] نہ پيئِينءَ هيتري،* ويئِينءَ جي سيٽانِ،
پورِي! تو پاڻُ سُجاڻِي نہ ڪِيو.
وارِيءَ جيئَن وِڄري[٢] هينئون[٣]، ڪُٽڪِيو[٤] ڪيٽانِ[٥]،
پورِي! تو پاڻُ سُجاڻِي نہ ڪِيو.
آتَنِ[٦] منهنجا اَنگڙا[٧]، ڪَلَ نہ پَوي ڪيٽانِ،
پورِي! تو پاڻُ سُجاڻِي نہ ڪِيو.

## وائي-١

جاڳِي اَڪَڙِيَنِ، اَوان[٨] اوجاڳو نَہ ڪِيو،
اَڪَڙِيُون پِرَيَنِ لئي، تَهَ تَهَ[٩] ڪِيو تِمَنِ،
اَوان اوجاڳو نَہ ڪِيو.
جي سَنجهيئِي سُتِيُون، سي مَرُ سُورَ سَهَنِ،
اَوان اوجاڳو نَہ ڪِيو.
تُون اَٿاسِي[١٠] اُوجِهرين[١١] هوءِ ٿا هوتَ هَلَنِ،
اَوان اوجاڳو نَہ ڪِيو.
اَدِيُون، عَبدُاللّطِيفُ چي، ملان سين مُحِبَّنِ،
اَوان اوجاڳو نَہ ڪِيو.

---

١- جيڪرَ * جيڪر هيتري تڪليف نہ ڏسين ها! ٢- گرم ٿئي، تپي، بي آرامي ٿئي ٣- دِل ۴- ڪنجهيو، رنو ٥- هنن لاءِ ٦- سڙن، جلن ٧- عضوا ٨- اوهان ٩- تمام زور سان، لاڳيتو ١٠- ويسلي، بيوقوف ١١- پنڪيون ڪائين.

# سُرُ بَرِوو سنڌي

## سر بابت:

بَرِوو هندستاني راڳڻيءَ جو نالو آهي. انهيءَ ۾ ٿوري ڦيرگهير سان "بروو سنڌي" راڳڻي ٺاهيل ٿي ڏسجي.

هي سر، ڊاڪٽر گربخشاڻي واري نسخي ۾ ڪونهي. ٽرمپ واري ڇاپي موجب داستان پهرين ۾ هڪ وائي ۽ سورنهن بيت آهن، جن مان وائي ۽ ڏهه بيت کنيا ويا آهن. ٻين قلمي توڙي ڇپيل نسخن مان ڇهه ٻيا بيت اضافو ڪيا ويا آهن (جن جا نمبر آهن: ٢، ٣، ۴، ٦، ١٢، ١٣) پندرهون نمبر بيت مضمون جي مد نظر ٽئين داستان بدران پهرين داستان ۾ آندو ويو آهي. ٽرمپ واري ڇاپي جي ٻئي داستان ۾ ٢ وايون ۽ ٻارنهن بيت آهن، جن مان فقط هڪ اوڻو بيت ڪڍي، ان جي عيوض بيت نمبر ١٠ ڏنو ويو آهي. ٽرمپ واري ڇاپي جي ٽئين داستان ۾ هڪ وائي ۽ ١٠ بيت آهن جن مان هڪ بيت (١٥ نمبر هيٺ) پهرئين داستان ۾ وڌو ويو آهي ۽ ان ۾ هڪ بيت نمبر ٦ اضافو ڪري ڪل ڏهن جا ڏهه بيت رکيا ويا آهن. وائي نمبر٢، ٻمبئي واري ڇاپي مان اختيار ڪئي ويئي آهي.

## مضمون:

هن سر ۾ الله سان عشق رکڻ جي ترغيب ڏنل آهي ۽ عاشق جي بيچارگي ۽ نيازمندانه جذبات جو بيان ڪيل آهي. روح جو رب کان ڇڄي ڌار ٿيڻ تي روح راڙو تمام رقت آميز نموني ۾ بيان ڪيو ويو آهي.

## روحاني راز:

هن سر ۾ شاه سالڪ کي سمجهايو آهي ته عموماً سلوڪ جي راه، ظاهري طرح اوکي پئي نظر ايندي آهي ۽ ماڻهو رياضتن ۽ مجاهدن کي مصيبت پيا تصور ڪندا آهن، پر حقيقت ۾ جيڪو انهيءَ اوڙاه ۾ گهڙندو تنهن کي گلزار نظر ايندو. اهي جسم کي ڏنل جفائون، روحاني ترقيءَ جو باعث بڻجي، سالڪ کي حقيقي سرور بخشينديون.

"سوکو هوندو سو، جنهن جو عِشقُ اللهُ سين."

هن سر ۾ شرڪ کان منع ڪندي، سالڪ کي تلقين ڪئي ويئي آهي، ته هو ڪريم جي ڪَنجَڪَ (خدمت) اختيار ڪري ۽ جڳ جي واليءَ سواءِ ٻئي ڪنهن جو ٻيلي نه ٿئي.

دنيا فاني آهي ۽ دنيوي جنسار پاڻي تي ڦوٽي مثل آهي. هن حقيقت کي ذهن نشين ڪرائڻ لاءِ هن سر ۾ ڪافي مواد موجود آهي. دنيا جهڙي لابقا ٽڪسال تي موهجي،

حقيقي مالڪ ۽ لافنا هستيءَ کان منهن موڙڻ ڪهڙي نه بي سمجهي آهي؟ انسان جو جسم آخر ٻين شين وانگر فنا ٿي ويندو. جڏهن هن فاني جسم مان الاهي نور جو لافاني جزو (روح) پرواز ڪري ويندو، تڏهن عزيز به هن کان بيزار ٿي پوندا ۽ لاش سان ڪيس لئي لوڙهه جوڙيندا. جڏهن ائين آهي ته پوءِ دنيا سان دلبستگيءَ جو ڪارڻ ڪهڙو؟ ڇو نه اسان ڪي فاني شيءِ ڇڏي، جاويد هستي ۾ حل ٿي، ابدي زندگي ۽ لازوال حياتي حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪرڻ گهرجي؟

# سر بَرُوو سنڌي

## داستان پهريون

۱

ڇا ڪي وَڃي ڇو، ٻيلِي[1] ٿِئين ٻينِ جو،
وَٽُ ڪَنجَڪَ[2] ڪَرِيمَ جِي، جَڳَ جو والِي جو،
سَوڪو هُوندو سو، جنهن جو عِشقُ اَللهَ سين.

۲

جيئَن ڪا ڪانِي ڪانهن[3]، لُسَندِي[4] لاتِيُون[5] ڪَري،*
اَچِي پيئي اوچِتِي، دَردَ پِريان جِي دانهن،
ويڄَ[6] ڏنيئِينَ ڪُهُ ٻانهن، سُورَ هِينئِين[7] ڪي سامُهان.**

۳

وَڃَڻُ دَرِ دوسَنِ جي، هَرَ هَرَ هُوڙائِي[8]،
پاڙي ڏانهن پِرينءَ جي، اُجُهه[9] مَ اَوائِي[10]،
اَلَهڙُ[11] ٿِي مَ آڇ تُون، واتَهڙُنِ وائِي[12]،
لائِيندَئي، لَطيفُ چي، سُوران[13] سَرهائِي[14]،
ڳُجهو ڳالهائِي[15]، پِرتِ وَڻِجي[16] پاڻَ ۾.

---

۱- ٻانهو، نوڪر ۲- گهوڙي جهلڻ جو ڪم (نوڪري) ۳- سَرَ، گاهه جو قسم ۴- لُڏجڻ يا وڄڻ وقت ۵- ڳالهيون، دانهون* جيئن نڙ يا بانسري سر ڪان ڏار ٿي دانهون ڪندي آهي (مثنوي ۾ رومي ان جو ذڪر ڪيو آهي.) ٦- اي طبيب! ۷- دل ** اي طبيب! اسان کي درد دل ۾ آهي ۽ تون اجايو ڇو پيو ڏنب ڏين (علاج ڪرين؟) ۸- هلڪائي ۹- گهم، نهار، ڳول ۱۰- بي فائدو، تَوائي ۱۱- ڪچو، نادان، نا آزمودگار ۱۲- ڳالهه، راز ۱۳- سوران، سورن مان ۱۴- خوشي ۱۵- ڳالهائي، ٻڌائي ۱٦- وڻجي، ورهائجي.

ساهُ وَنِي وِڃِن سُپِرِين، ڪَرني قُضاڪِي[١]،
دِلبَرَ دِلِ ڪَسي وِڃِن، يارَ ٿِيڻ پو[٢] ياڪِي[٣]،
جاڙَ[٤] مُون ضَعِيفِ سين، تو جانِبَ! ڏِسُ جا ڪِي،
هِتِ بُتُ رَهِيو باقِي، ساهُ وَنِي وِڃِن، سُپِرِين!

٥

پَرَ وَسِ[4a] ٿِيمِ پِراڻُ[٥]، پِرِين وَسِ نہ پانهنجي،
لَڳو ڪيئن، لَطِيفُ چي، ڇَپَرُ[٦] ڇاتِيءَ ساڻُ! *
پِرِين ڏيڪاري پاڻُ، خُوشِ ڪَري وِيا خوابَ[٧] ۾.

٦

اَچين جي هيڪارَ[٨]، مُون سارِيندي، سُپِرِين!
پيرين ڏَرِيان پِنبِڻيُون، هَندَ وِڇايان وارَ،
ساجَنَ! سَبُ جَمارَ، هوند گولِي ٿِي گذارِيان.

٧

مُون سارِيندي سُپِرِين، اَچِين جي تُون هاڻِ،
ڪَرِيان رُوحَ رِهاڻِ[٩]، لڪَنِ[١٠] مَنجِهہ، لَطِيفُ چي.

٨

لَڳِيءَ[١١] جو لَطِيفُ چي، نَہ ڪو قالُ نَہ قِيلُ[١٢]،
لِڪئِي لامُون[١٣] ڪوڙِيُون، ** نيڻَ وَهِي نِيرُ[١٤]،
هِينئڙا ٿِيءُ سُڌِيرُ[١٥]، ڪالَهہ قَرِيبَنِ لَڏِيو.

---

١- قزاقي، قرمار ٢- پوءِ، بعد ۾ ٣- قريل، جدا ٤- جٺ، زور واري 4a- پرائي وس. ٥- پران، ساه ٦- جبل (جبل جيڏو غم) * خبر نہ آهي تہ جدائي جي غم جو جبل ڪيئن ڇاتيءَ تي سهيو ويٺي آهيان. ٧- ننڊ ٨- هڪ ڀيرو ٩- وروڻهہ، گفتگو ١٠- جبلن جي رستن ١١- عشق ١٢- بحث مباحثو ١٣- ٽاريو ** جيڪي قسمت ۾ هو سو ٿيو. ١٤- نيرو پاڻي، ڳوڙها ١٥- هوشيار.

٩

ٻَلِي[١] ڪِيئِي ٻَلا پِرين! هينئن نہ مُناسِبُ هوءِ،
لائي چِتُ[٢] چَرِيو ڪَري، پاڻُ ڪَڍِي وِيِن پوءِ*
توڙي حُبُ نہ هوءِ، تہ بہ[٣] هوتَ! نہ ڪِجَنِ هيڏِيون.**

١٠

اَڄ پُڻِ اَڪَٽِيَنِ، سَڄَڻَ پنهنجا سارِيا،
ڳَلَنِ تان ڳوڙَهَنِ جُون، ٻُونڊُون ٻَس نہ ڪَنِ،
سَندِي سِڪَ پِرِيَنِ، لوڪَ ڏِٺِيئِي نَہ لَهِي.

١١

ڪي اوڏائِي[٤] ڏُورِ[٥]، ڪي ڏُورِ بہ اوڏا سُپِرين،
ڪي سَنيرِجَنِ[٦] نہ ڪَڏِهِين، ڪي نَہ وَسَرِن مورِ[٧]،
جيئن مينهن ڪُنديءَ[٨] پُورِ[٩]، تيئن دوسَ وَراڪو[١٠] دِلِ سين.

١٢

ڪوٺِي ڪُٺائُون، اَڄُ پُڻِ اَڪَٽِيَنِ سين،
ماسُ وِراهي[١٠a] هَلِيا، ڪَرَنگَلُ[١١] چِڏِيائون،
وَتَوَاصَو بِالحَقِ وَتَواصَوَ بِالصَّبرِ[١٢]، ايئن اُتائُون[١٣]،
مُٺِي مارِيائُون، ڪِلِي گهايو[١٤] سَڄَڻَين.

---

١- چڳي ٢- دل، من * اسان ڪي عشق جي پيچ ۾ پختو ڪري ۽ مستانو بنائي پوءِ تون پري ٿيو آهين. ٣- تہ بہ ** هيڏو ستم نہ ڪجي. ٥- پري ٦- ياد پون ٧- ور وارن سڱن واري مينهن ٩- سڱن جو ور ١٠- ور، پيچ ١٠a- ورهائي ١١- قالب، بيجان بت، پڃيءَ جو هڏو ١٢- حق جو حڪم ۽ صبر جي وصيت ڪريو ١٣- چيائون ١٤- ڦٽيو.

١٣

مارُهو[1] گُهرَنِ مالُ، آئُون سَڀَ ڏينهن گُهران سُپرِين،
دُنيَا تنهن دوستَ تان، فِدا ڪَريان فِي الحالُ[2]،
ڪِيَسِ نامَ نِهالُ[3]، پَسَڻُ تان پَرِي ٿِيو. *

١٤

هيرائِي هَٿِ ڪِيو، هِينئَڙو حَبِيبَنِ،
ٻَڌِي ڪَڃِيءَ تَندُ ۾، سَلهاڙِيو[4] سيڻَنِ،
وِجهي پيچَ پِرِيَنِ، هِينئَڙو هَٿِيڪو[5] ڪيو.

١٥

جَڏَهانڪُرَ[6] جانِي! سَجَڻَ سانگِ[7] سِڌارِيا[8]،
راتِيان راحَتَ ناهِ ڪا، ڏينهان حيرانِي،
آئُون پنهنجي پِرِينءَ تان، ڪوڙين قُربانِي،
رَضا رَبانِي، نَہ تَہ ڪَريان وَسَ[9] وصالَ جا.

١٦

جَڏَهانڪُرَ ٿِيامِ، ساڃاهِہ[10] سُپرِيَنِ سين،
تَڏَهانڪَرَ تِرَ جيتَرو، ويرَ[11] نہ وِسَرِيامِ،
اَندَرِ رُوحَ رَهِيامِ، سَجَڻَ اوطاقُون[12] ڪَرِي.

---

١- ماڻهو ٢- يڪدم ٣- خوش * نالي وٺڻ ئي رڳ رڳ ٺاري ڇڏي، سو جي اچا ڏسينديس تہ اَلاهجي ڪهڙي خوشي حاصل ٿيندم. ۴- ٻڌو ٥- قبضي ۾، هٿ ۾، قابو ٦- جڏهن ڪان وٺي ٧- سفر، پردي ٨- سنيريا، ويا، اُسهيا ٩- ڪوشِشون، حيلا ٩- سڃاڻپ، واقفيت ١١- وقت، پل ١٢- جايون.

١٧

ڪَڏهن طاقيُون[١] ڏِينِ، ڪَڏهن کُلَن دَرَ دوسَ جا،
ڪَڏهن اَچان، اَچَڻُ نہ لهان، ڪَڏهن ڪوٺيو نِينِ[٢]،
ڪَڏهن سِڪان سَڏَ کي، ڪَڏهن ڳجهاندَرُ[٣] ڳَرهِينِ[٤]،
اِهَڙائي آهِينِ، صاحِبَ مُنهنجا سُپِرين.

١٨

تُون صاحِبُزادو سُپِرين، آئون نِسورو نوڪَرُ،
بيحدُ ڪَريان بَندگِي، هَٿَ ٻَڌِي "حاضُرُ!"
چِڻَ[٥] چَڏِينديَسِ ڪِينَ ڪِي، دوسَ[٦] اوهان جو[٧] دَرُ،
مُون تان مِهرَ[٨] نَظَرُ، پِرين! لاهِہ مَ پانهنجو.

## وائي

هوتُ نيڻان[٩] جو دِلبَندُ، لو! ڀلو جيڏِيُون!
هيڏانهن هوڏانهن سُپِرين،* ڪاڏي واريان ڪَنڌُ؟
لو! ڀَلو جيڏِيُون!
چَڙهِي ڏاڍين ڏُونگرين، راهَ پُڇايان رَندُ[١٠]،
لو! ڀَلو جيڏِيُون!
ساڃَنُ سَيَنِيان[١١] سُهِڻو مون کي سائِينءَ جو سَوگَند[١٢]،
لو! ڀَلو جيڏِيُون!
اَدِيُون! عَبدُاللّطِيفُ چئي، ميڙِيندَمِ صَمَدُ[١٣]،
لو! ڀَلو جيڏِيُون!

---

١- تاڙيون، دريون ٢- ولبيو وجن ٣- ڳجهہ، راز ۴- اوريـن ٥- پل، لحظو ٦- دوست ٧- اوهان جو ٨- مهرباني ٩- نيڻن * هر هنڌ دلبر پيو وسي، هر شيءِ ۾ الله جلوه گر آهي. ١٠- رستو، واٽ ١١- سيني کان ١٢- قسم ١٣- خدا جو نالو (قافئي جي لحاظ کان صَمَندُ پڙهبو.)

# داستان پيو

۱

جانبَ تُون جيڏو، آهِين شانَ شَعورَ[۱] سين[۲]،
مون تي ڪَرِ منهنجا پِرين، توهُ[۳] تُسِي[۴] تيڏو[۵]،
اِيءُ ڪامِلَ! ڪَمُ ڪيڏو، جيئن نَوازِيمِ نِگاهَ سين.

۲

جانبَ منهنجي جِيءَ ۾، تنهنجي طَمَعَ پوءِ،
وَٽِ ڪاتِي، وَڍِ انگڙا[۶]، اَدَبُ[۷] ڪَرِ مَ ڪوءِ،
پانئيان[۸] پالُ[۹] سَندوءِ، جي ساڄَنَ! سَٺون نِهارِيين.

۳

ساڄَنَ! ايئن نَہ جُڳاءِ، جيئن مارِيو، موٽِيو نہ پُڇِين،*
رَتِيءَ رَتُ نہ سَنجُري[۱۰]، سِڪَ تنهنجي ساءِ[۱۱]،
اَسان توهِين لاءِ، ٿِي پَرِ ۾[۱۲] پچائون ڪِيُون.

۴

جَڏهن پَوي ٿِي يادِ، صُحبَتَ سُپِرِيَنِ جِي،
فَرِيادُون فَرِيادِ[۱۳]، ناگهَ[۱۴] وَڃَنِ نِڱِيو[۱۵].

۵

ڪَڙو مَنجِهه ڪَڙي، جيئن لُهار[۱۵a] لِپيٽِيو،
منهنجو جِيءُ جَڙي، سُپِيرِيان سوگهو ڪِيو.

---

۱- دانائي. سمجهه ۲- سان ۳- پلاٽي ۴- راضي ٿي ۵- اوڏو، انهيءَ جيڏو، وڏو ۶- عضوا ۷- لحاظ، خيال ۸- سمجهان ۹- احسان، پلاٽي * ڪهيو پوءِ مـڙه ڪٽڻ لاءِ نٿو اچين.
۱۰- پيدا ٿئي، نڪري ۱۱- سبب ۱۲- اندر ۾، پنهنجي منهن، مخفي طرح ۱۳- دانهون، ڪوڪون ۱۴- اوچتو، امالڪ ۱۵- نڪريو ۱۵a- لوهار.

٦

نازَ مَنجهاران[١]، نِڪِري، جَڏهن پِرين ڪَري تو پَنڌُ،
پُونءِ[٢] پُٺِ "بِسمِ اللهِ"[٣] چَئي،* راهہ چُمي تي رَندُ[٤]،
اُپيون گهٽي اَدَبَ سين، حُورُون حَيرَتَ هَنڌُ[٥]،
سائِينءَ جو سَوگَندُ[٦]، ساڄَنُ سَيَنِيان سُهڻو.

٧

ساڄَنَ! سِپاهِي[٧]، آئُون اوهان جو آهِيان،
اَچان ويلَ سَيِڪَنهِين، وَڃان واجهائي[٨]،
لالَنَ![٩] تو لائي[١٠]، ڪِيڪارِيمِ ڪَرَنِ[١١] کي.

٨

فانِي تي فانِي، دُنيا دَمُ نَہ هيڪڙو،
لَٿي لوڙهُ[١٢] لَتُنِ سين، جوڙِيندَءِ جانِي!
ڪوڏِ ۾ ڪاني[١٣]؛ آهي سَرِ سَيِڪَنهِين.**

٩

نيڻَ سَقِيلا[١٤] سُپِرين، پَوُنَر[١٥] پِرُون پالا[١٦]،
چِڪِيا ڦَٽَ فِراقَ جا، اَندَرَ ۾ آلا،
سو يارُ ميڙِيِن يالا[١٧]، جنهن جي صُحبَتَ ڪاڻِ سِڪي هِينئُون.

---

١- منجهان ٢- ڏرتي ٣- الله جي نالي سان، سيڪنهن ڪم شروع ڪرڻ مهل چئبو آهي * زمين پرينءَ کي پنڌ ڪرڻ لاءِ همٿايو ۽ آڏرياءُ ڪئي. ۴- رستي ۵- عبرت واريءَ جاءِ تي، حيران ٿي ٦- قسم ٧- محافظ، نوڪر ٨- جهوتون وجهي ٩- محبوب ١٠- واسطي ١١- ڳلهن، دشمنن، رقيبن ١٢- قبر ١٣- اهو ڪانو جنهن سان لاش جي ماپ وٺي قبر کوٽيندا آهن. ** موت سيڪنهن جي سر تي سوار آهي. ١۴- ڊگهيون تراريون ١۵- ڪارا ١٦- نيزا ١٧- يا الله، اي الله!

١٠

وينو ڏِسان راهه[١]، اَڄُ پُڻ آيا ڪِينَ ڪِي،
ساڄَنَ لئي سِڪي گهڻو، سارِيو منهنجو ساهه،
آڻِينِ شالَ اَللهُ! تہ اَڱڻَ ٿِينَمِ اُجرا[٢].

١١

اَڄُ پُڻ اَنگِيَمِ[٣] اَنگَ[٤]، هَٿان حَبِيبَنِ جي،
جا پَرِ سَونِٽِيءَ[٥] سَنگَ[٦]، سا پَرِ تِي سُورَنِ سين.*

١٢

اَڄُ پُڻ جُڙِيَمِ جوڙ[٧]، دوسُ[٨] پيهي دَرِ آئيو،
سُکَنِ اَچِي ڏُکَنِ کي، مَحڪُمُ[٩] ڏِني موڙ[١٠]،
جا پَرِ کَٽِيءَ کوڙ[١١]، سا پَرِ سُورَنِ ساڻُ ٿِي.

## واٽي - ١

مَولو[١٢] ڪَندو ماڙ[١٣]، منهنجي اَللهُ ڪَندو ماڙِ،
هادِي! ڏِيئي هَٿَڙا، اَچِي ڇِڪَڻِ[١٤] منجهان ڇاڙهه،
منهنجي اَللهُ ڪَندو ماڙِ.
ڪَشتِي ڪَميٽِيءَ جِي، اَللهُ لَگِ اُڪارِ[١٥]،
منهنجي اَللهُ ڪَندو ماڙِ.

---

١- رستو، واٽ ٢- روشن، اُجا ٣- ڦاٿم، چيرون ٿيم ٤- عضوا ٥- سؤنٽي ٦- اُن جو سنگ
*سؤنٽي جيڪا ڪار ان جي سنگ سان ڪندي آهي، اها ڪار (سورن سان اهي) سور مون سان
اختيار ڪن ٿا. ٧- مرادون پوريون ٿيم ٨- دوست ٩- مضبوط ١٠- ڦيرو، مهٽ، مروڙ ١١- استري
ڪرڻ بدران اڳي ڪٽي سؤنٽيءَ يا مدگر سان ڪپڙن کي هٽندا هئا، جنهن کي کوڙ چوندا هئا
١٢- موليٰ ١٣- ٻلائي مدد، واهر ١٤- ڌٻڻ، گپ ١٥- پار ڪر.

هُو جو ويرِي واڳَ جو، سو سائِين! نِيئِي ساڙِ،
منهنجي اَلله ڪَندو ماڙِ.
ڪَرَمَ ساڻُ ڪَرِيمَ جي، سَڀِ لنگهيندا پار،
منهنجي اَلله ڪَندو ماڙِ.

## وائي-٣

هاڻِ اِيندو، اَلا! منهنجو سَڄَڻُ شالَ ايندو،
اَڪيِين لائِي[oa] اَندِيُون[ob]، نيئِي وَسِينءَ[1] ۾ وِجَهندو،
اَلا! منهنجو سَڄَڻُ شالَ اِيندو.
نِماڻِيءَ جو نِجُهرو[2] پاسي پاڻَ اَڏِيندو،
اَلا! منهنجو سَڄَڻُ شالَ اِيندو.
مَتان لَڪَنِ ساٿَرو[3] صَحِي سَلامَتَ نِيندو،
اَلا! منهنجو سَڄَڻُ شالَ اِيندو.
مَهَندِ[4] تِيندو مُصطَفيٰ، پُنِيءَ لوڪُ لَڏِيندو،
اَلا! منهنجو سَڄَڻُ شالَ اِيندو.
اَچِي عَبدُاللّطِيفَ کي، دوسُ دِلاسا ڏِيندو،
اَلا! منهنجو سَڄَڻُ شالَ اِيندو.

---

oa- لاهي ob- انداريون. ١- آبادين ٢- جهوپڙي، پکو ٣- سات، قافلو ۴- اڳيان.

## داستان ٽيون

١

عِشقُ اِهَڙِي ذاتِ، جو مانجِهي[١] مُنجهائي[٢]،
ڏِينهان ڏورِنُ ڏونگرين، روئِنُ سَڄِيائِي راتِ،
اُتي وينِي تاتِ[٣]، مِيان! مَحبُوبَنِ جِي.

٢

جنهن جِي ڏَٽِيان[٤] ڌارَ، پيٽِي[٥] ناهِ پَنيورَ ۾،
کَميٽِيءَ جِي کانَ کِپَئِي، ساتَ لَڏِيندي سارَ،
آءُ، عالمَ جا سَرِدارَ! واري واڳَ وِلهِيءَ[٦] تي.

٣

يارُ سَڏائي سَيکو، جانِي زُبانِي،
آهي آساني، کَمَ پِئِي تِي کَلَ پَوي[٧].

٤

آدِمِيَنِ اِخلاصُ[٨]، مَتائي ماٺو کِيو[٩]،
هاڻِ کائي سَيِکو ماٺهوءَ سَندو ماسُ،
دِلبَرَ! هِنَ دُنيا ۾، وَڃِي رَهَندو واسُ[١٠]،
پِئي سَبِ لوکَ لِباسُ[١١]، کو هِکَدِلِ[١٢] هوندو هيکڙو.

---

١- بهادر، پهلوان ٢- پريشان حال ڪري ٣- ڳالهه، ذڪر، پچار ٤- ڏٽيءَ ڪان، مالڪ ڪان
٥- حد، جاءِ، (رهڻ) جي مجال ٦- سُڃي، سڪٽي، خالي، ور ڪان سواءِ ٧- خبر پوي
٨- سچائي ٩- جهڪو ڪيو، هلڪو ڪيو ١٠- خوشبوءِ، نيڪي ١١- ظاهري ڏيکاءُ، ريا
١٢- نيڪ نيت، صاف دل.

۵

شُڪُرُ مِلياسين، سُپِرين! جيئري جاني يارَ!
ويٺي جَنِ جي وَٽِ[1] ۾، ڪوڙين ٿِيا قرارَ،
ڏَٿِيَمر[2]! ڪَرِ مَ ڏارَ، پاڙو تَنِ پِرِيَنِ ڪان.

٦

ڪوڙي[3] ڪَڻُ[4] مَ سُپِرين! ڪَنيَئِي تان ڪوڙِ،*
عادَتَ جا اَڪِيَنِ جِي، سا نيئِي نِباھِج توڙِ[5]،
مُون ۾ عَيبَنِ ڪوڙِ[6]، تُون پاڻُ سُڄاڻِج، سُپِرين!

۷

دِلِ جو دِلبَرُ هيڪڙو، گهڻا تان نہ ڪِجَنِ،
دِلِ يي[7] ڏِجي هِڪَ کي، توڙي[8] سَوَ سِڪَنِ،
سي چِلِولا[9] چَئجَنِ، جي دَرِ دَرِ لائِنِ دوستِي.

۸

منهنجي مَدايِنِ جِي، ڪَلَ[10] پِرِيان پيئِي،
ڪَڏهن ڪوسا نَہ ٿِيا،** ڏوراپو ڏيئِي،
ساجَنَ! سَيئِي، ڏِکِيَمرِ ڍولَ[11] ڍِلائِيُون[12]،

۹

ڏاتَرَ[13] مُونَ ڏيکارِيو، هوتَنِ جو حُضُورُ،
پِرِيَنِ پَرچَڻَ جو ڪِيو، مُونَ ائي مَذڪُورُ[14]،
اِيءُ دوسَنِ جو دَستُورُ، جيئَن چِنِي چَڏِنِ ڪِينَ کِي.

---

۱- محل، پاڙي ۲- اي منهنجا ڏٿي! ۳- (اکيون) جمائي، کپاءِ (مهر ڪري) ۴- هڻاءِ، پري ڪر (پلاٽيءَ جي نظر ڦير) * اي محبوب! مهر جي نظر ڪري، وري منهن نہ موڙ، پر جي موڙيو اٿئي تہ وري وڙ ڪري کپاءِ ۵- پڇاڙيءَ تائين رهائج ٦- ڪوڙيون، ويهون، گهڻا ۷- پڻ، بہ ۸- جيتوڻيڪ ۹- بيوفا، ڦرندڙ ۱۰- خبر، سڌ ** ڪڏهن بہ ڪونہ ڪاوڙيا يا مڙيا. ۱۱- دوست، محبوب ۱۲- عيب، بديون ۱۳- اي سخيءَ يا خدا ۱۴- پچار، ذڪر.

۱۰

ڪِٺان[۱] سِڪِيين، سُپِرِين! ڪاسائِڪِي ڪارِ؟
تِڪِي ڪاتِي هَٿِ ڪَري، مُڏِيءَ سين مَ مارِ،
چوري چاڪَ[۲] نِهارِ، جي سُورَنِ سانگِهيڙَا[۳] ڪِيا.*

## وائي - ۱

سَڄَڻَ ٻاروچي جِي ذاتِ، دِلبَرَ ڪوهِياري جِي ذاتِ،
اُتَ گُنگائِي[۴] هَلِيا، وائِي ڪَنِ نہ واتِ،
سَڄَڻَ ڪوهِياري جِي ذاتِ.
جانِي جَتَ وَٿِي وِيا، رِنَّ ۾ پيِيَمِ راتِ،
سَڄَڻَ ڪوهِياري جِي ذاتِ.
ڪُهِي ڪَميِٽِيءَ هَلِيا، اَدِيُون! آڏِيءَ راتِ،
سَڄَڻَ ڪوهِياري جِي ذاتِ.
مِلان مَحبُوبَن کي، وِهاڻِيءَ پِرِياتِ،
سَڄَڻَ ڪوهِياري جِي ذاتِ.
اَدِيُون! عَبدُاللّطِيفُ چي، ڏاتَرُ ڏِيندُمِ ڏاتِ[۵]،
سَڄَڻَ ڪوهِياري جِي ذاتِ.

---

۱ـ ڪٿان ۲ـ زخم، وڍ، چير ۳ـ سوراخ، ٽنگ * منهنجن زخمن کي اٿلائي پٿلائي ڏس تہ انهن ۾ بہ تنهنجي جدائيءَ جي سورن سوراخ ڪري ڇڏيا آهن. ۴ـ مات ڪرائي ۵ـ لياقت، عنايت، انعام.

# وائي-٣

وَتان وَڃُ مَ مُون، منهنجو تُونهِين تُون، ڪونہ سُٽي ڪو پيو.

تُون تَڏِهانڪَرَ مَنجِهئِين[١]، جَڏهن ڪُنَ فَيَڪُون[٢]،
وَتان وَڃُ مَ مُون.

اَهُڪِيءَ[٣] رَسِجِ اَحَمَدا[٣a]، اِڱيان[۴] سوڙِهي پُون[٥]،
وَتان وَڃُ مَ مُون.

رَسِجِ مُحَمَّدَ ڪارِڻِي، جِتي هُونگَ نہ هُون[٦]،
وَتان وَڃُ مَ مُون.

آڳَهُہ[٧] هِنَ اُمَتَ جو، آهِين تُونهِين تُون،
وَتان وَڃُ مَ مُون.

ڏِجِ ڪا لَتَ[٨] لَطِيفَ کي طَهُورَ[٩] مَنجهان تُون،
وَتان وَڃُ مَ مُون.

---

١- اندر ۾ آهن ٢- "تيءُ تہ پوءِ تي پيو" دنيا پيدا ڪرڻ وقت، ازل کان ٣- ڏکئي وقت ٣a- اي احمد ﷺ، يا رسول ﷺ ۴- قيامت ٥- زمين، رستو (قيامت ڏينهن صراط المستقيم، جا ترار کان تکي ۽ وار کان سنهي هوندي) ٦- جتي نڪو هل نڪو هنگامو (قبر) ٧- آڌار، ٽيڪ، مهندار، سونهون، هادي ٨- جام پيالو ٩- پاڪ شراب (شراب طهورا).

# سُرُ رامڪلي

## سُرُ بابت:

هي سر ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ واري نسخي جي ٽن جلدن ۾ ڪونهي. شايد چوٿين جلد ۾ وجهي ها. موجوده نسخي جي پهرئين داستان ۾، ڊاڪٽر ٽرمپ واري نسخي وانگر ڇٽيهه بيت ۽ هڪ وائي آهي. ٻئي داستان ۾ ٻارهن ڏينهن بابت ٻارنهن بيت ڏنا ويا آهن. بمبئيءَ واري ڇاپي ۾ ولي محمد هاليپوٽي جا ارڙنهن بيت درج ڪري ٣٠ ڏينهن جو احوال ڏنو ويو آهي، سي ڌاريون ڪلام سمجهي، هتان خارج ڪيا ويا آهن. ٽئين ۽ چوٿين داستان جي واين ۽ بيتن جو تعداد ڊاڪٽر ٽرمپ وارو اختيار ڪيو ويو آهي ۽ نه سرڪاري ڇاپي وارو. سرڪاري ڇاپي جي چوٿين داستان ۾ ڏنل وائي، هن نسخي جي نائين داستان ۾ وائي نمبر ٢ ڪري رکي ويئي آهي. پنجين، ڇهين ۽ اٺين داستان ۾، بيتن جو عدد ڊاڪٽر ٽرمپ وارو قائم رکيو ويو آهي. ستين داستان ۾ ڊاڪٽر ٽرمپ واري نسخي وارا بيت قائم رکي رڳو بيت نمبر سترهون سرڪاري ڇاپي مان کڻي اضافو ڪيو ويو آهي. ڊاڪٽر ٽرمپ واري نائين داستان مان فقط نمبر ٤١، جو 'آسڻ' جو ڇيل آهي. سو خارج ڪيو ويو آهي ۽ باقي قائم رکيا ويا آهن.

## مضمون:

شاه سچا سارا ٽي سال سامين سان سلوڪ جو سفر ڪيو ۽ جوڳين سان جوڳ جوڙيو. حقيقت ۾ شاه جو سارو رسالو انهيءَ عرصي ۾ ڏٺل فطرتي نظارن، ٻڌل قصن ۽ ڪهاڻين جو منظوم مجموعو آهي. شاه هن سر ۾ ساميڙن جي صحبت ۽ سڪ، انهن کان جدا ٿيڻ تي دل جي ڪيفيت ۽ انهن جي محبت مان حاصل ڪيل حال جي حقيقت نهايت خوبيءَ سان بيان ڪئي آهي. هو پهرئين داستان ۾ ٻڌائي ٿو ته، ڇو، "آئون نه جيئندي اِنِ ريءَ؟" - شاه سامين جا سخن ياد ڪري "جنين سين ياقوت" تنين لاءِ تڙپي ٿو. هن کي انهن ئي "جاڳايو" - "حاصل جنين حال" هو. هنن جي صحبت مان شاه کي انهيءَ ڪري ٻه لطف آيو ٿي، جو "ميڙيو ڀانڊ ڀريون ڪيو، جوڳي جَلائين."

مطلب ته شاه انهن وٽ نينهن جو نسورو نڊاڻ پسي، انهن جي صحبت اختيار ڪئي هئي.

شاه جيڪي ٻارهن ڏينهن ۽ راتيون جوڳين سان گنجي ٽڪر واريءَ مڙهيءَ ۾ گذاريون هيون ۽ جيڪي هنن جون وصفون ۽ گڻ ڏٺا هئا، سي ٻئي داستان-۾ بيان ڪيا ويا آهن.

ٽئين کان نائين داستان تائين "ڪن ڪٽ، ڪاپٽ ڪاپڙي، ڪنوٽيا ڏار" لاهوتي

فقيرن جي توصيف ڏنل آهي، جنهن جو تت هن بيت ۾ اچي وڃي ٿو:
"سامِي ڪامِي پرِيَن لئِي، ڪُسِي ٿِيا ڪَبابُ،
نَڪو ڏِسَنِ ڏوهَ ڪي، نَڪو ڪَن ثَوابُ،
اوتِنِ اَرتِي گاڏئون، مَنجهان اَکِنِ آبُ،
سَندو ذات جَوابُ، تُون ڪِيئن پُڇين تَنِ کي؟"

## روحاني راز:

ٻين سرن وانگر، هنن سر ۾ به سلوڪ جو اونهو اسرار رکيل آهي ۽ مخفي مام ڏنل آهي. جيئن هر ڪنهن ڳالهہ جا ٻہ پهلو آهن، تيئن هر ڪنهن مذهب جا به ٻہ پاسا آهن: هڪڙو ظاهري اصول ۽ ٻيو معنوي. مختلف مذهبن جا ظاهري اصول ڪٿي علحده ۽ الڳ هجن، پر معنوي اصول گهڻو ڪري ساڳيا ٿين ٿا. انهيءَ اصول تي تصوف جو بنياد پيو ۽ صوفي پاڻ کي مذهب جي معنوي پهلوءَ سان زياده لاڳاپو رکڻ وارا تصور ڪرڻ لڳا. مذهب جي معنوي پهلوءَ تي زياده زور ڏيندڙ مسلمانن ۽ ويدانت جي حامين ۾ انهيءَ ڪري گهڻيون ڳالهيون ساڳيون آهن.

شاهہ جڏهن ٢١ ورهين جو نوجوان هو، تڏهن سامين جي صحبت ۾ وڃي سڄا سارا ٽي سال صرف ڪيائين. جنهن ڪري هن شروع ۾ تصوف جي اصولن کي ويدانت جي عينڪ سان ڏٺو. هو جوڳين سان جوءِ بہ جُوءِ ڀٽڪندو رهيو. جوڳي ويدانت جي اصولن مطابق تن کي تسيا ۽ جسم کي فاقا ڪڍائيندا رهيا. شاهہ بہ ساڻن ويدانت جي واديءَ ۾ قدم رکيو. تپشائون ڪري، جسم کي ڳاري ۽ بدن کي سڪائي پربوءَ کي پائڻ لاءِ جوڳي پاڻ جلائيندا رهيا ۽ شاهہ بہ ساڻن جوڳ پچائيندو آيو. هنن مان کي ڪالي ديويءَ جا ۽ ڪي مهيسر جا پوڄاري هئا. شاهہ ساڻن گڏ جاتون ڪيون، تيرٿ گاهہ ڀيٽيا ۽ ڪيترائي ڪرياڪرم ڪيا، پر هن جي مسلمان دل ٺڪر ۽ ٺوبر جي پوڄا تي مطمئن نہ رهي، جنهن ڪري آخر شاهہ ٺڪر ٺوبر جي پوڄا کان پاڻ پري رکي، وحدانيت جي واٽ ورتي، جوڳي ڪيس انهيءَ ڪري سُتو ڇڏي رمندا رهيا.

اڳتي هلي شاهہ مسلمان صوفين جي اصولن کان واقف ٿيو ٿو ڏسجي، جن جي اپٽار هن سر ڪلياڻ ۽ يمن ڪلياڻ ۾ ڪئي آهي.

جيئن نفس ڪشي، تصوف جو بنيادي اصول آهي تيئن ويدانت جي واديءَ جو بہ ابتدائي ڏاڪو آهي. جوڳين کي نفس مارڻ ۾ شاهہ پڙ ليکي ٿو ۽ انهن جي انهيءَ وصف کي گهڻو ساراهي ٿو. هٺ ۽ وڏائي، خودي ۽ خودغرضي کي ماري نابود ڪرڻ لاءِ ورجائي ورجائي هن سر ۾ شاهہ تلقين ڪري ٿو. جن پاڻ جون پريون ميڙي جلائي ڇڏيون، تن کيرون لهڻيون: اهڙن سائين لوڪن لاءِ سائين جو ديدار سولو ۽ سٺائو آهي. "نہ کي ڪَٽنِ پاڻ سين، نہ کي سائُنِ پاڻُ." ايتري قدر جو هنن ۾ ذات پات جو ڀيد ئي ڪينهي. هنن لاءِ سڀ انسان، جزو آهن، حقيقي محبوب جو ۽ درياهہ جيءَ قطري وانگر وري وڃي لئي ٿيڻا آهن، درياهہ جي اونهي پاٽيءَ ۾.

الاهي ذات جي تات ۾ سالڪن کي هيڪڙي ساعت به سگهه نہ رهڻو آهي، چارئي پهر سپرينءَ جي سوز ۾ چور رهڻو آهي. هنن کي، ”لڪا پٽن لوڪ ۾“ جي اصول تي عمل ڪرڻو آهي، ڳجهو ڳالهائي، اندر اجاري، سون ٿيڻو آهي. ڏريائين ڏٺيءَ ڏانهن ڏيان ڏري، الک جي صورت سامهون رکي، روح کي رام سان رلائڻو آهي؛ ”ويروتار وجود ۾ الله اُنين کي“ رکڻو آهي. گروءَ جو گس وٺي اتي اوتارا اڏٽا آهن، ”جتي نظر ناٿ جو“ آهي. حرص هوائي ڪرڻو آهي، لنگ ڪڍڻو آهي، سيئي سگ ٽوڙي، طمع ترڪ ڪري، ڪيني کي قتلام ڪري، وحدت جو وڻج وهائي، ناهہ (فنا) جو درجو حاصل ڪرڻو آهي، مطلب تہ، ”وڃائي وجود کي پاڻان پاسي ٿيءُ“ جي اصول کي عملي جامو اوڍائڻو آهي ۽ نامرادي کي نجهرو ۽ رضا کي پنهنجو ايمان بڻائڻو آهي.

# سُرُ رامڪلي

## داستان پهريون

۱

نُورِي[۱] ۽ نارِي[۲]، جوڳِيئڙا جَهانَ ۾،
ٻَرِي[۳] جَنِ ٻارِي، آئُون نَہ جِيئندي اُنِ ري.

۲

جوڳِيَئڙا جَهانَ ۾، هِئا مَنجِهه حَمامَ[۴]،
آرامان[۵] اَرَڳُ[۶] ٿِيا، اوڏا نَہ آرامَ،
ڪيائُون قِيامَ[۷]، آئُون نَہ جيئندِي اُنِ ري.

۳

لَڪِين ڪِيا لِسانَ[۸] سين، لاهُوتِيَنِ[۹] لوڙا[۱۰]،
گهوڙا ڙي گهوڙا! آئُون نَہ جيئندِي اُنِ ري.

۴

ڳوِليانِ ۽ ڳُندِيانِ[۱۱]، وِيا ويراڳِي[۱۲] نِڪِري،
صُحبَتَ جا سَندِيانِ، آئُون نَہ جيئندِي اُنِ ري.

---

۱- نور وارا، نور جي پيدائش، آسماني (سچا) ۲- (عشق جي) باھ وارا، جهنمي (ڪوڙا)
۳- عشق جي باھ ۾ پاڻ پچائي ۴- وهنجڻ لاءِ گرم پاڻيءَ جي جاءِ، گرمي، باھ ۵- آرام کان
۶- الڳ، جدا ۷- قهر؛ بيهڪ، استقامت ۸- زبان ۹- لاهوت جي جوڳن، سالڪ لاءِ چار
منزلون آهن: ناسوت، ملڪوت، لاهوت ۽ هاهوت، جنهن مان ٽين منزل کي پهتل درويش
۱۰- فرياد، دانهون ۱۱- واس يا خوشبوءِ وٺان، ڳوليان ۱۲- دنيا ترڪ ڪندڙ فقير، تارڪ.

٥

مَران، مَتو پِتيان، نِهاريان نيٽانِ،
سُخُنَ جي سَندانِ، آئون نہ جيئندِي اُنِ ري.

٦

وارو[١]! ويراڳِيَنِ کي، ويلَ مَ وساريجِ،
قَدَمَ ڪاپڙِيَنِ[٢] جا، لِيلائي لَهيج،
پِيرَتَ[٣] پَسِيو پَٽَ[۴] جِي، وَڃَڻَ کي وَڃيجِ،
راتو ڏينهن رِڙهيجِ، آئون نہ جيئندِي اُنِ ري.

٧

قَدَمَ ڪاپڙِيَنِ جا، لَڳا مِ لاهُوتَ،
جَنِين سين ياقُوتَ[٥]، آئون نہ جيئندِي اُنِ ري.

٨

واڄَٽَ[٦] ويراڳِيَنِ جا، مُون وَٽِ وَڏِي وَٿُ[٧]،
سونُ سَيوئِي سَڳِيُون[٨]، پَسِي ڪِينَ[٩] مَ ڪَٿُ[١٠]،
ويساهِي[١١] ويلَ ڪَنهِين، پُورَبِ[١٢] وِيندو پَٽُ[١٣]!
هُلَ[١۴] ڪَنيائُون هَٿُ[١٥]، آئون نہ جيئندِي اُنِ ري.

٩

واڄَٽَ ويراڳِيَنِ جا، مُونَ وَٽِ وَڏو مالُ،
مَقالان[١٦] مهند تِيا، * ڪونهي وَتِنِ قالُ[١٧]،
حاصُلُ جَنِين حالُ[١٨]، آئون نہ جيئندِي اُنِ ري.

---

١- اي مدد ڪريو! فرياد! واهرو! ٢- جوڳين جو هڪ قسم ٣- پيچرو، رسم ۴- جماعت، جوڳين جي ٽولي؛ چڳو ڪاڏو ٥- موتي (روحاني بي بها املھ ماڻڪ) ٦- واڄن، نغارن ۽ نادن جو آواز، ساز، باجا ٧- شيءِ، چيز ٨- نوڙيون، جيڪي جوڳي مٿي کي ٻڌندا آهن ٩- پينگ، سچ ١٠- قيمت نہ لڳاءِ، قدر يا اندازو نہ ڪر ١١- اعتبار ڏياري، لڳي ١٢- اپرندي (طرف ملڪ) ١٣- جماعت، ٽولو ١۴- گوڙ گهمسان کان ١٥- ڇڏيائون ١٦- مقال يا ڳالھ * بيان کان ٻاهر آهن. ١٧- ڳالھ، بحث ١٨- حقيقت، وجد جي حالت، مستيءَ جي گهڙي جنهن ۾ صوفي مدهوش ٿي ويندا آهن ۽ دنيا جي حالتن کان بيخبر ٿي ويندا آهن.

١٠

سُتِي سيجَ هُياسِ، مون کي آهَ[١] اُٿارِيو،
جَنِين جاڳاياسِ، آئون نہ جيئندِي اُنِ ري.

١١

جان ڪِي مُون کي نِي[1a]، پَڳهَ[٢] پائي پانَّ ڏي،
پَهَ[٣] پَروڙِيان پَٽَ جا، ڪِينَرَ[٤] مَنجهان ڪي،
هاڻي جي هَنيَئِي[٥]، آئون نہ جيئندِي اُنِ ري.

١٢

جان ڪِي مون کي تانِّ، پَڳهَ پائي پانَّ ڏي،
هُو جي هَنيئِي هانِّ، آئون نہ جيئندِي اُنِ ري.

١٣

جا نہ ڪِي مُون کي نِيو، پَڳهَ پائي پانَّ ڏي،
قُوتُ منهنجو ڪاپَڙِي! سِڱَيُنِ مَنجهِ سِهو[٦]،
ڪا ڦِري ڦُوڪَ ڏِيو، آئون نہ جيئندِي اُنِ ري.

١٤

سُوڏو[٧] سِڱَڙِيَنِ سينِ، ڪِي جو ڪَهِيائون[٨]،
هُوءَ جا هَنيائُون، آئون نہ جيئندِي اُنِ ري.

١٥

صُبُحِ سِڱَڙِيُون[٩] ڪَٽِي، وِيا دُڪائي[١٠] دُورِ،
ٿِيا ڏِيناٺِيان[١١] ڏُورِ، آئون نہ جيئندِي اُنِ ري.

---

١ـ عشق 1a ـ وئي هل، وئي وڃ ٢ـ رسا، نوڙيون ٣ـ راز، خيال ۴ـ ساز، سرندي ٥ـ تو هنيا يا لڳايا (عشق جا تير.) ٦ـ سهج، وجه، آسرو، اميد، شوق، چاهه ٧ـ سنئون، سچ، عمدي ڳالھ ٨ـ چيائون ٩ـ سڱيون، ناد ١٠ـ دک يا ڏک ڏيئي ١١ـ ڏسڻ يا ديدار يا زيادت ڪان.

١٦

صَبُح سِگِڙِيُون ڪَٽِي، وِيا وَڄائي وِيرَ[١]،
ڏورِيان[٢] ڏورِيان نَہ لَهان، تَنِ بيراڳِينِ بَهِيرَ[٣]،
جَنِ جي آسَڻَ مَنجِهہ عَنبِيرَ[٤]، اُئُون نَہ جيئندِي اُنِ رِي.

١٧

ميڙِيو ياڻُ[٥] پَرِيُون ڪِيو، جوڳِي جَلائِينِ،
سامِي سِگِڙِيَنِ سين، خُودِيءَ کي ڪائِينِ[٦]،
هو جي تارِ تِڳائِينِ،* اُئُون نَہ جيئندِي اُنِ رِي.

١٨

پَسِيو آسَڻَ اُنِ جا، اَچِي نَہ آرامُ،
ڪِينَرَ ڪُٽِي آهِيان، تَنِين جي تَمامُ،
مون کي ٿِيو ماتامُ، اُئُون نَہ جيئندِي اُنِ رِي.

١٩

پَسِيو آسَڻَ اُنِ جا، اُڌِما[٧] اَچَنِ،
ڪِينَرَ ڪاپِڙِيَنِ جا، صُبُح تان نہ سُڄَنِ[٨]،
جي رائِي مَنجِهہ رَهَنِ، اُئُون نَہ جيئندِي اُنِ رِي.

٢٠

آسَڻَ وَٽَ آهُون ڪَرِيان، وَسِ[٩] نہ منهنجي واتُ،**
لَڳُمِ لاهُوتِيَنِ جو، مَنجهان ڪِينَرَ ڪاتُ،
هَلَڻَ کي هَيهاتُ[١٠]!*** اُئُون نَہ جيئندِي اُنِ رِي.

---

١- بهادر (جوڳي) ٢- ڳوليان، (هي اشارو انهي حقيقت ڏانهن آهي تہ جوڳي شاهہ کي گوهي ڏئي نانيءَ ۾ ڇڏي ويا هئا ٣- قطار، جماعت، قافلو ٤- خوشبوءِ ٥- خودي ٦- ساڙين *اهي جوڳي جيڪي وچ سير يا اونهي پاڻيءَ مان پار لنگهائين يا روحاني رهبري ڪن ٧- جوش، جذبا ٨- پٽجن ٩- قبضي ۾ ** آئون دانهن ڪرڻ کان رهي نٿو سگهان. ١٠- افسوس *** افسوس آهي جو هلڻ کان مجبور آهيان.

٢١

پَسِيو آسَڻَ اُنِ جا، ٻانهُنِ وِجهان واتُ، *
هُو جي کَهِيا[1] ڏونهن[2] ڦلاتُ، اَئُون نَہ جيئَندِي اُنِ ري.

٢٢

وَتِن وينِي آهِيان، ** ڏِسيو ڪِينَ ڏِسانِ،
جنهن جهو ِئي[3] ناهہ ڪِي، سا ڪا سُونهن سَنديانِ،
پَسِيو ڪِينَ پَسانِ، اَئُون نَہ جيئَندِي اُنِ ري.

٢٣

بابُو بِيڪارِي ٿِيا، اَڄُ نَہ آسَڻُ وَٽِ،
خُودِي ڪانئِي هَلِيا، پيرُ نَہ لائِينِ پَٽِ، ***
هَئِي هَئِي جَنِين هَٽِ[4]، اَئُون نَہ جيئَندِي اُنِ ري.

٢٤

بابُو بِيڪارِي ٿِيا، پَڇِي ڇَڏِيائُونِ ڀانُ،
نِسورو ِئي نينهن جو، نانگَنِ[5] وَٽِ نِڌانُ[6]،
سِرِ کَندُ[7] جَنِين سانُ، اَئُون نَہ جيئَندِي اُنِ ري.

٢٥

نانگا نانِيءَ[8] هَلِيا، سامي سَيِيئِي،
وِهَڪَ مُون وِيئِي، اَئُون نَہ جيئَندِي اُنِ ري.

---

* دانهن ڪرڻ کان پاڻ روڪڻ لاءِ ڪنيو ٻانهن ۾ چڪ وجهان. ١- هليا، ڪاهيو ٢- ڏانهن ** پرين اندر ۾ پيا وسن ٣- جهڙو *** اهڙا تڪڙا پيا وڃن جو سندن پير پٽ تي ڪونہ ٿو لڳي. ۴- دڪان تي، وٽ ٥- اگهاڙن، تارڪن، لانگوٽي ٻڌڻ وارن جوڳين ٦- ندان، پڇاڙي، گهر ٧- صندل، چندن، سرهي ڪاٺي ٨- هنگلاج، جتي ڪالي ديويءَ جو وڏو مندر آهي، جنهن کي مسلمان ناني سڏيندا آهن.

٢٦

نانگا نانِيءَ هَلِيا، ويچارا ويا،
ڪِينرَ ڪاپَڙِيَنِ جا، صُبُحِ تان نَہ سُئا[١]،
هُو جي هِتِ هئا، آئُون نَہ جيئندِي اُنِ رِي.

٢٧

نانگا نانِيءَ هَلِيا، چِيلِهيا[٢] چيلِهہ ٻَڌَنِ،
هو جي هُتِ هَلَنِ، آئُون نَہ جيئندِي اُنِ رِي.

٢٨

نانگا نانِيءَ هَلِيا، هِنگلاجان[٣] هَلِي،
ديکِي[٤] جَنِ دُوارِڪا[٥] مَهيسِنِ[٦] مَلهِي[٧]،
آڳَهُہ[٨] جَنِ عَلِي، آئُون نَہ جيئندِي اُنِ رِي.

٢٩

جُسِي سَندو، جوڳَ[٩] رِي، مُون نہ گُهرِجي ماهُہ[١٠]،
سامِي منهنجو ساهُہ، آئُون نَہ جيئندِي اُنِ رِي.

٣٠

ڪالهوڪو ڪاڍِي وِيو، سَندو جوڳِينِ جوشُ،
پَسِي تنهن پَٽَ کي، هَڏِ نَہ رَهِيو هوشُ،
آسَڻَ ۾ اَفسوسُ، آئُون نَہ جيئندِي اُنِ رِي.

---

١ـ ٻڌا ٢ـ چيلهہ جو پٽو يا ڪپڙو، ڪمربند ٣ـ هنگلاج ڪان ۴ـ ڏٺي، تيرٿن ياترا ڪئي ٥ـ دوارڪا جو شهر هندن جي تيرٿ جي جاءِ ٦ـ شو جي پوڄارين، جوڳين ٧ـ خوش ٿي، سرخرو ٿي، مرڪي ٨ـ اڳهو، آسرو، مهندار، اڳواڻ، سونهون ٩ـ ويراڳ، دنيا ترڪ ڪرڻ ١٠ـ ماس، گوشت.

٣١

نَہ ڪِي[١] ڪَٽَن پاڻَ سين، نہ ڪو ساڻِن پاڻُ[٢]،
اهَڙا جَنِ اُهُڃاڻُ[٣]، آئُون نَہ جيئَندِي اُنِ رِي.

٣٢

پاٿِهين وينا پاڻَ سين، پَرِ ۾ ڪَنِ پَرِياڻُ[٤]،
اِهَڙا جَنِ اُهُڃاڻُ، آئُون نَہ جيئَندِي اُنِ رِي.

٣٣

پاٿِهين وينا پاڻَ سين، پَرِ ۾ پَرِياٽِينِ[٤]،
هُو جي هَلَڻَ سَندِيُون، ڳالهيون ڳالهائِينِ،
وَڃَڻُ[٥] وِڃائِين، * آئُون نَہ جيئَندِي اُنِ رِي.

٣٤

ويراڳِيَنِ وَرَنُ[٦]، ڏِسَڻُ گهڻُو ڏهلو[٧]،
هِڪُ ٻولڻُ ٻوڙَنِ سين، ٻِيو سَندا فانِيَنِ[٨] فَنَ،
ڪِي گُهرِجَنِ ڪَنَ،** آئُون نَہ جيئَندِي اُنِ رِي.

٣٥

جُزُ[٩] وِڃايو جوڳِيين، ڪُلَ[١٠] سين آهينِ ڪَمُ،
آسَڻُ جَنِ عَدَمُ[١١]، آئُون نَہ جيئَندِي اُنِ رِي.

٣٦

وَڃائِي واٽَ ٽِپيا[١٢]، جوڳِي جُڳاٽِي[١٣]،
هُنا جي هاٽِي،*** آئُون نَہ جيئَندِي اُنِ رِي.

---

١- ڪجهہ ٢- خودي ٣- نشان، پتو ٤- حال اورين، صلاح مصلحت ڪن ٥- مُوت، نيستي، فنا * موت کي ماريو مات ڪن، ترڪ کي بہ ترڪ ڪيو ڇڏين ٦- رنگ، روپ، رونق ٧- ڏکيو ٨- فنا ٿيندڙ، واصل باالله ** اندر جا ڪن گهرجن، جن سان جوڳين جو سڏ سڻي سگهجي. ٩- ذرو (پاڻ)، انفرادي هستي ١٠- سڀني شين جي مالڪ، الله ١١- نيستي ١٢- پنڌ پيا، هليا ١٣- جوڳ پچائڻ لاءِ. *** اِجهو هينئر جيڪي هتي هُئا!

## وائي

سَندَڙِيانِ[١] سِگِڙِي[٢] ڳالھ ڳجھڙِي، مُون مارِيندي ڪَڍِھين.
جا وَڄائِينِ جَنَتَڙا، نَہ تنهن نَڙَ جِهَڙِي،
مُون ماريندا ڪَڍِهين.
مُرلِيءَ کي جنهن ماتُ ڪِيو، تُلِ[٣] نَہ تنهن تُنبَڙِي،
مُون ماريندا ڪَڍِهين.
تارِيو[۴] جنهن توڏِيءَ[٥] کي، نہ سو گهنڊ نہ گهنڊڙِي،
مون ماريندا ڪڍهين.
ڏاريو[٦] جنهن ڏياچ[٧] کي، تَندُنان[٨] سا تِکَڙِي،
مُون ماريندا ڪَڍِهين.
نَہ سِري[٩] نہ سِنڌُ ڪا، نَہ هِندُ هِهَڙِي،
مُون ماريندا ڪَڍِهين.
مِنائِيان[١٠] مِنِي گهٽُو، چِوَندا جَنِ چِڪَڙِي[١١]
مُونِ ماريندا ڪَڍِهين.
وَنءَ اونايِي اَنِ کي، ويھُ مَ، ڪَنُ وِڪَڙِي،
مُون ماريندا ڪَڍِهين.
بيخودِ بابو سي ٽِيا، ٻُرَندِي[١٢] جَنِ ٻِڌَڙِي، *
مُون ماريندا ڪَڍِهين.

---

١ـ انهن جي ٢ـ سگّي جيڪا جوڳي وڄائيندا آهن. (هن وائي ۾ سنياسين جي سگّيءَ جون خوبيون بيان ٿيل آهن.) ٣ـ برابر، مثل، جهڙي ۴ـ اڪرايو، پار ڪيو ٥ـ ڏاچي، خوبصورت زال، راڳ جو نالو ٦ـ چيريو سر ڏيڻ لاءِ آماده ڪيو ٧ـ راءِ ڏياچ (ڏسو سر سورٺ) ٨ـ تند يا تار کان ٩ـ اتر طرف ١٠ـ مثايان، مثائيءَ کان ١١ـ چڪي ڏلي، ذائقو ورتو ١٢ـ ٻڌندي، وڄندي * جن جوڳين سگّي وڄندي ٻڌيءَ سي وجد ۾ اچي ويا.

جا ساراهِيَل سُبُحانَ جي، تنهن واكاڻ ڪهڙي؟
مُون مارِيندا ڪَڏهِين.
سَهَسِين سُرُودَنِ ڪي، پاڻان پوءِ وِجَهندَڙي،*
مُون مارِيندا ڪَڏهِين.
گهانڊارَ[1] مِرُون[2] موهِيا، هِيءَ ماڙهُو موهِيندڙي[3]،
مُون مارِيندا ڪَڏهِين.
اَدِيُون! عَبدُاللّطِيفُ چي، هِيءَ مٺا جِيارِيندَڙي،
مُون مارِيندا ڪَڏهِين.

## داستان ٻيو

١

ڪِيَمِ ڪاپَڙِيَنِ جي، پِهرِيين ڏينهن پَرُوڙَ،
سَگها[4] ساعَتَ نَہ هيڪَڙي، چارَئي پَهَرَ[5] چُورَ،
سَدائِين، سَيّدُ چي، هُونِ[6] سَناسِي ۾ سُورَ،
جوڳِي ساڻُ ضَرورَ[7]، لِڪا يُٺَنِ[8] لوڪَ ۾.

٢

ويهِي ويراڳِيَنِ جو، ٻئي ڏينهن ٻُڌمِ حالُ،
تَنِ جا ڏاڄا[9] ڏوڙِ يَڪُلِيا[10]، جاڳوتا[11] زَوالُ،
اُنِ جاٽي جَتائُون[12] جِڏِيُون، چوتا چَڳِيءَ چالِ،
ويچارا وُجُودَ جي، ڪنهن سين ڪَنِ نَہ ڳالِ،
نانگا ٿِيا نِهالُ[13]، لِڪا يُٺَنِ لوڪَ ۾.

---

* سون سازن ڪي سڳي پاڻ کان گهٽ ثابت ڪندڙ آهي. ١ گهنڊ ٻڏل ٢- ڍور ٣- موهيندڙ، مسائيندڙ، مصيبت ۾ گرفتار ڪرائيندڙ ٤- تندرست، عشق جي عذاب کان آجا ٥- سارو ڏينهن ٦- هجن، رهن ٧- ضرورت، مصلحت ٨- گهمن، هلن چلن ٩- گيڙوءَ رتا ڪپڙا ١٠- مٽيءَ هاٽا، ميرا ١١- فقيرن جي وارن ٻڌڻ جا رسا ١٢- جاتائون، وٽيل وار، چڳون ١٣- خوش.

٣

ٽئين ڏينهن ٽمڪائينِ، ڏُونهيُون دائرَنِ[١] ۾،
ميڙيو ڪَرَڄ[٢] ڪاٽيُون، جوڳِي جَلائينِ،
سَنديُون ڪامَڻَ خَبَرُون آديسِيَنِ آهِينِ،
ڳُجهه نه ڳالهائينِ، لِڪا ڀُڻَنِ لوڪَ ۾.

٤

چوٿين ڏينهن چَوگانَ[٣] ۾، ڪنهن جنهن پهِ پيا،*
وَهَمَ ڀِرِيان جي وَڍِيا، تَنِ ۾ ڪُوڙَ ڪِها،
اَندَرِ آديسِيَنِ ڪي، اچَنِ جوشَ جهِا[٤]،
سامِي سونَ ٿِيا، لِڪا ڀُڻَنِ لوڪَ ۾.

٥

پَنجين ڏينهن پَئِي، ڪنهن جنهن پُورَ پَچائِيا،
اَندَرِ آديسِينِ ڪي، سُورَنِ شاخَ ڪَئِي،
مَحَبَتَ جي مَيدانَ ۾، لاشَڪُ پِيا لَهِي،
اُنِ کي سارِي راتِ، سَيدُ چي، گُوندَرَ[٥] ۾ گَئِي[٦]،
ڪَرِيو سيڻَ[٧] سَهِي، لِڪا ڀُڻَنِ لوڪَ ۾.

٦

ڇَهين ڏينهن ڇَٽِي[٨]، پِيا ڪنهن پَرِيانَ ۾،
اَندَرِ آديسِيَنِ ڪي، ڏُريائِينِ[٩] ڏَٺِي،
ٻَري ٻاجهارا[١٠] ڪِيا، ڪانئين آگَ ڪَٽِي،
ڀِنِيو پَنجَ-ڪَٽِي[١١]، لِڪا ڀُڻَنِ لوڪَ ۾.

---

١- اوطاقن، مڪانن ٢- گند ڪچرو، ڪک ڪانا ٣- ميدان* ڪو پور پين، الاهي عشق جو آکيڙو چڙهين ۴- جهڙا، سخت ٥- غم، فڪر ٦- پوري ٿي، وئي، گذري ٧- سچا مائٽ، دوست يا سڄڻ ٨- ڪري ٩- ڏريان ٿي، اصل کان ١٠- سگهورا ١١- خيرات، ڀيک، اُن جي لپ يا مٺ.

۷

سَتين ڏينھن سِيدُ چئي، ڏاڄا ڏوتائُون،
اُڀي اَلَڪَ[١] سامُھون، ٻانھون ٻڌائُون،
وَڏِيءَ ڪنھن وِلاتِ جا، اُھجَ[1a] آندائُون،
رُوحُ پنھنجو رامَ سين، پَرِ ۾ پوتائُون،
ڪَٽِيو ڪِڏائُون[٢]، لِڪا پُٺَنِ لوڪَ ۾.

۸

اَٺين ڏينھن اُڀي وِيا[٣]، جوڳِي جاءِ ٻجاءِ،
ساپَرِ سامي سِڪِيا، جا پَرِ جوڳَ جڳاءِ،
ويروتارَ[۴] وجُودَ ۾، اَللهُ اُنين کي آھِ،
ڪنھن جنھن ڪَمائِيءَ[٥] لاءِ، لِڪا پُٺَنِ لوڪ ۾.

۹

نائين ڏينھن نيٽانِ[٦]، اوڄاڳِي اُجارِيا،
سَباجھي ٻاجھ ڪِي، سُڄاڻِي سيٽانِ[٧]،
جِتي نَظَرُ ناٿَ جو، * اُتي اوتارانِ[٨]،
اِھي اُھڃاڻانِ، لِڪا پُٺَنِ لوڪَ ۾.

۱۰

ڏھين ڏينھن ڏِکَ ٽِيا[٩]. پرينءَ پاٻوھِيا[١٠] پَسُ!
وَرَقُ جو وِصالَ جو، سو وارِي ڪِياٿون وَسُ، **
لَڌائُون لَطيفُ چئي، سندو ڳُرُوءَ ڳسُ،
جوڳِيَنِ ڪَٽِيو جَسُ، لِڪا پُٺَنِ لوڪَ ۾.

---

١- الله جو ھندڪو نالو 1a- اُھڃاڻُ ٢- پيالِيون، چمنيون ٣- اٿي ويا، ڪڪ پن ٿي ويا. ۴- ھميشھ ٥- حاصلات، ڦل ٦- ھنن جي اکين کي ٧- ھنن کي * جتي ڌڻيءَ جو نظارو يا ديدار نصيب ٿئي ٿو ٨- ھنن جا اوتارا يا مڙھيون ٩- سينگاريا، ظاھر ٿيا ١٠- خوش ڪيا، مرڪيا ** ڌڻيءَ سا واصل ٿيڻ جو ڪاغذ يا دستاويز پنھنجي قبضي ۾ آندائون، وصل حاصل ڪيائون.

١١

ڪارِهِينَ[١] ڏينهن ڪَرَمُ[٢]، وَرِيو ويراڳِيَنِ جو،
جوڳِين جاتائُون[٣] پِنِيُون، هَلِي وِيا حَرَمُ[٤]،
دائِمُ جَهلِيو دَمُ،* لِڪا پُٺِنِ لوڪَ ۾.

١٢

بارِهِين ڏينهن ٻيئِي، مَنَ مُرادُون پِنِيُون،
جوڳِي اِنَ جاتا ڪي، تي سِڪِيا سَيِيئِي،
سَمانا[٥] سِيئِي، جي گُرَ گَڏِجِي آئِيا.

### وائي

ڪَلَپِتِي[٦] آئِيا، هو ماءُ! آئُون هَلَندِي اُنِ سين.
حِرِصَ[٧] هَوائِي[٨] جَنِ جا، سُکِين[٩] تان نہ سَدائِيا[١٠]،
هو ماءُ! آئُون هَلَندِي اُنِ سين.
تَنِ تَڪِيا تاڪِي[١١] چَڏِيا، جي ايهِيءَ[١٢] وِرِهَ[١٣] وِڏائِيا[١٤]،
هو ماءُ! آئُون هَلَندِي اُنِ سين.
توشَڪُون[١٥] ۾ تَڪِيا، وِهاڻا جَنِ وِراهِيا،
هو ماءُ! آئُون هَلَندِي اُنِ سين.
هَلو! تہ پَسَون اُن[١٥a] کي، جَنِ لُنگُ لاهوتِينِ لائِيا،
هو ماءُ! آئُون هَلَندِي اُنِ سين.
اَدِيُون! عَبدُاللّطِيفُ چي، اَکُڻِ مُون آئِيا،
هو ماءُ! آئُون هَلَندِي اُنِ سين.

---

١ـ يارهين ٢ـ قسمت، نصيب ٣ـ زيارتون، تيرٿ ٤ـ ڪعبہ، زيارت جي جاءِ، حضور*هميشہ صبر ڪيو يا راز لڪايو ٥ـ مان وارا، شانائتا، معزز ٦ـ ڪاوڙيل، خيال وارا ٧ـ لوڀ، تمنائون ٨ـ هوا ۾ رفوچڪر ٩ـ سکن، فرحتن ١٠ـ سدّ ڏياري، لالچايا ١١ـ ترڪ ڪري، تاڪيون ڏيئي، بند ڪري ١٢ـ اهڙي ١٣ـ غم ١٤ـ لٽيا، لاٿا، وڍيا ١٥ـ جواهرن ۾ هٽيارن رکڻ لاءِ جايون، بسترا، هندّ ١٥a ـ اُنهن.

# داستان ٿيون

١

ڪنهن جنهن سَناسِيءَ سُورَ، جُهه[1] وَهَلُورَ[2] وَتَنِ،
اَٿَئِي پَهَرَ اَلَکَ جو، ڪو وَڏُ ويراڳِيَنِ،
سَدائِين صاحِب پِنَيءَ[3]، ٿا ڪاپِڙي ڪَنبَنِ،
جي راتو ڏينهن رَمَنِ[4]، هلو! تہ تَڪِيا پُسون تَنِ جا.

٢

ڪنهن جنهن سَناسِيءَ سُورَ، جُهه وَتَنِ ۾ وَهلُورَ،
پَهَرِ ٻولي ٻِي ڦِري، گهٽَ ۾ گهايَلَ گهورَ،
چِتَ جَنِين جا چُورَ، هلو تَہ تَڪِيا پَسُون تَنِ جا.

٣

سَدائِين سَفَرَ ۾، رَمَنِ مَٿي راههَ،
پُرَنِ[5] پُورَبَ پَنڌَ ڏي، مَنجِه مَوالِي ماههَ[6]،
جَنِ جِي اَلَکَ سين آگاههَ[7]، هلو تَہ تَڪِيا پَسُون تَن جا.

٤

ڪَنَ-ڪَٽَ[8]، ڪاپَٽَ[9]، ڪاپِڙي، ڪَنوٽِيا[10] ڪَنَ چِيرَ،
سَدا وِهَنِ سامُهان، عاشِقَ اُتَرَ هِيرَ،
تَسِيا[11]! ڏِيئِي تَنَ کي، ساڙِيائُون سَرِيرَ[12]،
هُو جي فَنا ٿِيا فَقِيرَ، هلو تَہ تَڪِيا پَسُون تَنِ جا.

---

١- جڏهن، جنهن ڪري ٢- پريشان، ڪڪ (دنيا کان) ٣- پوءِ مان، ڏپ مان، ڏجي
٤- هلن، گهمن ٥- هلن، وڃن ٦- مهيني (سارو وقت) ٧- آگاهي، واقفيت، ڏيٺ ويٺ
٨- جوڳين جو قسم، جيڪي ڪن چيرائيندا آهن ٩- جوڳين جو قسم ١٠- ڪن وڍيل
جوڳي فقير ١١- بکون، فاقا، تڪليفون ١٢- بدن، جسم.

٥

ڪَنَ-ڪَٽَ، ڪاپَٽَ، ڪاپَڙي، ڪَنَ جي ڪَنائِنِ،
لاهُوتِي، لَطِيفُ چِي، ماڳُ نہ مَٽائِينِ،
جي خودِيءَ کي کائِيِنِ°، هلو تَڪِيا پَسُون تَنِ جا.

٦

ڪَنَ-ڪَٽَ، ڪاپَٽَ، ڪاپَڙي، ڪَنوتِيا، ڪَنَ-ڪَٽَ،
ڏُونهان جَنِ ڏُکائِيا، هَلِي مٿي هَٽَ،
خاڪِ جَنِين جي ڳَٽَ، هلو تَڪِيا پَسُون تَنِ جا.

٧

ڪَنَ-ڪَٽَ، ڪاپَٽَ، ڪاپَڙي، لانگوتِيا لالَ،
لاهُوتِي، لَطِيفُ چِي، موهِيا ڪنهن نہ مالَ،
هِھڙا وَتِي حالَ، هَلو تہ تَڪِيا پَسُون تَنِ جا.

٨

ڪَنَ-ڪَٽَ، ڪاپَٽَ، ڪاپَڙي، ڪَنوتِيا، ڪَنَ ڏارِ،
هَلَنِ جي هِنگلاجَ ڏي، بابُو چِڏي بارَ[1]،
جي ڪِينَ[2] قَبُولَڻهارَ[3]، هلو تہ تَڪِيا پَسُون تَنِ جا.

٩

تَڪِيا پَسو تَنِ جا، هَلِي مَنجهان خالَ،
ڪوڙِيِن[4] ڪَنوتِيَن جا، پِينَرُ! پانيان پالَ°،
سامِيَنِ جي سَنيالَ[6]، منهنجو چِتُ چَڱو ڪِيو.

---

°ـ ساڙين ١ـ پوجا، مال متاع، جوابداريون ٢ـ سچ، پينگ، فنا، نيستي ٣ـ قبول ڪندڙ ٤ـ ڪروڙين (گهٽا) ٥ـ مهربانيون، پلايون ٦ـ يادگيري، پرگهور، عشق.

١٠

تَڪِيا تاڪِياڻُون[١]، وِيا رَمَندا رامَ ڏي،
ڪِجان[٢]، خَبَرَ نَہ لهان، تَنِ آديسِنِ آئُون،
ڪِنهن ڪُڙِ[٣] ڪَنيائُون، ڪاڏي وِيا ڪاپَڙِي.

١١

سامِي ڪامِي پِرِينءَ لئِي، ڪُسي ٿِيا ڪَبابُ،
نہ ڪو ڏِسَنِ ڏوهَ ڪي، نَہ ڪو ڪَنِ ثوابُ،*
اوتِينِ اَرتِي[٤] گاڏُہُون، مَنجهان اَڪِينِ آبُ،**
سَندو ڏاتِ جَوابُ،*** ڙُون ڪيئن پُڇِين تَنِ کي.

١٢

سامِيَن سَمَرُ[٦] سُورَ، گُوندَرَ گَبَرِيَنِ[٧] ۾،
جَڙِي بَڌائُون جانِ ۾، پَيغامَنِ[٨] جا پُورَ،
آديسِي اَسُورَ[٩]، وَڃائِي واٽَ ٿِيا.

١٣

سامِيُ! مَڙهِي سَندِياءِ، سامُهِين مُون سيلَهَ[١٠] ٿِي،
سا تان ڪُهُ اَڏِياءِ، جان نانگا وَڃِين نِڪِرِي.

## وائي

آسرو آهي، مُوتي ايندا، مُون نَہ ڇَڏِيندا، پانڻ پَسَندا[١١].

اِيندا آديسِي وَرِي، ڏُونهِيُون ڏُکائِي،
مُون نَہ ڇَڏِيندا، پانڻ پَسَندا.

---

١- ترڪ ڪيائون ٢- ڳران، ڪنجهان، سڙان ٣- طرف، ڏس.* جوڳي هرڪو ڪم ڏڻيءَ کي راضي ڪرڻ لاءِ ڪن ٿا ۽ انهن ڪرڻ ۾ گناه يا ثواب ڪرڻ جو خيال ڪونہ ٿا رکن.
٤- ڳاڙهي رنگ ٥- گاڏئون، گڏيل ** هو رت جا ڳوڙها اکين مان ڳاڙين ٿا. *** ذات پات جو ڀيد يا نشان پتو. ٦- سامان، موڙي ٧- رلين يا گودڙين يا پراڻن ڪپڙن ٨- خدا وٽان نبيءَ جي آندل ارشادن يعني شريعت جي احڪامن ٩- سورن کان خالي، خاطر جمع وارا ١٠- ڪنڊا، خار
١١- پاڻ کي سڃاڻيندا، پلائي ڪندا؛ هتي "تسندا ڪِ راضي ٿيندا" لفظ اچي سگهي ٿو.

پَٽَرِ[1] وَلَڙَ پِرِ[2] لَئي، ويھُ تُون وِڃائِي،
مُون نَہ ڇَڏِيندا، پاڻُ پَسَندا.
ڏُکَ لاهِيندا ڏيلَ جا، ڳُجھو ڳالهائِي،
مُون نَہ ڇَڏِيندا، پاڻُ پَسَندا.
مُون کي نِيندا پاڻُ سين، هِي سَڱُ ساڳاهِي[3]،
مُون نَہ ڇَڏِيندا، پاڻُ پَسَندا.
اَدِيُون! عَبدُاللّطِيفُ چَي، اُو اِهَڙوئِي آهِي،
مُون نَہ ڇَڏِيندا، پاڻُ پَسَندا.

## داستان چوٿون

۱

جي ڀانئين جوڳِي ٿِيان، تَہ سَڱَ سَيئِي ڇِنُ،
وَڃِي دَرِ دوسَنِ[4] جي، نانگا ڪيمِ نِنُ[5]،
پَٽِ[6] تَنِين جي پِنُ، جَنِ ٻُجھي نَہ ٻُجھيو.*

۲

جي ڀانئين جوڳِي ٿِيان، تَہ سَڱَ سَيئِي توڙِ،
جي جاوا نَہ جاپندا،** جي تَنِين سين جوڙِ،
تَہ تُون پَهچِين توڙِ، مَحَبّتَ جي مَيدانَ ۾.

---

۱ـ پٽراٽي يا هنڌ تي ۲ـ پرينءَ ۳ـ سڃاڻي، ساڃاھ رکي، سمجھ ڏاري ۴ـ دوستن ۵ـ رو، پٽ ۶ـ زمين، ميدان، گھر يا در* جن راز لڪايو، عارف هوندي پاڻ کي اڻ ڄاڻ پڌرو ڪيو. ** خدا، جنھن نہ ڪنھن کي ڄڻيو آهي ۽ نہ پاڻ ڪنھنجي پٽيان ڄائو آهي.

٣

جي ياڻيِن جوڳِي ٿِيان، تہ پَرِ[١] گُروءَ جِي پارِ،
هَوائُون[٢] هِنگِلاجَ ڏي، وِينِدي سَڀِ وِسارِ،
نانگا! ناٿُ نِهارِ، سامِي وَڏِيءَ سِڪَ سين.

٤

جي ياڻيِن جوڳِي ٿِيان، تہ طَمَعَ ڇَڏِ تَمامُ[٣]،
گولا جي گولَنِ جا، تَنِ جو ٿِيءُ غُلامُ،
صَبرَ جي شَمِشِيرَ[٤] سين، ڪَرِ ڪِيني[٥] کي قَتلامُ[٦]،
تہ نانگا تنهنجو نامُ[٧] لِکِجِي لاهُوتِيَنِ ۾.

٥

جي ياڻيِن جوڳِي ٿِيان، تہ ٿِيءُ گُروءَ جي گسِ،
ڏُکَ پاڻُ کي ڏسِ، سامي! وَڏِيءَ سِڪَ سين.

٦

جي ياڻيِن جوڳِي ٿِيان، تہ مَنُ پوري مَنجھ مارِ،
دائِمُ ڏُونهِين دِلِ ۾، مَنَ سين مالِها[٨] وارِ[٩]،
سَهُ سَيڪا آرِ[١٠] آڳي[١١] جي آدَبَ سين.

٧

جي ياڻيِن جوڳِي ٿِيان، تہ ڪِينَ[١٢] پيالِي پِيءُ،
ناهہ[١٣] نِهاري هَٿِ ڪَرِ، "اَئُون" سين اُتِ نہ پِيءُ[١٤]،
تہ سَندو وَحدَتَ وِيءُ[١٥]، طالِبَ! توڙان[١٦] مائِيين.

---

١- ريت، رسم، حڪم ٢- حرص، نفساني خواهشون ٣- سڀ، سڄي ٤- تلوار، ترار ٥- بغض، عداوتي ٦- خون، نابود ٧- نالو ٨- تسبيح ٩- ڦيراءِ، پڙهہ ١٠- رضا، خواهش ١١- آقا يا آغا (ڏٺي) ١٢- فنا يا نيستي جي ١٣- فنا يا نيستي ١٤- بيهہ ١٥- وکر، سودو، واپار ١٦- توڙ يا بن يا اصل يا ماڳ (خدا) وٽان.

٨

جي ٻانيين جوڳي ٿيان، تہ مُنهن ۾ مُندا[١] پاءِ،
ڪَنين ڪِينَ وِڃائيو،* جَنِ ۾ ڪوڙين ڪَڪَرَ وِڌاءِ،
چِڏِ چادَرَ، ٻَڌُ چَمڙا، جُتِي تو نَہ جُڳاءِ،
تہ سامِيڙا! سَندِياءِ، گُرَ وٽِ گِلا نہ ٿِئي.

٩

جوڳين جوڳُ سُهاءِ، جوڳُ ۾ سُونهين[٢] جوڳِيين،
جوڳين سَندِي جانِ ۾، ڳُجهُ ڳُجهاندَرُ[٣] آهِ،
هاءِ! مُون ڪي واءِ[٤]، جا آئُون جوڳُ نَہ سِڪِي.

١٠

جوڳُ نَہ جوڳو تُون، ڪَرِين ٻَچارُون جوڳِيين،
هِڪِڙو ٻَندُ ٻَرِيَنِ[٥] ڏي، ٻِي تَتِي ٻُون[٦]،
سامِي سيڻَنِ ڏونهن[٧]، رُوندا رَتُ وِيا.

١١

جوڳِي هُون نَہ جِيئرا، پائي جوڳُ مَ جِيءُ،
هارِيا[٨]! هِنِ ڪَنَنِ سين، سُڻُ سَنيهو اِيءُ،
"وِڃائي وُجُودُ ڪي، پاڻان[٩] پاسي ٿِيءُ"،
هَڏِهين[١٠] ڪونِهي هِيءُ[١١]، اَسارا[١٢]، آئون چُوين[١٣].

١٢

جا جياري جوڳِيين، سا ماڙُهن[١٣a] مُصيبَتَ،
سامِيَنِ سُورُ صِحتَ، جي پُورِبيا[١٤]! پَرُوڙِيين.

١- ڪنگڻ يا ڪاٺ جا داڻا يا ڇلا جيڪي جوڳي هٿن يا ڪنن ۾ وجهندا آهن.*ڪنن کي ڪو جوکو يا نقصان ڪونہ ٿيو، هن وڏن ڇلن هوندي بہ پنهنجي عادت ڪونہ ڦيرائي. ٢- سونهي، منهن تي پوي، ٺهي ٿو، جڳائي ٣- مخفي ڳالھ يا راز ٤- افسوس، ڦٽ لعنت ٥- پري يا دور رهندڙن ٦- زمين ٧- ڏانهن ٨- اڙي نادان! ٩- خوديءَ کان ١٠- اصل، بنھ ١١- هيءُ وجود يا جسم ١٢- بنا سارا! اي غافل! ١٣- چوئين ١٣a- ماڻهن ١٤- اي پورب (مشرق) ڏي ويندڙ! اي جوڳي!

١٣

جوڳِي تنهنجي جوڳَ ۾، ٻَالِھ گھرجي ڳَچُ،
وَڏِيو، ڇِيرِيو، ڇِڄِرِيو، ٻَرِ ۾ اُيو ٻَچُ،
سوئي ٻـارِجِ مَچُ، جو آتَشانَ[1] آبُ ٿِئي*.

١۴

جان تان جوڳِي ٿِيءُ، نَہ تَہ نِرِجا[2]! وَنءُ[3] نِڪِرِي،
ڪُوھُ ٿو ڪَنَ ڪَپايِن، جان نَہ سَهِين سِيءُ،
يَـجُ! پَرانهُون[4] ٿِيءُ، مَتان ٻِيا لَڄايِن.

١٥

جوڳِي ٿِيَنِ نَہ يارَ، ڪنهن سين قَرابَتِي[5]،
من مُلاقِي تَن جو، جَنِ پُورَبَ جِي پَچارَ،
اَنئِي پَهَرَ اُنِ جي، آهِہ نانيءَ[6] ڏانهن نِهارَ،
لائِي وِيا[7]، لَطِيفُ چئي، اندَرَ مَنجِھ اَپارَ،
سامين ساڻُ، سَتارَ! لاھُوتي لالُ ٿِيا[8].

١٦

گولا جي گِراھ جا، جُوٺا[9] سي جوڳِي،
قِتَلَ اُو قوڳِي[10]، جَنِين شِڪَمَ[11] سانڍِيا.**

١٧

ڄُدا هو مَ جوڳَ ري، جِندا![12] جوڳُ مَ لاھِ،
ڪُوڙِي ڪِج مَ ڪَٿِهِين، سَچِي ڪِيمَ سَلاءِ،***
پَهَچَڻُ پارِينداءِ،÷ مَتان رامُ رُسايِن.

---

١ـ آتش يا آگ ڪان، برہ جي باہ جي زيادتي ڪان * اهڙي برہ جي باہ ٻـارج جو باہ مان ڦري من ٺاريندڙ پاڻي ٿي پوي (يعني ڏٿيءَ جو وصل حاصل ٿئي) ٢ـ اي نرجا يا نئرا اي بيشرم! ٣ـ وڃ ۴ـ پري، دور ٥ـ ويجھا، مائٽ، دوست ٦ـ هنگلاج جتي ناني يا ڪالي ديوي جو مندر آهي ٧ـ محبت جي ميخ هڻي ويا ٨ـ ٻـاڙھو ٿيان، رڇي ريٽو ٿيان ٩ـ ڪوڙا ١٠ـ ڦوڳ تي مرندڙ، جوهر ڇڏي ڦوڳ طلبيندڙ، سڪنا ١١ـ پيٽ (ڪاڏي جون خواهشون) ** اهي جن جون ڪاڏي لاءِ جاڙيون ٿيون ڪامن سي ڦوڳ تي ڦسندڙ قتل آهن. ١٢ـ اي جند يا جان! *** راز ظاهر نہ ڪج. ÷وير ولنديئي، عيوض ولنديئي.

١٨

ڪَنِ ڪورائـِي ڪاپَڙِي، جندا! تِـيءُ مَ جوءِ[١]،
سِرَ سِپاهِيَنِ وِڪِيا، سو ڪ نہ سامي! سوءِ[٢]؟[٥]
جيڪِي پُڇين، پُڇُ سو، گُونگا نِينِ نَہ گوءِ،*
وَڄُ لاهُوتِي لوءِ[٣]، عِجِز[٤] کي آڏو ڪَرِي.

١٩

ڪَنَ ڪورائـِي ڪاپَڙِي، جندا! تِـيءُ جُوانُ،
ڪاهہ[٥] تَہ لَڳِيئِي ڪانُ، نانگَنِ هَٿان نينهن جو.

٢٠

نِسورو تُون نينهن جو، دِلِ ۾ دُودُ[٦] دُکاءِ،
آتِي آڳِ عِشقَ جِي، ٻارِي جانِ جَلاءِ.
جندا! ايئن جَڳاءِ[٧]، جيئن آتِشان آبُ تِـپين.

٢١

ڪَنَ ڪورائـِين ڪاپَڙِي، اِيءُ زَنانو جوڳُ،
سامِينِ سُجاتُنُ پِيو، هِڪُ ڏَهِي[٨]، ٻِيو دوڳُ[٩]،
جَنِين پِيانيو ڦوڳُ، رامَ تَنِين کي رِيبِيو[١٠].

٢٢

هُو جي ڪَنَ ڪَپارَ[١١] جا، سُوڌو[١٢] سي نَہ سُڻَنِ،
اَندَرِ جي آهِنِ، سُڻُ سَنِيهو اُنِ جو.

---

١ـ عورت، زال ٢ـ سُئوءِ، ٻڌئي ٥ـ اي سامي! ڇا تو اها ڳالھ نہ ٻڌي آهي؟* جيڪي نہ پڇن سي گوءِ (بالُ) يا سبقت نہ کٽن، گونگا ٻين تي فوقيت حاصل نہ ڪن، (پڇڻا نہ منجهڻا). ٣ـ مڪان، ماڳ، شهر، جاءِ ٤ـ نهٺائي، نئڙت، نياز ٥ـ ڪاهہ ڪر، اڳتي هل ٦ـ دونهون ٧ـ جاڳاءِ، ٻار ٨ـ ڏڌ، لسي ٩ـ دوغ، ڏؤنرو ١٠ـ ريڌو، راضي ٿي مليو ١١ـ سر، مٿي ١٢ـ سڌو، صحيح.

۲۳

هي ڪَنَ ڳاڙهان[1] وِڪِڻي، ڪَنَ ڪي ٻيا ڳنهيج،
تَنين ساڻُ سڱيج، پِريان سَندي ڳالهڙي.

## وائي

ويهُ مَ ويسَرِي! تُون ڪِي جاڳِي اورِ اَللهَ سين.
مَحَبّتَ جي مَيدانَ ۾، سُچي ڳالهِ ڳَري،
تون ڪِي جاڳِي اورِ اَللهَ سين.
سي پُڻِ رُوندا رَتُ وِيا، مِڙيا[2] جي مَرِي،
تون ڪِي جاڳِي اورِ اَللهَ سين.
سُتي سَجَڻُ نَہ مِلي، آهي اِيّ کَرِي[3]،
تون ڪِي جاڳِي اورِ اَللهَ سين.
جي اوسيئڙي[4] آڏِيءَ اُٿَنِ، تَنين واڳَ وَرِي،
تُون ڪِي جاڳِي اورِ اَللهَ سين.
اَدِيُون! عَبدُاللّطِيفُ چئي، اِيندا شالَ وَرِي،
تون ڪِي جاڳِي اورِ اَللهَ سين.

---

١- ڳنڍن جا ٢- واصل ٿيا، مليا ٣- صحيح، سچي ۴- انتظار، فڪر، ڳڻتيءَ.

# داستان پنجون

## ١

مونا[١] طُورِسِينا[٢] سَندا سَناسِيَنِ،
سَجدي ۾، سَيّدُ چي، گوڏا گودَڙِيَنِ[٣]،
"فَکَانَ قَابَ قَوْسَينِ اَوْ اَدنَيٰ[۴]"، تا نانگا ايئن نَمَنِ،*
"کُلُّ مَنْ عَلَيْهاَ فَانِ[٥]" باقِي کِينَ بَچَنِ،
اَللهُ وَلِيُّ الَّذِينَ آمَنُوا يُخْرِجُهُمْ مِنَ الظُّلُماتِ اِلَي النُّورِ[٦]، تا اِهڙِيءَ پَرِ پُرَنِ،**
"خَرَّ مُوسيٰ صَعِقاً[٧]" جوڳِي جُنگَ جَلَنِ،***
"ما زَاغَ البَصَرُ وَ ما طَغيٰ[٨]"، اِهڙِيءَ رَوِش[٩] رَوَنِ[١٠]،
مُشاهِدو مَحبُوبَ جو، اُتي آديسِنِ،
ري[١١] پَسَڻَ، ري سُڻَڻَ، ري وِصالَ وِهَنِ،
ري پُرَڻَ[١٢]، ري ٻولَڻَ، تا اِهڙِيءَ چالَ چَلَنِ،
سَيّدُ چي سَندِيَنِ، تُون کَلَ پُڇين تو کِهڙِي؟

## ٢

مونا طُورِ سِينا، سَندا سَناسِيَنِ،
پُورَبِ[١٣] کَنيو نَہ پاڻَ سين، بُغُضُ[١۴] بيراڳِيَنِ،
رِدا[١٥] آهي رازَ جِي، اوڇَڻُ آديسِيَنِ،
قُربُ کاپَڙِيَنِ، نَنهن چوٽِيءَ سِنءَ ڍَکِيو.÷

---

١- گوڏا ٢- طورسينا جبل جنهن وٽ حضرت موسيٰ خدا جو ديدار ڪيو ٣- گودڙين يا رلين ڪنڌڙ جوڳي فقيرن جا ۴- حضورﷺ جن خدا کان ٻن ڪمانن جيترو ويجها ويا بلڪ اُن کان بہ نزديڪ (ق- ش)* تارڪ جوڳي اهڙي نموني خدا کي ويجهو پهچن ٿا ٥- جيڪي زمين تي آهن، سي سڀ فنا ٿيڻ وارا آهن. [ق-ش] ٦- خدا ايمان وارن جو دوست آهي ۽ انهن کي اونداهيءَ مان ڪڍي سوجهري ۾ ٿو آڻي، يعني هدايت ٿو ڪري. [ق-ش] ** جوڳي اهڙي روش وٺن ٿا (جوڳين کي الله هدايت ٿو ڪري.) ٧- حضرت موسيٰ بيهوش ٿي ڪري پيو. *** حضرت موسي خدا جي ديدار جو تاب نہ جهليو تيئن جوڳي جليو ان ۾ لڳي ٿيو وڃن. ٨- نہ نظر ڏنگي ٿي ۽ نہ نافرماني ڪيائين [ق-ش] ٩- هلت، طريقو ١٠- هلن، وٺن، عمل ۾ آڻين ١١- ڪانسواءِ ١٢- هلڻ ١٣- مشرق (ايرندي طرف) ويندي ١۴- ڪينو، عداوت ١٥- چادر، اوڇڻ + ڪاپڙي جوڳين ننهن کان چوٽيءَ تائين پاڻ کي عشق جي اوڇڻ ۾ ڍڪيو آهي، يعني هو عشق جي عميق اوڙاهہ ۾ مستغرق آهن.

٣

مونا طُورِ سِينا، سندا سَناسِيَنِ،
"طالِبُ المَولِيٰ مُذَكَرٌ[١]"، اِيءُ ڪَلامُ ڪِيائُون ڪَنِ،*
سِڪَڻَ ڪي سَيِين پَرِيِنِ، ٻُجهي ڏِنائُون ٻَنِ،**
اَلفُ[٢] آديسِيَنِ، چُوندي رَکِيو چِتَ ۾.

٤

مونا جَنِ مِحرابُ، جُسو جامِعُ[٣] تَنِ جو،***
قِبلِي نُماءُ[٤] قَلبُ ڪَري، تَنَ کي ڪِيائُون تُرابُ[٥]،
تَحقِيقَ جِي تَڪبِيرَ هَٽِي، جِسمُ ڪِيائُون ڪَبابُ،
تَنِ کِهَڙو ڏوهُ حِسابُ[٦]، جَنِ هينئڙو هادِيءَ[٧] حَلُ ٿِيو[٨].

٥

مُنهن مِحرابُ[٩] پرينءَ جو، جامِعُ سَيَ جِهانُ،
اُڏامِي اُتِ وِيو، عَقُلُ ۽ عِرِفانُ[١٠]،
سَيوِئي سُبُحانُ، ڪاڏِي وَڃِي نِيتِيَان[١١].

٦

پايو مُنهن مونَنِ[١٢] ۾، وينا سي وِهُسَنِ[١٣]،
جوڳِي جاتا[١٤] ڪَنِ، آيا اُلوهِيَتَ[١٥] ۾.

٧

آيا اُلوهِيَتَ ۾، لاهُوتُ لَنگهيو جَنِ،
مَنجهان تَنِ جُسَنِ، حَرفُ[١٦] نہ سُڄي هيڪڙو.

---

١ـ الله جو عاشق مذڪر (مرد) آهي* اهو قول دل سانڻ هنداياڻون. ** ڄاڻي ٻجهي ظاهري ڪي سيني نمونن يا طريقن سان ترڪ ڪيائون. ٢ـ "ا" جو "الله" لفظ جو پهريون حرف آهي ٣ـ قرار، آرام ۾*** جن پنهنجا سر هميشہ گوڏن وٽ سجده ۾ رکيا يعني مجاهدا ڪيا، تن کي دلي فرحت يا خاطر جمع حاصل ٿي. ٤ـ قبلي جو طرف ڏيکارينڊڙ اوزار ٥ـ مٽي ٦ـ ليکو، حرف، پڇاڻو ٧ـ رهبر (مرشد يا خدا) ٨ـ لٿي ٿيو، مليو، هڪ ٿي ويو ٩ـ سجدي جي جاءِ ١٠ـ علم، واقفيت، ڄاڻ، وڄا ١١ـ قبلي ڏي منهن ڪري نماز شروع ڪرڻ لاءِ تياري ڪريان ١٢ـ گوڏن ١٣ـ خوش ٿين ١٤ـ زيارتون ١٥ـ خدا جي ذات، خدا ٿيڻ ١٦ـ عتاب، ڏوهہ، قصور.

٨

راهہ شَرِيعَتَ هَلِيا، تَفَڪُرُ[1] طَرِيقون[2]،
حالَ حَقِيقَتَ رَسِيا، معرِفَتَ ماڳون[3]،
ناسُوتُ، مَلَڪُوتُ، جَبرُوتُ* اِيءُ اِنعام[4] لَدون،
پَسُ لاهُوتُ لَنگهيونِ، هاهُوتان[5] مَٿي هَلِيا.

٩

نِڱِيا ناسُوتان[6]، مَٿِيائُون[7] مَلڪُوتَ ڏي،
جوڳِي جَبروتان[8]، وَڃائِي واٽَ ٿِيا[9].

١٠

جَنِ اُجِهيو[10] تَنِ نَہ ٻُجِهيو، وِيٺي گَڏِيُنِ وِيرُ،
ڏوري ڏِٺائُون ڏُکَ سِين، پاڻُ مَنجهان ئِي پِيرُ،
لَٽو تَنِ، لَطِيفُ چَئي، جُسي جو زَنجِيرُ،
ڪِينَ ڏِٺو هو ڪاپِڙِيين، ڪابُلُ ۾ ڪَشمِيرُ،
سَچُ جَنِين جو سِيرُ[11]، تَنِ وِيٺي ئي گَڏِيو.

١١

نااُميدِي آجِڪو[12]، اوچَڻُ آدِيسِنِ،
ڪَڏِهن تازِيءَ پُٺِ تي[13]، ڪَڏِهن هيٺِ هَلَنِ،
ساميئڙا سَمُونڊَ ۾، تُنبي جيئن تَرَنِ،
جي واڳُونءَ واتِ وَڃَنِ، تان ڪُسَنِ ڪُڇَنِ ڪِينَڪِي.

---

١ـ فڪر، روحاني درياه ۾ ٽٻيون هڻڻ ٢ـ سندن طريقو آهي ٣ـ سندن ماڳ آهي* ناسوت (سلوڪ جي پهرين منزل، شريعت) ملڪوت (ٻي منزل مطابق طريقت جي) جبروت (ٽين منزل مطابق حقيقت) هاهوت (چوٿين منزل مطابق معرفت) سالڪ لاءِ الله ڪي ملڻ جون منزلون آهن.
٤ـ سروپا، چڱو عيوض ٥ـ هاهوت جي منزل ٦ـ ناسوت کان ٧ـ رخ رکيائون، هليا ٨ـ جبروت کان ٩ـ پنڌ پيا، اڳتي هليا ١٠ـ (پاڻ کي ڪجهہ) سمجهيو، ڏوريو، ڳوليو ١١ـ رستو، گس ١٢ـ آڏقو، اوچڻ ١٣ـ سوار.

١٢

لالَنُونَئِي[١] لالَ ٽِيا[٢]، لالَ[٣] لَنگهيو جَنِ،
عَدَمَ[٤] جي اوڙاھَ تي، ڪِيا آسَڻَ[٥] آدِوتِيَنِ[٦]،
گَردانِيو[٧] گُنگَنِ[٨]، گِرداب[٩] کي گِيانَ[١٠] سين.

١٣

نامُرادِي[١١] نِجُهرو[١٢]، عَدَمُ اوتارونِ،
رَضا[١٣] راڄُ سَندونِ، مُورُ نَہ مَڳُنِ[١٤] کِي پيو.

١٤

ڪِهَڙِي پُڇين ڳالھِ، ڪَرِ نَہ ڪا اَڄُ صُباحَ،*
وَنءُ[١٥] تَنِين سين واڳِيو، جيڪي پَسين مَنجھِ پَساھَ،
رَمُ[١٥] رَبانِي راھَ، مَتي حالَ هُشيارُ ٿِي.

١٥

ڪَٽِيو تَڪَبُّرَ تَڪِيا، حِيلا ڪِيو هَلَنِ،
مُوڙها تان نَہ لَهَنِ، لَمِي[١٦] راھَ، لَطِيفُ چي.

## وائي

تَنِ ڳُنَنِ[١٧] ڳُهَرَ[١٨] وِڃائِي، هو مائِي! جوڳين مُون سين جي ڪِيا.
ڪَرِي مَرِجِ ڪاپَڙِي! گُرُوءَ وَٽِ گدائِي،
هو مائِي! جوڳين مُون سين جي ڪِيا.

---

١- لعل جهڙي ڳاڙهي پٽر ڪان ٢- سرخرو ٿي، گهوٽ ٿيا ٣- دوست، دلبر، سڄڻ، محبوب ۴- فنا، نيستي ٥- وهڻ جون جايون ٦- اڻ ڏوتلن، ميرن، پيوت ٿيل جوڳي فقيرن ٧- گردش ڪئي يا ڦيرو ڏنو، پار ڪيو ٨- گونگن، صبر وارن فقيرن ٩- ڪن، اوڙاھ ١٠- معرفت يا الاهي اسرارن جي ڄاڻ ١١- نااميدي، ڪين، فنا ١٢- جهوپڙي، مڪان ١٣- قدرت جيڪي ڪري تنهن تي راضي رهڻ ١۴- گهرن، طلبين* دير مدار نہ ڪر، گيسر ڇڏ. ١٥- وڃ، هل ١٦- نمي، جهڪي، نماڻائي يا نياز يا تواضع ڪري، ٻي معنيٰ: لمبي، وڏي. ١٧- خاصيتن ڀلاين، مهربانين ١٨- گهيرٽ، خواب، ننڊ جو خمار.

اِشارَتُون[١] اُنِ جون، وَنءُ ڪَپي تُون ڪائِي، *

هو مائِي! جوڳين مُون سين جي ڪِيا.

نِندَ تَنِهين ڪي ناهِ ڪا، جا آدِيسنِ اُنائِي[٢]،

هو مائِي! جوڳين مُون سين جي ڪِيا.

آهِ اِنَهِيءَ ڳالهِ جِي، راوَلَ[٣]! اِيءَ رُباعِي،

هو مائِي! جوڳين مُون سين جي ڪِيا.

هيڪائِي هيڪُ ٿِيا، ٻُڌَنِ ڪانَ ٻِيائِي،

هو مائِي! جوڳين مُون سين جي ڪِيا.

آڪِيَنِ آرِسُ ڇَڏِيو، دِلِ ۾ ناهه دَغائِي،

هو مائِي! جوڳين مُون سين جي ڪِيا.

اِنّ اللهَ وِترُ يُحِبّ الوِترُ[٤]، اِيءَ اُنين لئِي آئِي،

هو مائِي! جوڳين مُون سين جي ڪِيا.

رِيجهائي رَمُوزَ[٥] سين، ڪاهوڙِيَنِ[٦] آئُون ڪائِي[٧]،

هو مائِي! جوڳين مُون سين جي ڪِيا.

اَلا! عَبدُاللّطِيفُ چي، مون سين صاحِبَ ڪَرِ سَٽائِي،

هو مائِي! جوڳين مُون سين جي ڪِيا.

---

١ـ ڳجها اشارا يا ارشاد، نشانيون، ڪنايا.* جوڳين (رهبر مرشد) جي احڪامن تي عمل ڪري ۽ مخفي رکي، تون مري وڃ. ٢ـ اُڇائي، ڪنئي، پنهنجي حوالي ڪئي ٣ـ اي سڄڻ! اي روح! ٣a ـ چئين مصرعن وارو شعر، ڳالهه، وارتا ٤ـ تحقيق خدا هڪ آهي ۽ هيڪڙائي هن کي پسند آهي (حديث) ٥ـ (رمز جو جمع) ڳجهه، اشارا ٦ـ جبلن ۾ ڏٽ ڳوليندڙن، ڏوٿين ٧ـ ڪانئي، جلائي.

# داستان چوٿون

١

ڪنهن جنهن ڪُٺا ڪاتَ، جيئن سامِي مُورُ[١] نہ سَنرا[٢]،
ڏِينهان[٣] ڏُکِي ڏِيلَ ۾، سُورَ سَڄيائِي راتِ،
جوڳِيان[٤] سَندِي ذاتِ، جِيڄان! آهِ جُدائُڙي[٥].

٢

روحَ ۾ رَهِيُنِ رامُ، ٻَهَرِ ٻولِنِ ڪِي ٻِيو،
پِيالو پُرِ ڪَري، جوپُ[٦] پِيتائُون جامُ[٧]،
تِنهان پوءِ تَمامُ، تَنِ تَڪِيا تاڪِي[٨] ڇَڏِيا.

٣

رامُ رَهِيُنِ ۾ روحَ، ٻَهَرِ ٻولِنِ ڪِي ٻِيو،
سَدائِين سَفَرَ ۾، مَٿا ٿِيَنِ مُوءَ[٩]،
سامِيئَڙا صُبُوحَ، سارِيان گهٽُو، سَيّدُ چئي.

٤

مَٿا مُوءَ ٿِيانِ، سَدا سُوئِيتا[١٠] ڪاپَڙِي،
ڪوئي ڪنهن نہ پُڇِيا، اَندَرِ اَندوهِيانِ[١١]،
جيڪا ڄمارانِ[١٢]، سا مَنجهہ گُوندَرَ گُذِري.

---

١ـ اصل، بنهہ ٢ـ خوش ٣ـ ڏينهن جو، سارو ڏينهن ٤ـ جوڳين ٥ـ جدائي، بيمار ٦ـ گهٽو، مٿو، جامُ ٧ـ پيالا ٨ـ بند ڪري، پوري، ترڪ ڪري ٩ـ وار، وڏن وارن سان، چوٽا، جٽائون ١٠ـ سوءِ يا ماتم ڪندڙ، غمگين، غم ۾ گذاريندڙ ١١ـ هنن کي اندوه يا غم آهي ١٢ـ سندن يا انهن جي ڄمار يا عمر.

٥

وِيٺي جَنِين وَرِهَيہ ٿِيا، مَتي سين ميري[١]،
اَکِيُون جنهن جُون اَلَڪَ ڏي، پُٺِينءَ[٢] ڏي نہ پيري،
ڪاراٽِيان[٣] ڪَڪا ٿِيا[٤]، ڄَراتِيا[٥] ڄيري[٦]،
لُڙِڪَ لالُ، لَطِيفُ چئي، ڪَنبي[٧] ۾ ڪيري[٨]،
نينهن نہ نِبيري[٩]، سُورَ چَرَندي سَنرو[١٠].

٦

وِيٺي جَنِين وَرِهَ ٿِيا، مَتي ميري سانُ،
ڪاراٽِيان ڪَڪا ٿِيا، ڄيري وِڄِهي ڄانُ[١١]،
خُودِي ڪانئي هَلِيا، پُٽِ تي ڄَڏي پانُ[١٢]،
سي ڪيئن ڀَهِرِ هَٽَنِ ٻانُ[١٣]، جَنِ گَڏِيو گُرُ گِرِبانَ[١٤] ۾.

٧

نانگنِ ڪِينَ نَمايو[١٥]، ناٿُ نَمايو نِينهَن،
مَڙهِينِ اُنا مينهَن،* جوڳِيان سَندِيءَ ذاتِ ڪي.

٨

نہ ڪِي نَمَنِ ناٿَ ڪي، ناٿُ نہ نَمائِينِ،
جاتا[١٦] ڪَنِ نہ جوڳَ جِي، جوڳُ نہ جُهارِين[١٧]،
آديسِي آئِينِ، اهڃاڻِيُون اَلماسَ[١٨] جُون.

---

١ـ ناپاڪ ٢ـ پونءِ، زمين ٣ـ ڪاراٽ ڪان (وار ڪاري رنگ مان ڦري) ٤ـ پيوت لڳڻ ڪري ڪڪي يا خاڪي رنگ جا ٿيا ٥ـ لهسيا ٦ـ باھ ٧ـ ڊڄي، ڏڪي ٨ـ ڪيرائي ٩ـ جدا ڪري، ڇڏي، ترڪ ڪري ١٠ـ خوش ١١ـ علم (خودي) ١٢ـ خودي ١٣ـ تير ١٤ـ گريبان، ڀهراڻ جي اندران، اندر يا دل ۾ ١٥ـ پنهنجو بنايو * مڙهين ۾ مهر جا مينهن وٺا ۽ خوشيون ٿيون. ١٦ـ زيارت ١٧ـ پوڄين، سلام ڪن ١٨ـ جواهر (ڏٽيءَ).

٩

هَرَ هَرَ ڪَنِ هَرنامُ، ڏُونِ[١] ڏِيهاڙِي ڏوتِيا[٢]،
جَنِ نہ رِيجهايو رامُ، ناٿُ[٣]، نہ نَمي تَنِ سين.

١٠

هَرَ هَرَ ڪَن "اُميس"[٤]، ڏُونِ ڏِيهاڙِي ڏوتِيا،
جَنِ نَہ مارِي ميسَ[٥]، ناٿُ نَہ نَمي تَنِ سين.

١١

جِهڙا ڪَرَڄَ[٦] ڪَڪِرا، تَهِڙا جائِن ڦُلَ،
تَنِ سامِيَنِ جي سَڌَ مَران، جَنِ جي گودِڙِيَنِ ۾ گُلَ،
اَندَرِ مُلَهہ[٧] اَمُلَ[٨]، ٻَهَرِ ڪوجها ڪاپَڙِي.

١٢

يادِ گُرُو ڪَنِ گودِڙِيا، ٻَرِ بازارِ ٻِيٺا،
پَڙهَنِ سُورَ[٩] سُبحانَ[١٠] جِي، پِيَنِ[١١] تنهن پيٺا[١٢]،
جيلانهن مُنهن ميٺا[١٣]، تيلانهن نشا چاڙِهيائُون نينهن جا.

١٣

ريڳَڙِيارا[١٤] رَميا، لُوٺِيَسِ[١٥] لانگوٽِيَنِ[١٦]،
منهنجو جِيءُ جَلائِيو، اَندَرِ آدِيسِنِ،
لانجُهون[١٧] لاهُوتِيَنِ، چوري ڏِنِيُون چِتَ کي.

---

١ـ ڏوئين ٢ـ ڏوتيون، لانگوٽيون ٣ـ گرو، وڏو علم جو اڪابر، معرفت جو صاحب ٤ـ خدا جو هندڪو نالو، اُميش ٥ـ نفس، شهوت، نفساني خواهشون ٦ـ ڪانا ۽ ڪاٺيون ٧ـ بهادر ٨ـ املهہ، بي بها، لاثاني ٩ـ سورة، آيت (تسبيح) ١٠ـ "سبحان" (سڀ ساراهہ الله کي جڳائي) ١١ـ حوض، تلائن ١٢ـ پيٽ ۾، اندر ۾ ١٣ـ ميٺ مليل، ميٺ لڳيل ١٤ـ چنل گودڙين وارا؛ سونن ڏندن وارا؛ واريءَ سان ڀريل، ڀيوت ١٥ـ رلايس ١٦ـ لانگوٽيءَ وارن فقيرن ١٧ـ ڏک، غم.

## وائي

تَنِ اَکينِ آئون اَڙائِي، ٻَڙي! جيڏِيون!
ڪنهن دَرِ ڏِيان دانهَڙِي؟
ڦِڪِيُون ڏيئي ڦِڪِيُون، ويڄَنِ[1] آئون وِرچائِي،
ٻَڙي! جيڏِيون! ڪنهن دَرِ ڏِيان دانهَڙِي؟
حُسُنَ هوتَنِ جي، اَدِيُون! لالِيءَ[2] آئون لَڄائِي[3]،
ٻَڙي! جيڏِيون! ڪنهن دَرِ ڏِيان دانهَڙِي؟
اُلفَتَ ڪَرِ مَ اُنِ سين، قُربَ جا ڪَڙائِي[4]،
ٻَڙي! جيڏِيون! ڪنهن دَرِ ڏِيان دانهَڙِي؟
صُحبَتَ سُپِيرِيَنِ جِي، مِٺِي مِٺائِي،
ٻَڙي! جيڏِيون! ڪنهن دَرِ ڏِيان دانهَڙِي؟
اَلا! عَبدُاللّطِيفَ سين، وَحدَتَ وَٽَ[5] وِراهِي،
ٻَڙي! جيڏِيون! ڪنهن دَرِ ڏِيان دانهَڙِي؟

## داستان ستون

### ١

قُوتَ[5a] ڪَڙايا ڪاپَڙِي، طَعامَ نَہ طامائُو[6]،
سَئِنَ[7] هَنيائُون سُڃَ ۾، پَهَرَ[8] نَہ پينائُو،
اَوَسَرَ[9] آسائُو[10]، اُتِي گُوندَرَ گَڏِيا.

---

١- طبيبن، حڪيمن ٢- سرخي، ڳاڙهاڻ ٣- مون کي شرمايو (گهايو)؛ مونکي پنهنجي ڪوجهائيءَ جو احساس پيدا ڪرايو ۴- (١) تلخ تجربو ڏنو آهي (ڪنهن ڪم کان ڪڙائجڻ معنيٰ ڪنهن ڪم ڪرڻ ڪري نقصان پائڻ سبب بيزار هجڻ) (٢) سوگهو ٻڌو آهي (ڪڙڻ= زنجيرن ۾ ڪڙن ۾ ٻڌڻ) ٥- مند جو نئون ميوو 5a- خوراڪ، کاڌي ٦- طمعدار ٧- صدا، خيرات لاءِ طلب ٨- ماڻهن کان ٩- اڻ هوند، مصيبت، ڏک ١٠- اميدوار، طالب.

٢

قُوتَ ڪَڙايا ڪاپَڙِي، طعامَ نَہ طَمَعَدارَ،
سَئِنَ هَنيائُون سُجَ ۾، جوڳِي ڪِنهن نَہ يارَ!
اَوَسَرَ جي آڌارَ، اُٿِي گُوندَرَ گَڏِيا.

٣

قُوتَ ڪَڙايا ڪاپَڙِي، بُڪَ جَهلِيائُون بُوءِ[1]،*
وِيا نيرانا[2] نڪِرِي، جوڳِي مَنجهان جُوءِ[3]،
اَوَسَرَ، آجا[4] اُوءِ،** اُٿِي گُوندَرَ گَڏِيا.

۴

پِنَنِ ڪِينَ پَٽُ[5] ڪَٽِي، گُهرَنِ ڪِينَ گهران[6]،
مَهيسِي مَخلُوقَ جي، اَيَنِ دُورِ دَران[7]،
پُڇَنِ ڪوهُ شَرَعان[8]؟ جيئَن اَندَرِ عَدالَتَ اُنِ جي؟***

٥

پِنَنِ جو پَٽُ ڪَٽِي، سو جي سُجاڻَنِ[9]،
تَہ بَرَ ۾ بِيڪَ لَهَنِ، پَهَرَ نَہ پِنَنِ ڪاپَڙِي.

٦

اَسُڪَ[10] جَنِ اُوير÷ سي سانجِهيءَ رَهَنِ سُمهِي،
لاهُوتِي، لَطِيفُ چَي، آڌِيءَ ڏِينِ اُلير[11]،
سُتو لوڪُ پَسِي پِيا، سي سامِي مَٿي سِيرَ،
ڪيڏاهَن ڪَندا پِيرَ؟ مِڙيئِي مَٿو[12] ٿِيو.

---

١- خوشبوءِ، واس* بک جي خوشبوءِ ماٺيائون، فاقا سٺائون. ٢- ناشتي ڪرڻ کان سواءِ، بک ۾، بکيا ٣- مڪان، جاءِ ۴- آزاد، ٻالها، خالي ** هو ٻينگيا ۽ آزاد آهن. ٥- ڪشتو، جمني، پنڻ جي ٺولهي ٦- گهران؛ گهرن وٽان، ماڻهن جي جاين تان ٧- دران در کان ٨- شرعان، شرع کان، شريعت کان ***هنن جي اندر ۾ روشن ضمير هن جو قاضي ٿيو ويٺو آهي، جو هنن جي رهبري ڪري ٿو، تہ پوءِ هو ڇو ڪنهن ٻئي کان فتويٰ وٺن؟ ٩- قدر ۽ اهميت ڄاڻن يا سمجهن ١٠- بيداري، اوجاڳو، بيخوابي، بي آرامي ÷ جن جي لاءِ اوجاڳو دير آهي يا خراب آهي. ظالم جيترو وقت جاڳندو اوترو ٻين لاءِ خير ڪونهي، تنهن ڪري ان جو جاڳڻ ٻين لاءِ جنجل آهي، پر برعڪس انهيءَ لاهوتي فقيرن جو اوجاڳو انهن لاءِ فائديمند آهي. ١١- ٽپ، ڇال، سٽون ١٢- اهو طرف (الهندو) جنهن ڏانهن مٿو ڪري سمهبو آهي.

٧

وِچِينءَ وِيئا رَهَنِ، سانجِهيءَ رَهَنِ سُمِهِي،
بُکَ مَرَندي بِکِيا، ڪنهن کان ڪِين گُهرَنِ،
پيٽَ نہ هيرِيائون پانهنجا، چوري ساڻُ چَسَنِ[1]،
ڦِڪِي فَقِيرَنِ، ماگِيان[2] پِنِي ماٽِ جِي.

٨

وِچِينءَ وِيئا هُونِ، سانجِهيءَ رَهَنِ سُمِهِي،
مَهيسِي مُنهُن پانهِنجو، ڏاران[3] ڏورِ نہ ڏُون،
وِهاٽِيءَ واٽُن تي، پاسا ڪوڙِيو پُونِ،
ڪنهن کي ايئن نہ چُونِ، تہ آديسِي آهِيُون.

٩

ڪَشي[4] ساڻُ ڪَشَنِ[5]، ڏِيلَ ڪِيائُون ڏُبِرا،
پيٽَ نَہ هيرِيائُون پانهنجا، چوري ساڻُ چَسَنِ،
اِهَڙِيَ راهہ رَسَنِ، ڪاپَڙِي ڪابُولَ ڪي.

١٠

ڪَشي چِيلِهہ ڪَشا[6]، ڏِيلَ ڪِيائُون ڏُبِرا،
لاهُوتِي، لَطِيفُ چي، تَنَ کي ڏِيَنِ تَسا[6a]،
گُرُوءَ جي گَسا[7]، پاسي ڪَنِ نہ پاڻُ ڪي.

---

١ـ ذائقن، مزن ٢ـ ماڳ کان، اصل کان ٣ـ ڏاران، کانسواءِ، بغير ۴ـ ڇڪي ٻڌي، زور سان ٻڌي ٥ـ رسن، نوڙين ٦ـ ڪشان، ڪشن سان 6a ـتسيا، تڪليف، جفا ٧ـ گسان، گسن کان.

١١

آديسِيِ آديسُ[١]، هِٿائِين[٢] ڪَري هَلِيا،
ڪاپَڙِيَنِ قَلبَ ۾، ڪِيو ڏوراٿو[٣] ديسُ[٤]،
ويراڳِي نَئُون ويسُ، راوَلَ[٥] ڏِٺي رَمِيا.

١٢

آديسِيَنِ اَدَبُ، آهي اَڪَڙِيَنِ ۾،
نَسَلُ تَنِ جو ناهِ ڪو، ڪونهي اُنِ حَسبُ[٦]،
سامِيَنِ سَيِين پَرِين[٧]، رُوحَ ۾ رَهِيو رَبُ،
رِيءَ لانگوٽِيءَ لَبُ[٨]، پاڇِي ڪَنِ[٩] نَہ پاڻَ سين.

١٣

لانگوٽِي لاهِي، وَنءُ ويراڳِيَنِ سامُهُون،
ٻَڌُ سُورَنِ جو سَندِرو، مَنجهان سِڪَ ساهِي[١٠]،
اُنِين وَٽِ آهِي، اوچَڻُ ڳالِهہ اُگهاڙَ جِي.

١٤

لُنگُ ڪَڍِيائُون لانگَ، موتِي ڪَنِ نَہ مَسَحو[١١]،
جا اِسلامان[١٢] اڳِي هُئِي، سا سُٽائُون ٻانگَ،*
سامِي ڇَڏِي سانگَ، گَڏِيا گورَکِناٿَ[١٣] کي.

---

١ـ سلام، نياز ٢ـ هٿائين، هن هنڌ يا جاءِ کان ئي ٣ـ دور، پري پنڌ وارا ٤ـ وطن، ملڪ ٥ـ اي راول، اي سڄڻ يا دوست! ٦ـ ڪٽنب، قبيلو، ذات، نسب، پيڙهي، خاندان ٧ـ نمونن، طريقن (هر حال ۾) ٨ـ لالچ، طمع، موڙي، روڪڙ، نقد ٩ـ بچائي رکن، ميڙي رکن ١٠ـ مضبوط ڪري ١١ـ وضو، پاڻيءَ سانِ هٿ پير، مٿو اگهڻ ١٢ـ اسلام کان* دنيا ترڪ ڪرڻ جو اصول ٻڌائون. ١٣ـ وڏو سياڻو رهبر، مرشد يا خدا.

١٥

ويراڳي واڳي[١] ، * ڏينِ ڏيهاڙي ڏيلَ کي،
راوَلَ! رَتِين[٢] مولهِئين[٣] ، سامِي سُهاڳِي[٤] ،
لَنءُ جَنين سين لاڳِي** ، سي جوڳِي پَسان تَہ جِيان.

١٦

ويراڳِي واري، آلا! اَڳَڻَ آئِيين،
ڏُکَ لاهِيندِيَسِ ڏِيلَ مان، تُهَنِ[٥] جيئن تاري،
اِيندَمِ اوتاري، کِينءَ[٦] جُون ڏِيندَمِ خَبَرون.

١٧

اَرِتو اَکِينِ مان وَهِي، مَتي ڳِلَنِ ڳاڙهَ[٦a] ،
کوري کَنَنِ وِچَ ۾، قَچَ[٧] ڏِنائُون قاڙَ[٨] ،
هَٿِي توبَهَ تاڙَ[٩] ، نانگا نِسوار[١٠] ٿِيا.

١٨

لاهُوتِي، لَطِيفُ چي، سَدَ نَہ کَنَنِ ساڻُ،
اِيءُ آ ديسِنِ اُهِجاڻُ، جيئن تَعلُق ڇَڏِيائون تَکِيا.

١٩

پُوڄا کَرِ مَ پاڻَ کي، کُهُ! راوَلَ، ڀَنِ! رُجاتَ[١١] ،
لِباسان[١٢] لَطِيفُ چي، پَلِ[١٣] ويراڳِي! واتُ،
مَنُ ماري کَرِ ماتُ، تَہ تيرَتَ پَسِين تَکِيو.

---

١ـ واڳ، رسو، نوڙي *واڳي ڏينڻ: ڍور يا ڦَر کي ٻُوٽ ۾ ڪانيون ٻڌڻ، جيئن اوڳاري سگهي پر ڪجھ کائي نہ سگهي ٢ـ ڳاڙهي ٣ـ مولهين يا ڪلنگين يا پٽڪن سان ٤ـ سرخرو، خوش، پتار يا مرشد وارا ** جن سان نينهن يا عشق لڳو. ٥ـ ان جي مٿان پردو يا ڪک جو تڌ، بيڪار شيءِ، ڦوڳ ٦ـ خوشي، خيرعافيت ٦a ـ ڳاڙهاڻ، سُرخي ٧ـ زخم، چيرِ ٨ـ ڦاڪون، اڌ ٩ـ تاڙي ١٠ـ ننج، (سون جهڙا) صاف ١١ـ رجعات، رجوعات، رجاعت، آمدورفت، لم وچڙ، لاڳاپو ١٢ـ لباسان، دولاب يا دغا کان ١٣ـ پري رک، روڪ.

٢٠

پُوڄا ڪَرِ مَ پاڻَ کي، پَلِ پُوڄا ڪان پاڻُ،
ڄاڻِي[١] ڇَڏي ڄاڻَ[٢]، پُرُ[٣] تُون پُورَبَ پارَ ڏي.

٢١

پُوڄا ڪَرِ مَ پاڻَ کي، جوڳِي رَکِج جوڳُ،
خُلقُ[٤] خالِقَ جيئن ڪَرِين، اِيءُ راوَلَ! وڏو روڳُ[٥]،
پَڳَنِ[٦] ڪونهي پوڳُ[٧]، نانگا وَڃَنِ نِڳِيا.

**وائي**

مِڙِيَنِئُون موڪَلَ، ڪالھ ڪَندا وِيا ڪاپَڙِي.
ڪَڏِھن اُتَرَ سامُھان، ڪَڏِھن ڏُونهِيَنِ جَھلَ[٨]،
ڪالھ ڪَندا وِيا ڪاپَڙِي.
هُنَ سيڪِيندي هَٿَڙا، مُون ڳاڙِيندي ڳَلَ،
ڪالھ ڪَندا وِيا ڪاپَڙِي.
چِيرِي چَندَنَ ڪاٺَ جيئن، سُورَ ڏِنائُون سَلَ[٩]،
ڪالھ ڪَندا وِيا ڪاپَڙِي.
بابُو ڪَنِ نَہ ٻِڪِيا، نَہ ڪا وَلَنِ[١٠] وَلَ[١١]،
ڪالھ ڪَندا وِيا ڪاپَڙِي.
آلا! عَبدُاللّطِيفُ چَئي، اِيندَمِ شالَ اَمُلَ[١٢]،
ڪالھ ڪَندا وِيا ڪاپَڙِي.

---

١- سمجهي، ڄاڻي ٻجهي ٢- ظاهري علم، خودي ٣- هل، پنڌ ڪر ۴- هلت، روش
٥- بيماري (ٻچڙي ڳالھ) ٦- پڳلن، چڪنا چور ٿيلن، عشق ۾ پرزا پرزا ٿيلن ٧- طعام
٨- وٽ، ويجهو، تي ٩- سوراخ، ٽُنگ ١٠- ٻني ڪرڻ لاءِ هر ڏيڻ، کوٽين ١١- ٻني، فصل ١٢- املھ، بي بها، لاثاني.

## داستان اٺون

١

رَهيا اَٽيئي راتِ، صُبُحَ وِيندَءِ صابِري[١]،
لُونءَ لُونءَ مَنجهہ، لَطِيفُ چي، ڪَرِ تَنِين جي تاتِ[٢]،
سَندِي جوڳِيَنِ ذاتِ، پِئِي پيري مَسَ مِڙي[٣].

٢

اَڱڻِ آهِينِ اَڄُ، صُبُحَ وِيندَءِ صابِري،
ڪَڄِ ڪو ڪاپڙِينَ مان، رُوحَ رُچَندو[٤] رڄُ[٥]،
پيرَ تَنِين جي پُڄُ، مَتان سِڪِين سَناسين ڪَيَ.

٣

تان ڪِي ساٿُنِ اورِ، جان ڪِي آهِنِ اوطاقُنِ ۾،
ڏَهَ ڏَهَ پيرا ڏينهن ۾، پاڻُ مَتائُنِ گهورِ،
وِيا جي هِنگِلورِ[٦]، تہ ڪَرَمِ[٧] مِلَندَءِ ڪاپڙي.

٤

تان ڪِي وَتِنِ ويهُ، جان آهِنِ اوطاقُنِ ۾،
سامِي سَفَرِ هَليا، ڏُورِ چِتائي ڏيهُ،
جِنڌِي سُڪُ ساٿيهُ[٨]، مَتي گنگا[٩] گَجِيا[١٠].

---

١ـ صبر وارا، ڏکن تي صبر ڪندڙ، صبر بابت نصيحت ڪندڙ ٢ـ ذڪر، ڳالھ، پچار ٣ـ ملي، گڏجي ٤ـ راضي ڪندڙ، وڻندڙ، دلپسند ٥ـ ڍؤ، پيٽ ڀري کائڻ (ماڻڄ) ٦ـ هنگلاج، هندن جي تيرٿ جي جاءِ ٧ـ قسمت سانگي، نصيب سان ٨ـ وطن يا ڏيهہ ٩ـ گنگا ندي، هندن جي تيرٿ جي جاءِ ١٠ـ ڪاه ڪئي، هليا، ڏانهن ويا.

٥

تان ڪِي وَتِنِ وَڃُ، جان آهِن اوطاقُنِ ۾،
سامِي سَفَرِ هَلِيا، رائو چِتائِي رُڃَ،
اِهَڙا جَنِ اُهُڃَ، سي ڪَرَمِ مِلَندَءِ ڪاپَڙِي.

٦

تان ڪِي وَتِنِ آءُ، جان آهِن اوطاقُن ۾،
وِيو تَنِ نَہ وِسَرِي، لاهُوتِيَڪو[1] لاءُ[2]،
فَنا ۾ فِراق جو، سامِين چَکِيو ساءُ[3]،
وَتان تو وِيندا، ڪاپَڙِي ڪابُول ڏي.

٧

اَڄُ نَہ اوطاقُنِ ۾، جاڳَرُ[4] جوڳِيئَڙَنِ جو،
ساري سَناسِيَن کي، رُوندين تان رو،
پَسُ! پارِئان[5] تو، لاهُوتِي لَڏي وِيا.

٨

اَڄُ نَہ اوطاقُنِ ۾، طالِبَ تَنوارِينِ،
آدِيسِي اُٿي وِيا، مَڙهِيُون مُون مارِينِ،
هُو جي جِيءَ جِيارين، سي لاهُوتِي لَڏي وِيا.

---

١ـ لاهوتي فقيرن جو ٢ـ لا= نہ، نفي، نيستي، نابودي ٣ـ ذائقو، سواد ٤ـ جاڳڻ، بيداري، ڳائڻ جي مجلس، ميڙو ٥ـ پارئان، پار [طرف، پاسي] کان، وٽان.

۹

اَڄُ نَہ اوطاقُنِ ۾، سَنڌي جوڳين جوڙَ[1]،
ساري سَناسين کي، ڪامِي ٽِيَسِ ڪوڙَ، *
مَنَ جَنِين سان موڙَ[2]، سي لاهُوتِي لَڏي وِيا.

۱۰

اَڄُ نَہ اوطاقُنِ ۾، سَنڌي جوڳين ذاتِ،
ساري سَناسِين کي، رُنُم سارِي راتِ،
مُون تَنَ[3] جَنِين جِي تاتِ، سي لاهُوتِي لَڏي وِيا.-

۱۱

اَڄُ نَہ اوطاقَنِ ۾، تازا پَٽَرَ ڪَکَ،
آديسِي اُٿِي وِيا، پيئِي اُڏامي رَکَ،
سامِي ڪَٿِي سَنکَ[4]، وَڄائي واٽَ ٿِيا.

۱۲

جِياسُون جوڙَ ٿي، ** جوڳي ڏِٺوسُون،
ڪَنان تَنهِين مُون، حاصُلُ ڪِي حالُ ڪِيو.

۱۳

جِياسُون جوڙَ ٿي، جوڳِيءَ لاٿو جارُ[5]،
سَندو پُورَبَ پارُ[6]، آڇيائِين اَنڌَنِ کي.

---

۱- قطار، جماعت، مجلس* ڏوتل ڪپڙا جيئن ڪٽيءَ جي ڪوڙ [سؤنٽيءَ] جا ڏڪ سهندا آهن، تيئن مان بہ سناسين کي ساريو ڏکن جون ڏونگريون پيو ڪان. ۲- وٽ، پيچ ۾ ۳- منهنجي تن [بدن يا دل] کي ۴- سنکي، وڄائڻ جو ڪوڏ. **گڏ گذاريوسون ٿي [مرشد يا رهبر ڏي اشارو آهي]. ۵- جهوري، سوز [الاهي عشق] ٦- نشان، عادت، هڪ، پتو، ڏسُ.

١۴

جِياسُون جوڙَ ٿـِي، جوڳِي ڏٺوسُون جان،
مُون سَڳُ جنهين سان، سو سامِي سانِيِي[1] ٿِيو.

١٥

جِياسُون جوڙَ ٿـي، نانگو ڏٺوسُون نِتُ،
چُنجهو[2] هوسُون چِت، کُلِي اَڄُ سُو باغُ[3] ٿِيو.*

١٦

هَئِي! جي هُئا هِتِ، تہ مَتِنِ هُوندَ حَقُ** ٿـيو،
مَڙهِيُون، مُورَتَ، مَتِ[4]، مَنَ وِسَرِيُون ڪِي لهان.

١٧

هَئِي! جي هُئا هانِ، تہ مَتِنِ هُوندَ حَقُ ٿِيو،
پيهِـي[5] وِيا پانِ، اَڏِيا مَڙهَ[6] مارِينِ مُون.

## وائي

جوڳِي جَڳِ گهڻا، لا! مُون وَهُ[7] ويراڳِينِ سين.
پاڇِي ڪَنِ نہ پانڻ سين، تُنبِيءَ مَنجھ ڪٺا، اَلا!
مُون وَهُ ويراڳِينِ سين.
جان ڪِي ڏاٽِيُون[8] ڏُوڙِ ۾، جان ڪِي ڪِينِ[9] چٺا، اَلا!
مُون وهُ ويراڳِينِ سين.

---

١ـ سنياليندڙ، وارث، مڻ مائٽ ٢ـ اکين ٻوٽيل يا بند ٿيل، چونچو، جيڪو اکين سان پوري طرح نہ ڏسي سگهي، انڌو ٣ـ بهار، خوش* مرشد ملڻ کان اڳ جو دل جون دريون بند هيون سي کلي پيون ۽ دڳ لڳڻ سبب ڏاڍو نهال ٿيس ۽ الاهي اسرار مونتي کلي پيا. ** هنن سان ڳالهائڻ ٻولهائڻ يا ڏک ڏوراپي ڪڍڻ جو مون کي وجھ مليو ۴ـ نصيحت، سبق (ٻين نسخن ۾ متِ= ماري ڏنل آهي). ٥ـ گهڙي، داخل ٿي، اندر گهر ٿي ٦ـ مڙهيون، مڪان ٧ـ لاڙو، عشق، محبت، ڪاڏو ٨ـ ٻڪل ان يا چانور ٩ـ ڪائين.

وِيـِـي واتَـرِيَنِ تي، پَـنَـنِ[١] جيئن پـٽان[٢] آلا!
مُون وَهُ ويراڳِينِ سين.
سارِيو سَناسين کي، وِينِي هَـٿَ هَٽان[٣] آلا!
مُون وَهُ ويراڳِينِ سين.
اَيلِ! آديسِيَنِ جا مُون تي گُنَ[٤] گهٽا، آلا!
مُون وَهُ ويراڳِينِ سين.
اِديُون! عَبدُاللّطِيفُ چِي، مُحبَنِ مَنجهِ مَٽيا[٥] آلا!
مُون وَهُ ويراڳِينِ سين.

## داستان نائون

١

ٻُـکَ وِڌائُون بگرِيِين[٦]، جوڳِي ڪندا جُـجَ[٧]،
طَلَبَ نَہ رَکَنِ طَعامَ جِي، اوتِيو پِيئَنِ اُـجَ،
لاهُوتين، لَطِيفُ چي، مَنُ ماري ڪِيو مُـجَ[٨]،
سامِي جهاڳِي سُـجَ[٩]، وَسِيـنءَ[١٠] کي ويجها ٿِيا.*

٢

نَہ ڪِندا[١١]، نَہ گَبرِي[١٢]، نہ لانگوٽِـيءَ لِـکَ[١٣]،
جيڏاهن پَـرِينِ وِکَ، تيڏانهن صاحِبُ سامُهُون.

---

١ـ پٽ فقيرن، گداگرن، پينن ٢ـ هلان، سفر ڪريان، گهمان، ڀٽڪان ٣ـ افسوس ڪان، جوٽون پٽيان، ماتم ڪريان ٤ـ ڀلايون، مهربانيون ٥ـ ڏيا، رعب، جوهر، ڪلا، قدرت، نور، روشني، تجلي ٦ـ بگرين (فقيرن وارن بغل ٿيلهين) ۾ ٧ـ ڪائي ڏِءُ، مزا ۾ موجون ٨ـ سر يا گاهه جنهن مان رسا ٺاهيندا آهن؛ پائمال ٩ـ فنا جي وادي يا ماٿري ١٠ـ آباديءَ، حق، ابدي حياتيءَ * نيستي جون منزلون طي ڪري واصل باالله ٿيا. ١١ـ رلي، ڪٿي، گودڙي، ڪدا، جمني ١٢ـ گودڙي، پراڻا ڪپڙا، گادي، گاديلو ١٣ـ ذري، ٽڪري.

٣

نَہ گِندا، نَہ گبَرِي، نَہ لانگوٽِيءَ لِيڙَ،
جيڏانهن ڪَرِين پِيڙَ[١]، تيڏانهن صاحِبُ سامُهُون.

۴

جيئن تا پُڇَنِ اَنَ[١a] کي، تيئن جي پُڇَنِ پَنڌُ،
تہ رِڙهِي لَڏائُون رَنڌُ، لَتِيَنِ لُڪَ[٢] لَطِيفُ چئي.

٥

جيئن تا پُڇَنِ اَنُ کي، تيئن جي پُڇِنِ اَللهَ،
تہ رِڙهِي لَڏائُون راهَ، لَتِيَنِ لُڪَ، لَطِيفُ چئي.

٦

نَہ گِندا، نَہ گبَرِي، نَہ کَڇِينِ[٣] ڪاڇوٽِي[۴]،
سامِيَنِ ٻارِي سَڄُ ۾، بابُنِ باهوٽِي[٥]،
جوڳِي جَبرُوتِي[٦]، وَڃائي واٽَ ويا.

٧

کَڇِي ڪاڇوٽِي، نانگَنِ ٻَڌِي نِينهن جي،
جِهَڙا آيا جَڳَ ۾، تَهڙا وِيا موٽِي،
اُنِين جي چوٽِي[٧]، پُورَبِ[٨] ٽِينڊِي پَڌِرِي.

٨

سُبيرِيءَ[٩]، سَنڌُ چئي، جي تا پُڇَنِ اَنُ،
تَنِ ڪاپَڙِيَنِ ڪونهي ڪَنُ، جوڳِي چائِن[١٠] جاڙَ[١١] تا.

---

١ـ ڪاه ڪن، رخ رکن ١a- اناج، ڪاڌو ٢ـ مانداڻي، فڪر، انتظار، ڳڻتي، ڏک ٣ـ ماپين، وهڻين؛ سبڻ لاءِ ڪپڙو ماپي ناهين ۴ـ گودڙي، لانگوٽي ٥ـ دونهين، ننڍي باهہ ٦ـ جبروت (سلوڪ جي ٽئين منزل) منزل کي پهتل ٧ـ چوٽيءَ جا وار، سر، مٿو (مرتبو عزت) ٨ـ مشرق، اڀرندي (خدا جي اڳيان، قيامت ڏينهن) ٩ـ سويل ئي، اول ئي، ڀهرياڻين ١٠ـ چوائين، ڪوٺائين ١١ـ اجايو.

٩

جا بَرادَ[١] بُتَنِ جِي، سا اُجَ بُکَ آديسِيَنِ،
روزا رِندَ رَکنِ، عِيدَ نہ اوڏا ڪاپڙِي. *

١٠

جنهن سناسي سانڍِيو، گندِي ۾ گِراھ،
اُنِين ءَ[١a] کان اَللهُ، اَچا اَڳاھُون ٿِيو.

١١

وِيئو پُڇِين پَرُ[٢]، ڪَرِ ڪا هِنيارَ[٣] هَلَڻَ[۴] جِي،
اَجُ آدِيسِي! مَرُ، صُباحَ مَرَندو سَيُڪو. **

١٢

پَرِينديئِي پيرَ ٿِيا[٥]، ڇَڏي گنجو[٦] گامُ[٧]،
ويھِي ڪِيو نہ وِچَ ۾، تَنِ آديسِيَنِ آرامُ،
رَهَ[٧a] ۾ گڏِيَنِ رامُ، پَنڊان[٨] ڇِنَا ڪاپڙِي.

١٣

اَڪِيُون آلو[٩] ماھُ، *** سَدا سَناسِين جُون،
واري نيڻَ نِندِاھُ[١٠]، جاڳِي جَهلِيا جوڳِيِن.

١۴

اَڏَ لَڳِيُون آهِينِ، آيَلِ! آديسِيَنِ جون،
ويهِي[١١] وِهائِينِ[١٢]، ڪا قَضانِي[١٣] راتڙِي.

---

١ـ عيد، خوشي، ڪاٺ پيڻ جو ڏينهن* جيڪو ڏينهن تن پرورن يا جسم خوش رکڻ وارن لاءِ عيد جو ڏينهن آهي، سو اديسن لاءِ روزي رکڻ جو ڏينهن آهي. ١a ـ اُنهيءَ ٢ـ گذريل سال يا ورهيہ ٣ـ هينئر، هڪل ۴ـ مرڻ. ** مرڻ کان اڳي مر تہ مهند ۾ مرڪين (نفس کي نهوڙي، فنا جي منزل طي ڪر تہ ابدي حياتي ۽ ايزدي مشاهدو ماڻين) ٥ـ سفر تي اسهيا يا ويا ٦ـ گنجو تڪر ٧ـ ڳوٺ ٧a ـ راھ ٨ـ پنڌان، پنڌ کان ٩ـ پسيل، پنل *** جوڳي هميشہ نيڻن مان ارتو اوتيو پنهنجي تن کي پيا پسائين. ١٠ـ ننڊ کان ١١ـ ارام ڪري ١٢ـ گذارين، پوري ڪن ١٣ـ اتفاق سان.

١٥

اَچا سي آهين، جي سَزاوارَ[١] سِڱِيُنِ جا،
ويٺا وَڃائِين، جي سنياسي! سُٽِيين.

١٦

نسورِيائِي ناهہ[٢] جِي، دِلِ ۾ دُونهِين دُکاءِ،
آٿي آڳِ عِشقَ جِي، لاهوتِي! تَنَ[٣] لاءِ،
جِندان[٤] تيئَن جاڳاءِ، جيئَن آتَشِيان[٥] آبُ ٿِئي. *

١٧

مَرَڻُ مُسَلَّمُ[٦] جَنِ، واحِدُ تَنِ نہ وِسَري،
مَٿي سَڳَرَ[٧] ڪاپَڙي، نانگا نِندَ نہ ڪَنِ،
نيڻَ سَدائِين تَنِ، اوجاڳِي اُجارِيا.

١٨

پُوريَ پَٽي رَهہ، اُپَٽي[٨] اُجهہ[٩] مَ ڪاپَڙي! **
اُلا جي عِشقَ جا، سي تُون سَهِيو سَهُہ،
پُڇُ پاڻُ کي پَهہ، *** هِنگِلاجِ هَلَڻَ جو.

١٩

ڏورِڻُ گهٽُو ڏاڪَڙو، ڏورِجِ ري مَ ڏِيئي[١٠]،
تان تان هوئِجِ حُجِري، جان سين يارُ جِيئي،
جَڏِهن پاسي پاڻُ ٿِئي، ÷ تَڏِهن ڇَڏِجِ تَڪِيو[١١].

---

١ـ لائق، مستحق ٢ـ فنا، نيستي، نابودي، لاالله جي ٣ـ تن يا جسم کي ٤ـ جندان، جند يا جان سان ٥ـ آتش مان * من ۾ الاهي عشق جي ڪا اهڙي دونهين دکاءِ جو اها بره جي باه تنهنجي دل کي ٺارڻ لاءِ پاڻيءَ جو ڪم ڏئي ٦ـ خلاصي طرح ڏنل، سونپيل، حوالي ڪيل، قبوليل ٧ـ رستي، راه (سلوڪ) جي ڳس تي ٨ـ کولي ٩ـ هل، سفر ڪر. ** هنن ظاهري اکين کان ڪم وٺڻ ڇڏي ڏي. *** پنهنجي دل سان صلاح مصلحت ڪر. ١٠ـ (ڏيئو) بتيءَ، مرشد، سونهي ÷ مري وڃي ١١ـ آڌار، ڀروسو، ٽيڪ، اميد.

٢٠

ڏورِ مَ ڏِيئيان[1] ڏارَ، ڏورِڻُ گهڻُو ڏاکَڙو،
ڪوڙِيين لَکَ هَزارَ، هِنَ اونداهِيءَ[2] اَنڌا ڪِيا.

٢١

سامِي تُون سُلُوکَ کي، هَٿان[3] هَڏِ مَ ڇَڏِ،
لَڏِيندَنِ سين لَڏِ، نہ رَهِين تُون راجَ ڪَري. *

٢٢

وِيندَنِ کي وِيکَ[4] ٿِئي، هُوندَنِ ڪونهي هَنڌُ، **
"مَن لَهُ المَوليٰ فَلَه الڪُلّ"[5]، اِيءُ پَروڙِج پَنڌُ[6].

٢٣

عاشِقَ، شَهَرَ فَقِيرَ، دَرِ دَرِ هَٿَنِ سَٿَنَ، ***
"مَن عَرِفَ اللهَ ڪَلّ لِسانُہُ[7]،" اِهڙِئِي اَمِينَ،
جِتي پَسَنِ ڪِينَ، تِتي ڪَن تڪِيا.

٢٤

لَنگِهہ لاهُوتان[8]، ڪاپَڙِي! دُونهِين ڪا مَ دُکاءِ،+
اوري ڪَرِ مَ آسَرو،++ پَرَي[9] پَيرُ مَ پاءِ،٥
جَنِ جِي جاءِ، نہ ماءِ÷ وَنءُ[10] تَنِين سين واڳِيو[11].

١- ڏيئي کان ٢- رهبر کان سواءِ سلوڪ جي راه ۾ هلڻ ٣- هٿ کان يا مان* (١) تون حڪومت ڪرين خوش گذارين (٢) تون راڄ جي ماڻهن (هڪجهڙن) سان همراه گذارين (خوش گذارين) ۴- ويڪرائي، وڇوٽي؛ ويڇو** خوديءَ وارن لاءِ آڌار ڪونهي. ٥- جنهن کي الله آهي تنهن کي سڀ ڪجھ آهي (حديث) ٦- گس، رستو *** گهر گهر ڀِٽن ٿا. ٧- جنهن خدا کي سڃاتو تنهن جي زبان گونگي ٿي ٨- لاهوتان، لاهوت (سلوڪ جي چوٿين منزل) کان + دونهين دکائي آرام سان گهر بنائي ويهي نہ رهہ. ++ ويجهي منزل تي پهچڻ جي تمنا نہ رک بلڪ آخرين منزل (لالن سان لئي ٿيڻ واري منزل) جي خواهش دار. ٩- دور ٥ اٿين ڪرڻ کان پري نہ ڀڄ. ÷ جن جو نہ مڪان آهي ۽ نڪو عزيز خويش، يعني جن دنيا کي ترڪ ڪيو آهي. ١٠- وڄ ١١- گڏيو، ڳنڍيو.

٢٥

ڀِنيءَ ڀَڙَڪَ ڪَنِ، ٻاهِيُون ٻيراڳِن جُون،
هَلو تہ سيڪِيُون هَٽَڙا، مَٽي تَن مَچَنِ،
مُلا[١] سَناسِيَنِ، مُون جَڙَ لَڳِي جانِ ۾.

٢٦

هُو جي ٿِيا هَر ڪيس[٢]، تَنِ لَڳِي ڪِينَ لِباس[٣] سين،
وَتَنِ وِلهِي[٤] ويسَ، لاهُوتي، لَطِيفُ چي.

٢٧

ٻُڪَ اُنين جي ٻِڪِيا، ڏوڙِ تَنِين جو ڏُوپُ،
ڪِيائُون سوئِي رُوپُ، جِيان[٥] لوڪَ لَڄَ ٿِئي.

٢٨

سِڱِيُون[٦]، سيلهِيُون[٧]، گَبَرِيُون[٨]، تيئِي ٿولَ تَڳو[٩]،
ڀَڻُ[١٠] هَٿِي ڀَٽَ سين، ڀيري تَنِ ڀَڳو،
لاهُوتُ جَن لَڳو، سي مَڙهِيان[١١] مُورُ نہ نِڱِيا[١٢].

٢٩

ڪوءِ گودَڙَا! ڀَنِ گَبَرِيُون! نيئِي ڪِدائُون[١٣] ڪانءِ،
جيڏانهِين جوڳُ وِيو، نيڻَ تيڏانهِين ناءِ،
ڀُٽو ايئن ڀانءِ، تہ سِڱِيُون شُومَتَ[١٤] هَٿَ جون.

---

١- وٽان ٢- هر رنگ جا، هريءَ جي رنگ ۾ رتل ٣- دغا، دولاب ٤- خالي، سکڻي، ڪنگال، سڃي ٥- جئان، جنهن ڪان، جتان ٦- سنگ مان ٺهيل توتاڙيون ٧- ڏاس جا رسا، نوڙيون، ڳانا ٨- گودڙيون ٩- ڏاڳا، جٽيا ١٠- جمني، ڪشتو ١١- مڙهين مان ١٢- نِڪتا، ويا، هليا ١٣- جمنيون، پياليون؛ فنجان ١٤- خرابي، سزا.

٣٠

ڪَڻُ گودَڙَ، پيونُ گبرِيُون، ڪانءِ مَ ڪِدائُون،
جِندا![o] وَڃِي جوڳَ سين، لَهجِ ڪِي لائُون،
اِيئَن ڪُهُ اُتائُون[١]، تہ سِڱِيُون شومَتَ هَٿَ جُون؟

٣١

جا گُرَ ڏِني گودَڙِي، سا مُون ڪي تِي مَرَڪُ،
چيلا! ماري چَرَخُ[٢]، اوڍِي ويھُ اَدَبَ سين.

٣٢

جا گُرَ ڏِني گودَڙِي، سا تِئِي لاهِينديِ لَڄَ،
سَندا تِنهِن سَهَجَ[٣]، چيلو چُوندا ڪيتَرا؟

٣٣

جا گُرَ ڏِني گودَڙِي، سا مُون گهٽُو سُهاءِ،
نيئِي رَساڻِي ماءِ[٤]، اوڍِين جي اَدَب سين.

٣٤

اَندَرِ رِلا رِلِيُون، ٻَهَرِ پَٽولا[٥]،
گُڏَهَ جا گولا، اِنين[oa] پَرين[٦] ڪاپَڙِي.

٣٥

ٻَهَرِ رِلا رِلِيُون، اَندَرِ پَٽولا،
خُدا جا گولا، اِنِين پَرين ڪاپَڙِي.

---

o- اي جند!، اي جان!، ايٰ پيارا! ١- چيائون ٢- ڦيري ڏئي، خيال ۾ خودي وجائي، هٺ ۽ وڏائي ترڪ ڪري ٣- سک، آرام، سينگار ٤- جاءِ، منزل مقصود ٥- ريشمي ڪپڙا oa- اِنهن ٦- اهڃاڻن، نمونن، نشانن.

۳۶

گُلَ گُلَ پَسِي گودَڙِيا! گهڻا مَ ياڻيج، *
سوئِي سُڃاڻيج، هِيءُ هُو آهي هيڪڙو.

۳۷

پَٽَ[۱] ڇَڏِيائُون پَٽَ ۾، ڏَندَ[۲] ڇَڏِيائُون ڏِس!
سَبَ ٽولِڻان[۳] اڳِي ٿِيا[۴]، موتِي ٿِيَنِ نَہ مِسُ[۵]،
هِيءُ ڇَڏِيائُون حِسُ[۶]، وَڃِي ڪالهہ ڪُلُّ ٿِيا[۷].

۳۸

ٻولِي ٻُجهارَتَ[۸]، جوڳِيان سَندِيءَ ذاتِ جِي،
ڏورِڻُ گهڻُو ڏاکَڙو، هَلَڻَ ۾ حيرَتَ،
عَجَبُ عِبادَتَ، پَهُ پَرُوڙَڻُ اُنِ جو.

۳۹

جنهن ڪارَڻِ جوڳِي ٿِيا، جان جان سو نَہ پَسَنِ،
تان تان سناسِيَنِ، ورِهُ[۹] وِهامي راتَڙِي.

۴۰

نَہ کِلَنِ، نہ کِينِ ڪِي، نَہ ڪِي ڳالهائِينِ،
ڪنهن جنهن ۾ آهِينِ، سا پَروڙَڻُ ڏاکَڙو.

---

*اي گودڙيءَ وارا فقير! مختلف گلن جا نمونا ڏسي ائين نہ ڀانئج تہ ڪي هي جدا جدا شيون آهن. هن ڪثرت ۾ وحدت آهي. ۱ـ جمنيون، ٽانوَ ۲ـ وڃائڻ جون سڳيون ۳ـ ٽولين (گروهن، جماعتن) کان ۴ـ بهتر ٿيا، افضل ٿيا ۵ـ ٽامو، مٽ (خراب) ٦ـ احساس، ڇهن جو حواس ۷ـ وحدت يا خدا سان مليا ۸ـ ڳجهارت، پرولي، ڳجهي ڳالهہ ۹ـ ڏک.

٤١

راتيان رُجَهنِ[١] رامَ سِين، ڏينهان ڪَنِ سَنانُ[٢]،
جوڳِي سِي آنانُ[٣]، وَتُون جَنِ وِراهِيُون.

٤٢

ڪِي جو ڏِتائُون، ڏَهَڪِجي[٤] ڏُورِ تِيا،
وِهَڪَ[٥] نَہ ڪِيائُون، اُيَڪَ[٦] عَيبُ اُنِ جو.

٤٣

نَہ ڪِي طعامُ تُنبِيَنِ[٦a] ۾، نَہ ڪِي گُبرِيَنِ،
مُون پُڻِ مُلا[٧] تَنِ، حاصُلِ ڪِي حالُ ڪِيو.

٤٤

دَلَقَ[٨] ڏَڪائِجِ دِلِ ڪي، لائِجِ[٩] ڪو مَ لِباسُ[١٠]،
پُوري ڪائِجِ پانهنجو، مَڙهِيان[١١] اَندَرِ ماسُ،
تَہ ويراڳِي! تو واسُ، بَرَ ۾ بُويُون[١٢] موڪِلي.

٤٥

جِتي عَرشُ نَہ اُبَ ڪو، زَمِينَ ناهہ ذَرو،
نَہ ڪو چاڙَهائو[١٣] چَندَ جو، نَہ ڪو سِجَ سَرو[١٤]،
اُتي آديسين جو، لَڳو دَنگَ[١٥] دَرو[١٦]، *
پَري پِيُنِ پَرو[١٧]، ناتَ ڏِتائُون ناهہ[١٨] ۾.

---

١ـ مشغول ٿين، رڌل رهن، ريجهن ٢ـ وهنجن، غسل ڪن (عيش آرام ڪن) ٣ـ مست، سمجهہ کان ٻاهر ٤ـ ڊڄي، ڪنبي ٥ـ ويهڪ، وهڻ،آرام ٦ـ بيهڻ، ترسڻ، روڪجڻ ٦aـ ڪستن ٧ـ وٽان، کان ٨ـ گودڙي، چتين لڳل چوغو، ڦاٽل ڪپڙو (فقيريءَ يا دنيا کي ترڪ ڪرڻ جي نشاني) ٩ـ لاهج، ڦٽو ڪج ١٠ـ ظاهري ڪپڙا ١١ـ مڙهين ۾ ١٢ـ بوءِ جو جمع، خوشبوءِ ١٣ـ اڀرڻ، چڙهڻ ١٤ـ رستو، نشان ١٥ـ حد، نشان، رستو ١٦ـ دڙو، دڙهو، زمين تي پير هڻڻ * اتي آديسن جي نچڻ ٽپڻ جي جاءِ آهي. ١٧ـ خبر، پروڙ ١٨ـ نيستي، فنا، نابودي.

## وائي-١

جوڳِي ڏاڍِي ذاتِ، جيجان! سامِي ڏاڍِي ذاتِ،
ماءُ! مُون قبولِيا ڪاپڙي.
راتِيان ڏينهن رُوحَ ۾، مون ڪي سَندِيَنِ تاتِ،
ماءُ! مُون قَبُولِيا ڪاپَڙي.
سِگها اِيندَمِ سُپِرِين، شل سياٽي پِرِياتِ،
ماءُ! مُون قَبُولِيا ڪاپَڙي.
اُنهن آديسِيَنِ جِي، مون ڪي وائِي آهي واتِ،
ماءُ! مُون قَبُولِيا ڪاپَڙي.
ڪَرِيان عَرضُ اللهَ ڪي، آئُون اُتِي آدِيَ رتِ،
ماءُ! مُون قَبُولِيا ڪاپَڙي.
اَدِيُون! عَبدُاللّطِيفُ چئي، شَلَ ڏاتَرُ ڏِيندُمِ ذاتِ،
ماءُ! مُون قَبُولِيا ڪاپَڙي.

## وائي-٢

راوَلُ رَهي نَہ راتِ، جيڏِيُون! منهنجو راوَلُ رَهي نَہ راتِ.
ڪوهُ ڪَرِينديَسِ ڪاندَ° ري، وِهاٽِيَ پِرِياتِ،
منهنجو راوَلُ رَهي نَہ راتِ.
مِٺَ نَہ مَعذُورِيَنِ جا، ڪا جا جوڳِيءَ ذاتِ،
منهنجو راوَلُ رَهي نَہ راتِ.
لَڳُمِ لاهُوتِيَنِ جو، مُنجهان ڪِينَرَ ڪاتَ،
منهنجو راوَلُ رَهي نَہ راتِ.

---

°- ڪانڌ

# سر ڪاپائتي

## سر بابت:

هن سر تي مضمون جي مدنظر نالو رکيو ويو آهي. ڪابہ هندستاني راڳڻي هن نالي سان ڪانہ ٿي سڃڃي. جيئن تہ هن سر ۾ ڪاپائتيءَ جو ذڪر آيل آهي تنهن ڪري اهو نالو پيو اٿس. ڊاڪٽر گربخشاڻي واري نسخي ۾ هيءُ سر ڪونهي. رواجي نسخن ۾ سر جي پڇاڙيءَ ۾ "مَتِ" ڏنل آهي جا گهڻي تفحص بعد معلوم ٿيو آهي تہ شاہ جو ڪلام نہ آهي. ڏاريون ڪلام سمجهي اهو حصو خارج ڪيو ويو آهي. ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ مقدمہ ۾ ١٦٦ صفحہ تي ڄاڻايو آهي تہ، "اها مت، فقط ٽرمپ صاحب واري نسخي ۾ ڏنل آهي ۽ پارسي نظم "مسمط" جي طرز تي چيل آهي. اهو پڻ شاہ جو ڪلام نہ آهي."

## مضمون:

هن سر ۾ شاہ ڪاپائتي جي حال، سندس محبت ۽ منفرد مصروفيت جو ذڪر ڪيو آهي.

## روحاني راز:

هن سر ۾، سالڪ کي ڪاپائتيءَ سان مشابهت ڏني، شاہ ڪئين تصوف جا اصول سالڪ جي رهبريءَ لاءِ بيان ڪيا آهن. سمجهدار سالڪ کي ويسلو ٿي ويهڻ نٿو جڳائي، جو متان اڳهاڙن سان عيد ڪرڻي پويس. جيڪڏهن ڪتيندوئي ڪونہ تہ اوڍيندو وري ڇا؟ ڪتڻ مان مراد آهي عبادت ڪرڻ. جيڪو سالڪ صحيح طور ۽ گهڻي عبادت نہ ڪندو سو قيامت جي ڏينهن پنهنجو ڪسو اعمال نامو پيش ڪندي لڄي ٿيندو. جتي هڪ جيڏا ۽ سرتا سڏ ڪندس، اتي هيءُ شرمائيندو.

علم نفس جي اصولن موجب جيڪو گهڻو پورهيو ڪندو آهي، سو انهيءَ تي اوتروئي ناز ڪندو آهي. اها هڪ انساني اوڻائي ۽ عيب آهي. انهيءَ وڏ کي وڏي ويڪ ڪري ڄاڻايو ويو آهي. شاہ هتي سالڪ کي سمجهائي ٿو تہ، "ڪنبندي ڪت" ورنہ تنهنجي سنهي ڪتيل سٽ مان بہ صراف ويڪون ڪڍندا ۽ ورائي منهن تي هڻندئي. ناز ڇڏي نياز

سک. نياز ۽ نهٺائي ڪري، شايد صراف تنهنجو ٿلهو ڪتيل سٽ به اگهائي ڇڏين.

خداوند تعاليٰ بيپرواهه بادشاهه آهي. هن کي ڪا انسان جي عبادت جي ضرورت ڪانهي. جيڪي انسان ڪري ٿو، سو فقط پنهنجي لاءِ. سالڪ محبوب جي مشاهدي ماڻڻ لاءِ جيڪي ڪندو تنهن مان ڪيس ٿي مٺو ڦل ملندو، تنهن ڪري هن کي پنهنجي عملن تي اصل هٺ ۽ وڏائي نه ڪرڻ جڳائي.

هيءَ دنيا ٻن ڏينهن جو ڇڻڪو آهي- آخر فنا، تنهن ڪري وقت وڃائڻ پاڻ سان ويل وهائڻ آهي. شاهه سالڪ کي صلاح ٿو ڏئي، ته ڪتڻ سندا ڏينهن ويهي مَ وڃاءِ، بلڪ ارٽ کي اوڏي ٿي، ان سان اور. ۱۴ نمبر بيت ڏسو.

# سُرُ ڪاپائتي

١

توڙي[1] تُون ڪاتارِ[2]، جِمَ هيڪَلِي[3] ڀيرِيين[4]، *
ڏسي ڪا ڏُئارِ[5]، صَرافَ[6] اِنهيءَ سُٽَ ۾.

٢

جَنِين ڀيرِيو هيڪَلو، تَنِين ميڙِيو، ماءِ!
تَندُ اِهَڙِيءَ ساءِ[7]، مُون آتَڻُ[8] هَڏِ نَہ آئِيو.

٣

جان ڪَتِين تان ڪِتُ، هِيءَ[9] هَڏِ وِهائِي،
ڪاپائِتي سَيَڪا، ڪِتي سِيبائِي[10]،
ڄاتو جَنِ ڄائِي،** تَنِ هَٿان پَهِي[11] نَہ ڇَڏِي.

٤

هِيءَ هَڏِ وِهائِي، تُون ڪَرَهُ ڪالهوڻي ڏينهن ڪي،
اُٺِي اورُ اَرٽَ سين،*** ويهُ مَ، ويڳاڻِي!
تَہ صَرافَ سُياڻِي، موٽائي هَٿَنِئي نَہ مُنهن تي.+

٥

هِيءَ هَڏِ وِهائِي، جان ڪِتين تان ڪِتُ،
ڪو پَنهنجي لَڳِ[12] تُون، ڀيري ڪِجِ ڀَرتُ،÷
مَتان رُئِين رَتُ، صُبُحَ وِچِ سَرَتِيين.

---

١ـ جيتوڻيڪ ٢ـ هوشيار ڪتڻ واري (ڪٺين منزلون طي ڪيل سالڪ) ٣ـ هڪڙي تند واري؛ سنهو ٤ـ ڦيرائين؛ وڪڙ ڏين* متان ڪپهه مان هڪڙي تند وارو سٽ ڪتين يا خراب ڪتين. ٥ـ بيماري؛ عيب ٦ـ سون ربو پرکيندڙ (خدا) ٧ـ ذائقي؛ ڍول، نموني ٨ـ ڪتڻ جي جاءِ ٩ـ هيءَ حياتي ١٠ـ وٽندڙ ** جن پاڻ کي سڃاتو ١١ـ ڪپاه جي پوڻي يا مڇو *** اٿي اٽڻ هلاءِ + ورائي نہ ڏينئي؛ تنهنجو پورهيو قبول نہ پوي. ١٢ـ واسطي، لاءِ، ڪارڻ ÷ تند ڦيرائي عمدو پرت پرچ؛ سمر يا توشو تيار ڪر.

٦

ڪتَڻَ جي ڪانَ ڪَرِين، سُتِي ساهِين هَڏُ،
صُبُحَ ايندَءِ اوچِتِي، عِيدَ اُگهاڙَنِ گَڏُ،
جِت سَرَتيُون ڪَندَءِ سَڏُ، اُتِ سِڪَندِينءِ سينگارَ کي.

٧

پائِي ڏورِ اَرٽَ ۾، ڪتين نہ ڪُوڙِي،
وِهاءَ واڍاڻي[1]، پِٽين[2] سَنيُوڙِي[3]، *
مَتي جنهن مُوڙِي[4]، سا ڪيئن وِهي ويسَرِي[5]؟

٨

اَڄُ پُڻِ اُجهَڻَ[6] کي مَرِين،** نہ کي ڪِتُئي ڪالَ[7]،
پورِي! تو سين پالَ[8]، ڪانڌُ ڪَرِيندو ڪيتَرا؟

٩

اَڄُ پُڻِ اُجهَڻَ کي مَرِين، نہ کي ڪِتُئي ڪالَ،
مونا[9] اُتِجِي اُڪِرِئا، اَرٽَ ڏِرڪِي مالَ[10]، ***
هَئِي! تِني جي حالَ، جَنِ ڪاپِي[11] مَنجهان ڪِينَ ڪِيو.

١٠

سي تو ويهِي وِڃائيا، جي ڪِتَڻَ سَندا ڏينهن،
اَرٽَ اوڏِي نہ تِيِين، پورِي! پورِي[12] سِڻءَ[13]،
ڪَنڌُ ڪَٽَندِينءِ[14] ڪيئن، اَگُڻِ عَجِيبَنِ جي؟

---

١ـ شادي مراديءَ ٢ـ وڃين ٣ـ تيار ٿيو * شاديءَ تي وڃڻ لاءِ سنيري آهين (پر نٿون وڳو ڪتي اٿئي) ٤ـ ويڙهي، ننڍو گڏو ٥ـ غافل ٦ـ وڃڻ** اڄ بہ ڪنهن پاسي گهمڻ لاءِ تيار آهين (ڪمہ ڪونہ ٿي ڪرين) ٧ـ ڪالهہ ٨ـ مهربانيون، پالايون ٩ـ ارٽ جون اُپيون ڪاٺيون ١٠ـ نوڙ يا رسي جنهن تي ارٽ ڦرندو آهي. *** ارٽ بيڪار پيو آهي. ١١ـ ڪتڻ جي پورهئي ١٢ـ ٿوري، ذري ١٣ـ تائين ١٤ـ مَرڪندينءِ.

۱۱

توڙي تُون وَڏي[۱] ٿيئين، توءِ[۲] اُتي آتڻ آ،
ٿي پيڙي[۳] پيرمَ[۴] وارِيين، پِي هَڏِ ڪَرِ مَ ڪا،
تہ صَرافُ تو صُباح، ڪوٺي ڪاتارڻ سين.

۱۲

سونَ سارِيڪا[۵] هَٿَڙا، ڪوهَ نہ ڪِتين رَڏِ[۶]؟
ويهِي ڪُندَ ڪاپو[۷] ڪَرِ، ڳُهتُون گوهِيون ڇڏِ،
تہ صَرافاٽي سَڏِ، مَرَڪِيو هوندَ مَتائيين[۸]!

۱۳

پَگوئي تُون پيرِ، جانسِين[۸a] رَتو راسِ ٿِئي*،
بُريَ بيڪارِيَ سين، هارِي! پانْ مَ هيرُ[۹]،
ڪِتُ ڪِتَندِي ڪيرُ، نَنهن سيئن** نِيزارِي ڪَري؟

۱۴

پيرِيين ۽ پائِيين[۱۰]، ايئن وِڏوٽو[۱۱] ڪانڌ[۱۲]،
ويٺي اورِ آرتَ سين، ڳِچِيءَ پايو پانڌُ،
تہ تنهنجو ئِي وِٽواندُ[۱۳]! ڪِتو[۱۴] وِتوئِي[۱۵] نہ ٿِئي.

۱۵

مَچُڻ پياڳَ پَرِ[۱۶] ڏِيين،*** ڪِتُ ڪَنبَندي[۱۷] آءُ،
جڏهن تڏهن ماءُ! پِرَن[۱۸] پيرمَ وارِيون.

---

۱- عمر ۾ وڏي؛ پوڙهي اکين کان وڏي، انڌي ۲- تہ بہ ۳- پاسي ۾ يا پرسان ۴- اٽڻ ۵- جهڙا، برابر، مٽ ٦- ٿلهو، سادو، بي عقل، بحشي، ضدي ۷- ڪتڻ جو پورهيو ۸- سٺ ڏئي پورهئي جا پئسا وٺين ۸a- جيستائين * اهو تو ڪم ئي ڇڏي ڏنو جنهن مان منو قل حاصل ٿئي ۹- عبادت ڪر ** چوڻي کان نهن تائين، تمام گهڻي ۱۰- فخر ڪرين ۱۱- ڪاوڙيو ۱۲- پتار (خدا) ۱۳- جنهن کي ويڙ ڏجن، عيبدار ۱۴- ڪتيل ۱۵- ويل، ضايع، برباد ١٦- ڦيرو *** متان نصيب کي لتون هڻين يا پٺ ڏين. ۱۷- ڊڄندي، نهٺائي ڪندي ۱۸- ڦرن، ڳڏجن، ملن.

١٦

چاوَتَ[1] پائي چِتَ ۾، سَنهو ڪِتو جَن،
تن جو صَرافَنِ، ڏُڪو داخِلِ نه ڪِيو.

١٧

مَحَبّتَ پائي مَنَ ۾، رَنديا روڙِيا[2] جَنِ،
تَنِ جو صَرافَنِ، اَڻ توريو ئِي اَگهائِيو.

١٨

ڪو جو وَهُ[3] ڪاپاتِيِنِ، ڪَنبَنِ ۽ ڪِتَنِ،
ڪارَڻِ سُودَ[4] سَوارِيُون[5]، آتَڻَ[6] مَنجِهه اَچنِ،
اُنِ جي سُونهَن[7] سَيَدُ چئي، صَرافَ ئي سِڪَنِ،
اَگِهيا سُٽَ سَندِنِ، پائي تارازِيءَ نه توريا.

١٩

سُٽُ[8] اُنِين جو سَڦَرو[9]، جي پَرِ ۾ پِيجائِينِ، *
آوازُ آرتَ جو، ساهَه نه سُٽائِينِ،
لِڪايو، لَطِيفُ چئي، ڪَنبِيو ڪتائِينِ،
جي[10] ماڻِڪ موتائِينِ، تَه پِه مُلُ[11] مَهانگو اُنِ جو.

٢٠

ڏُنبائي[12] تاڪِيدَ سين، جَنين پِيجايو پاءُ،
لَسِي تَندُ، لطِيفُ چئي، هَلِي تَنِ هَٽاءُ،
مَلمَلِ مَنجهان ماءُ! جي سِڪِيُون تَنِ سُون ڪِيو.**

---

١ـ ڪينو، بدخواهي، دشمني (فخر) ٢ـ ٿلهو، سادو ڪتيو ٣ـ جوش، جذبو، عشق ٤ـ نفعي، فائدي ٥ـ سويلِ ئي ٦ـ ڪتڻ لاءِ وهڻ جي جاءِ ٧ـ حسن، پورهئي؛ عبادت، (حسن اخلاق) ٨ـ مراد آهي: عبادت ٩ـ سٺو، فائدي وارو، اَگهيل* عبادت انهن جي اگهندي جي لوڪان لڪائي الله سان اوريندا. ١٠ـ جيڪڏهن ١١ـ اگهه، قيمت ١٢ـ پيجائڻ لاءِ ڪپهه کي ذرو ذرو ڪري صفا ڪرائي ** جن ململ جهڙو سنهو، باريڪ ۽ نفيس ڪپڙو اُڻيو، تن کي تمام فائدو پهتو.

٢١

ٿَـڪُ[١] وِنگِي[٢]، ورَ[٣] گھٽا، ڪِتان ڪُچاڙو؟
ڪاپِي مَٽان ڪيتَرو، آٽِيان اُڌارو؟
جي وَرُ[٤] ڏِيي وارو[٥]، تہ سُونهان سَرَتِيَنِ وچ ۾.

٢٢

اولاٽِيان[٦] اَرٽ، ڪيڏَهَنِ ڪِتَڻَ وارِيُون؟
پَهِيُون مَتي پَٽَ، لُڙجَنِ[٧] لاڪِيئَڙِنِ[٨] جُون.

٢٣

ڪِتي ڪِتي ڪالَ، اَجُ نہ آتَڻَ آئِيُون،
اَرٽَ اُڪِلِي مالَ، پُوري وِيِيُون نِجُهرا[٩].

٢٤

نہ سي وَڌِنَ[١٠] وَٽِنِ ۾، نہ سي ڪاتارِيُون[١١]،
پَسِيو بازارِيُون، هِينئڙو مُون لُوڻُ تِئِي[١٢].

٢٥

ڪِتي مَٿي آئِيُون، ڪَري تَندُ تَيارُ،
اُتَـلَ اوڏاهِين تِئِي، جيڏاهن پرينءَ پارُ،*
ڪاپائتِيءَ قرارَ، مَنجهان پورِهِئي آئِيو.

---

١- لوہ جو ٽڪر جنهن تي ڌاڳو ويڙهبو آهي ٢- ڦڏي، ڏنگي ٣- پيچ، مونجهارو (منجهيل سٽ) ٤- پتار (ڏٽي) ٥- مهر ڪري، ڀلائي ڪري، قسمت ورائي، وجهه ڏئي ٦- لاهي ڇڏيان، خالي ڪريان ٧- مٽيءَ ۾ پرجن يا خراب ٿين ٨- ڇڳن پڻ شريف مائهن ٩- جهوپڙيون، گهر ١٠- ڪپهه جا ڏينا ١١- ڪتڻ واريون ١٢- لوڻ وانگر کارو؛ بيزار ناخوش* ساهميءَ جي هڪ پڙ ۾ ڪاتارين جو پورهيو (عمر جي عبادت) ۽ ٻئي پڙ ۾ پرين وجهبو، تہ ڏسبو تہ پرين جو پاسو ڳرو آهي.

## ٢٦

جا سَنهو نَہ سِگهي، سا مَرُ[1] رَنڍائي روڙي،
سُٽُ تَنِين جو سَڦرو، وِيا ترازِيءَ توري،
تُلهِي ۾ توري، ويچارِيءَ سان وَڙُ ٿِيو.

## ٢٧

جَنِين ڪِتو ڪالَ، سي پاٽان پيِيُون مامِري،
جَنِين تڪَ نَہ مالَ، سَرَهِيُون سي صَرافَ سين.

## ٢٨

پائي پاندِ ڪَپاهَہ، جان مُون آتَڻَ نِهارِيا،
ڪَتِي ڪانَہ پساهَہ، سَرَتِيُون وَڃِي سُتِيُون.

## ٢٩

چَرِکو[2] پنهنجي چِتَ سان، ڀِرِيءَ[3] ڀيرِيو[4] جَن،
توڙي ڪِي نَہ ڪِتَنِ، تَہ پِ ڪانڌُ تَنِين جو ڪوڏِيو.*

## ٣٠

تاڃي[5] تورِيائُون، تَہ عَيبِ نِڪِتا آڳِيان[6]،
ڪوني ڪاپائِتِيَنِ ڪي، پَرِ ۾ پُڇِيائُون،
چي:[7] "آگلَڙِي[8] آئُون، مُون ڪان ڀڙا[9] ڀَڳا نَہ ٿِيا."

---

١- پلي ٢- چرخو، ائٽ، ارٽ ٣- اسر مهل، صبح جو سويل ٤- ڦيريو، هلايو،
*جيتوڻيڪ هو ڪوبہ پورهيو (عبادت) نٿيون ڪن تہ بہ پيتار انهن لاءِ من ۾ محبت رکي ٿو ۽ انهن جو شائق آهي. ٥- ڪپڙي ۾ پہ تندون ٿينديون آهن: هڪڙي تاڃي ٻيو پيٽو (ڪتيل سٽ) ٦- گهڻا ٧- هن چيو تہ ٨- عيبدار، ميري، مدي ٩- ڪپهہ جون ڳوڙهيون ڳنڍيون، عقدا.

## وائي

ڪا هِنيين[1] سين لاءِ،* پورِي! ڪا هِنيين سين لاءِ.

تُنبائي تاڪِيدَ سين، جَنِ پِڇايو پاءُ،

پورِي! ڪا هِنيين سين لاءِ.

لَسِي تَندُ، لَطِيفُ چئي، هَلي تَنِ هٿاءُ،

پورِي! ڪا هِنيين سين لاءِ.

پَهيُون تَنِ جُونِ جِهرڪَنِ جهورِيُون، پيو اُڏائي واءُ،

پورِي! ڪا هِنيين سين لاءِ.

اَرٽَ پاسي اوجهِرين، تُوکي سُمَهَڻَ آئيو ساءُ،

پورِي! ڪا هِنيين سين لاءِ.

اَدِيُون عَبدُاللطِيفُ چئي، روئي رِيجهائِي راءُ،

پورِي! ڪا هِنيين سين لاءِ.

---

١ـ دل *ڪا سمجه ڏار، ڳڻ ڳوت ڪر، خيال ڪر.

# سر پورب

## سر بابت:

هيءُ سر نہ ڪي ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ واري نسخي ۾ آهي ۽ نہ ڪي ڊاڪٽر ٽرمپ واري نسخي ۾. سرڪاري ڇاپي جي پهرئين داستان مان هڪ پارسي آميز ڀسو بيت ڏاريو ڪلام سمجهي ترڪ ڪيو ويو آهي ۽ ٻئي داستان مان بہ هڪ پنجابي الفاظن سان ڦڪو ۽ ڪجسو بيت خارج ڪيو ويو آهي. داستان ٻئي جي واهيات وائي نمبر ٢ پڻ ترڪ ڪئي وئي آهي.

## مضمون:

هن سر ۾ ٻہ داستان آهن. پهرئين داستان ۾ شاهہ ڪانگل کي پرينءَ ڏي قاصد ڪري موڪلي ٿو ۽ پاڻ ان کي سنيها سونپي ٿو. ٻئي داستان ۾ پوربين يا سامين ۽ جوڳين جو ذڪر ڪيل آهي. هيءُ داستان، حقيقت ۾ سر رامڪليءَ جو حصو ٿيڻ گهرجي.

## روحاني راز:

شاهہ سنڌ جي رسم و رواج کان بخوبي واقف هو، جنهن ڪري ڳوٺاڻن کي پرين ڏي ڪانگل کي قاصد ڪري موڪلڻ جو ڍنگ ڪيس وڻيو ۽ ان کي پاڻ بہ پانڌي ڪري پيغام پهچائڻ جو ڪم سونپي ٿو. آخرين بيت مان پائنجي ٿو تہ شاهہ کي حقيقي محبوب ڏي اهڙي غليظ ۽ گندي پکيءَ کي قاصد ڪري موڪلڻ کان بچان آئي ٿي ڏسجي. ڪانگ ڪاڏي لاءِ ڍوندي ڳوليندو آهي ۽ آواز بلڪل ناخوشگوار اٿس؛ تنهن ڪري "ٻر ٻر" ڪندڙ جي قاصد ٿيڻ مان ڪهڙو ڪارج سرندو؟

# سُرُ پُوَرُبُ

## داستان پهريون

### ١

ڪَري ڪانگَ ڪُرنشُون[١]، پيرين پرينءَ پَئِيج،
آئُون جو ڏِيَئِين[1a] سَنيهو، وِچ مَ وِساريج،
لِلله لَگِ، لَطِيفُ چَئي، ڳُجهو ڳالِهائِيج،
چُئان تيئن چُئِيجِ، تہ ڪِنياتا[٢]! خوشُ هُئِين.

### ٢

اُڏرِ لَگِ اَللهَ، ويلو[٣] ڪَرِ مَ وِچَ ۾،
آئُون جو ڏِيَئِين سَنيهو، سانڍِ بَرابَرِ ساهَہ،
سَندي ڳُجهاندَرَ[۴] ڳاهہ[٥]، ڪَهِجِ مَ قَرِيبَنِ ري. *

### ٣

آءُ اُڏامِي ڪانگڙا، پارانيانِ[٦] پَچارِ،
ويهِي هِتِ وِصالَ جو، تان ڪو تِرُ[٧] تَنوارِ[٨]،
جي ڏِسَڻَ ۾ ڏيسارِ[٩]، سي اُڏامِي آڻِ پِرِين.

---

١- سلام، نياز، تعظيم 1a- ڏيانءِ ٢- ڪانگ ٣- وقت، دير ۴- ڳجهي يا مخفيءَ ڳالھ جي ٥- ڳجهارت، پرولي، اشارو *ڳُجهي ڳالھ قريبن (پرينِ) کانسواءِ ٻئي ڪنهن کي بہ نہ ٻُڌائج! ٦- سندن پيغام ٧- تر جيترو، ٿورو ٨- ذڪر ڪر ٩- ڏيساور ۾، پري.

۴

پارانيانِ پَچارِ، مَتي لامَ[1] لَطِيفُ چئي،
ڦيرُ مَ فَضِيلَتَ تُون، جا ڪُرَ[2] اوهان جي ڪارِ،
جئي ڏنئي ۾ ڏينارَ[3]، سي اُڏامي آڻِ پِرين.

۵

وَهِلو[4] وَرُ، وَرِيا پِرين، آءُ ڪانگا وَڻِ ويهُ،
جَنِين ڏُورِ ڇپيتارِيو ڏيهُ، سي اُڏامِي آڻِ پِرين.

٦

وَهِلو وَرُ، وَرِيا پِرين، آءُ ڪانگا لَنءُ لاتِ،
وِيا جي قَلاتِ، سي اُڏامِي آڻِ پِرين.

۷

ڪانگَلَ سي ئِي ڪوٺِ، پِرين جي پَرڏيھ وِيا،
جَنِين رِيءَ جهانَ ۾، اَڪَرِيَنِ اَروٺِ[5]،
لِلله لَگِ، لَطِيفُ چئي، ڪِجِ ڳاراچو[6] ڳوٺِ،
جي ڏَمَريا ڪنهن ڏوٺِ[7]، سي اُڏامِي آڻِ پِرين.

۸

پِرين جي پَرديسَ ۾، تَن جي ڪانگا ڪِجِ خَبَرَ،
تہ سَڀِ مَرُهايان سونَ سين، پَکِي تنهنجا پَرَ،
گُهمِي مَتان گهرَ، ڏِجِ پارانيا[7a] پرينءَ کي.

---

۱ـ وڻ جي ٽاريءَ ۲ـ خاندان، قبيلي ۳ـ روشن، ڏيٺ وارا، واقف ۴ـ جلدي ۵ـ بي آب، خشڪ ٦ـ ڳالهہ ٻولهہ، حال احوال، محفل ۷ـ غصو، ڏک. 7a ـ نپايا.

٩

آءُ ڪانگا! وَڻِ ويھُ، سُڏِيون[1] ڏي ساٿيھَ[2] جُون،
ڇَڱا ڀَلا سُپِرين، ڪِ سُکِ وَسي ساٿيھُ،
پِرِينِ لئي پَرڏيھُ، مون تان گھڻو نِھارِيو.

١٠

ڪَرَ ڪَنيو ڪانگُ لَنئي، مُنِيءَ[3] تي مَضبُوطُ،
آڻِيو ڏي آتَڻَ ۾، سَنِيھا ثابُوتُ،
ڪانگَلَ! اَتئُون قُوتُ،[3a] پيغامَ پِرِيَنِ جا.

١١

مَتان مَنھَ مُنھنجي، ڪنھن اُڏايو ڪانءُ؟
ڳِنِھِي آيو ڳالھڙي، سَنڌي سُپِيرِيانءُ،
جيڏِيُون جاڙَ ڪِيانءُ، سُئُمِ[4] هوند[5] سَنيھَڙو.

١٢

ڪَڏِي ڪانگا! تو ڏِيانءِ، هِنيُون[6] ساڻُ هَتَنِ،
وَڃِي ڪاءُ وِلاتَ ۾، اَڳِيان عَجِيبَنِ،
پِرِين مانَ چَوَنِ، تہ هيئَن[7] قُربانِ ڪيرَ تِي؟

١٣

ڏائي چَڙھِي ڏارَ تي، ڪي جو ڪانگَ ڪَھِيو،
سورِيتِيءَ[8] سُورِ پَئِي[9]، پَھو[10] پَتِ هَنيو[11]،
ڪامِي اَرتُ ڪَنيو[12]، ويچارِيءَ وِرھَنِ[13] مان.

---

١ـ خبرون ٢ـ وطن ٣ـ ڏاريءَ، ڊور ڪي ٻڌڻ لاءِ ڪوڙيل ڪلي ڪان وڏي ۾ ڏلهي ڪاٺي ٣aـ خوراڪ، ڪاڌو، ٻَلُ ٣bـڪيائون ٤ـ ٻڌم ٥ـ هوند، جيڪر ٦ـ دل ٧ـ هينءَ، هــن نموني ٨ـ عاشقياڻيءَ، سُورن واريءَ ٩ـ عشق جي آڪيڙي چڙهڻ ڪري ١٠ـ ڪپهه جو مڇو ١١ـ ڦٽو ڪيو ١٢ـ چرخو يا ائٽ ڪتڻ ڇڏيو ١٣ـ غمن، ڏکن.

ڏائي چَڙهِي ڏارِ تي، ٿو زاغُ[۱] ڪَري زارِيُون[۲]،
آڻيو ڏي آتڻ ۾، سَنِيها سارِيُون[۳]،
ماٺِ ڪَرِيو مارِيُون![۳a] ڪَهِيو[۴] سُٽان[۵] ڪانگَ جو.

۱۵

ڏائي چَڙهِي ڏارِ تي، ڪا جا لاتِ لَتِي[۶]،
آتڻَ ۾ اَندوهُ ٿِيو، سَگهي ڪانَ ڪَتِي،
ويڙهِي مَنجهہ وَتِي، ڪِي جو ڪانگَ ڪَمائيو.*

۱٦

ڪِي جو زاغَ زبانَ سين، لَنيو مَتي لامَ،
پَهُچايائين پرينءَ جا، سَرَتيُون! راتِ سلامَ،
ڪاڪِيُون! ڪَتِي ڪا مَ، تہ ڪَهِيو سُٽان ڪانگَ جو.

۱۷

اَچِيو اَچِيو پُونِ، واڪا ڪِيو وَٽن ۾،
سَنِيها سيٹن جا، چوٽِيءَ چَڙهِيو چُونِ،
ڪانگَ نہ ڪُوڙا هُونِ، پِريان سَندي پارَ جا.

۱۸

پِريان سَندي پارَ جو، ڪانگلُ نَہ ڪُوڙو،
اَچِي وِچي وِچَ ۾، مَتي دَرَ دُوڙو[۷]،
جو اَندرِ اوسِيئَڙو، سو لاٿائين لَطِيفُ چي.

---

۱ـ ڪانگ ۲ـ ڪيڪون، دانهون ۳ـ سنياليو، هڪ هڪ ڪيو ۳a ـ مُيون! سرتيون! ۴ـ خبرون، جيڪي ڪهي يا چوي ٿو ۵ـ سٽان، ٻڌان ٦ـ لنئي، ٻولي ڪري * ڪانگ اهڙي ڪا ڳالهہ ٻڌائي اٿس جو اندر ۾ پريشان آهي يا موڙهي وتي. ۷ـ قاصد، پانڌي، ڊوڙندڙ.

ڪانگَلَ قَريبَنِ جا، اَچِي وائِيءَ وَڻُ[1]،
تو ۾ بُوءِ بَهارَ جِي، مُشِڪَ ڪَٿُورِيءَ مَنُ،
اَچِي عَجِيبَنِ جو، اورانگهِ اَگُڻُ،
توکي پَسِي تَنُ[2]، سُورَنِٿان[3] صافُ ٿِئي.

٢٠

آنديُون ڪانگَ قَريبَ جُون اَڄُ واڌايُون، واهَ!
مَنَ مُرادُون پُنيُون، ٿِيُون سراهِيُون[3a] ساهَ،
آندا پِرِين اَللهَ، سَڌَ منهنجا سابِ پِيا[4].

٢١

ڪانگل! ڪوهَ ٿِيوءِ،[4a] پيو آهِين پَٽَ ۾؟
اَڳِي اُسَ تِڙڪو نہ سَهِين، اَڄُ سارو ڏينهن سَنوءِ،
پَسِي حالُ سَندوءِ، ڪانگَنِ ڪانگورو[4a] ڪِيو.

٢٢

هُئِين وَسِيلو وِچَ ۾، ڪانگَلَ! پاڙِيئِي[5] ڪانَ،
اُتُئِي[6] ڪِينَ عَجِيبَ ڪِي، ظاهِرِ ساڻُ زِبانَ،
توڙِ پهُتين تان نہ، اورِيان ئِي آٽِيو ڏِيئِين.

---

١- اهڙي وائي ڪر جو وٽين، چڱي وائي ڪر، منو ٻول، پيغام پهچاءِ ٢- تن، بدن جسو،
بت ٣- سورنٿان، سورن کان ٣a- سرهايون ۴- قبول پيا، اثرائتا يا سجايا ٿيا ۴a- ڇا ٿيو
اٿئي! ۴b- ڪانگيرو، ڪانگن جو گڏ ٿيڻ، گوڙهه ڪرڻ. ٥- توڙ نباهيئي، چڱي ڪئي
٦- اُتوءِ، ڇيئي.

٢٣

ڪانگل! تنهنجي چانگَ[١]، جَڏو جِيءُ جِيارِيو،
مَٿان لامُنِ لَتَ ڏِيو، ٻولِيين سِرِ[٢] ٻيلانگَ[٣]،
اُڏِرُ مَٿان ڦانگَ[۴]، تَہ گهرِ آوَن[٥] پِرِين.

٢۴

ڪانگلَ! نيئي ڪانگِ[٦]، منهنجي ڏي مَحبُوبَ کي،
"لالَنَ! لايئي ڏينهڙا، ڪنهن سَٽائي سانگِ[٧]،
اوهان رِيءَ اَڙانگِ[٨]، وينِئي وِرِهَ وَسائِيان."

٢٥

رِيءَ پِريان پَرَديسَ ۾، وِرِهَ وَڏي ڪي وَسَ،
اَکِيُون پارِ پِرِيَنِ جي، ٽِيُون گامَ[٩] نِهارِينِ گَسَ،
ڏِيندا پانڌِي ڏَسَ، کِينءَ[١٠] جُون آڻي خَبَرُون.

٢٦

زاغَ[١١] تنهنجي ذاتِ جو، ٽورو مَٿي مُون،
اُڏامِج، عَبدُاللطِيفُ چي، صُبحَ سيٽَنِ ڏُونهن[١٢]،
ڪِج وينَتِيُونِ وِتَرِيُون[١٣]، ٻاجهائِج ٻَهُون[١۴]،
تَہ لالَنَ! ڪونَہ لهُون، جِهو[١٥] تو جَهانَ ۾.

---

١- وڏي ٽيي يا اُچل ٢- تي ٣- ٻسانگ، ٻہ گڏيل ٽاريون ۴- ٽاريءَ ٥- اچن ٦- سنيهو، پيغام ٧- ضروري يا ڏکئي ڪم ٨- ڏکي، غمگين. ٩- گهوٽ ١٠- خوشيءَ ١١- ڪانگل ١٢- ڏانهن ١٣- گهٽيون ١۴- گهڻي ١٥- جيهو، جهڙو.

٢٧

قَرِيبَنِ جو ڪانگڙو، مَٿي تارَ تِلي،
ڪَڏيو ڪِيانتو خَبَرون، ڪِيرُون[١] ڏِيو ڪِلي،
لائِي جنهن لالَنَ سين، منهنجي بات بِلي،*
سو وَرُ[٢] چَشمَنِ[٢a] تي چَلي، جو دَرِباري دوسَ جو.

٢٨

ڪُتو جي[٣] ڪانءُ، پِريان سَندي پارَ جو،
اُنهين مَٿان آنءُ[٤]، ڪوڙين قُربانِي ٿِيان.

٢٩

سو ڪانگُ مَ قاصِدُ ڪَرِ، جو سَدا ڍوندي ڍوندي ڪي،
ڪِ ڪَندو پَهچِي پيٽَ جِي، ڪِ وِيندو دوسَنِ دَرِ،
جنهن جِي ٻولِيائِي "بَرِ بَرِ[٥]"، سو نياپا نِيئِي رَهيو!

## وائي

سائِين! سَگُ سَندومِ، مَ ڇِڇي سين جوڳِين.
هَلَڻَ جو هِنگلاجَ ڏِي، آديسِنِ اُتومَ[٦]،
سائِين! سَگُ سَندومِ.
نيئِي پُوربَ پارَ ڏِي، ويراڳِينِ وِڌومِ،
سائِين! سَگُ سَندومِ.

---

١- مبارڪون * جنهن منهنجي ڳالھ لالن تائين رسائي ٢- بـهتر، ڀلّي ٢a- اکين ٣- يا
٤- آئـون ٥- ڪانگ جو ناخوشگوار آواز، ڪان ڪان، ٽان ٽان ٦- چيو.

سوئي تيرَتَ تَڪِيو[١]، سوئي پَنڌُ سَندومِ،
سائين! سَڱُ سَندومِ.
هُو جو تِيرَتَ تَڪِيو، سامِيَنِ سُونهايومِ[٢]،
سائين! سَڱُ سَندومِ.

## داستان ٻيو

١

سَدا شَوقَ پِريَن جي، قُران قيرِيدارُ[٣]،
مانَ سَڃيهُون[٤] يارُ، اَڳيان اَکَڙيُون کَٽِي.

٢

تَنِ اَکِيُنِ اُتان[٥] "سُکَ"[٦]، کِلَندي کَٽَنِ جي،
پِريَنِ پاٻوهَڻُ[٧] سين، ڏورِ ڪيا سَبِ ڏُکَ،
ماڙُهن[7a] ليکي ٻُکَ، سامي سُورَ سنها ڪيا.

٣

وِچِينءَ ويراڳِيَنِ جِي، مَتي ڪُنُجَ[٨] ڪُوکَ،
مَحَبَتِي مَلُوکَ، ساري سِکَ سَنها ڪِيا.

٤

سامِي چاهِين، سُکُ طَلَبِين، سِکِين نَہ[٩]، سامِي!
اَڃا اورِيِن پَنڌَ ۾، ويٺين وِسامِي[١٠]،
گُرَ کي تون نَہ گڏيين، چاهِين انامي[١١]،
دائِمُ مُدامِي، پُورِو رَهِجِ پِرينءَ سين.

---

١- منزل، مڪان، اوطاق ٢- ڏيکاريوم ٣- قيري ڏيندڙ، فقير ٤- اسان سان اکيون ملائي، اسان ڏانهن نهاري، اسان کي نشان ڪري الاري، هٽي ٥- چوان ٦- شل سکي يا خوش رهو، ٧- مرڪڻ، خوش ٿيڻ، کلڻ 7a- ماڻهن ٨- ڪنڊ، پاسي ٩- ڪونہ سڌرئين ١٠- تڪجي ١١- انعامي، انعام وٺندڙ.

٥

سامِي چاہِين سُکَ طَلبِيِن، تَسا[oa] ڏيِن نَہ تَنَ،
ماڙهُنِ ڏانهن مُنهن ڪِيو،* پنين اتا ۾ اَنَ،
ڪاپَڙِي تو ڪَنَ، ڪِ چيرايا چَشَنَ[ob] لئي.

٦

پُورَبِي پُوري وِيا، آسَڻَ آڏِيءَ راتِ،
سُيَمِ نہ سَناسين جونُ، پَچارُونِ پريات،
ڪا ناهِ جوڳِيءَ ذاتِ، مِٽَ نہ مَعذُورِنِ[١] جا.

٧

پُورَبِيا[1a] پُوري ويا، آسَڻَ اَجُ صُبُوح،
خبستُوريءَ خوشبوءِ، آهي آديسِنِ ۾.

٨

مَتِي راهہ روان ٿِيا، پُورَبِ پُورِيائُون[٢]،
هِي گهَرَ گهورِيائُون، اَڳانڊِيائُون[٣] اَڳِيان.

٩

پُورَبَ[3a] پيهِي، مونُ تان گهٽو نِهارِيا،
سُڌِ نہ مُڪِي سَجڻين، جيهِي نَہ تيهِي[٤]،
هُئا پَرَڏيهِي، وَڃائِي واٽَ ٿِيا.

---

oa- تسيا، تڪليف، جفا* ڏٽيءَ ڪان منهن موڙيو، ماڻهن ۾ اميد رکيو. ob- چسن، ذائقن ١- عذر وارن، ڪاٽيارن 1a- پورب جا، پورب جا پانڌي٢ - هليا، ٣- جوڙيائون، اڏيائون 3a- هتي، پڙهڻيءَ جي لحاظ کان 'پوربيا' هئڻ گهرجي. ٤- جهڙي تهڙي.

۱۰

پُورَبَ مارِياسِ، ڪنهن درِ ڏِيان دانهَڙِي؟
مَتيُون ڏِينديِ لوڪَ کيِ، ڇَرِي پاڻَ ڦِياسِ،
جَنِين نہ جيهِياسِ، مان[۲] لنئُون لَڳو تَنِ سين.

## وائي

جَنِ جو وارِثُ تُون، اَلا! سي ڪيئَن رَهَندا نينَ منهنجا؟
آڳِي[۳] اُبَ خَلِقيا، پَلِي خَلِقيائِين پُون[۴]،
جَنِ جو وارِثُ تُون، اَلا!
جوڙِيائِين جوڙَ جَهانَ جِي، ڇَپِي "ڪُنْ فَيَڪُوْنْ[۵]"،
جَنِ جو وارِثُ تُون، اَلا!
ڪُوڙِي دُنِيا، ڪُوڙا پَسارا، ڏِينهن مِرِيئِي ڏُون[۶]،
جَنِ جو وارِثُ تُون، اَلا!
آهِيُون اَلِفَ[۷] آسَرِي، مُحَمَّدُ مَحِبُوسُون،
جَنِ جو وارِثُ تُون، اَلا!

---

۱- جهڙي آهيان ۲- مونکي ۳- آغا، ڏٿيءَ ۴- زمين ۵- "ٿيءُ، تہ پوءِ ٿي پيو." (ق- ش)
٦- ڀہ (۲) ۷- "الله" جنهنجو پهريون اکر الف آهي.

# سر ڪارايل

## سر بابت:

هيءُ سر نہ ڊاڪٽر گربخشاڻي واري نسخي ۾ آهي ۽ نہ ڊاڪٽر ٽرمپ واري نسخي ۾، تنهنڪري سرڪاري ڇاپي وارا بيت قائم رکيا ويا آهن. ڪارايل نالي ڪابہ هندستاني راڳڻي ڪانهي. هن سر تي نالو مضمون مطابق رکيل ٿو ڏسجي؛ ڇاڪاڻ جو منجهس ڪارايل (مور يا هنج) جو ذڪر ڪيل آهي.

## مضمون:

ٻگهن جو سرتاج موريا ٻگھ ڪيئن ٻين ٻگهن کان نرالو طريقو اختيار ڪري ٿو، تنهن جو ذڪر هن سر ۾ ڪيل آهي.

## روحاني راز:

ڪارايل مان مراد آهي، رسول ڪريمﷺ جن جي يا انهن بزرگن جي، جيڪي مرشد وٺڻ جا لائق آهن. ٻگهن ۾ جيئن هنج سونهي ٿو، تيئن رسول پاڪﷺ امتين ۾ مرڪي ٿو. جيئن هنج ٻين ٻگهن وانگر تاسري پاڻيءَ يا تراڪڙي تلاءَ ۾ نٿو گذاري تيئن وحدت جي واديءَ جو ڄاڻو مرشد بہ، ٿوري پاڻي (ٿورڙي عشق) تي قناعت نٿو ڪري، پر تار ۾ تري ٿو ۽ اونهي ۾ ٽٻيون ڏئي ٿو. ٻگھ ڪناري تي ننڍيون مڇيون ماري گذارو ڪري ٿو؛ پر هنج پنهنجي غذا پاتار مان پيهي آڻي ٿو. هن جي روحاني خوراڪ عشق جي اوڙھ ۾ آهي ۽ نہ ڪنڌيءَ تي. هنج اهوئي سر وڃي وسائي ٿو، جتي "پرين سنداس". ڪنگن جي صحبت مان هن کي ڪوبہ لطف نٿو اچي، تنهن ڪري هو ماڻڪن ميڙڻ لاءِ سنا سر ٿو سوجهي. هو (مرشد) ٻين جو سونهون ٿي، پنيءَ لائي، وڃيو حبيب سان هڪ ٿئي. سڄي سر جو راز داستان پهرين جي بيت نمبر ٢۴ ۾ سمايل آهي. سالڪ جي لاءِ بهترين نصيحت بيت نمبر ٨ ۾ ڏنل آهي.

# سُر ڪارايلُ

## داستان پهريون

۱

”وَحدَهُ“[۱] وائي[۲]، چَڙهَندي[۳] چَيائِين،
سو لُڙُ[۴] لَنگهيائِين، جِتي پارَڪَ[۴a] پَکِيان[۵].

۲

پَگَهِنِ سِين ٻانُ هَٽِي[۶]، اُڏائو آڪاسِ،
جِتي پِرِين سَنداسِ، سو سَرُ مَٽِي[۷] هَنجَڙو.

۳

اَکِڙِيُون اوڙاهَ[۸] ۾، اُيو تَڪي تارِ،
پِتُون[۹] جي پاتارِ، هَنجُ تِنين جو هيرُئون[۱۰].

۴

وَچين نہ پيهِي، پِتُءَ[۱۱] لَئِي پاتارِ ۾؟
ڪَنڌِيءَ تي ڪيهِي، هاجَ[۱۲] تُنهنجِي هَنجَڙا؟

۵

اُونِهي[۱۳] ۾ اوڙاهُ جو، هَنجُ تِتَهِين[۱۴] هوءِ،
اِيءُ ڪانِيئَرو[۱۵] ڪوءِ[۱۶]، جو ڇاڃِرِ[۱۷] ۾ ڇيرُون ڪَري[۱۸]؟

---

۱ـ هو هڪڙو آهي؛ الله هو ۲ـ آواز ۳ـ اُڏامڻ وقت ۴ـ درياه جو اونهو لڙاٽيل پاڻي، طوفان ۴a ـ پرڪِيندڙَ ۵ـ پکين جا ٦ـ تير هٽي (ڇڏي) ۷ـ ڏانهن (وڃي، ڏسي) ۸ـ اونهو پاڻي، عميق بحر ۹ـ پرزا، ذرا (قيمتي موتي)، ڪاڌو، خوراڪ ۱۰ـ هريل، عادي، عادتي ۱۱ـ چڱي غذا، سٺي ڪاڌي ۱۲ـ ڪم ۱۳ـ بحر، مهراڻ، سمنڊ ۱۴ـ اتي ۱۵ـ پکيءَ جو قسم ۱٦ـ ڪهڙو آهي ۱۷ـ ڇڪ، ڇڪڻ، ڍنڍ، ڍوري ۱۸ـ هلي، جهاڳي.

٦

تِيو حُضُورِي[١] هاڻِ، سوجها[٢] پِيَسِ سَرَ[٣] جِي،
ڪُنڍِي[۴] لَڌِي ڪانڻِ[٥]، پَکِيئَڙِي پاتارِ ۾.

٧

اَچـو پاڻِي لُڙُ تِيو، ڪالُورِيو[٦] ڪَنگَنِ،
اِيندي لَجَ مَرَنِ، تِنهن سَرَ مَتـي هَنجڙا!

٨

وِيـنو جيئَن وماسِيِنِ[٧]، حَيرَتَ پِؤ مَ هَڏِ،
لاتِيُون[٨] جي لِباسَ[٩] جُون، سي چِپائِي[٩a] چِڏِ،
"اَئُون"، "اَسِين" ڪَنِ جي، پاسي تَنِ مَ اَڏِ،*
تَنُ طالِبَنِ گَڏِ، ته ويجهو تِيين، وِصالَ ڪي.

٩

وِيـنو جيئَن وِماسِيِنِ، حَيرَتَ پِؤ مَ هورِ[١٠]،
اُونِهو جو اَچـو وَهي، گِهڙِي تِنائِين[١١] گهورِ[١٢]،
ڏِنيون[١٣] هَڏِ مَ ڏورِ، گهورِيو گَبُ[١۴] گَسَنِ جو.

١٠

وِيـنو جيئَن وِماسِيِنِ، حَيرَتَ پِؤ مَ هاڻِ،
لَلَنِ[١٥] ڪي، لَطِيفُ چي، اَچِي[١٥a] ساڻُ آراڻِ[١٦]،
ڪَنگَنِ لَتِـي ڪاڻِ، گَڏِيو هَنجُ حَبِيبَ ڪي.

---

١ـ حاضر، مليو ٢ـ سمجهه، خبر ٣ـ وسندي جاءِ، ڊوري ۴ـ ڳجهڙو، دل ۾ ڳالهه سانديندڙ (لـڳ) ساڳئي اُچار سان 'ڪنڍڻ' مصدر جو مضارع فعل 'ڪُنڍي' ٿـي ٿو، جنهن جي معنيٰ آهي: ڪوٽـي، باريڪـيءَ سان ڳولي.٥ـخزانو ٦ـ ميرو ڪيو، خراب ڪيو ٧ـ ڳـٽـيون پچـائين، فڪر ڪرين ٨ـ تنوارون ٻوليون، ڳالهيون ٩ـ ٺڳي، دغا، ڪوڙ، فريب ٩a ـ لڪائي ڇڏ، بند ڪري ڇڏ. *خوديءَ وارن جي صحبت ڇڏ ١٠ـ ڳڻتي، فڪر ١١ـ اتان ئي ١٢ـ ڳول ١٣ـ ڪنڌيون، ڪنارا ١۴ـ غبار، مٽي، ڳپ= تـڪر ٻور ١٥ـ پکيءَ جو نالو ١٥a ـ اڇي، صاف (پاڻيءَ) ١٦ـ مقابلو، اٿٻٽ.

۱۱

پَکِي پِپِهِي نِگِّيا، مَنجهان لِتِڙنِ[۱] لَکَ، *
ڪَنِين ماٺِڪَ مِيڙِيا، ڪَنِين رَتا يَڪَ، **
پُنِّيءَ لاٿِي[۲] لَکَ، گَڏِيو هَنجَ[۳] حَبِيبَ[۴] کي.

۱۲

هَنجَنِ سين هيڪارَ، جي ڳُڻَ ڪَري[۵] نِهارِيين،
ٻَگهَنِ[۶] سين ٻِيهارَ[۷]، ٻيلهہ نہ ٻَڌِين[۸] ڪَڌهِين.

۱۳

هارِيا هَنجَ! ٻَگهَنِ سين، ڪيهِي ٻَڌين ٻيلهہ؟
ميرو[۹] مَتائيجِ تُون، اَڇِي[۱۰] ڪَرِ اُڪيلَ[۱۱]،
ڪَنگَنِ ساڻُ ڪُويلَ[۱۲]، لَلا! جِمَ لُڙ پِيين.

۱۴

اَڇو پِيو اَڇاهہ[۱۳]! تہ اَڇائِيءَ اُبَهو،
وِهَڻُ وَڙُ[۱۴] نہ آن[۱۴a] جو، پاٽِيءَ لُڙَ لَلاهُ[۱۵]،
سُسَرِ[۱۶] ڏِجي ساهُ، ڪُسَرِ[۱۷] ڪَنگَنِ[۱۸] قَبرُون.

۱۵

ڪُسَرِ ڪَنگَنِ قَبرُون، سُسَرِ ساڳاهيجِ،
هَنجَ هُتي جِي ڳالهڙِي، ٻَگهَنِ مَ ٻوليجِ،
ماٺِي تُون مُڙِيجِ[۱۹]، چَئيجِ مَ ڪِنهِين ڇهَنجَ[۲۰] سين.

---

۱- واحد: لتاڙي اهو رکيل تختو جنهن تان ٻيڙيءَ مان لهي ڪنڌيءَ تي پهچبو آهي؛ شريعت جي راهہ.* گهڻا امتي ڇڪ کان نڪري اونهي پر گهڙيا. ** ڪن روحاني خزانا هٿ ڪيا، تہ ڪي رڱجي ريتو ٿيا. ۲- رهبري ڪري ۳- عمدي پکيءَ جو نالو (رسول ڪريم صلي الله عليہ وسلم) ۴- دوست (خدا) ۵- خيال ڪري ڳڻ ڳوت ڪري ۶- ڪوڙن رهبرن ۷- ٻيو ٻيرو ۸- همراهي نہ ڪرين ساٿي نہ ٿين ۹- گندو پاڻي (شيطاني رستو) ۱۰- سفيد پاڻي (شريعت جي راهہ) ۱۱- جلدي، اُڪلاءُ ۱۲- خراب وقت، بي وقت ۱۳- اي اڇا پکي! ۱۴- سلوڪ، هلت، لياقت، عزت ۱۴a- اوهان جو ۱۵- للهہ يا للو ٿي، نامرد يا سست يا ڍِڄُو ٿي ۱٦- سٺي سر، سٺي هنڌ ۱۷- خراب سر، بڇڙي هنڌ ۱۸- ڪانگن، ڪانگن جهڙن ڪمتر پکين ۱۸a- سَگَڻُ ڪج ۱۹- موٽج ۲۰- ڇهڇهي، جيڪو اڪين ڪان گهڻو ڏسي نہ سگهي.

١٦

سَرَ سُڪِي سالَ ٿِيا،* هَنجَ[١] هَرِيوئِي[٢] پير،**
ڪَنگَ ويچارو ڪير، جو رَسِي اِنهِيءَ رَمزَ کي؟

١٧

آءُ اُڏامِي هَنجَڙا! سَرَ ۾ سارِينَئِي[٣]،
مَتان مازِينَئِي، پاڙِهيرِي[٤] پَهُ ڪَري.

١٨

سَرَ ۾ پَکِي هيڪَڙو، پاڙِهيرِي پَنجاهَ،
سَندِيءَ آسَ اَللهَ، لُڏِي لَهرِيَنِ وچ ۾.

١٩

ڏَلِبوءَ[٥] مَنجِهه ڏَرِياهَ[٦]، پَکِي پَسِي آئِيا،
ويچارا وِيساهَ، آٽِي اُتِ آڙائِيا.

٢٠

پَکِي جنهن پُڄائِيا[٧]، تنهن ۾ ساهُ نه ماهُ،
مَنجِهه ڪَرَنگهُ[٨] ڪاٺَ جو، مَٿي پَکَنِ[٨a] گاهُ،
ويچارن ويساهُ، مٿي پکن آئيو.

٢١

جيئن قَطرُ[٨b] چُٽِيو ڪُڙِ[٩] پَرِيِين، ٻولَ ٻُجَهندِين هَنجَ!
موتِي جي مِهراڻَ جا، پُورا چُڻج پَنجَ،
اَڄُ ڪِ صُباحَ سَنجَهه،*** تو ڏِپِيءَ[٩a] ۾ ڏيرُ ٿِيين[١٠].

* رسولﷺ جن کي وفات ڪئي گهڻو وقت ٿيو آهي. ١- عمدو پکي (شريعت جي پابند سالڪ) ٢- آلو يا پسيل ٿي آهي، پنل. ** سالڪ شريعت تي قائم آهي. ٣- توکي ياد ڪن ۴- شڪاري، صياد (شيطان ۽ سندس فوج، يعني نفساني خواهشون) ٥- فريب، مڪر، ٺڳي، پکين ڦاسائڻ لاءِ ڪکن جو ٺاهيل پکي ٦- دنيا ڏانهن اشارو آهي. ٧- ماري ماٺ ڪيا، ڦاسارايا ٨- ڪرنگهو، پنيءَ جو هڏو ٨a- کنين ٨b- قطري جهڙا، ميرانجهڙا موتي، ابلڪ ٩- ڪک، اندر، پيٽ ٩a- پکي ڦاسائڻ جو دام** جلدي ١٠- مرين، فوت ٿين.

۲۲

ڪَؤنرَ[۱] پاڙُون پاتارِ ۾، ڀؤنرُ ڀري آڪاسِ،*
ٻنهي سَندي ڳالهڙي، رازِقَ آندي راس،**
تنهن عِشقَ کي شاباسِ، جنهن مَحَبتي ميڙيا.

۲۳

ڪَؤنرَ پاڙُون پاتارِ ۾، ڀؤنرُ ڀري ۾ سُجَ،
ٻنهي سَندي ڳالهڙي، عِشقَ اِيَّ اُهَجَ،***
توءِ[۲] نہ لَهينِ اُجَ، جي پيئو پيئَنِ پاڻَ ۾.

۲۴

ڪَنڌيَنِ ۾ ڪوهُ ڪَريِن؟ گَسَنِ ۾ مَ گُذارِ،
وَڃي وَحدَت وِيءَ[۳] ۾، گُهٽُون[۴] چَڏي گهارِ،
شَريعَتَ جو سَرُ[۵] لَهي، تَنُ تِئائِين تارِ،
حَقيقَتَ هَنجَنِ سين، طَرِيقَتَ تَنوارِ،
مَنجهان مَعرِفَتَ سين، اَندَرُ تُون اُجارِ،
هِدايَتَ جي هُوءِ ۾، چُٽيو[۶] تُون چانگارِ[۷]،
تہ پاڙِهيري[۸] اِنَ پارِ، ڪونہ ڏِسين تُون ڪَڏَهِين.

۲۵

جيهَ[۹] لوڪُ جَهَپَ[۱۰] ڪَري، اوهيرَ[۱۱] اُڏامَنِ،
پِٿُون[11a] جي پاتار جا، اَچيتارِيو[۱۲] چُڻَنِ،
ڪوهُ ڪَندا تَنِ، پاڙِهيري پَهُ ڪَري؟

---

۱ـ ڪنول گل جون * ڪنول گل کي پاڻيءَ سان ۽ ڀؤنر کي هوا ۾ اڏامڻ سان. ** ٻنهي کي رزق ڏيندڙ (خدا) محبوب سان ملائي ڇڏيو. *** هي عشق جو نشان يا پتو آهي، هي عاشقن جا مثال آهن. ۲ـ تنهن هوندي بہ، پوءِ بہ ۳ـ ٻيلي، سبز ميدان ۴ـ گوٺناٽ يا گيسر چڏي، هيڏانهن هوڏانهن وڃڻ ۵ـ ڳجهہ، اسرار، وسندي، جاءِ، ڊورو ٦ـ چڳيو، ڪايو ۷ـ ٻولي ڪر، لات لنؤ ۸ـ شڪاري، شيطان ۹ـ جنهن وقت ۱۰ـ ننڊ ۱۱ـ اوڏي مهل 11a ـ سنهرا موتي ۱۲ـ چت ڪيو، ياد ڪيو، خيال سان.

٢٦

ماڻڪَ چُوٽو[١] جَنِ جو، هَنجَ حُضُورِي[٢] سي،
چِلُرَ[٣] ۾ چُهنبَ هَڻِي، مَچِي ڪِينِ[٤] نہ اي[٤a]،
لوڪَ نہ لکِيا[٤b] تي[٥]، جيلانهَن يوٽَنِ[٦] بَگهنِ گڏِيا.

٢٧

هَنجَ مِتّرِئِي هَنجَ، ميرو مَنجِهنِ ناهِ ڪو،
جِتي رَهَنِ سَنجَهہ، سو سَرُ ڪَنِ سُرَهو.

٢٨

سَرَ اُهي ئي اَڳِيان، پَکِي بِيا بِيا،
جَنِ لَمِيو لاتُون ڏِنيُون، سي ويچارا ويا،
پاتُـوندَرَ[٧] پِيا، وَچِي ڪِينجَهرَ ڪَنڌِيِن.

٢٩

وِيا مورَ مَرِي، هَنجُ نَہ رَهِيو هيڪَڙو،
وَطَنُ ڌِيو وَرِي، ڪوڙَنِ ڪانِيئَرنِ[٨] جو.

٣٠

سُرَهو سَرُ وِڃائِيو[٩]، ڪُوڙَن ڪانِيئَرنِ، *
رُنا روهُ[١٠] وَجَنِ، ڪنهن هِيٽائِيءَ ڪان هَنجڙا.

---

١ـ ڪاڌو، غذا؛ چوندڻ لاءِ شيءِ، مطلوب ٢ـ واصل، دوست سان گڏ ٣ـ گپ، چڪ، گاه جو قسم ٤ـ ڪائِنِ ٤a ـاِهي ٤b ـ سُڃاتا ٥ـ تنهن ڪري ٦ـ پُٽَن، گهمن ٧ـ سخي، وندبيندڙ، در پٽيندڙ ٨ـ پکيءَ جو نالو ٩ـ خراب ڪيو* اصيل پکي اڏامي ويا آهن، جنهن ڪري سهڻو سر ڪانگن جي اچڻ پوڻ ڪري خراب ٿي پيو آهي. ١٠ـ جبل.

## وائي

پَلو، جيڏيُون! آئُون جا بَلوچِي جِي آهِيان.
ڪَنيزَڪَ ڪيچِيَنِ جِي، ناتَرِ نانءُ سَڏائِيان،
پيزارَ پُنهُونءَ جامَ جِي، اَڪِين سين اُٺائِيان،
پَلو، جيڏيُون! آئُون چَشمَنِ سين چائيان.

## داستان ٻيو

١

سو پَکِي، سو پِڃرو، سو سُرُ، سو ئِي هَنجُ،
پيهِي جان پَروڙِيو، مُون پنهنجو مَنجُهہ،
ڏِيلَ[1] جنهن جو ڏَنجُهہ[2]، سو ماري[3] تو مَنجَهہ قِري.*

٢

ڪارايَل[4] جي ڪوڏَ[5]، مُون ڪينجُهرُ سَڀِ نِهارِيو،
وَرِي واهيري[6] نَہ وَريا، لَلا[6a] لاڪِيٽِيءَ[7] لوڏَ،
هِنئين جَنِين سِين هوڏَ[8]، سي هَنجڙا سَڀِ هَلِي وِيا.

٣

سَنَهان يانءِ مَ سَپَ[9]، وِيانءُ[10] واسينگَنِ جا،
جَنِين جِي جَهڙَپَ[11]، هاٿِي هَندان[12] ئِي نَہ چُري.**

١ـ بدن ۾، جسم ۾ ٢ـ ڏک، اهنج، اوک ٣ـ شڪاري (شيطان، نفس) * شيطان جنهن مونکي توتا چيايا آهن، سو اندر ۾ ئي گهر ڪيو ويٺو آهي. ٤ـ مور (رهبر، مرشد، رسول ڪريم ﷺ) ٥ـ ٨ـ شوق ٦ـ آڪيري، پکين جي وهڻ جي جاءِ ٦a ـ پکيءَ جو نالو ٧ـ لکن جي، عمدي ٨ـ محبت، ڪشش، چڪ، سڪ ٩ـ نانگ ١٠ـ اولاد ١١ـ جهٽ، ڏنگ ١٢ـ انهيءَ هنڌ تان ** جن جي ڏنگ لڳڻ ڪري هاٿي بہ اتي جو اتي مري پوي.

٤

سَنَهان يانءِ مَ سَپَ، سُڪا جَنِين پيٽَ،
تَنِين جِيءَ جَهپيٽَ[١]، جُنگَنِ[٢] کي جوکو ٿئي.

٥

آسَڻَ جَنِ اَريجَ[٣] ۾، اُو ڪَچَرَ[٤] وِهَ[٥] ڪَرِي[٦]،
تَن جا منهن مَلڪَنِ جِهَڙا، تِڪو تان نَہ ترِي،*
جي اُنهِين ساڻ اَڙي[٧]، تَہ ڪانهي جاءِ جَرِيءَ[٨] جِي.

٦

آسَڻَ جَنِ اَريجَ ۾، تَنِ جي وِهَ وَرَنُ[٩] پيو،
تَنِ جو ڪَندو ئِي ڪَمُ ڪَري، جي مَتِسَ پيرُ پِيو،
پُرِيَنِئان[١٠] آهي پَڌَرو، تَنِ نانگَنِ جو نِهو[١١]،
ڪِلي[١٢] ويلَ کِهو[١٣]، جو سامُهون ٿِئي سَپَنِ کي؟

٧

ڪنهن ڪنهن ڪارِيءَ ذاتِ کي، مورَ بہ مَتائين،**
جي چِتُرا چَکيا ڪَري، تہ وَڳَ وَرائي ڏِينِ،
ساتَ سَمورا نِينِ، مَنِين يائِي موتِيا.

٨

پِهرِين ڪاري نانگ جِي، کو ڇِرڪِيَلَ[١٤] چيڙَ ڪَري،
جي هَٽي ڏَنگُ ڏَسائِيو، تَہ ويجهو تان نَہ وَرِي،***
جيڪِي[١٥] تَپِ[١٦] مَرِي، جيڪِي سِڪي صِحَتَ کي.÷

---

١ـ چڪ، ضرب، ڏنگ ٢ـ بهادرن ٣ـ بنا ريج جي زمين، سڪل يا ٽوٽ زمين ٤ـ نانگ ٥ـ زهر ٦ـ پڪي، پوري، سچي (موتمار) * هو ڏسڻ ۾ سهڻا آهن، پر ڏنگ هڻ ڪرڻ (موتمار، اڦٽ مارينڙ) اٿن ٧ـ پلاند اٽڪي ٨ـ ذري، ٿوري ٩ـ رنگ ١٠ـ پُرِيَنِ ڪان، نسل يا پشت کان ١١ـ بنياد، نسل، ذات، واسطو، ٻُنڊ، ننگ ١٢ـ جنگ ١٣ـ ڪهڙو، ڪير ** ڪاري نانگ جي ڪنهن ڪنهن قسم ڪان مورَ بہ پاسو ڪن ٿا. ١٤ـ ڊنل *** جيڪڏهن چتائي ڏنگ هٽي تہ ڏنگيل ماڻهو ويجهي چَڪَ مان علاج ڪرائي واپس گهر نہ موٽي سگهي ١٥ـ يا تہ ١٦ـ اٽي جو اٽي، انهيءَ هنڌ، اُڦٽ. ÷ يا تہ اُڦٽ مري يا وري صحت سدائينءَ پيو سِڪي.

٩

کَپِڙَ گاروڙِيَنِ[١] سين، وَڏو وِڌوءِ ويرُ،
نانگَ! نہ وِيندين نِڪِرِي* تو ڏَرَ مَٿي پيرُ،
هِيءُ تَنِين جو ڏيرُ[٢]، جَنِ اِجُهوناگُڙهہ جَلائِيو.

## وائي

لِکَ[٣] سينءَ[٤] لَلو پَتو[٥]، ڪُوڙِي رانڊِ، ڪوڙو چَٽِڪو.
لَنيو جيئن لامِين چَڙهِين، ڪَرِيو ڪارايَلَ! ڪَٽِڪو[٦]،
ڪُوڙِي رانڊِ، ڪُوڙو چَٽِڪو.
ڪِ تو ڪَنِين نہ سُئو، شَهِبازَ[٧] جو سَٽِڪو،
ڪُوڙِي رانڊِ، ڪُوڙو چَٽِڪو.

---

١- موالي، مست، جوڳي فقير، نانگ مَنڊڻ وارن * اي نانگ! پَڃي چِٽي نہ سگهندين
٢- ديرو، رهڻ جي جاءِ ٣- ذري ٤- تائين ٥- خوشامد ٦- ڪاه، هلان ٧- وڏي باز.

# سُر پربِڀاتي

## سر بابت:

پرڀاتي هندستاني راڳڻي آهي، جا صبح جو ڳائبي آهي. هيءُ سر ڊاڪٽر گربخشاڻي واري ڇاپي ۾ ڪونهي. ڊاڪٽر ٽرمپ واري ڇاپي ۾ چوڏهن بيت آهن، سرڪاري ڇاپي ۾ سورنهن بيت آهن، پر هتي بمبئي واري ڇاپي مان ٻارنهن بيت، نمبر ١، ٢، ٣، ۴، ١٢، ١٣، ١۴، ١٥، ١٦، ١٧، ١٨، ١٩ اضافو ڪري ڪل ستاويهه بيت ڏنا ويا آهن.

## مضمون:

لس ٻيلي جي هاڪاري حاڪم سپڙ سخيءَ جي ساراهه ۾ بيت چيل آهن. هنن بيتن کي سنڌي ٻوليءَ جي قصيدن جو ابتدائي دور چئجي ته ٺهي اچي. سر بلاول ۾ به شاهه، جادم جکري جي تعريف ۾ بيت چيا آهن. سپڙ سخي، شاهه ڏنو ڪونه هو پر، ڀڏو هو، تنهن ڪري هن جي تعريف خوشامد جي خيال کان نه ڪيل آهي.

## روحاني راز:

جيتوڻيڪ بيت سپڙ سخي جي سخاوت جي ساراهه ۾ چيل آهن، پر ماڻهو اهي خدا ڏانهن منسوب ڪري پنهنجن آسن اميدن جي برآوريءَ لاءِ نمازِ بعد پڙهندا آهن. چند بيتن ۾ سپڙ جو نالو اچي ٿو، ورنه اهي مدحي بيت الله جي ذات سان نهايت سهڻي مناسبت رکن ٿا. خداوند تعاليٰ سڀڪنهن کي رزق رسائي ٿو. هو ڪافر کي به سنڌس ڪفر سبب پيٽ قوت کان محروم نٿو رکي. هو 'هاٿيءَ کي مڻ ۽ ڪِنُليءَ کي ڪڻ' وانگر، سيمرغ کي قاف تي قوت موڪلي ٿو، تيئن سخي سپڙ به هر ڪنهن سائل کي پيو نوازيندو هو. هو اهو ڪونه ڏسندو هو ته سائل خيرات جو مستحق آهي يا نه، پر آيل کي موٽائڻ مهڻو سمجهندو هو. جڏهن فقير ڪو اسان جي آڏو صدا هڻي، ته اسان کي اهو نه ڏسڻو آهي ته هو اسان جي خيرات جو لائق آهي يا نه! اسان کي انهيءَ مهل اهو خيال اچڻ گهرجي ته آيا جيڪي اسان کي خدا ڏنو آهي تنهن جا اسين حقدار آهيون يا نه- جيڪڏهن الله جون عطا ڪيل نعمتون، اسان جي حق ۾ حصي کان زياده آهن ته اسان کي به خدا جي ٻاجه مان سبق حاصل ڪري، ڏان ڏيڻ گهرجن. انسان کي ڪوشش ڪري پاڻ ۾ الله جون گهڻيون وصفون پيدا ڪرڻ گهرجن، جيئن هن سان هڪ ٿيڻ جي لائق ٿجي.

ڏاتار ڏڏن کي ڏاڻ ڏئي ٿو ۽ لڱن کي لڪ لنگهائي ٿو. هو ذات تي ڏات نٿو ڏئي، تنهن ڪري اسان کي وهي لهڻ گهرجي. جيڪو عبادت ڪندو سوئي الله جي اوڏو ٿيندو. عبادت ڪرڻ وقت علم ۽ ادراڪ کي ترڪ ڪري ابوجهه بنجي الله جي آڏو وڃڻ گهرجي. 'ڏڏ ٿي ڏان گهرج تون' چاڪاڻ ته 'اِي دَرُ اَبُوجَهنِ جو' آهي. تڪبر ڪنڌ ير ڪيرائيندو.

# سر پرڀاتي

## داستان پهريون

۱

اِيءُ نہ ڀانَئِ[۱] ڀيرُ[۲]، جيئن ڪِينَرُ[۳] ڪِيرِيءَ[۴] ٽنگِيو،*
سُونهارِي[۵] صُبُوحَ سين، وِجهِي ويٺين ويرُ،**
تو ڪِي چُوندو ڪيرُ، ڪِيرَتَ[٦] ڏاران[۷] مَڱِڻو؟

۲

سُتو ڪِيئَن نِنڊُون ڪَرِين، رو[۸] وِهاڻِيءَ[۹]، روءِ[۱۰]،
سُيان[۱۱] سازُ سَندوءِ، پِيو هوندو پَٽَ ۾.

۳

سيراندِيءَ سازُ ڪِيو، سُمهِين سارِي راتِ،
جاجِڪاڻِي[۱۲] ذاتِ، اِيئن هوءِ اَڱهِين؟[۱۳]

۴

جَنِين سُڪُ ناهِہ ڪو، چارَڻ[۱۴] سي چَئِجَنِ،
رُجُنِ راهَہ پُڇَنِ، مَٿي ڪُلهنِ ڪِينَرا.

---

۱- لنگهن، مڱڻهارن ۲- نشان، نمونو، پرتو، چمڪاٽ، نور ۳- سرندو ۴- ڪلي، ڪوڪي
* سرندو (عبادت) ڪليءَ ۾ ٽنگي، ڪاهل ٿي ويهڻ، مڱڻهارن جو ڪم نہ آهي (بندي ڪي بندگي جڳائي) ۵- سڀوري، سونهن واري، چڱي، ملوڪ ** ڀلاري صبح جو تون ستو پيو ننڊون ڪرين. ٦- سرندي ۷- ٻنان، ڪانسواءِ ۸- تون ڳوڙها ڳاڙ، وڄ (رفتن مان رو) ۹- صبح جو، اسر جو ۱۰- ڳوڙها ڳاڙڻ آهي ۱۱- سياڻي ۱۲- ڳائڻ وارن جي، مڱڻهارن يا سوالي فقيرن جي ۱۳- اڳيري، زياده عزت واري، بهتر ۱۴- چنگ وڄائڻ وارو، مڱتو، مڱڻهار.

٥

مُوڙهو[١] پِنِين[٢] مَگِڻا، ڪيڏانهن هُئين ڪالهه؟
لنگها! چَڏِ، لَطيفُ چئي، اُجهڻَ[٣] جا اَفعالَ[٤]،
سَپَرَ[٥] دَرِ سُوالَ، ڪَرِ تہ قِيمَتَ[٦] آڻيين.

٦

چارڻ[٧] لڱو[٨]، پنڌ گهڻو، ڪي چوتائِيءَ[٩] چَئيج،
هِتِ ڪِي هَلائيج[9a]، اُتي اَئُون نہ اَچڻو.

٧

جيڪِي ڏِڏِنِ[١٠] ڏي، ڳُجِهيان ئِي ڳُجهہ ۾،
سو جي سُڻَنِ، ڪَڏِهين، ڪِيرتِ وارا[١١] ڪي،
تہ ساز مِڙوئِي سي، هُوندَ پِڙُون[١٢] ڪَنِ پَلَڪَ ۾.

٨

اُتِ ڪِيرت[١٣] وارا ڪيترا،* ڪيرت ڪَبو ڪوهُ،
جيڪِي بَندو ڪَمُ ڪَري، سو مِڙوئِي ڏوهُ،
تُون پارِسُ، اَئُون لوهُ، جي سَچِين[١۴] تہ سونُ ٿِيان.

٩

اُتو آپوجهاءُ، سَپَرَ جو سڏ ٿِيو،
جيئَن اِئِين[14a] ڪِيرَتَ نہ سِکِيا، تيئَن پاڻان[١٥] رِيڊو[١٦] راءُ[١٧]،
”مَگُو مُون مُلاءُ[١٨] اَئُون اَوان[18a] جو آهيان.“

١- مُنجهيل، غمگين ٿيو ٢- گهمين، پِنڪين ٣- رلڻ، ڏورڻ، ڳولڻ ۴- ڪم، عادتون ٥- هڪ مشهور سخي مرد جو نالو ٦- قيمت واريون شيون، وڏي ۾ سٺي خيرات ٧- مڱڻهار ٨- منڊو، عاجز ٩- چوٽيءَ واري، اعليٰ درجي واري، داتا يا سخيءَ کي 9a- موڪلج، اماڻج ١٠- موڳن، نڪمن، نادانن ١١- ڳاڻا، ماهر، ساز وڄائيندڙ، چارڻ ١٢- پرزا پرزا ١٣- ڪم ڪار، عقل، عبادت* خدا جي اڳيان ڪٿين عابد ۽ پرهيزگار موجود آهن. ١۴- اکيون ملائين، نظر ڪرين، مهر جي نظر سان نهارين 14a- اوهين ١٥- انهيءَ ڪري ٿي، خودبخود ١٦- پرچي پيو، مهربان ٿيو ١٧- راجا (سپر، خدا) ١٨- وٺان، ڪان. 18a- اوهان.

١٠

ذاتِ نَہ آھي ذاتِ تي، جو وَھي[١] سو لَھي،
آرِيُون[٢] اَبوجَھنِ جُون، سَپَرُ چامُ سَھي،
جو راءَ وَٽِ راتِ رَھي، تنھن جُکِي[٣] تان نَہ ٿِئي.

١١

ٻولِيُون ٻيلي جُون ڪَري،* پاسي پَرِ پِيو،
سُٽائي سُتَنِ ڪي، وھاڻيءَ وِيو،
چاٽي ڪِينَ ٻِيو، سُرُ سِکيوئي هيڪَڙو.

١٢

ٻولِيُون ٻيلي جُون ڪَري، پاسي پَرِ پِيو،
چارَڻُ چاڙھي چَوڏولَ ۾، تِنھان پوءِ نِيو،**
رُچِي[٤] راتِ ڪِيو، سَرِفرازُ[٥]، سَيّد چي.

١٣

ٻاجھاڻُو ٻيلي ڏَٿِي[٦]، ٻُجھان[٧] ٻاجَھ ٿِئي[7a]،
سَپَرَ سا سُئِي، جيڪا چارَڻَ چِتَ ۾.

١٤

چاٽين تَہ پِہ[٨] نَہ چاڻُ، اِيءَ دَرُ اَبوجَھنِ جو،
اِنَ دَرِ سي ئي اَگھِيا، جَنِ نَہ ٻانئيو پاڻُ،
ريجھاڻو[٩]، راڄاڻُ[١٠]، آھي[١١] اَبوجَھنِ جو.

---

١ـ خدمت ڪري، چاڪري ڪري ٢ـ آر، انگل ٣ـ ٻڪ، لنگھڻ * جھنگلي راڳ ڳائي، تمام رواجي راڳ ڳائي راءُ ريجھائڻ جي ڪوشش ڪري ٿو. ** معمولي راڳ ٻڌڻ ڪري ٻہ ڏڏن جي ڏاتار تي گھڻو اثر ٿيو ۽ مڱڻھار کي عزت سان ڏولي ۾ پاڻ وٽ راضي ٿي گھرايو. ٤ـ راضي ٿي ٥ـ اعليٰ درجي وارو، عزت ۽ مانَ وارو ٦ـ لسٻيلي جو ڏٿي، ملڪ جو سردار، سپرَ جنھن کي ماڻھو اھو لقب ڏيندا ھئا ٧ـ سمجھان ٿو 7a- ٿِي ٨ـ تہ ٻہ، تنھن ھوندي ٻہ ٩ـ راضي ٿيو، پرتو، ريڊو ١٠ـ راڄ جو سردار، راڄا ١١ـ مددگار آھي.

١٥

ڏڏَ تِي ڏانَ[١] گهرجِ تون، ڇَڏِ وِڇا[٢] وِڃائِي،
سَپَڙَ راتِ سنباهِيا، تازِي تو لائِي،
جو ڄاڻي نہ ڳائِي، تنهن سين ٻيلي ڏَٽِيءَ ٻاجَھ ڪِي.

١٦

صُبوحَ جو سُهاڳُ[٣]، مَڱڻهارَنِ ماڻِيو،
ڏِنائُون ڏاتارَ ڪي، وَڏِيءَ ويرَ[٤] وِهاڳُ[٥]،
وَسِ منهنجي ناهِ ڪا، سيٽَنِ هَٿِ سُهاڳُ،
پِرِيَنِ سين پُهاڳُ[٦]، مانَ نِماڻِيءَ نَصِيبُ ٿِئي.

١٧

پِيو ليٽِين لُٽَ[٧]، سَڄِيُون راتِيُون سُمهِين،
اُٿِي آڏِيءَ نہ ڪَرِين، سَپَڙَ سان سَهَٽَ[٨]،
رُونجهِي[٩] راتَ اُپَتِيا[١٠]، پيتِنِيئُون[١١] پاڻِيَٽَ[١٢]،
ميڙِي تِئان مَٽَ، چوندِي پَرِيا چارِڻين.

١٨

ڏاتارَ ڏُکَ ڪَيا،* پاڻان مَتي مَڱڻي،
"مُون دَرُ ڇَڏِيو مَڱڻا، مَڱِين ڪوهُ ٻِيا؟
تَڏِهن تو پِيا، وِچان وِلَها[١٣] ڏِينهڙا".**

---

١- خيرات ٢- علم، ڄاڻ ٣- ڀتار يا ڀرجهلي جي هٿان مهر يا خوشي ٤- سويل ٥- ڀِهاڳ، صبح جي راڳڻي، پرڀاتي ٦- ميلاپ، وصال ٧- گهٽو ٨- وِرونهن، ونـدر ٩- سپـڙ جي ذات ١٠- ڪوليا ١١- پيتين مان ١٢- موتي، آبدار جواهر.* سخي مرد ڏوراپا ڏنا يا شڪايت ڪئي. ١٣- سڃا، سکڻا ** جن خدا جو در ڇڏي، ٻيا در پيتيا تن کي تنبيھ ڪيل آهي تہ هي جو ڏکيا ڏينهن ڏٺا اٿئي تن جو سبب ئي اهو آهي.

١٩

مَڱُ تِھين کان مَڱڻا! جو ڏيھاڙي تو ڏي،
ڪُوڙا دَرَ دُنيا جا، جاچِڪَ مَڱين جي،
سُيان تُنھِين کي○، موتِي ڏِيندا مُنھن ۾.*

٢٠

ڪَڙَھَہ[1] اَڳِيان کَپُ[2]، ڏِيھاڙِي ڏاتارَ جي،
لَنگھا![3] لاھِ مَ لِڪَ سِينءَ، مَنجھان چاوَتِ[4] چَپُ،**
مَڱڻھارَنِ مَپُ[5]، ڪونھي ٻيو ڪِيرَتَ ري.

٢١

سَپَڙُ ساھُ پَساھِ، جاچِڪَ! جِمَ وِسارِيين،
رِيھي[6] رُپي سَندِيُون، تَندُون تُنبي کي پاءِ،
لَنگھا! تُون لِيلاءِ، اَڳِيان وَجي اُنَ جي.

٢٢

ميرا پَسِي مَڱڻا، سَپَڙَ سَدَ ڪِيا،
سَڀوجَھنِ سُئا، اَڀوجَھنِ آسَرو.

٢٣

تُون سَپَڙُ، اَئُون سيڪَڙُو[6a]، تُون صاحِبُ، اَئُون سَڳُ[7]،
پُڇِي تنھنجو پڳُ[8]، ڪُلھي[9] پاتُمِ ڪِينَرو.

---

○ تـوکي * توکي خدا کان سواءِ جيڪي ٻيا ڏيندا سي ڏئي پوءِ مھڻا پڻ ڏيندا. ١- دروازي، لنگھ، ڪـڙھائي، لنگر، خيرات لاءِ چڙھيل ديڳيون ٢- رو ۽ زاري ڪر ٣- اي مڱڻھار! ۴- وير، دشمنيءَ، ڪيني، بدنيتي** اي مڱڻھار! ڪيني سببان تون تان خيرات گھرڻ وارو ساز ذري تائين بہ نہ لاھج (ھميشہ ڳائيندو رھج) ٥- ماپ؛ وجھ، چارو ٦- ريھ ڏئي، ريھ سان ڳنـڍيي ٦a- سِڪٽو، سوالي ٧- ڪتو ٨- پير، پتو، نشان ٩- ڪلھي ۾.

٢٤

تُون سَپَرُ، آئُون سيڪَرُو، تُون ڏاتارُ، آئُون ڏُڏُ،
سُٽي تنهنجو سَڏُ، ڪُلهي پاتُمِ ڪِينرو.

٢٥

تُون سَپَرُ، آئُون سيڪَرُو، تُون ڏاتارُ، آئُون ڏوهُ[1]،
تُون پارِسُ، آئُون لوهُ، جي سَڃِين تہ سونُ ٿِيان.

٢٦

ڏاتارُ تہ تُون، ٻيا مِڙُئِي مَڱَڻا،
مِينهَن[2] تہ مُدائِتا[3] وَسِڻا، سَدا وَسِين تُون،
جي گهرُ اَچِين مُون، تہ ميرِيائِي مانُ لَهان.

٢٧

اُڀِريو تارو، اُٿِي وَرَا! وِهاڳُ[4] ڏي،
سَپَرُ رِيسارو[5]، چِتُ پَرِڪِي چارَٽِين. *

## وائي - ١

ٻي دَرِ وانءُ[6] مَ ڪيڏاهِين، اَلا! تُون جامَ مَڱِينديِن مَڱَڻا!
ڦيرِ مَ هِنيُون، ڪَنڌُ، ڪِيارِڙي، ڏِيندَءِ هاجَ هِنائِين[7]،
اَلا تُون جامَ مَڱِينديِن مَڱَڻا!
ماڻِڪَ، موتِي، مالَ خَزينا[8]، ڏِيندَءِ ٻيلي سائِين،
اَلا تُون جامَ مَڱِينديِن مَڱَڻا!

---

١- ڏوهاري، گنهگار ٢- مينهن ٣- مند يا موسم تي، وقت ٤- صبح جي راڳڻي، پرڀاتي ٥- غيرتمند* مڱڻهارن (عبادت ڪندڙن) جون دليون (نيتون) ٿو پرکي. خدا جي اڳيان مڪر ڪين هلندو، سچي دل سان ڪيل عبادت ئي قبول پوندي ٦- وڃ ٧- هتان، هن هنڌان ٨- خزانا.

وِرِچِي تُون وِهاڳَ کان، مَتان ڏِيِين پاهِين[1]،
اَلا تُون ڄامَ مَڱِيندين مَڱڻا!
دَرِ داتا مَڱُ مَڱڻا، اندا! هوئِجِ اوڏاهِين،
اَلا تُون ڄامَ مَڱِيندين مَڱڻا!
مُذَڪِّرَ[2]! مَتان ڇَڏِيِين، هَٿان[3] هيڪَڙائِي،
اَلا تُون ڄامَ مَڱِيندين مَڱڻا!
ٻِيُون ڏي ٻِنِ کي، سَمو ڪَڙُ سَوائِي، *
اَلا تُون ڄامَ مَڱِيندين مَڱڻا!
"اِنَّ اللّٰهَ وِترٌ يُحِبُّ الْوِتْرَ[4]"، وَحدَتَ واڳَ وِڌائِين،
اَلا تُون ڄامَ مَڱِيندين مَڱڻا!
پنهنجي طَرَفِ پاڻِهين، سائِلَ سَڏِيائِين،
اَلا تُون ڄامَ مَڱِيندين مَڱڻا!
جِتي جَوانَن کي، ڪوٺي ڪُٺائِين،
اَلا تُون ڄامَ مَڱِيندين مَڱڻا!
اُتي عاشِقَنِ کي، اُلفَتَ اَهنجُ ڏِنائِين،
اَلا تُون ڄامَ مَڱِيندين مَڱڻا!
'اَلاِنسَانُ سِرِّي وَاَنَا سِرُّهُ[5]'، اِنَ ڀِرِ اُتائِين[6]،
اَلا تُون ڄامَ مَڱِيندين مَڱڻا!
ڳُجُهه ڳُجهاندَرَ ڳالِهيُون، رازُ نَہ رَکِيائِين،
اَلا تُون ڄامَ مَڱِيندين مَڱڻا!

---

١- ڀِني ٢- اي مانجهي مرد! ٣- دست بردار ٿئين، دعوي ڇڏين * سپڙ سمو (خدا يا محمد ﷺ) ٻين کان سوايو (سرس) سردار آهي؛ تون انهيءَ جي دامن جهل. ٤- تحقيق الله هڪڙو آهي ۽ کيس هيڪڙائي پسند آهي (حديث) ٥- انسان منهنجو (خدا جو) ڳجهہ آهي ۽ آئون هن جو ڳجهہ آهيان (حديث قدسي) ٦- چيائين.

پَسو پينارَنِ کي، پَٽَ ۾ پاڻ وِڇائين *،
اَلا تُون ڄامَ مَگِيندين مَڱڻا!
اَدِيُون! عَبدُاللّطِيفُ چَي، مُون سين مِهَرِ ڪِيائين،
اَلا تُون ڄامَ مَگِيندين مَڱڻا!

## وائي-٢

وَڏَڙا[1] ڏانَ ڏِنائين، ڪِيائِين رَختُ[2] ريزالَنِ[3] جو،
اَندا مَندا آئِيا، سَخا سَڏِ وِڃائِين،
ڪِيائِين رَختُ ريزالَنِ جو.
ڪِينَ مَنجهان جو ڪِي ڪَري، سو نَہ بساراهِين سائِين!
ڪِيائِين رَختُ ريزالَنِ جو.
"وَتُعِزُّ مَنْ تَشَاءُ وَ تُذِلُّ مَنْ تَشَاءُ[4]"، اِيئِين اُتائِين[5]،
ڪِيائِين رَختُ ريزالَنِ جو.
نَوازِيائِين نطفو[6]، مَنجهان ڪِينَ ڪِيائِين،
ڪِيائِين رَختُ ريزالَنِ جو.
حِرفَتَ حَرِيفَنِ جِي، پيري سَڀِ پَڳائِين،
ڪِيائِين رَختُ ريزالَنِ جو.
حاسِدَ سَڀِ حَسَدَ ۾، مُدَعِي[7] پاڻَ[8] مُنائِينَ،
ڪِيائِين رَختُ ريزالَنِ جو.
اَدِيُون! عَبدُاللّطِيفُ چَي، آهِ پاڻَ وَٽَندَڙُ[9] سائِين،
ڪِيائِين رَختُ ريزالَنِ جو.

---

* ڏسو! تہ خدا انهن سوالين کي ڪيئن نہ ٿو موٽائي جن جي چت ۾ چاوت آهي، يا ڏسو! تہ خدا سائلن جي پيڙي ڪيئن ٿو پري. ١- وڏا ٢- سامان، سمر ٣- ڪمينَ، لفنگن بدچالن، بدڪارن ۴- جنهن کي وڻيس تنهن کي عزت ڏي ۽ جنهن کي وڻيس تنهن کي ذليل ڪري (ق- ش) ۵- چيائين ٦- منيءَ جو قطرو، جنهن مان الله انسان اُپايو. ٧- ڪوڙي دعويٰ ڪرڻ وارا ٨- خود بخود، پاڻهي ڄاڻهي ٩- جيڪي ڪيس وڻي سو ڪندڙ.

# سُرُ ڏَهَرُ

## سر بابت:

هيءُ سر، ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ واري نسخي ۾ نہ آهي. ڊاڪٽر ٽرمپ واري نسخي ۾ سر جو نالو ڏاهَرُ آهي. ڏهر لفظ جي معنيٰ پرمانند صاحب پنهنجي لغت ۾ هيءَ ڏني آهي:
A kind of tune or verse, a valley between sand hills.
يعني هڪ قسم جو سر يا نظم، واريءَ جي ڀٽن جي وچ واري ماٿري. ڊاڪٽر ٽرمپ ۽ سرڪاري ڇاپي جي ٻئي داستان ۾ ويھ بيت آهن، پر هتي بيت نمبر ٦، ٧، ١٩، ٢٠ ۽ ٢١ ببمبئي واري ڇاپي مان اضافو ڪيا ويا آهن. ڊاڪٽر ٽرمپ واري ڇاپي ۾ ارڙهن بيت آهن، پر هتي ٻہ بيت نمبر ١٦ ۽ ١٧ اضافو ڪيا ويا آهن. چوٿين داستان واري ڇاپي جي ايڪونجاھ بيتن ۾ بيت نمبر ٥٢ سرڪاري ڇاپي مان اضافو ڪيو ويو آهي ۽ وائي ڊاڪٽر ٽرمپ واري اختيار ڪئي وئي آهي.

## مضمون:

هن سر ۾ مختلف موضوعن تي بيت ڏنل آهن. پهرئين داستان ۾ ڪنڌي ڪي مخاطب ٿي ان ڪان خبرون ورتيون ويون آهن، ۽ مڇ ڪي وجھ وڃائي پاڻ ڪي تانگهي پاڻيءَ ۾ موت جي شڪار ٿيڻ تي تنبيھ ڪئي وئي آهي. ٻئي داستان ۾ رسول ڪريمﷺ جن ڪي هڪل ۾ حامي ٿيڻ لاءِ التجائون ڪيون ويون آهن، خدا ڪان مهربانيون مگيون ويون آهن ۽ ڪجھ سسئي جي پريشان حاليءَ جون حقيقتون ڏنيون ويون آهن. ٽئين داستان ۾، سالڪ کي گهٽي سمهڻ ڪان منع ڪئي وئي آهي ۽ اگهور ننڊ مان جيڪي اڳرا نتيجا نڪرن ٿا، تن جو ذڪر ڪيو ويو آهي. چوٿين داستان ۾ ڪونجڙين جي ميل ميلاپ ۽ ٻڌيءَ جي بيان ڪرڻ بعد، ساٿن شڪارين جي ظلم جو احوال ڏنو ويو آهي، تہ ڪيئن شڪاري ڪا ڪونج ماري ٿو ۽ ٻيون ڪونجون ان جي انتظار ۽ اوسيئڙي ۾ داتو پاٽي نٿيون ڪاٺن ۽ پين. آخر ۾ لاکي ۽ سندس گهوڙي لکي جو احوال ڏنل آهي.

## روحاني راز:

هن سر ۾ گهڻيون دعائون آهن ۽ الله جي وڏائي جو گهڻو ذڪر آيل آهي. الله ڪان ٻاجھ ٻہ اوڏيائي گهري وئي آهي، جيڏو هو پاڻ آهي. رسول ڪريمﷺ جن کي سڏڻ سڻڻ لاءِ رقت

انگيز لهجي ۾ التجائون ڪيون ويون آهن.

مڇ جي بيان ۾ تمثيل رٽي ويئي آهي. هڪڙو مڇ درياهه جي پاڻيءَ چڙهڻ سبب اچي ڪنهن وڏيءَ ڪڏ ۾ پيو. درياهه جو پاڻي اجا چڙهيل هو، ته مڇ کي موٽي اونهي ڏانهن وڃڻ آسان هو، پر هيڪر پاڻي لٿو، ته هو پنهنجي اصلي ماڳ ڪان پري رهجي ويو. ڪڏ ۾ پاڻي سڪڻ لڳو ۽ ماڻهن ڪيس ڏسي ماري وڌو. اهو ساڳيوئي حال آهي سست سالڪ جو. جيڪڏهن فرصت کي سالڪ غنيمت نه سمجهيو ۽ هتي مليل حياتيءَ (جا هڪ قسم جي ڪيس فرصت آهي) مان پورو فائدو ولي، وري وڃي اصل جوءِ تي نه پهتو، ته هميشه جي لاءِ پيو عذاب ڪائيندو. هو جيڪڏهن مڇ وانگر ڪڏ (دنيا جا ڪڏ مثل آهي) کي پنهنجو وطن سمجهي ويسرو ٿي ويهي رهندو ته آخر مڇ جهڙو حال ٿيندس.

# سر ڏَهرُ

## داستان پهريون

١

ڪَرِ ڪي ٻِالهڙِيُون، ڪَندا! ڍورَ[1] ڏَٽِيَنِ جُون،
ڪيئَن سي راتڙِيُون، ڪَنهنَ پَرِ ڏِينهن گُذارِيَئِي؟

٢

ڪَرِ ڪا ويهِي ٻِالِ[1a]، ڪَندا! ڍورَ ڏَٽِينِ جِي،
هِهَڙِي اَجُ حالِ، ڏُکيا ڏِينهن گُذارِيين!

٣

ڪَندا! تو وَتان، سَچُ ڪِ سيٺَنِ[2] لَڌِيو؟
مَجَرَ[3] تو مَتان، چِٽيو پُونِ[4] چُڳا ڪِيو!

٤

جان[5] تو هُنَڙو[6] وَڍُ[7]، ڪَندا! ڍورَ ڏَٽِيَنِ جو،
پاٽان ڏِيئِي ڏَڍُ،* مُورِيءَ[8] مَجَرَ نَہ ڪَرِيين.

٥

جان تو هُنَڙو سُورُ، ڪَندا! ڍورَ ڏَٽِيَنِ جو،
مَٿي لامُنِ ٻُورُ، مُورِيءَ مَجَرَ نَہ ڪَرِيين.

---

١- نهر جو نالو- 1a- ڳالھ ٢- مائٽن (پاٽيءَ) ٣- ڪنڊيءَ جو قدر، سگهر ۴- پَوَنِ
٥- جيڪڏهين ٦- هو ٧- ڦٽ، زخم، غم* اڳي پيتل پاٽيءَ جي زور تي. ٨- مور، بنھ،
اصل، هرگز.

٦

ڪَندا! تُون ڪيڏو، جَڏهِن پَرِيو ڍورُ وَهِي؟
جَسودَنِ[۱] جيڏو، تو ڪو گَڏيو پَهيڙو[۲]؟

۷

سَچُ ڪِ سُڪو ڍورُ، ڪَنڌِيءَ اَڪَ ڦُلارِيا،
جُنگَنِ[۳] چَڏِيو زورُ، سَرَ[۴] سُڪا، سُونگِي[۵] گيا[٦]؟

۸

جَڏهِن ڍاڪِي[۷] ڍورُ، پَرِي وَهَنِ پَلِيارَ[۸] ۾،
تَڏهن تاجَرُينِ[۹] طورُ[۱۰]، هئو جَسودَنِ سين.

۹

سُڪِي ڍورُ ڍَيُون ٿيو[۱۱]، ڪَنڌِيءَ ڏنو ڪائو[۱۲]،
سو پاڻِي پَتِيهَلَ[۱۳] ۾، اَڪِيُون نہ آئو[۱۳a]،
ماڙهن[۱۴] ميڙائو[۱۵]، ڪِهِين ڪِهِين پيٽِيِين[۱٦].

۱۰

ڍورُ نہ اَڪِينءَ ڍارَ[۱۷]، مَهَنڊِ[۱۸] مَلاحَنِ لنگهيو،
موڙِي چوڙِيا مَڪُرا[۱۹]، پَسِي پاڻِيءَ پارَ،
جَسودَنِ جِيها[۲۰] يارَ، پِيئَڙا وِيرَ وِماسَ[۲۱] ۾؟

---

۱- بهادر ۽ شاهوڪار وڻجارا جي ڍور تي ٻيڙين ۾ وڪر وجهي واپار ڪندا هئا ۲- مسافر، قاصد ۳- بهادرن ۴- تڙ ۵- مجضول وئندڙ ٦- ويا ۷- نهر جو نالو ۸- ملڪ جو نالو ۹- قوم جو نالو ۱۰- دستور، اقبال ۱۱- تري ۾ ٿورو پاڻي بچيو ۱۲- ڪکن جا موڙا ۱۳- نهر جو نالو ۱۳a- آيو ۱۴- ماڻهن ۱۵- اجتماع، ميڙو ۱٦- هنڌن تي، جاين يا ماڳن تي ۱۷- نموني ۱۸- آڳي ۱۹- ٻيڙيون ۲۰- جهڙا ۲۱- فڪر، ڳڻتي، مونجهارو.

۱۱

جانِ واهُڙَ ۾ وَهُہ، تان تُون مَڇَ[۱] نہ موتِيين،
ڪائي[۱a] ۾ ڪوهُ ڪَرِين، پوءِ موتَڻَ جو پَهُہ؟
سِرَ مَٿي سَهُہ، مَهِميزُون[۲] مَلاحَنِ جُون.

۱۲

جانِ جَرُ[۳] هُئڙو جالَ[۴]، تان تُون مَڇَ نہ موتِيين،
پُوندِيئي اَڄُ ڪ ڪالَ[۴a]، سانيِويُون[۵] سانگيَنِ[۶] جُون.

۱۳

جانِ جَرُ هُئڙو سِيرَ، تان تُون مَڇَ نہ موتِيين،
آڏا اَڏي ڪِيرَ[۷]، گهٽَ[۸] بہ جَهلِيا گهاتُوئين[۹].

۱۴

مَتو آهِين مَڇَ، ٿلهو ٿيو ٿُونا هَٿِين،
جا تو ڏِٺِي اَڄَ[۱۰]، تنهن پاڻِيءَ پُنا ڏينهڙا.

۱۵

ڏُوران پَسِي ڏُورِ، وِهين جي نہ وِهِرُون[۱۱] ڪَري،
هُوندَ نہ پَئين هورِ[۱۲]، مانگِرِياڻِي،[۱۳] مَڇَڙا!

۱۶

جا تو گهيڙِي گهٽِ[۱۴]، مانگِرِياڻِي، مَڇَڙا!
نيئِي پِڇاڙِيا[۱۵] پَٽِ، تنهن ڪَنڊِيءَ ڪَڏِي ڪيتَرا.

---

۱۔ سيسر، مانگر مڇ (نفس) ۱a۔ سمنڊ، وڏي پاڻيءَ ۲۔ ڏڪ، ضربون، جنبيون، سزائون ۳۔ پاڻي ۴۔ ۱۔ ۵۔ مڇين ڦاسائڻ جا رڇ ۶۔ پرديسين (مهاڻن) ۷۔ ڪلا ۸۔ چارا، وجڻ جون واتون ۹۔ گهٽون يا ٽبيون هٽندڙن، مهاڻن ۱۰۔ پاڻيءَ جي وهہ، متاڇرو مٿين سطح ۱۱۔ زور سان وهڻ ۱۲۔ ڳڻتي، فڪر ۱۳۔ مڇين ڦاسائڻ جي ڪنڊين جي (الڳي ٿو هور لفظ سان) ۱۴۔ گهٽ ۾، جيءَ ۾، ڪلين ۾ ۱۵۔ ڦٽڪايا.

١٧

ڪُنڍِي ڪَلِيَنِ[١] وِچَ ۾، جَڏهن هَنئِي جَنِ،
موتِـي مُون پرِيَنِ، ڪَڏَنّ جِي ڪانَ ڪَئِي.

١٨

ڪُنڍِي ڪَلِيَنِ وِچَ ۾، جڏهن هَنيائون،
اُڦَٽُ[٢a] نہ مارِيائُون، ڏورِ ڏِيئِي وِيا ڏُڪَ جِي.

## وائي

لاَئِـي جا وَرَنِ[٢] ڪي، سا ڪانڌَ! منهنجي ڪورا[٣].
ماءُ مارِيندَمِ ڪَڏِهِين هِنَ پِرِينءَ جا هورا[٤]،
سا ڪانڌَ مُنهنجي ڪورا.
اَچَنِ پِرِين پَـہَکِيا[٥]، ڪَرَ[٥a] ٻاٻِيهو[٦] جيئَن مورا[٧]،
سا ڪانڌَ مُنهنجي ڪورا.
سيـٽِين سِرِ ڪَنڌُ[٨] سَپَجي[٩]، ٻيو عَطَرَ پِرِين اَتورا[١٠]،
سا ڪانڌَ مُنهنجي ڪورا.
ڇَپَرُ ڪَتورِي ٿِيو، ٻِي تازي قُلَن قورا[١١]،
سا ڪانڌَ مُنهنجي ڪورا.
اَلا عَبدُاللّطيفُ ڪي سانوَلَ[١٢]، ميڙِ سَنيُورَا[١٣]،
سا ڪانڌَ مُنهنجي ڪورا.

---

١ـ ڳلاڦن، ڇڙيءَ ٢a ـ فوراً، اُتي جو اُتي، صفا. ٢ـ رنگ يا رونق وارن ٣ـ خاطر، پاسخاطري ڪري ٤ـ فڪر، ڳڻتيون ٥ـ ڪلندا، خوش ٿيندا ٥a ـ جهرڪ، جيئن ٦ـ ٻاٻيهو پکي ٧ـ مور يا تازن ڦٽل وٽن مان، لين مان ٨ـ صندل جي ڪاٺي ٩ـ پيدا ٿئي، اُپري ١٠ـ اَڻ توريو، گهڻو ١١ـ خوشبوءِ ١٢ـ محبوب ١٣ـ سنيريل، سينگاريل، سهڻا.

# داستان ٻيو

۱

مَدِيني جا مِيرَ[1]، سُڻُ مُنهنجا سَڏِڙا،
سَرَڻِ[2] تنهنجي سِيرَ[3]، تُون پارِ لَنگهاپين پيئڙا[4].*

۲

مَدِيني جا ڏَٽِي، سُڻ منهنجا سَڏِڙا،
تنهنجي آهِ تَٽِي، ٻِيي کَنڌي[6] سارِيان ڪانَہ ڪا.

۳

مَدِيني جا. گهوٽَ، سُڻُ منهنجا سَڏِڙا،
ڪِج مُحمّدُ موٽَ، عاصِي[7] تنهنجي آسَري.

۴

مَدِيني جا شاهَہ، سُڻُ منهنجا سَڏِڙا،
ڪارَڻِ لَڳِ اَللهَ، سگهو رَسِج سُپرِين!

۵

مَدِيني جا شيرَ، سُڻُ منهنجا سَڏِڙا،
پَرِ مُبارَڪَ پيرَ، عاصِي تنهنجي آسَري.

۱- حضرت محمد ﷺ ۲- گذارڻ، يا ذمي ۳- راهہ، رستو (ڏيکاريل واٽ، دين) ۴- پيل، پوٺا، بيمار* هن مصرع جي ٻي پڙهڻي هيءَ بہ آهي:- (۱) سرڻ تنهنجي سير، تون پار لنگهائين پيڙا. معنيٰ سير (وچ درياہ) ۾ تنهنجي سرڻ (ذمي) آهيان، اي (پيڙا) پرين! تون پار لنگهائج ۵- پلؤ، سينهو ٦- ٽيڪ، آڌار ۷- گنهگار.

٦

مَدِيني جا ڇامَ، سُڻُ منهنجا سَڏِڙا،
آهيان تنهنجي سامَ[1]، سِگهو رَسِج سِيرَ ۾.

۷

وَنءُ[2] مَدِيني، مَڱَڻا! اَکِيُون پِيرَ ڪَري،
جِتي ماڻِڪي[3] محمدَ مِيرَ جي، جَهِرڪِيو[4] جوتِ[5] ڪري،
پَسِيو جوتِ جَمالَ جِي، جِتِ اُمَتِيَن نيڻَ ٺَري،
پِرِيتَئُون[6] پِيرُ پَري، ڪِجَ زِيارت ذوقَ سين.

۸

ڏَٺي! سو وارِيئين واءُ، جو ميڙائو[7] سَڄَڻين،
ويٺي اتَ مَتانءُ، هِنئَين[8] آسَرَ[9] مَ لهيَ.

۹

مَتي واٽَڙِيَنِ، نيڻَ نِهارا[10] مُون ڪِيا،
وِيندا مانَ پَسَنِ، مَتان سَگَرَ[11] سُپِرِين.

۱۰

ڪيچِيَنِ[12] ڪارَڻِ ڪالَ[13]، نيڻَ نِهارا مُونِ ڪِيا،
اِيندا پَسان شالَ، اوتِي آرِيءَ ڄامَ[14] جا.

---

۱- ذمي، بلي، پناهه ۾ ۲- وچ ۳- اک جو تارو ۴-جرڪيو، چمڪيو ۵- روشنائي ٦- هيج يا محبت مان، پريت مان ۷- ملائيندڙ ۸- دل کي ۹- اميد، طلب، اُجَ ۱۰- نهاريندڙ ۱۱- گس، سني رستي ۱۲- ڪيچ مڪران جي رهندڙن، پنهونءَ ۱۳- ڪالهه ۱۴- پنهونءَ.

١١

اوتِيَنِ ڪارَڻِ اَڄُ، نيڻَ نِهارا مُون ڪِيا،
پُنهُون ڄامَ پَهُڄُ[١]، تہ لاهِيُون اُڄَ اَکِيَنِ جِي.

١٢

نيڻَ جي نِهارِينِ، سي اَڄُ نہ اوتِي آئِيا،
هَنجُون[٢] نہ هارِين، پاڻِي پُنهُونءَ ڄامَ ري. *

١٣

نيڻَ نِهارِي مُنهنجا، روئِي ٽِيا رَتُ،
پُنهُونءَ هوءِ پَهتُ[٣]، تہ پارِي[٤] نِيَنِ پاڻُ سين.

١٤

نيڻَ نِهاري مُنهنجا، روئِي رَتُ ٽِيا،
جي هَٿان هوتَ ويا، سي اَڇَنِ تان آجِي[٥] ٿِيان.

١٥

نيڻَ نِهاري منهنجا، رَتُ ٽِيا روئِي،
ڏُکَنِ جي ڏوئِي[٦]، آهي هَٿِ اسونهَن[٧] جي.

١٦

اَڄُ اَڱڻُ ڪيٽانِ[٨]، آسَرَ لِڳِي[٩] سورِيان[١٠]،
ڏُونگرِ ڏِينهن لَڳانِ[١١] مانَ[11a] وَرِڪَنِ[١٢] سُپرِين.

---

١ـ پهچ ٢ـ لڙڪ، ڳوڙها * پنهونءَ کان سواءِ (جي فراق ۾) پاڻيءَ جي لڙڪن عيوض رت ٿو وهي. ٣ـ پلاٽي ۴ـ ٻانهي، نمڪ پروردي ٥ـ (سورن کان) آزاد ٦ـ ڪفگير ٧ـ سونهن کان سواءِ، ڪوجهي، سونهي (رهبر) کان سواءِ ٨ـ هنن جي ڪاڻ (لاءِ) ٩ـ آسري لڳي، اميد تي ١٠ـ ٻهاريان، صاف ڪريان ١١ـ هنن کي لڳا (گذريا) آهن 11a ـ شال، ڪاش.١٢ـ وڙڪن، موٽن.

۱۷

ڏونگرِ لَڳَن ڏينهن، مانَ وَرِڪَنِ سُپرين،
ڪِيَسِ نِماڻِي نِينهَن، آيلَ! ٻاروچَنِ جي.

۱۸

اَللهَ جيئن نالوءِ[۱]، تيئن مُون وَڏو آسَرو،
خالِقَ تنهنجي ڪاندِ[۲] جو، پَرو پاندُ نَہ ڪوءِ،*
نالو رَبَّ سَندوءِ، رَهيو آهِمِ[۲a] رُوحَ ۾.

۱۹

صاحِبَ تُنهنجِي صاحِبِي، عَجَبُ ڏِٺِي سُون،
پَنَ ٻوڙِين پاتالَ[۳] ۾، پَهَڻَ[۴] تارِين تُون،
جيڪَرَ اَچِين مُون، تہ ميرِيائِي ماڻُ لَهان.

۲۰

صاحِبَ تنهنجي صاحِبِي، عَجَبَ جِهَڙِي آهِ،
وَڏِي سَگهہ سَندِياءِ، پاڻَ وَهِيڻو[۵] آهِيِين.

۲۱

وَڏِي سَگهہ سَندِياءِ، ٻاجُهنِ ڀَرِيو آهِيِين،
مون تان مِهرَ مَ لاهِ، آئُون تنهنجِي آهِيان.

۲۲

مِٺو جيئن نالوءِ، تيئن مُون وَڏو آسَرو،
ڪو دَرُ ناهِ جِهوءِ[۶]، مُون ٻِيا دَرَ گهڻا نِهارِيا.

---

۱ـ تنهنجو نالو آهي ۲ـ تحمل، بردباري، صبر * نڪو اٿو نڪو مٿو، بي حد ۽ حساب ۲a ـ آهيم ۳ـ سمنڊ جو ترو ۴ـ پٿر ۵ـ وس يا اختيار وارو (خود مختيار) ٦ـ جيهوءِ، تو جهڙو، تُنهنجي (دَرَ) جهڙو.

٢٣

جيڏو تنهنجو نانءُ[١]، ٻاجھ ٻہ تيڏيائي مڱان،
رِيءَ[٢] ٽنيين، رِيءَ ٽوٽيين، ٽون ڇپر، ٽون ڇانءُ[٣]،
ڪُڇاڙو[٤] ڪهانءُ[٥]؟ توکي معلومُ سڀڪا.

٢٤

مَ ڪرِ ديولَ ڏِلو، ناتو نِماڻيءَ سين،
ڪونهي ڪميڻيءَ جو، ٻِگرِ[٦] تو ٻِلو[٧]،
تُنهنجو نانءُ نِلو[٨]، وَنيو ويٺي آهيان.

٢٥

سَتُرُ[٩] ڪرِ سَتارَ! آئون اُگهاڙي آهيان،
ڏَڪين ڏِڪَٿهارَ، ڏيئي پاندُ[١٠] پَناھ جو.

## وائي

مُون کي نِنڊَ نَہ نيٽين[١١]، ڪالهانڪُون[١٢] لڪَنِ مِ،
موٽُ ٽُون آيلِ! منهنجي ماءُ! تو ڏُکُ نہ ڪيٽين ڪيٽين[١٣]،
ڪالهانڪُون لڪَنِ مِ.
هُوءِ نَہ نِيَنمِ پاڻ سين، آئون جا وِيندَڙي سيٽين[١٤] سيٽين،
ڪالهانڪُون لڪَنِ مِ.
ڪالهُوٽيان اَڄُ گهٽي جهورَڙي[١٥] جِهيٽين جهيٽين[١٦]،
ڪالهانڪُون لڪَنِ مِ.

---

١- نالو ٢- ڪان سواءِ ٣- ڇانو ٤- ڇا ٥- توهان کي آئون ڇوان ٦- بغير، ڪان سواءِ ٧- جاءِ، آسرو، علاج ٨- فقط، رڳو، اڪيلو ٩- ڍڪ، پردو ١٠- پلوءُ ١١- اکين م ١٢- ڪالھ ڪان وٺي ١٣- هنن لاءِ برداشت ڪرين ١٤- مڙس جي مائٽن ڏانهن ١٥- جهوري، روح راڙو ١٦- لوڏي، هيٺو ڪري.

ٻيون سَڀُ واڳيون[١] وَرَنِ سين، آنءُ جا واڳڙي ويٺين ويٺين[٢]،

ڪالهانڪُون لَڪَنِ ۾.

هِينئَڙو[٣]، ڏاڙهُونءَ گُلَ جيئن، رُوئي رَتڙو نيٺين نيٺين،

ڪالهانڪُون لَڪَنِ ۾.

اَلا! عَبدُاللّطِيفُ چئي، مُحِبُ اسان تُون ميڙين ميڙين[٤]،

ڪالهانڪُون لَڪَنِ ۾.

## داستان ٽيون

١

ڪَرِ ڪو پيرو[٥] ڪانڌ[٦]! مُون نِماڻِيءَ جي نِجُهري[٧]،

پِرين تُنهنجي پاندَ، ڍولِيا! ڏَڪِي آهِيان.

٢

جيئن تُون قائِمُ ڪانڌ! تيئن آئُون وَرَ! وِلهِي[٨] نہ ٿِيان،

پَڪِي چِنا پاندَ، ڳَنڍُ نہ جاڻي ڪو ٻِيو.

٣

ڪانڌ ٻِيِنِ ڪيترا، مُون[٨a] وَرُ[٩] وڏِي وَٿُ[١٠]،

مَٿان ڏيئِي هَٿُ، جنهن عَيبَ منهنجا ڍَڪِيا.

---

١- گڏيل ڳنڍيل ٢- سخن، طعنن ٣- دل ۴- ملائين ٥- پلاڻي (اچ) ٦- اي پيتار! ٧- گهر، جاءِ تي ٨- سچي، سکڻي، خالي ٨a- مُنهنجو ٩- مڙس، پيتار ١٠- شيءِ، چيز.

٤

ڪانڌ ٻيُنِ ڪيتَرا، مُون وَرُ وَڏي جُوءِ[١]،
لوڪَ نہ آڇي اُوءِ[٢]، جي ڏِسي ڏوھَ اَکين سين.*

٥

ڪانڌ ٻيُنِ ڪيتَرا، مُون وَرُ وَڏي ڪانڌِ[٣]،
پاٽان ڏَڪي پانڌِ، جي ڏِسي ڏوھَ اَکين سين.

٦

ڪانڌ ٻيُنِ ڪيتَرا، مُون وَرُ وَڏي ذاتِ،
لوڪَ نہ آٽي واتِ،** جي ڏسي ڏوھَ اَکين سين.

٧

وَرَ سين وِجھيو ڪاڻِ[٤]، کَرَ[٥] سين کِلَڻُ ڀانئِيين[٦]،
ڀورِي[٧] مُنڌ[٨] اجاڻِ! کَڻَ[٩] ڇَڏِيو، ٿَھَ[١٠] ميڙِيين.

٨

سُتا[١٠a] اُٿِي جاڳُ، ننڊَ نہ کِجي ايتَري،
سُلطانِي[١١] سُھاڳُ[١٢]، ننڊُنِ ڪَندي نہ ٿِئي.

٩

کِي سُمھُ، کِي جاڳُ، ننڊَ نہ کِجي ايتَري،
اِيءُ مانجھاندي[١٣] جو ماڳُ،[١٤] جو تو ساٿِيھُ[١٥] ڀانئِيو.

---

١ـ جاءِ، ظرف وارو ٢ـ هو *(منهنجو ڪانڌ وڏي ظرف وارو آهي.)ٻلي، منهنجا ڏوھَ اکين سان ڏسي ٻر لوڪ کي نٿو ٻڌائي! ٣ـ تحمل، صبر ** ماٺهن جي وات تي آٽڻ نہ ڏئي، نہ ٻڌائي ٤ـ گهٽتائي، گهندبُ ٥ـ خر، گڏه (شيطان)، رقيب ٦ـ پسند ڪرين ٧ـ نادان ٨ـ زال ٩ـ ڪڻا، مغز، داڻا، ٻُڪ ١٠ـ ڇوتا، تُٿُر، کلون ١٠a ـ اي سُتَلَ! ١١ـ شاهاڻو، وڏو ١٢ـ سک، سعادت، سياڳائي، سدورائي ١٣ـ ٿوري دير آرام ڪرڻ جو ١٤ـ مڪان ١٥ـ وطن.

١٠

جاڳڻ مَنجهان جَس[١]، آهي اَدا! تنهن کي،
لاهي جو، لَطِيفُ چي، مَٿان قِلَبَ[٢] کَسُ،
وَرَنهَ کِجان وَسُ، صُبُحَ ساڻُ، سَيِّدُ چي.

١١

سُتي نہ سَرَندِياءِ، کَرِ پَچارَ پِرِيَنِ جي،
وِهامِي وِيندِياءِ، گهڻا هَٽندين هَتَڙا.

١٢

هي[٢a] تان تورڙيُون، جي تُون پورا! پَسِي پِلِيين،
راتِيُون پِيُون گهٽِيُون، جي تو اِينديُون هيڪَلِيُون[٢b].

١٣

سُمَهڻان[٣] ساڙو، جيڏيُون! جيڏِڙي ٿِيو،
پِرِيَنِ سين پاڙو، منهنجو نِندَ نِبيرِيو[٤].

١٤

سُمَهڻان ساڙو، جيڏِيُون! جيڏِڙي ٿِيو،
هوتَ لَنگِهيا هاڙهو، تُون اَناسِي[٥] اوجَهرِين[٦].

١٥

پِرهَ ڦُٽِي، راتِ گَئي[٦a]، جهيڻا ٿيا نَکَٽَ[٧]،
هاري[٨]! وِيَئي وَتَ[٩]، گهڻا هَٽندِينءَ هَتَڙا.

---

١ـ شاباس، آفرين، فائدو ٢ـ دل ٢a ـ اِهي ٢b ـ اکيليون، اکيلائپ واريون ٣ـ سمهڻ ڪري يا مان ٤ـ جدا ڪيو ٥ـ بي نَڪِي، بيحس، ننداڪڙي ٦ـ پنڪيون ڪائين ٦a ـ وَئي ٧ـ تارا ٨ـ ٻڙي! اي مائي! ٩ـ توشو، عمدي نئين شيءِ، مناسب ترين وقت.

۱٦

پيئي جا پريات، سا ماڪَ مَ پَسو ماڙُهئا[۱]!
روئِي چُڙِي[۲] راتِ، ڏِسِي ڏُڪويَنِ کي.

۱۷

سَڄِيُون راتِيُون سُمهِي، ڇَڏِيَئِي پِي[۳] پَچارَ،
ڀانيَئِي سَڀِ ڄمارَ، سَڄَڻَ هوندا مان گهرين[۴].

۱۸

ڍولُ مَ ڪَٽي ڀانهَڙِي، پِرين مَ ڪَٽي پاندُ،
آئُون پنهنجو ڪاندُ، لوڪان لِڪِي رانئِيان[۵].

۱۹

مُسَنِ[٦] مُنهَن سَنَرا[۷]، ڪَرِيا گهٽُو ڪِلَنِ،
سي تانَ وِسَرِيَنِ، آيا جَنِ ڪَمَنِ کي.

۲۰

ڦِرِيا پَسِي ڦِيڻُ[۸]، ڪَرِيَنِ ڪِيرُ نہ ڇَڪِيو،
دُنِيا ڪارَڻِ دِينُ، وِڃائي وِلَها[۹] ٿِيا.

## وائي

مُون سين هوتَ نہ ڪَندا هِيئَن، مُون نہ ڇَڏِيندا ڇيِرَين[۱۰]،
هوتَنِ جي هيڪاندِ[۱۱] ڪي، آئُون رُئان راتو ڏينهن[۱۲]،
مُون نہ ڇَڏِيندا ڇيِرَين.

---

۱- ماڻهؤ! ۲- ڇنڪي ۳- پريںءَ جي ۴- منهنجي گهر ۾ ۵- ريجهايان، ماڻيان
٦- تڪليف ۾ پون ۷- سهڻا ۸- ڪير تي جيڪا ڌهڻ مهل گجي ٿيندي آهي ۹- سڪڻا،
مسڪين، ڪنگال ۱۰- جبلن ۾ ۱۱- وصل، ميلاپ ۱۲- رات (و) ۽ ڏينهن.

ڇيڙي وِڏيَس ڇڇِرين، ٻاروچاڻي[١] نينهن،
مُون نَہ ڇَڏِيندا ڇيڙِين.
لُڪُون لَڳَنِ ڪوسِيُون، ڏاڍا تَپَنِ ڏينهن،
مُون نَہ ڇَڏِيندا ڇيڙِين.
مون ڪي پِريَنِ ميڙِيِين، رُوجَهڙِيُون[٢] ميڙِيِين مِينهِن،
مُون نَہ ڇَڏِيندا ڇيڙِين.
اَلا! عَبدُاللّطِيفُ ڪي سَجَڻُ ميڙِ سَمِيعَ[٣]،
مُون نَہ ڇَڏِيندا ڇيڙِين.

## داستان چوٿون

١

روهہِ[٤] راماٽا[٥] ڪَنِ، اَڄ پُڻِ هَلَڻَ هارِيُون،
ڪَرڳَلُ[٦] ڪُونجَڙِيَنِ، رائِي ۾ راتَ ڪِيو.

٢

وَڳَرُ اُڪيري[٧]، سَرُ[٨] سارِيو، سُورَ چَري[٩]،
جُهرِي جِهجَندِي ڏي[٩a]، سَنِيها ڪي سَڄَڻين.

٣

وَڳَرُ وِساري، وِيٺِين ڪيٺن ماٺِ ڪَري،
ڪِ تو نَہ ماريِ، رُنُ جُهڻُ[١٠] سَندِي سَڄَڻين.

---

١- ٻاروچن جي، پنهونءَ جي ٢- جانور جو نالو ٣- ٻڌندڙ (خدا) ٤- جبل ۾ ٥- هل، دانهون، روح راڙو ٦- آواز، هنگامو، ڌمچر ٧- ياد ڪري، سنيالي ٨- وسندي جاءِ، ڍوري ٩- ڪاٺي (غمر ۾ غلطان آهي) ٩a- ڏِئي ١٠- سس ڦس، آهستي ڳالهہ ٻولهہ، آواز، ٻولي.

۴

وَڳَرَ وِيا وَهِي[1]، ڪالَھ تنهنجا ڪُونجڙي،
ڪَندينءَ ڪوهُ رَهِي، سَرَ ۾ سُپِرِيَنِ ري؟

۵

وَڳَرَ ڪيو وَتَنِ، پِرتِ اِنَ چِنَنِ پاڻ ۾،
پَسو پَکِيئَڙَنِ، ماڙُهنِئان[2] ميٺُ گهڻو.

٦

وَڏِي وَڳَرَ هيرُئين، چُڻِي نَ پِيَنِ گڏ،
ڪُونجَ ڪَرِينديِ سَڏُ، ويئي وِهامِي راتڙي.

۷

قِسمَتَ آنديُون ڪونجڙِيُون، وَطَنُ سَندُنِ روهُ،
ڪنهن جو ڪونهي ڏوهُ، رِزقُ رازِقَ هَٿَ ۾.

۸

مَ لَنؤ[3] ڪونجي! ماتِ ڪَرِ، چورِ مَ هِينئين چاڪَ،
ڦَٽيُون جي فِراقَ، سي گهرِ گهارِينديُون ڪيتَرو؟

۹

مَ لَنؤ ڪونجِي! ماتِ ڪَرِ، چورِ مَ هِنئين سَلَ،
ڳورڙا مَتي ڳَلَ، جِمَ[4] وِهاٽِيءَ[5] وَهائِيين.

---

۱- گذاري، گم ٿي ۲- ماڻهن کان ۳- ڳاءِ ۴- متان ۵- پرياٽ جو.

۱۰

ڪونجَڙِي° ڪالهه لنئين، سَجَڻ وِڌَمِ چِتِ[۱]،
آئون جنهن رِيءَ هِتِ، گنگهرَ گهارِيان ڏينهڙا.

۱۱

اُتَرَ ڏِي آلاپَ، ڪالهانڪُون[۲] ڪُونجَ ڪَري،
پِرِين پَسِي مَنجِهه خَوابَ، وِهاڻِيءَ وايُون ڪَري.

۱۲

ڪُونجِيُون ٽِيُون ڪُٽُڪَنِ، جيڪُسِ هَلَڻَ هارِيُون،
بَچا پوءِ[۲a] اَتَنِ، وَڃَنِ وانڌا[۳] ڪَندِيُون.

۱۳

آيُون ڍورَ[۴] ڍَرِي، اَصُلَ سَندي آسَري،
ڪَنيَڙَ[۵] پُونءِ[۶] ڪَري[۷]، پاٽا پيرَ ڏُکويا پَکَڻِين[۷a].

۱۴

آيُون اَڳِئين هيرَ، اَصُلَ سَندي آسَري،
پِڙَ ۾ پَسان نَ پيرَ، سيڻَنِ ساجُهرُ لَڏِيو.

۱۵

وَڳَرَ ۾ وائِي، ڪالهه تنهنجي ڪُونجَڙِي!
سَرَ ۾ سارِينَئِي گهڻُو، پينَرُ ۾ پائِي،
پَسين نَ قاهِي، جا مارِيءَ سَندي مَنَ ۾.

---

° ڪونجيءَ (ڪونجڙيءَ وزن جي لحاظ کان نہ ٿو آئڙي.) ۱- ياد ڏياريم ۲- ڪالهه ڪان وٺي ۲a- پوئتي ۳- دانهون، ڪوڪون، واڪا ۴- نهر، وهڪرو ۵- ڪنيڙائين، پرن ۶- زمين ۷- سخت، صحيح ۷a- پکڻَ (پکين) جا، ڪونجن جا.

١٦

ڪُونجَ نہ پَسِين ڪَکَ، ڏِبُ[١] جنهن سين ڏِٺيو[٢]،
مارِيءَ ماري لَکَ![٢a] وَڳَرَ هَٽِي ويچُون[٣] ڪِيا.

١٧

ڪُونجَ نہ لکِيو[٤] پاڻُ[٥]، جو مارِيءَ سَندي مَنَ ۾،
اوچِتي پَرِياڻُ[٦]، وَڳَرَ هَٽي ويچُون ڪِيا.

١٨

بَغَلَ مَنجِهہ بَندوقَ، مارِيءَ ميرا ڪَپڙا،
مارِيو مِيرَ مَلُوڪَ، لَتاڙِيو لَکَ چَڙهي. *

١٩

ماري مَرِين شالَ! ڏِبَ وَجَنئِي ڏِٺيُون[٧]،
جيئَن تو اَچِي ڪالَ[٧a]، وِڌو وِچُ وِرهَنِ[٨] ڪي.

٢٠

چِيتا[٩] ڪِيو چُٽيج، ٻُڌاماٽِي ٻُٽِ ۾، **
نيٽِين نِندَ مَ ڏيجِ، چِيڙُون[١٠] چَپَرِ آئِيُون.

٢١

سَنگهارَنِ ساري، ساٿِي! ڏيجِ سَنِيهَڙا،
سا هيڪَلِي گهاري، مُنڌَ ڪاڇي[١١] ڪَنڌِين.

١- پکين ڦاسائڻ جو دام، ڪوڙڪو ٢- ڏِٺيو ٢a- لکين ٣- جدا، پرزا پرزا ٤- محسوس ڪيو، سمجهيو، سڃاتو ٥- تير ٦- ڏس، اهڃاڻ، نشان* هي بيت شاهہ جو نٿو ڀانئجي ڇاڪاڻ تہ انهن ڏينهن ۾ بندوق سان شڪار ڪونہ ڪيو ويندو هو. ٧- ڪوڙڪ ٧a- ڪالهہ ٨- وره (برهہ، عشق) وارن کي ٩- چيتان؛ چتَ سان سنڀال يا خيال سان** متبادل پڙهڻي: ٻَڌي ماريءَ ٻُٽ ۾ ١٠- ابهيرون، قطارون (شڪارين جون) ١١- مڪان جو نالو (اتر اولهہ سنڌ جو جابلو علائقو)، جبل جي وٽ يا ڦيري وٽ ڪنڌ.

۲۲

ڪيرَ ڪَرينڊِي رِيسَ، آيَلِ! سَنگهارَنِ سين؟
جَنين جي خَمِيسَ[۱]، وارِيُون واري چَڏِيُون.*

۲۳

ڪاڇِي ڪاهِيائُون، سَچُ ڪِ سَنگهارَنِ لَڏِيو؟
مُون تَنُ مارِيائُون، پاٽان وِجهي گوندَرِين.

۲۴

ڪاڇِي پيئِي ڪُوڪَ، سَچُ ڪِ سَنگهارَنِ لَڏِيو؟
ماڏَرِ! سي مَلُوڪَ، اُئي وِيا اُڪِرِي.**

۲۵

ڪاڇو ۽ ڪوهِيارُ[۲]، ڏُونگرُ سَندُنِ ڏيهَڙو[۳]،
ساجُهرُ لَهِي[۴] بارُ، ڪوهُ نَہ وِئين اُنِ سين؟

۲۶

جَيئَنِ سي سَنگهارَ، اَجهي جَنِ جي گهارِيان،
مانَ لَهَنِئُون سارَ، اَچِي اَوڪِين[۴a] ڏينهَنڙين.

۲۷

ڏَنُّ ڏارَنُّ، ڏارَ رَهَنُّ، اِيءُ نہ سَنگهارَنِ سِٽَ[۵]،
ڪاهي اِيندا ڪَڏَهِين، مَتِي واندِ[۶] وَهِٽَ،
جي هائُو[۷] هُونِئي مِٽَ، تہ بِہِ[۸] اودو[۹] لاهہ مَ اُنِ جو.

۱- جمع رات * جن جمع جي راتِ ڪير نہ وڪٽڻ پر خيرات ڪرڻ (واريون وارڻ) لاءِ مقرر ڪري ڇڏيو آهي. ** اُنهيءَ جُوءِ ڏانهن نيِي ويا جتي مينهن وٺو آهي.۲- نالو مڪان جو، جبل ۳- وطن ۴- رڪي، مٿي تي ڪٽي ۴a- اهُڪَنِ، ڏُکِيَنِ ۵- سنّا، جوڙ، ڪم، دستور ۶- هيڪلي جاءِ، جهنگ جو وٿاڻ، ڊورو، ڪنهن هڪڙي ٿي ڪٽنب جو اڪيلو گهر ۷- چور، ڌاڙيوال، مال هٽندڙ ۸- تہ بہ، تڏهين بہ ۹- فڪر، ڳڻتي.

۲۸

جِهڄان پَسِي جهوڪَ[۱]، آيلِ سنگهارَنِ جي،
جَنِ تي پِيَ[۲] پيارِيا، مَنجهان مَٽِنِ موڪَ،
لَڏِي وِڇان لوڪَ، اُتِي وِيا سي اُڪِرِي.

۲۹

جهوڪُونِ[۳] نہ جُهڻڪَنِ، وَگُ[۴] نہ پَسان وَٽِ[۵] ۾،
آيلِ سَنگهارَنِ، جيڪُس[۶] چِتاٽو[۷] چِتِ ڪِيو[۸].

۳۰

جي پانيين وَسَ چَران، تہ سَنگهارَنِ سين لَڏِ،
تہ هاڃِي[۹] سَندِي هَڏِ، ڪُوڪَ نہ سُڻِين ڪَڏِهِين.

۳۱

مَنڌِيُون[۱۰] مَتِ گُڙَنِ[۱۱]، جهوڪَ بہ سُونهَنِ پَهِيَڙا[۱۲]،
سَندِي سَنگهارَنِ، جُوءِ جِياري جَڏِڙي[۱۳]

۳۲

پُورِيين[۱۴] پاندَ[۱۵] ٿِمَنِ، جَڳهَ[۱۶] جهاڳي آئِيُون،
ڪاڇو مينهِڙِيَنِ، مُدائِتو ٿِي ماڻِيو.

۳۳

راءَ[۱۷] سين رُنا جي، تَنِ جاڙيجَنِ[۱۸] جاڙَ ڪِي[۱۹]،
ڪيئن ماڻيندا سي، چوڏهَن چارو[۲۰] ڪَڇَڙو؟[۲۰a]

---

۱- ائن جي وهڻ جي جاءِ، اوطاق، گهر ۲- تڏو صاف پاٽي ۳- هنن جون جهوڪون، هنن جون اوطاقون، (منجهانئن) جُهڻڪ نٿي ٻُڌجي، (منجهن ماٺ لڳي پئي آهي) ۴- ولر، ڌڻ ۵- پاسو، ڪنڌي، ڪنارو، ٿر جو ڏاڪئيون پاڱو جيڪو ڪڇ جي رڻ سان دنگئي آهي. ٦- شايد ۷- روشنائي، نقشداري، ترءِ مڪان جو نالو جنهن ڪي چيتلو بہ چوندا آهن ۸- ياد ڪيو، سنڀاليو ۹- مصيبت، عذاب ۱۰- ڏڌ ولوڙڻ جون ۱۱- آواز ڪن ۱۲- قاصد، همراه، رفيق ۱۳- ضعيف ۱۴- پوري رنگ جي مينهن جا ۱۵- پلاند، پاسا ١٦- جاءِ ۱۷- راجا، امير ۱۸- جاڙيجي قوم جي ماڻهن ۱۹- جٺ ڪئي، خراب ڪم ڪيو ۲۰- چوڏهن (گهٽ) واٽن وارو. ۲۰a- ڪڇ جو عائقو.

٣٤

جاڳو جاڙيجا، سَما سُکِ مَ سُمهو،
پَسو، آن پارِيا[1]، لاکو[2] ڌو لوڙِيون[3] کَري.

٣٥

پـُڄڻان[4] پـُلِي پيرُ، وِڏو راءَ رِڪيبَ ۾،
ڪَڇَ رَهَندو ڪيرُ، لاکو لوڙائُن[5] سين؟

٣٦

ٿـا ٿـونڪِينِ[6] پَلاڻَ، سَدا هَٿَنِ کَرِکِرا[7]،
لاکي لوڙائُنِ جا، اِهَڙائِي اُهيجاڻَ،
ڏيئي تَنگَنِ تاڻَ، ڪُوکَ ڪارِيندا[8] ڪَچَڙي.

٣٧

لَکِيَ[9] ۾ لاکو، ڀَئِي مُئا، ڀاڄَه ٿِي،
قادِرَ لاڌو ڪَڇَ تان، اَڏيُون! اولاکو،
وانڍِيَنِ[10] ۾ واکو، ريباڙِي[11] رَهِي وِيا.

٣٨

ريباڙَڻ[12]! رِيجهاءِ، لاکو لولاٽِيَنِ[13] سين،
سائُو[14] مانَ سَنڌِياءِ، ٺَٺُ[15] مَٿائِي ٺاڪُرو[16].

٣٩

ريباڙِڻَ روئِي، واڙِي[17] وِڏا وَڇَڙا،
سَمورا سوئِي، هَٿِي هِتان ساٽَ وِيو.

---

١ـ هن پاريان، هن پار کان، اوهان جي پار کان. ٢ـ هڪ شخص، جو بهادريءَ ڪري مشهور هو، لاکو ڦلاڻي ٣ـ چوريون، ڦريون ٤ـ پـڄ (ملڪ) کان ٥ـ چورن، ڌاڙيلن، ڦورن ٦ـ ڪشيو ٻڌن ٧ـ وهٽن کي صاف ڪرڻ جا کهرا برش ٨ـ پيدا ڪندا، حاصل ڪرائيندا ٩ـ لاکي جي گهوڙي جو نالو ١٠ـ ڪنوارين ڇوڪرين يا ڇوڪرن ١١ـ هڪ ذات جو نالو ١٢ـ اي ريباڙي قوم جي زال! ١٣ـ آزين نيزارين، خوشامد ١٤ـ ساهو، بهادر ١٥ـ ڊول، ڏيکو، شان ١٦ـ ٺاڪر، راجپوت، راءُ ١٧ـ وٿاڻ، لوڙهي ۾.

۴۰

رَڙِي ريٻارَڻِ، روءِ، اُڀِي ڏِنگهرَ جَهلَ[1]،
ڀَري هِتان پَلَ، * ڪيتَريُون ڪاهي وِيا!

۴۱

رَڙِي ريٻارَڻِ، روءِ، اُڀِي ڏِنگهرَ ڏارَ[2]،
وَڃَنِ اَڄُ وَڳَ هَنيو، سُمَرِ جي سُوارَ،
ڪاڇي ٻِنهِي پارَ، ڏاڪو هِنِ جو ڏِسِين[3].

۴۲

رَڙِي ريٻارَڻِ روءِ، واڙِي پايو وَڇَڙا،
ڪَرا[4] وِيڻَ[5] ڪَنگهارَ[6] ڪي، چَنچلُ[7] اُڀِي چوءِ،
واڙِي وَڃُ نَہ ڪوءِ، لاڪو لوڙائُنِ سين.

۴۳

لاڪا لَڪَ سُڄَنِ، ڦُلاڻِيءَ ڀِيرُ ٻِيو، * *
جنهن ڀَرِ راڻا، راڄِيا، ڪوٽَنِ مَنجهہ ڪَنبَنِ،
جنهن جو جاڙيجَنِ، سُتي سَنچو[8] نَہ لَهي.

۴۴

لاڪا لَڪَ هُئا، ڦُلاڻِيءَ ڀِيرُ ٻِيو،
آجا اوڏَ[9] ٿِيا، پَلئي لَڳِي جنهن جي.

---

۱- پاسي ۾ * جهوليونِ ڀري، تمام گهٽي انداز ۾. ۲- پاسي، ڀر ۾ ۳- ڏسن يا طرفن يا ملڪن ۾ ۴- صحيح، سخت ۵- سخن، لفظ ٦- نالو ۷- چالاڪ، چلولي ** دنيا ۾ ٻيا بہ چور سجهن ٿا پر لاکي ڦلاڻي جو نمونو ئي اور آهي. ۸- اونو، ادڪو، فڪر، ڊپ، خوف خطرو ۹- ذات جنهن سان لاکي جو لاڳاپو هوندو هو،

۴۵

لاڪو لَکِيءَ تي چَڙهي، لَکِي لاکي هيٺِ،
سُنهارِيُون[۱] سِرِ ڪِيو، پيرِئو ٻَڌي بيٺِ،*
ڪَندو ڏَمَرُ ڏيٺِ[۲]، صُباحَ سانُ سَيِڪَنهِين.

۴۶

اَڏِيو جو اوڏِنِ، سو ڏَنگهر ڏِلو مَ ٽِپِي،
جنهن پَرِ وِيهِي ڪَنِ، ليکو لاکي جامَ سين.

۴۷

لاکي لَڄَ ڪَنِئِي، آسان اوڏِرِيَنِ جي،
ڪَندو ڪانَ ٻِي، اَگِ وسوڙهَلَ[۳] آهِيُونَ.

۴۸

لاکا لَڄَ سَندِياءِ، اوڏِ اَگِلي[۴] آهِيان،
پَکا سي پَرِتاءِ، جي اَجهي تنهنجي اَڏِيا.

۴۹

اَڏِينڊي اوڏِنِ، لَڏَنُ جي ڪانَ ڪِي،
لاکو مَتان تَنِ، اوچِتوئِي آئِيو.

۵۰

اَڏِي اَڏِي اوڏِ، چِڏِي وِيا پيٽِيُون[۵]،
تِڪاٽا ۽ تولَ[۶]، پِيا آهِنِ پَٽَ ۾.

---

۱ـ سونهن واريون، حسين * حسين زالون پاڻ سان کنيو پوءِ انهن جي بچائڻ لاءِ سندرو ٻَڌي. ۲ـ ملاقات ۳ـ موڙهل، منڊل، ابوجهه ۴ـ عيبدار، ميري، گدلي ۵ـ جايون، مڪان ۶ـ شيون، اسباب.

٥١

چِنَلَ چَـڃَ ھَـٿَنِ ۾، ڪُلَھنِ ڪوڏارا،
پورھِئي خاطِرِ پانھنجي، اُٿَـنِ سَوارا[1]،
اوڏ ٻِہ ويچارا، لاڪا! وَڃَنِ لَڏِيو.

٥٢

ڪَڏھن مَڙھُ مُقامَ ۾، ڪَڏِھن ڳاڙھو گھوٽُ،
سَندو وارِيءَ ڪوٽُ، اَڏِيو اَڏِبو ڪيتَرو؟

## وائي

ھي سَڀِ ھَلَڻَ ھارا، ڪونَہ رَھندو ڪو ھِتِ، جيڏِيُون!
اَڏِيا رَھندا اتِھين، ھي سَڀِ ماڳَ موچارا،
ڪونَہ رَھندو ڪو ھِتِ، جيڏِيُون!
جَن ڪي باشاھِيُون[2] بُلَندُ ھُيُون، سي وِيا ڇَڏي ويچارا،
ڪونَہ رَھندو ڪو ھِتِ، جيڏِيُون!
ڪُلُ نَفَسٍ ذائِقَہُ المَوتِ[3]، سَمجِھجِ اِھي اشارا،
ڪونَہ رَھندو ڪو ھِتِ، جيڏِيُون!
داڙُو[4] دَڙِي[5] اُنَھِين نہ بَخشائِيندو بَدڪارا،
ڪونَہ رَھندو ڪو ھِتِ، جيڏِيُون!
آلا! عَبدُاللَّطِيفُ چئي، اُتِ سَتُرُ ڪِجِ[6] ستارا!
ڪونَہ رَھندو ڪو ھِتِ، جيڏِيُون!

---

١ـ سويل ٢ـ بادشاھيون ٣ـ سيڪنھن ڪي موت جو ذائقو چکڻو آھي ٤ـ سفارش ڪندڙ، شفيع ٥ـ سفارش ڪري ٦ـ ڍڪ ڍڪج، لڄ پردو رکج.

# سر بلاول

## سر بابت:

هي سر ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ واري نسخي ۾ ڪونهي تنهن ڪري هن نسخي جي پهرئين داستان ۾، ڊاڪٽر ٽرمپ ۽ سرڪاري ڇاپي وارا اوڻيهه بيت ۽ وائي ۽ ٻئي داستان ۾ ڊاڪٽر ٽرمپ وارا پندرنهن بيت ۽ وائي (سرڪاري ڇاپي ۾ هڪ بيت وڌيڪ آهي جو ٻين بيتن ۾ ڏنل مصراعن کي هيٺ مٿي ڪري بنايو ويو آهي، تنهن ڪري هتان خارج ڪيو ويو آهي.) ڇوٿين داستان ۾ ڊاڪٽر ٽرمپ ۽ سرڪاري ڇاپي وارا تيرنهن بيت ۽ وائي ڏنا ويا آهن. ڊاڪٽر ٽرمپ ۽ سرڪاري ڇاپي جي فقط ٽئين داستان مان پهريون بيت، جو عطا نالي سگهڙ جو لکيل آهي، سو خارج ڪيو ويو آهي.

## مضمون:

مضمون جي لحاظ کان هن سر کي ٻن ڀاڱن ۾ ورهائي سگهجي ٿو. پهرين ٽن داستانن ۾ سمن جي ڄام جکري جي سخاوت ۽ دليريءَ تي داد ڏنو ويو آهي ۽ دل کولي سندس تعريف ۽ توصيف ڪئي وئي آهي. سنڌي ادب جو هي پهريون ئي قصيدي جو قسم آهي. هن کان اڳ نعتون لکيل آهن، مگر ڪنهن به حاڪم جي سخاوت يا شجاعت بنسبت ڪو قصيدو ڪونهي. هنن بيتن کي گڏي ڪئي هڪڙو قصيدو چئجي ته به ٺهي اچي. ٻئي حصي يعني ڇوٿين داستان ۾ وروءَ يا وڳند سان شاه جيڪي بيتن ۾ چرچا ڪندو هو سي ڏنل آهن.

## روحاني راز:

شاه پنهنجي ڪلام ۾ ڪنهن جي به ٺلهي خوشامد ڪانه ڪئي آهي. ايراني قصيدي نويس، حاڪمن کي خوش ڪرڻ لاءِ چند شعر لکيو ۽ دربار ۾ پڙهيو پيا پيٽ قوت ڪندا هئا. هنن جي ڪلام کي چاپلوسي چئجي ته به ٺهي اچي، پر شاه ائين هرگز نه ڪيو. هن جيڪڏهن ڪنهن جي تعريف لکي آهي ته به سندس فوت ٿي وڃڻ کان پوءِ. انهيءَ ڪري ائين چئي ڪونه سگهبو ته شاه چند ڏوڪڙن حاصل ڪرڻ لاءِ هٿ پير هنيا. شاه، ڄام جکري جي هر هنڌ هاڪ ٻڌي، تنهن ڪري اهڙيءَ مقبول عام هستيءَ جا اڳيان ڳڻ ڳايا

اٿس. ھي بيت جوڙي ڪو ھن جي ڪچھريءَ يا ڪٽنب جي ڀاتين اڳيان ڪونہ ڳايا ويا ھئا. ھي تہ فقير، تمثيل طور پنھنجي ڏٿيءَ جي تعريف سمجھي جھونگاريندا ھئا ۽ قلبي تسڪين ۽ روحاني فرحت حاصل ڪندا ھئا.

ٻئي حصي ۾ ظريفانہ شعر جو سنڌيءَ ۾ پھريون نمونو شاھ پيش ڪيو آھي. شاہ کان اڳ ڪنھن بہ شاعر. ڪل خوشيءَ ۽ چرچي گھٻي جا بيت ڪونہ چيا آھن. ھن سر ۾ شاھ ٻن نون شعرن جي طريقن جو موجد ثابت ٿئي ٿو، جنھن مان سندس طبيعت جي فراواني ۽ قلبي ڪشادگي ۽ علمي بلنديءَ جي پروڙ پوي ٿي.

مٿي ذڪر ڪيل حقيقتن جي مد نظر ائين چوڻ ۾ مبالغو نہ ٿيندو تہ شاھ سنڌي قصيده گو ۽ ظريف شاعرن جو اڳواڻ يا پيشوا آھي. اھو اڳواٽيءَ جو سھرو سندس سر تي سونھي ٿو.

# سر بلاول

## داستان پهريون

۱

وِسَهُ[1] اِنهِيءَ وِڙَ[2] کي، جيئن دَعوَتَ ڪَئِي داتا،
مَضمَضه[3] واتا[4]، وِجُھ تہ ڏيئِي واتَ ۾.*

۲

ڪَڍِي گهلِ[5] گهران[6]، صُلُحُ ڪَرِ سُلطانَ سين،
تہ تُون تِنهن دَران[7]، ڏِيهاڙِي ڏانُ[8] لَهين.

۳

پِيءُ مَ طَهُورا[9]، وانءُ اورانگهي اوريان[10]،
وِچان[11] جي وِصالَ کي، سي سَڀِ اُجُورا[12]،**
حاصُلُ حُضُورا[13]، سَمِي[14] جي سَڀِ ٿِئِي.

۴

سَما تو سِرِ[15] چَٽُ، نہ تہ پاڳارا پُرسَ[16] پِيا،
ڳَهَڻَ[17] تُنهنجي ڳِيجَڙِي[18]، اَچِي جالَ[18a] جَڳَٽُ[19]،
جَنِ جيهائِي[20] پَٽُ[21]، تَنِ تِيهائِي[22] بِکِيا.[22a]

---

۱- اعتبار ڪر ۲- سخن، قول، ڳالھ ۳- گرڙي ۴- واتان، وات مان * گرڙي ڪري تيار ٿي تہ توڪي ڏي. ۵- چورن جي ٽولي (نفساني خواهشون) ٦- گهران، گهر مان ۷- دران، در کان يا تان ۸- انعام، نعمتون ۹- بهشت جو پاڪ شراب ۱۰- ويجهيون منزلون، جتي طهورا آهي، يعني بهشت ۱۱- وچ ۾، آڏو، رنڊڪ ۱۲- عيوضا، انعام** بهشت وغيره جيڪي بدلا آهن، تنهنجي چڱائيءَ جا، سي حقيقت ۾ واصل باالله ٿيڻ ۾ رنڊڪون آهن. ۱۳- حضور مان، ديدار مان ۱۴- سمي بادشاه ۱۵- تي ١٦- ماڻهو، مرد ۱۷- پورهيو ڪرڻ، خدمت ڪرڻ ۱۸- در ۱۸a- جام، گهڻي ۱۹- جڳت، جهان، خلق، ماڻهو ۲۰- جهڙوئي ۲۱- ڪشتو، پيالو ۲۲- تهڙي ئي. ۲۲a- خيرات.

٥

ڀيرِيُون[١] ڀيري ڀَڄُ، هي جي مَنجهان پورِيُون[٢]،
ٻِئي دَرِ ڪَنهِين مَ وَڃُ، رِيءَ هاشِميءَ[٣] هيڪَڙي.

٦

سَمو تَنِ سَنڌَ ڪَري، جَن تي وَڏو ويرُ،
اُتِئي تَہ آجِي ٿيان[٤]، پائي پاڪوڙِي[٥] پيرُ،
تو رِيءَ ٻِيو ڪيرُ، سَرَتِيَنِ[٦] جا سوٽا[٧] سَهي؟

٧

سَرَتِيَنِ جا سوٽا سَهي، وَسِيلو وِلَهَنِ،
لُڏِي ڪِينَ[٨] لَطِيفُ چئي، اَڳِيان لالُ لَکَنِ،
جِتِ ڪوڙين ڪِينَ ڪُڇَنِ، اُتِ پاٻوهي[٩] پَڌرو.

٨

جو ڇَلِيُون[١٠] ڀَسِي نہ ڇَڪِيو[١١]، تنهن واڪاٽِيو وِکَ،
لُڏِي ڪِينَ، لَطِيفُ چئي، لَکَنِ اَڳِيان لِکَ[١٢]،
پيرُ نہ موڙِي پانهنجو، تِکِيءَ پَئِجي تِکَ،
سَرَتِيَنِ ڏِئي سُکَ، هَڪَلَ سين هالارَ ڏِٺي[١٣].

---

١ـ نغارا، واڄا ٢ـ (واحد: پوري) خالي، ڪوڪلي ٣ـ حضرت محمد(ﷺ)، جو بني هاشمين مان هو ٤ـ نجات يا ڇوٽڪارو پايان ٥ـ رڪاب، جتيءَ ٦ـ جن تنهنجي سام ورتي آهي، جيڪي تنهنجي امت مان آهن ٧ـ انجام، اقرار، وعدا، ذما، بار، جوابداريون ٨ـ نہ گهبرائجي، ششدر نٿو ٿئي ٩ـ مسرور، کلندي منهن ١٠ـ لشڪر، ڪٽڪ، گهٽا ماٺهو ١١ـ مڙيو، منهن موڙيو، ڀڳو ١٢ـ ذرو، ٿورو ١٣ـ هالار جبل جو مالڪ يا سردار، هالار جبل جو رهاڪو سردار.

٩

تَڙِ تَڙِ ڪيمَ تَرسُ[١]، سَرُ[٢] نِهارِجِ سَيَرو[٣]،
ڏِينديءِ لَڪَ، لَطِيفُ چئي، راڄَ راهُوءَ[٤] جي رَسُ،
وِلها[٥] جنهين وَهِيان[٦] ڪِيا، پاڳَ تنهِين جي پَسُ،
ڪوڙين لاهي ڪَسُ[٧]، جي ڳالهائي ڳاٿُ ڪَٿي[٨].

١٠

آروڙِ جِي[٩] اُٿِيو، ديمِنِ[١٠] وِڏائين ڏُکَ،
لاٿائين، لَطِيفُ چئي، عالَمَ تان اَهُکَ،
تَنِ سَرَٿِيَنِ ٿِيا سُکَ، جي اَجهي آيون اَبڙي[١١].

١١

آروڙِجي اُٿيو، ديمِنِ وِڏائين دانهَن،
پابوهِيو پيرَ ڪَٿي، سَمو سَرَٿِيَنِ ڏانهَن،
مَتان متي ٻانهن[١٢]، اُيو آڇي سُلطانَ ڪي.

١٢

عَلاؤالدينَ[١٣] آئيو، تنهن جي هاٿِيءَ هاڪَ هَنِي،[١٣a]
يَڳو ڪوٽُ ڪُفارَ جو، پيئي يَڃُ[١٤] يَئِي[١٥]،
آرَڻِ[١٦] بَڌِي اَبڙي، ٿِي رِڻُ ۾ رُڪَ[١٧] رَئِي[١٨]،
تيغين[١٩] تاءُ تِکو گهڻو، سَگهي ڪونَہ سَهِي،
"رَبِّ هَبْ لِيْ اُمَّتِيْ"[٢٠] چَڙهيو جامَ چَئِي،
سَمي سامَ ڪئي، سَرَٿِيَنِ جو سُکَ ٿِيو.

---

١ـ (١) سڪ، اُڃ مر (٢) نهار، واجهاءِ ٢ـ تڙ، ڍوري؛ ڪانهن، ڪانو، تير، ڪان ٣ـ مضبوط ٤ـ راڄ سان رهائيندڙ، داتا، سخي، سردار ٥ـ سچا، فقير ٦ـ شاهوڪار، آسودا ٧ـ مٺ، مونجهارو، دلگيري، غم، فڪر ٨ـ ڪنڌ مٿي ڪئي، سنئين منهن ٩ـ گرم ٿي، هڪل ڪري ١٠ـ لشڪر، انبوهہ، ڪٽڪ ١١ـ انهيءَ شخص جي ذات جو نالو جنهن جو هتي ذڪر آهي (رسول ڪريم ﷺ) ١٢ـ مدد ١٣ـ دهليءَ وارو سلطان جو سنڌ جو حاڪم هو ١٣a ـ هِنئي ١٤ـ ڪچ، پچ، علائقي جو نالو ١٥ـ ڊپ، خوف ١٦ـ قلعو، حملو، گهيرو، محاصرو ١٧ـ تلوارن، ترارن ١٨ـ چمڪو، وسڪارو، ڦهہ ڦهہ ١٩ـ ترارن ٢٠ـ اي منهنجا رب مونکي پنهنجي امت ڏي (حديث)

۱۳

عَلاؤالدِينَ آئِيو، کَٽِي چَلِ[۱] چڱِيرُ[۲]،
کَهِينَ کِينَ هِمَتيو[۳]، ڪانَ[۴] جَهلِيندو ڪيرُ؟
سُومِرِيَنِ سامَ کنئي، اَبڙي ڪِيو اُتَ پيرُ،*
هو مُهايَنِ[۵] مِٺيرُ، پر مَستُوراتِنِ[۶] مارِيو.

۱۴

سَرَٽِيَنِ جي سُکَ لَئِي، سامَ کَنئِي سَردارَ،
جي آيون اَبڙي جي آدارَ، سي سُونَگَ[۷] نہ ڏِينِديون سُومِرِيُون.

۱۵

ٻِيَنِ مِڙِني ڏِنِيُون، پَرَ ڏِئي نَہ ڏُونگَرَ راءُ[۸]،
اَنِ ڏِنِيَنِ[۹] آڏو ڦِري، ڏِنِي[۱۰] ڏِئي ڪِياءُ[۱۱]؟
لورِيُون[۱۲] لَکَ مَتاءُ، اُنَ مَٿيرِي[۱۳] موٽائِيُون.

۱٦

اَبڙو آڳاهَنِ[۱۴] ۾، پَرَجَهلو بارِي،
سَمي سُوالِيَنِ[۱۵] کي، ويَلهہ[۱٦] وِسارِي،
مَنَهَہ مُنِي[۱۷] جَکرو[۱۸]، طاماعُنِ تارِي،
پُڄِي[۱۹] سي پارِي[۲۰]، جي عاجِزَ[۲۱] اَجورَنِ[۲۲] ۾.

---

۱- لشکر ۲- چڄي يا ڪلنگيءَ وارو، تاجدار، سردار، بهادر ۳- (مقابلي لاءِ) همت ٻڌي ۴- تير
*قاصد موڪليو(ڳيبي ڪئي، اَنُ ميجي) ۵- مسائين، مارين، ناس ڪن ٦- زالن، عورتن ۷- ڏن،
محصول ۸- ڏونگرَ ڏٿي ۹- ڏارين زالن ۱۰- ڏنل، پنهنجي زال ۱۱- ڪيئن، ڪٿان ۱۲- لنگهيون،
مگڻهار ۱۳- مٿيرَ، پهلوان، مانجهي مڙس ۱۴- اڳيان هلندڙن، سردارن، رهبرن ۱۵- سوال ڪندڙن،
سامر پوندڙن ۱٦- ويلو، فاقو، لنگهڻ، بک ۱۷- ٿنڀ، سردار، پرجهلو ۱۸- هڪ سخي زميندار جو نالو
۱۹- جن جي پيڇا ڪري، جن سان مبد جو وعدو ڪري ۲۰- انهن جو پيٽ پاري، انهن جي سنڀال
لهي ۲۱- ضعيف، ڪمزور، بيمار ۲۲- بنا زور، بي پشت و پناهہ، ضعيفن، ڪمزورن.

## ١٧

اَبڙو آڳاهَنِ ۾، سَيَرُ[١] جيئن ٻيلي[٢]،
سي پَٽَ کنهن نَہ پُريا[٣]، جي ٿو يَرُ[٤] ييلي[٥]،
سَڄَڻُ سانوَڻُ مِينهن جان، رُڃون ٿو ريلي[٦]،
اَڇَنِ جي ويلي،* تَنِ نورَ[٧] بَخِشي پٽَ ڏٽي.

## ١٨

اَبڙو وَڏُ وَڙو، سُوَڙو[٨] سَمو، سُونهَنِ سَيِنِ،
تنهن دَرِ سَڀِ اَچَنِ، کَنڌُ نَہ کَڏي کَڄَ ڏِٽي.

## ١٩

پِڙَ ۾ اُيو پاڻِ، ساٿِيئَڙَنِ[٩] سَڏَ ڪري،
يَلي جي لاڏاڻِ[١٠]، سَڀِ لَنگھيندا لَڪِيُون[١١].

## وائي

مُون ۾ عَيبَ اَپارَ، اَئُون طامِع آهِيان تنهنجي.
هِڪَ وِڃايَمِ ويسلي[١٢]، جاٽي سَڀِ جَمارَ،
اَئُون جا طامِع آهِيان تنهنجي.
هِنَ منهنجي حالَ جِي، توکي سُڌِ، سَتارَ!
اَئُون جا طامِع آهِيان تنهنجي.
اَمرَ[١٣] اوڏي نہ ٿِيان، نِهِيَ[١٤] ڪِيَسِ نِڪارَ[١٥]،**
اَئُون جا طامِع آهِيان تنهنجي.

---

١- سيرو، وڏو (وڻ) ٢- جهنگ جو ٣- هليا، طي ڪيا، پنڌ ڪيو ۴- ماهر، بهادر، پڙُ، ڄاڻو ٥- لتاڙي، لنگهي ٦- جالاروااپاٽي وهائي ساوڪ پيدا ڪري* جيڪي هڪ وقت جي ماني گهرن. ٧- گهوڙا ٨- چڱن وڙن واري ٩- يارن، ساٿين، همراهن، سام پيلن ١٠- لاڏ ڪوڏ يا پيار سان، لڏ يا سان ١١- اوکا پيچرا، تڪليفون ڏيندڙ لنگهہ يا رستا (مشڪلاتون) ١٢- غفلت يا سستيءَ ۾ ١٣- حڪم ١۴- نفيءَ ١٥- نڪمي، بيڪار. ** جن چڱن ڪمن جو حڪم ٿيل آهي تن ڪي ويجهي ناهيان، (امر بالمعروف ۽ نهي عن المنڪر تي عمل نہ ڪيو اٿم)

جيڪي وَهي وُجُودَ ۾، سو ڄاڻين، ڄاڻڻهارَ!
آئُون جا طامِع آهِيان تنهنجي.
جيئن سڀ گُل گُلابَ جا، ڪِڙيا ڪَنڊَهارَ،
آئُون جا طامِع آهِيان تنهنجي.
مُون ڪي سِڪَ، سَيّدُ جي، آهي مَدِيني موچارَ،
آئُون جا طامِع آهِيان تنهنجي. ٥

## داستان ٻيو

١

جَکِرو[1] جوڙي، پاڻ ڌَڻِيءَ پَيدا ڪِيو،
ڪيهَرَ[2] جيئن ڪَرُ[3] ڪَڍي، مُڇُون مَلُھ موڙي،
گھوٽُ چَڙهِيو گھوڙي، پيچِيَنِ[4] لائي پيچرا.

٢

جَکِرا! جِيين شالَ، تنهنجو ڪَنين مَدو مَ سُڻان،
جيئن تو آچِي ڪالَ[4a]، نالائِقَ نَوازِيا.

٣

جَکِرو جَسَ ڪَرو[5]، ٻِيا مِڙئي مَلھَ،
سَمي جي سُهاڳَ جي، ڪَنهِين نہ پُوي ڪَلَ،
مِڙئي اُنَ مرسَلَ[6]، اَصُلُ هُئِي ايتَرِي.

---

١- ڄام جکرو جيڪو سخاوت ڪري سنڌ ۾ مشهور هو. ٢- وڏي شينهن ٣- ڳاٽ، مٿيون ڌڙ ٤- سوالين، فقيرن ٤a- ڪالهہ ٥- جس يا شاباس جو لائق، نامور، ناليرو، ناموس وارو، چڱو ٦- موڪليل، مهندار، سردار.

٤

جَکِبرو جَسَ کَرو، ڀِيا سَبِ اَنيرا[١]،
جِمُائِين[٢] گهڙِيو[٢a]، جَکرو، تِئائِين نہ ڀِيا،
مِٿِي تنهن ماڳا[٣]، اَصُلُ هُئِي ايتَرِي.

٥

ڏِٺي جادَمَ جَکِري، چِتِ نَہ ڀِيا چَڙهَنِ،*
تَہ کِي کُوه کَڇَنِ، جُه سَرُ[٤] لِيي سَيَرو.

٦

هَٿان[٥] جادَمَ جَکِري، وَتِيءَ[٦] وِچُ مَ پوءِ،**
پِي پِي سو پُرِ تِيو، جو حاتِمِ پاسِي هوءِ،
کَيفَ[٧] ڏاران[٨] کوءِ، جِئِي کو مَ جَهانَ ۾.

٧

هَٿان جادَمَ جَکِري، وَتِيءَ پوءِ مَ وِچُ،
"اَچو! آئِئو نِچُ!" سَمِي وائِي واتَ ۾.

٨

راهُوءَ[٩] جا رَهيامِ، سَنِيها[١٠] سَرِيرَ[١١] ۾،
ڀِيا دَرَ وِسَرِيامِ، ڏِٺي جادَمَ جَکِري.

---

١- راجا، جنهن ڏياچ جو سر ودِايو هو ٢- جتان، جنهن هنڌان، جنهن منٿيءَ کان ٢a-ٺاهيو ويو ٣- ماڳان، ماڳ يا جاءِ تان يا کان. * ٻيا ياد ۾ بہ نہ آهن، ٻين جو خيال ئي دل ۾ نٿو اچي. ٤- پياليءَ، جام ** شل! جکري (ساقيءَ) هٿان پياليءَ (جام) ملڻ ۾ ويڇو يا ويرم يا دير يا ڪا رنڊڪ نہ پوي. ٦a- حاتم طائي (مشهور سخي) ٧- شراب، مي ٨- ڌاران، کان سواءِ، بغير ٩- راڄ سان رهائيندڙ، چڱي طرح هلندڙ (جکري) ١٠- پيغام، ٻول ١١- بدن.

۹

راهُو تنهنجي رِيتِ، پَرَ ڪَندِين[۱] پَڌَرِي،
گهڻا گهوڙَنِ چاڙهيَئِي، مُسافِرَ مَسِيتِ[۲]،
پُڇين ڪا نَہ وِڏِيتِ[۳]، جي آيا سي اَگِهيا[۴].

۱۰

جَڪِري جهو جُوانُ، ڏِسان ڪونَہ ڏيهه ۾،
مُهَڙُ[۵] مِڙِنِي[۶] مُرسَلين، سَرسُ سَندُسِ شانُ،
"فَڪَانَ قَابَ قَوسَينِ اَوْ اَدنَيٰ"[۷] اِيءُ مُيَسرُ تِيَسِ مَڪانُ[۸]،
اِيءُ آڳي[۹] جو اِحسانُ، جنهن هادِيءَ ميڙِيُمِ هِهڙو.

۱۱

سَمو سَوائِي[۱۰]، ڀَهُون[۱۱] ڀِينئان[۱۲] اَڳِرو،
دانَهہ[۱۲a] جي دَربارِ ۾، وَرتِي[۱۳] اِيءَ وائِي،
ڳَهَڻَ[۱۴] ڳالهائِي، مُهَڻَ[۱۵] سَڀِ مَلهائِيا[۱۶].

۱۲

جيهُسِ[۱٦a] ڪونَہ جَهانَ ۾، هِندُ، سِنڌُ، سُورَتَ[۱۷] هاڻِ،
دَرِ داتا مَڱُ مَڱڻا، ڀِئِي جِي ڪَدِ مَ ڪاڻِ[۱۸]،
پاڌُوندَرُ[۱۹] پاڻَ، حالُ پَسِي پالُ ڪَري.

---

۱- پرڪندِين (ڏوراهَن ڏيهن) ۾، ملڪان ملڪ ۲- مسيت يا مسجد جا مسافر، بي واها، مفلس، بي اجهي ۽ آڌار ۳- سبب يا تفصيل ۴- قبول پيا ۵- مهاڙ، اڳواڻ، ليڊر ٦- سيني ۷- حضرت محمد ﷺ جن خدا کي ٻن ڪمانن جيترو ويجهو ويا، بلڪ انهيءَ کان بہ ويجهو (ق- ش). ۸- جاءِ، ماڳ، مرتبو ۹- آغا، آقا، ڌڻي، مالڪ ۱۰- سوايو، وڌيڪ، بهتر ۱۱- گهڻو ۱۲- ٻين کان ۱۲a- دانا ۱۳- استعمال ۾ آئي، چئي وئي ۱۴- ڳجهو، دل سان، اشاري ڪندڙ ۱۵- موهڻ، وڻڻ، خوش ڪرڻ ۱٦- خوش ڪيا، مرڪايا، سرخرو ڪيا ۱٦a- هن جهڙو، جهڙس ۱۷- گجرات جي مشهور شهر جو نالو ۱۸- محتاجي، حاجت ۱۹- سخي، ونڊيندڙ، در پٽيندڙ.

١٣

ڪَرِي آسَ اَپار، پارِيءَ[١] جَهلِيو نہ رَهي،
ٻيلِي ۾ گِرنارَ، اُتو گنگا جَرُ[٢] جَڪِرو.

١۴

پيهِي پِنُ پاتارَ ۾، جتِ ڳِڙهہ[٣] گنگا جَرَ راءُ[۴]،
ڇَڏي حِيلا هِنَ هَنڌَ جا، اُنهِي جَڪِري پاسِي جاءُ،[۴a]
اوڏو تِـي اَللهُ ڪي، ڪاڄُ تَنهِين جو ڪاءُ،
سُڪَنِ اِينڌِءِ ساءُ، ويلَهہ[۴b] وِينڌَءِ وِسَرِي.

١٥

ڏمرِيو تہ ڏِي[٦]، پَرچِيو تان پاتَ[٧] پَري،
جُنگَ جَڪِرِي ڪي، ٻَئِي چِڱيُون چتَ ۾.

## وائي

آسَرو آهي، مون کي هوتَ حَبِيبَ جو.
جانِ جان اوڏا ڪَرَها، پَهُچان تان ڪاهِي،
مون کي هوتَ حَبِيبَ جو.
موتِ، مُنهنجا سُپِرين! واڳُون وَرائِي،
مون کي هوتَ حَبِيبَ جو.
شَفاعَتَ[٨] جا شَفِيعَ[٩] جِي، تنهن ۾ ڦيرُ[١٠] هَڏهِين ناهي،
مون کي هوتَ حَبِيبَ جو.

---

١ـ (١) ڪسي، نهر (٢) پاليل، نپايل، ٻانهي، نمڪ پروريءَ ٢ـ گنگا نديءَ جو پاڻي، پاڪ ۽ جالارو پاڻي ٣ـ قلعو ۴ـ راجا، حاڪم ۴a ـ وڃ ۴b ـ ويلو، لنگهڻُ، ٻُکَ ٥ـ وڃ ٦ـ خالي نہ ڇڏي، ڏئـي ٧ـ مگـٿـهار ٨ـ سفارش، چوٽڪارو ٩ـ سفارش ڪندڙ (حضرت محمدﷺ جن جو قيامت جي ڏينهن امت جي چوٽڪاري لاءِ سفارش ڪندو) ١٠ـ گمان. شڪ.

مِيرُ مُحَمَّدُ ڪارڻِي، آڙِيا ڇُوٽائِي[١]،
مون کي هوتَ حَبِيبَ جو.
اِهي ڪَمَ ڪَرِيمَ جا، جيئَن لَنگها[٢] لَنگهائِي،
مون کي هوتَ حَبِيبَ جو.
لُطفُ سانُ، لَطِيفُ چي، مُوڙها مِلائي،
مون کي هوتَ حَبِيبَ جو.

## داستان ٽيون

١

ليبڙي[٣] لَعنَتِيءَ[٤] کي، جو آٽِيءَ[٥] ۾ آهي،
اَندو مُون عَلِيلَ[٦] سين، سِينو ٿو ساهي،*
عَلِي شاهَ اَچِيج تُون، تنهن ڪافِرَ تي ڪاهي،
لُٽِي وِجھ لاهي، مَتو مَجُوسِيءَ[٧] جو.

٢

مارِ مَ مُطِيعَلَ[٨] کي، مَجُوسِيءَ کي مارِ،
وَڏي جَنگِ مَ وِسارِ، نَنڍِيان[٩] نَفعو ناهِ ڪو.

٣

نَنڍِئان نفعو ناهِ ڪو، وَڏِي مَ وِسارِي،
مَجُوسِي ماري، اَڪبَرَ[١٠] ڏي اَچِيج تُون.

---

١- ڇوٽڪارو بخشي ٢- لنگهان، لنگهڻ کان، مشڪل گسن کان ٣- ناڪيلي، اٽ جي نڪ واري رسي ۴- جنهن تي ڦٽڪار هجي (شيطان، نفس) ٥- نڪ جي چوٽيءَ ٦- بيمار، ضعيف * مقابلو ٿو ڪري، منهن ٿو اٽڪائي، جهيڙو ٿو ڪري. ٧- آتش پرست، باهہ جو پوڄاري (نفس اماره) ٨- مطيع ڪيل، فرمانبردار (نفس مطمئنہ) ٩- ننڍيءَ جنگ مان ١٠- وڏي جنگ (نفس اماره سان).

٤

اَضغَرَ[١] ڏي آهِن گهٽا، تُون اَڪبَرَ ڏي آءُ،
متان لوڙو[٢] لاهِيِن، مَجُوسِيءَ مَٿاءُ،
حَيدَرِ جي هَٿاءُ، وِڙهَه تہ ويرِي مارِيِين.

٥

پاندَپَ[٣] سين نہ پاڙِيان، سَوين ٻيا سَردارَ،*
آهي مِثِل مِينهَن جي، سَخِيُ تنهنجِي سارَ[٤]،
حاتِمَ هَزدَه[٥] هَزارَ، جَهڙَ[٦] تنهنجي جَهپِيا[٧].

٦

جَهڙَ تنهنجِي جَهپِيا، هَزارين حاتِمَ،
ڪوجَهنِ سَندا ڪَمَ، ڪامِلَ ري ڪيرُ ڪَري؟

٧

جي تُون آساتُو[٨] آئين، تہ وَنءُ جَڪِري لائِي[٩]،
مَتان وَڙُ[١٠] وِڃائِيِين، ڪنهن ٻِئِي دَرِ لِيلائِي،
سَمِي سامائِي[١١]، چِنتا لَٿِي چارِٽِين[١٢].

٨

جي تُون آساتُو آئين، تہ چانئُٺِ ٻِي مَ چورِ،
ڪيِرا[١٣] مَگّتِنِ جان، ڪَٿِي آٿِي ڪوڙِ،
اُنَ دَرِ عِراقِي[١٤] گهٽا، چانگُون[١٥] ڪيو چوڙِ،
تنهن سَيّدَ وَڏِي سوڙِ[١٦]، جنهن ۾ مَٿو هَٿَنِ مَگّنا.

---

١ـ نندِي جنگ (نفس مطمئنہ سان) ٢ـ جهيڙو، جنگ ٣ـ سردار * ٻيا سوين سردار، هن سردار جي مٽ نہ پانيان ٤ـ سنيال، سخا، لفظ ٥ـ ارڙهن (١٨) ٦ـ گهوڙي جو هڪڙو پير ٻئي پير تي لڳڻ [جهڙ پڙهبو تہ معنيٰ ٿيندي سخا يا لطف] ٧ـ مات ڪيا، شڪست ڏني ٨ـ آسائتو، آس يا اميد وارو، عرضدار ٩ـ لاءِ، ڪارڻ، واسطي ١٠ـ عزت ١١ـ پيدا ٿئي ١٢ـ چارڻن [مگڻهارن] جي ١٣ـ [وهٽن ٻڌڻ جا] ڪِلا ١٤ـ عراق جا گهوڙا ١٥ـ ولر [گهٽا] ١٦ـ رضائي [پندار].

۹

سَمو سَخاوَتَ جِي، ويٺو پُڇِي پِرِ،
ڪوٺِيو ڪَنگالَنِ کي، ڏِئي دِلاسا دَرِ[۱]،
مَٿي وِلَهَنِ[۲] وَرِ[۳]، ڏِيهاڙِي ڏاتارَ جِي.

۱۰

ڪوهُ نَہ جُهارِيِين[۴] جَڪِرو، جنهن ڏيهَ ڏِيا ڏِيئِي؟
جي لُڏِيا تي لِينگُهنِ[۵] ۾، سالُنِ[٦] ۾ سيئي،
سَمي سيئِي، طاماعُو[۷] تارِ ڪِيا[۸].

۱۱

اَلا! جُنگَ جِيئَنِ، جَنِين اَجهي گهارِيان،
شالَ مَ سُڪي وِيرِي[۹]، جِئان پِيءَ[۱۰] پِيئَنِ،
مَرڪَڻُ اَڪڙِيَنِ، تو ڏِٺي مُون تِئِي.

۱۲

اِينڊِي لَٿِي اُجَ، پيرَ پَرِينڊِي ٿَرِيا،
مَنجِهہ وِيرِي سُجَ،* ڪَرَ لَڌي رِڻُ اُڪارِيِين[۱۱].

۱۳

تُون اوڍَرُ[۱۲]، تُون اوڍَڪو[۱۳]، تُون اَجهو، تُون آگُ[۱۴]،
هِتِ پُڻِ تنهنجو تَڪيو، مَهَند[۱۵] پُڻِ تُونهِين ماگُ،
سي لورِيُون[۱٦] ڏِيَنِ نَہ لاگُ[۱۷]، جي اَجهي آيُون اِبڙِي.

---

۱- پنهنجي در اندر، گهر ۾ [ڪوٺي لفظ سان لڳي ٿو] ۲- مسڪينن ۳- ور [پلائي، مهرباني] ۴- پوڇين، سلام ڪرين، خيرات مڱين. ۵- ڦاٽل يا ليڙن وارن ڪپڙن ٦- اوني لوَين ۷- طمعدار [مڱڻهار] ۸- پُر ۹- ننڍي ڪوهي يا ڪڌ ۱۰- صاف پاڻي* سج منجهہ ويري يا ڪوهي ۱۱- رڻُ اُڪرندڙن، مسافرن ۱۲- ڍڪ، پناهہ ۱۳- ڇانو، پڙدو ۱۴- آڳو، مهندار ۱۵- اڳيان، قيامت ۾ ۱٦- مڱڻهار ۱۷- محصول، ڏن.

۱۴

اکين سوئِي اوڙِکيو[۱]، جو کَنين سومِ[۲] کَرَنُ[۳]،
ماءُ منهنجو مَنُ، چامَ پَسَندِئِي پَتِيو[۴].

۱۵

پَسَندِئِي پِرِ تِيا، جَکرو ئِي جاجِکَ[۵]،
تِئان ڏِنِي مَکَّٽِي، طَهُورا[۶]، جِي تِکَ،
سَمي يَڳِيَنِ سِکَ، واصِلُ تِيا وِصالَ کي.

۱٦

جِي اُڏَمِيو[۷] اَڄُ، تہ وَسندو سُونَ سُنگَ[۸]،
جالَ ڏِئِيندو جُنگَ[۹]، جَڳُ ڏِئِيندو جَکِرو.

## وائي

جِئان ڏِنائِين پيرَ، جِئان ڏِنائِين.
يَڳا کوٽَ کُفار جا، اَچِي عَليءَ شيرَ،
جِئان ڏِنائِين پيرَ، جِئان ڏِنائِين.
مَتِي اَگڻَ آئِيا سُونهَڻَ لَڳا[۱۰] سير[۱۱]،
جِئان ڏِنائِين پيرَ، جِئان ڏِنائِين.
جِئان نَبِي نِگِيو[۱۲] يَرِي مُبارَکَ پيرَ،
جِئان ڏِنائِين پيرَ، جِئان ڏِنائِين.

---

۱ـ سڃاتو، معلوم ڪيو ۲ـ سُومر، ٻڌر ۳ـ سمن جي ڄامر جو نالو ۴ـ پت آيس، اعتبار ڪيو، سڃاتو، سهي ڪيو (اگهايو، قبول ڪيو) ۵ـ مگٽهار ٦ـ بهشتي شراب ۷ـ اڀاميو، جذبو آيس ۸ـ سون جون دٻليون ۹ـ بهادر ۱۰ـ حسين ؓ سهڻا معلوم ٿيڻ لڳا ۱۱ـ پيچرا، گس ۱۲ـ نڪتو.

لَٽا ڏُکَ، سُکَ ٽِيا، ٽِي وَڏائِيءَ[١] وِيرَ[٢]،
جِئان ڏِنائِين پِيرَ، جِئان ڏِنائِين.
لُطفُ تو رِيءَ لَطِيفُ چي، ڪَندا ٻِيا ڪِيرَ؟
جِئان ڏِنائِين پِيرَ، جِئان ڏِنائِين.

## داستان چوٿون

١

وِڳَندُ[٣] وَرِي آئِيو، وَسَنِ ڪِينَ وِڏوسِ،
گُندِي[٣a]، مانِي، ماڳُ موچارو، پاسِي پِيرُ ٽِيوسِ.

٢

وِڳَندُ وَرِي آئِيو، پِينارَنئُون[٤] پوءِ،
مُحڪَمُ[٥] لڳسِ موچِڙا، ذَرو نَہ ڏِنُسِ جوءِ،
وِيٺو ايئَن چوءِ، تہ پِيران[٦] پاسِي نَہ ٽِيان.

٣

اَسُورَ[٧] سَندِي آسَرِي، وِيٺو آهِ وِڳَندُ،
هَڏِ نَہ ڇَڏِيندو هَندُ، آيَسِ بوءِ بَهارَ جِي.

٤

اَسُورَ سَندو آسَرو، وِڳَندَ کي وَڏو،
جُسِي ۾ جَڏو، پَرَ ڪِيَڻُ[٨] تي کُڙا کَٽِي[٩].

---

١- مبارڪ ٢- وقت ٣- شاهہ جي هڪ فقير جو نالو، گدلو ٣a-ڪپڙو گندي، ڪپڙو لٽو ٤- فقيرن يا پمينٽن کان ٥- مضبوط، ڏاڍا ٦- پيران، پيرن کان ٧- اسر جي ڪاڏي، سحريءَ ٨- ڪائڻ ٩- کڙيون کٽي، ايو ٽي وهي ٻرانگهون ڀري.

٥

وِڳَندُ وَرِي آئِيو، بَدُو[١] سين بَدبُوءِ،
خاوَندَ![1a] ڏي خُشبُوءِ[1b]، تَہ سُرَهو ٿِيان سُپرين.

٦

وِڳَندُ وَرِي آئِيو، ڪنو ٿِي ڪوجهو،
چِڏي نہ موزو[٢]، لڳسِ آرُ[٣] عِطارَ[٤] سين. *

٧

داتا سَندي دَرَ تي، وِڳَندُ ويٺو پَسُ!
تنهن روڳِيءَ[٥] کي رَسُ، جو آلُودو[٦] آزارَ سين.

٨

دائِمُ آهي دَرَ تي، وِڳَندُ ويچارو،
عَطُرَ سين آرو، لڳسِ تي[٧] لِڏِ کٿي.

٩

داتا سَندي دَرَ تي، وِڳَندُ ٿِي ويٺو،
بَصَرَ سين بازارِ ۾، ڪَرَ واڻِيو جيٺو،
دَران[٨] تنهن پيٺو، جِتِ ڪُفر ٿئي ڪين ڪي.**

١٠

وِڳَندُ وَرِيءَ آئِيو، نِسورو ٿِي نَرَڳُ[٩]،
گندا گُلابِي ڪَري، سَيّدَ جو سَرَڳُ[١٠]،
عَطُرَ سين اورَڳُ[١١]، تَہ هُئِين[11a] سَدا سُرَهو.

---

١ـ جهنگلي 1a ـ خُداوند! اي خدا! 1b ـ خوشبو ٢ـ چمڙ جو جوراب، جتيَ، پير، پيروي ٣ـ عشق ٤ـ عطر وڪڻندڙ سان *(هار سينگار ڪري آيو آهي، پر آهي ڪنو ۽ ڪوجهو. ٥ـ بيمار ٦ـ تر يا پسيل يا ٻريل آهي ٧ـ تنهن ڪري ٨ـ دران، درمان ** جت ڪفر ڪرڻ ڪان (نہ ڏجي) سواءِ ٻي پيٽي ڪانهي. ٩ـ دوزخ ١٠ـ خوشبوءِ، چڱو، بهشت ١١ـ واهپو رک، استعمال ڪر. 11a ـ هُجين.

١١

وِڳَندُ وَرِي آئيو، بَدُو بي نِمازُ،
جيئن تِترَ مَٿي بازُ، تيئن وِڳندُ سُرهاڻِ تي.

١٢

وِڳندُ وَرِي آئيو، ڪوتِرِيان[١] ڪُلاٺُ[٢]،
سَندو ڪِرِڙ ڪاٺُ، هَڻُ نَرڳي کي نِڪَٿي[٣].

١٣

ٻاندو[۴] ٻيلِي[٥] نَہ ٿِيو، وَرُو[٦] اَڄُ وِيو،
سُونهارِي سَيّدَ ڏنهُن،[٦a] پيٽُر[٧] پَنڌ پِيو.

## وائي

ڏَڪَ ڏَڪِيندو، مُون نَہ ڇَڏِيندو، شَفِيعُ[٨] شافِعُ[٩]، سُپِرِين.
اَنڌا اونڌا، اَکُڙِيا[١٠]، سَڀ نِباهي نِيندَو،
شَفِيعُ، شافِعُ سُپِرِين.
واتان ويچارَنِ جي، دارو[١١] پاڻُ ڏَرِيندو،
شَفِيعُ، شافِعُ سُپِرِين.
ڏوهارِيَنِ کي ڏاکَڙا، لَڪَ سَڀ لَنگهائِيندو،
شَفِيعُ، شافِعُ سُپِرِين.
نُورُ ناڪارو[١١a] نَہ ڪَري، مُحَمّدُ مِنتَ مَڃِيندو،
شَفِيعُ، شافِعُ سُپِرِين.

---

١ـ ڪوتڙيءَ کان ٢ـ ڪلاٺ، ڪلال، سست، ڪوڙو، دوستيءَ جو دم هڻندڙ ٣ـ نڪ ۾، اصل، بنه ۴ـ لنبو ڪتو ٥ـ ساٿي، همراه ٦ـ وڳند جو نالو ٦a ـ ڏانهن ٧ـ گهڻ ڪائو ٨ـ مهربان ٩ـ شفاعت يا ڇوٽڪاري جي سفارش ڪندڙ ١٠ـ آتڙندڙ، ٿاٻا کائيندڙ، منڊا ٽنڊا ١١ـ دارون، دوا درمل، علاج. ١١a ـ ناڪار، انڪار.

هِتِ[۱] هُتِ[۲] حامِي هِنِ جو، اَڳِيان آڏَر ڏِيندو،
شَفِيعُ، شافِعُ سُپِرين.

طَهورا[۳] تَڙِيَنِ[۴] کي، پاندَپُ[۵] پِيارِيندو،
شَفِيعُ، شافِعُ سُپِرين.

پاڻُ سُڄاڻي پاڻهين، ڪامِلُ ڪَرَمُ ڪَرِيندو،
شَفِيعُ، شافِعُ سُپِرين.

تنبو آڻي تارِ ۾، عاصِيَنِ[٦] وَٽِ اَڏِيندو، *
شَفِيعُ، شافِعُ سُپِرين.

داتا دوزِخِيَنِ تان لِيکو لَهِرائيندو[۷]،
شَفِيعُ، شافِعُ سُپِرين.

رَسَڻَ وِيرَ رَسِي ڪَري، مُشڪ رَنگ مَتِيندو،
شَفِيعُ، شافِعُ سُپِرين.

"رَحمَةً لِلْعَالَمِينَ[۸]" اَهُکِيءَ آڳَهُه[۹] تِيندو،
شَفِيعُ، شافِعُ سُپِرين.

اُتي عَبدُاللطِيفُ جو، هادِي هَٿُ جَهلِيندو[۱۰]،
شَفِيعُ، شافِعُ سُپِرين.

---

۱- هن دنيا ۾ ۲- هن دنيا، قيامت ۾ ۳- بهشتي شراب ۴- تڙيلن، بهشت مان هڪالي ڪڍيلن، گهنگارن ۵- سردار ٦- گنهگارن * قيامت ڏينهن حضرت محمد ﷺ گنهگارن جي وچ ۾ ويهي انهن جي ڇوٽڪاري لاءِ خدا کي سفارش ڪندو. ۷- حساب ڪتاب صاف ڪرائيندو، گناهه معاف ڪرائيندو ۸- ساري دنيا لاءِ رحمت (حضرت محمد ﷺ) ۹- آڏار، پرجهلو ۱۰- مدد ڪندو.

# پڙهندڙ نسُل . پ ن

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندڙ نسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڃوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻڻ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَــنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪـو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهـڙي دعوىٰ ڪري ٿـو تـہ پَـڪَ ڄاڻو تـہ اُهـو ڪُـوڙو آهـي. نـہ ئي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪـڏهن ڪـو اهـڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طرح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اُهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَـنَ بہ مختَلِف آهـن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهنـدڙ، سُست ۽ پڙهنـدڙ يا وِڙهنـدڙ ۽ پڙهنـدڙ بـہ ٿـي سگهن ٿـا. ٻيـن لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ ٽالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نـہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تـہ پَـنَ جا سڀ ڪَـم ڪـار سَـهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پـر ممڪـن آهـي تـہ ڪـي ڪـم اُجرتـي بنيـادن تـي بـہ ٿِيـن. اهڙي حالت ۾ پَـنَ پاڻ هِڪَـٻِئي جي مـدد ڪَـرڻ جـي اُصـولَ هيـٺ ڏي وَٺُ ڪنـدا ۽ غيرتجـارتي -non commercial رهنـدا. پَـنَ پـاران ڪتـابن کـي ڊِجيٽـائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪـو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪـرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پـو ٻيـو اهـم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مـان جيڪـڏهن ڪـو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَـن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

ٻَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پڄاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪنهن بہ رُڪاوٽ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن ڄاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالههَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ -

اِن حسابَ سان اڄڪلهہ کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ "هاٿي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو" ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **ڇو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اڻٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)